# رسالہ فتحيه

[سنِ تصنيف: ١٠١٩ھ / 15-1616ع]

مصنف

غوث الصمد مخدوم فتح محمد صديقي قريشيؒ



سنڌي ادبي بورڊ

2011ع / 1432 ھ

# رساله فتحيه

[سنِ تصنيف: ١٠١٩هه / 15-1616ع]

مصنف:

غوث الصمد مخدوم فتح محمد صديقي قريشيؒ

ترجمو ۽ تخريج:

مولانا سعيد احمد ٻُٽو

نگران:

قاضي محمد شوڪت علي قريشي

تعارف، تحقيق ۽ نظرثاني:

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو



سنڌي ادبي بورڊ

جام شورو، سنڌ

2011ع

ڇاپو پهريون　　سال 2011ع　　تعداد هڪ هزار



قيمت رپيا
(Price: 600-00)

**خريداري لاءِ رابطو:**

سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)
Email: sindhiab@yahoo.com
www. Sindhiadabiboard.org

هيءُ ڪتاب سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ايليگينٽ پريس ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

# پيش لفظ

اٽڪل ٽي چار سال ٿيندا جو اچانڪ استاد محترم حافظ ربڏنہ صاحبؒ (مجاور درگاهہ شريف غوث الحق حضرت مخدوم نوح هالائيؒ ) جي اوطاق تي وڃڻ ٿيو. ذڪر هلندي خبر پئي تہ سندن چاچي مفتي محمد شفيع مجاورؒ (جن جو ڪانئن ڪافي عرصي کان ذڪر ٻڌندا هئاسين) جا بهترين ۽ ناياب قلمي ۽ ڇپيل ڪتاب (جيڪي ان دور ۾ هندستان ۽ ايران مان گهرايا ويا هئا) جمع ٿيل آهن. انهن ڪتابن جي ڏسڻ جو موقعو ملي ويو. ڪافي وقت گذرڻ ڪانپوءِ آخوند صاحبان کي گذارش ڪئي وئي، جن ازراه مهرباني اهي ڪتاب عنايت فرمايا، جن مان ڪافي سرمايو تہ ڳري سڙي چڪو هو ۽ ڪجهہ الحمدلله ناياب شيون بچي ويون هيون، جن مان رساله فتحيه بہ هڪ هو. رسالي جا پهريان ۽ پويان چار پنج اوراق غائب هئا تاهم غنيمت سمجهي ان رسالي جو مطالعو ڪيو ويو، جيئن تہ ڪتاب نازڪ حالت ۾ هو، انڪري فوراً ان جون بہ فوٽو ڪاپيون ڪرائي هڪ ڪتبخاني لاءِ رکي وئي ۽ هڪ ڪاپي ان فن جي ماهرن کي ڏيکارڻ لاءِ موڪلي وئي. حسنِ اتفاق سان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن سان ملاقات ٿي ۽ کين اهو ڪتاب ڏيکاريو ويو جيڪو پاڻ انتهائي دلچسپيءَ سان ڏٺائون. سندن دلچسپيءَ جو مزيد سبب اهو هو جو ڪتاب جي حاشئي تي ڪٿي ڪٿي سنڌي بيت بہ لکيل هئا. ڊاڪٽر صاحب جن انهن شعرن جو مطالعو فرمائي چيو تہ اهي شعر ڪٿي نہ نظر آيا آهن ۽ نہ ڇپيا آهن، جنهن مان اندازو ٿئي ٿو تہ اهي بيت بہ رسالي فتحيه جي مصنف حضرت مخدوم فتح محمدؒ بن سرور نوحؒ جن جا هجن.

حاشئي تي قلم ٻيو استعمال ٿيل هو جو اول خطاط جو نہ هو. بهرحال انهن ٻيتن جي موضوع تي ڊاڪٽر صاحب جن هڪ مقالو لکي موڪليو جيڪو جيئن جو تيئن هن ڪتاب ۾ پيش ڪجي ٿو. حضرت مخدوم فتح محمدؒ جن جو اصل ڪتاب مخدوم صاحبان هالا شريف جي ڪتبخاني ۾ موجود هو. جنهن جو حوالو حديقة الاولياء واري پنهنجي ڪتاب جي صفحي تي ڏنو آهي. ان ۾ ڪتاب جا ٽي جلد ٻڌايا ويا آهن. هي اسان کي جيڪو نسخو دستياب ٿيو، اهو سنهي قلم سان هڪ جلد ۾ هو، جيڪو ڪافي وزندار هو. بهرحال اهو فيصلو ڪيو ويو تہ هو ڪتاب ڪنهن فارسيءَ جي ماهر کي ڏيئي ترجمو ڪرايو وڃي. ان ۾ مخدوم سليم الله صديقي صاحب سان مشوري بعد نظر انتخاب مولانا سعيد احمد ڀٽي صاحب تي پئي، جنهن کي قلمي عربي توڙي فارسي کي سنڌيءَ ۾ منتقل ڪرڻ جي مهارت حاصل آهي، جنهن جو مثال بياض واحدي آهي. جيئن تہ پاڻ عالم آهن ۽ عربي فارسيءَ تي دسترس اٿن، سنڌي ۽ اردو جا بہ ڄاڻو آهن، قلمي نسخي کي پڙهڻ ۽ جاچڻ، پرکڻ جا بہ اعليٰ قسم جا ماهر آهن، انهن اهو ڪم ازراهِ مهرباني شروع ڪيو ۽ پوءِ جيڪي پنا ترجمو ٿيندا ويا، اهي مون کي نظرثانيءَ لاءِ موڪليندا ويا. مولانا سعيد احمد صاحب جي ترجمي سان هن ڪتاب کي جيڪا خصوصيت حاصل ٿي سا شايد ڪنهن ٻئي کي ترجمي ڏيڻ سان حاصل نہ ٿئي ها. اها خصوصيت هيءَ آهي تہ مولانا صاحب جن جت جت قرآن پاڪ جون آيتون، حديثون، اقوال ۽ اشعار آيا آهن، اتي انهن سينن جا حاشئي ۾ نالا ڏنا اٿن جنهن سان ڪتاب جي افاديت اجا بہ وڌي وئي آهي. الحمدلِله ثم الحمدلِله. انهن حاشين ڪري هر حديث واضح ٿي وئي آهي. مثلاً صحيح، حسن، ضعيف ۽ موضوع وغيره. جنهن جي ڪري حديث جي حوالن جو پورو حق ادا ٿي ويو، نہ تہ شايد ان وضاحت نہ هجڻ ڪري نسخو ناقص رهي ها پر الله رب العزت جا احسان جنهن مهرباني فرمائي مولانا سعيد احمد ڀُٽي صاحب هٿان ايڏو مشڪل ۽ تحقيقي ڪم ادا ڪرايو، جنهن سان

هن ڪتاب جي سونهن کي چار چنڊ لڳي ويا ۽ طبيعت کي وڏو اطمينان ۽ سڪون حاصل ٿيو.

ڪتاب جي اوراق جي مطالعي سان معلوم ٿيو ته مصنف يعني غوث الصمد حضرت مخدوم فتح محمدؒ نه صرف عالم ۽ عارف هئا پر ڪتابن جو وسيع مطالع رکندڙ هئا. قرآن پاڪ جي آيتن تي گهري نظر، حديث پاڪ جي ڄاڻ ۽ اولياء الله جي تصنيف ڪيل قديم ڪتابن جو وسيع مطالعو رکندڙ هئا.

بيشڪ ان چوڻ ۾ قطعي وڌاءُ نه ٿيندو ته تصوف ۾ هي هڪ اعليٰ ترين تصنيف آهي. جنهنجو مثال شايد سنڌ جي ڪنهن به اولياء الله جي تصنيف ۾ ملي ۽ اهو چوڻ به بجاطور تي صحيح ٿيندو ته اڄ تائين اهڙو بهترين ڪتاب تصوف تي شايد مشڪل نظر ايندو. دل گهري ٿي ته ان ڪتاب جو اردو ترجمو به ڪرائي برصغير جي تمام علماء، صوفياء ڪرام جي علم ۾ آڻجي ته جيئن استفاده به حاصل ڪن ۽ معلوم ٿئين ته سنڌ ۾ به ايڏا چوٽيءَ جا بزرگ گذريا آهن، جن هيڏي اعليٰ تصنيف ڪئي آهي. بجاطور تي مخدومؒ صاحب جن ان ميدان ۾ تصوف جا بادشاهه ۽ امام آهن، جنهن جو ثاني نظر نه ٿو اچي ۽ سنڌ کي بجاطور تي ايڏي وڏي عالم ۽ مصنف تي فخر ڪرڻ گهرجي ۽ الله جلشانه جا شڪر بجا آڻڻ گهرجن ته خانواه سروريه يعني غوث الحق حضرت مخدوم نوح هالائيؒ جن جو براه راست تربيت يافته پوٽو ايڏي وڏي علم ۽ عرفان جو ماهر هو. ان مان اهو به معلوم ٿئي ٿو حضرت مخدوم نوحؒ جن ڪيڏا نه وڏا عالم عارف تي گذريا آهن ۽ سندن انتقال کانپوءِ سندن فرزندان خصوصاً حضرت مخدوم امين محمد (دستار نمبر 2 درگاهه شريف هالاؒ به چوٽيءَ جا عالم ۽ بزرگ تي گذريا. جن پنهنجي اولاد جي ايڏي وڏي روحاني تربيت ۽ اعليٰ ترين تعليم ڏني، جنهن جي نتيجي ۾ هيڏو وڏو عالم ۽ عارف بالله حضرت مخدوم فتح محمدؒ ظاهر ٿيو، جن ظاهر ٿيو، بيشڪ پاڻ "غوث الصمد" جي لقب جي مصداق هئا، جو تمام قديم قلمي ڪتابن ۾ ڪين غوث الصمد لکيو ويو آهي. هن ڪتاب جي تصنيف جو سن

1019-20هجري آهي ۽ حضرت مخدوم نوحؒ جن جو سن وفات 998هجري جو سندن رحلت کان فقط 22-21 سالن اندر هيءُ ڪتاب تصنيف ٿيو آهي. حضرت مخدوم نوحؒ جن جو فيض آثار، اقوال، فرمودات ۽ سوانح ڪتاب ۾ ڏنا ويا آهن. جيڪي ان ڳالھ جا شاهد آهن تہ هيءَ حضرت مخدوم نوحؒ جن جي قريب ترين ۽ معتبر ترين تاريخ لکي وئي آهي. جنهن جو مثال تمام ٿورن بزرگن جي تاريخ ۾ ملي ٿي. مصنف براهِ راست پنهنجي ڏاڏي کان علمي ۽ روحاني طرح مستفيض ٿيل آهي، جنهن جي نتيجي ۾ هيڏو وڏو شاهڪار سامهون آيو. لڳي ٿو تہ هن خاندان ۾ الله تعاليٰ حضرت مخدوم نوحؒ جن کان بعد بہ علم جا سرچشما جاري رکيا. تصوف، طريقت ۽ معرفت جا درياء وهايا آهن. جنهن جو مثال تاريخ جي تمام ٿورن خانواده کي حاصل آهي. خبر ناهي هن خاندان جي بزرگن جون ٻيون بہ ڪيتريون تصانيف هيون، ڪيترا اقوال، فرمودات نايات رهيا ۽ محفوظ نہ ٿي سگهيا. حديقة الاولياء واري مصنف جيڪي ڪتاب مخدوم صاحبان جي ذاتي ڪتبخاني ۾ سندن خاندان جي بزرگن جي تصنيف ڪيل ڪتابن جو ذڪر ڪيو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ ٻيا بہ ڪافي شاهڪار ڪتاب تصنيف ڪيا ويا آهن. جيڪي هن خاندان جي علمي، ادبي ۽ روحاني عطا جا شاهڪار آهن. مثلاً: ارشادالطالبين، سراج العارفين، اسرار الاولياء، انيس الفقرا، ڪئوس فخريه وغيره مڄاڻ تہ اڄ سندن ڪتبخاني ۾ اهي بيش بها خزانہ موجود آهن يا ناقدر شناسي بزرگان دين و علم جي ڪري اٿلي آهن. ڀلا جي آهن تہ انهن جو بہ صحيح علم ناهي تہ ڪٿي آهن. الله رب العزت کان دعا آهي تہ اهي ڪتاب دستياب ٿي وڃن تہ ترجمو ڪرائي شايع ڪجي تہ جيئن علم ۽ تصوف جي طالبن جي تشنگان لاءِ وڏي سيرابيءَ جو ذريعو بنجن، دل سان دعا آهي تہ الله تعاليٰ انهن ڪتابن جي حفاظت فرمائي. (آمين)

هن ڪتاب ۾ مخدوم فتح محمدؒ صاحب جن اڳين عارف شاعرن، جيڪي تصوفانہ عاشقي ۾ تشبيهون ۽ استعارا استعمال ڪيا آهن، انهن سڀن جي وضاحت فرمائي آهي، انهن لفظن جي

لغت، تصوفانہ حقيقت ۽ ظاهري معنيٰ فرمائي اٿن. جنهن ۾ ظاهر ۾ تہ هڪ معنيٰ آهي، پر انهن لفظن جو باطني مقصد انتهائي عالمانہ ۽ عارفانہ انداز ۾ بيان ڪيو اٿن، جنهن سان انهن عارف شاعرن جي شاعريءَ جو مفهوم سمجهڻ آسان ٿي ويو ڇو تہ ڪي ظاهر بين ڪم علم ۽ ڪم فهم ماڻهو انهن بزرگن جي ڪلام جي ظاهري اکرن جي صورت ڪي ڏسي انهن جا پنهنجا غلط رايا قائم ڪندا آهن ۽ ڪي وري ظاهر صوفي شراب ۽ عشق ڪي حقيقي سمجهي پاڻ ڪي ڪنهن حسين عورت يا ڇوڪر جي عشق ۾ يا شراب ۽ نشي جي واپرائڻ ۾ مبتلا ڪندا آهن.

رقص ۽ سرود سان پاڻ ڪي جيڪي بي راه ڪندا آهن ۽ بين ڪي بہ گمراه ڪندا رهن ٿا ۽ اڪثر ظاهر صوفي پرست ماڻهو جيڪي ويچارا انهن ڏانهن لاڙو ۽ رغبت رکن ٿا، اهي انهن جي صحبت ۾ اچي دين ۽ شريعت ڪي ترڪ ڪريو نفس ۽ خرافات ۾ پاڻ ڪي ڦاسايو، ان ڪي معرفت پيا سمجهندا آهن. انڪري اڪثر گهٽ علم رکندڙ عوام ساڻن محبت رکندو آهي، پوءِ انهن خرافات مثلاً شراب ۽ ناچ گانن وغيره ۾ مبتلا ٿي پنهنجو دين و دنيا برباد ڪندا آهن. لڳي ٿو ڪن عارف شاعرن جي استعارن، تشبيهات ۽ مفهومات جو دامن تنگ هو جو ڪين انهن الفاظن جو سهارو وٺڻو پيو جن جو ذڪر ڪرڻ يا اشارو ڪرڻ شرعاً اجازت ناهي، جنهن سان گمراهي ڦهلجڻ جو خطرو ٿئي ٿو. اهوئي فرق آهي نبيءَ ۽ وليءَ ۾ جو انبياء عليهم السلام اهي الهامي الفاظ، الهامي تشبيهون، استعارا استعمال ڪيا جيڪي الله رب العزت ڪي پسند هئا. حضرت مخدوم فتح محمدؒ ۽ ٻين بزرگ شاعرن جو اهو تمام وڏو احسان آهي جو انهن تشبيهات جون اصلي معنائون ڏيئي ماڻهن ڪي بي راهہ روي، دين و دنيا ۽ دوکي کان بچايائون. انبياء ڪرام عليهم السلام مقام ربوبيت ۾ پهچي بہ مقام عبديت تي رهن ٿا ۽ ڪيترائي صوفياء بزرگ بہ مقام ربوبيت تي پهچي واپس مقام عبديت ۾ موٽي آيا آهن ۽ انهن جو اظهار ڪيو آهي جيڪو انبياء نہ ڪيو آهي، ڪي صوفياء بزرگ مقام مربوبيت ۾

پهچي مقامِ عبديت ۾ نہ موٽي سگهيا آهن. انڪري حضرت حسين بن منصور حلاجؒ ۽ سچل سرمستؒ جهڙن بزرگن جي تعليم جو غلط رنگ ونرايو ويو جنهن جو حقيقت سان ڪوبہ تعلق ناهي. حضرت عثمان مرونديؒ جيڪو عالم فاضل ۽ صاحبِ شريعت بزرگ هو. باقي سندن شعرن جي آثار تي ماڻهن گمان ورتو تہ پاڻ وجد ۾ اچي رقص ڪندا هئا جيئن "قلندر وار مي رقصم". اهي صرف ڪيفيات آهن، جيڪي الله رب العزت جي عاشقن جي دلين تي گذرندڙ واردات جو اظهار آهن حضرت حسين بن منصور حلاجؒ جو مقام ربوبيت ۾ پهچي مشاهدو ماڻي درگاهِ عبديت ۽ صمديت مان رب سائين پنهنجي ذاتِ عالي جي تعارف لاءِ "اناالحق" چوڻ يعني آءُ حق آهيان (مقصد تہ اصل ذات آءٌ آهيان ۽ باقي سڀ مخلوق آهن). اهو آواز سندن دل و دماغ تي ايترو تہ ڇانئجي ويو جو هر وقت اهي الفاظ ورجائيندو هو جنهن مان ظاهر بين ماڻهن هو سمجهيو تہ پاڻ کي "حق" پيو چئي حالانڪ هي بزرگ ان مقام تي پهچي چڪو هو جتي هو پنهنجا هوش و حواس، عقل ۽ ارادا ختم ڪري چڪي هو. مٿن فقط مشاهدي واري ڪيفيت طاري تي وئي، انڪري جن جو جڏهن ايڏو مقام ٿئي تہ پل اها ڳالهہ ڪن:

"هر کہ سر تراشد قلندر نہ شود"

(معنيٰ: جيڪو مٿو ڪوڙيندو اهو قلندر ڪونہ ٿيندو).

حالانڪ مشهور اهو آهي تہ قلندرن جو الله جي ذڪر ۽ مستي ۾ ايترو جوش جاڳندو آهي جو انهن جا سڀ وار مٿي جا ڇڻي ويندا آهن. اصول اهو آهي تہ هر قلندر گنجو نہ تو ٿئي ۽ نہ وري هر گنجو قلندر ٿيندو.

ڪتاب جي اشعارن مان لڳي ٿو تہ مصنف وڏي پائي جو شاعر هو، سندس مثنويون معنويت ۽ معرفت جو اعليٰ ترين شاهڪار آهن. شعرن ۾ فصاحت، بلاغت نظر اچي ٿي. استعارن ۽ تشبيهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ مصنف کي نہ صرف شاعرانہ صنفن تي ڪمال آهي، پر سندن ذهني ۽ پرواز بہ تمام اعليٰ آهي. مشاهدن کي شاعري ۽ الفاظن جي صورت ۾ آڻڻ ۽ ايڏي حسين پيرائي ۾

پيش ڪرڻ اهو شايد ڪو قادر ڪلام شاعر ۽ ڪامل عارف ئي ڪري سگهي ٿو. پاڻ فقر، فقرا، فقيرا ۽ فتح جا تخلص استعمال ڪيا اٿن. دل اها گهري ٿي ته مصنف جي مثنوين کي الڳ تصنيف ڪري ڪتابي صورت ۾ آڻجي، ان جي سمجهاڻي ڏجي. اهم ڳالهه اها به آهي ته ڪتاب ۾ صرف شاعريءَ کي بنياد نه بنايو ويو آهي پر قرآني آيات ۽ احاديث کي جابجا آندو ويو آهي. مخدوم صاحب جن ڪافي جڳهن تي ٻين شاعرن مثلاً فريدالدين عطار ۽ مولانا رومؒ جون مثنويون به آنديون آهن. ڪتاب جي خصوصيت اها به آهي ته هر جاءِ تي مثنوي آندي وئي آهي، جيڪا تصوف جي ڪتاب ۾ هڪ قسم جي نئين صنف آهي. فارسي سان گڏ عربي شعر به آندل آهن ۽ حاشئي تي سنڌي شعر هر باب جي موضوع تي الڳ ڏنا ويا آهن.

اڳين صوفياء ڪرام جن جا حوالا سائين جن ڏنا آهن. انهن ۾ جنيد بغداديؒ، شيخ ابوبڪر شبليؒ، عبدالله جلاليؒ، ابوسعيد خرازؒ، شيخ ابوالحسن نوريؒ، ابراهيم ادهمؒ، شيخ شفيقؒ، بي بي رابعه بصريؒ، سري سقطيؒ، شيخ حسن بصريؒ، ابن عطارؒ، شيخ علي ڪرميؒ، شيخ ابوبڪر واسطيؒ، جعفر خلدنيؒ، شيخ محمد ڪوفيؒ، شيخ علي موذنؒ، شيخ عبدالرزاقؒ، بايزيد بسطاميؒ، محمد واسعؒ، بهاؤالدين زڪريا ملتانيؒ، شيخ شرف الدينؒ، شيخ عبدالله انصاريؒ، ابوعلي دقاقؒ وغيره.

اسلامي تصوف جي تاريخ به الڳ مضمونن ۾ ڏني اٿن، جنهن سان ان علم ۾ دلچسپي رکندڙ جي معلومات ۾ ڪافي اضافو ٿيندو. تصوف لفظ جو اصل مقصد ت= تن، ص= صفائي، و= وجود، في= فنائي. سچي عبادت ۽ اطاعت وقت انسان الله جو ٻانهو آهي ۽ دنياوي محتاجي ۽ خود غرضي وقت انسان، انسان جو ٻانهو آهي. روح کي خوش ڪرڻ وارا اعمال گندگي آهن ۽ نفس کي خوش ڪرڻ وارا اعمال به انسان جي اندر کي تباهه ڪرڻ وارا آهن. تصوف ۾ ذڪر اذڪار ۽ ان جو طريقه ڪار ۽ ان جون جيڪي شاخون ٻڌايون وڃن ٿيون اهي سڀ سنت جو درجو نه ٿا رکن جيئن عام ماڻهن جي سمجهه آهي بلڪ اهي سڀ طريقه ڪار نفس ۽ روح

جي پاڪائيءَ لاءِ علاج جو طريقو رکن ٿا. مثلاً جيئن ظاهري جسماني بيمارين ڪري انسان طبيبن جي حوالي ٿين ٿا ۽ طبيب مرض سارو دوائن جو انتخاب ڪري ٿو ۽ انهن دوائن جا وقت ۽ وزن مقرر ڪري ٿو اهو سڀ مرض جو طريقہ علاج آهي. اهڙي طرح سان ذڪر ڪرڻ قرآن پاڪ جو حڪم ۽ سنت بہ آهي. صوفياء ڪرام ذڪر جا جيڪي طريقہ ڪار و تعداد مقرر ڪيا آهن اهي سڀ علاج جي حيثيت رکن ٿا. ڪن بزرگن نفس ۽ باطن جي صفائي ۽ علاج لاءِ چِلا ڪڍڻ (يا چِلن ۾ رهڻ) مقرر ڪيا، انهن ۾ رهڻ سان هڪ سنو ماحول ملي ٿو ۽ دنياوي گهيري واري ماحول مان انسان نڪري اچي ٿو ۽ نيڪن جي صحبت ڪري قلب تي روحاني اثرات پون ٿا. صوفياء ڪرام انسان جي روحاني مرض جي حساب سان ان جي رهائش ۽ وقت مقرر ڪندا آهن، جيئن ماهر طبيب ڏينهن جو اندازو مقرر ڪندا آهن تہ مريض هن علاج سان هيتري وقت ۾ شفاياب ٿيندو. اهو بہ ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ شريعت ۽ طريقت ٻئي لازم ۽ ملزوم آهن. طريقت، شريعت ڪانسواءِ ائين آهي جيئن بنياد ڪانسواءِ عمارت. شريعت ڪانسواءِ طريقت ۽ معرفت جو هلڻ عين گمراهي آهي. حضور پُرنور ﷺ جن، سمورا ولي ۽ بزرگ سڀ شريعت جا پابند رهيا آهن. الله رب العزب وٽان جيڪي نازل ٿيو آهي ان تي عمل ڪرڻ لاءِ حضور اڪرم ﷺ جن جهڙي برگزيده هستي کي بہ حڪم آهي تہ اوهان بہ ان تي پابند آهيو ۽ ٻين انسانن کي بہ ان جو پابند بنايو. انڪري ڪنهن بہ تصوف جي ڪتاب کي يا صوفياء جي ڪنهن ڪتاب کي ائين سمجهڻ تہ اهو قرآن وانگر آهي يا ڪنهن بزرگ جي شعرن کي قرآن جو درجو ڏيڻ اها هڪ عظيم گمراهي آهي انڪري جن صوفي بزرگن جا قول جيڪڏهن قرآن ۽ حديث سان مماثلت رکن ٿا تہ انهن تي عمل ڪجي باقي متضاد قولن جي ڪابہ حيثيت ناهي سواءِ ان جي تہ صوفياء ڪنهن حال يا ڪيفيت ۾ اچي ان ڳالهہ جو اظهار ڪيو آهي. قرآن پاڪ جي آيت آهي ”وما ينطق عن الهويٰ ان هو الا وحي يُوحيٰ“ اها آيت صرف ۽ صرف حضور ﷺ جن لاءِ

آهي باقي ٻئي ڪنهن لاءِ ٻه الله رب العزت ان لاءِ ضمانت نہ ڏني آهي. چاهي اهو غوث، قطب يا قلندر هجي، هوا ۾ اڏامندڙ يا پاڻي ۾ ترندڙ هجي. باقي انبياء جا معجزا ۽ اولياء جون ڪرامات حق آهن. جيڪڏهن ڪي شيون اولياء الله کان صادر ٿين ٿيون، جن سان انبياء عليهم السلام جي اعمالن سان کھڙيون ٻہ الله رب العزت جون مهربانيون ٿي سگهن ٿيون. اولياء الله جون ڪرامتون سندن بزرگي جي علامت آهن. باقي نفعو انسانن کي انهن ڪرامتن مان نہ پر اتباع سنت ۽ شريعت سان ملي ٿو. اصل ڪم اولياء، اصفيا ۽ اتقيا جو اهوئي آهي تہ مرده دلين کي جيئاري. الله جي معرفت ۽ محبت سان انهن کي آشنا ڪري انهن کي الله جو سچو عاشق ٻانهو ۽ رسول الله ﷺ جو سچو پيروڪار بنائي جنهن سان انسان جي پنهنجي اندر جي ذات جو وجود ٻہ نوراني، روحاني، پاڪيزه ۽ معطر، ٿيو وڃي ۽ وجود مان نڪرندڙ اعمالن ۾ نيڪي ۽ شرافت اچيو وڃي جنهن سان ان جي ذات کي ٻہ فائدو ملي ٿو ۽ سندس متعلقين ۽ اوڙي پاڙي تي ٻہ ان جا اثرات پون ٿا. جنهن سان اهو انسان زمين تي اعليٰ ترين آهي. ان جي مقابلي ۾ اهو انسان جنهن ۾ نہ طريقت نہ معرفت ۾ نہ شريعت آهي صرف نفسيانيت آهي اهو پنهنجي لاءِ ٻہ وبال آهي ۽ متعلقين ۽ اوڙي پاڙي لاءِ ٻہ ۽ اهو انسان زمين تي هلندڙ انسانن ۾ بدترين آهي.

اصل صوفياء ڪرام جو گروهہ اهو آهي جيڪو صراط مستقيم تي آهي، انڪري جو ڪوبہ صوفي بزرگ شريعت ۽ سنت کان پري نہ هوندو آهي. مثلاً حسن بصريؒ جنيد بغداديؒ رابعه بصريؒ سري سقطيؒ بايزيد بسطاميؒ ابوبڪر شبليؒ شيخ عبدالقادر جيلانيؒ بهاؤالدين زڪريا ملتانيؒ بهاؤالحق نقشبنديؒ مجدد الف ثانيؒ مخدوم نوحؒ مخدوم بلاولؒ پير محمد راشد روضي ڌڻيؒ خواجہ محمد زمان لنواري وارؒ ۽ مخدوم بلاولؒ وغيره.

هن ڪتاب جي مصنف جو ڏاڏو حضرت مخدوم نوحؒ با شريعت بزرگ هئا، جن جو ڪوبہ عمل شريعت ۽ سنت جي خلاف

نہ رهيو آهي. آخري حياتيءَ تائين بہ ايڏو شوق ۽ ذوق سنتن پوري ڪرڻ جو هئن جو پاڻ فرمايائون تہ "باقي هجرت جي سنت رهجي وئي آهي جيڪا بعد از وفات ٿيندي." واقعي 12 سالن کان پوءِ سندن نعش مبارڪ کي درياء خوردي ڪري هجرت ڪرائي وئي. پنهنجي مريدن کي اڪثر فرمائيندا هئا تہ اسان کي بہ جيڪي نفعا مليا، سي الله کي ياد ڪرڻ سان مليا، ان ڪري ٺلهي مرشد مرشد ڪرڻ سان ڪو نفعو نہ ٿو ٿئي.

**قاضي محمد شوڪت علي قريشي**

# پہ اکر

الله سبحانهٗ و تعاليٰ جو اسان جي خاندان تي هي خصوصي ڪرم رهيو آهي جو هن خاندان جي جدِاعليٰ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه کان وٺي شيخ المشائخ ضيا الدّين ابو نجيب عبدالقاهر صديقي سهروردي، شيخ الشيوخ شهاب الدّين ابو حفص عمر صديقي سهروردي، شيخ الوقت قاضي فخر الدّين اسمعيل ڪبير صديقي، مرشد زمانه حضرت فخر الدّين صفير صديقي سهروردي ۽ حضرت غوث الحق قطب العارفين مخدوم نوح تائين سيئي بزرگ دين، علم ۽ روحانيت جا صاحب ٿي گذريا آهن ۽ اهو بہ الله تعاليٰ جو احسان آهي جو حضرت غوث الحق جن کان پوءِ بہ هن خاندان ۾ علم، فضل ۽ ولايت جو سلسلو جاري رهيو. ۽ عظيم المرتبت عالم ۽ اوليا پيدا ٿيا، جن مان حضرت مخدوم فتح محمد سائينؒ جن بہ هئا.

اسلامي تاريخ جي علمي ۽ عملي ميدان ۾ سندن ذات وڏي جاءِ والاري ٿي، ڪتاب جي مطالعي سان سندن علم ۽ معرفت جي بلند مقام جي حقيقي خبر پوي ٿي جو سوائي نذرانہ عقيدت پيش ڪرڻ جي رهي نہ ٿو سگهجي. هن

ڪتاب جي مصنف جي باري ۾ مزيد لکڻ يا پنهنجي راءِ ڏيڻ ائين آهي جيئن سج آڏو ميڻ بتي رکڻ. سندن هي 'تصنيف' تصوف جي طالبن لاءِ هڪ اڻ کٽ ۽ بي بها خزانو آهي، جنهن ۾ علم ۽ معرفت جا درياهہ آهن جنهن مان حقيقت ۽ معرفت جي اڃايل طالبن جي تاقيامت اُڃ لهندي رهندي.

مون سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمين جي چارج سنڀالڻ کان پوءِ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ کي خط لکي گذارش ڪئي تہ جيسين تائين آئون بورڊ جو چيئرمين آهيان تيسين تائين منهنجي خاندان جي بزرگن جا ڪتاب يا منهنجا لکيل ڪتاب نہ ڇپايا وڃن، جنهن جي جواب ۾ بورڊ لکت ۾ آگاهہ ڪيو تہ توهان جي خاندان جا ڪجهہ ڪتاب توهان جي چيئرمين ٿيڻ کان اڳ پرنٽ ڪرائڻ جو فيصلو ٿيل آهي ۽ انهن تي ڪافي خرچ ٿي چڪو آهي، تنهن ڪري انهن جي ڇپائڻ جي اجازت ڏني وڃي. مون اهو مناسب سمجهو ۽ مشروط اجازت ڏني تہ جن ڪتابن تي خرچ ٿي چڪو آهي انهن کي ڇپرايو وڃي. ليڪن انهن ڪانسواءِ ٻيو ڪو بہ ڪتاب شايع نہ ڪيو وڃي انهن مان هڪڙو هي ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي.

رسالو فتحي ٻن ٽن ڏهاڪن کان غائب هئو جنهن جو ملڻ ۽ وري ڇپجي پڌرو ٿيڻ ڪنهن معجزي کان گهٽ ڪونهي ان حوالي سان درگاهہ شريف جي مجاور مرحوم آخوند رب ڏني، قاضي شوڪت علي قريشي، محترم عبدالغفار سومرو، مولانا سعيد احمد ڀٽو، مرحوم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ سيد

زوار نقوي ۽ گل حسن درس وغيره جو دل سان شڪريو جن جي ڪاوشن سان هي ڪتاب ديده زيب صورت ۾ منظرعام تي آيو آهي.

**مخدوم جميل الزمان**

چيئرمين طالب المولىٰ اڪيڊمي هالا

8- جون 2011ع
٥-رجب المرجب ١٤٣٢ھ
سنڌ اسيمبلي بلڊنگ،
ڪراچي سنڌ

# رساله فتحيه جو تعارف
# ۽ ان جا ماخذ

هن وقت تائين ٿيل تحقيق موجب سنڌ جي تصوف جي تاريخ ۾ 'رساله فتحيه' تصوف جي موضوع تي پهرين مڪمل علمي ۽ فڪري تصنيف آهي جيڪو 1019هه/1610ع ڌاري لکيو ويو. ان جو مصنف مخدوم فتح محمد ڏهين صدي جي سنڌ جي نهايت نامور صوفي عالم ۽ برگزيده هستي مخدوم لطف الله عرف مخدوم نوح جو پوٽو آهي. هڪ اندازي موجب هو سال 1577/985 ڌاري مخدوم نوح جي پڳدار پٽ مخدوم امين محمد جي گهر پيدا ٿيو، سندس تعليم و تربيت خاص طور روحاني پرورش سندس ڏاڏي مخدوم نوح جي زير نگراني ٿي ۽ اهو ان جي فيض واري نظر جو تاثير هو جو هو وڏو عالم ۽ صوفي، شاعر ۽ صاحب تصنيف ٿيو.

رسالہ فتحيہ جو مصنف پنهنجي وقت جي مروج ديني علوم يعني قرآن ۽ حديث، تفسير ۽ فقه کان علاوه تصوف جي علمي ۽ عملي ڪمالات تي عبور حاصل ڪيو. ان جو سبب ظاهر آهي تہ هو هڪ اهڙي علمي ۽ روحاني خاندان جو فرد هو جيڪو ان وقت سنڌ ۾ نهايت اهم روحاني حيثيت جو مالڪ هو. مخدوم نوح /سورهين صدي اندر سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ ممتاز علمي ۽ روحاني شخصيت آهي جنهن جو تذڪرو سيني معاصر تاريخي ڪتابن ۾ ملي ٿو، ان کان علاوه سنڌ جي صوفين بابت اولين تذڪري 'حديقة

الاوليا‘ جيڪو 1607/1016 جي تصنيف آهي، ان جو مصنف عبدالقادر، مخدوم نوح جي علمي ڪمالات ۽ ڪرامتن جو خاص طور ذڪر ڪري ٿو. ائين سال 1613/1022 ۾ سنڌ کان ٻاهر هند ۾ لکيل تذڪري ’گلزار ابرار‘ ۾ پڻ مخدوم نوح جي علمي ۽ روحاني حيثيت جو خاص اعتراف ڪيل آهي.

’فتحيہ‘ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ مصنف ننڍي وهيءَ ۾ ئي پنهنجي ڏاڏي مخدوم نوح جي وڏيڪ ويجهو ۽ زير اثر هو. اهو ان مان ظاهر آهي تہ جڏهن مخدوم نوح 998ھ ۾ وفات ڪئي تہ مصنف جي عمر ان وقت مشڪل سان تيرنهن سال هئي، بهرحال جيئن هن ڪتاب مان معلوم ٿئي ٿو ۽ جنهن جو انڪشاف مصنف پاڻ بار بار ڪري ٿو تہ هو وڏ ۾ وڏ پنهنجي ڏاڏي جي علمي ۽ روحاني شخصيت کان متاثر هو ۽ ان کان ئي پاڻ کي فيض يافتہ سمجهي ٿو. هو مخدوم نوح جي حياتي ۽ ان جي مناقب تي نهايت تفصيل سان لکي ٿو، جنهنڪري اهو مخدوم نوح بابت پنهنجي نوعيت جو پهريون مستند تذڪرو معلوم ٿئي ٿو، جنهن مان مخدوم نوح جي علمي ۽ روحاني عظمت، سياسي ۽ سماجي حيثيت پوري ريت اجاگر ٿئي ٿي. هڪ لحاظ سان چئي سگهجي ٿو تہ هن رسالي جي تحرير جو بنيادي سبب مخدوم نوح جي سوانح ۽ افڪار کي محفوظ ڪرڻ هو، بلڪ ان مقصد تحت جڏهن مصنف پنهنجي علمي ڪاوش جو آغاز ڪري ٿو تہ ان جو نتيجو سنڌ ۾ تصوف بابت هڪ ضخيم علمي ۽ فڪري تصنيف جي صورت ۾ سامهون اچي ٿو. هتي مصنف پنهنجون سموريون ذاتي لياقتون صرف ڪندي نظر اچي ٿو ۽ ڪتاب کي پڙهندڙن لاءِ وڏيڪ جاذب ۽ ڪشش جو باعث بنائڻ خاطر پنهنجي ڀرپور شاعرانہ صلاحيتن کي بہ استعمال ڪري ٿو، جنهن مان سندس اعلىٰ شاعرانہ شعور ۽ فهم جي پروڙ پوي ٿي.

هاڻي جيستائين مصنف جي پنهنجي ذاتي مطالعي ۽ مشاهدي جو تعلق آهي تہ هو اسلامي تصوف جي مشاهير هستين ۽ انهن جي بنيادي ڪتابن کان علاوه فارسي شاعريءَ جي عظيم صوفيانہ روايت کان بخوبي واقف نظر اچي ٿو. هن سلسلي ۾ خاص طور عربيءَ ۾ 'رسالہ قشيريہ' ۽ فارسيءَ ۾ علي هجويريءَ جو 'ڪشف المحجوب' سندس هر وقت آڏو آهن. ياد رهي تہ رسالہ قشيريہ، عبدالڪريم هوازن قشيري سال 465ھ ۾ تصنيف ڪيو ۽ هجويري جو ڪشف المحجوب جيڪو فارسيءَ ۾ تصوف تي پهريون ڪتاب آهي سال 465ھ ڌاري مڪمل ٿيو. قشيري ۽ هجويري ٻئي همعصر هئا ۽ سندن ملاقات بہ ٿيل هئي، بلڪ هجويري رسالہ قشيريہ مان گهڻو اسفتادو ڪيو آهي جيئن ڪشف المحجوب مان ظاهر ٿئي ٿو.

ٽيون ڪتاب بلڪ جنهن تان 'رسالہ فتحيہ' جي مصنف وڌ ۾ وڌ استفادو ڪيو آهي، بلڪ ان جا ڪيترا اقتباس جيئن جو تيئن ڏنا آهن، اهو ستين صدي جي شروع جي تصنيف 'مرصاد العباد من المبدا الي المعاد' مختصراً 'مرصاد العباد' آهي جيڪو نجم الدين رازي جي تصنيف آهي ۽ اهو هن سال 620ھ ۾ سيواس جي شهر ۾ سلجوقي سلطان علاؤالدين ڪيقباد کي پيش ڪيو هو. نجم الدين جو تعلق تاريخي شهر ري سان هو ليڪن تعليم و تربيت وچ ايشيا يا موجوده ازبڪستان جي مشهور شهر خوارزم ۾ ٿي جتي هو نجم الدين ڪبريٰ جي سلسلي سان وابستہ ٿيو ۽ پنهنجو مرشد مجدالدين بغدادي کي ڄاڻائي ٿو، جنهن جو ذڪر وڏي عقيدت سان ڪري ٿو. اهو سال 616ھ هو جڏهن رازي منگولن جي حملن سبب خوارزم شاه جي سلطنت تباھ ۽ برباد ٿيڻ دوران پنهنجو وطن ڇڏي پڇي نڪتو ۽ عراق، خراسان ۽ ٻين ڪيترن ملڪن ۽ شهرن مان گذرندو آخرڪار بلاد روم جو رخ رکيائين. مرصاد جي پهرين باب

۾ منگولن هٿان اسلامي شهرن ۽ ملڪن جي تباهي ۽ بربادي؛ جو دردناڪ داستان بيان ڪري ٿو. هو عراق ۾ هڪ سال ترسڻ دوران بہ پاڻ کي محفوظ نٿو سمجهي، ان کان پوءِ هو همدان پهچي ٿو، جتي پڻ منگول حملو ڪن ٿا، همدان مان نڪرڻ کان پوءِ 618ھ جي رمضان مهيني ۾ هو قيصريہ پهچي ٿو. جلدئي سندس ملاقات ملطيہ ۾ عوارف المعارف جي مصنف ۽ وڏي صوفي شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي؛ سان ٿئي ٿي، جيڪو وري بغداد جي عباسي حڪمران طرفان روم جي سلطان علاؤالدين ڪيقباد لاءِ قونيہ ۾ سفارت ڪٽي ويو هو. ملاقات دوران رازي، سهروردي؛ کي متاثر ڪري ٿو ۽ ان سان پنهنجي تصنيف مرصاد العباد جو ذڪر ڪري ٿو، جيڪو ڪيس خط لکي ڏئي ٿو ۽ آماده ڪري ٿو تہ پنهنجي تصنيف سلجوقي سلطان کي پيش ڪري، ائين هو قونيہ پهچي ٿو جتي سلطان سندس وڏي قدرداني ڪري ٿو، مولانا جامي؛ جي لکڻ موجب قونيہ ۾ رهڻ دوران رازي؛ جون صدرالدين قونوي، مولانا رومي ۽ اوحدالدين ڪرماني؛ سان ملاقاتون ٿين ٿيون.

'مرصاد العباد' فارسي نثر ۾ تصوف بابت هڪ شاهڪار تصنيف آهي جنهن کي گهڻي مقبوليت حاصل ٿي. نثر کان علاوه ان ۾ رازي پنهنجي شاعري بہ آندي آهي. پر ان سان گڏ ثنائي، خاقاني ۽ ابوسعيد ابوالخير ۽ ٻين شاعرن کي بہ آڻي ٿو جنهن سان سندس انداز بيان وڌيڪ مؤثر ۽ دلپذير ٿي پوي ٿو. ستين صدي؛ ۾ مولانا رومي جهڙو وڏو صوفي ۽ اٺين صدي؛ ۾ حافظ شيرازي؛ جهڙو وڏو شاعر مرصاد العباد مان استفادو ڪندي نظر اچن ٿا. انهي؛ پس منظر ۾ سنڌ هند ۾ مرصاد العباد جو نائين ۽ ڏهين صدي؛ دوران ڪيترن وڏن صوفي عالمن ۽ بزرگن وٽ ذڪر ملي ٿو.

جيئن فتحيہ جي پهرين باب 'توحيد' ۾ آيل حوالن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ خاص طور مصنف جي آڏو رسالہ قشيريہ، ڪشف

المحجوب ۽ تذڪرة الاوليا موجود هيا، جن مان ڪي قول سڌو سنئون ورتل آهن ۽ ڪن جي وري تشريح ٿيل آهي، هن سلسلي ۾ سڀ کان پهرين جنيد جي حوالي سان هي قول ملي ٿو، جيڪو رسالہ قشيريہ ۾ موجود آهي.

وسئل الجنيد عن التوحيد، فقال: معنى تضمحل فيه الرسوم، و تندرج فيه العلوم، ويكون الله تعالیٰ كما لم يزل.

اهڙيءَ طرح توحيد جي باري ۾ حضرت ابوبڪرؓ ڏانهن منسوب هي قول پڻ رسالہ قشيريہ ۾ ملي ٿو: سبحان من لم يجعل لخلقه سبيلاً الیٰ معرفته الا بالعجزعن معرفته.

شيخ شبليءَ ڏانهن منسوب هيءُ ٻيو قول جنهن جو ترجمو فتحيہ جي صفحي يارهين تي ملي ٿو هن ريت آهي ۽ اهو رسالہ قشيريہ ۾ موجود آهي:

سئل الشبلی، فقيل له، اخبرناعن توحيد مجرد، فقال: ويحك! من اجاب عن التوحيد بالعبارة فهوملحد، ومن اضار اليه فهوثنوی، ومن اوماء اليه فهوعابداوثن، ومن نطق فيه فهوغافل، ومن سكت عنه فهوجاهل، ومن توهم انه واصل فليس له حاصل، ومن رئی انه قريب فهوبعيد، ومن تواجد فهوفاقد، وكل ما ميزتموه باوهامكم اذركتوه بعقولكم فی اتم معانيكم فهو مصروف مردود اليكم، محدث مصنوع مثلكم.

اهڙيءَ طرح هڪ ٻيو ڏگهو حوالو جيڪو نالي سان گڏ 'رسالہ قشيريہ' مان ورتل آهي، اهو فتحيہ جي صفحي 190 تي موجود آهي. هتي اسان اصل اقتباس صحيح صورت ۾ قشيريہ تان نقل ڪيون ٿا:

الولی: له معنيان: احدهما: فعيل بمعنی مفعول، وهو من يتولی الله سبحانه امره؛ قال الله تعالیٰ: انّ ولی الله الذی نزل الكتاب وهو يتولی الصالحين (الاعراف: 196): فلا كله الی نفسه لحظة، بل يتولی الحق۔ سبحانه۔ رعايته۔

والثانى: فعيل مبالغة من الفاعل، وهو الذى يتولى عبادة الله و طاعته، فعبادته تجرى على التوالى، من غيران يتخللها عصيان.

وكلا الوصفين واجب، حتىٰ يكون الولى ولياً، يجب قيامه بحقوق الله تعالىٰ على الاستقصاء والاستيفاء، و دوام حفظ الله تعالىٰ اياه فى السراءِ والضراءِ.

ومن شرط الولى: ان يكون محفوظاً، كما ان من شرط النبى ان يكون معصوماً، فكل من كان للشرع عليه اعتراض فهو مغرور مخدوع. (رساله قشيريه عربي، صفحا 449–450)

هن ڪان پوءِ ولي جي باري ۾ فتحيہ جي صفحي 208 تي ابراهيم ادهم، ابوعثمان مغربي ۽ ابوعلي جوزجانيءَ جا قول سيءَ جو سيءَ رسالہ قشيريہ مان ورتل آهن. ابوسعيد خراز ڏانهن منسوب قول جيڪو فتحيہ ۾ فارسيءَ ۾ ملي ٿو، اهو رسالہ قشيريہ ۾ عربيءَ ۾ هن ريت آهي:

وقال ابوسعيد الخراز: اول مقام لمن وجد علم التوحيد، و تحقق بذالك، فناءَ ذكر الاشياءَ عن قلبه، وانفراده بالله عزوجل.

اهڙيءَ طرح ابن عطا جي جنهن قول جو فارسي ترجمو فتحيہ ۾ ڏنو ويو آهي، اهو اصل عربيءَ ۾ رسالہ قشيريہ ۾ هن ريت آهي:

وقال ابن عطاءَ: علامة حقيقة التوحيد نسيان التوحيد، وهو ان يكون القائم به واحداً.

فتحيہ ۾ اهو قول فارسيءَ ۾ هينئن ترجمو ڪري ڏنو ويو آهي: ترجمہ قشيري: حقيقت توحيد فراموش كردن توحيد است، اين حالي است كہ بنده بہ يگاني حق قائم گردد.

اڳتي رسالہ فتحيہ جو مصنف خواجہ منصورؒ جي حوالي سان عربيءَ ۾ هي قول آڻي ٿو:

"التوحيد حجاب الموحد عن كمال الاحديث" ليڪن دراصل اهو قول شبليءَ جو آهي جيڪو ان صورت ۾ ڪشف

المحجوب ۾ كشف الحجاب الثاني في التوحيد ۾ ملي ٿو. ڪشف المحجوب ۾ حسين بن منصور جو هيٺيون قول ملي ٿو:

اوّل قدم في التوحيد فناءُ التفريد.

ليڪن فتحيہ جو مصنف اهو قول نٿو آڻي، البت تفريد تي وڏو بحث ڪري ٿو ۽ ان جي سمجهاڻي ڏئي ٿو.

رسالہ قشيريہ کان پوءِ فتحيہ جو مصنف 'ڪشف المحجوب مان استفادو ڪندي نظر اچي ٿو ۽ ان جو حوالو ڏئي توحيد جي تشريح ۽ توضيح هن ريت ڪري ٿو:

حقيقت توحيد حڪم ڪردن بريگانگي چيزي و صحت بريگانگي آن چيز، و حقيقت صحت توحيد آن است ڪہ هم دران محوشوند ڪہ غير نہ بيند.

ڪشف المحجوب ۾ اصل عبارت هن ريت آهي:

و حقيقت توحيد حڪم ڪردن بود بريگانگي چيزي بہ صحت علم بہ يگانگي آن.

آخر ۾ مجموعي طور ڏسجي تہ توحيد جي تشريح ۽ توضيح خاطر فتحيہ جو مصنف رسالہ قشيريہ، ڪشف المحجوب ۽ مرصاد العباد مان هڪ وقت استفادو ڪندي نظر اچي ٿو.

متين ڪتابن کان علاوه جنهن ٻئي ڪتاب يا صوفي عارف جو نالو ملي ٿو، اهو فريدالدين عطار آهي، جنهن جون شاعريءَ ۾ ڪيتريون تصنيفون آهن ۽ نثر ۾ سندس مشهور تصنيف تذڪرة الاوليا آهي، فتحيہ جو مصنف 'تذڪرة الاوليا' جا حوالا بہ ڏئي ٿو ۽ ان مان استفادو ڪندي نظر اچي ٿو. ليڪن ان کان علاوه شاعريءَ ۾ هو عطار جي 'منطق الطير' مان گهڻي شاعري خاص طور چئن خليفن جي شان ۾ مدحيہ اشعار اتان منتخب ڪري ٿو. فارسيءَ جي ٻين وڏن صوفي شاعرن مان مولانا روميءَ جي ديوان شمس

تبريزي، شيخ سعدي، خواجہ عبدالله انصاري، حافظ شيرازيءَ جا اشعار حوالي طور ملن ٿا.

اهڙيءَ طرح فتحيہ جي باب تيرهين 'فتح بابت انسان' ۾ شيخ عبدالقادر جيلانيءَ ڏانهن منسوب رسالي 'الهامات غوث' منجهان گهڻ ۾ گهڻ پنج ڇهہ حوالا ملن ٿا، جن جي نشاندهي اسان تشريحي حوالن ۾ ڪئي آهي.

هينئر اسان 'مرصاد العباد' ۽ 'فتحيہ' جي ڪن بابن جو تفصيلي تجزيو پيش ڪريون ٿا:

فتحيہ جو باب ائون 'فتح بابت ظاهري ۽ باطني حڪمران' مرصاد جي باب پنجم فصل اول تان ورتل آهي.

بادشاهہ جون ٽي حالتون ڏسو سنڌي ترجمو صفحو 227 'فتحيہ' ۾ اصل فارسي عبارت هن ريت آهي:

> عزيز مِن، بادشاه راسه حالت است. اول با نفس خويش، دوم بارعايا، سيوم با خداوند خويش و در هر حالت از حضرت عزت سه چيزما موراست و به سه چيز نهى. به عدل و احسان وايتاءَ ذى القربىٰ مامؤراست و نهى است ازفحشاءَ منكر و بغى.
>
> حالت اول كه بادشاه را با نفس است عدل حاصل كردن توحيد است نفس خويش را، و احسان از عهدهء فرايض بيرون آمدن است، وايتاء ذى القربىٰ رعايت حقوق جوارح و اعصا است و معاندهء نفس و مراقبئه دل و حفظ حواس ظاهر و باطن تا هريک كه بدان مامور است استعمال نمايد و از آنچه نهى است ممنوع دارد كه فحشاءَ و منكر و بغى افعال اقوال و احوال ناپسنديده و نا شائسته است كه ازان ظلمت و حجاب و بعد خيزد، و صفات ضميمه متولد شود چون دروغ و غيبت و بهتان و دشنام وزنا او فسق و فجور و

ظلم و مانند آن. تا سلطان اول داد بادشاهی خاص ندهد بحق بادشاهی عام قيام نتواندنمود.

مٿيون اقتباس جيئن جو تيئن 'مرصاد العباد' مان ورتل آهي. ان ۾ صرف هڪ ٻه ڏکيا لفظ ڇڏي سولا لفظ وڌل آهن.

هن کان اڳين عبارت فتحيہ ۾ هن ريت شروع ٿئي ٿي:

حق تعاليٰ اطاعت بادشاه عادل با اطاعت خويش مسلوک ساختہ است اطيعو الله اطيعو الرسول و اولي الامرمنکم.

جيڪڏهن مرصاد جي صفحي 434 کي ڏسبو تہ صرف هڪ جملي کي ڇڏي وري اها ساڳي عبارت بلڪل ائين ملي ٿي، جيڪا ڪيترن صفحن تي ڦهليل آهي. جنهن ۾ ساڳيون قرآن جون آيتون ۽ حديثون اچن ٿيون جن جي نشاندهي اسان تشريحي حاشين ۾ ڪئي آهي. مرصاد جو اهو باب پنجم- فصل دوم آهي.

پادشاه چون شبان است و رعيت چون رمه...

يعني بادشاه ڌنار وانگر آهي ۽ رعيت ڌڻ وانگر آهي. اها تشبيھ بہ مرصاد مان ورتل آهي، جيڪا ان جي صفحي 438 تي آهي.

ليڪن هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ فتحيہ جو مصنف 'مرصاد' ۾ آندل شاعري کي ڪتب ڪونہ ٿو آڻي، جيئن هن فصل ۾ پڻ هن شيخ سعدي جا شعر آندا آهن يا پنهنجي شاعري آندي آهي، پر 'مرصاد' ۾ آيل شاعريءَ کان پاسو ڪيو آهي.

فتحيہ جو باب ڏهون مريديءَ جا شرط ۽ آداب' گهڻي ڀاڱي مرصاد جي فصل دوازهم دربيان احتياج بذکر و اختصاص بذکر لااله الا الله تان ورتل آهن. مرصاد ۾ اصل فارسيءَ عبارت هن ريت آهي:

قال الله تعالیٰ فاذکرونی اذکرکم وقوله اذکرالله ذکراً کثيراً لعلکم تفلحون؛ وقال النبی ﷺ 'افضل الذکر لا اله الا الله بدانکه حجب روندگان

نتيجئه نسيان است، و نسيان بدان سبب بود كه در بدايت فطرت چون وجود روح پديد آمد عين وجود او دوگانگي ثابت كرد ميان او و حضرت، تا اگرچه گ والضدان لايجتمعان.

تعلق روح بقالب... جاءَ الحق وزحق الباطل...اما. اختصاص بذكر لا اله الاالله آن است... ذكر بى شركت اينجادست دهد.

حقيقت شهد الله انه لا اله الاهو' اينجا ظاهر شود اشارت (يوسف) حسين رازى كه گفت 'ماقال احدالله الاالله' اينجا مفهوم گردد......چنانكه ميگويند

آفرينش راهمه پي كن بہ تيغ لا اله
تاجهان صافي شود سلطان الاالله را

مٿيون اقتباس 'مرصاد' ۾ جيئن جو تيئن فصل دوازدهم ۾ آهي، البت ان جي وچ ۾ هڪ شعر نہ آندو ويو آهي، ليڪن آخري شعر بلڪل مرصاد وارو آهي. اڳتي هلي مرصاد العباد ڪتاب جو نالو ڪڍندي، ان جي آندل رباعي ڪي بہ حوالي طور آڻي ٿو جيڪا هن ريت آهي:

مردان رهش زنده بجاني دگرند
مرغان هواش ز آشياني دگرند
منگر تو بديد ايشان كہ ايشان
بيرون ز دوكون درجهان دگرند

انهيءَ ساڳي مرصاد جي باب سيم جي فصل نهم جنهن جو عنوان 'دربيان احتياج بشيخ در تربيت انسان و سلوڪ راه يعني انسان لاءِ شيخ جي تربيت جي ضرورت بيان ڪئي آهي، مرصاد وارو مواد آندل آهي. اڳتي مرصاد ۾ آندل بہ حڪايتون جن مان هڪ جو تعلق شيخ ابوبڪر جيڪو خراسان جي ولايت جام جو هو، اها بيان ٿيل آهي ۽ ٻي حڪايت مرصاد جي مصنف نجم الدين دايہ

جي مرشد مجددالدين بغداديءَ بابت آهي، جيئن جو تيئن بيان ٿيل آهي، مطلب تہ اهو سمورو مواد سواءِ چند شعرن ۽ ڪن سٽن جي سڀ جو سڀ ساڳيو آهي.

اڳتي 'فتحيہ' ۾ صفحي 343 تي جيڪي 'سالڪ جون صفتون' ڄاڻايل آهن، اهي وري مرصاد جي باب چهارم فصل سيم تان ڪنيل آهن، اصل فارسي عبارت جيڪا فتحيہ توڙي 'مرصاد' ۾ آهي، اها هن ريت آهي:

> 'روندگان اين راه دوقسم اند: سالڪان و مجذوبان، و مجذوبان ڪساني اندڪہ ايشان را بڪمند جذبہ بربايند و برين مقام بتعجيل بگزر انند در غلبات شوق...
>
> هن ڪان پوءِ مقامات جو ذڪر هن ريت آهي:
>
> ابتدا ڪہ بر مقام صفات خاڪ عبور افتد...
>
> در دوم مرتبہ ڪہ برصفات آبي گذرڪند...
>
> در مرتبہ سيوم ڪہ برصفات هوايي گذرڪند...
>
> در مرتبہ چهارم ڪہ برصفات آتشي ڪہ گذرڪند...
>
> در مرتبہ پنجم چون برصفات افلاڪ و اجرام سماوي گذرڪند...
>
> در هفتم مرتبہ ڪہ برصفات حيواني عبورافتد...
>
> و اين همه مرتبہ عالم بود از عوالم مختلف ڪہ بيان شد باقي چندين هزار عالم ديگر سالڪ را عبور مي بايدڪرد...

هن ڪان اڳتي بہ مرصاد وارو ساڳيو مواد آهي، البت وچ ۾ آيل اشعار ڪٿيل آهن، ليڪن بہ ٽي شعر ساڳيا مرصاد تان ڪنيل آهن جن جي نشاندهي تشريحي حوالن ۾ ڏسي سگهجي ٿي.

فتحيہ جي صفحي 359 ڪان شروع ٿيندڙ مريديءَ جا شرط ۽ ادب پڻ مرصاد جي باب سيم فصل يازدهم تان ڪنيل ڏسجن ٿا. ان جو آغاز قرآن شريف جي ساڳي آيت ۽ حديث مبارڪ سان ٿئي

تو مريد لاءِ مرشد جو جواز روحاني بيماريءَ جو هجڻ ٻڌايو ويو آهي، جيڪو پڻ مرصاد واري ڏنو آهي، اڳتي هلي 'مريديءَ جا لوازمات' تحت سڀ کان پهرين توبه جو بيان ساڳيو مرصاد وارو شروع ٿئي ٿو جيڪو هن ريت آهي:

اول مقام توبه است...... دوم زهدست سيم تجريد است... چهارم عقيدت است...پنجم تقويٰ است ششم صبراست...هفتم مجاهده است...هشتم شجاعت است... نهم بذل است...دهم فتوت است... يازدهم صدق است... دوازدهم علم است... سيزدهم نياز است... چهاردهم عياري است... پانزدهم ملامت است... شانزدهم عقل است...هفدهم ادب است... هزدهم حسن خلق است... نوزدهم تسليم است... بيستم تفويض است...

هي سڀ صفتون ۽ انهن جو تفصيل اهو ساڳيو مرصاد وارو آهي.

اهڙيءَ طرح فتحيہ جي باب تيرهين 'فتح بابت حقيقت روح' جو گهڻو مواد مرصاد جي باب چهارم دربيان معاد نفوس سعدا واشقيا' تان ورتل آهي بلڪ ان جي فصل اول، دوم، سوم ۽ چهارم جي مختلف هنڌن تان اقتباس جي صورت ۾ کنيل آهي، مثلاً شقي ۽ اشقيٰ وارو بحث فصل چهارم ۾ اچي ٿو، نفس لوامہ، ملهمه، اماره جو بحث فصل اول ۾ آهي، ائين روحن جي ڇئن صفتن جو بيان بہ فصل اول ۾ آهي، صوفي هر گهڙيءَ نئون جنم وٺندو آهي اهو بہ فصل اول ۾ آهي، ساڄي پاسي وارا ۽ کاٻي پاسي وارو اهو بحث بہ فصل اول ۾ آهي.

'فلسفين جي غلطي' وارو بحث فصل سيم ۾ ملي ٿو، ليڪن

جڏهن ٻار ڄمندو آهي تہ سندس حجاب مضبوط نہ هوندا آهن ۽ ان کان پوءِ ڪن ٻانهن جا حجاب الله تعاليٰ ازخود هٽائي ڇڏيندو آهي وارو بحث مرصاد جي باب سيم جي فصل اول تان ورتل آهي.

اهڙيءَ طرح فتحيہ جي ساڳي باب ۾ 'ذڪر جا ادب' مرصاد جي 'فصل سيزدهم' تان ورتل آهن. البت ڪن جاين تي سولن لفظن جو انتخاب ڪيو ويو آهي. 'فتحيہ' ۽ 'مرصاد' ۾ اهو مواد هن ريت آهي، 'بدانڪہ ذڪر بي آداب و شرايط نگويد ڪہ آن فائده نہ بخشد- اول بايد ڪہ تلقين از شيخ ڪامل...

و بوقت ذڪر غسل بايد ڪرد يا وضو البت ڪند وجامہ پاڪ پوشد و خانہ خالي و تاريڪ و نظيف راست ڪند- اگر باشد خوشبو بڪار برد بقبلہ آرد و مربع بنشيند...

درڪلمہ 'لا اله الاالله' بقوت تمام بگويد... واز ولايت شيخ بهمت مدد ميطلبد و بنفي لا اله پيوند ماسوي الله، را باطل و بيخ محبت غير از دل بيرون انداز و بتصرف 'الاالله' محبت حق را قايم مقام آن محبت ميگرداند.

هن ڪان اڳتي وري 'مرصاد' جي فصل چهاردهم مان اقتباس شروع ٿئي ٿو جيڪو هن ريت آهي:

بدانڪ ذڪر تقليدي ديگر است و تحقيقي ديگر... لا اله الا لله ينبت الايمان في القلب... ڪمانيبت الماءَ البقلة... و شرط تلقين آنست ڪہ مريد بوصيت شيخ سہ روز روزه دارد... و بعد ازسہ روز غسل ڪند بفرمان حضرت شيخ چانڪہ... تؤتي اڪلها ڪل حين باذن ربها...

'فتحيہ' جو يارهو باب 'مرشد جو مقام ۽ ان جا شرط' وري مرصاد جي باب سيم جي فصل دهم تان ورتل آهي ۽ ان جو آغاز قرآن شريف جي هن آيت سان ٿئي ٿو:

فوجدا عبدا من عبادنا...... اليٰ لدّنا علما.

ان کان پوءِ ساڳي حديث ڏنل آهي ۽ ان کان بعد ساڳي مرصاد واري عبارت دهرايل آهي ۽ مرشد لاءِ جن ويهن وصفن جو هئڻ ضروري ڄاتو ويو آهي، اهي بلکل ساڳيون مرصاد تان ورتل آهن.

جيئن اسان اڳ ۾ عرض ڪيو ته فتحيه جو مصنف شاعري جو اعليٰ ذوق رکندڙ آهي ۽ 'فقري' يا 'فقيري' جي تخلص سان جابجا پنهنجا ڪيترا اشعار آٽي ٿو. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهي پڪ سان سندس آهن، ان لحاظ سان سندس پهريان اشعار نبي ڪريم ﷺ جي شان ۾ نعتيه شعر آهن جن کي ڪاتب غزل ڪري لکيو آهي ۽ ان جو مطلع هن ريت آهي:

آن شاه سرير قاب او ادنيٰ
وآن ماه منير وهو بالافق الاعليٰ
وآن سرور کونين خداوند محبت
محبوب تر از جمله بدرگاه معلا
آن داور دارين شهنشاه رسالت
سلطان سلاطين بر او رنگ او ادنيٰ

آخري مقطع ۾ پنهنجو تخلص فقري هن ريت آٽي ٿو:

چون ميم شد از حمد 'فقري' توجه
گوئي اين راز نهاني است، نشايد افشا

هنن شعرن مان شاعر جي ڪمال عقيدت ۽ محبت کان سواءِ سندس زبانداني، تخيل ۽ فڪري پختگي جو اندازو ٿئي ٿو، 'فقري' جا ٻيا اشعار نبي ڪريم ﷺ جن جي معراج واري ذڪر جي سلسلي ۾ آهن، جتي هو تخيل جي چوٽيءَ تي نظر اچي ٿو، ۽ سندس فارسي زبان تي عبور جو مڪمل اظهار پڻ محسوس ٿئي ٿو، هو چوي ٿو:

زساية مهر مهرويان كه تابنده است بربستان
جمال گلستان بنگر كه آورده بهاري خوش

آخري شعر هن ريت آهي:

همه اسباب خوشحالي در اين مجلس مهيا شد
بيا فقري تماشا كن بفضل ايزد نگاري خوش

انهيءَ ساڳي باب ۾ اڳتي جيڪي سندس شعر آهن، اهي ترنم ۽ موسيقي، عشق ۽ محبت جا اظهار جي لحاظ کان نهايت قابل غور آهن، هو چوي ٿو:

طلب جنان ندارم حقا بغير جانان
مارا نصيب گردان يارب جمال جانان
در دوزح ار بدارند بدوست خود چه شوق است
هيهات گر نباشد درخلد روي جانان
گردر بهشت آري يا در جحيم باشد
صد شوق ذوق دارد دل باجمال جانان
معني بهشت دوزح معلوم نيک کردم
دوزخ بهشت باشد در هجر و جمال جانان
در هر مکان که دارند ازجان و دل رضا ده
فقري اگر تو باشي طالب رضائي جانان.

جيئن متين شعرن مان معلوم ٿئي ٿو ۽ اڳتي آيل بين ڪيترين مثنوين ٽوٽي بيتن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هو شعر جي بنيادي لوازمات يعني رديف قافيي ۽ ڪٽي ڪٽي وزن وغيره جو به خيال نٿو ڪري جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته هن جو مقصد شاعري ڪرڻ يا پاڻ کي شاعر مجرائڻ ڪونه هو.

بهرحال آخر ۾ ايترو چوڻ ضروري آهي ته سنڌ ۾ تصوف جي تاريخ هن ڪتاب کانسواءِ هرگز مڪمل نٿي سگهي ها.

**ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو**

# وضاحت

هن ڪتاب جو سنڌي ۾ ترجمو، فاضل دوست محترم سعيد احمد پنھور صاحب ڪيو آهي، ان سان گڏ هن احاديث جي تخريج پڻ ڪئي آهي.

ليڪن ان ڪانسواءِ صوفين جي ڪن قولن يا انهن جي روايتن سان بيان ٿيل حديثن بابت مواد کي ايڊٽ ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح نظرثاني ڪندي معلوم ٿيو تہ ڪن هنڌن تي ڪي حصا ۽ اشعار ترجمي کان رهجي ويل هئا، جن کي اسان ترجمو ڪري شامل ڪيو آهي. اسان نظرثاني ڪندي ڪتاب جا اصل عنوان جيڪي 'فتح' جي عنوان سان ڏنل هئا، انهن کي برقرار رکيو آهي، مثلاً 'فتح بابت توحيد'، 'فتح بابت حق' ۽ 'حقيقت' وغيره.

هن ڪتاب جي ترجمي تحقيق ۽ ڇپائي جي مرحلن ۾ ڪيترا سال صرف ٿيا آهن، تاهم ان جو بنيادي محرڪ محترم قاضي شوڪت علي قريشي رهيو آهي، جنهن سنڌي ادبي بورڊ جي ميمبر جي حيثيت ۾ ان جي ترجمي کي تيزيءَ سان اُڪلائڻ طرف ڌيان ڏنو، ان سان گڏوگڏ منهنجو ڌيان بہ ڇڪائيندو رهيو ۽ مختلف مواد ۽ ڪتاب پڻ موڪليندو رهيو، جنهن سان ڪم ۾ گهٽي سولائي محسوس ٿي ۽ وڏو بار آسان ٿي پيو.

بهرحال هن ڪتاب جي آخري مرحلي ۾ ڇپائي ۽ ان جي تڪميل جو سهرو مخدوم نوحؒ جي خاندان جي فرد محترم مخدوم

جميل الزمان صاحب کي ئي حاصل ٿيڻو هو جو سنڌن چيئرميني جي عرصي دوران هي ڪم پايهء تڪميل تي پهچي رهيو آهي. هن سلسلي ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري سيد زوار حسين شاهه نقوي پڻ پنهنجي ڪوشش ۾ نه گهٽايو، جنهن ڪري اشاعت ۽ خاص طور مواد کي درست ڪري پيهر ڪمپوزنگ جا مرحلا آسانيءَ سان طي ٿي سگهيا.

**ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو**

اسلام آباد
27 ذوالحج 1431هه
بمطابق 4- ڊسمبر 2010ع

# ’رسالہ فتحيہ‘ ۾ آڳاٽا ناياب سنڌي بيت

بيتن ۾ تصنيف ٿيل رسالن ۽ ٻين ڪتابن ڪان سواءِ بہ ڪن آڳاٽن قلمي ذخيرن ۾ ڪي سنڌي بيت لکيل آهن جن جو دستياب ٿيڻ سنڌي بيتن توڙي انهن ۾ سمايل معنيٰ ۽ فڪر جي مطالعي لاءِ نيڪ فال آهي. هن کان اڳ هيٺين چئن ماخذن مان اهڙا ناياب بيت چونڊي شايع ڪيا ويا آهن: شاهہ جا رسالا قلمي، ڪتاب مثنوي زيبانگار، ڪتاب يوسف زليخا ۽ پير سائين حضرت سيد محمد راشدؒ جي ’ملفوظات مجمع الفيوضات‘. (ڏسو سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم جو ڪتاب ’ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم‘. ڀاڱو ٻيو، سال اشاعت 2002ع).

هاڻي هن سلسلي جو هڪ ٻيو فارسي قلمي ڪتاب دستياب ٿيو آهي جنهن جي ورقن جي حاشين تي ڪي سنڌي بيت لکيل آهن. هي فارسي قلمي ڪتاب ’رسالہ فتحي‘ (يا ’رسالہ فتحيہ‘) آهي جيڪو حضرت مخدوم نوحؒ جي پوٽي، مخدوم فتح محمد بن مخدوم امين محمد (اول) سنہ 1019هہ (1615-1616ع) ۾ تصنيف ڪيو. هيءُ ڪتاب مخدوم صاحب جن جي ڪتبخاني ۾ محفوظ هو ۽ سٺ سال ڪن اڳ جڏهن مولوي دين محمد وفائي ڪتاب ’سفينة النوح‘ لکيو تڏهن رسالہ فتحي سندس آڏو هو. پڻ ٻئي هڪ بزرگ جي ڪتاب ’الدر المنظوم في تذڪرة المخدوم‘ ۾ رساله فتحي جا حوالا ڏنل آهن، ڪجهہ وقت اڳ راقم ۽ ڊاڪٽر عبدالغفار سومري، هالن پراڻن جي علمي ادبي شخصيت قاضي شوڪت علي صاحب کان هن ڪتاب بابت پڇا ڪئي تہ معلوم ٿيو تہ اصل رسالو جيڪو مخدوم صاحب جن وٽ هو سو ناپيد آهي. ان بعد تازو (27- جون 2003ع جي آخر ۾)، شوڪت علي صاحب جي ڪوشش سان هن ڪتاب جو هڪ قلمي نسخو دستياب ٿيو جيڪو

ڊاڪٽر عبدالغفار سومري ۽ محترم سليم الله صديقيءَ جي معرفت مون تائين پهتو.

مطالعي مان معلوم ٿيو تہ هن قلمي نسخي ۾ پهران ست ورق موجود نہ آهن ۽ چئي نٿو سگهجي تہ شروع ۾ فاضل مصنف هن ڪتاب جي تصنيف ۽ ان جي نالي بابت ڇا لکيو. بهرحال مصنف پاڻ عالم عارف هو ۽ هيءُ ڪتاب پنهنجي جد امجد جي رشد ۽ هدايت کان متاثر ٿي لکيائين. هن ڪتاب ۾ هڪ سڄو باب مخدوم نوحؒ جي مناقبن بابت آهي جنهن ۾ سندن سوانح ۽ مفلوظات آهن. ان باب کان سواءِ پڻ ٻين جاين تي سندس ذڪر آهي پر هي ڪتاب نہ تہ جناب مخدوم نوحؒ جي سوانح بابت آهي ۽ نہ وري سڄو سندس ملفوظات بابت! ڪتاب جي بابن جي عنوانن توڙي موضوعن مان ظاهر آهي تہ مصنف هي ڪتاب تصوف ۽ عرفان جي اهم موضوع تي لکيو. عنوانن ۾ 'باب' بدران مصنف 'فتح' جو لفظ آندو آهي. 'باب' جي معنيٰ دروازو آهي ۽ 'فتح' جي معنيٰ ان دروازي جو کلڻ. پڻ 'فتح' جي عنوان ۾ مصنف جي پنهنجي نالي (فتح محمد) واري ظاهري مناسبت آهي، ۽ ان لحاظ سان ڪتاب جو نالو بہ 'رسالہ فتحي' ٿيو. تصوف ۽ عرفان جي حوالي سان، فتح ۽ فتوحات معنيٰ الاهي رازن جو کلڻ، روحاني وارداتون ٿيڻ، يا نوان مقام حاصل ٿيڻ.

صوفياء ڪرام جي اصطلاحن ۾ فتوحات غيبي جي اهائي معنيٰ آهي. 'فتح' جي عنوان وارا هن ڪتاب جا جملي باب 'فتوحات' آهن. يعني تصوف ۽ عرفان جي رازن رمزن واريون واردات آهن.

موجوده نسخي جا پهريان ست ورق ڪُٽل آهن پر انين ورق تي ۽ اڳتي جيڪو موضوع هلندڙ آهي سو توحيد آهي جنهن مان چئي سگهجي ٿو تہ ڪتاب جو پهريون باب 'فتح دربيان توحيد' هو. ان بعد ٻيا هيٺيان باب موجود آهن. فتح دربيان حق، فتح دربيان حقيقت، فتح دربيان مناقب و مدارج ياران ڪرام، فتح دربيان معراج، فتح دربيان نبوت انبياء و ولايت، فتح دربيان خداوندان

فرمان ظاهر و باطن، فتح دربيان شيخي و مريدي، فتح دربيان مناقب غوث الحق والدنيا والدين (مخدوم نوحؒ)، فتح دربيان انسان، فتح دربيان محويت، فتح دربيان هستي و نيستي، وجود و عدم و بقا و فنا، فتح دربيان سلوڪ، فتح دربيان معرفت نفس ۽ فتح دربيان عشق و محبت، جنهن جي پويان ڪتاب جا ورق ڪٽل آهن.

هنن بابن جي عنوانن مان ظاهر آهي تہ، مجموعي طور سان، هيءُ ڪتاب تصوف بابت آهي. صوفياء ڪرام ۽ سندن تصنيفات کان مصنف باخبر آهي. ابوسعيد خراز، خواجہ عبدالله انصاري ۽ ٻين جا قول نقل ڪيا اٿس ۽ تصوف جي ڪتابن جهڙوڪ: رسالہ قشيريہ، ڪشف المحجوب، تذڪره الاولياء، عوارف المعارف وغيره جا حوالا ڏنا اٿس. هتان جي عارفن مان شيخ رڪن الدين (ملتان)، پنهنجي جد امجد مخدوم نوحؒ، بهاؤالدين دلق پوش (گودڙيو) وغيره جا قول بيان ڪيا اٿس. مخدوم نوحؒ جي مناقب واري 'فتح' (باب) هيٺ حاشين ۾ رسالہ بهاؤالدين دلق پوش ۽ 'رسالہ ميان منہ درويش' جا حوالا آندا آهن.

وڌيڪ تفصيلي مطالعي سان هن ڪتاب جي اهميت وڌيڪ واضح ٿيندي. شروع واري باب ۾ 'توحيد' باب تفصيلي وضاحت ۽ ٻين بابن هيٺ سلوڪ ۽ عرفان جي ٻين موضوعن ۽ مقامن جي سمجهاڻي مان نتيجي طور چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ ۾ تصوف جي موضوع تي هيءُ پهريون جامع ڪتاب آهي.

ڪتاب جي زيرنظر قلمي نسخي جي ڪتابت مان اندازو ٿئي ٿو تہ هي نسخو ڪنهن ڪاتب 12- صدي جي آخر ڌاري لکيو. ڪن ورقن جي حاشين ۾ عبارتون لکيل آهن جن مان ڪي اهڙا اضافا آهن جيڪي ڪتاب جي موضوع سان تعلق رکن ٿا ۽ انهيءَ لحاظ سان گهٽو ڪري اها اضافا مصنف پوءِ پاڻ ڪيا. ٻيا اضافا سنڌي يا فارسي بيتن جا آهن. سنڌي بيتن جي ڪتابت تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو، تہ اهي جدا ٻئي قلم سان ڪيل آهن. يعني تہ ڪتاب جي ڪتابت جي قلم جا ناهن پر پوءِ جا ڪيل آهن.

اهي بيت 12- صدي هجري جي آخر ڏاري حاشين تي لکيا ويا. هڪ بيت سينگار شاعري جي موضوع جو آهي جنهن کي 12صدي جي وچ ڌاري وڏي سگهڙ شاعر جلال ڪٺيءَ پنهنجي بيتن ۾ اوج تي پهچايو. هو جمن چارڻ جو همعصر هو، جنهن سنه 1252ھ ۾ وفات ڪئي.

ڪتاب ۾ ڪن ورقن جي حاشين تي جيڪي سنڌي بيت يا بيتن جا ڪي الفاظ لکيل آهن تن جو تفصيل هيٺينءَ ريت آهي:

[1]

چيتاري چونډياس، ڳالهيون ڪي سڄڻين،
جه منهن مقابل ٿياس، ته سيئي وييون وسري.
'توحيد' واري فقط "ته سيئي وييون وسه ..." لکيل آهي.
هيءُ بيت شاهه جي رسالي جي معياري متن ۾ سر رپ جي پهرئين داستان جو بيت آهي.

[2]

ڳالهيون پرين، تنهنجيون ............
توحيد واري باب جي هڪ ورق ۾ ڪنهن بيت جا فقط اهي لفظ لکيل.

[3]

جا پريان جي پهٽَ عقل ات نه آيو.
توحيد واري باب جي هڪ ورق تي ڪنهن بيت جا فقط اهي لفظ لکيل.

[4]

موکي هن مَٽن سين، ڪا جا ڪيئي يَتِ
پَسئو پَرِ شراب جي، منجهئو وجي مت

[5]

سيئي ويئي وسري عقل ............
ڪان يي يري تنهنجو مقام ............

[6]

موکي هن مٽن سين، ڪو جو قهر ڪِئوءِ

متارا محتاج تو، توڙي وڏي سِرُ نئوءِ

متيان ٻئي بيت پڻ توحيد واري باب جي ورقن تي لکيل. ڪيئي (ڪي ئِي)، يعني ڪَئِي؛ يت= ريت، اٽڪل.

بيت نمبر-5 جي آخري سٽ جي شروع ۾ 'تو' جو لفظ آهي جيڪو صحيح ناهي؛ پڻ هن سِٽ جي آخر وارو لفظ صاف لکيل ناهي. شاهه جي رسالي ۾ 'موکي' وارو موضوع سر يمن جي داستان-6 ۾ آهي. ڇئي نٽو سگهجي تہ هي بيت ڪنهن جا آهن. تي سگهي ٿو تہ مصنف جا هجن.

[7]

ايئي سلطان اُيي وڏي سنهڙا

پاڻ ڪي پاڻ لهي پاڻ سجاڻي پاڻ

هي بيت 'حقيقت' واري باب جي هڪ ورق جي حاشيي ۾ لکيل آهي ۽ ٿوري فرق سان، شاهه لطف الله قادري جي رسالي جي بيت سان ملي ٿو.

[8]

قالب قصر سونهن سَرُ دوئي رهي جت

پرين ري پروڙيو تتِ، ايئن ڪين پسجي پيهي

هي بيت 'حقيقت' واري باب جي هڪ ورق تي متئين بيت جي هيٺان لکيل آهي.

-- پهرئين سِٽ، شاهه جي رسالي معياري متن سرڪلياڻ جي داستان-2 هيٺ انهيءَ عنوان سان ڏنل ڇهن بيتن مان آهي، پر بدليل آهي. رسالي ۾ هن طرح آهي تہ:

طالب قصر، ستّ، تني ڪجئو ڪينڪين.

-- ٻي سٽ ڪنهن ٻئي بيت جي ٿي سگهي ٿي؛ اها پڙهڻي توڙي معنيٰ ۾ صحيح ناهي. هيٺيان چارئي بيت پڻ 'حقيقت' واري باب جي ورقن تي لکيل آهن ۽ ٿي سگهي ٿو تہ مصنف جا چيل هجن.

[9]

متان پائين ڪين، ٻيو سيوئي الله

حقيقتاً هيڪڙو هُن ڪَرِ ڪَرِ هُو

[10]

جيئين تيئن ڏنو جيڏئين جنه پر ڏنو ماءُ
هوند ڪريئين ڪورئا ڪِر ورنيءَ سَاءُ

[11]

جنين تارا جهيئا ايربو سو سج
سڄو تئو سوجهرو چوڪو جائو ٻج

[12]

جِيئن ڏهسن ڏيا جيپيا ايرئو پرم
پا پَٽَ پَارُون اترين جن ڄاتو ڏرم

پهرين سٽ ۾ ڏهسن (ائين) آهي: تي سگهي ٿو ته اصل ۾ ڏهه سَنِ هجي يعني ڏهين سن ۾ (مخدوم نوحؒ ڏانهن اشارو). هن سٽ ۽ ٻي سٽ جي آخر وارا لفظ اصل ۾ 'پرم' ۽ 'ڏرم' ڪري لکيل آهن پر شايد صحيح 'ايرم' ۽ 'اڏرم' هجن، معنيٰ وڏي شعاع وارا وڏا ستارا. سينگار شاعري ۾ 'ارڏم' لفظ آيو آهي ته:

ايريو ئي اَرڏم، جَر تر ڏيا جهپيا

[13]

جيڪي ڏجي جوڳيين ته سو تا نه لوڪ
ڪڏي ڪاپڙين ڪي تيان ڏجي ٿوڪ

پهرين سٽ ۾ 'تسو' ڪي جيڪر 'ته سو' ڪري پڙهجي ته معنيٰ نڪرندي. هيءُ بيت 'معراج' واري باب جي هڪ ورق تي لکيل آهي.

'تَسُو' يعني ذرو. شايد سٽ جي معنيٰ ته: جيترو جوڳيين (ڪاملن) ڪي ڏجي، عام لوڪ ڪي ته ان جو ذرو به نه جڳائي. جيڪي ڪاپڙي (وڏيڪ وڏا ڪامل) آهن، تن ڪي ته ان (عرفان) مان ڪجهه ڏجي.

[14]

جي جاڳندي من ۾ سُتي پڻ سيئي

پَڳهيو پاڻ ڳري مَنُ پرين نيئي.

هيءُ بيت 'نبوت انبياءِ و ولايت' واري باب جي هڪ ورق تي لکيل آهي.

[15]

ڻنگرئو نيٽين، بن اولي نہ اوهَري
سڀاجهي سيٽين، ڳٽين هَٽِي ڳرو ڪئو

هيءُ بيت 'شيخي مريدي' واري باب جي هڪ ورق تي لکيل آهي.

[16]

سيرت صورت سڄٽين ڏسان ڪونہ ٻئو
هيڪائي هيڪ ٿئو، وڃا وڃ وئو

هيءُ بيت 'شيخي مريدي' واري باب جي هڪ ورق تي لکيل آهي.

[17]

چپن سندي ڳالهڙي، هنيين نہ سندي مت
هن وائي پيرُ ٻئو، وَهي نُجوئي پَتِ

هيءُ بيت 'شيخي مريدي' واري باب جي هڪ ورق تي لکيل آهي. ٻي سٽ ۾ نِجوئي ڪري پرهجي، تہ صحيح ٿيندو: نِجو يعني جدا يا خالص، ٻيءَ طرح، ٻيءَ پت.

[18]

آيل سندي سڄٽين وائيءَ سَئو وَرَن
رُئاري رَتَ ڦڙا اندر وڏي وَمُ (ويوم)

هيءُ بيت 'شيخي مريدي' واري باب جي هڪ ورق تي لکيل آهي. ٻيءَ سٽ جو آخري لفظ 'وَمَ' ائين لکيل آهي. قافيو پورو نہ آهي، پڻ معنيٰ غور طلب آهي.

هيٺيان چارئي بيت انسان واري باب جي ورقن تي لکيل آهن.

[19]

سالَ سِڪئوسون جَن کي تا سي اسيهي

پريان پاڻ پَسائيو مون من مجهيئي

[20]

سالُ سڪئاسون جن ڪي تا سي اسين پاڻ
سجاتوسون سپرين لتا سي گمان

[21]

سيرت صورت سڄڻين ڏسان ڪينَ ٻئو
هيڪائي هيڪ ٿئو وچا وِڇُ نہ وئو

[22]

سيرتَ صورتَ سڄڻين، سي پريان جي ذات
هيڪائي هيڪ ٿئو، ويئي وچائي تات

ٻولي ۽ اسلوب بيان جي لحاظ سان، 18، 19 ۽ 21 بيت قاضي قادن جا ٿي سگهن ٿا، جيتوڻيڪ هن ڪان اڳ ٻئي ڪنهن بہ ماخذ ۾ موجود ناهن. بيت نمبر 20 ممڪن آهي تہ مصنف جو چيل هجي.

[23]

جيئن چڱن سين چڱائيون ايئن مُوراهين هوءِ
جي مَنن سين ڀالُ ڪَريين، تو جئن ڪري نہ ڪوءِ
ڏُئارڻ ڏوهارين ڪي قادرَ ڪم سندوءِ
هي بيت 'انسان' واري باب جي هڪ ورق تي لکيل آهي.

[24]

جتي راهہ گُم ٿيي ور ساڪاري راتِ
هي پڻِ وجي وِسَري نہ هُنَ سندي تاتِ
هيءُ بيت 'انسان' واري باب جي هڪ ورق تي لکيل آهي.

[25]

سيرت صورت سڄڻين ائين ڪير ٻئو
هيڪائي هيڪُ، ٿئو وچا وڇُ وئو
هيءُ بيت 'معرفت نفس' واري باب جي هڪ ورق تي لکيل آهي: بيت نمبر 20 ڪي ٿورو بدلائي لکيل آهي.

[26]

پُوچڙيءَ پاندُ ڪٽي جي جهار(ن) جبين
وڄڙئون جهُڙ وچ ۾، اُجها اوڍِر ڏِينِ

هيءُ بيت عشق ۽ محبت جي بيان واريءَ باب جي ورق تي لکيل آهي. اصل جيئن لکيل آهي، تيئن پڙهڻ ۾ مشڪل آهي ۽ وڏي ويچار ڪان پوءِ ان جي اها پڙهڻي سمجهه ۾ آئي آهي. هيءُ سينگار شاعري جي معنيٰ وارو بيت آهي، جنهن ۾ محبوب جي حسن جو بيان آهي. 'جهارن جبين' يعني پيشاني پَسائين.

**ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ**

## باب پهريون

# فتح بابت توحيد (1)

طريقت ۾ يگانو ڄاڻڻ ۽ حقيقت ۾ يگانو ۽ پنهنجو مَٽُ پاڻ هئڻ "توحيد" آهي. لغت ۾ مختلف شيون هڪ ڪرڻ کي "توحيد" چئبو آهي. شريعت ۾ الله تعاليٰ جي هيڪڙائي جي علم ۽ اعتقاد کي "توحيد" چئجي ٿو جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي: فَاعْلَمْ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ[2] [پوءِ ڄاڻ ته الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي.] شَهِدَ اللّٰهُ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ[3] [الله شاهدي ڏئي ٿو ته هڪ الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي.] اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ اَلْحَيُّ الْقَيُّوْمُ[4] [اڪيلي زنده، قائم رهندڙ الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي.] وَاِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ[5] [۽ توهان جو معبود هڪ الله آهي، جنهن کان سواءِ ڪو معبود نه آهي، مهربان ٻاجهارو آهي.] اِنَّنِيْٓ اَنَا اللّٰهُ[6] [بيشڪ آءٌ ئي الله آهيان، مون کان سواءِ ڪو معبود نه آهي.] لَا تَتَّخِذُوْٓا اِلٰهَيْنِ اثْنَيْنِ اِنَّمَا اِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ[7] [ٻه معبود نه بڻايو دراصل توهان جو معبود هڪ آهي.] قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ اَللّٰهُ الصَّمَدُ[8] [چئو ته اهو اڪيلو آهي، الله بي نياز آهي.] هَلْ مِنْ خَالِقٍ غَيْرُ اللّٰهِ [ڇا الله کان سواءِ ڪو ٻيو خالق آهي.] خَالِقُ كُلِّ شَيْءٍ[9] [هر شيءِ جو پيدا ڪندڙ آهي.] اَللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ ثُمَّ رَزَقَكُمْ ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ ثُمَّ يُحْيِيْكُمْ[10] [الله اهو آهي، جنهن توهان کي خلقيو پوءِ توهان کي روزي ڏنائين، پوءِ توهان کي ماريندو پوءِ توهان کي جياريندو.]

---

(1) ڪتاب جو شروعاتي حصو غائب آهي.
(2) سوره محمد آيت: ١٩
(3) سورة آل عمران آيت: ١٨
(4) سورة البقرة آيت: ٢٥٥
(5) سورة البقرة آيت: ١٦٣
(6) سورة طٰه آيت: ١٤
(7) سورة النحل آيت: ٥١
(8) سورة الاخلاص آيت: ١-٢
(9) سورة الانعام آيت: ١٠٢
(10) سورة الروم آيت: ٤٠

انهيءَ طرح قرآن مجيد جون ڪيون آيتون، صحيح حديثون ۽ (اڪابرن ۽ بزرگن جا بيشمار) قول آهن، جيڪي الله، احد، صمد جي هيڪڙائيءَ تي دلالت ڪن ٿا، اهي مذڪوره معنيٰ تي شاهد عادل آهن. وحدت جي معنيٰ آهي، الله تعاليٰ جي ذات جي مشاهدي لاءِ تجريد ۽ اڪيلائي کي اختيار ڪرڻ. (اهو الله پاڪ) جنهن کي ان کان سواءِ ڪو نٿو ڏسي سگهي. انهيءَ اعتبار سان تجريد دنيا ۽ آخرت ۽ جيڪي ڪجهه منجهس آهي، ان کي ڇڏي ڏيڻ يا دنياوي ۽ اخروي غرضن کي ڇڏي ڏيڻ جو نالو آهي.

دنياوي، ظاهري ۽ اخروي غرضن کي ڇڏي ڏيڻ، باطني اعتبار سان آهي. ظاهري تجريد هيءَ آهي تہ (ڪنهن بہ چڱائيءَ جو) بدلو دنيا ۾ طلب نہ ڪري، سڀ ڪجهہ الله بي پرواه بادشاه جي رضا ۽ قرب لاءِ ڪري. جيڪي بہ ظاهري دنياوي غرض ۽ مقصد هجن، انهن کي ڇڏي ڏي. باطني تجريد اها آهي تہ بالفعل يا بالقوة آخرت ۾ بہ نيڪيءَ جي بدلي جي طلب نہ رکي. جيستائين اها ڪيفيت پيدا نہ ٿيندي، ان وقت تائين ”تجريد“ ۾ بي رغبتي حاصل نہ ٿيندي.

جيڪڏهن نيڪين جي نسبت پاڻ ڏي نہ ڪري تہ ان کي ”تفريد“ چئبو آهي. جڏهن نيڪين ڏانهن رغبت ٿئي تہ ان کي الله تعاليٰ جي نعمت ۽ احسان ڄاڻجي.

غرض، نيڪ اعمال ڪرين تہ ائين نہ سمجهہ تہ ڪنهن تي احسان ڪري رهيو آهين، بلڪ ان کي پاڻ تي الله تعاليٰ جو احسان سمجهہ جنهن توکي اها توفيق ۽ سگهہ عطا ڪئي، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

يَمُنُّونَ عَلَيْكَ أَنْ أَسْلَمُوا قُلْ لَا تَمُنُّوا عَلَيَّ إِسْلَامَكُمْ بَلِ اللَّهُ يَمُنُّ عَلَيْكُمْ أَنْ هَدَاكُمْ لِلْإِيمَانِ[1]

[اي نبي ﷺ! اهي توهان تي پنهنجو احسان ڄاڻائين ٿا تہ اسلام آندو اٿن، چئو تہ مون تي پنهنجي اسلام جو احسان نہ ڄاڻايو بلڪ الله تعاليٰ توهان تي پنهنجو احسان ڄاڻائي ٿو تہ انهيءَ توهان کي ايمان ڏانهن

(1) سورة الحجرات آيت : ١٧

هدايت ڏني.]

غرض ”تجريد“ جي حقيقت اها آهي تہ ڪنهن بہ غرض ۽ غايت کان سواءِ، اڪيلي الله جي بندگي ڪجي ۽ ”تفريد“ اها آهي تہ دنيا ۽ آخرت کان بي رغبتي ۽ الله جي اطاعت جي توفيق نصيب ٿئي تہ ان کي پاڻ تي الله جي نعمت ڄاڻجي. ان کي هرگز پنهنجو فعل ۽ ڪمائي ڄاڻي، ڪنهن بہ قسم جي بدلي جي اميد نہ رکجي، پر الله تعاليٰ جي احسانمنديءَ ۾ سدائين غرق رهجي. تجريد جي صورت مان معنيٰ ۽ عمل مطلوب آهي، ڇاڪاڻ تہ بغير معنيٰ ۽ عمل جي خالي صورت بيڪار آهي ۽ تجريد جي صورت (بظاهر) حقيقت تجريد لاءِ لازم آهي، جيڪا منجهس داخل تہ آهي پر (ضروري نہ آهي تہ) لازم بہ هجي، ڇاڪاڻ تہ سڀبن (سان واسطو رکڻ) جي باوجود. تفريد يعني اڪيلائي ۽ نويڪلائي حاصل ٿيندي آهي. حقيقت تجريد، هن ڪري صورت تجريد لاءِ لازم نہ آهي تہ شايد بدلي ۽ اجوري ڇڏڻ جي باوجود، سالڪ ۾ اميد ۽ آس پيدا ٿئي. ساڳيءَ طرح تفريد، تجريد لاءِ لازم نہ آهي، شايد سندس فعل ۾ بي غرضيءَ ۽ خلوص نيت کي عمل دخل حاصل نہ هجي.

يا وري تجريد اها آهي تہ محب پاڻ کي محبوب ۾ غرق ڏسي ۽ ڄاڻي تہ آءٌ ڪجھ نہ آهيان ۽ جيڪي ڪجھ آهي، سو اهو ئي آهي. ان جاءِ تي تفريد محبوب ۾ گم ٿيڻ جو نالو آهي، پر محب پاڻ محسوس نہ ڪندو آهي تہ آءٌ گم ٿي چڪو آهيان، جنهن جي معنيٰ تہ گم ٿيل پاڻ کي (محبوب ۾) گم يعني فنا ڪري ڇڏي.

ڄاڻڻ گهرجي تہ ”توحيد“ جي لفظ ۾ پنج حرف آهن: ١- ”ت“ مان ترڪ (يعني الله جي ذات بابرڪت کان سواءِ هر هڪ کي ڇڏڻ) ٢- ”و“ مان اَلْوِدَاعُ مِنْ جَمِيْعِ خَلْقِ اللهِ [سموري مخلوق کي ڇڏي ڏيڻ.] ٣- ”ح“ مان حفظ (الله جي امان ۽ حفاظت ۾ اچڻ) ٤- ”ي“ مان يقين (الله تعاليٰ جي ذات ۾ ڪامل يقين جو هئڻ) ٥- ”د“ دعوت (الله تعاليٰ جي پاڻهپ ڏانهن سڏڻ) حضرت علي بن ابي طالب رضي الله عنه جو قول آهي تہ مون کي

اميد آهي تہ توحيد جي موجودگيءَ ۾ (گناه جو) ڪو ڪم نقصان نہ ڏيندو جيئن شرڪ جي موجودگيءَ ۾ ڪا نيڪي فائدو نہ ڏيندي آهي. فرمائي ٿو تہ ان جو سبب هي آهي تہ برائي ڪرڻ سان توحيد ۽ نيڪي ڪرڻ سان شرڪ ختم نہ ٿيندو آهي. ڪي چون ٿا تہ توحيد اها آهي تہ هر شيءِ کان فارغ ٿي، اڪيلي الله جو ٿيءُ. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ الله تعاليٰ مخلوق کي اهائي واٽ ڏسي آهي، جيڪا ڏانهس پهچائي ٿي ۽ اها ئي توحيد آهي.

توحيد جا ٽي درجا آهن: ١- سگهہ آهر اطاعت ڪندي الله جي رضا حاصل ڪرڻ ٢- سهڻي نموني سندس حڪم احڪام قبول ڪرڻ ٣- سندس رسول ﷺ جن جي رسالت جي تصديق ڪرڻ. تذڪرة الاولياءِ ۾ شيخ عبد الله جلالي چوي ٿو تہ حقيقي توحيد اها آهي تہ مولا جي محبت ۾ فاني ٿئي، تان تہ جزو (يعني پانهو) ڪل (يعني خدا تعاليٰ) جي ذريعي بقا حاصل ڪري. پڻ چوي ٿو تہ بشري آثار، علامتون ۽ خصوصيتون ختم ڪرڻ توحيد ۽ الوهيت ۾ فنا ٿيڻ تجريد آهي. ابو سعيد خراز فرمائي ٿو تہ توحيد جو پهريون درجو هي آهي تہ سالڪ، دل ۽ دماغ مان هر شيءِ کي فنا ڪري، مڪمل طرح الله تعاليٰ ڏانهن يڪسو ۽ هڪ طرفو ٿئي، تنهن ڪري سالڪ کي گهرجي تہ سموري مخلوق جي لڳ لاڳاپن کان آجو ۽ اڪيلو ٿئي، ڇاڪاڻ تہ اها ئي معنيٰ آهي "تجريد" جي ۽ "تفريد" فرد مان آهي يعني پاڻ کي ۽ پڻ سموري مخلوق کي وساري، ڌيان عرش تي هجي ۽ هر قسم جون نعمتون حاصل هجڻ جي باوجود، انهن سان ڪو تعلق نہ رکي. جيڪڏهن اهي دنياوي نعمتون حاصل نہ هجن، تڏهن بہ پانهو خدا کان ناراض نہ ٿئي. سندس طبيعت ۾ ڪنهن قسم جي وحشت ۽ فرار واقع نہ ٿئي،بلڪ اٿلندو دنياوي شين ۽ لاڳاپن کان وحشت ۽ نفرت محسوس ٿئي.

ظاهري ۽ باطني تجريد انهيءَ مقام تي گم ٿيڻ ۽ تفريد انهيءَ مقام تي پاڻ کان اڻ ڄاڻ ۽ بيگانو ٿيڻ آهي، تانجو سالڪ کي بہ اتو پتو نہ هوندو آهي تہ آءُ ڪنهن ۾ گم ٿي ويو آهيان. "توحيد" هيءَ آهي تہ سواءِ حق تعاليٰ

جي ڪو شعور ۽ سمجهه باقي نه رهي. ”معرفت“ جي حقيقت هيءَ آهي ته حق تعاليٰ جي برحق هئڻ جي لاءِ دليل ۽ سندس محبت واسطي حقيقت آڏو هجي يا نه هجي تڏهن به نه ان جي وفا ۾ اضافو ٿئي ۽ منجهس ڪنهن قسم جي جفا پيدا نه ٿئي. قرآن مجيد ۾ آهي ته:

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَقْرَبُوا الصَّلٰوةَ وَاَنْتُمْ سُكٰرٰى[1]

[اي ايمان وارو! توهان نشي جي حالت ۾ نماز جي ويجها نه وڃو.]

سُڪر (مدهوشي) ڪيترن قسمن جي آهي، جهڙوڪ: دنيا پرستيءَ جي مدهوشي، خواهشن ۽ نفس پرستيءَ جي مدهوشي، اهل عيال جي محبت جي مدهوشي، مال ۽ دولت جي محبت جي مدهوشي ۽ الله کان سواءِ مخلوق جي محبت جي مدهوشي. الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ پنهنجي ٻانهپ ۽ نماز قائم ڪرڻ لاءِ اهو شرط بيان فرمايو آهي ته غير الله کي بلڪل وساري سندس دربار ۾ اچي بيهو.

توحيد جا به ڪيترائي قسم آهن: ١- شرعي حڪمن احڪامن جي توحيد ٢- ايماني توحيد ٣- يقين جي توحيد ۴- غيبي توحيد ۵- توحيد احساني ٦- توحيد اعياني. جيستائين هر قسم جي توحيد حاصل نه ٿيندي، ان وقت تائين سالڪ وحدانيت جي درجي تي پهچي نه سگهندو ۽ جيستائين وحدانيت تي نه پهچندو ان وقت تائين وحدت جي ان حقيقت تائين نه رسندو جيڪا احديت جي سمنڊ جو هڪ ڪنارو آهي.

چون ٿا ته حقيقي توحيد (الله تعاليٰ جي) ذات ۾ پنهنجين صفتن کي گم ڪرڻ آهي، ڇاڪاڻ ته صفتون عقل جي سمجهه ۾ اچڻ جوڳيون ۽ ذات تحقيق طلب ۽ حاصل ڪرڻ جوڳي هوندي آهي. دلالت جي اعتبار سان ٻنهي پاسي ذات واجب الوجود آهي. صفتون الله تعاليٰ

(1) سورة النساءِ آيت: ۴٣

جون ئي صفتون ۽ ذات الله تعاليٰ جي ئي ذات آهي. شيخ جنيد بغدادي رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ مون کي ايمان آندي پنجاه سال گذري ويا آهن، پر اڃا ان جي اسرارن ۽ رموزن کان سيرابي نہ ٿي آهي. وڏيڪ چوي ٿو تہ دهريا چون ٿا تہ جهان جو جوڙيندڙ ڪو بہ ڪونهي. فلسفي دليلن سان ثابت ڪن ٿا تہ ان جو جوڙيندڙ آهي، پر سندس نالو ۽ صفتون نہ آهن. مشرڪن جو مذهب آهي تہ سندس معبود الله جا شريڪ آهن. مشبه فرقي وارا اعتقاد رکن ٿا تہ خالق، مخلوق ۾ رهي ٿو. يهودي ۽ عيسائي چون ٿا تہ ان جي زال ۽ پٽ آهن. مجوسي اعتقاد رکن ٿا تہ ان جو مَٽ، مثال ۽ جوڙ آهي. جڏهن تہ مؤمن (انهن مڙني باطل نظرين کان پري آهي) تعطيل کان بہ بيزار هوندو آهي.

تعطيل جي معنيٰ موڪل ڏيڻ آهي، يعني هي باطل نظريو رکڻ تہ الله تعاليٰ ڪائنات جو نظام ٻين جي حوالي ڪري پاڻ موڪل تي آهي.

جڏهن (مؤمن) چوندو آهي تہ ”الله جل جلاله“ اڪيلو آهي، ان وقت اهو فلسفين جي انهن ڳالهين کان پري هوندو آهي. جڏهن چوندو آهي تہ ”احد“ تہ انهيءَ وقت مشرڪن جي روش ۽ هلت کان بيزاري ظاهر ڪندو آهي. جڏهن اَللّٰهُ الصَّمَدُ چوندو آهي تہ ”مشبه“ فرقي وارن کان پري ۽ ايماندارن جي مذهب جي ويجهو هوندو آهي. جڏهن لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُوۡلَدۡ چوندو آهي تہ يهودين ۽ عيسائين جي نظرين جي باطل هئڻ جو اعلان ڪندو آهي. جڏهن وَلَمۡ يَكُنۡ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ چوندو آهي تہ مجوسين جي عقيدي جي نفي ڪندو آهي ۽ ڪلمي هُوَ جي اسرارن کان واقف ٿيندو آهي ۽ اَللّٰهُ جي ذڪر سان راحت لهندو آهي ۽ دلين کي احد جو نور ۽ عقلن کي اَللّٰهُ الصَّمَدُ جو سرور نصيب ٿيندو آهي ۽ نفس لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُوۡلَدۡ جي راز کي سمجهي، فائدو ۽ فيض پرائيندو آهي ۽ كُفُوًا اَحَدٌ جي مراد کي رسندو آهي.

پڻ فرمائي ٿو تہ ڪلمه هُوَ ۾ انس ۽ الفت ۽ اَللّٰهُ جي لفظ ۾ دانائيءَ جي معنيٰ سمايل آهي. لفظ اَحَدٌ محبن، اَلصَّمَدُ عارفن لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُوۡلَدۡ عقلمندن ۽ وَلَمۡ يَكُنۡ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ عام مؤمنن لاءِ آهي. جيڪو الله کي ڄاڻي، اهو سالڪ آهي، جيڪو هو جي راز کي پهچي، اهو عالم آهي، جيڪو

"احديت" جي مقام کي لهي، اهو محب آهي، جيڪو "صمديت" کي سڃاڻي، اهو عارف آهي، جيڪو لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُوْلَدْ جو اعتقاد رکي، اهو عاقل آهي، جيڪو وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ جي تصديق ڪري اهو مؤمن آهي، جيڪو انهن سڀني معنائن کي پروڙي اهو "موحد خالص" آهي.

لغت ۾ "توحيد" جي معنيٰ آهي: "شين کي هڪ ڪرڻ." توحيد جي بنياد ڇا آهي؟ ڇيو وڃي ٿو ته "توحيد ذات ۽ صفات ۾ فرق نه ڪرڻ آهي." هڪ شخص سيد الطائفه جنيد بغداديءَ کان پڇيو ته الله تعاليٰ جي صفت بيان ڪريو. حضرت جنيد جواب ڏنو ته:

لَاشَيْءَ مَوْجُوْدٌ اِلَّاهُوَ

[انهيءَ الله کان سواءِ ڪابه شيءِ موجود نه آهي.]

پڻ فرمايائين ته:

اَلتَّوْحِيْدُ يَضْمَحِلُ فِيْهِ الرُّسُوْمُ وَ يَنْدَرِجُ فِيْهِ الْعُلُوْمُ وَ يَكُوْنُ اللهُ كَمَا لَمْ يَزَلْ وَ كَانَ اللهُ وَلَمْ يَكُنْ مَعَهٗ شَيْءٌ

[توحيد اها آهي، جيڪا سالڪ ۾ بشري صفتون ختم ڪري ڇڏي ۽ منجهس علمن کي سمائي ڇڏي ۽ الله تعاليٰ ائين (محسوس) ٿئي جيئن هميشه کان آهي ۽ (شروع کان رهيو) اهوئي آهي ۽ الله سان گڏ ٻي ڪا به شيءِ نه هئي.]

پوءِ الله تعاليٰ لاءِ ٻانهي جي توحيد هيءَ آهي ته سندس وحدانيت جي هن حقيقت جي ڄاڻ حاصل ڪري ته ڪائنات جي هر شيءِ الله تعاليٰ جي وجود سان قائم آهي ۽ (سالڪ) پنهنجي وجود ۾ الله کان سواءِ هر شيءِ کان بيپرواه ٿي وڃي. (هڪ سائل) پڇيو ته "توحيد جي حقيقت ڇا آهي؟" فرمايائين ته جيڪا به شيءِ هميشه قائم آهي، ان جي وجود جو مشاهدو ڪرڻ ۽ جيڪا وجود ۾ نه آئي آهي، ان کي عدم سمجهڻ.

توحيد جي معنيٰ (الله تعاليٰ جي) هيڪڙائيءَ جو اقرار ڪرڻ ۽ ان کي اڪيلو ڄاڻڻ آهي، ڇاڪاڻ ته "مُوحّد" لاءِ توحيد ۾ سڃاڻپ ڪرڻ يا سڃاڻپ نه ڪرڻ ٻئي حالتون هڪجهڙيون آهن. خواجه منصور رحمة الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

اَلتَّوۡحِيۡدُ حِجَابُ الۡمُوَحِّدِ عَنۡ كَمَالِ الۡاَحۡدِيَّةِ (ترجمه قشيري)

[مُوحّد لاءِ احديت جي ڪمال تي پهچڻ کان جيڪو حجاب هوندو آهي, اها ئي "توحيد" آهي.]

انهيءَ حالت ۾ ٻانهو حق جي سڃاڻپ کان سواءِ مڪاشفي ۾ هوندو آهي. (ڪشف المحجوب) ڪنهن شيءِ جي بي مثل هئڻ ۽ ان جي يڪتائي ۽ يگانگيءَ جي درستگيءَ جي حڪم لاڳو ڪرڻ کي "حقيقت توحيد" چئجي ٿو ۽ ٻانهي ۾ توحيد جي درستيءَ جي حقيقت هيءَ آهي ته اهو الله ۾ اهڙو محو ۽ گم ٿئي جو غير الله نظر ئي نه اچي ۽ اها نبين سڳورن عليهم الصلوٰة والسلام ۽ انهن اوليائن جي توحيد آهي, جيڪي اخص يعني خاص الخاص ۽ چونڊيل آهن.

انهيءَ اعتبار سان توحيد ٽن قسمن جي آهي: ١- عام توحيد ٢- خاص توحيد ٣- اخص توحيد.

١- **عام توحيد:** (ڪائنات جي) نشانين ۾ غور فڪر ڪرڻ, عقل ۽ ايمان جي روشنيءَ ۾ ظاهري سببن وسيلي حق تعاليٰ کي تلاش ڪرڻ آهي, تانجو سڪون قلبي ۽ وحدانيت جي اثبات جو يقين حاصل ٿئي ۽ تصديق اهڙي طرح ڪري جو الله تعاليٰ جي ذات پاڪ جا انوار ڏسي ۽ سيني (باطل) صفتن کان ڪيس پاڪ ڄاڻي, ڇاڪاڻ ته اهو هر لحاظ سان اڪيلو آهي. سندس ذات ڪائنات جي سيني شين جي عين ۽ اصل ۾ اثر ڪري ٿي, پر الله پاڪ پاڻ اثر وٺڻ کان پاڪ آهي. جوهر, عرض, زمان, مڪان, جسم, تعطيل, ڪيفيت, ڪميت, حيثيت, اڳ, پوءِ, طرف, حدن, صورت, ضد, مثل, مثال, شڪل, غرض ته هر شيءِ کان پاڪ آهي. پنهنجي علم سان ڄاڻندڙ ۽ پنهنجي ڪلام سان ڳالهائيندڙ پنهنجي اراديٰ سان ارادو ڪندڙ پنهنجي ٻڌڻ سان ٻڌندڙ پنهنجي ڏسڻ سان ڏسندڙ پنهنجي جيارڻ جي سگهه سان جياريندڙ پنهنجي قدرت سان قادر, سيني سهڻن نالن جو صاحب ۽ بلند صفتن جو مالڪ آهي. الله تعاليٰ توکي (انهيءَ توحيد تي فائز ٿيڻ جي) توفيق بخشي.

2- **توحيد خاص:** ظاهري سببن, صورت, روح, عالم صغير يعني (هن مادي جهان) ۾ جتي حق ۽ باطل جي ڪشمڪش جاري آهي, سير ڪرڻ ۽

پاڻ کي حق تي قائم ڪرڻ آهي. (واضح هجي ته) آدم جي صورت معنائن جو جهان آهي ۽ سموري ڪائنات کي الله تعاليٰ جي وجود ۾ گم ڏسي ۽ موجوده شين جي شڪلين کي معدوم ڄاڻي. "توحيد خاص" ۽ "توحيد عام" ۾ فرق هي آهي ته عام توحيد کي عقلي سببن وسيلي ڄاڻي سگهجي ٿو ۽ توحيد خاص ۾ الله تعاليٰ جي معرفت حاصل ڪري، پاڻ کي ان ۾ فنا ڪري حق سان بقا حاصل ڪبي آهي.

۳_ **توحيد خاص الخاص:** (خاص ماڻهن جي توحيد): حق کان حق ڏانهن سير ڪرڻ آهي ۽ سير هي آهي ته پاڪ روح کي مٿي بيان ڪيل سيني جهانن جي مٿانهين مقام کان هيٺانهين منزل ڏانهن شاهدن ۽ دليلن وسيلي عدم جي اونداهين ڏانهن آڻي ۽ پاڻ کي نيستيءَ جي درياءَ ۾ غرق ڪري ڇڏي. ان کان پوءِ نيستيءَ جي سمنڊ مان ٻاهر نڪري حق ڏانهن نهاريندو ته ڄاڻندو ته نيستيءَ کان هستيءَ تائين هڪ قدم آهي. ٻيو قدم ٻانهپ جي قوت تائين آهي. (جڏهن سالڪ) ربوبيت جي پرن سان فضا ۽ مرتبه لاهوت ۾ پرواز ڪندو آهي ته انهيءَ مقام تي هڪ پاڪ جذبو سندس جان ۽ جسم ۾ اثر ڪندو آهي، جنهن جي ڪري عاشق حقيقي حق تعاليٰ جي تجلين جي مٺاس ۽ حلاوت لهندو آهي. مُوحد يڪتا هوندو آهي، ڇاڪاڻ ته عشق اهڙي يڪتائي جي تقاضا ڪري ٿو، جنهن ۾ ٻيائي نه هجي. ان مقام کي "عشق" جو نالو ڏين ٿا، ڇاڪاڻ ته عشق هڪ اهڙو نور آهي، جنهن ۾ غير نٿو ماپي ۽ ذات جي هستيءَ کي ڏسي ٿو.

توحيد پاڻ کي سيني ظاهري ۽ باطني غرضن کي فنا ڪري ڇڏڻ جو نالو آهي، انهيءَ ڪري چيو ويو آهي ته:

اَلْعِشْقُ نَارٌ يَقَعُ فِي الْقُلُوْبِ يُحْرِقُ مَاسِوَى اللهِ

[عشق هڪ اهڙي باه آهي، جيڪا دلين ۾ ٻرندي آهي ته الله کان سواءِ هر شيءِ کي ساڙي ڇڏيندي آهي.]

پڻ چيو ويو آهي ته:

اِذَا تَمَّ الْفَقْرُ فَهُوَ اللهُ

[جڏهن فقر پورو ٿيندو آهي ته پوءِ اهو ئي الله آهي.]

غزل

عشق آتش كون كه مي سوزد درون جان ما
بخار اشک اخگر افتد از ديده گريان ما
دولت عشق شد حاصل اندوه و غم شاد كرد
گنج عشقم چون رسيد آباد شد ويران ما
من بگوشه چشم هرگز ننگرم برخان چرخ
بلک مهر و ماه ديده دوخته برخان ما
بس كه درويشي خوش آمد دل من زين زهره
بي نوائي من بخندد و پر برسامان ما
نيست ممكن زندگاني من بجز دلدارم
شد محقق در عالم جان من جانان ما
اين كه هم تجريد و هم تفريد و هم توحيد شد
نزد عارف جمله يک ركن است اين اركان ما
چون تم الفقر فقر را شد از فضل خدا
پُر غنا شد اسم و رسم و جسم و قلب و جان ما.

[عشق ڪائنات جي باه آهي، جيڪا اسان جي وجود جي اندر کي ساڙي ٿي. اسان جي اکين مان ڳوڙهن جي صورت ۾ (اندر جي) ٻاڦ نڪري رهي آهي. عشق جي دولت حاصل ٿيڻ سبب، اسان جا سڀ رنج ۽ غم خوشيءَ ۾ تبديل ٿي ويا. جڏهن مون کي عشق جو خزانو مليو تہ اسان جي ويران (دل) آباد ٿي وئي. آءٌ هرگز اکين جي نظر سان آسمان جي اڀ ڏانهن نٿو نهاريان. بلڪ سج ۽ چنڊ اسان جي (دل جي) گهر ڏانهن جهاتيون پائين ٿا. بس! هڪ خوش ڪندڙ درويش اسان جي دل ۾ آيو. جنهن جي ڪري دل جي ڪَلي ٽڙي پئي ۽ اها ٻهڪڻ لڳي، پر منهنجي بي نوائي ۽ مسڪيني منهنجي بي سرو سامانيءَ تي کِلي ٿي. دلدار کان سواءِ زندگي گذارڻ ممڪن نہ آهي. منهنجا محبوب! دنيا ۾ (منهنجو نالو) اٽل ۽ دائم ٿي ويو. جنهن کي "تجريد"_ "تفريد" ۽ "توحيد" چون ٿا، عارفن وٽ اهي سڀ هڪ رڪن جا ارڪان آهن. جڏهن فقر ڪامل ٿيندو آهي، تڏهن فقر کي الله تعاليٰ جو فضل حاصل ٿيندو آهي. تڏهن اسان جو نالو،

نشان، جسم، قلب ۽ جان سڀ غني ۽ بي پرواه ٿي ويندا آهن.]

شيخ شبلي رحمة الله عليه کان پڇيو ويو تہ توحيد ڇا آهي؟ فرمايائين تہ جيڪو ان جي وضاحت ڪري، اهو ملحد آهي. جيڪو ان جي باري ۾ ڳالهائي، اهو غافل آهي. جيڪو ان ڏانهن اشارو ڪري، اهو ٻن خدائن جو مڃيندڙ آهي. جيڪو ان جي طرف آڱر کڻي اشارو ڪري، اهو بت پرست آهي. جيڪو ان کان خاموش رهي، اهو جاهل آهي. جنهن کي وهم ٿئي تہ وصال جي دولت سان مالامال آهي، ان کي ڪجھ بہ حاصل نہ آهي. جيڪو گمان ڪري تہ الله کي قريب يعني ويجهو آهي، اهو بعيد يعني پري آهي ۽ جيڪو ڀانئي تہ اڪيلو الله پنهنجي وحدانيت سان موصوف آهي، جنهن کي اسان پنهنجن عقلن وسيلي سڃاتو يا پنهنجن وهمن ذريعي ان کي ڄاتو تہ ان حقيقت نہ لڌي. جيڪو چوي تہ اهو (الله) اڪيلو نہ آهي تہ اهو توهان وانگر مُشرڪ ۽ بدعتي آهي.

ڄاڻڻ گهرجي تہ "توحيد" هيءَ آهي تہ (الله تعالىٰ) جي اڪيلي ذات کان سواءِ نظر ۾ ڪا شيءِ نہ هجي. شروعات ۾ ان وصف کي "توحيد حالي" چئبو آهي. توحيد جي انتها اها آهي تہ "عين تفرقه" يعني جدائي ۽ بي حضوريءَ جي حالت ۾ بہ دلجمعي ۽ حضور قلبي حاصل هجي. انهيءَ ڪري (الله وارا) "تفرقه" ۽ "دل جمعي" ۾ ڪو فرق نہ ڪندا آهن.

## توحيد جا قسم

انهيءَ لحاظ سان توحيد جا ڪيترائي قسم آهن: ١- توحيد ايماني ٢- توحيد علمي ٣- توحيد حالي ۴- توحيد الاهي

(1) **توحيد ايماني:** توحيد ايماني هيءَ آهي:

آمَنْتُ بِاللهِ وَمَلٰٓئِكَتِهٖ وَ كُتُبِهٖ وَرُسُلِهٖ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَ الْقَدْرِ خَيْرِهٖ وَ شَرِّهٖ مِنَ اللهِ تَعَالٰى وَالْبَعْثِ بَعْدَ الْمَوْتِ

[مون ايمان آندو الله تعالىٰ، ان جي فرشتن، ان جي ڪتابن، ان جي رسولن ۽ آخرت جي ڏينهن تي ۽ (هن ڳالھ تي تہ) تقدير چڱي هجي يا لڱي، الله تعالىٰ جي طرفان آهي ۽ موت کان بعد جيئرو ڪري اٿارڻ تي.]

انهيءَ جو زبان سان اقرار ۽ دل ۾ يقين ڪري. يعني خدا تعاليٰ کي هڪ چوي، هڪ ڄاڻي ۽ ان جي هڪ هئڻ جو اعتقاد رکي. انهيءَ معنيٰ کي دل ۾ جان سان مڃي ۽ الله تعاليٰ جي معبوديت تي ائين ئي ويساه رکي جيئن قرآن مجيد جي آيتن ۽ رسول الله ﷺ جن جي حديثن ۾ ان جو ذڪر آهي. اهڙي طرح ڪيس ظاهري علم مطابق دل ۽ زبان سان توحيد جو اقرار حاصل ٿيندو. ان تي مضبوطيءَ سان قائم رهڻ سبب ڪيس ظاهري شرڪ کان نجات ملندي ۽ استقامت سان اسلام تي هلڻ جو فائدو نصيب ٿيندو بلڪ اها توحيد ٻانهي کي الله تعاليٰ جي "تفريد" تائين پهچائيندي. صوفي حضرات ايمان جي ضرورت جي حڪم هيٺ عام طور ٻين اهل ايمان سان انهيءَ "توحيد" ۾ شريڪ آهن، البت ٻين مرتبن ۽ درجن ۾ مخصوص ۽ جدا آهن.

(٢) **توحيد علمي:** هڪ باطني علم آهي، جنهن کي "علم يقين" به چون ٿا. ان جو تفصيل هيءَ آهي ته ٻانهو تصوف جي طريقي جي شروعات ۾ يقين جي حد تائين ڄاڻي ته مخلوق مان ڪو به ان وقت تائين ڪو اثر ۽ عمل بلڪل نٿو ڪري سگهي، جيستائين الله تعاليٰ جل جلاله نه گهري. سالڪ پنهنجي ذات، صفات ۽ افعال کي الله تعاليٰ جي ذات، صفات ۽ افعال ۾ گم ۽ محو سمجهي ۽ هر ذات ۽ صفات کي (الله تعاليٰ جي) نور مطلق مان فروغ ورتل سمجهي ۽ هر عڪس ۽ روشنيءَ کي "صفت مطلق" جي نور مان منور ڄاڻي. مثلاً: علم، قدرت، ارادي، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي قوت جو اثر سمجهي، انهيءَ طريقي موجب سمورين صفتن ۽ افعال کي الله تعاليٰ جي صفتن ۽ افعال جو اثر ۽ نتيجو سمجهي. تصوف جي "توحيد" جو اهو اولين درجو آهي. انهيءَ مرتبي جي مشابه اهو مرتبو آهي، جنهن کي ڪوتاه نظر ماڻهو "توحيد علمي" خيال ڪندا آهن، حالانڪ اها توحيد علمي نه پر "توحيد اسمي" آهي ۽ اها ائين نه آهي، جو ماڻهو پنهنجي ذهانت، هوشياري، مطالعي يا سماع سان ان کي حاصل ڪري سگهي. توحيد اسمي جي معنيٰ آهي سندس ضمير ۾ علم توحيد جي صورت جو حاصل ٿيڻ. اهو مطلب نه آهي ته توحيد جي حالت جو منجهس ڪو اثر نه

ليي. وجود جي اونده باقي رهڻ جي ڪري سالڪ پنهنجي علم جي تقاضن کان غافل ۽ ناواقف رهجي ويندو آهي. ان توحيد ۾ ڪن ماڻهن کان شرڪ خفي ٿي ويندو آهي.

(٣) **توحيد حالي:** اها آهي تہ مُوحد جي ذات سان توحيد جو حال ۽ صفت لازم ملزوم هجي ۽ وجود جي سمورين اونداهين جا نشان ۽ اثر بلڪل ختم ٿي وڃن، الا ماشاءَ الله ۽ سالڪ تي اها حالت غالب هجي جو هر وقت "توحيد جي نور" جي تلاش ۾ غرق ۽ بيحال هجي. "علم توحيد جو نور" سندس حال جي نور ۾ لڪيل هجي، جيئن سج جي روشنيءَ جي سامهون ستارن جي روشني غائب ٿي ويندي آهي. انهيءَ مقام تي پهچي سالڪ يا "موحد" (الله) واحد جي وجود جي جمال جي مشاهدي ۾ ايترو تہ غرق هوندو آهي، جو ڪيس الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفات کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نظر نہ ايندي آهي ۽ جيڪا بہ شيءِ الله تعاليٰ جي نظر ۽ بصيرت ۾ هوندي آهي، اها ئي ڏسي ۽ پسي سگهندو آهي، تانجو انهيءَ "توحيد" کي پنهنجي نہ پر الله، احد، واحد جي صفت سمجهي ۽ انهيءَ ڏسڻ وائسڻ ۽ ڄاڻڻ کي بہ الله تعاليٰ جي ئي صفت سمجهندو آهي. اهڙيءَ ريت "توحيد" جي درياءَ ۾ شامل ٿي ويندو آهي، جيئن سمنڊ ۾ پاڻيءَ جو قطرو شامل ٿيندو آهي ۽ ان ۾ بلڪل غرق ٿي ويندو آهي، جيئن شيخ جنيد بغدادي رحمة الله عليه جو قول مٿي گذري چڪو تہ:

اَلتَّوْحِيْدُ يَضْمَحَلُّ فِيْهِ الرُّسُوْمُ وَ يَنْدَرِجُ فِيْهِ الْعُلُوْمُ وَ يَكُوْنُ اللّٰهُ كَمَا لَمْ يَزَلْ وَ كَانَ اللّٰهُ وَلَمْ يَكُنْ مَعَهٗ شَيْءٌ

[توحيد اها آهي، جيڪا سالڪ ۾ بشري صفتون ختم ڪري ڇڏي ۽ منجهس علوم سمائي ڇڏي ۽ الله تعاليٰ ائين (محسوس) ٿئي جيئن هميشہ کان آهي ۽ (شروع کان) الله آهي ۽ الله سان گڏ ٻي ڪا بہ شيءِ نہ هئي.]

پوءِ ڄاڻڻ گهرجي تہ اتي توحيد الله، احد، واحد، صمد، اڪيلي جي جمال ۾ محو ۽ غرق ٿيڻ آهي. (وڏيڪ فرمائي ٿو تہ)

وَيَكُوْنُ قِيَامُكَ بِالْوَاحِدِ لَا بِالتَّوْحِيْدِ

[تنهنجو قيام ۽ استحڪام الله واحد سان هئڻ گهرجي نہ توحيد سان.]

هن "توحيد" مان مراد مشاهدي جو نور ۽ توحيد علمي مان مراد مراقبي جو نور آهي. انهيءَ توحيد ۾ بشريت جون اڪثر صفتون ۽ نشان ختم ٿي ويندا آهن، بلڪل اهڙيءَ ريت جيئن سج ٽاڪ منجهند تي ايندو آهي تہ زمين مان اونداهين جا گهڻا نشان ختم ٿي ويندا آهن. تانجو (سالڪ) "توحيد علمي" ۾ پهچندو آهي يعني ظاهري شين کي "توحيد علمي" جي نور سان ڏسندو آهي. "توحيد علمي" ۾ سالڪ جا بعض نشان ۽ صفتون ختم ٿي ويندا آهن، جيئن چنڊ اڀرڻ سبب رات جي اونداهيءَ جا بعض جزا ختم ٿي ويندا آهن، مگر ان جا اڪثر جزا ۽ نشان باقي رهندا آهن ۽ اونده جا باقي جزا ۽ حصا وحي الاهيءَ وسيلي ختم ٿي ويندا آهن.

(۴) **توحيد الاهي:** اها آهي تہ "موحد" جي افعالن ۽ اقوالن جي تربيت ۽ تهذيب ٿئي. پوري حياتي انهيءَ نموني گذاري، تان تہ توحيد جو حق ادا ڪري. استاد ابو علي دقاق رح جي هيٺئين قول جو بہ اهوئي مطلب آهي تہ:

اَلتَّوحِيدُ غَرِيمٌ لَا يُقْضٰى دَيْنُهٗ وَغَرِيبٌ لَا يُؤَدّٰى حَقُّهٗ

[توحيد قرض جي هڪ اهڙي گهرج آهي، جنهن جو قرض ادا ڪري نٿو سگهجي ۽ غريب، مسڪين ماڻهو ان جو حق ادا نٿو ڪري سگهي.]

انهيءَ توحيد دوران شرڪ خفي گهٽي ياڳي ختم ٿي ويندو آهي. جيڪي خاص موحد هوندا آهن ۽ حقيقت توحيد کين نصيب هوندي آهي، انهن کي پنهنجي حياتيءَ جي حالت ۾ اوچتو وجود جون صفتون ۽ نشان پريشان ڪندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن بجليءَ جي جهٽڪي وانگر اهي خطرا انهن جي مٿان لامارا ڏيندا آهن، پوءِ وري هڪدم ختم ٿي ويندا آهن ۽ باقي رهيل نشان ۽ اثر وري موٽي ايندا آهن. انهيءَ حالت ۾ شرڪ خفيءَ جا باقي اثر بہ ختم ٿي ويندا آهن. انسان لاءِ ان کان مٿي ڪو مقام نہ آهي، الاماشاءَ الله.

غوث الشرع والدين، يعني هن فقير جي دستگير ۽ مرشد کان

ماڻهن پڇيو تہ "جيڪو خاص موحد هوندو آهي، ان جي اندر انساني اثر ۽ نشان موٽي اچي سگهن ٿا يا نہ؟" فرمايائون تہ: "هائو! جهڙي طرح سمنڊ مان واڳون هڪ گهڙي لاءِ نمودار ٿيندو آهي ۽ انهيءَ مهل (سمنڊ ۾ ٽٻي هڻي) هيٺ هليو ويندو آهي.

اي عزيز! حق سبحانه و تعاليٰ شانه پنهنجي شان وحدانيت ۽ فرديت يعني هيڪڙائيءَ ۾ ازل کان موصوف آهي.

كَانَ اللّٰهُ وَلَمْ يَكُنْ مَعَهُ شَيْءٌ

[الله تعاليٰ هو ۽ ان سان گڏ ڪو بيو ڪونہ هو.]

هينئر بہ انهيءَ حالت ۾ آهي:

وَالْاٰنَ كَمَا كَانَ يَعْنِيْ لَاشَيْءَ مَوْجُوْدٌ غَيْرُ اللّٰهِ

[هاڻي بہ الله کان سواءِ ڪا شيءِ موجود نہ آهي.]

۽ هميشہ انهيءَ صفت سان موصوف آهي، جيئن ارشاد آهي تہ:

كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجْهَهٗ[1]

[هرهڪ شيءِ هلاڪ ٿيڻ واري آهي سواءِ ان جي ذات پاڪ جي.]

"هالک" (هلاڪ ٿيڻ واري آهي) يعني هتي هن طرح نہ فرمايو ويو آهي تہ "يهلک" (هلاڪ ٿيندي) جنهن مان معلوم ٿيو تہ اڄ بہ سيني شين جو وجود، واجب الوجود يعني الله تعاليٰ جي وجود ۾ محو ۽ ان جو متلاشي آهي. هن حالت جي مشاهدي جو حال سياڻي (يعني قيامت جي ڏينهن) محبوبن لاءِ خاص هوندو. انهيءَ کان آگاه ٿيءُ. بصيرت ۽ مشاهدي وارا تہ زمان ۽ مڪان جي تنگين کان نجات حاصل ڪري چڪا آهن. انهن جي باري ۾ الله تعاليٰ جو اهو نقد وعدو آهي تہ:

اِنَّهُمْ يَرَوْنَهٗ بَعِيْدًا وَّنَرٰىهُ قَرِيْبًا[2]

[اهي ان کي يعني قيامت کي پري ڏسن ٿا ۽ اسين ان کي ويجهو ڏسون ٿا.]

سندس هيڪڙائي جي غيرت ۽ وحدانيت جي قهر ان جي غير جي

(1) سورة القصص آيت ۸۸

(2) سورة المعارج آيت: ۷

وجود کي محال ۽ ناممڪن ڪري ڇڏيو آهي، اهو ئي توحيد جو حق آهي:

بيت

غير حق نيست در جهان بنگر

غيرتش غير برد از يک سر.

[ڏس! الله تعاليٰ کان سواءِ جهان ۾ ڪا بہ شيءِ نہ آهي، حق جي غيرت پنهنجي غير کي بلڪل برداشت نٿي ڪري سگهي.]

هڪ پيري هن فقير جي پير، دستگير مون کي فرمايو تہ آءُ شروع ۾ مماتيءَ کي حياتيءَ تي ترجيح ڏيندو هيس، مگر هاڻي الله تعاليٰ جي فضل ۽ ٻاجهہ سان ڪو اختيار نہ اٿم. هڪ کي ٻئي کان ممتاز ۽ نروار نٿو سمجهان. يعني انهن الله وارن پاڻ کي فنا في الله ڪري هميشہ واري زندگي حاصل ڪري فضل عظيم حاصل ڪيو آهي. اهو حال انهن جو هوندو آهي، جيڪي زنده دل آهن جيئن (يحيٰ عليه السلام جي باري ۾ سوره مريم جي پهرئين رڪوع ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَكَانَ تَقِيًّا ۝١٣ وَّبَرًّا بِوَالِدَيْهِ وَلَمْ يَكُنْ جَبَّارًا عَصِيًّا ۝١٤ [1]

[اهو نيڪ پرهيزگار ۽ پنهنجي پيءُ ماءَ جو فرمانبردار هو. ڏاڍو ۽ نافرمان نہ هو]

اها توحيد نقصان جي انديشي کان پاڪ آهي. ان جي حقيقت سڃاڻڻ کان هي وجود عاجز آهي. شيخ عبدالله انصاري فرمائي ٿو تہ:

شعر

ما وحد الواحد من واحد    اذ کل من وحده جاحد

---

(1) سورة مريم آيت: ١٣-١٤

الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: وجعل الظلمات والنور (الله تعاليٰ اونداهيون ۽ روشنيون پيدا ڪيون آهن) ڄاڻڻ گهرجي تہ انهيءَ آيت ۾ "نور" مان مراد "توحيد" ۽ "ظلمات" مان مراد "تفرقه" يعني جدائي يا قلب جي پريشاني آهي يا "نور" ڏينهن ۽ "ظلمات" رات يا "نور" علم ۽ "ظلمات" جهالت آهي، يا "نور" الله تعاليٰ جي فرمانبرداري ۽ "ظلمات" نافرماني آهي يا "نور" جنت ۽ "ظلمات" اوندهہ آهي يا "نور" ياد خدا ۽ "ظلمات" غفلت آهي، يا "نور" قلب جي حاضري ۽ "ظلمات" خدا کان دوري آهي، يا "نور" مشاهدو ۽ "ظلمات" اڻ ڄاڻائي ۽ غائب ٿيڻ آهي، يا "نور" وصل آهي ۽ "ظلمات" (ڪتاب جي حاشيي جي عبارت پوري ٿي)

توحيد من يغلق عن نعته عاريته ابطلها الواحد
توحيد توحيد اياه و نعت من ينعته لاحد.

[ڪنهن بہ الله واحد جي وحدانيت کي نہ ڄاتو، ڇاڪاڻ تہ هر هڪ ان جي وحدانيت جو انڪاري آهي. توحيد اها آهي تہ ان جي وصف بيان ڪرڻ کان عاجز ۽ اڻ ڄاڻ هجي، ڇاڪاڻ تہ ان کي الله واحد (جي حب) بيحال ڪري ڇڏيو آهي. توحيد اها آهي تہ سڀ ڪجھ ان کي ئي ڄاڻجي ۽ ان جي صفت اها آهي تہ ان جي ساراہ ۽ تعريف جي ڪا حد نہ آهي.]

يعني "توحيد" اها آهي تہ الله تعاليٰ جي قديم ذات ۾ نہ ڪو شريڪ آهي ۽ نہ ڪو حصيدار آهي، نہ ان جي جديد صفتن ۾ ڪو عمل دخل ڪندڙ آهي، نہ ان جي ڪنهن حڪم جو ڪو مخالف ۽ ضد آهي، نہ سندس بادشاهيءَ ۾ ڪو ڀاڱي ڀائيوار آهي، نہ ڪنهن شخص ۽ ڪنهن شيءِ جي ان سان مشابهت، مماثلت ۽ هڪجهڙائي آهي. اهو بي مثل، بي مثال، شڪل شباهت کان پاڪ آهي، نہ ڪا شيءِ منجهس آهي ۽ نہ ئي اهو ڪنهن جي اندر آهي، نہ داخل آهي نہ خارج آهي:

رباعي

لا هو في شيءً ولا شيءً فيه
زانکه هو مطلق لا ريب فيه
ني بکس داخل ني خارج است
حل نہ شد اين مشکل ما فيه؟

[نہ اهو ڪنهن شيءِ ۾ آهي ۽ نہ ڪا شيءِ منجهس آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو مطلق آهي، جنهن ۾ ڪو شڪ نہ آهي، نہ ڪنهن شخص جي اندر داخل آهي نہ ڪنهن جي خارج ۾ شامل آهي. اها هڪ اهڙي مشڪل آهي، جيڪا حل ٿيندڙ نہ آهي]

ڇاڪاڻ تہ سدائين قدرت جي ڪمال جو اهو طريقو رهيو آهي تہ هڪ شيءِ ٻي شيءِ جي اندر داخل يا ان مان خارج ٿيندي رهي ٿي. پر ڄاڻڻ گهرجي تہ رب تعاليٰ جي ذات واحد آهي ۽ وجود سڀ هڪ ئي آهن، تنهن ڪري ان کان سواءِ ڪا ٻي شيءِ نہ آهي، پر انهيءَ طريقي سان تہ اهو ڪنهن شيءِ ۾ داخل ٿئو ٿي سگهي ۽ ڪا شيءِ منجهس داخل ٿئي ٿي سگهي.

بيت

نہ داخل است نہ خارج از عالم اَرچه خدا
چون يک ديدم خالق ز خلق نيست جدا.

[دنيا جهان ۾ الله تعاليٰ نہ خارج آهي نہ منجهس داخل. جيتوڻيڪ هڪ نظر نهارڻ سان ئي معلوم ٿئي ٿو تہ خالق، مخلوق کان جدا نہ آهي]

هميشگيءَ ۽ هيڪڙائي سندس اهڙي وصف آهي، جو سندس ڪمال، جلال ۽ جمال ۾ نہ ڪڏهن ڪا ڪمي اچي ٿي، نہ ئي ڪنهن انسان يا ڪنهن ٻي مخلوق جي ساراه سان ان ۾ ڪا واڌ ويجهہ اچي ٿي. ان جي ذات سموري مخلوق جي وهم، گمان ۽ سوچ، سمجهہ کان تمام مٿانهين آهي، نہ ان جي ذات جي ڪا شروعات آهي، نہ ان جون صفتون ڪٿندڙ ۽ ختم ٿيندڙ آهن. جيڪا بہ شروعات آهي، اها الله تعاليٰ جي شروعات جي مقابلي ۾ آخري آهي ۽ جيڪا بہ آخري شيءِ آهي، اها الله تعاليٰ جي انتها جي مقابلي ۾ شروع آهي ۽ جيڪي بہ ظاهري شيون آهن، سي سڀ الله تعاليٰ جي ظاهر کان ٻاهر آهن ۽ جيڪي بہ باطني شيون آهن، اهي الله تعاليٰ جي باطن جي پيٽ ۾ ظاهر آهن ۽ ان جي ازليت جي مقابلي ۾ نروار ۽ آشڪار آهن. بصيرت ان جي باطني ڪمال ۽ ان جي ظاهر جي روشنيءَ ڪي ڏسي نٿي سگهي. ان جي ازلي انوار ۽ عظمت جي مقابلي ۾ عاجزي ۽ نوڙت کان سواءِ ڪا ٻي واٽ نہ آهي. الغرض جيڪا بہ شيءِ عقل، قياس، وهم، گمان، سمجهہ، علم، دانائيءَ ۽ خيال ۾ سمائي سگهجي ٿي، الله تعاليٰ جي مبارڪ ذات ان کان گهڻو بلند ۽ عظيم آهي. جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

سُبْحَانَكَ مَاعَرَفْنَاكَ حَقَّ مَعْرِفَتِكَ[1]

---

(1) فيض القدير ص۴۱۰ج۲- ان جي شرح ۾ شيخ قطب الدين ارنقي وفات سن ۸۸۵ هڪ رسالو لکيو آهي (ڪشف الظنون ص۸۷۱-۸۹۲ج۱) اسان کي حديث جي ڪنهن ڪتاب ۾ اها روايت نہ ملي، البت صحيح حديثن ۾ هي لفظ ملن ٿا تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ستن آسمانن تي چئن آڱرين جي برابر بہ ڪا خالي جاءِ نہ آهي، جتي ڪو نہ ڪو فرشتو الله جي عبادت ۾ مشغول نہ هجي. جڏهن کان کين پيدا فرمايو ويو آهي، انهن مان ڪي سدائين قيام جي حالت ۾ آهن، ڪي رڪوع جي حالت ۾ آهن ۽ ڪي سجدي جي حالت ۾، تانجو جڏهن قيامت قائم ٿيندي تہ اتي عرض ڪندا تہ: سبحانک ما عبدناک حق عبادتک (اي الله! تنهنجي ذات پاڪ آهي تنهنجي عبادت جو جيترو حق آهي، سو اسان کان ادا نہ ٿي سگهيو آهي، مگر هي تہ اسان تو سان ڪنهن شيءِ کي شريڪ نہ ڪيو آهي: (ابن ڪثير ص۴۴۶-۴۴۷ ج۴، المستدرڪ علي الصحيحين حديث:۴۵- ۷۸۳۹، مجمع الزوائد ص۵۲ ج۱- ص۳۱۷ ج۹- ص۳۵۸

[اي الله! تنهنجي ساراه آهي، تنهنجي معرفت جو جيترو حق آهي، اسان توکي سڃاڻي نہ سگھياسون.]

## مثنوي

ذات قديمش صفات جديد
بقدرت كمالش شده آمد پديد
نہ در ذات عاليت باشد سهيم
كسي ديگر اندر جهان يا كريم
نہ در حكم عالي تو ضدّي بود
نہ در ملک و مالي توندّي بود
بقدرت كمال اول آخر است
بقدرت قوي باطن او ظاهر است
ندارد حلول و دخول و زوال
تغير خروج و مرور و انتقال
ز شبه و نظير و وزير و مشير
منزه ازين جملہ بي نظير
ز بس ظاهريست بطون آمده
ظهور و بطونش نجون آمده
به بين عارفان را كه حيران شدند
درين وادي از جان چه نگران شدند
ز اوهام و افهام جمله برون
ز تقرير و تحرير است فزون
بماندند گمراه راه دران
تو بنگر درين عرصه بيكران
نہ درگُنه او درک و عرفان بود
كه در عظمتش جمله حيران بوده
بايجاد ماجد وجود همه

ج۱۰، المعجم الاوسط حديث:۳۵٦۸، المعجم الكبير حديث: ۱۷۰۱، التخويف من النار ص١٦٩ ج۱، جامع العلوم والحكم ص۲۱۷ ج۱، شعب الايمان ص۱۸۳ ج۱، العظمة ص۷۹۰ ج۲- ص۹۹۴ ج۳- ص۱۰۱٦ ج۳- ص۱۴٦۲ ج۴)

که او هست بود و نمود همه
خيال و همه حکمت و علم و عقل
نہ بردندي پي بلکہ هستند خجل
چگونہ بيان کرد توحيد او
که بي حد و بي عدّ تمجيد او

[سندس ذات قديم آهي ۽ سندس صفتون جديد آهن. پنهنجي قدرت جي ڪمال سان ظاهر ٿيو. هن جهان ۾ اي ڪريم! تنهنجي بلند ذات ۾ ڪوبہ شريڪ نہ آهي، نہ تنهنجي مٿانهين حڪم ۾ ڪو تنهنجو نظير آهي، نہ مال دولت ۽ حڪومت ۽ بادشاهيءَ ۾ تنهنجو مثال آهي. پنهنجي قدرت ۽ ڪمال سبب ان جي شروعات آخري آهي ۽ پنهنجي زبردست قوت جي ڪري ان جو باطن بہ ظاهر آهي، نہ ڪنهن شيءِ ۾ حلول ڪري ٿو (يعني اندر وڃي ٿو) نہ ڪا شيءِ ان ۾ داخل ٿئي ٿي، نہ ئي ان کي زوال آهي. ٻاهر نڪرڻ ۽ گذرڻ ۽ ٻئي ڏانهن منتقل ٿيڻ کان پاڪ آهي. نہ ڪو ان جي مشابه آهي، نہ ان جو مثال ۽ نظير آهي، نہ سندس ڪو وزير ۽ مشير آهي، انهن سمورين صفتن کان اهو پاڪ آهي. بلڪل ظاهر بہ آهي ۽ بلڪل باطن بہ آهي. ان جو ظاهر ۽ باطن پاڻ ۾ سرگوشي ڪن ٿا. عارفن کي ڏس تہ ڪيئن نہ حيران آهن. انهيءَ ماڻيءَ ۾ جان جي کهڙي ڳٽتي ڪن. اهو هر قسم جي وهم، گمان، سوچ ۽ سمجهہ ۾ اچڻ کان تمام مٿانهون آهي، جيڪي ماڻهو سمجهن ٿا تہ الله کي پنهنجي خيال ۾ آڻي سگهندا، دراصل اهي انهيءَ راه ۾ گمراه آهن. پلي تون لامحدود عرصو اهو تجربو ڪري ڏس. ان جي گهرائيءَ جي معرفت ۽ علم ڪنهن کي بہ حاصل نہ ٿيو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان جي عظمت اندر سڀ حيران ۽ پريشان آهن. جيڪي بہ شيون هن ڪائنات ۾ موجود نظر اچن ٿيون، اهي انهيءَ پيدا ڪندڙ خالق اڪبر جي وجود جي شاهدي ڏين ٿيون. ڇاڪاڻ تہ سڀ ڪجهہ اهو آهي، اهو هو ۽ اهو ئي رهندو. خيال، حڪمت، دانائي، علم ۽ عقل، ان جي انتها کي ڳولي نہ سگهندو بلڪ ڳولي ڳولي پريشان ۽ پشيمان ٿيندو. الله تعاليٰ جي هيڪڙائي ڪهڙيءَ ريت بيان ڪري سگهجي ٿي؟ ڇاڪاڻ تہ ان جي بزرگي بيحد ۽ بيشمار آهي. فتح محمد! حق تعاليٰ جي باري ۾ ڄاڻ تہ حق اهو ئي حڪم آهي، جيڪو الله جي حڪم مطابق ظاهر ٿئي ٿو]

## باب ٻيو

# فتح بابت حق

الله تعاليٰ جو وجود ثابت ۽ قائم دائم آهي، جيڪو نفعو ۽ نقصان ڏئي ٿو (نعمتون) عطا ڪري ٿو انعام ڪندڙ باقي رهندڙ آهي. ان ڪري الله تعاليٰ لاءِ "حق" جو لفظ استعمال حقيقي معنيٰ ۾ آهي ۽ ٻئي لاءِ غير حقيقي آهي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جو وجود ذاتي آهي، جنهن جو موجود هئڻ لازم آهي، ٻين شين جو وجود سندس خلقڻ سان آهي. انهيءَ ڪري "وجود" جي صفت الله تعاليٰ جي صفتن مان هڪ صفت آهي، قرآن مجيد جي هيءَ آيت انهيءَ معنيٰ تي دلالت ڪري ٿي:

فَمَاذَا بَعْدَ الْحَقِّ إِلَّا الضَّلَٰلُ[1]

[پوءِ حق کان بعد گمراهيءَ کان سواءِ ٻيو ڇا آهي؟] (تفسير حسيني)

پيغمبر پاڪ ﷺ جن جي حديث ۾ ايندو آهي تہ پاڻ شاعر لبيد جو هيٺيون بيت ٻڌي فرمايائون تہ ان کان وڌيڪ سچي ڳالھ ٻي ڪا نٿي ٿي سگهي.

أَلَا كُلُّ شَيْءٍ مَا سِوَى اللهِ بَاطِلُ　　وَكُلُّ نَعِيمٍ لَا مَحَالَةَ زَائِلُ[2]

[ٻڌو! الله تعاليٰ کان سواءِ هر شيءِ فنا ٿيندڙ آهي ۽ هر نعمت هر صورت ۾ ختم ٿيندڙ آهي]

يعني الله تعاليٰ کان سواءِ جيڪا بہ شيءِ آهي، سا باطل يعني

---

(1) سوره يونس آيت : ٣٢

(2) السيرة النبوية ص ٢١٥ج٢- مجمع الزوائد ص ٣٤ج ٦- معجم الكبير ص ٣٦ ج ٩- فتح الباري ص ٣٢٢ ج ١١- تحفة الاحوذي ص ١١٥ ج٨- ابن ماجة ص ٢٦ج١- فيض القدير ص ٥٢٤ج ١- حلية الاولياء ص١٠٣ج ١.

فاني آهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي:

بَلْ نَقْذِفُ بِالْحَقِّ عَلَى الْبَاطِلِ فَيَدْمَغُهُ فَإِذَا هُوَ زَاهِقٌ وَلَكُمُ الْوَيْلُ مِمَّا تَصِفُونَ ⁽¹⁾

[ بلڪ اسين حق کي باطل مٿان هڻون ٿا. پوءِ اهو باطل جو ڀيجو ڪڍي وجهي ٿو پوءِ اهو ڀڄي ٿو ۽ توهان لاءِ ويل آهي انهن ڳالهين جي ڪري جيڪي توهان گهڙيو ٿا.]

رباعي

بجز حق نيست چيزي رفت معلوم
مقصد هست مطلق گشت مفهوم
چون هر موجود و هر واجد هو الحق
وجود باطل همه هست معدوم.

[سڀ کي معلوم آهي تہ حق تعاليٰ کان سواءِ جيڪا بہ شيءِ آهي سا فنا آهي. زندگيءَ جو اهو ئي مقصد سمجهہ ۾ اچي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هر موجود شيءِ جو ناهيندڙ حق تعاليٰ ئي آهي ۽ باطل جو تمام وجود فنا ٿيندڙ آهي.]

غرض تہ جڏهن بہ حق ظاهر ٿيندو آهي، تہ باطل فنا ۽ معدوم ٿي ويندو آهي، ڇاڪاڻ تہ باطل جي ڪا حقيقت نہ آهي ۽ اها واجد ۽ موجود يعني شين کي وجود عطا ڪندڙ ذات الله تعاليٰ جي آهي، جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَقُلْ جَاءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ إِنَّ الْبَاطِلَ كَانَ زَهُوقًا ⁽²⁾

[۽ چئو تہ حق آيو ۽ باطل ڀڄي ويو ۽ باطل آهي ئي ڀڄندڙ.]

۽ اها ئي حقيقت هر وقت ظاهر ٿيندي رهندي آهي. الله تعاليٰ ٻئي هنڌ فرمائي ٿو تہ:

---

[1] سورة الانبياءِ آيت:١٨ پ ١٧

[2] سوره بني اسرائيل آيت :٨١

ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ هُوَالْحَقُّ وَاَنَّ مَا يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ هُوَالْبَاطِلُ [2]

[ڇاڪاڻ تہ اهو ئي حق آهي ۽ الله تعاليٰ کان سواءِ جن کي بہ معبود سڏين ٿا، سو باطل آهي.]

انهيءَ ڪري صوفين جو قول آهي تہ:

اَلْعَالَمُ هُوَالْحَقُّ

[جهان ۾ جيڪي ڪجھ آهي، سو دراصل حق تعاليٰ جو آهي.]

ڇاڪاڻ تہ آسمانن ۽ زمين، زمان، مڪان ۽ پوري ڪائنات جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ فقط الله تعاليٰ جي هستي هئي. البتہ خالق ۽ مخلوق جي درميان هڪ پردو آهي. پر ٻنهي جي درميان جيڪو امتياز ۽ جدائي آهي، سو حق ۽ باطل نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن الله تعاليٰ جي ٻاجھ ۽ فضل سان نفساني تڪبر، هوڏ ۽ وڏائي ختم ٿي وڃي تہ هوندَ ظاهر ۽ باطن ۾ حق ۽ باطل کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نظر نہ ايندي.

غزل

در زمين و آسمان ديدم حق
ظاهر و باطن نہ ديدم غير حق
اول و آخر نہ باشد جز خدا
در خيال و وهم منظر مرد حق
در همه اجزا نخواندم حرف غير
چون گرفتم دفتر کل اسبق.

[زمين ۽ آسمان ۾ حق ئي حق ڏسان ٿو. ظاهر ۽ باطن ۾ حق کان سواءِ ڪجھ بہ نٿو ڏسان. اول ۽ آخر ۽ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪوبہ نہ آهي. مرد حق جڏهن بہ سمورا اڳيان دفتر پڙهندو آهي، خيال، منظر ۽ ڏيک ۾ ان کي ”حق تعاليٰ“ کان سواءِ ٻيو حرف ڪجھ بہ نظر نہ ايندو آهي.]

منهنجا عزيزا! جڏهن ظاهر ۽ باطن ۾ حق ئي حق آهي تہ پوءِ

(2) سوره يونس آيت :٦٢

گهرجي تہ حق مطلق يعني الله تعاليٰ کان سواءِ ڪا شيءِ نہ ڏسجي ۽ ڪا شيءِ نہ لهجي. ڇاڪاڻ تہ حق جي موجودگيءَ ۾ باطل جي وجود کي، جيڪو دراصل معطل ۽ فاني آهي، تنهن کي ڏسڻ سراسر ڪفر آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِالْبَاطِلِ وَكَفَرُوْا بِاللّٰهِ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْخَاسِرُوْنَ(1)

[۽ جن ماڻهن باطل کي مڃيو ۽ الله جو ڪفر ڪيائون، تہ پوءِ اهي ئي نقصان وارا آهن.]

ٻئي هنڌ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ فَمَاذَا بَعْدَ الْحَقِّ اِلَّا الضَّلٰلُ(2)

[اهو ئي توهان جو حقيقي رب آهي، پوءِ حق کان بعد سواءِ گمراهيءَ جي ٻيو ڇا آهي؟]

پڻ ٻئي هنڌ رب ڪريم ارشاد فرمائي ٿو:

لِيُحِقَّ الْحَقَّ وَيُبْطِلَ الْبَاطِلَ(1)

[تان تہ حق کي محڪم ۽ مضبوط ڪري ۽ باطل کي بيڪار ڪري ۽ مٽائي ڇڏي.]

يعني حق کي ڏسڻ جي باوجود، حق کان غافل رهڻ حرام آهي. جيئن حديث شريف آهي:

اَلسُّكُوْتُ عَنِ الْحَقِّ حَرَامٌ

[حق کان خاموش رهڻ حرام آهي.]

پڻ الله جي رسول ﷺ جن فرمايو آهي تہ

اَلسَّاكِتُ عَنِ الْحَقِّ شَيْطَانٌ اَخْرَسُ(2)

---

(1) سورة العنڪبوت آيت٥٢

(2) سورة يونس آيت٣٢ پ ١١

(1) سوره الانفال آيت:٨

(2) ٻئي حديثون ثابت نہ آهن، البت اسلام ۾ حق چوڻ جي گهڻي تاڪيد آهي، جنهن سان قرآن ۽ حديث جا ڪتاب ڀريل آهن

[جيڪو حق چوڻ کان خاموش رهي، سو گونگو شيطان آهي.]

جڳائي تہ حق کان سواءِ ڪا شيءِ نہ لهي، نہ ئي نظر ايندي ۽ نہ ئي اهڙي ڳالهہ چوڻ گهرجي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْحَقُّ وَاَنَّ مَا يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ هُوَ الْبَاطِلُ وَاَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْعَلِيُّ الْكَبِيْرُ ۝٦٢[3]

[ڇاڪاڻ تہ الله ئي حق آهي ۽ ان کانسواءِ جنهن کي پڪارين ٿا، سو باطل آهي.]

مثنوي

گفت اين اطاعت خداوندي چيست؟
گفتمش در شان او سخن کيست
باطل بجز غير الله چيزي نيست
قصه کوتاه اين طاعت تو جز نور نيست
جان و تنت ليک ظلمت تو زان که دلست
اي که نزديک تر بتو يار شد حجاب تو
پندار اول و آخر بطون و ظهور يک وجود است.

[انهيءَ پڇيو تہ اها اطاعت خداوندي ڇا آهي؟ مون عرض ڪيو تہ ان جي شان جي باري ۾ ڪنهن کي ڳالهائڻ جي مجال آهي؟ بس ائين سمجهہ تہ الله کان سواءِ جيڪا بہ شيءِ آهي اها باطل ۽ ختم ٿيڻ واري آهي. قصو مختصر تہ پانهي جي پانهپ ڪرڻ، نور خداونديءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. (اها ٻي ڳالهہ آهي) تہ تنهنجي جان ۽ تنهنجي جسم جي اونداهي دل جي ڪري آهي. اي شخص! تنهنجي اول ۽ آخر انديشي ۽ فڪر جو وجود هڪ ئي آهي. يعني تون ذات واحد کان جدا نہ آهين.]

يعني جيڪو حڪم هجي، يا جنهن تي حڪم واقع ٿئي ٿو يعني مخلوق، اهو سڀ برحق آهي. جيڪا بہ شيءِ يا جيڪا بہ مخلوق ظاهر ٿي چڪي آهي، يا ٿي رهي آهي، يا ايندڙ زماني يا ڪنهن ٻئي جهان ۾ ظاهر

(3) سوره الحج آيت:٦٢

ٽيندي رهندي، اها سڀ الله جي حڪم هيٺ ظاهر ٿئي ٿي ۽ ٽيندي رهندي. انهن سيني وجودن ۽ سمورين شين مان الله تعاليٰ جي عظمت ۽ شان ڪبريائي ظاهر ٿئي ٿي. اهي سڀ الله، واحد، قهار جي نور جون تجليون آهن. جيتوڻيڪ هيءُ جهان الله تعاليٰ جي صفتن جو عڪس آهي، پر اهو سدائين قائم دائم نہ رهندو. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ جي هيڪڙائي لازم اچي ٿي. يعني فقط ان جي ئي هڪ ذات ئي قائم دائم رهندي.

## باب ٽيون

# فتح بابت حقيقت

چاڻڻ گهرجي تہ لغت ۾ حقيقت "ذات" کي چئبو آهي ۽ معنوي لحاظ سان صفتن ۽ علم جي مرڪب کي حقيقت چئبو آهي. اصول وارا چون ٿا تہ حقيقت مان مراد لفظ جي معنيٰ آهي يعني دنيا جهان جي شين ۽ ماڻهن جي جيڪا معنيٰ ۽ مقصد آهي، اها ئي انهن جي حقيقت بہ آهي. اي منهنجا عزيز! ڄاڻ تہ جيڪا بہ شيءِ آهي، ان جي ڪا نہ ڪا صورت آهي، ڪا بہ شيءِ بغير صورت ۽ معنيٰ جي نہ آهي. ان صورت کي مجاز ۽ معنيٰ کي حقيقت چوندا آهن ۽ هر مجاز جي هڪ حقيقت هوندي آهي. مجاز جي حقيقت کي پڻ حقيقت فرمايو اٿن. ان ڪري "حق" (الله جي) ذات ۽ سندس حقيقت ان جون صفتون آهن. ڪي چون ٿا تہ حق، "اسم ذات" ۽ ان جي حقيقت صفاتي نالا آهن.

منهنجا عزيز! جيڪو شخص دنياداري يا دنيا پرستي کي ڇڏيندو ۽ غير الله جي حدن کان ٻاهر نڪري "عالم احسان" ۾ داخل ٿيندو آهي، انهيءَ جي باري ۾ چوندا آهن تہ "عالم حقيقت" ۾ داخل ۽ "مقام حقائق" تي واصل ٿي ويو آهي. ڪن فقراءَ تي الله پنهنجي مهر ۽ ٻاجهہ فرمائي آهي. "حقيقت" هي آهي تہ ڪو شخص الله تعاليٰ جي حقيقت تائين پهچي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ تہ بصيرت، بصارت ۽ ڏسندڙن جي نگاهن ۾ اهو الله نٿو اچي سگهي، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

لَا تُدْرِكُهُ الْأَبْصَارُ[1]

[الله کي اکيون ڏسي نٿيون سگهن.]

جيڪي ماڻهو دل جي روشني رکندڙ ۽ حق کان آگاه آهن، انهن وٽ الله تعاليٰ جي ذات ئي اول ۽ آخر، ظاهر ۽ باطن آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ فرمان آهي تہ:

هُوَ الْأَوَّلُ وَالْآخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ[2]

(1) سوره الانعام آيت: ١٠٣

(2) سوره الحديد آيت : ٣

[اهو الله ئي اول ۽ آخر ۽ اهوئي ظاهر ۽ باطن آهي.]

اهي حضرات الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن صورت ۽ معنيٰ کي نہ ڏسندا آهن، نہ ڄاڻندا آهن، نہ تلاش ڪندا آهن، نہ لهندا آهن.

بيت

في الحقيقت جمله الحق هر چه ظاهر باطن است
اين معمه در نظر صاحب دلان تحقيق گشت.

[حقيقت اها آهي تہ ظاهر ۽ باطن جيڪي ڪجهہ آهي سو حق تعاليٰ آهي. ڪائنات جو جوڙيندڙ دل وارن جي نظر ۾ حقيقت بنجي ثابت ٿي چڪو آهي.]

پنهنجي مرشد ختم الاولياءِ حضرت پير دستگير جي خدمت عاليه ۾ هن فقير سوال ڪيو تہ حقيقت جو بيان فرمايو. فرمايائون تہ حق تعاليٰ جي حقيقت ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ ۾ نہ ايندي آهي، ڇاڪاڻ تہ (الله تعاليٰ) ڪنهن جي سوچ سمجهہ ۽ قيل قال ۾ ماپي نٿو سگهي ۽ ڇهن ئي پاسن کان الله تعاليٰ کي ڪوبہ سوچ ۽ خيال ۾ نٿو آڻي سگهي سواءِ دل جي، جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

قَلْبُ الْمُؤْمِنِ عَرْشُ اللهِ تَعَالٰى وَاِنَّ فِيْ جَسَدِ الْاٰدَمِ لَمُضْغَةٌ وَّ فِي الْمُضْغَةِ فُوَادٌ وَّ فِي الْفُوَادِ قَلْبٌ وَ فِي الْقَلْبِ رُوْحٌ وَ فِي الرُّوْحِ سِرٌّ وَ فِي السِّرِّ خَفِيٌّ وَ فِي الْخَفِيِّ اَخْفٰى وَ فِيْ اَخْفٰى اَنَا وَ فِي الْحَدِيْثِ الْقُدُسِيِّ: لَا مَوْجُوْدَ غَيْرِيْ فِي الدَّارَيْنِ اَنَا الْاَوَّلُ وَاَنَا الْاٰخِرُ وَاَنَا الظَّاهِرُ وَاَنَا الْبَاطِنُ[1]

[مؤمن جي دل الله تعاليٰ جو عرش آهي. بيشڪ انسان جي جسم ۾ گوشت جو هڪ ٽڪڙو آهي، ان ۾ فواد (قلب جو ڍانچو يا سانچو) آهي ان ۾ دل آهي ۽ ان ۾ روح آهي ۽ روح ۾ سر آهي ۽ سر ۾

---

(1) صغاني چوي ٿو تہ حديث گهڙيل آهي (ڪشف الخفاءِ ص١٣٠ ج٢) اهڙي ئي حديث بيان ڪئي ويندي آهي تہ: ما وسعني ارضي ولا سمائي و وسعني قلب عبد المؤمن (آءٌ نہ پنهنجي آسمان ۾ ماپان ٿو نہ پنهنجي زمين ۾ ماپان ٿو پر مؤمن ٻانهي جي دل ۾ ماپان ٿو) ان جو بہ ڪو اصل نہ آهي (فيض القدير ص٤٩٦ ج٢)

خفي آهي ۽ خفي ۾ اخفيٰ آهي ۽ اخفيٰ ۾ آءٌ آهيان ۽ حديث ۾ آهي تہ ٻنهي جهانن ۾ مون کان سواءِ ڪو موجود نہ آهي آءٌ ئي اول ۽ آءٌ ئي آخر ۽ آءٌ ئي ظاهر ۽ آءٌ ئي باطن آهيان.]

يعني الله فرمائي ٿو تہ فقط آءٌ موجود آهيان. مون کان سواءِ ٻنهي جهانن ۾ ڪنهن جو وجود نہ آهي، جيڪڏهن پروانو ۽ بلبل يا شمع يا گلشن آهي تہ اهو بہ مان ئي آهيان ۽ حق جي حقيقت اها ئي آهي تہ ٻانهو پاڻ کي خدا تعاليٰ لاءِ وساري ڇڏي، بلڪ خدا کي بہ وساري ڇڏي، تان تہ ”خاص موحد“ ٿي وڃي، يعني پاڻ ۽ پنهنجي غير جي حدن کان گذري ”لا انا ولا غيري“ جي مقام تي پهچي، تڏهن ”هو الحق“ جي حقيقت سندس آڏو روشن ٿيندي. اي منهنجا عزيز! صورت جيڪا بہ آهي ۽ معنيٰ جيڪا بہ آهي، سا سڀ قادر ڪريم جي قدرت جو ڪمال آهي ۽ اصل ۾ ان (ٻانهي) جو پنهنجو ڪو وجود نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ جيڪو بہ وجود آهي، اهو ماجد مطلق (الله تعاليٰ) جي خلقت سان آهي انهيءَ ڪري هڪ الله ئي برحق ۽ باقي آهي.

بيت

هرچه حق گرداني همه حق تست
کرده حق مگو که نا حق است.

[جيڪي ڪجهہ آهي، ان کي جيڪڏهن حق ڄاڻين تہ اها ئي تنهنجي حقيقت آهي. حق جي ڪيل حُڪم (امر) کي ناحق نہ چؤ.

يعني هر شيءِ کي وجود عطا ڪندڙ حق تعاليٰ آهي. الله تعاليٰ جون نوراني صفتون، نوراني نالا، نوراني افعال آهن، جن جي ڪا انتها ۽ ڇيهہ نہ آهي ۽ نہ وري ان جي ذات جي نور کي مقيد ڪري سگهجي ٿو ڇاڪاڻ تہ مطلق اهو آهي، جيڪو (زمان ۽ مڪان ۾) بند نہ پر مطلق ۽ بي انتها هجي. سندس نالا مثلاً: الله، رحمان، رحيم، سندس صفتون مثلاً مهر ڪرڻ، قهر ڪرڻ ۽ سندس افعال مثلاً جيارڻ، مارڻ وغيره آهن. حق تعاليٰ جون اهي سڀ صفتون، نالا ۽ افعال خود برحق آهن. پر توتي اهو مونجهارو تڏهن واضح ٿيندو جڏهن ”بحر حقانيت“ ۾ غرق بلڪ گم ٿي ويندين.

مثنوي

چون بحر حقانيت آيد باوج
بطالت شود محو چون فوج فوج
چون درياءَ وحدت نہ دارد کنار
همه کثرت از وي نمود آشکار
و ليکن چون اماره بگردد خراب
شود يک وجود آن زمان سنگ و آب
اگر در حقيقت کني روئ خويش
بيا پي کل و جزو از کوئ خويش.

[جڏهن حقانيت جي سمنڊ ۾ جوش ايندو آهي تہ هر شيءِ هڪ ٻئي جي پٺيان ان ۾ گم ٿي ويندي آهي. جيئن تہ وحدت جي درياءَ جو ڪو ڪنارو نہ آهي، تنهن ڪري ان مان سڀ ڪثرت ظاهر ٿيندي آهي. پر جڏهن نفس اماره خوار خراب ٿيندو آهي، ان وقت (ٻيو باطل) وجود پٿر ۽ پاڻي مان ٿهندو آهي، جيڪڏهن حقيقت ڏانهن پنهنجي نگاه ڪندين تہ پوءِ ڪل ۽ جزو جي گهٽيءَ مان ٻاهر نڪرندين.]

پر حيف هزار حيف، افسوس صد افسوس! جو هن سفلي جهان سان جيڪو رڳو مقيد آهي، واسطو رکڻ سبب تون مطلق عالَم عُلوي جيڪو عين وجود آهي، انهيءَ کان محروم، بي نصيب ۽ تڙيل رهين ٿو.

نظم

اگر از قيد خود رهائي يابي
بنزدت هم مقيد گشت مطلق
مبرا گر شوي از نفس بد خوئي
ز ذات خويش مي يابي اناالحق
چون محو آيد صفات و ذات در ذات
ترا روشن شود آن که هو الحق.

[جيڪڏهن پنهنجي قيد کان آزادي حاصل ڪرين تہ هوند تو وٽ بہ مقيد مطلق ٿي وڃي، جيڪڏهن نفس بداطوار کان آزاد ٿئين تہ پنهنجي ذات ۾ انا الحق جو آواز لهندين. جيڪڏهن پنهنجين صفتن ۽ پنهنجي ذات کي (الله تعاليٰ) جي ذات ۾ گم ڪندين تہ توتي حق روشن ٿي ويندو.]

## باب چوٿون

# فتح بابت سلطان الانبياءِ ﷺ

جنهن وقت الله تعاليٰ هن ڪائنات ۽ مخلوق کي ظاهر ڪرڻ جو ارادو فرمايو، ان کي ٻي تجلي چوندا آهن ۽ ٻي تجليءَ کي "حقيقت محمدي" جو نالو ڏين ٿا ۽ "حقيقت محمدي" اها آهي ته، جڏهن الله تعاليٰ جي مشيت گهريو ته جهان کي ظاهر ڪري ته سڀ کان پهريائين پنهنجي نور مان نور محمد مصطفيٰ ﷺ کي ڳ ه مان ظاهر ڪيائين. جيئن حديث شريف ۾ آهي ته:

اَوَّلُ مَا خَلَقَ اللّٰهُ نُوْرِیْ

[سڀ کان پهريائين الله تعاليٰ جيڪا شيءِ پيدا ڪئي، اهو منهنجو نور آهي.][1]

هڪ ٻي حديث ۾ آهي:

اَنَا اَوَّلُ مَنْ تَجَلّٰى لَهُ الرَّبُّ

[آءٌ پهريون شخص آهيان جنهن تي سندس رب تجلي فرمائي.]

ان ڪري ڄاڻڻ گهرجي ته حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جو خلقيل نور آهي ۽ ان ڳالهه ۾ ڪنهن کي به شڪ نه هئڻ گهرجي ته نور مان مراد هدايت آهي، نه وري ڪا ٻي معنيٰ سمجهجي. جيئن رافضي امير

---

(1) حديث جي ڪنهن ڪتاب ۾ اها حديث نٿي ملي. قرطبي پنهنجي تفسير ص٢٨٦ج١٢ ۾ حوالي کان سواءِ حضرت انس رضہ جي روايت آندي آهي ته : ان الله خلقني من نور (بيشڪ الله تعاليٰ مون کي نور مان پيدا ڪيو.) ٻي روايت ۾ آهي ته الله تعاليٰ مون کي پنهنجي نور مان پيدا ڪيو. ( الفردوس بماثور الخطاب : ص١٧١ج١) ابو نعيم فرمائي ٿو ته اها حديث باطل آهي. (ميزان الاعتدال ص٣١۴ج١- لسان الميزان ص٣٢٨ج١) نبي سائين ﷺ جن جو سوٽ ابن عباس فرمائي ٿو ته الله تعاليٰ سڀ کان اڳ قلم کي پيدا فرمايو: (قرطبي ص٢٥٩ج١- ابن ڪثير ص٢٣٥ج١- ترمذي حديث:٣٣١٩،٢١٥٥- مجمع الزوائد ص١٢٨ج٧- ابودائود حديث:۴٧٠٠ وغيره)

المؤمنين حضرت علي ڪرم الله وجهه کي الله سان وچي ملائيندا آهن اهو بہ ڄاڻڻ گھرجي تہ هر هنڌ حاضر ۽ ناظر ذات صرف باري تعاليٰ جي آهي. رسول الله ﷺ کي هرهنڌ حاضر ناظر سمجھڻ بدعت آهي ۽ هر بدعت گمراهي آهي، جنهن کان توبه ڪجي.

هڪ حديث ۾ فرمائين ٿا تہ جڏهن الله تعاليٰ منهنجو نور پيدا فرمايو تہ مون سجدي ۾ سر رکيو. الله تعاليٰ ارشاد فرمايو تہ: اي منهنجا نورا اي منهنجا چونڊيل نورا منهنجو مقصد هي آهي تہ تنهنجي نور مان جهان پيدا ڪريان. پوءِ هي ست درياه پيدا ڪيم: ١- علم، ٢- حلم، ٣- حيا، ۴- صبر، ۵- فقر، ٦- عقل، ٧- رحمت. ست هزار سال اها حالت برقرار رهي. ان کان پوءِ الله تعاليٰ حڪم فرمايو تہ اي منهنجي حبيب جا نورا اي منهنجا مصطفيٰ منهنجي مخلوق کي منور ڪر. انهيءَ حڪم مطابق منهنجي نور ۾ چرپر ٿي ۽ منهنجي سينڌ مبارڪ مان هڪ لک چوويهہ هزار نور جا قطرا ٽپڪيا. جنهن سان هڪ لک چوويهہ هزار نبي پيدا ٿيا ۽ منهنجي اک مان بہ قطرا منهنجي کابي اک مان ٽپڪيا. هڪ مان اسرافيل ۽ ٻئي مان عزرائيل پيدا ٿيو. بہ قطرا منهنجي ساڄي ڪن مان ٽپڪيا هڪ مان لوح ۽ ٻئي مان قلم پيدا ٿيو ۽ بہ قطرا منهنجي کابي ڪن مان ڪريا. هڪ مان عرش ۽ ٻئي مان ڪرسي پيدا ٿي، پير مان اٺ قطرا ٻيا ٽپڪيا جن مان اٺ بهشت پيدا ٿيا. سيني مان بہ قطرا ڪريا هڪ مان سج ٻئي مان چنڊ نڪري نروار ٿيو. ساڄي هٿ مان پنج قطرا ڪريا هڪ مان سدرة المنتهيٰ، ٻئي مان ان جي ڏيگھہ. ٽئين مان حوض ڪوثر، چوٿين مان حضرت آدم عليه السلام ۽ پنجين مان موسيٰ عليه السلام جو عصا پيدا ٿيو. کابي هٿ مان پنج قطرا ڪريا هڪ مان پلصراط ٻئي مان رفرف ٽئين مان بجلي، چوٿين مان سليمان عليه السلام جي مهر جو ٽڪو ۽ پنجين مان صور پيدا ٿيو. جيئن نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ

اَنَا مِنَ اللهِ وَكُلُّ شَيْءٍ مِنِّيْ

[آءٌ الله مان آهيان ۽ هر شيءِ مون مان آهي.]

اها پاڻ سڳورن جي نبوت ۽ رسالت جي سرداري آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

هُوَ الَّذِیٓ اَرۡسَلَ رَسُوۡلَهٗ بِالۡهُدٰی وَدِیۡنِ الۡحَقِّ لِیُظۡهِرَهٗ عَلَی الدِّیۡنِ کُلِّهٖ وَ کَفٰی بِاللّٰهِ شَهِیۡدًا [(1)]

[الله اهو آهي، جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ دين حق ڏئي موڪليو تان تہ ان کي سڀني دينن تي غالب ڪري ۽ الله شاهد ڪافي آهي.]

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

مَا کَانَ مُحَمَّدٌ اَبَاۤ اَحَدٍ مِّنۡ رِّجَالِکُمۡ وَ لٰکِنۡ رَّسُوۡلَ اللّٰهِ وَ خَاتَمَ النَّبِیّٖنَ [(2)]

[محمد توهان مان ڪنهن بہ هڪ مرد جو پيءُ نہ آهي، پر الله جو رسول ۽ نبين جي سلسلي جي آخري مهر آهي.]

مؤمن ۽ مسلمان دل ۽ جان جي سچائيءَ سان پاڻ سڳورن جي رسالت تي ايمان رکن ٿا، زبان سان اقرار ڪن ٿا ۽ قرآن مجيد جي پڌرن حڪمن احڪامن مطابق اعتقاد رکن ٿا تہ نبي ڪريم ﷺ جن جي اچڻ سان سڀ دين ۽ سڀ ملتون منسوخ ٿي ويون ۽ پاڻ سڳورن تي لٿل خدا تعاليٰ جي ڪتاب قرآن مجيد سان سمورا ڪتاب باطل (غير مؤثر) ٿي ويا. پاڻ سڳورن جي نبوت ۽ رسالت، نبوت ۽ رسالت جي سلسلي تي آخري مهر آهي. هاڻي نبوت جو دروازو هميشه لاءِ بند آهي، تنهن ڪري آئنده هر قسم جي نبوت جي دعوي مردود ۽ باطل ليکي ويندي ۽ جيڪو بہ شخص پاڻ سڳورن جي آندل شريعت جي پيروي نہ ڪندو يا سندن شريعت پاڻ تي واجب ۽ لازم نہ ڄاڻندو اهو شيطان جو دوست ۽ رحمن جو دشمن آهي. جيئن چيو ويو آهي:

بيت

محمد عربي ڪامراني هردو سرا است
ڪسي که خاک درش نيست، خاک برسر اوست.

[محمد ﷺ ٻنهي جهانن جي ڪاميابي آهي، جيڪو بہ پاڻ سڳورن جي در جي مٽي نہ آهي، ان جي مٽي تي مٽي پوي.]

---

(1) الفتح آيت : ٢٨

(2) الاحزاب آيت : ٤٠

جيڪڏهن ڪنهن اسلام جي دشمن کان عجيب غريب ۽ عام قدرتي اصول جي ابتڙ ڪو واقعو ظاهر ٿئي ته ان کي ڪرامت نه پر مڪر ۽ استدراج يعني قدرت طرفان ڳجهي تدبير ۽ آزمائش سمجهڻ گهرجي، جيئن درياءَ نيل فرعون سان گڏ هلندو هو ۽ جڏهن اهو بيهندو هو ته نيل درياءُ به بيهندو هو. اها! الله تعاليٰ جي ڳجهي تدبير آهي تان ته اهڙي قسم جي واقعن ذريعي ڪافرن ۽ گمراهن کي الله تعاليٰ سندن ڪفر ۽ گمراهيءَ ۾ وڌائي ۽ ايمان قبول ڪرڻ کان محروم رکي. البت جيڪي الله جا ولي ۽ صديق آهن، انهن کان رسول الله ﷺ جن جي تابعداري ۽ پيرويءَ جي ڪري ممڪن آهي ته انهن کان عام اصول جي ابتڙ واقعو ظاهر ٿئي تان ته انهيءَ ذريعي يقين ۽ ايمان ۾ استحڪام پيدا ٿئي ۽ ان سان رسول الله ﷺ جن جي نبوت ۽ رسالت کي برحق ثابت ڪري. ولايت ۽ هدايت جي واٽ تي پهچائي.[1]

خدا جي حبيب ﷺ جن فرمايو آهي:
انا احمد بلا ميم
يعني آءٌ احمد آهيان مين کان سواءِ.
گلشن راز واري پڻ چيو آهي:

احد در ميم احمد گشت ظاهر
همه عالم درين مير است باهر

هو ڪڏهن احد ته ڪڏهن احمد ٿيو. جڏهن احد آهي ته نزول ڪندڙ هو پاڻ آهي پر جڏهن احمد آهي ته رسالت سان منسوب ٿيو. تڏهن اهو پاڻ ئي فرقان ۽ برهان آهي، ليڪن جڏهن جبرئيل عليه السلام قرآن جي آيت آڻيندو هو ته پاڻ ماڻهن کي قرآن ٻڌائيندا هئا، پر جڏهن پنهنجي طرفان ڪجهه چوندا هئا ته ان کي حديث ڪوٺيندا هئا. اهو سڀ ڪجهه حق تعاليٰ پاڻ پنهنجي حڪمت ۽ مشيت سان پنهنجي خالقيت ۽ ربوبيت کي سينگاريو ۽ پنهنجو پاڻ تي جلوو ڪيائين ان لحاظ سان پاڻ موڪيلندڙ ۽ موڪليل آهي ۽ ان ڪري موڪليندڙ موڪليل ۽ جنهن ڏانهن موڪليو ويو آهي انهن ۾ تفاوت ڪونهي. ائين ذات جو ذات ڏانهن پيغام آهي.

(1) هتي قلمي نسخي جو هڪ ورق شهيد ٿيل آهي.

## لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي معنيٰ

چاٽڻ گهرجي تہ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي ڪلمي جي معنيٰ بہ اها ئي آهي، تہ الله جي ناليٰ کان سواءِ، ڪا شيءِ موجود نہ آهي، سواءِ محمد رسول الله ﷺ جي، جيئن ارشاد فرمائي ٿو تہ:

لَوۡلَاكَ يَا مُحَمَّدُ لَمَا اَظۡهَرۡتُ رُبُوۡبِيَّتِيۡ

[اي نبي ﷺ! تون نہ هجين ها تہ پنهنجي ربوبيت کي ظاهر نہ ڪريان ها.]

اصحابن سڳورن مان هڪ شخص ڪلمو پڙهندو هو تہ فقط لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چوندو هو. ڪنهن ان کي چيو تہ ”محمد رسول الله ﷺ چو نٿو چوين؟“ جواب ڏنائين تہ: جيئن تہ حقيقت محمدي نٿو ڄاڻان، تنهن ڪري محمد رسول الله ﷺ نٿو چوان. البت حضور ﷺ جن جي حقيقت جو اظهار واجب ڄاڻان ٿو ان ڪري لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چوان ٿو. صديق اڪبر رضي الله عنه جڏهن بہ ڪلمو پاڪ پڙهندو هو تہ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوۡلُ اللّٰهِ چوندو هو. حضرت عين القضاة رحمة الله عليه چيو آهي تہ: ”جڏهن توهان جي ويجهو محمد هوندو آهي، اسان جي ويجهو الله جل جلاله هوندو آهي ۽ جڏهن توهان جي ويجهو الله جل جلاله هوندو آهي تہ اسان جي ويجهو محمد رسول الله ﷺ هوندو آهي“. پر ڄاڻڻ گهرجي تہ هي هڪ بزرگ جو قول آهي، ڪا حديث رسول پاڪ نہ آهي.

اي منهنجا عزيزا! ڄاڻڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ جي باري ۾ اها نسبت ڪرڻ تہ مٿي يا هيٺ آهي، اهو ان کان پاڪ آهي، انهيءَ ڪري پنهنجي مخلوق ڏانهن پنهنجي رسول کي موڪليو اٿس، تان تہ ڪين هدايت جي واٽ وٺائي، حالانڪ الله تعاليٰ هر قسم جي دانائي ۽ ڀلائي تي قادر ۽ هر هنڌ حاضر ناظر آهي. بلڪ اهوئي هر هنڌ موجود آهي، يعني ظاهر ۽ باطن ۾ جيڪو بہ آهي، اهوئي آهي ۽ حقيقت ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي، اها ئي معنيٰ آهي الله جل جلاله جي. چون ٿا تہ جڏهن الله تعاليٰ ظاهر هو تہ مخلوق باطن ۾ هئي ۽ جڏهن مخلوق نروار ٿي تہ الله تعاليٰ باطن ۾ هليو ويو. پڻ چيو اٿن تہ هن جهان جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ عين حق ۽ ان جي ظاهر ٿيڻ کان بعد حق عين عالم ٿي ويو.

يعني ٻنهي جي غرض غايت ظاهر ۽ باطن آهي.

يعني مخلوق وسيلي الله تعاليٰ پنهنجي شان ربوبيت کي ظاهر ڪري، الوهيت جي ڳجهي خزاني کي حڪمت ۽ دانائيءَ سان سنواري سينگاري آشڪار ڪيو. پوءِ اهو نہ سمجهڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪا ٻي شيءِ بہ آهي، ان لاءِ دليل هي آهي تہ:

لَا مَوْجُوْدَ فِي الدَّارَيْنِ اِلَّاهُوَ وَلَاشَيْءَ مَوْجُوْدٌ غَيْرُ اللهِ

[ٻنهي جهانن ۾ الله کان سواءِ ڪا شيءِ موجود نہ آهي ۽ الله کان سواءِ ڪنهن جو بہ وجود نہ آهي.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ "صورت" جسم جو نالو ۽ "معنيٰ" جسم جي جان آهي.

بيت

محمد اسم جسم است و خدا خالق
بيا بنگر بنور عين ايمان
همان جسم و همان جان مر ترا هست
بجان و دل مُمَيّز باش اي جان
صفات خود چون يکدم محو سازی
ز ذات خويش نکتهء ذات جانان
چون نکتهء ذات مي بايد بخاطر
همه او وحي و پيغام مرسلان.

[محمد جسم جو نالو آهي ۽ خدا تعاليٰ خالق آهي! (ان حقيقت کي) نور ايمان سان ڏس. اي پيارا ! جسم ۽ جان سڀ صرف تنهنجي لاءِ آهي، جو جان ۽ دل کي جدا جدا سمجهين ٿو پر جڏهن پنهنجين صفتن کي گم ڪندين (تہ سڀ ڪجهہ سمجهہ ۾ اچي ويندئي) پنهنجي ذات کي الله جي ذات تي گهري فڪر سان غور ڪر. جڏهن ذات جو نُڪتو دل ۾ سمائجي ويندو تہ پيغمبرن تي وحي جو اچڻ ۽ سندن پيغام بہ سمجهہ ۾ اچي ويندا.]

اهو ئي مطلب آهي هن فرمان جو تہ

اَلْاِنْسَانُ سِرِّيْ وَاَنَاسِرُّهٗ

[انسان منهنجو راز ۽ آءٌ ان جو راز آهيان.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ انسان خدا جو مظهر ۽ ان جو پيغام آهي، جيڪو باطن مان ظاهر ٿيو آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي:

لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ لَهُ الْحُكْمُ وَاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ[1]

[الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ توهان کي ان ڏانهن ئي موٽايو ويندو.]

يعني هر ذري ۽ هر شيءِ جي حقيقت ان ڏانهن موٽي ٿي، بلڪ اهو ئي عين آهي. جڏهن اصحابن سڳورن حضرت اويس قرنيءَ وٽ رسول الله ﷺ جن جو جُبو آندو تہ حضرت عمر رضہ ان کان پڇيو تہ اي اويس! رسول الله ﷺ جن جي زيارت ڪرڻ ڇو نہ آئين؟ خواجه صاحب فرمايو تہ توهان پاڻ سڳورن کي ڏٺو آهي؟ حضرت امير المؤمنين عمر رضي الله عنه فرمايو تہ بيشڪ! خواجه صاحب پڇيو تہ پاڻ سڳورن کي ڪهڙي طرح ڏٺو اٿوَ؟ سندن پيشاني ڪشادي هئي ۽ سندن ٻيا جسماني نقش و نگار يا مهاندا ڪهڙا هئا؟ چيائين نہ نہ! اهو وڏو ڳجهہ ۽ راز آهي، جيڪو هر شخص جي سمجهہ ۾ نٿو اچي سگهي، ڇاڪاڻ تہ فرمايو ويو آهي تہ:

مَنْ رَاٰنِيْ فَقَدْ رَاَى الْحَقَّ[2]

[جنهن مون کي ڏٺو پوءِ بيشڪ انهيءَ حق کي ڏٺو.]

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن حضرت جبرئيل عليه السلام، رسول الله ﷺ جن وٽ الله تعاليٰ جا سلام ۽ پيغام پهچايا. پاڻ سڳورن جبرئيل امين کان پڇيو تہ جڏهن الله تعاليٰ جي بارگاه صمديت مان توکي آواز ايندو آهي تہ ڇا ان کي ڏسندو بہ آهين؟ چيائين تہ سندس ديدار جي طاقت نہ آهي، پردي جي پويان آواز ٻڌندو آهيان. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن ٻئي ڀيري توکي مون ڏانهن پيغام کڻي اچڻ جو حڪم ملي تہ پردو هٽائي (بارگاه اقدس کي) ڏسڻ جي ڪوشش ڪجانءِ توکي اها سعادت ۽ دولت حاصل ٿي ويندي. جبرئيل امين خدا تعاليٰ جي خليفي جي فرمان مطابق جرئت

---

(1) القصص آيت : ٨٨

(2) پوري حديث هن طرح آهي: من راني في المنام...... جنهن مون کي خواب ۾ ڏٺو تنهن واقعي مون کي ڏٺو ڇاڪاڻ تہ شيطان منهنجي صورت ۾ نٿو اچي سگهي: المعجم الڪبير حديث : ١٢٤٠٣- صحيح مسلم حديث : ٢٢٢٦- صحيح بخاري حديث : ١١٠- ترمذي حديث : ٢٢٧٦- مجمع الزوائد ص١٨١ ج٧.

ڪري پردو پري ڪري ڏٺو ۽ پوءِ پاڻ سڳورن وٽ حاضر ٿيو. رسول الله ﷺ جن پڇيو ته: اي منهنجا ياءُ جبرئيل! ڇا ڏٺئي. عرض ڪيائين ته توهان جي صورت ۽ پڻ خدا تعاليٰ جو نور ڏٺم. جيئن فرمائي ٿو:

يَا نُوْرَ مَعْدَنِيْ وَيَا سِرَّ سِرِّيْ وَيَا خَزَآئِنَ مَعْرِفَتِيْ اَفْدَيْتُ مُلْكِيْ عَلَيْكَ يَا مُحَمَّدُ كُلُّهُمْ يَطْلُبُوْنَ رِضَائِيْ وَاَنَا اَطْلُبُ رِضَاكَ[1]

[اي منهنجي خزاني جا نور! اي منهنجي ڳجهه جا راز! اي منهنجي معرفت جا خزانا ! مون پنهنجو ملڪ تنهنجي مٿان فدا ڪيو. سموري مخلوق منهنجي رضا طلب ڪري ٿي ۽ آءٌ تنهنجي رضا جو طالب آهيان.]

روضة الاحباب ۾ آهي ته رسول الله ﷺ جن جي پيدائش سومر جي ڏينهن يارهين تاريخ ماه مبارڪ ربيع الاول ۾ ٿي. حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت ۾ آهي ته پاڻ سڳورا يارهين ربيع الاول تي پيدا ٿيا.

يارهين تاريخ تي ئي قرآن مجيد نازل ٿيو ۽ چوٿون ٿا ته رحلت به سومر جي ڏينهن فرمايائون. معراج به سومر جي ڏينهن ٿي. سفر به اڪثر جمعي يا سومر جي ڏينهن يا اڱاري يا اربع تي شروع ڪندا هئا. جڏهن سفر تي روانا ٿيندا هئا ته هي دعا گهرندا هئا:

اَللّٰهُمَّ بِكَ انْتَشَرْتُ وَاِلَيْكَ تَوَجَّهْتُ وَبِكَ اعْتَصَمْتُ اَنْتَ ثِقَتِيْ وَرَجَائِيْ اَللّٰهُمَّ اكْفِنِيْ مَا اَهَمَّنِيْ وَمَا لَا اَهْتَمُّ بِهٖ وَمَا اَنْتَ اَعْلَمُ بِهٖ مِنِّيْ[2]

[اي الله! تنهنجي ذريعي نڪران ٿو ۽ توڏانهن توجه ڪريان ٿو ۽ توکي مضبوطيءَ سان پڪڙيان ٿو ۽ تون منهنجي اميد ۽ منهنجو ويساه آهين. اي الله! جيڪا شيءِ مون کي تڪليف ڏي ٿي يا جيڪا مون کي تڪليف ڏيندي ۽ جنهن کي منهنجي بجاءِ تون ڄاڻين ٿو ان کان مون کي ڪافي ٿيءُ.]

۽ ٻي روايت ۾ آهي ته:

وَفِيْ رِوَايَةٍ: عَزَّ جَارُكَ وَجَلَّ ثَنَاءُكَ وَلَآ اِلٰهَ غَيْرُكَ[3]

---

(1) حديث جي ڪنهن به ڪتاب ۾ اها حديث ثابت نه آهي.

(2) مجمع الزوائد. ص ١٣٠ ج ١٠- سنن بيهقي- ص ٢٥٠ج٥

(3) مجمع الزوائد. ص ١٨٧ ج ١٠، ترمذي حديث: ٣٥٢٣ مسند ابن ابي شيبه حديث:

[تنهنجي عزت قائم دائم ۽ تنهنجي ساراه سدائين باقي آهي ۽ توکان سواءِ ڪوبہ معبود نہ آهي.]

## ولادت نبوي ﷺ ۽ درود جي فضيلت جو بيان

رسول الله ﷺ جن جي پيدائش، مڪي پاڪ تي حملو ڪندڙ هاٿين جي لشڪر جي تباهي واري سال تي، جنهن کي ”عام الفيل“ چون ٿا. رسول الله ﷺ جن جي برڪت سبب مڪي ۽ مڪي وارن تان الله تعالىٰ اها مصيبت ٽاري. علماءَ فرمائين ٿا تہ اهو واقعو بہ رسول الله ﷺ جن جي نبوت جي نشانين مان آهي. ڪي چون ٿا تہ پاڻ سڳورا انهيءَ واقعي کان پنجونجاهہ ڏينهن ۽ ڪي چون ٿا تہ چاليهہ ڏينهن بعد ۾ پيدا ٿيا. هڪ قول مطابق اصحاب فيل جو واقعو ۽ رسول الله ﷺ جن جي پيدائش ساڳئي ڏينهن ٿي. وري ڪي چون ٿا تہ ساڳئي سال پيدا ٿيا ۽ ڪي چون ٿا تہ چاليهن سالن کان پوءِ پيدا ٿيا. مشهور آهي تہ پاڻ ڪريم ربيع الاول مهيني جي ٻارهين تاريخ تي پيدا ٿيا. ڪن عالمن جي قول مطابق جڏهن پاڻ ظاهر ٿيا تہ سڀني نبين آسمانن جي فرشتن ۽ زمين جي سموري مخلوق سندن استقبال ڪيو. انهيءَ وقت سمورا گهر نور محمدي سان ائين منور ٿي ويا، جو انهيءَ روشنيءَ کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نہ هئي. سڄوري روءِ زمين نوراني ٿي وئي. سڀ بت اونڌا ٿي ڪري پيا. ابليس ۽ ان جا ڪل لشڪر قيد ڪيا ويا. ڪيترا عجيب غريب واقعا ظاهر ٿيا، جنهن جو تفصيل بيان ڪرڻ ممڪن نہ آهي. ڪن ڳالهين ڏانهن مٿي اشارو ڪيو ويو.

رباعي

ز دولت وجودش جهان منور شد
زمين و زمان جمله معمور شد

---

٢٩١٧٦ المعجم الصغير حديث: ٩٨٤ المعجم الكبير حديث: ٣٨٣٩، الترغيب الترهيب حديث : ٣٣٨۴

همه باطل از ملک دور آمده
تو گويي که حق در ظهور آمده.

[سندن وجود جي طفيل جهان منور ٿيو سموري زمين ۽ جهان نور سان ڀرجي ويو. باطل دنيا مان ڀڄي ويو. تون چؤ تہ حق پاڻ ظاهر ٿي ويو.]

نبي ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي تہ سڀ کان ڀهريائين مون تي منهنجو رب صلوٰة پڙهي ٿو. پاڻ سڳورن تي الله تعاليٰ جي طرفان "صلوٰة" جي معنيٰ آهي مٿن رحمت موڪلڻ. ملائڪن جي طرفان صلوٰة پڙهڻ جو مطلب آهي سندن لاءِ استغفار ڪرڻ ۽ مؤمنن جي طرفان صلوٰة پڙهڻ جو مطلب آهي سندن ساراهہ، عظمت بيان ڪرڻ ۽ سندن لاءِ دعا ڪرڻ. هڪ درويش ڪنهن فقير کان دعا جي درخواست ڪئي ۽ چيائين تہ دعا جي حيثيت ڪهڙي آهي. فقير جواب ڏنو تہ ٻئي مؤمن لاءِ دعا گهرڻ مستحب، يا سنت يا فرض آهي.

مستحب جو مطلب آهي تہ هڪ مؤمن ٻئي مؤمن ڀاءُ جي خير خيريت، عافيت ۽ ڀلائي چاهي ۽ سنت هن طرح آهي تہ پاڻ سڳورا اڪثر بلال رضي الله عنه کي فرمائيندا هئا تہ:

يَا بِلَالُ اُدْعُ لِيْ [اي بلال! منهنجي لاءِ دعا گهر.]

اهڙي طرح پاڻ سڳورا، اصحابن سڳورن کان پنهنجي لاءِ دعا گهرائيندا هئا، جيئن امير المؤمنين عمر بن خطاب رضي الله عنه کي عمري تي وڃڻ وقت فرمايائون تہ:

يَا اَخِي اُدْعُنِيْ فِي الْخَلْقِ وَاَنَا اَدْعُوْكَ فِي الْجَلْوَةِ[1]

[اي منهنجا ڀاءُ! منهنجي لاءِ ماڻهن جي ميڙ ۾ دعا گهر تہ آءٌ تنهنجي لاءِ اڪيلائيءَ ۾ دعا گهرندس.]

اها حديث حضرت عمر رضي الله عنه کان "ڪتاب الاڪتفاءِ في فضيلة اربع وهاءِ" ۾ منقول آهي. فرض دعا جي باري ۾ الله تعاليٰ قرآن مجيد

---

(1) حديث جي ڪتابن ۾ اهي نہ، پر هي لفظ ملن ٿا: يا اخي لا تنسنا في دعائک. يعني جڏهن حضرت عمر رضہ عمري تي وڃڻ لڳو تہ کيس فرمايائون تہ اي منهنجا ڀاءُ! سان کي پنهنجي دعا ۾ نہ وسارجانءِ (بيهقي ص ٢١٥ج٥- مسند احمد ص٢٩ج١- ابودائود ص٨١ج٢- الاحاديث المختارة ص٢٩٣،٢٩٢، ٢٩٤ ج١)

۾ ايمان وارن کي حڪم فرمائي ٿو تہ:

إِنَّ اللَّهَ وَمَلَٰئِكَتَهُ يُصَلُّونَ عَلَى النَّبِيِّ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا صَلُّوا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوا تَسْلِيمًا[2]

[بيشڪ الله ۽ ان جا فرشتا نبي ڪريم ﷺ تي درود موڪلن ٿا. اي ايمان وارؤ! توهان بہ مٿن درود ۽ سلام موڪليو.]

يعني پاڻ سڳورن ﷺ جن جي لاءِ رحمت جي دعا گهرو ڇاڪاڻ تہ رحمت مان مراد "دعا" بہ آهي. يعني الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ توهان منهنجي حبيب جي حق ۾ منهنجي درگاه ۾ دعا گهرو. غرض تہ ڪن محققن جي قول مطابق الله تعاليٰ طرفان درود موڪلڻ جو مطلب آهي مٿن رحمت موڪلڻ. امام الاولياءَ محمد غزالي رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ درود انساني شرف ۽ قدر مطابق آهي ۽ ان جو اعتبار هن تي آهي تہ ڪنهن تي درود موڪليو وڃي ٿو يعني جيڪو جيترو بلند مرتبي ۽ درجي وارو هوندو انهيءَ نسبت سان الله جي رحمت بہ ان تي نازل ٿيندي آهي ۽ لفظ "صلوٰة" جو تعلق "عليٰ" سان آهي، جنهن جي معنيٰ آهي واسطيدار شخص تي الله تعاليٰ جي رحمت جو نازل ٿيڻ. عالمن جي اتفاق موجب اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ جي معنيٰ اها آهي تہ اي الله! ٻنهي جهانن ۾ نبي ڪريم ﷺ جن کي بلند درجو عطا فرماءِ. يعني سندن دين جي قيام يا سندن دعوت جي اشاعت يا سندن شريعت جي استحڪام ذريعي کين عظمت عطا فرماءِ. يا آخرت ۾ سندن ثواب ۾ بيحد، بيحساب واڌارو عطا فرماءِ. يا کين اولين ۽ آخرين سيني تي فضيلت عنايت فرماءِ ۽ سيني نبين ۽ رسولن کان سندن مانُ ۽ شان مٿانهون ڪر جو قيامت جي ڏينهن سڀ کان پهريائين پاڻ سڳورا شفاعت ڪن ۽ پاڻ ئي جنت ۾ داخل ٿين ۽ کين جنت ۾ سڀ کان مٿانهون درجو عطا فرماءِ. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

إِنَّ اللَّهَ وَمَلَٰئِكَتَهُ يُصَلُّونَ عَلَى النَّبِيِّ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا صَلُّوا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوا تَسْلِيمًا[1]

[بيشڪ الله ۽ ان جا فرشتا نبي ڪريم ﷺ تي درود موڪلن ٿا. اي ايمان وارؤ! توهان بہ مٿن درود ۽ سلام موڪليو.]

(2) سورة الاحزاب آيت: ٥٦

(1) سورة الاحزاب آيت: ٥٦

جمهور علماءَ وٽ هن آيت مطابق هر وقت درود پڙهڻ واجب آهي. ڪيترا عالم سڀُورا چون ٿا تہ پوري زندگيءَ ۾ هڪ ڀيرو درود پڙهڻ واجب آهي ۽ وڌ ۾ وڌ درود پڙهڻ مستحب ۽ افضل آهي. ڪن هنڌن تي درود مستحب آهي، مثلاً نماز ۾ التحيات کان پوءِ درود پڙهڻ. رسول الله ﷺ جن جو فرمان آهي تہ: جيستائين مون تي درود نٿو پڙهجي، دعا آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ ٽنگيل رهي ٿي. اها روايت امير المؤمنين عمر رضي الله عنه کان منقول آهي.[1]

درود جي مستحب هجڻ جو ٻيو وقت مسجد ۾ داخل ٿيڻ وقت آهي ۽ ٽيون وقت، جڏهن مؤذن اذان ڏئي ختم ڪري. اهڙي طرح جڏهن بہ نبي ڪريم ﷺ جن جو نالو ٻڌجي، لکجي يا زبان سان ادا ڪجي تہ بعض حنفي ۽ شافعي امامن وٽ درورد پڙهڻ مستحب آهي. پر ڪن عالمن وٽ جڏهن بہ پاڻ سڳورن جو نالو اچي ان وقت درود پڙهڻ واجب آهي، ڇاڪاڻ تہ پاڻ سڳورن جي حديث آهي تہ:

اَلْبَخِيْلُ مَنْ ذُكِرْتُ عِنْدَهٗ فَلَمْ يُصَلِّ عَلَيَّ[2]

[بخيل اهو شخص آهي، جنهن جي سامهون منهنجو نالو ورتو وڃي ۽ اهو مون تي درود نہ پڙهي.]

ٻي روايت ۾ هي لفظ آهن تہ:

مَنْ ذُكِرْتُ عِنْدَهٗ فَلَمْ يُصَلِّ عَلَيَّ فَقَدْ شَقِيَ[3]

[جنهن جي سامهون منهنجو نالو ورتو وڃي ۽ اهو مون تي درود نہ پڙهي تہ اهو بدبخت آهي.]

ابوهريره رضي الله عنه جي روايت ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ

(1) تفسير ابن ڪثير ص٥١٥ ج٣- ترمذي حديث:٤٨٦- الترغيب و الترهيب حديث: ٢٥٩٠- فتح الباري ص١٦٤ج١١- فيض القدير ص٥٤٣ ج٣- تهذيب الڪمال حديث:٧٥٧٧- العلل المتناهية ص٨٤٢ج٢

(2) ابن حبان ص ١٨٦ج ٣- احمد ص ٢٠١ ج١- شعب الايمان ص ٢١٣ج٢- معجم الڪبير ص ١٢٧ ج ٣- حاڪم ص ٧٣٤ج ١- سنن دارقطني ص ١٠١ ج ٣.

(3) معجم الاوسط ص ٦٢ ج ٤- فيض القدير ص ٢٩ ج ٦- ڪشف الخفاءِ ص ٣٣٤ج ٢- لسان الميزان ص ٦٨ ج ٦- ميزان الاعتدال ص ٤٨٤ج ٦.

حضرت جبريل امين آيو جنهن دعا ڪئي ته اي الله جا رسول! جيڪو شخص توهان جو نالو ٻڌڻ جي باوجود توهان تي درود نه پڙهي ته الله تعاليٰ ان کي پنهنجي رحمت کان محروم فرمائي، جنهن تي مون آمين چئي:[1] هڪ حديث ۾ آهي ته:

مِنَ الْجَفَاءِ اَنْ اُذْكَرَ عِنْدَ رَجُلٍ فَلَا يُصَلِّيْ عَلَيَّ [2]

[اها ڏاڍي ظلم ۽ جفا جي ڳالهه آهي، جو ڪنهن ماڻهو جي سامهون منهنجو ذڪر ڪيو وڃي، پوءِ به مون تي درود نه پڙهي.]

اهي حديثون درود جي واجب هجڻ تي دلالت ڪن ٿيون. ان ڪري جڏهن به پاڻ سڳورن جو نالو اچي ته درود پڙهجي. امير المؤمنين عمر رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايه ته مون تي جمعي جي رات وڏ ۾ وڏ صلوة سڳوري پڙهندا ڪريو. بيشڪ توهان جي صلوة مون تي (جمعي جي رات) پيش ٿيندي آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَاٰلِهٖ كُلَّمَا ذَكَرَهُ الذَّاكِرُوْنَ وَكُلَّمَا غَفَلَ عَنْ ذِكْرِهِ الْغَافِلُوْنَ

[اي الله! حضرت محمد ﷺ ۽ سندس آل تي رحمت موڪل

---

(1) پوري حديث هن طرح آهي ته هڪ پيري منبر تي ٽي پيرا فرمايائون آمين، آمين، آمين. عرض ڪيائون ته سڳورا سائين! خلاف معمول توهان ٽي پيرا آمين ارشاد فرمائي آهي، ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ فرمايائون ته جبريل امين دعا گهري ته جيڪو شخص رمضان جو مهينو لهي ۽ پنهنجا گناه نه بخشرائي ته الله ان کي پنهنجي رحمت کان محروم ڪري، مون چيو ته آمين. وري دعا گهريائين ته جنهن ٻانهي وٽ توهان جو ذڪر مبارڪ ٿئي ۽ توهان تي درود نه پڙهي ته الله ان کي پنهنجي رحمت کان محروم ڪري، مون چيو ته آمين. ٽين دعا گهريائين ته جيڪو شخص پنهنجي پيءُ ماءُ کي (ڪراڙپ جي حالت ۾) لهي، پوءِ سندن خدمت ڪري جنت ۾ حاصل نه ڪري ته الله ان کي پنهنجي رحمت کان محروم ڪري، مون چيو ته آمين. (قرطبي ص ٢٤٢ج ١٠- ابن ڪثير ص ٣٥ ج ٣- ابن خزيمه ص ١٩٢ ج ٣-ابن حبان ص ١٤٠ج ٢- مجمع الزوائد ص ١٣٩ ج ٨- سنن بيهقي ص ٣٠٤ ج ٤- المعجم الڪبير ص ٢٤٣ج ٢- شعب الايمان ص ٢١٥ ج ٢. مسند بزار٥٢٤١ ج٤- الترغيب والترهيب ص٢١٩ج٣)

(2) فتح الباري ص ١٦٨ ج ١١- فيض القدير ص ٥ ج ٥.

جڏهن بہ ذڪر ڪندڙ سندس ذڪر ڪن ۽ جڏهن بہ غافل سندس ذڪر کان غافل رهن.]

هڪ حديث ۾ آهي تہ جيڪو شخص نبي ڪريم ﷺ تي هڪ درود پڙهي ٿو تہ الله تعاليٰ ان تي ڏهہ رحمتون موڪلي ٿو [1]

ان حديث مان معلوم ٿيو تہ نبي ڪريم ﷺ تي وڌ ۾ وڌ درود پڙهڻ گهرجي تان تہ دنيا ۽ آخرت ۾ وڌ ۾ وڌ الله تعاليٰ جي رحمت، برڪت، سعادت، مرتبي، درجي ۽ مهربانيءَ جو حقدار ٿجي.

## قرآن مجيد ۾ بيان ٿيل نبي ﷺ جا نالا مبارڪ

١- مُحَمَّدٌ ارشاد باري تعاليٰ آهي:

مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللهِ (محمد الله جو رسول آهي)

٢- مَحْمُوْدٌ: عَسٰى رَبُّكَ اَنْ يَّبْعَثَكَ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا [ويجهو آهي تہ تنهنجو رب توکي مقام محمود عطا فرمائي.]

٣- اَحْمَدُ: حضرت عيسيٰ فرمايو تہ: رَسُوْلٌ يَّاْتِيْ مِنْ بَعْدِي اسْمُهٗ اَحْمَدُ [مون کان بعد هڪ رسول ايندو، سندس نالو احمد آهي.]

٤- مُصْطَفٰى: اَللهُ يَصْطَفِيْ [الله جنهن ي چاهي ٿو چونڊي ٿو.]

٥- مُجْتَبٰى: لٰكِنَّ اللهَ يَجْتَبِيْ [ليڪن الله تعاليٰ جنهن کان الله راضي ٿئي.]

٦- مُرْتَضٰى: اِلَّا مَنِ ارْتَضٰى [سواءِ ان جي جنهن کان الله راضي ٿئي.]

٧- مُقْتَدٰى: لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِيْ رَسُوْلِ اللهِ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ [بيشڪ توهان لاءِ رسول الله ﷺ ۾ بهترين نمونو آهي.]

٨- مُخْتَارٌ: وَرَبُّكَ يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ وَيَخْتَارُ [۽ تنهنجو رب جيڪي چاهي ٿو خلقي ٿو ۽ جنهن کي چاهي ٿو پسند ڪري ٿو.]

٩- مُفَضَّلٌ: وَلَقَدْ فَضَّلْنَا بَعْضَ النَّبِيّٖنَ عَلٰى بَعْضٍ [۽ بيشڪ اسان بعض نبين کي بعض

---

(1) فتح الباري ص ١٦٨ ج ١- المعجم الاوسط ص ١٨٨ ج ٧- احمد ص ١٠٢ ج ٣- المعجم الصغير ص ١٢٦ج ٦- شعب الايمان ص ٣٠٩ج ٢.

تي فضيلت ڏني.]

١٠- مُعَزِّرٌ : وَتُعَزِّرُوْهُ [۽ توهان ان جي مدد ڪريو.]

١١- مُوَقِّرٌ : وَتُوَقِّرُوْهُ [۽ توهان ان جو اڪرام ۽ عزت ڪريو.]

١٢- مُقَرِبٌ : فَكَانَ قَابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنٰى [پوءِ ان ڪي ٻن ڪمانن جيترو يا اڃا به ويجهو ٿيو.]

١٣- مُؤَيِّدٌ : وَاَيَّدَهٗ بِجُنُوْدٍ لَّمْ تَرَوْهَا [۽ هڪ لشڪر سان سندس مدد ڪيائين، جنهن کي توهان نه پئي ڏٺو.]

١٤- مُعَلِمٌ : عَلَّمَكَ مَا لَمْ تَكُنْ تَعْلَمُ [توکي اهو سيکاريائين جيڪي تون نه ڄاڻندو هئين.]

١٥- مُحَكِّمٌ : حَتّٰى يُحَكِّمُوْكَ [تانجو توکي فيصلو ڪندڙ مڃين.]

١٦- عَالِمٌ : فَاعْلَمْ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ [پوءِ پڪ ڄاڻ ته الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي.]

١٧- حَاكِمٌ : اَنِ احْكُمْ بَيْنَهُمْ [هي ته انهن جي درميان فيصلو ڪر.]

١٨- خَاتَمٌ : خَاتَمَ النَّبِيِّيْنَ [سيني کان آخري نبي يا نبين جي سلسلي کي ختم ڪرڻ وارو.]

١٩- صَابِرٌ : فَاصْبِرْ [پوءِ تون صبر ڪر.]

٢٠- شَاكِرٌ : وَكُنْ مِّنَ الشّٰكِرِيْنَ [۽ شڪر ڪندڙن مان ٿيءُ.]

٢١- ذَاكِرٌ : وَاذْكُرْ رَّبَّكَ [۽ پنهنجي رب کي ياد ڪر.]

٢٢- طٰهٰ : طٰهٰ مَآ اَنْزَلْنَا عَلَيْكَ الْقُرْاٰنَ لِتَشْقٰى [طٰهٰ اسان هي قرآن توتي هن ڪري نازل نه ڪيو آهي، ته جيئن تڪليف ۾ پوين.]

٢٣- عَابِدٌ : وَاعْبُدْ رَبَّكَ [۽ پنهنجي رب جي عبادت ڪر.]

٢٤- سَاجِدٌ : وَكُنْ مِّنَ السّٰجِدِيْنَ [۽ سجدو ڪندڙن مان ٿيءُ.]

٢٥،٢٦- شَاهِدٌ، مُبَشِّرٌ : اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ شَاهِدًا وَّ مُبَشِّرًا [بيشڪ اسان توکي گواه ۽ بشارت ڏيندڙ ڪري موڪليو.]

٢٧،٢٨- بَشِيْرٌ، نَذِيْرٌ : إِنَّآ أَرْسَلْنٰكَ بِالْحَقِّ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا [بيشڪ اسان توکي حق سان بشارت ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري موڪليو.]

٢٩- دَاعِيْ وَدَاعِيًا إِلَى اللهِ [۽ الله ڏانهن دعوت ڏيندڙ ڪري موڪليو.]

٣٠- سِرَاجٌ : سِرَاجًا مُّنِيْرًا [روشن ڏيئو.]

٣١- صَاحِبُ : مَا ضَلَّ صَاحِبُكُمْ وَمَا غَوٰى [توهان جو ساٿي نہ گمراه ٿيو ۽ نہ انهيءَ ڏوکو کاڌو.]

٣٢- أٰمِرٌ بِالْمَعْرُوْفِ: يَأْمُرُكُمْ بِالْمَعْرُوْفِ [توهان کي نيڪيءَ جو حڪم ڪري ٿو.]

٣٣- اَلنَّاهِيْ عَنِ الْمُنْكَرِ : يَنْهٰهُمْ عَنِ الْمُنْكَرِ [انهن کي برائيءَ جي ڪمن کان روڪي ٿو.]

٣٤- قَمَرٌ : قَمَرًا مُّنِيْرًا [روشن چنڊ]

٣٥- قَاضِيْ: إِذَا قَضَى اللهُ وَرَسُوْلُهٗ [جڏهن الله ۽ سندس رسول فيصلو ڪري.]

٣٦- هَادِيْ: إِنَّكَ لَتَهْدِيْٓ إِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ [بيشڪ تون سڌي واٽ ڏيکارين ٿو.]

٣٧- قَارِيْ: اِقْرَأْ بِاسْمِ رَبِّكَ [پنهنجي رب جي نالي سان پڙهہ.]

٣٨- مُهْتَدِيْ: لِيَهْدِيَكَ صِرَاطًا مُّسْتَقِيْمًا [تان تہ توکي سڌي واٽ ڏيکاري.]

٣٩- مُكْفِيْ: فَسَيَكْفِيْكَهُمُ اللهُ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ [پوءِ سگهوئي الله تعاليٰ انهن جي مقابلي ۾ توکي ڪافي ٿيندو ۽ اهو ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي.]

٤٠- مُصَلِّيْ: فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَانْحَرْ [پوءِ پنهنجي رب جي لاءِ نماز پڙهہ ۽ قرباني ڪر.]

٤١- مُزَكِّيْ: يُزَكِّيْهِمْ [انهن کي پاڪ ڪري ٿو.]

٤٢- مُنَادِيْ: سَمِعْنَا مُنَادِيًا [ٻڌوسون اعلان ڪندڙ کي.]

٤٣- مُبَلِّغٌ : بَلِّغْ مَآ أُنْزِلَ إِلَيْكَ [جيڪي ڪجهہ توڏانهن نازل ڪيو ويو آهي، ان کي پهچاءِ.]

٤٤- مُبِيْنٌ : لِتُبَيِّنَ لِلنَّاسِ [تان تہ تون بيان ڪرين ماڻهن لاءِ.]

٤٥- مُعَلِّمٌ : وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ [۽ سيکاري انهن کي ڪتاب.]

٤٦- مُذَكِّرٌ : إِنَّمَآ أَنْتَ مُذَكِّرٌ [۽ بيشڪ تون تہ هڪ نصيحت ڪندڙ آهين.]

٤٧- مُزَّمِّلٌ : يَآيُّهَا الْمُزَّمِّلُ [اي چادر ويڙهڻ وارا !.]

٤٨- مُدَّثِّرٌ : يَآيُّهَا الْمُدَّثِّرُ [اي ڪپڙو ويڙهڻ وارا.]

٤٩- مُطَهِّرٌ : يُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا [توهان کي چڱيءَ ريت پاڪ ڪري.]

٥٠- مُصَدِّقٌ : مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ [جيڪي ان کان اڳ آهن، انهن جي تصديق ڪندڙ.]

٥١- مُؤْمِنٌ : اٰمَنَ الرَّسُوْلُ [ايمان آندو رسول سڳوري.]

٥٢- مُسَبِّحٌ: فَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ [پوءِ پنهنجي رب جي ساراه سان پاڪائي بيان ڪر.]

٥٣- مُرَتِّلٌ: وَرَتِّلِ الْقُرْاٰنَ تَرْتِيْلًا [۽ ٺاهي ٺاهي قرآن پڙه.]

٥٤- مُبَتِّلٌ: وَتَبَتَّلْ اِلَيْهِ تَبْتِيْلًا [۽ ان ڏانهن يڪسو ٿيءُ.]

٥٥- مُتَوَكِّلٌ: وَتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ [۽ الله تي توڪل ڪر.]

٥٦- مُتَهَجِّدٌ : وَمِنَ الَّيْلِ فَتَهَجَّدْ [۽ رات جو اٿي تهجد نماز پڙه.]

٥٧- مُسْتَعِيْذٌ : فَاسْتَعِذْ بِاللّٰهِ [پوءِ الله جي پناه وٺ.]

٥٨- مُسْتَغْفِرٌ : وَاسْتَغْفِرْ لِذَنْبِكَ [۽ پنهنجي خطا جي بخشش گهر.]

٥٩- مُسْتَقِيْمٌ : فَاسْتَقِمْ كَمَآ اُمِرْتَ [پوءِ جيئن توکي حڪم ڪيو ويو آهي، تيئن الله جي حڪم تي قائم رهه.]

٦٠- مُرْسَلٌ: اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ [بيشڪ اسان توکي رسول ڪري موڪليو.]

٦١- رَسُوْلٌ: يَآيُّهَا الرَّسُوْلُ [اي پيغمبر!.]

٦٢- نَبِيٌّ : يَآيُّهَا النَّبِيُّ [اي نبي!]

٦٣- حَبِيْبٌ : مَا وَدَّعَكَ رَبُّكَ وَمَا قَلٰى [توکي تنهنجي رب نه ڇڏيو آهي ۽ نه ناراض ٿيو آهي.]

٦٤- شَهِيْدٌ : وَجِئْنَابِكَ عَلٰى هٰٓؤُلَآءِ شَهِيْدًا [۽ توکي انهن تي گواه ڪري آڻينداسون.]

٦٥- عَزِيْزٌ: عَزِيْزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ [جيڪا شيءِ توهان کي تڪليف ڏئي ٿي اها

ان تي ڏکي آهي.]

٦٦- حَرِيْصٌ : حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ [توهان جي ڀلائيءَ لاءِ حريص آهي.]

٦٧- كَرِيْمٌ : اِنَّهٗ لَقَوْلُ رَسُوْلٍ كَرِيْمٍ [بيشڪ اهو هڪ معزز رسول جو قول آهي.]

٦٨- اَمِيْنٌ: رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ [هڪ امانتدار رسول آهي.]

٦٩- لِيْنٌ: لِنْتَ لَهُمْ [تون انهن جي لاءِ نرم دل آهين.]

٧٠- مَبْعُوْثٌ: بَعَثَ فِي الْاُمِّيِّيْنَ رَسُوْلًا [الله تعاليٰ موڪليو اڻ پڙهيلن ۾ هڪ رسول ڪي.]

٧١- مَعْصُوْمٌ : وَاللّٰهُ يَعْصِمُكَ [۽ الله توکي بچائيندو.]

٧٢- مَحْفُوْظٌ : يَحْفَظُوْنَهٗ مِنْ اَمْرِ اللّٰهِ [ان جي حفاظت ڪندا آهن، الله جي حڪم سان.]

٧٣- مَرْفُوْعٌ: وَرَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ [۽ بلند ڪيو اسان تنهنجو ذڪر.]

٧٤- مَنْصُوْرٌ : وَيَنْصُرَكَ اللّٰهُ نَصْرًا عَزِيْزًا [۽ الله توکي زبردست مدد عطا فرمائيندو.]

٧٥- مَغْفُوْرٌ: لِيَغْفِرَ اللّٰهُ لَكَ [تان تہ الله توکي معاف ڪري.]

٧٦- مَامُوْرٌ: فَاسْتَقِمْ كَمَآ اُمِرْتَ [پوءِ جيئن توکي حڪم ڪيو ويو آهي، تيئن الله جي حڪم تي قائم رهہ.]

٧٧- نُوْرٌ : قَدْ جَآءَ كُمْ مِّنَ اللّٰهِ نُوْرٌ [بيشڪ توهان وٽ الله جو نور اچي چڪو آهي.]

٧٨- بُرْهَانٌ : لَقَدْ جَآءَ كُمْ بُرْهَانٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ [بيشڪ توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان هڪ دليل اچي چڪو آهي.]

٧٩- حَقٌّ: قَدْ جَآءَ كُمُ الرَّسُوْلُ بِالْحَقِّ مِنْ رَّبِّكُمْ [اي انسانو! توهان جي رب جي طرفان توهان وٽ رسول حق سان اچي چڪو آهي.]

٨٠- دَلِيْلٌ : قَدْ جَآءَ كُمْ بَيِّنَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ [بيشڪ توهان جي رب وٽان توهان وٽ پڌرو دليل اچي چڪو آهي.]

٨١- هُدًى : اِذۡجَآءَهُمُ الۡهُدٰى [جڏهن انهن وٽ هدايت آئي.]

٨٢- رَحۡمَةٌ لِّلۡعٰلَمِيۡنَ: وَ مَاۤ اَرۡسَلۡنٰكَ اِلَّا رَحۡمَةً لِّلۡعٰلَمِيۡنَ [۽ اسان توهان کي سمورن جهانن لاءِ رسول بنايو آهي.]

٨٣- نِعۡمَةٌ: يَعۡرِفُوۡنَ نِعۡمَةَ اللّٰهِ [الله جي نعمت کي سڃاڻن ٿا.]

٨٤- مُسۡرِىٌ : سُبۡحٰنَ الَّذِيۡۤ اَسۡرٰى بِعَبۡدِهٖ لَيۡلًا [پاڪ آهي اهو الله، جيڪو پنهنجي ٻانهي کي راتورات معراج تي وٺي ويو.]

٨٥- فَجۡر: وَالۡفَجۡرِ [۽ قسم آهي صبح جو.]

٨٦- ضُحٰى: وَالضُّحٰى [۽ قسم آهي نيرن جي وقت جو.]

٨٧- ظِلٌّ : كَيۡفَ مَدَّ الظِّلَّ [ڪيئن ڇانوَ کي پکيڙيو اٿس.]

٨٨- طٰهٰ :طٰهٰ مَاۤ اَنۡزَلۡنَا [طٰهٰ . نازل ڪيو اسان.]

٨٩- شَمۡسٌ: وَالشَّمۡسِ وَضُحٰهَا [قسم آهي سج ۽ نيرن جي وقت جو.]

٩٠- عَبۡدُ اللّٰهِ: قَامَ عَبۡدُ اللّٰهِ [جڏهن الله جو ٻانهو اٿيو.]

٩١- يٰسٓ: يٰسٓ وَالۡقُرۡاٰنِ الۡحَكِيۡمِ [ياسين ۽ حڪمت واري قرآن جو قسم.]

٩٢- حَدِيۡثٌ: نَزَّلَ اَحۡسَنَ الۡحَدِيۡثِ [نازل ڪيائين بهترين ڳالهه.]

٩٣- شَهِيۡدٌ : وَكَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيۡدًا [الله گواهه ڪافي آهي.]

٩٤- مُحَمَّدٌ رَّسُوۡلُ اللّٰهِ: مُحَمَّدٌ رَّسُوۡلُ اللّٰهِ [محمد الله جو رسول آهي.]

٩٥- خَاتَمُ النَّبِيّٖنَ: وَلٰكِنۡ رَّسُوۡلَ اللّٰهِ وَخَاتَمَ النَّبِيّٖنَ [پر پاڻ الله جا رسول ۽ نبين جي مهر آهن.]

٩٦-٩٧- رَءُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ : بِالۡمُؤۡمِنِيۡنَ رَءُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ [ايمان وارن لاءِ مهربان، رحم ڪندڙ آهي.]

٩٨-٩٩-١٠٠- تَائِبٌ. عَابِدٌ. حَامِدٌ: اَلتَّائِبُوۡنَ الۡعَابِدُوۡنَ الۡحَامِدُوۡنَ [توبه ڪرڻ وارا، الله جي عبادت ڪرڻ وارا، سندس ساراهه ڪرڻ وارا.]

## سيد المرسلين ﷺ جن جي مبارڪ نالن جو مجموعي بيان

محمد، احمد، حامد، محمود، خاتم، حاشر، ماح، سراج، نذير، بشير،

رسول، نبي، هادي، مهتدي، مهدي، خليل، ولي، نصير، طه، ياسين، فرقان، مزمل، مدثر، حبيب، ڪليم، مصطفيٰ، مجتبيٰ، مرتضيٰ، مختار، مصدق، قائم، حجت، بيان، حافظ، شاهد، شهيد، عادل، حليم، نور، مبين، برهان، مطيع، مذڪر، امين، واعظ، صاحب، ناطق، صادق، مڪي، مدني، عربي، ابطحي، حجازي، هاشمي، قرشي، مضري، عزيز، حريص، رؤف، رحيم، جواد، غني، ڪريم، عليم، طبيب، مطيب، فصيح، رشيد، طاهر، مطهر، امام، امي، متقي، بار، شفيع، متوسط، سابق، مقتصد، حق، متين، اول، آخر، ظاهر، باطن، رحمت، شافع، مشفع، محلل، محرم، آمر، حق، ناهي، حڪيم، اوليٰ عبدالله، مبلغ.

انهن مان اڪثر نالا قرآن مجيد ۾ آهن. چيو وڃي ٿو تہ سرياني ٻوليءَ ۾ پاڻ سڳورن جو نالو "المنجمني" ۽ روميءَ ۾ "فارقليط"، توارت ۾ طالب ۽ طاب، انجيل ۾ ميل، زبور ۾ فارقليط، اڳين آسماني صحيفن ۾ "ملي" آسمان ۾ احمد، زمين ۾ محمد، زمين جي هيٺئين طبقي ۾ محمود، جنت ۾ قاسم، دوزخ وٽ پڪاريندڙ ملائڪن ۾ عبدالغياث، جنن وٽ عبدالجبار، پکين وٽ عبدالغفار، درندن وٽ عبدالرزاق، سدرة المنتهيٰ وٽ عبدالله، عرش وٽ عبدالرحيم، پلصراط وٽ عبدالقدير، شمس الانبياءِ والمرسلين، سيد الثقلين، الطاهرين، سراج العابدين، شفيع المذنبين، سيد الآثمين، رسول رب العالمين، محمد حبيب الله، محمد عزيز الله، محمد ولي الله، محمد حجة الله، محمد ڪرامة الله، محمد شفاعت الله، محمد ذاڪر الله، محمد عبدالله بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبدالمناف آهي.

پاڻ سڳورا حضرت آدم جي اولاد مان آهن. سندس ڏاڏو اسماعيل ۽ پڙڏاڏو ابراهيم عليهما السلام آهي. سندن نور چنڊ آهي. حجاز جو رهندڙ آهي، سندن دل رحماني، ۽ سندن جسم علوي، اوليٰ آهي. اسان لاءِ الله ڪافي شافي ۽ بهترين ڪارساز آهي. بهترين موليٰ ۽ بهترين مددگار آهي. اي الله! اسان کي سندن ديدار نصيب ڪر ۽ سندن شفاعت کان محروم نہ ڪر. اي الله! محمد، آل محمد، سيني اصحابن سڳورن تي رحمت نازل فرماءِ، اي الله! ابوبڪر صديق، عمر فاروق، عثمان غني، علي بن ابي طالب، سعد ۽ سعيد، طلحه ۽ زبير، عبدالرحمن بن عوف، ابو عبيده بن جراح، انهن ڏهن اصحابن، جن کي دنيا ۾ جنت جي خوشخبري ڏني

وئي، هدايت جي واٽ تي هلندڙ خليفن ۽ سيني تي رحم فرماءِ. الله انهن سيني کان راضي ٿئي. پڻ ٻين اصحابن، تابعين، هدايت جي واٽ تي هلندڙن، الله کي راضي ڪندڙن، جن ماڻهن جي درميان حق سان فيصلو ڪيو ۽ پاڻ به انصاف تي هلندا هئا، سيني تي پنهنجي ٻاجھه ۽ فضل فرماءِ. اي الله! توکان سوال ڪريون ٿا تنهنجن نالن، ۽ تنهنجي حبيب ۽ ان جي پيارن جي نالن وسيلي سان ته اسان کي ايمان تي ثابت قدم رک، دين اسلام تي استقامت عطا فرماءِ، دنيا جي هر بلا، هر برائي، آخرت جي عذاب کان امن ۽ عافيت ۾ رک. دنيا ۽ آخرت ۾ پنهنجي مخلوق مان اسان تي، انهيءَ شخص کي مسلط نه ڪر جيڪو اسان تي رحم نه ڪري. اي عزت ۽ اڪرام وارا! وَصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى سَيِّدِنَا وَشَفِيْعِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ اَجْمَعِيْنَ.

دعا آهي ته الله تعاليٰ پاڻ ڪريمن کي وڏ ۾ وڏ درجا، مرتبا ۽ عظمتون عطا فرمائي. پڻ انهن کي به وڏ ۾ وڏ درجا ۽ سعادتون نصيب ڪري، جيڪي پاڻ سڳورن جي درگاه عاليه سان وابسته آهن ۽ جيڪي سلوڪ جي واٽ تي هلندڙ آهن، جيئن حديث قدسي ۾ آهي، الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو ته:

لَا يَزَالُ عَبْدِىْ يَتَقَرَّبُ اِلَىَّ بِالنَّوَافِلِ حَتّٰى اُحِبُّهٗ فَاِذَا اَحْبَبْتُهٗ كُنْتُ سَمْعَهُ الَّذِىْ يَسْمَعُ بِهٖ وَ كُنْتُ بَصَرُهُ الَّذِىْ يُبْصِرُ بِهٖ وَيَدَهُ الَّتِىْ يَبْطِشُ بِهَا وَرِجْلَهُ الَّتِىْ يَمْشِىْ بِهَا[1]

[منهنجو ٻانهو مسلسل نفلن جي ذريعي منهنجو قرب حاصل ڪندو رهندو آهي، تانجو جڏهن ان کي پيارو رکندو آهيان ته ان جو ڪَنُ ٿي ويندو آهيان، جنهن سان ٻڌندو آهي، ان جي اک ٿي ويندو آهيان، جنهن سان ڏسندو آهي ۽ ان جو هٿ ٿي ويندو آهيان، جنهن سان پڪڙيندو آهي ۽ ان جو پير ٿي ويندو آهيان، جنهن سان هلندو آهي.]

انهن ماڻهن جي سڀ کان وڏي سعادت ۽ سڀ کان وڏو نصيب الله

---

(1) قرطبي ص ١٣٥ج ٦- بخاري حديث: ٦١٣٧- مجمع الزوائد ص ٢٤٨ج ٢- المعجم الڪبير ص٢٠٦ج ٨- فتح الباري ص ٤٦٢ج ١٠- فيض القدير ص ٤١٢ ج ٥، حلية الاولياءِ ص ٤ ج ١.

تعاليٰ جي ويجھڙائي، قرب ۾ محويت آهي، جنهن ۾ اهي هميشه گم رهندا آهن. الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ جتي نبي ڪريم ﷺ جن جي فضيلت بيان فرمائي، اتي پنهنجن انهن پيارن ٻانهن جي فضيلت به بيان ڪئي آهي. الله تعاليٰ انهن کي جنهن باطني نعمت سان مالامال فرمايو آهي، اهي ان کي سڀ کان وڏي دولت سمجهندا آهن. پڻ ظاهري اعتبار سان به انهن کي گهڻو حصو ۽ نصيب عطا فرمائيندو آهي، جو الله پاڪ پنهنجي ذڪر ۽ پنهنجي رسول ڪريم ﷺ جي ذڪر سان گڏوگڏ انهن جي فضيلت ۽ عزت جو ذڪر به پنهنجي ڪتاب مقدس ۾ ڪري ڇڏيو آهي.

الله تعاليٰ پاڻ کي قرآن مجيد ۾ ”نور“ فرمايو آهي:

اَللّٰهُ نُوْرُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ [الله آسمانن ۽ زمين جو نور آهي.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَاتَّبَعُوا النُّوْرَ الَّذِيْٓ اُنْزِلَ مَعَهٗ [۽ انهيءَ نور جي پيروي ڪيائون، جيڪو انهيءَ سڳوري رسول تي نازل ڪيو ويو آهي.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

قَدْ جَآءَكُمْ مِّنَ اللّٰهِ نُوْرٌ [بيشڪ توهان وٽ الله تعاليٰ جي طرفان نور اچي چڪو آهي.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

فَهُوَ عَلٰى نُوْرٍ مِّنْ رَّبِّهٖ [پوءِ اهو پنهنجي رب جي طرفان نور تي آهي.]

پنهنجو صفاتي نالو عزيز ٻڌائي ٿو:

اِنَّ اللّٰهَ لَقَوِيٌّ عَزِيْزٌ [بيشڪ الله تعاليٰ سگهارو غالب آهي.]

قرآن مجيد جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَاِنَّهٗ لَكِتٰبٌ عَزِيْزٌ [بيشڪ اهو غالب ڪتاب آهي.]

ٻئي هنڌ آهي:

اِنَّهٗ لَقُرْاٰنٌ كَرِيْمٌ [بيشڪ اهو عزت وارو قرآن آهي.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

لَقَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ عَزِيْزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ بِالْمُؤْمِنِيْنَ

رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ [بيشڪ توهان وٽ توهان مان هڪ رسول اچي چڪو آهي، جنهن تي توهان کي تڪليفون ڏيندڙ ڳالهيون ڏکيون آهن.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَلِلّٰهِ الْعِزَّةُ وَلِرَسُوْلِهٖ وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ [۽ سموري عزت الله، ان جي رسول ۽ ايمان وارن لاءِ آهي.]

الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو "ڪريم" آهي:

بِرَبِّكَ الْكَرِيْمِ [پنهنجي رب ڪريم کان.]

قرآن مجيد جي باري ۾ فرمائي ٿو:

اِنَّهٗ لَقُرْاٰنٌ كَرِيْمٌ [بيشڪ اهو عزت وارو قرآن آهي.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

اِنَّهٗ لَقَوْلُ رَسُوْلٍ كَرِيْمٍ [اهو عزت واري رسول جو قول آهي.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِيْٓ اٰدَمَ [۽ بيشڪ اسان انسان ذات کي عزت عطا ڪئي آهي.]

الله تعاليٰ جو صفاتي نالو "عظيم" آهي:

وَهُوَ الْعَلِيُّ الْعَظِيْمُ [۽ اهو بلند ۽ عظيم آهي.]

پنهنجي ڪتاب کي بہ اهو ئي لقب ڏئي ٿو:

وَلَقَدْ اٰتَيْنٰكَ سَبْعًا مِّنَ الْمَثَانِيْ وَالْقُرْاٰنَ الْعَظِيْمَ [۽ بيشڪ اسان توهان کي ست آيتون عطا فرمايون آهن، جيڪي دهرائي دهرائي پڙهجن ٿيون ۽ قرآن عظيم پڻ ڏنوسون.]

پڻ فرمائي ٿو تہ:

اِنَّهٗ لَعَلِيٌّ كَبِيْرٌ [بيشڪ اهو تمام مٿانهون ڪتاب آهي.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ ارشاد فرمائي ٿو:

وَاِنَّكَ لَعَلٰى خُلُقٍ عَظِيْمٍ [۽ بيشڪ تون عظيم اخلاق وارو آهين.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو تہ:

رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ [الله انهن کان راضي ٿيو ۽ اهي الله کان راضي

تيا.]

سندس صفاتي نالو شهيد ۽ گواه آهي:

وَكَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيْدًا [۽ الله گواه ڪافي آهي.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ ارشاد فرمائي ٿو:

وَجِئْنَا بِكَ عَلٰى هٰٓؤُلَآءِ شَهِيْدًا [۽ توکي انهن تي گواه بنائي آڻينداسون.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

لِتَكُوْنُوْا شُهَدَآءَ عَلَى النَّاسِ [تان تہ توهان ماڻهن تي گواه ٿيو.]

پاڻ کي "حق" فرمايو اٿس:

ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْحَقُّ [اهو ان ڪري جو الله حق آهي.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي، ٿو:

حَتّٰى جَآءَهُمُ الْحَقُّ [تانجو انهن وٽ حق آيو.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ قَدْ جَآءَكُمُ الرَّسُوْلُ بِالْحَقِّ [اي انسانو! توهان وٽ حق يعني رسول پاڪ اچي چڪو.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

اُولٰٓئِكَ الْمُؤْمِنُوْنَ حَقًّا [اهي سچا پڪا مؤمن آهن.]

پاڻ کي "مبين" فرمائي ٿو:

هُوَ الْحَقُّ الْمُبِيْنُ [اهو پڌرو حق آهي.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ الْمُبِيْنِ [هي پڌري ڪتاب جون آيتون آهن.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

اِنْ اَنَا اِلَّا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ [آءُ تہ رڳو پڌرو ڊيڄاريندڙ آهيان.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَاَصْلَحُوْا وَبَيَّنُوْا [۽ انهن پنهنجي اصلاح ڪئي ۽ بيان ڪيائون.]

پاڻ کي "اعليٰ" فرمائي ٿو:

سَبِّحِ اسْمَ رَبِّكَ الْاَعْلٰى [پنهنجي سڀ کان بلند و بالا رب جي نالي

جي تسبيح ڪر.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

لَعَلِيٌّ حَكِيْمٌ [اهو تمام مٿانهون حڪمت وارو آهي.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَهُوَ بِالْاُفُقِ الْاَعْلٰى [۽ اهو مٿانهين اڀ تي هو.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَاَنْتُمُ الْاَعْلَوْنَ [۽ توهان ئي سربلند ۽ مٿانهان آهيو.]

پاڻ کي "هادي، فرمايو اٿس:

قُلْ اِنَّ الْهُدٰى هُدَى اللهِ [چئو تہ الله جي هدايت ئي اصل هدايت آهي.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

لَا رَيْبَ فِيْهِ هُدًى لِّلْمُتَّقِيْنَ [منجهس ڪو شڪ نہ آهي، متقين لاءِ هدايت آهي.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

لَقَدْ جَآءَهُمْ مِّنْ رَّبِّهِمُ الْهُدٰى [بيشڪ وٽن سندن پالڻهار طرفان هدايت ڏيڪاريندڙ رسول اچي چڪو.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

زَادَهُمْ هُدًى [انهن کي هدايت ۾ وڌايائين.]

پاڻ کي "حاڪم" فرمائي ٿو:

حَتّٰى يَحْكُمَ اللهُ بَيْنَنَا [تانجو الله تعاليٰ اسان جي توهان جي درميان فيصلو فرمائي.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

حُكْمًا عَرَبِيًّا [توهان وٽ عربي ٻوليءَ ۾ حڪم ڪندڙ ڪتاب اچي چڪو.]

پنهنجي رسول کي فرمائي ٿو:

وَاَنِ احْكُمْ بَيْنَهُمْ [۽ هي تہ سندن درميان فيصلو فرماءِ.]

امت لاءِ فرمائي ٿو:

كُونُوا قَوَّامِينَ بِالْقِسْطِ [عدل ۽ انصاف قائم ڪندڙ ٿيو.]

پاڻ کي "رحمت" فرمايو اٿس:

وَرَبُّكَ الْغَفُورُ ذُو الرَّحْمَةِ [توهان جو رب بخشڻهار رحمت وارو آهي.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَنُنَزِّلُ مِنَ الْقُرْاٰنِ مَا هُوَ شِفَاءٌ وَّرَحْمَةٌ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ [۽ سگهوئي اسين قرآن مان اهو حصو نازل ڪنداسون جنهن ۾ شفا ۽ مؤمن لاءِ رحمت آهي.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ [بيشڪ اسان توهان کي جهانن لاءِ رحمت ڪري موڪليو آهي.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

فَفِيْ رَحْمَةِ اللّٰهِ [پوءِ اهي الله جي رحمت ۾ سدائين رهڻ وارا هوندا.]

پاڻ کي "نذير" فرمائي ٿو:

فَاَنْذَرْتُكُمْ نَارًا تَلَظّٰى [پوءِ توهان کي شعلا هڻندڙ باه کان ڊيڄاريان ٿو.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَاَنْزَلْنَآ اِلَيْكُمْ نُوْرًا مُّبِيْنًا [۽ اسان توهان ڏانهن پڌرو نور لاٿو.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا [بشارت ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَلِيُنْذِرُوْا قَوْمَهُمْ اِذَا رَجَعُوْٓا اِلَيْهِمْ [۽ جڏهن اهي انهن ڏانهن موٽن ته پنهنجي قوم کي ڊيڄارين.]

پنهنجي ڪتاب کي "طاهر" فرمائي ٿو:

فِيْ صُحُفٍ مُّكَرَّمَةٍ مَّرْفُوْعَةٍ مُّطَهَّرَةٍ [اهو قرآن معزز، مٿانهن، پاڪيزه صحيفن ۾ موجود آهي.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيرًا [۽ توهان کي چڱيءَ طرح پاڪ ڪري.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

إِنَّ اللَّهَ يُحِبُّ التَّوَّابِينَ وَيُحِبُّ الْمُتَطَهِّرِينَ [بيشڪ الله توبه قبول ڪندڙن کي ۽ چڱيءَ طرح صفائي ڪندڙن کي پسند فرمائي ٿو.]

پاڻ کي "طيب" فرمائي ٿو:

اَللّٰهُ طَيِّبٌ [الله پاڪ آهي.]

۽ پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَهُدُوٓا إِلَى الطَّيِّبِ مِنَ الْقَوْلِ [۽ پاڪيزه قول ڏانهن کين هدايت ڪئي وئي.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

الطَّيِّبَاتُ لِلطَّيِّبِينَ [پاڪ شيون پاڪ ماڻهن لاءِ آهن.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

الَّذِينَ تَتَوَفّٰهُمُ الْمَلٰٓئِكَةُ طَيِّبِينَ [انهن وٽ فرشتا خوشخبري ڏيندي، سندن روح ڪنڊڻ لاءِ ايندا.]

پاڻ کي "داعي" فرمائي ٿو:

وَاللّٰهُ يَدْعُوٓا إِلٰى دَارِ السَّلٰمِ [الله سلامتيءَ واري گهر ڏانهن سڏي ٿو.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

أَجِيبُوا دَاعِيَ اللّٰهِ [الله جي سڏيندڙ کي لبيڪ چئو.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَإِنَّكَ لَتَدْعُوهُمْ إِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيمٍ [۽ بيشڪ تون انهن کي سڌي واٽ ڏانهن سڏين ٿو.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

اُدْعُوْنِيٓ أَسْتَجِبْ لَكُمْ [مون کي پڪاريو توهان جي دعا قبول ڪريان.]

پاڻ کي "قائم" فرمائي ٿو:

قَيِّمًا لِّيُنْذِرَ بَأْسًا شَدِيدًا مِّن لَّدُنْهُ وَيُبَشِّرَ الْمُؤْمِنِينَ [سڌو قائم آهي تان ته پنهنجي طرفان سخت مصيبت کان ڊيڄاري ۽ مؤمنن کي خوشخبري ڏي.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

فِيۡهَا كُتُبٌ قَيِّمَةٌ [منجهس قيمتي ۽ قائم رهندڙ ڪتاب آهن.]

پنهنجي رسول جي باري ۾ فرمائي ٿو:

قَامَ عَبۡدُ اللّٰهِ [سندس ٻانهو نماز پڙهڻ لاءِ بيٺو.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَقُوۡمُوۡا لِلّٰهِ قٰنِتِيۡنَ [الله لاءِ اطاعت ڪندڙ ٿي بيهو.]

پاڻ ڪي "صادق" فرمائي ٿو:

وَمَنۡ اَصۡدَقُ مِنَ اللّٰهِ قِيۡلًا [الله کان وڌيڪ سچي ڳالهه ڪندڙ ڪير آهي؟.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَالَّذِيۡ جَآءَ بِالصِّدۡقِ [جنهن سچ ڪي آندو.]

رسول الله ﷺ جن جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَمَا يَنۡطِقُ عَنِ الۡهَوٰى ۝ اِنۡ هُوَ اِلَّا وَحۡيٌ يُّوۡحٰى ۝ [۽ پنهنجين خواهشن جي ذريعي نٿو ڳالهائي، اها ته هڪ وحي آهي، جيڪا ان ڏانهن موڪلي وڃي ٿي.]

پنهنجي امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

اُولٰٓئِكَ هُمُ الصّٰدِقُوۡنَ [اهي ئي سچا ماڻهو آهن.]

پنهنجي باري ۾ فرمائي ٿو:

فَتَبٰرَكَ اللّٰهُ اَحۡسَنُ الۡخٰلِقِيۡنَ [پوءِ برڪت وارو آهي الله جيڪو بهترين پيدا ڪندڙ آهي.]

پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ فرمائي ٿو:

اَللّٰهُ نَزَّلَ اَحۡسَنَ الۡحَدِيۡثِ [الله تعاليٰ بهترين ڳالهه لاتي آهي.]

پنهنجي رسول ٻني باري ۾ فرمائي ٿو:

لَقَدۡ خَلَقۡنَا الۡاِنۡسَانَ فِيۡۤ اَحۡسَنِ تَقۡوِيۡمٍ [بيشڪ اسان انسان کي بهترين صورت ۾ پيدا ڪيو.]

امت جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَمَنۡ اَحۡسَنُ قَوۡلًا مِّمَّنۡ دَعَاۤ اِلَى اللّٰهِ [ان کان بهترين ڳالهه ڪنهن جي ٿي

سگهي ٿي جيڪو الله ڏانهن سڏي؟]

۽ هتي الله ڏانهن سڏڻ مان مراد ذڪر آهي، جيئن تفسير نسفي ۾ آهي. غرض تہ الله تعاليٰ جهڙيءَ طرح پنهنجي پيغمبر کي ظاهري ۽ باطني دولت ۽ سعادت سان نوازيو ۽ مالامال فرمايو آهي. ساڳيءَ طرح پنهنجن پيارن کي بہ ان مان ڀهرو ۽ حصو عطا فرمايو آهي. جنهن کي اهي سڀ ڪان عظيم دولت سمجهن ٿا. ٻين کي ان جي ڪهڙي خبر؟ جيستائين خدا پرستيءَ جي لذت نہ ٿي چکجي، ان وقت تائين الله کي سڃاڻي نہ ٿو سگهجي.

رباعي

آن دولت عظيم که خدا داد بسرور زان
حظ پذير است مگر امت ايشان
آنحضرت که از نعمت حق بهره ور آمد
پر فيض بنگر امت زان نعمت يزدان.

[اها عظيم دولت جيڪا سرور دو جهان کي رب تعاليٰ عطا فرمائي، ان مان سندن امت ڀاڱو ۽ ڀهرو پرايو. نبي ڪريم ﷺ جن کي خدا تعاليٰ وٽان جيڪا بہ نعمت ملي، توهان ڏسو تہ ان مان سندن امت ڪيئن فيض ۽ فائدو وٺي رهي آهي.]

ملڪ رسالت جي هن عظيم بادشاه ۽ سلطنت نبوت جي عظيم شهنشاه ۽ مملڪت ولايت جي بي مثال سردار جي عظيم الشان صفتن کي ڪو شخص ڇاڻي سڃاڻي ۽ سمجهي نہ ٿو سگهي.

مثنوي

آن شهنشاه عالم اقصيٰ
واقف سر قاب او ادنيٰ
هر کس آگاه نيست اين معنا
که چه باشد حقيقت او ادنا
هم چون فرمود خواجهء هردو جهان

سيد القوم[1] خادم الفقراءِ
سرور سروران هر دو جهان
اشرف و افضل زمين و زمان
مفخر الانبياءِ ختم الرسل شود شان
هزار بهر خجل در جهان
شاه مالک داران ست
تاج سرتاج تاجداران ست
کامران کام بخش در دو جهان
زينت و زيب بخت بخت زمان
گر بيايد بدرگهِ تو گدا
شاه گردد بدولت عظما
برکشيد آمده بجماله علم
اين نوشته مگر بلوح و قلم
برتر از جمله قياس و وهم
نمي گنجد بر ز کيش در فهم
هرچه گويم ازان بلند تر است
زانکه از گفت ارجمند تر است
احد داند حقيقت احمد
در مجاز است احمد و الحمد
جز خدا آگاه از حقيقت او نيست
حقيقت احمد گم کسي هسته

[اهو هن وسيع ۽ ڪشادي جهان جو شهنشاه، جيڪو قاب قوسين او ادنيٰ جي راز جو واقف آهي. هر شخص ان جي معنيٰ نٿو ڄاڻي تہ ان جي حقيقت ڇا آهي ۽ "او ادنيٰ" جو مطلب ڪهڙو آهي؟ جيئن ٻنهي جهانن جي سردار رسول الله ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي تہ: "قوم جو سردار فقيرن جو خادم

(۱) الفردوس بماثور الخطاب ص ۳۲۰ج۲ – فيض القدير ص ۱۲۲ ج۴ – الجهاد لابن مبارک ص۱۵۹ ج۱ – التدوين في اخبار قزوين ص۳۰۵۷ج۴ – تاريخ بغداد ص ۱۸۷ ج۱۰- کشف الخفا ص۵۶۱،۵۶۲ ج۱) "خادم الفقراءِ" جا لفظ ثابت نہ آهن.

هوندو آهي." اهڙو ئي ماڻهو ٻنهي جهانن جي سردار جو امام ۽ سردار هوندو آهي. پاڻ سڳورا، زمين ۽ زمان کان افضل ۽ اشرف آهن. سندن هستي اهڙي بيمثال آهي، جنهن تي نبي سڳورا بہ فخر ڪن ٿا ۽ جنهن تي رسول جي رسالت جو سلسلو ختم ٿئي ٿو. (دنيا جي) ملڪن جي بادشاهن جو شهنشاه آهي ۽ تاجدار سردارن جو سرتاج آهي، يعني هر قسم جي سرتاجي ۽ سرداريءَ جو تاج ڪين ئي سونهي ٿو. ٻنهي جهانن ۾ ڪاميابيءَ جي ڪنجي سندن هٿ ۾ آهي. دنيا جهان جو حسن جمال ۽ زيب زينت سندن دم قدم سان آهي. جيڪڏهن ڪو تنهنجي درگاه تي گدا ٿي ايندو تہ ان کي عظيم دولت نصيب ٿيندي ۽ تنهنجي مهر و ڪرم سان فيضياب ٿي ويندو. سمورا علم سندن ئي وسيلي سان ظاهر ٿيا. اها ئي ڳالھ لوح ۽ قلم ۾ لکيل آهي. سندن ذات هر قسم جي قياس، سوچ ۽ وهم کان مٿانهين آهي. پاڻ ڪنهن جي فهم ۽ سمجھ جي دائري ۾ ماپي نٿا سگهن. جيڪي بہ چوان ٿو، سندن شان ان کان بلند برتر آهي، سندن تعريف ۽ صفت ۾ جيڪا بہ ڳالھ چئي سگهجي ٿي پاڻ ان کان وڌيڪ عزت وارا آهن. احد (يعني الله) احمد جي حقيقت کي ڄاڻي ٿو. پاڻ مجازي لحاظ سان "احمد" ۽ "محمد" آهن. الله کان سواءِ ڪوبہ سندن حقيقت نٿو ڄاڻي. احمد جي حقيقت مخلوق مان ڪوبہ نٿو ڄاڻي.

اي عزيز! سيني موجوده شين جو مرڪز ۽ سرچشمو پاڻ سڳورن جي ذات بابرڪات آهي، مٿن الله جون بيشمار رحمتون، برڪتون هجن ۽ سندن اهل و عيال ۽ اصحابن تي پڻ. اهي پاڻ سڳورا ئي آهن جن کي ٻنهي جهانن جي سرداري ملي، معراج نصيب ٿي، قرآن مجيد ڪين روشن چنڊ قرار ڏنو جنهن جي نور سان عرش کان فرش تائين زمين آسمان ۽ پوري ڪائنات منور آهي. جنهن حق کي غالب ڪيو ۽ باطل کي نابود ڪيو سندس جمال ۽ ڪمال جي نور سان ڪفر ۽ گمراهي دور ٿي ۽ سندس جلال جي جلوي سان باطل فرار ٿيو. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

قُلْ جَآءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ إِنَّ الْبَاطِلَ كَانَ زَهُوقًا[1]

[چؤ تہ حق آيو ۽ باطل ڀڳو. بيشڪ باطل آهي ئي ڀڄڻ وارو]

(1) سوره بني اسرائيل آيت: ٨١

# غزل

آن شاه سریر قاب او ادنی
و آن ماه منیر وهو بالافق الاعلی
و آن سرور کونین خداوند محبت
محبوب تر از جمله بدرگاه معلا
ان داور دارین شهنشاه رسالت
سلطان سلاطین بر او رنگ "او ادنی"
خورشید جهان تاب که از غیب درخشید
در رویٔ زمین ظاهر شد نورِ تجلي
چون ظاهر شد گوي حق ظَاهر شد
گردید جاءَ الحق بالباطل بین کان زهوقا
از نور جمالش همه کفر و ضلالت شد برطرف
آن مهر زمان پرتو انداخت شد روشن
زان نور جهان و ما فیها از نور ضیاءِ
آن همه انوار چه بگویم
خال کف او صیقل زنگ رخ بیضا
چون صورت او صورتگر نقش نہ بسته
از دائره نقش بدین زینت و زیبا
گرچه آدم سجود فرشته است بصورت
آن سجده همه برتو بوده است معما
از فیض جمال تو نصیبي بر یوسف
واز لطف کمال تو نسیمي بمسیحا
صد بحر تکلم بہ خدا دادنت بہ سرور
یک قطره ازان بحر رسید بر موسي
در هر دو جمال هرچه که موجوده شد آمد
از بر طفیل تو خدا کرد مهیا
این دولت عظما تو چه داني که چه باشد
از گنج نهان ظاهر شد گوهر یکتا

چون ميم شد از احمد "فقري" توجه
گوي اين راز نهاني است نشايد سر افشا
قَالَ عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ: مَنْ رَاٰنِيْ فَقَدْ رَاَى الْحَقَّ

حضور عليه الصلوٰة والسلام جن، قاب قوسين جي تخت تي ويهندڙ آهن. يعني رب تعاليٰ سان سندن ملاقات وقت ٻن ڪمانن جيترو فاصلو هو. يا (ان کان بہ) تمام ويجهو هو. هو مٿاهين اپ تي نروار ٿيندڙ اهو روشن چنڊ، ٻنهي جهانن جو اهو سردار ۽ محبت جو اهو مولي، دارين جو اهو داور، رسالت جو شهنشاه، بادشاهن جو اهو بادشاه، "او ادنيٰ" جو رنگ جنهن تي ختم آهي. دنيا کي روشن ڪندڙ سج، جيڪو ڳجهہ مان روشن ٿيو. جنهن جي نور جون شعائون روئي زمين تي ظاهر ٿيون. جڏهن اهو نڪري نروار ٿيو تہ حق جو رستو ظاهر ٿيو جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ حق آيو ۽ باطل ڀڳو. ان جي جمال جي نور سب سمورو ڪفر ۽ گمراهي ختم ٿي. سندن نور جي چنڊ زماني تي پنهنجو عڪس ۽ اولڙو وڌو تہ دنيا ۽ جيڪي منجهس شيون آهن، سي سڀ روشن ٿي ويون سندن انوار جي آءُ کهڙي ڳالهہ ڪريان سندن نوراني رخ سان ڪٽ چڙهيل هر شيءِ ظاهر ۽ چٽي ٿي وئي. سندن صورت ٺاهڻ واري ان جو ڪو نقش ناهي ٺاهيو بس سندن نقش جي دائري سبب هي سمورو حسن ۽ جمال آهي، جيتوڻيڪ بظاهر آدم عليه السلام کي فرشتن سجدو ڪيو پر در حقيقت اهو پوشيده سجدو اي الله جا رسول! توهان کي هو. توهان جي جمال جي فيض جو هڪ حصو يوسف کي نصيب ٿيو ۽ توهان جي ڪمال جي مهرباني مان مسيح عليه السلام کي مسيحائي نصيب ٿي. الله تعاليٰ سان هم ڪلاميءَ جا سوين سمنڊ توهان کي عطا ٿيا جنهن مان فقط هڪ قطرو موسيٰ عليه السلام کي نصيب ٿيو. ٻنهي جهانن ۾ جيڪو بہ حسن ۽ جمال آهي اهو الله تعاليٰ وٽان توهان جي واسطي يا طفيل آهي. توکي کهڙي خبر تہ اها عظيم دولت ڇا آهي؟ بس ائين سمجهہ تہ ڳجهي خزاني مان بي مثال گوهر ظاهر ٿيو. ـ جڏهن احمد جو ميم ظاهر ٿيو تہ ماڻهن چوڻ شروع ڪيو تہ اهو هڪ ڳجهو راز آهي، جنهن راز کي ظاهر ڪرڻ نہ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ پاڻ سڳورن فرمايو آهي تہ جنهن مون کي ڏٺو پوءِ بيشڪ ان حق کي ڏٺو.

## باب پنجون

## فتح بابت صحابہ ڪرام ۽ سندن فضيلتون

اصحابن سڳورن ۾ سڀ کان وڌيڪ مرتبو چئن يارن جو آهي، جن مان امير المؤمنين، سيد المحبين، امام المتقين حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه جو مان ۽ شان سڀ کان مٿانهون آهي. "صديق" سندن لقب آهي. ان جو شان نزول هي آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ ڏينهن کيس فرمايو تہ: الله تعاليٰ توکي "صديق" جو خطاب عطا فرمايو آهي. ڇاڪاڻ تہ پاڻ سڀ کان پهريائين معراج جي تصديق ڪيائين يا هن ڪري تہ سڀ کان پهريائين رسول الله ﷺ جن جي رسالت تي ايمان آندائين. ڪي چون ٿا تہ کين "صديق" جو لقب هن ڪري مليو جو ظاهري ۽ باطني سچائي ۽ صفائيءَ جي دولت کين حاصل هئي:

اَلصِّدِّيْقُ مَنْ لَّمْ يَتَغَيَّرْ بَاطِنُ اَمْرِهٖ مِنْ ظَاهِرِهٖ وَقِيْلَ اَلصِّدِّيْقُ قَوْلًا وَ فِعْلًا وَ عَقْلًا

[صديق اهو آهي، جنهن جو باطن بہ ظاهر وانگر هجي ۽ چيو ويو آهي تہ جيڪو قول، فعل ۽ عقلي اعتبار سان سچو هجي اهو صديق آهي.]

سندن ٻيو لقب "عتيق" آهي ان جو شان نزول هي آهي تہ هڪ ڏينهن رسول الله ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ:

مَنْ اَرَادَ اَنْ يَّنْظُرَ اِلٰى عَتِيْقٍ مِّنَ النَّارِ فَلْيَنْظُرْ اِلٰى اَبِيْ بَكْرٍ [1]

[جيڪو گهري تہ تہ ان کي ڏسي، جنهن کي باھ کان آزادي عطا ٿي آهي، ان کي گهرجي تہ ابوبڪر صديق کي ڏسي.]

### عتيق چوڻ جو سبب

جنهن ڏينهن حضرت ابوبڪر اسلام قبول ڪيو تہ نبي ڪريم

---

(1) المستدرڪ حديث: ۴۴۰۴- مجمع الزوائد ص۴۱ ج۹- المعجم الاوسط حديث: ۹۳۸۴ مسند ابي يعلي حديث: ۴۸۹۹- المعجم الڪبير حديث:۱۰ - الاستيعاب ص۹۶۳ ج۳- الاصابة ص۱۷۰ ج۴- الرياض النضرة حديث:۳۱۹۸

ﷺ جن ڪيس فرمايو:

أَنْتَ عَتِيْقُ اللهِ مِنَ النَّارِ فَسُمِّيَ عَتِيْقًا [2]

[بيشڪ تون دوزخ کان الله جو آزاد ٿيل ۽انھو آھين.]

سندن چهري جي حسن جمال ۽ سندن اخلاق جي چڱائي ۽ ڀلائيءَ جي ڪري ﭑ ڪين عتيق چيو ويو آهي. ڇاڪاڻ ﺗ لغت ۾ ”عتيق“ جي معنيٰ حسن جي ﭑ آيل آهي.

بيت

صورت و سيرتش همه جان بوده
زان از چشمه عوام پنهان بوده
چشمم ايمان جمال او بينده
کود کي چهره نکو بينده.

[سندس صورت ۽ سندس سيرت سموري سهڻي هئي جيڪا ماڻهن جي اکين کان ڳجهي هئي، هن جي ايمان جي اک جو جمال (حُسن) ڏسڻ وٺان هو ۽ سندن چهرو ٻار وانگر معصوم ۽ پيارو هو.]

سندن عتيق هجڻ جو ٽيون سبب هي بيان ڪيو ويو آهي ﺗ حسب ۽ نسب جي لحاظ کان هر قسم جي عيبن کان پاڪ هو. ڪي چون ٿا ﺗ صديق اهو شخص آهي، جيڪو پنھنجو سڀ ڪجهه حق تعاليٰ جي رضا لاءِ خرچ ڪري ڇڏي. جيئن مشهور حديث آهي ﺗ جنگ تبوڪ جي موقعي تي جڏهن اصحابن سڳورن الله جي واٽ ۾ تَن مَن ۽ ڌَن دولت جي بازي لڳائي ۽ سڀ ڪجهه آڻي خدمت اقدس ۾ پيش ڪيو ﺗ رسول الله ﷺ جن ابوبڪر صديق رضي الله عنه کان پڇيو ﺗ:

مَا أَبْقَيْتَ لِأَهْلِكَ؟ قَالَ أَبُوْبَكْرِ الصِّدِّيْقُ: اَللهَ تَعَالىٰ وَرَسُوْلَهُ [1]

---

(2) صحيح ابن حبان حديث: ٦٨٦٤- مستدرڪ حاڪم حديث: ٣٥٥٧- الاحاديث المختارة حديث: ٢٦٥- موارد الضمآن حديث: ٢١٧١- ترمذي حديث: ٣٦٧٩- مجمع الزوائد ص ٤٠ج٩- مسند البزار حديث: ٢٢١٣- الترغيب والترهيب حديث: ٩٨٣- تهذيب التهذيب ص ٢٧٦ ج٥ – تهذيب الكمال ص ٢٨٤ ج١٥ – رجال صحيح بخاري ص ٣٨١ ج١.

[پنهنجي گهر وارن لاءِ ڇا ڇڏي آيو آهين؟ ابوبڪر صديق رضي الله عنه چيو تہ الله ۽ ان جي رسول کي.]

ڇاڪاڻ تہ ابوبڪر صديق پنهنجو سڀ ڪجهہ، ايستائين جو جسم تي پاتل ڪپڙا بہ لاهي آڻي حاضر ڪيا ۽ پاڻ هڪ ڪمبل يا ڪدر جي چادر ويڙهي آيو. ساڳئي لباس ۾ حضرت جبرئيل امين پاڻ سڳورن وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول! جيئن تہ توهان جي خاص خليفي اهو ويس ڍڪيو آهي. الله جي حڪم سان آسمان جي فرشتن بہ اهو ويس ڍڪيو آهي. روايت آهي تہ هڪ ڏينهن ابوبڪر صديق رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن جي کاٻي پاسي هو. پاڻ سڳورن ان جو سڄو هٿ پڪڙي ارشاد فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن تون ۽ آءُ هن طرح اٿاريا ويندا سون. حضرت عمرو بن عاص رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون پڇيو تہ اي الله جا رسول! عورتن مان توهان کي سڀ کان وڌيڪ پياري ڪير آهي؟ فرمايائون تہ عائشه رضي الله عنها. مون عرض ڪيو تہ مردن ۾ سڀ کان ڪير پيارو آهي؟ فرمايائون تہ ان جو پيءُ. مون چيو تہ ان کان پوءِ؟ فرمايائون تہ عمر. (1)

ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مون هر شخص جو حق ادا ڪري ڇڏيو سواءِ ابوبڪر جي، سندس

(1) تفسير قرطبي ص٣٠٧ ج١٧- ابن ڪثير ص٥٦٠ ج١- المستدرڪ علي الصحيحين ص٥٧٤ ج١- الاحاديث المختارة ص١٧٤ ج١- ترمذي حديث: ٣٦٧٥- دارمي حديث: ١٦٦٠- بيهقي حديث: ٧٥٦٣- ابودائود حديث:١٦٧٨- مسند بزار حديث: ١٥٩- مسند عبد بن حميد حديث: ٢٧٠- السنة ابن ابي عاصم ص٥٧٩ ج٢

(1) مسلم حديث: ٢٣٨٤- بخاري حديث: ٤١٠٠- ابن حبان حديث: ٦٨٨٥، ٦٩٠٠، ٧١٠٦- المستدرڪ حديث: ٦٧٤٠- الاحاديث المختارة حديث: ١٩٤٠- ترمذي حديث: ٣٨٨٥، ٣٨٩٠- بيهقي حديث: ١٢٨٧٩، ١٤٥٢٥ السنن الڪبري حديث: ٨١١٧- ابن ماجه حديث: ١٠١- مسند احمد حديث: ١٧٨٤٤- مسند عبد بن حميد حديث: ٢٩٥- المعجم الڪبير حديث: ١١٤- سير اعلام النبلاء ص١٤٢ ج٢- الاستيعاب ص٩٦٧ ج٣- الطبقات الڪبري ص٦٧ ج٨- الاصابة ص١٧٣ ج٤-

احسانن جو بدلو الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن عطا فرمائيندو.[2]

سندن شان ۾ پاڻ سڳورا وڏيڪ فرمائين ٿا ته:

أَنْتَ صَاحِبِيْ عَلَى الْحَوْضِ[3]

[تون حوض ڪوثر تي منهنجو ساٿي آهين.]

ٻي حديث آهي ته ارشاد فرمايائون ته:

ثَانِيَ اثْنَيْنِ فِي الْغَارِ وَثَانِيَ اثْنَيْنِ فِي الْعَرْشِ وَثَانِيَ اثْنَيْنِ فِي الْمَدْفَنِ[4]

[تون غار ۾ مون سان گڏ هئين ۽ عرش تي به گڏ هوندين ۽ قبر ۾ به گڏ هوندين.]

سڀ کان اڳ پاڻ سڳورن تي ايمان آڻيندڙ سڀ کان اڳ سندن خطبو پڙهندڙ سڀ کان اڳ ڪافرن کي اسلام جي دعوت ڏيندڙ سڀ کان اڳ خلافت جي مسند تي ويهندڙ سڀ کان اڳ امير حج مقرر ٿيندڙ سڀ کان اڳ خلافت جو وصي، آزاد ماڻهن مان سڀ کان اڳ اسلام قبول ڪندڙ سڀ کان اڳ معراج جي تصديق ڪندڙ امت مان سڀ کان اڳ قيامت جي ڏينهن اٿندڙ ۽ جنت ۾ سڀ کان اڳ داخل ٿيندڙ ابوبڪر صديق رضي الله عنه آهي. حضرت ابوبڪر کي اسم مبارڪ "احمد" جي خاصيت مان دولت پڻ حاصل ٿي جو رسول الله ﷺ جن سندن صفت رحمت ۽ مهرباني به بيان فرمائي جيڪا ملائڪن جي صفت آهي ۽ ڪين

---

(2) فتح الباري ص ١٣ ج٧، تحفة الاحوذي ص ١٠١ ج١، ميزان الاعتدال ص ٩٢ ج٦، لسان الميزان ص ١٠٥ ج٥، تاريخ بغداد ص ١١٨ ج٢ تهذيب الاسماء ص ٤٧٨ ج٢- ابن حبان حديث : ٦٨٥٨- موارد الظمآن حديث : ٢١٦٦- ترمذي حديث: ٣٦٦١- ابن ماجه ص٣٦ ج١- مسند احمد ص٢٥٣ ج٢.

(3) تفسير طبري ص٦٤ ج١٠- ابن حبان حديث: ٦٦٤٤- ترمذي حديث: ٣٦٧٠- مجمع الزوائد ص ٥٠ ج٩- المعجم الڪبير حديث: ١٢١٢٧ص ٤٠٠ ج١١- فتح الباري ٣١٨ ج٨- الرياض النضرة ص٧٢ ج٢

(4) حديث جي ڪنهن به ڪتاب ۾ اها حديث ثابت نه آهي.

حضرت ابراهيم خليل الله عليه السلام سان مشابهت ڏني[1]

سندن پاهتر (٧٢) فضيلتون اهڙيون آهن جيڪي اصحابن مان ڪنهن کي حاصل نہ آهن. والله تعاليٰ اعلم.

انهن مان هڪ فضيلت اها بہ آهي تہ قيامت جي ڏينهن جڏهن مؤمنن کي الله تعاليٰ جي ملاقات ۽ ديدار نصيب ٿيندو تہ انهيءَ ڏينهن هڪ تجلي سيني ايمان وارن تي ۽ هڪ تجلي خاص امير المؤمنين ابوبڪر صديق رضي الله عنه تي ٿيندي.

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَنْ يَّرْتَدَّ مِنْكُمْ عَنْ دِيْنِهٖ فَسَوْفَ يَاْتِي اللّٰهُ بِقَوْمٍ يُّحِبُّهُمْ وَيُحِبُّوْنَهٗٓ[2]

[اي ايمان وارؤ! جيڪو توهان مان پنهنجي دين کان ڦري ويندو تہ پوءِ سگهوئي الله تعاليٰ اهڙا ماڻهو آڻيندو جن کي اهو پيارو رکندو ۽ اهي ان کي پيارو رکندا.]

هن آيت جي تفسير ۾ روضة الاحباب ۾ آهي تہ ان مان مراد ابوبڪر صديق آهي. جڏهن رسول الله ﷺ جن وصال فرمايو ۽ ابوبڪر صديق رضي الله عنه خليفو مقرر ٿيو تہ جيڪي ماڻهو رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ زڪوة ڏيندا هئا, انهن زڪوة ڏيڻ کان انڪار ڪيو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه انهن جي خلاف جهاد ڪيو. ڪيترن اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ اي رسول الله جا خليفا! وقت جي تقاضا ۽ مصلحت اجازت نٿي ڏئي تہ اسان انهن جي خلاف جنگ ڪريون,

---

(1) جنگ بدر جي قيدين کي ڇڏڻ يا نہ ڇڏڻ جو مسئلو پيش آيو تہ حضرت ابوبڪر صديق کين معاف ڪرڻ جو ۽ حضرت عمر سائين کين قتل ڪرڻ جو مشورو ڏنو. انهيءَ موقعي تي فرمايائون تہ : اي ابوبڪر! تنهنجو مثال ابراهيم ۽ عيسيٰ عليهما السلام جي مثال وانگر آهي: تفسير قرطبي ۴۲۱۴ج۲۰۴۷ج۸- تفسير طبري ص۴۳ج۱۰- مجمع الزوائدص۸٦ ج۵- مسند احمد حديث: ٣٦٣٢-تحفة الاحوذي ص۳۰۵ج۵-فضائل الصحابة ابن حنبل ص۱۸۱ج۱- تاريخ طبري ص۴۷ج۲

(2) المائده آيت: ۵۴

چاڪاڻ تہ رسول الله ﷺ جن جي وفات جو حادثو تازو آهي ۽ اسلام کي استحڪام عطا نہ ٿيو آهي. اسلام جا دشمن گهڻا آهن، پر ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمايو تہ آءُ ضرور انهن سان جنگ ڪندس. حضرت عمر رضي الله عنه سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ رسول الله ﷺ جن جي وصال جو غم ۽ ڏک نئون آهي ۽ ماڻهن جون دليون غمگين آهن، ان ڪري جيڪي زڪوة نتا ڏين انهن سان نرمي ڪرڻ گهرجي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه فرمايو تہ اي عمر! جاهليت ۾ تہ تون وڏو بهادر هئين ۽ اسلام ۾ اچي ٻڄڻو ۽ مصلحت پسند ٿي ويو آهين:

وَاللهِ لَوْمَنَعُوْنِيْ عِقَالًا مِمَّا اَدُّوْا اِلٰى رَسُوْلِ اللهِ ﷺ لَقَاتَلْتُهُمْ[1]

[خدا جو قسم ڏاچيءَ کي ٻڌڻ واري رسي، جيڪا رسول الله ﷺ جن کي ڏيندا هئا جيڪڏهن اها بہ ڏيڻ کان انڪار ڪندا، تڏهن بہ آءُ انهن سان وڙهندس.]

حضرت عمر رضي الله عنه چيو تہ:

اَمَا سَمِعْتَ مِنْ رَسُوْلِ اللهِ ﷺ اَنَّهٗ قَالَ اُمِرْتُ اَنْ اُقَاتِلَ النَّاسَ حَتّٰى يَقُوْلُوْا لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ فَاِذَا قَالُوْهَا عَصَمُوْا مِنِّيْ دِمَائَهُمْ وَاَمْوَالَهُمْ[2]

[ڇا توهان رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي نہ ٻڌو آهي تہ مون کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ ماڻهن سان وڙهان، تانجو لا الہ الا الله جي شاهدي ڏين. پوءِ جڏهن اها شاهدي ڏين تہ مون کان پنهنجيون جانيون ۽ پنهنجا مال حفاظت ۾ ورتائون.]

حضرت ابوبڪر رضي الله عنه فرمايو تہ اي عمر! تو پوري حديث بيان نہ ڪئي. ڇاڪاڻ تہ پاڻ سڳورن اهو بہ فرمايو آهي تہ:

---

(1) بخاري حديث: ٦٨٥٥- مسلم ص ٥١ج١- حديث: ٢- ترمذي ص ٣ج٥- بيهقي ص ١٠٤ ج ۴- مصنف ابن ابي شيبه ص ۴٣۴ج ٢- مصنف عبدالزاق ص ۴۴ ج ۴- شرح السيوطي ص ١٥ج ٥.

(2) قرطبي ص ١٩٢ج ١- ابن ڪثير ص ٣١٠ج ٢ بخاري حديث: ٢٥- مسلم ص ٥١ج١ حديث: ٢٠- ترمذي ص ٣ج٥- مجمع الزوائد ١٢٦ج١- مصنف ابن ابي شيبه ص ٥٥٧ ج ٥- مصنف عبدالزاق ص ٦٦ج٦- احمد ص ۴٢ج١- شعب الايمان ص ٣٢٨ج ۴.

إِلَّا بِحَقِّهَا وَحِسَابُهُمْ عَلَى اللهِ

[ مگر اسلام جي حق سان (انهن سان وڙهندس) ۽ انهن جو حساب الله تي آهي.]

پوءِ حضرت ابوبکر رضہ انهن سان جنگ ڪئي ۽ رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ جيڪا زڪوة ڏيندا هئا، اها انهن کان مکمل ورتائون ۽ دين جي باري ۾ ماڻهن جي ملامت ۽ گفتگوءَ جي ڪا پرواه نہ ڪيائين:

يَآيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَنْ يَّرْتَدَّ مِنْكُمْ عَنْ دِيْنِهٖ فَسَوْفَ يَاْتِي اللهُ بِقَوْمٍ يُّحِبُّهُمْ وَيُحِبُّوْنَهٗٓ اَذِلَّةٍ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ اَعِزَّةٍ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ يُجَاهِدُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللهِ وَلَا يَخَافُوْنَ لَوْمَةَ لَآئِمٍ ذٰلِكَ فَضْلُ اللهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللهُ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ ﴿٥٤﴾[1]

[اي ايمان وارؤ! توهان مان جيڪو پنهنجي دين کان ڦرندو تہ پوءِ الله سگهو ئي اهڙن ماڻهن کي آڻيندو جن کي پسند ڪندو ۽ اهي ان کي پسند ڪندا ايمان وارن تي نرم ۽ ڪافرن تي سخت هوندا. الله جي واٽ ۾ جهاد ڪندا ۽ ملامت ڪندڙ جي ملامت جي پرواه نہ ڪندا، اهو الله جو فضل آهي، جنهن کي چاهي تو عطا ڪري تو ۽ الله ڪشادي علم وارو آهي.]

خلافت صديقي جي باري ۾ هيٺين آيت ۾ بہ پڌري ثابتي آهي:

اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللهُ وَرَسُوْلُهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رٰكِعُوْنَ ﴿٥٥﴾ وَمَنْ يَّتَوَلَّ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا فَاِنَّ حِزْبَ اللهِ هُمُ الْغٰلِبُوْنَ ﴿٥٦﴾[2]

[توهان جو دوست الله ۽ ان جو رسول ۽ اهي ايمان وارا آهن، جيڪي نماز قائم ڪن ٿا، زڪوة ادا ڪن ٿا ۽ رڪوع ڪرڻ وارا آهن ۽ جيڪو الله ۽ سندس رسول کي پنهنجو سائين ۽ ساٿي بنائيندو تہ پوءِ بيشڪ الله جو گروهہ ئي غالب ٿيڻ وارو آهي.]

اها آيت حضرت ابوبڪر ۽ علي مرتضيٰ رضي الله عنهما جي باري

(1) المائده آيت: ٥٤ پ٦

(2) المائده آيت: ٥٥-٥٦ پ٦

۾ لٿي. حضرت ابوبڪر زڪوة نہ ڏيندڙن جي خلاف جهاد ڪيو ۽ امير المؤمنين علي بن ابي طالب جي باري ۾ اچي ٿو تہ هڪ ڀيري رسول الله ﷺ جن مسجد شريف ۾ موجود هئا ۽ علي بن ابي طالب رڪوع جي حالت ۾ هو ۽ هيءَ آيت نازل ٿي. پاڻ انهيءَ حالت ۾ منڊي لاهي سائل کي ڏنائون. اها آيت حضرت علي رضہ جي خلافت جي باري بہ نص يعني قرآن مجيد جو پڌرو حڪم آهي، پر خلافت عثمانيءَ کان بعد. ڪوئي چئي سگهي ٿو تہ ان صورت ۾ تہ خلافت صديقي ۽ خلافت مرتضوي گڏوگڏ هئڻ گهرجي ها. ان جو جواب هي آهي تہ انهن ٻنهي حڪومتن جو مسلسل هئڻ ضرور نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ هر شخص پنهنجي راءِ تي حڪم ڪندو آهي ۽ هر هڪ جي راءِ جدا جدا هوندي آهي ۽ سيني خليفن جا ڪم ۽ ذميواريون جدا جدا هيون. جيڪڏهن توهان اعتراض ڪريو تہ صديقي خلافت کان بعد مرتضوي خلافت جو ذڪر آهي تہ پوءِ حضرت عمر ۽ حضرت عثمان ٻنهي جي خلافت وچ ۾ ڇو اچي وئي؟ ان جو جواب هي آهي تہ اسان آيت مان حضرت ابوبڪر صديق ۽ علي سرتضي رضي الله عنهما جي خلافت ثابت ڪئي جنهن مان صديق اڪبر جي خلافت اول آهي. جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن جي وصال کان پوءِ حضرت ابوبڪر صديق اڪبر زڪوة جي منڪرن جي خلاف جهاد ڪيو تہ الله تعاليٰ جو وعدو پورو ٿيو جنهن اعلان فرمايو هو تہ جيڪڏهن توهان مان ڪو دين کان ڦرندو تہ فَسَوْفَ يَأْتِي اللهُ بِقَوْمٍ يُحِبُّهُمْ وَيُحِبُّوْنَهٗٓ پوءِ سگهو ئي الله اهڙن ماڻهن کي آڻيندو جن کي اهو پيارو رکندو ۽ اهي ان کي پيارو رکندا, جنهن مان مراد حضرت ابوبڪر صديق ۽ ٻيا اصحابي رضي الله عنهم آهن. جڏهن حضرت ابوبڪر جي خلافت قائم ٿي تہ پاڻ زڪوة نہ ڏيندڙن ۽ ڪوڙن نبين جي خلاف جنگ ڪيائين ۽ رسول الله ﷺ جن جي طريقي مطابق خلافت جو نظام هلايائين. ملڪ ۾ امن امان قائم ڪيائين ۽ سندس ڪوشش سان هر طرف اسلام کي استحڪام ۽ وسعت حاصل ٿي ۽ دشمن مغلوب ٿيا. زندگي جي آخري گهڙين ۾ عمر فاروق رضہ کي خلافت لاءِ چونڊيائين، جيئن انهيءَ نظام کي ڪاميابيءَ سان اڳتي جاري رکي سگهي، جيڪو خليفة الرسول ﷺ قائم ڪيو آهي. حضرت عمر رضہ خلافت جي ذميواري سنڀالي، حضرت ابوبڪر صديق

رضہ جي اعتماد تي پورو لٿو ۽ ان جي پوري طرح پيروي ڪيائين.

حضرت عثمان ۽ حضرت ابن مسعود رضي الله عنهما فرمائين ٿا تہ ٽي ڄڻا عقل ۽ دانشمنديءَ ۾ سڀ کان اڳرا آهن:[1]

١- عزيز، مصر جنهن يوسف عليه السلام کي خريد ڪري پنهنجي گهر ۾ رکيو ۽ پنهنجي گهرواريءَ کي چيائين تہ:

عَسَىٰٓ اَنْ يَّنْفَعَنَآ اَوْ نَتَّخِذَهٗ وَلَدًا [2]

[ويجهو آهي تہ اسان کي فائدو ڏي يا ان کي پنهنجو پٽ بنايون.]

٢- حضرت شعيب عليه السلام جي نياڻي، جنهن حضرت موسيٰ عليه السلام جي باري ۾ پنهنجي پيءُ کي چيو تہ:

يٰٓاَبَتِ اسْتَاْجِرْهُ اِنَّ خَيْرَ مَنِ اسْتَاْجَرْتَ الْقَوِيُّ الْاَمِيْنُ [3]

[اي منهنجا پيءُ ان کي ملازم رک بيشڪ بهترين ملازم اهو آهي، جيڪو طاقتور ۽ امين هجي.]

٣- نبي ڪريم ﷺ جن، پاڻ صديق اڪبر کي پنهنجو خليفو مقرر فرمايو. ڇاڪاڻ تہ ابوبڪر صديق کان وڌيڪ افضل ۽ صالح موجود نہ آهي.

حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو:

هٰذَانِ سَيِّدَا كُهُوْلَ اَهْلِ الْجَنَّةِ مِنَ الْاَوَّلِيْنَ وَالْاٰخِرِيْنَ غَيْرَ النَّبِيِّيْنَ وَالْمُرْسَلِيْنَ [4]

[بيشڪ ابوبڪر ۽ عمر نبين ۽ رسولن کان سواءِ جنت جي

---

(1) قرطبي ص١٦٠ ج٩، حضرت علي جو قول آهي تہ چار ڄڻا سڀ کان وڌيڪ عقل مند آهن ہہ عورتون ہہ مرد. عورتن ۾ بهرين شعيب عليه السلام جي نياڻي صفرا ۽ ٻهريون مرد مصر جو عزيز ٻي عورت خديجة الڪبريٰ جنهن نبي ﷺ جي باري ۾ هوشياري ظاهر فرمائي ٻيو شخص ابوبڪر رضہ آهي جنهن مون کي پنهنجي وفات جي وقت چيو تہ منهنجي فراست چوي ٿي تہ خلافت عمر رضہ جي حوالي ڪريان. ستاريخ بغداد ص٣٥٦ ج١٠.

(2) سورة يوسف آيت: ٢١ پ١٣

(3) سورة القصص آيت: ٢٦ پ٢٠

(4) مجمع الزوائد ص ٥٣ج٩، ٥٣ج٩، سنن البيهقي الڪبري ص١٥٣ج٨، حديث : ١٦٣٦- المعجم الاوسط ص١٤٠ج٤، حديث :٣٨١٦- مسند حميدي حديث :٣٣٩- مسند الشامين حديث : ٩١٣- السنة لعبد الله بن احمد ص٥٧٩ج٢- تحفة الاحوذي ص١٠٢ج٩،٢٠٩ج١٠- شرح ابن ماجه ص٥ج١- الثقات ص٥٧٣ج٧- لسان الميزان ص٢٧٥ج١- الطبقات الڪبري ص٣٣٤ج٢- معرفة علوم الحديث ص٢٥٢ج١

جهونن جا سردار آهن.]

پڻ پاڻ سڳورن پنهنجين ڪن حديثن ۾ ابوبڪر صديق رضه ۽ عمر فاروق رضه جي خلافت جي باري ۾ اشارو فرمايو آهي:

اِقْتَدُوْا بِالَّذِيْنَ مِنْ بَعْدِيْ اَبُوْبَكْرٍ وَعُمَرَ [1]

[مون کان پوءِ ابوبڪر ۽ عمر جي پيروي ڪجو.]

ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها فرمائي ٿي ته رسول الله ﷺ جن مرض الموت ۾ فرمايو ته:

اُدْعِيْ لِيْ اَبَابَكْرٍ اَبَاكَ وَاَخَاكَ حَتّٰى اَكْتُبَ كِتَابًا فَاِنِّيْ اَخَافُ اَنْ يَّتَمَنّٰى مُتَمَنٍّ وَيَقُوْلُ وَيَاْبَى اللهُ وَالْمُؤْمِنُوْنَ [2]

[پنهنجي پيءُ ابوبڪر ۽ پنهنجي ڀاءُ عبد الرحمن کي سڏ ڪر ته جيئن ڪين هڪ لکت لکي ڏيان. بيشڪ آءٌ ڊڄان ٿو ته مون کان بعد ڪو اقتدار جي تمنا نه ڪري، پوءِ فرمايائون ته پر الله ۽ ايمان وارا ابوبڪر کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي خلافت کي تسليم ئي نه ڪندا.]

جڏهن حضرت عمر رضي الله عنه جي وصال جو وقت ويجهو آيو ته حضرت عبدالرحمن بن عوف جي اڳواڻيءَ ۾ ڇهن ڄڻن جي ڪميٽي مقرر ڪيائين جن ۾ هي اصحاب رسول شامل هئا: عثمان، علي، طلحه، زبير، عبدالرحمن بن عوف، سعد بن ابي وقاص (رضي الله عنهم) عمر فاروق

---

(1) صحيح ابن حبان حديث: ٦٩٠٢ – مجمع الزوائد ص ٥٣ ج ٩، ص ٢٩٥ ج ٩- سنن البيهقي ڪبري حديث: ١٦٣٦٨ – مصنف ابن ابي شيبه حديث: ٣٧٠٤٩ – المعجم الاوسط حديث: ٣٨١٦- مسند الشاميين حديث: ٩١٣ – جامع العلوم والحڪم ص ٢٦٤ ج١ – السنة لعبدالله بن احمد ص ٥٧٩- شرح الزرقاني ص ٣٧٢ ج٤ – تحفة الاحوذي ص ١٠٢ ج ١٠- شرح سنن ابن ماجه ص ٦ ج١ – الڪني للبخاري ص ٥٠ ج١ – الجرح والتعديل ص ٤٠٢ ج٩ – الثقات ص ٥٧٣ ج ٧ – لسان الميزان ص ٢٧٢ ج١ – تهذيب التهذيب ص ٧٧ ج١١- تهذيب الڪمال ص ٢٢٣ ج٢١)

(2) سنن البيهقي الڪبري حديث :١٦٣٦٥- السنن الڪبري حديث :٧٠٨١- المعجم الاوسط حديث :٦٥٧١-مسند احمد حديث :٢٥١٥٦- فتح الباري ٢٠٩ ج١٢٥،١ج٢٠٦،١٠ج١٣- الطبقات الڪبري ص١٥٠ج٣- الرياض النضرة ص٩١ج٢

رضي الله عنه جي وفات کان بعد سندن مشوري سان حضرت عثمان کي خليفو چونڊيو ويو. ڇاڪاڻ تہ حضرت عثمان بزرگ، شريف ۽ مڪي جي سردارن مان، سخا جو صاحب، زاهد هو. خلافت جي پوري اهليت رکندو هو. ماڻهن بہ خلافت جو نظام سندن حوالي ڪيو ۽ اهي ان کان خوش هئا. پوءِ جڏهن الله تعاليٰ جي تقدير مطابق حضرت عثمان رضي الله عنه شهادت جو شربت چکيو تہ خلافت جو بار امام الاشجعين علي مرتضيٰ ڪرم الله وجهه جي ڪلهن تي پيو. جنهن ان کي بهترين نموني سرانجام ڏنو ۽ مؤمنن جو امام مقرر ٿيو. شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جي علم کي عام ڪيائين ۽ انهن جا مطلب ۽ مقصد آسان ڪيائين.

جيڪڏهن ڪو شخص چوي تہ مٿي بيان ڪيل آيت ۾ نہ ابوبڪر جو نالو آهي نہ علي مرتضيٰ جو ان جو جواب آهي تہ جيتوڻيڪ الفاظ جمع جا آهن پر انهن جو مطلب واحد آهي. قرآن مجيد ۾ گهڻيون آيتون آهن، جتي ڪنهن ڳالهہ کي جمع سان بيان ڪيو ويو آهي ۽ ان جي مراد واحد هوندي آهي ۽ ڪنهن شيءِ کي واحد بيان ڪيو ويو آهي ۽ مراد جمع هوندي آهي. عربي لغت ۽ اڳئين زماني جي شعرن ۾ بہ اهڙا گهڻا مثال موجود آهن. مثلاً فرمائي ٿو:

وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْإِنسَانَ مِن سُلَالَةٍ مِّن طِينٍ ﴿١٢﴾ ثُمَّ جَعَلْنَاهُ نُطْفَةً فِي قَرَارٍ مَّكِينٍ ﴿١٣﴾ (1)

[بيشڪ اسان انسان کي مٽيءَ جي ست مان پيدا ڪيو پوءِ کيس مضبوط ترسڻ جي جاءِ ۾ نطفو بنائي ٽڪايوسون.]

حالانڪ هر شيءِ نطفي مان پيدا ٿئي ٿي ۽ انسان جو لفظ بہ واحد استعمال ٿيل آهي ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

لَقَدْ خَلَقْنَا الْإِنسَانَ فِي أَحْسَنِ تَقْوِيمٍ ﴿٤﴾ (2)

[بيشڪ اسان انسان کي بهترين صورت ۾ پيدا ڪيو.]

حالانڪ سموري مخلوق بهترين صورت ۾ پيدا فرمائي وئي آهي.

---

(1) المؤمنون پ 18 آيت 12-13

(2) التين آيت ۴ پ۳۰

پڻ هتي "انسان" واحد لفظ آهي. ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

مَا خَلَقْنَا السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ اِلَّا بِالْحَقِّ[1]

[بيشڪ اسان آسمانن ۽ زمين کي حق سان پيدا ڪيو آهي.]

حالانڪ آسمان وانگر زمين جا ٻه ست قسم آهن. پر آسمان کي جمع ۽ زمين کي واحد استعمال ڪيو ويو. ٻئي هنڌ آهي:

اِنَّ اللّٰهَ خَلَقَ آدَمَ عَلٰى صُوْرَتِهٖ[2]

[بيشڪ الله تعاليٰ آدم کي پنهنجي صورت مطابق پيدا ڪيو.]

هتي اڪيلي آدم جو بيان آهي. پڻ مراد اهي ماڻهو آهن. جيڪي گهڻا آهن پر لفظ واحد استعمال ٿيل آهي. اهڙا ٻيا ٻه گهڻا قسم آهن، جيڪي تفسير جي ڪتاب ۾ بيان ٿيل آهن جيڪڏهن سمورو بيان ڪجي تہ تحرير ڊگهي ٿي ويندي. غرض تہ مٿي بيان ڪيل آيت يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۾، الله تعاليٰ حضرت عليءَ جو ذڪر فرمايو. ٻئي هنڌ قرآن مجيد ۾ اهڙو مثال موجود آهي تہ:

اِنَّ اِبْرٰهِيْمَ كَانَ اُمَّةً قَانِتًا لِّلّٰهِ حَنِيْفًا[3]

[بيشڪ ابراهيم الله جو فرمانبردار يڪسو ٿي، عبادت ڪندڙ امت هو.]

ڏسو هن آيت ۾ ابراهيم عليه السلام کي امت فرمايو ويو آهي حالانڪ قَانِتًا ۽ حَنِيْفًا واحد جا صيغا آهن. اهڙي طرح الله تعاليٰ سيدنا صديق رضي الله عنه جي باري ۾ ارشاد فرمايو: فَسَوْفَ يَاْتِى اللّٰهُ بِقَوْمٍ [پوءِ سگهوئي الله تعاليٰ هڪ قوم آڻيندو.] هتي قوم واحد جو صيغو آهي ۽ مراد جمع آهي. ٻي صفت آهي تہ يُّحِبُّهُمْ [الله انهن سان محبت ڪندو.] هم

---

(1) سورة الاحقاف آيت:٣ پ٢٦

(2) تفسير طبري ص١١٣ ج٩- قرطبي ص١١٤ ج٩، ص ٣٠٠ ج٥، ص ٣٩٢ ج٥- مسلم حديث: ٢٦١٢- بخاري حديث: ٥٨٧٣- صحيح ابن حبان ص ٣٣-٣٤ ج ١٤ — مسند احمد ص ٣١٥ ج٢- فتح الباري ص ١٨٣ ج٥، ص ٣٦٦ ج٦، ص ٣ ج١١- فيض القدير ص ٤٤٥-٤٤٦ ج٣

(3) سورة النحل آيت : ١٢٠ پ١٤

جمع جو صيغو آهي. وَيُحِبُّوْنَهُ [اهي ٻن سان محبت ڪندا] يُحِبُّوْنَهُ ۾ واو نون جمع جو آهي. اَذِلَّةٍ [نرم دل] اَعِزَّةٍ [سخت] اسم جمع آهي. يُجَاهِدُوْنَ [جهاد ڪندا.] جمع جو صيغو آهي. لَا يَخَافُوْنَ [خوف نه ڪندا.] جمع جو صيغو آهي. اهي ست قسم ٿيا ۽ آيت سڄوري وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۾: وَالَّذِيْنَ ۾ نون جمع جو آهي. اٰمَنُوْا ۾ واو جمع جو آهي. ٻي الَّذِيْنَ ۾ نون جمع آهي. يُقِيْمُوْنَ ۾ واو نون جمع جو آهي. يُؤْتُوْنَ ۾ به واو نون جمع جو آهي. وَهُمْ ضمير جمع آهي. رَاكِعُوْنَ ۾ واو نون جمع جو آهي. اهي به ست ٿيا. ٻنهي آيتن ۾ ٻنهي ڪي ستن ستن صيغن ۾ جمع جي صيغي سان بيان ڪيو ويو آهي، پر مراد واحد آهي.

هاڻي ڏسو اهي حديثون جيڪي رسول الله ﷺ جن جي حجري جي دروازي تي ٻنهي بزرگن يعني ابوبڪر ۽ علي رضي الله عنهما جي باري ۾ بيان ٿيل آهن. اهي هڪ ٻئي طريقي سان، ڪتاب "روضة الحقائق في علم الحديث" ۾ آندل آهن جنهن جي مقدمي ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته:

قَدِمَا اِلٰی رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

[هڪ ڏينهن ابوبڪر صديق علي مرتضيٰ رسول الله ﷺ جن جي حجري وٽ آيا]

فَقَالَ عَلِيٌّ لِاَبِيْ بَكْرٍ تَقَدَّمْ وَكُنْ اَوَّلَ مَنْ يَّقْرَعُ وَيَتَقَرَّبُ اِلَيْهِ

[حضرت علي رضي الله عنه، ابوبڪر رضي الله عنه کي چيو ته اڳ ڀريائين توهان ان ۾ داخل ٿيو ۽ پيغمبر ﷺ جو قرب ماڻيو.]

قال ابوبكر تقدم انت يا علی فقال علی ما كنت بالذی اتقدم علٰی رجل سمعت رسول الله صلی الله عليه وسلم يقول فی حقه ما اطلعت من بعدی علٰی رجل افضل من ابی بكر الصديق فقال ابوبكر ما كنت اتقدم علٰی رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله عليه وسلم و انت خير الرجال فقال علی كرم الله وجهه انا لا اتقدم علٰی رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله عليه وسلم من اراد ان ينظر الٰی صدر ابراهيم خليل الله فلينظر الٰی صدر ابی ابكر فقال ابوبكر انا لا اتقدم علٰی رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله عليه وسلم من اراد ان ينظر الٰی آدم وصفوة والٰی يوسف و حسنه

والیٰ موسیٰ وصولته والیٰ عیسیٰ وزهده والیٰ محمد وخلقه فلینظر الیٰ علی رضی الله عنه فقال علیؓ انا لا اتقدم علیٰ رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله علیه وسلم اذا جمع العالم فی عرصات القیامة یوم الحسرة والندامة ینادی مناد من قبل الله تعالیٰ یا ابابکر ادخل انت ومحبوبك الجنة فقال ابوبکر انا لا اتقدم علیٰ رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله علیه وسلم انا مِن علی وعلی مِنی فقال علی کرم الله وجهه انا لا اتقدم علیٰ رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله علیه وسلم: ان صفات المحبین ثلاث مائة وستون صفة کلها موجودة فی ابی بکر فقال ابوبکر رضی الله عنه انا لا اتقدم علیٰ رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله علیه وسلم یوم حنین وخیبر قد اهدی له لبن وتمر فقال رسول الله صلی الله علیه وسلم هٰذه هدیة من الطالب الغالب الی علی بن ابی طالب فقال علی رضی الله عنه لا اتقدم علیٰ رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله علیه وسلم اذا کان یوم القیامة یجیءُ رضوان خازن الجنة بمفاتیح الجنة ومفاتیح النار ویقول یا ابابکر الرب جل جلاله یقرئك السلام ویقول لك هذه مفاتیح الجنة ومفاتیح النار فابعث من شئت الی الجنة ومن شئت الی النار فقال ابوبکر صدیق رضی الله عنه انا لا اتقدم علیٰ رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله علیه وسلم ان جبرئیل اتانی فقال یا محمد ان الله یقرئك السلام ویقول لك انا احبك واحب علیا فسجد شکرا واحب فاطمة فسجد شکرا واحب حسنا وحسینا فسجد شکرا فقال علی رضی الله عنه انا لا اتقدم علیٰ رجل سمعت رسول الله صلی الله علیه وسلم یقول فی حقه: لو وزن ایمان ابی بکر الصدیق وایمان اهل الارض لرجح علیهم فقال ابوبکر رضی الله عنه انا لا اتقدام علیٰ رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله علیه وسلم ان علیّا یجیءُ یوم القیامة مع اولاده وزوجته علیٰ مراکب من البدن فیقول اهل القیامة ای نبی هٰذا؟ فینادی مناد هذا حبیب الله هٰذا علی ابن ابی طالب فقال علی رضی الله عنه انا لا اتقدم علیٰ رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله علیه وسلم یسمع اهل الحشر من ثمانیة ابواب الجنة ادخل من ایها شئت ایها الصدیق الاکبر! فقال ابوبکر رضی الله عنه انا لا اتقدم علیٰ رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله علیه وسلم بین قصری وقصر ابراهیم خلیل الله قصر علی ابن ابی طالب فقال علی رضی الله عنه انا لا اتقدم علیٰ رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله علیه وسلم ان اهل السمٰوٰت من الکروبین والروحانیین والملأ الاعلیٰ یصلون فی کل یوم لابی بکر الصدیق

فقال ابوبكر رضی الله عنه انا لا اتقدم علیٰ رجل فيه نزل علیٰ رسول الله صلی الله عليه وسلم و فی حق اهل بيته: يُطْعِمُوْنَ الطَّعَامَ عَلٰى حُبِّهٖ مِسْكِيْنًا وَّ يَتِيْمًا وَّاَسِيْرًا فقال علی رضی الله عنه انا لا اتقدم علی رجل قال فی حقه رسول الله صلی الله عليه وسلم عن ربه: وَالَّذِىْ جَآءَ بِالصِّدْقِ وَصَدَّقَ بِهٖٓ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُتَّقُوْنَ فنظر جبرئيل عليه السلام الی الصادق الامين من عند رب العالمين وقال يا محمد ان الله تعالیٰ يقرئك السلام و يخصك بالمحبة والاكرام و يقول ان ملٓئِكة السمٰوٰت السبع ينظرون فی هٰذه الساعة الیٰ ابی بكر الصديق و علی المرتضی يستمعون ما جریٰ بينهما من حسن المحاسن والاٰداب و حسن الجواب من بعضها بعضا فقم اليهما و كن ثالثهما فان الله تعالیٰ قد خصهما بالرحمة والرضوان و خصهما بحسن الاسلام والايمان فخرج رسول الله صلی الله عليه وسلم اليهما و وجدهما كما ذكر له جبرئيل عليه السلام فقبل النبی صلی الله عليه وسلم وجه كل واحد منهما فقال والذی نفس محمد بيده لوان البحار صارت مدادا والاشجار اقلاما واهل السمٰوٰت كاتبا لعجزوا عن حصر فضلكما ووصف اجركما وصلی الله علیٰ سيدنا و نبينا و حبيب ربنا محمد وآله واصحابه و ذرياته واهل بيته وبارك وسلم.

حضرت ابوبڪر چيو تہ اي علي! توهان اڳتي وڌو. حضرت عليءَ چيو تہ آءٌ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نہ آهيان جنهن جي حق ۾ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ مون کان پوءِ توکي اهڙو شخص نہ ملندو جيڪو ابوبڪر کان وڌيڪ افضل هجي. حضرت ابوبڪر چيو تہ آءٌ ان کان اڳتي وڌڻ وارو نہ آهيان، جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو اٿم تہ مون توکي سڀ کان افضل عورت نڪاح ۾ ڏني ۽ تون بهترين ماڻهو آهين. حضرت عليءَ چيو تہ آءٌ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نہ آهيان جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو گهري ٿو تہ ابراهيم خليل الله جو سينو ڏسي، اهو ابوبڪر جي سيني ڏانهن نهاري. حضرت ابوبڪر چيو تہ آءٌ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نہ آهيان جنهن جي حق ۾ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو اٿم تہ جيڪو آدم عليه السلام ۽ ان جي صفت برگزيدگيءَ، يوسف ۽ ان جي حسن، موسيٰ ۽ ان جي دٻدٻي، عيسيٰ ۽ ان جي زهد، محمد ۽ ان جي

خُلق ڏانهن ڏسڻ گهري ته ان کي گهرجي ته عليءَ ڏانهن نهاري. حضرت عليءَ چيو ته آءٌ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نه آهيان جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جڏهن حسرت ۽ ندامت جي ڏينهن قيامت جي گهڙين ۾ سموري دنيا کي گڏ ڪيو ويندو ته الله تعاليٰ طرفان اعلان ڪندڙ اعلان ڪندو ته اي ابوبڪر! تون ۽ تنهنجو محبوب جنت ۾ داخل ٿيو. حضرت ابوبڪر چيو ته آءٌ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نه آهيان، جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته آءٌ عليءَ مان ۽ علي مون مان آهي. حضرت علي چيو ته آءٌ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نه آهيان جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته محبن جون ٽي سو سٺ صفتون آهن سڀ ابوبڪر ۾ موجود آهن. حضرت ابوبڪر چيو ته آءٌ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نه آهيان جنهن کي حنين ۽ خيبر جي ڏينهن کير ۽ کجيءَ جو تحفو مليو ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته اهو طالب غالب يعني الله تعاليٰ جي طرفان علي بن ابي طالب لاءِ تحفو آهي. حضرت عليءَ چيو ته آءٌ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نه آهيان جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته قيامت جي ڏينهن جنت جو رضوان ۽ دوزخ جو داروغو جنت ۽ دوزخ جون چاٻيون کڻي ابوبڪر رضي الله عنه جي سامهون ايندا ۽ چوندا ته الله جل جلاله توهان کي سلام چوي ٿو ۽ فرمائي ٿو ته هي جنت ۽ دوزخ جون چاٻيون آهن جنهن کي چاهيو جنت ۾ داخل ڪريو ۽ جنهن کي چاهيو دوزخ ۾ داخل ڪريو. حضرت ابوبڪر چيو ته آءٌ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نه آهيان جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جبرئيل عليه السلام مون وٽ آيو. چيائين ته اي محمد! بيشڪ الله توهان کي سلام چوي ٿو ۽ فرمائي ٿو ته آءٌ توسان ۽ عليءَ سان محبت ڪريان ٿو پوءِ شڪر جو سجدو ادا فرماءِ. پڻ فرمائي ٿو ته آءٌ فاطمه سان محبت ڪريان ٿو پوءِ شڪر جو سجدو ادا فرماءِ. حضرت عليءَ چيو ته آءٌ ان کان اڳتي وڌڻ وارو نه آهيان جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو اٿم ته جيڪڏهن ابوبڪر صديق ۽ روءِ زمين جي ايمان وارن جو ايمان تورجي ته البته ابوبڪر جو ايمان سيني کان ڳورو ٿيندو.

حضرت ابوبڪر چيو تہ آءُ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نہ آهيان جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ قيامت جي ڏينهن علي پنهنجي اولاد ۽ گهر واريءَ سان قربانيءَ جي جانورن جي سوارين تي ايندو ۽ پوءِ قيامت وارا چوندا تہ هي ڪهڙو نبي آهي؟ اعلان ڪرڻ وارو اعلان ڪندو تہ هي الله جو محبوب علي بن ابي طالب آهي. حضرت عليءَ چيو تہ آءُ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نہ آهيان جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنت جا اٺ دروازا آهن ۽ ابوبڪر کي چيو ويندو تہ جنهن دروازي مان توهان گهرو ان مان داخل ٿيو. حضرت ابوبڪر چيو تہ آءُ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نہ آهيان جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ منهنجي محلات ۽ ابراهيم جي محلات جي وچ ۾ عليءَ جو محل آهي. حضرت عليءَ چيو تہ آءُ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نہ آهيان جنهن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ آسمانن وارن مان ڪروبين، روحاني ۽ ملاءُ الاعليٰ وارا فرشتا سڀ هر روز ابوبڪر لاءِ رحمت جي دعا گهرن ٿا. حضرت ابوبڪر چيو تہ آءُ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نہ آهيان جنهن جي حق ۾ ۽ سندس گهر وارن جي حق ۾ رسول الله ﷺ جن تي هيءَ آيت نازل ٿي:

وَيُطْعِمُونَ الطَّعَامَ عَلَىٰ حُبِّهِ مِسْكِينًا وَيَتِيمًا وَأَسِيرًا[1]

[الله جي رضامنديءَ لاءِ مسڪينن، يتيمن ۽ قيدين کي کاڌو کارائين ٿا.]

حضرت عليءَ چيو تہ آءُ ان شخص کان اڳتي وڌڻ وارو نہ آهيان جنهن جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن تي سندس پالڻهار طرفان وحي نازل ٿي تہ (ترجمو) "جيڪو سچ سان آيو ۽ سچ جي تصديق ڪيائين اهي ئي پرهيزگار آهن." پوءِ حضرت جبرئيل امين نبي ڪريم ﷺ جن ڏانهن آيو ۽ چيائين تہ اي محمد ﷺ! بيشڪ الله تعاليٰ توهان کي سلام چوي ٿو ۽ خصوصي محبت جو تحفو موڪلي ٿو ۽ فرمائي ٿو تہ ستن آسمانن وارا هن گهڙيءَ ابوبڪر صديق ۽ علي مرتضيٰ ڏانهن نهارين ٿا ۽ انهن جي

---

(1) الدهر آيت٨ پ٢٩

درميان جيڪو ادب ۽ احترام جو بهترين معاملو جاري آهي ان کي ٻڌن ٿا، پوءِ توهان انهن جي درميان، ٿيان شامل ٿيو. چاڪاڻ تہ الله تعاليٰ انهن ٻنهي کي پنهنجي رحمت ۽ رضا سان خاص ڪيو آهي ۽ انهن کي اسلام ۽ ايمان جي حسن سان نوازيو آهي. پوءِ رسول الله ﷺ جن انهن ڏانهن آيا ۽ جيئن جبرئيل عليه السلام چيو هو تيئن ڪين ڏٺائون. پاڻ سڳورن ٻنهي مان هرهڪ جو منهن چميو ۽ فرمايائون تہ ان ذات جو قسم! جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن سمورا سمنڊ مس، سڀ وڻ قلم ۽ آسمانن ۽ زمينن واري سڀ مخلوق ڪاتب ٿين، تڏهن بہ توهان جي فضيلتن ۽ توهان جي اجر جي لکڻ کان عاجز ايندا. الله تعاليٰ اسان جي سردار ۽ اسان جي نبي پنهنجي محبوب ۽ ان جي اصحاب ۽ اولاد ۽ اهل بيت تي درود ۽ سلام موڪلي.

حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنه رسول الله ﷺ ۽ حضرت ابوبڪر، عمر رضي الله عنهما جي تعريف هن طرح بيان ڪئي آهي:

روا بعضهم اكرمهم ذي شان قد ذكروا
عاشق بلافرقهء في حياتهم
واجتمعوا في الممات اذا قبروا
رسول رب العالمين وصاحبيه
صديقه ثم بعده عمر وصلي الله
علي خير خلقه محمد وآله واجمعين.

[اهي هڪ ٻئي کان وڌيڪ عزت وارا آهن. بيشڪ اهي رسول الله ﷺ جن جا سچا عاشق آهن. زندگيءَ ۾ بہ ساڻن گڏ هئا تہ مرڻ کان پوءِ بہ هڪ هنڌ قبر ۾ دفن آهن. يعني الله رب العالمين جو رسول ﷺ ۽ سندن ٻہ ساٿي حضرت ابوبڪر صديق ۽ عمر رضي الله عنهما۔ الله رحمت ڪري مخلوق ۾ سڀ کان افضل حضرت محمد ﷺ تي ۽ سندن آل ۽ اولاد سيني تي.]

"روضة الاحباب" ۾ آهي تہ هڪ ڀيري رسول الله ﷺ جن حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنه کي روضه مبارڪ مان آواز ڏئي پڇيو تہ ڇا ابوبڪر جي شان ۾ شعر چيا اٿئي؟ چيائين تہ هائو. پوءِ هي بيت پڙهيائين.

شعر

اذا تذكرت شجواً من اخي ثقة
فاذكر اخاک ابابکر بما فعلا
خير البرية اتقاها واعدلها
بعد النبي واوفاها بما حملا
الثاني التالي المحمود مشهده
او الناس منهم صدق الرسلا
وثاني اثنين في الغار المنيف
وقد طاف العدو به اذ صعدوا الجبلا
وكان حب رسول الله قد علموا
خير البرية اذ لا يعدلون به رجلا (1)

[جڏهن توکي کنهن ويجهي ياءُ جو غم ياد اچي تہ پنهنجي ياءُ ابوبکر رضي الله عنه جي کارگذارين جو ذکر ضرور کجانءِ. پاڻ نبي کريم ﷺ جن کان پوءِ مخلوق ۾ سڀ کان ڀلارو سڀ کان وڌيک پرهيزگار، پنهنجي ذميوارين کي سڀ کان وڌيک پورو کندڙ ۽ نيائيندڙ غار حرا ۾ ساڻن گڏ ٻيو آهي، هر ميدان ۾ رسول الله ﷺ جن سان گڏ رهندڙ ماڻهن ۾ سڀ کان اڳ سندن تصديق کندڙ متانهين غار ۾ ٻيو آهي. بيشڪ جڏهن دشمن جبل تي چڙهيا تہ اهي سندن چوڌاري چکر هڻي واپس هليا ويا. سيني کي خبر آهي تہ ابوبکر صديق، الله جي پيغمبر پاڪ جو وڌيک پيارو آهي، مخلوق ۾ سڀ کان ڀلارو ۽ افضل آهي، جنهن کان وڌيک کو ٻيو نہ آهي.]

رسول الله ﷺ جن سندس شعر ٻڌي فرمايو تہ:

---

(1) تفسير قرطبي ص ٢٣٦ ج ٨- المستدرک في الصحيحين ص ٦٧ ج ٢- مجمع الزوائد ص ٤٣ ج ٩- مصنف ابن ابي شيبه ص ١٤ ج ٧- ايضاً ٣٣٦- المعجم الکبير ص ٨٩ ج ١٢- کتاب الزهد لابن ابي عاصم ص ١١٢ ج ١- تاريخ بغداد ص ٥١ ج ١٤ صفوة الصفوة ص ٢٤١ج ١- الاستيعاب ص ٩٦٤ ج ٣ وغيرها.

أَحْسَنْتَ يَا حَسَّانُ

[اي حسان! ڏاڍا سٺا شعر چيا اٿئي.]

اصحابن ۾ سڀ کان اڳ ايمان آڻيندڙ ۽ رسول الله جي سڀ کان اڳ تصديق ڪندڙ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه آهي. اها روايت عمر، عباس، ابو سعيد خدري ۽ حسان بن ثابت -رضي الله عنهم- جي آهي. عمرو بن عبسه رضي الله عنه کان روايت آهي ته جڏهن آءٌ اسلام جي دولت کان مشرف ٿيم ته مون رسول الله ﷺ جن کان پڇيو ته توهان سان گڏ انهيءَ دين تي ٻيو ڪير آهي؟ ارشاد فرمايائون ته آزاد ۽ غلام[1] آزاد ماڻهن مان صديق اڪبر ۽ غلامن مان مراد بلال رضي الله عنه آهي. عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو:

لَوْ كُنْتُ مُتَّخِذًا خَلِيْلًا غَيْرَ رَبِّيْ لَاتَّخَذْتُ اَبَابَكْرٍ خَلِيْلًا[2]

[جيڪڏهن پنهنجي رب کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي دوست بڻايان ها ته ابوبڪر صديق کي دوست بڻايان ها.]

وَقَالَ النَّبِيُّ ﷺ فِيْ حَقِّ صِدِّيْقٍ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ مَا صَبَّ اللهُ فِيْ صَدْرِيْ شَيْئًا اِلَّا وَقَدْ صَبَّ فِيْ صَدْرِ ابْنِ اَبِيْ قُحَافَةَ[3]

[الله تعاليٰ منهنجي دل ۾ جيڪا به پلائي وڌي، سا ابوبڪر صديق جي دل ۾ وڌائين.]

---

(1) مسلم حديث: ٨٣٢ج ١- مستدرڪ حاڪم ص ٦٩ ج ٣- مسند ابي عوانه (الاول) ص ١٨ ج ١- مجمع الزوائد ص ٥٤ ج ١- سنن بيهقي ص ٤٥٤ ج ٢- احمد ١١٣ج ٤- شعب الايمان ص التمهيد لابن عبدالبر ص ٢٤ ج ٤.

(2) قرطبي ص ٤٠٠ ج ٥- بخاري ص ١٧٨ ج ١- حديث: ٤٥٥- مسلم ص ٣٧٧ج ١ حديث: ٥٣٢- ترمذي ص ٦٠٩ ج ٥- ابن حبان ص ٤٣٤ ج ١٤- مجمع الزوائد ص ٤٤ ج ٩- احمد ص ٢٧٠ ج ١- سير نبلاءِ الاعلام ١٤٢٢ ج ٢- حلية الاولياءِ ص ١٣ ج ٣.

(3) حديث موضوع آهي ڏسو هيٺيان ڪتاب: نقد المنقول ص ١٠٤ ج ١- ڪشف الخفاءَ ص ٥٦٥ ج ٢- المنار المنيف ١١٥ ج ١.

وَقَالَ عَلَيْهِ الصَّلوٰةُ وَالسَّلَامُ: اَوَّلُ مَنْ اٰمَنَ بِيْ اَبُوْبَكْرٍ[4]

[پاڻ سڳورن فرمايو تہ مون تي سڀ کان اڳ ابوبڪر ايمان آندو.]

رسول الله ﷺ جن جي نبوت ۽ رسالت کان پهريائين ابوبڪر صديق رضي الله عنه نيڪيءَ ۽ ڀلائيءَ جا ڪم ڪندو رهندو هو ۽ قوم جو سردار هجڻ جي باوجود گوشه نشيني کي پسند ڪندو هو تنهن ڪري دور جاهليت جا سردار مٿس اعتراض ڪندا هئا تہ اسان جو رهبر ۽ اڳواڻ هئڻ جي باوجود، تون گوشه نشيني واري زندگي گذارين ٿو ۽ اسان کي ماڻهن جي سامهون شرمندو ڪرين ٿو. ان کان سواءِ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جا جيڪي بہ ساٿي آهن، اهي بہ صف اول جا اصحابي ۽ مهاجرين اولين مان آهن.

ثَانِيَ اثْنَيْنِ اِذْ هُمَا فِي الْغَارِ[1]

[جڏهن اهي ٻئي ڄڻا غار ۾ هئا.]

يعني رسول الله ﷺ جن ۽ ابوبڪر صديق رضي الله عنه. جيڪي سچائي ۽ عزت جا سرچشما آهن، جيئن قرآن مجيد مان اها حقيقت ثابت آهي تہ حضرت ابوبڪر صديق، حضرت رسول الله ﷺ جن جو غار جو رفيق ۽ سندن ساٿي آهي. سندن ٻيا لقب هي آهن: شيخ، عتيق، متجوع، رحيق، غريق، بحر التحقيق، التصديق والتوفيق، صديق، خليفه رسول الله ﷺ، نبين کان بعد سڀني کان افضل، امير المؤمنين، امام المتقين ابوبڪر رضي الله عنه.

سندن صفتن مان هي بہ آهي تہ پاڻ عالم لاهوت جي معارف کان واقف آهن، جيئن پاڻ فرمائي ٿو:

مَا رَاَيْتُ شَيْئًا اِلَّا وَرَاَيْتُ اللهَ قَبْلَهٗ

[مون جيڪا بہ شيءِ ڏٺي، ان کان اڳ الله تعاليٰ کي ڏٺو.]

جڏهن رسول الله ﷺ جن مرض الموت ۾ هئا تہ اصحابن پڇيو

(4) حديث ثابت نہ آهي.

(1) سوره التوبه آيت: ۴۰ پ ۱۰

تہ نماز ڪنهن جي امامت ۾ پڙهون؟

فَقَالَ النَّبِيُّ ﷺ مُرُوْا اَبَا بَكْرٍ فَلْيُصَلِّ بِالنَّاسِ[2]

[ابوبڪر کي منهنجي طرفان حڪم ڪريو تہ ماڻهن کي نماز پڙهائي.]

نبي سائين ﷺ جن جي وصال واري بيماريءَ دوران هڪ ڏينهن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه امامت ڪرائي رهيو هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ جن هڪ هٿ حضرت علي رضي الله عنه ۽ ٻيو هٿ فضل بن عباس رضي الله عنهما جي ڪلهن تي رکي مسجد نبويءَ ۾ آيا.[1]

جڏهن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي معلوم ٿيو تہ پيغمبر پاڪ اچي ويو آهي تہ پوئتي هٽڻ گهريائين. پاڻ سڳورن اشاري سان حڪم فرمايو تہ پنهنجي جاءِ تي رهہ يعني نماز پڙهاءِ، پوءِ پاڻ ابوبڪر صديق جي پاسي ۾ ويهي نماز پڙهڻ لڳا. ابوبڪر بيهي نبي سائين ﷺ جن جي امامت ۾ نماز پڙهڻ لڳو ۽ ماڻهو ابوبڪر صديق جي امامت ۾ نماز پڙهڻ لڳا.

سندس شان ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: ثَانِيَ اثْنَيْنِ اِذْ هُمَا فِي الْغَارِ [ٻن مان هڪ جڏهن اهي ٻئي ڄڻا يعني حضرت محمد مصطفيٰ ۽ ابوبڪر صديق غار ۾ هئا.]

سيني علم وارن جو اتفاق آهي تہ آيت سڳوريءَ ۾ "ثاني اثنين" مان مراد حضرت صديق اڪبر آهي. وڌيڪ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

اِذْ يَقُوْلُ لِصَاحِبِهٖ لَا تَحْزَنْ اِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا[2]

يعني حضرت صديق اڪبر تلاش ڪندڙ ڪافر دشمن کي

---

(2) (بخاري ص۲۴۰- ۲۵۱- ۲۵۲ ج ۱، ۱۲۳۸ج۳،۲٦٦۳ حديث: ٦۸۷۳- مسلم ص ۳۱۳- ۳۱٦ ج ۱، حديث ۴۲- قرطبي ص ۲۴۱ ج ۱۷- ترمذي ص ٦ ج ۵ - دارمي ص ۵۲ ج۱- احمد ص ۲۰۹ ج ۱- احمد ص ۲۰۹ ج ۱- فتح الباري ص ۲۰۵ ج ۲- ابن حبان ص ۲۹۲- ۲۹۳- ۲۹۴ ج ۱۵- ابن ماجه ص ۳۸۹- ۳۹۱ ج ۱)

(1) صحيح هي آهي تہ حضرت علي رضي الله عنه سان گڏ ٻيو خود حضرت عباس، يعني نبي سائين جن جو چاچو هو نڪي سندس پٽ فضل- رضي الله عنهم- جيئن حضرت ابن عباس جي حديث بخاريءَ ۾ موجود آهي ڏسو بخاري حديث: ٦۳۴

(2) سوره توبه آيت : ۴۰ پ ۱۰

پنهنجي طرف ايندي ڏٺو تہ غمگين ٿيو. تڏهن نبي سائين پنهنجي ساٿي ابوبڪر کي فرمايو تہ غم نہ ڪر الله اسان سان گڏ آهي.] اهڙيءَ طرح هيٺيون آيتون بہ سندس شان ۾ لٿيون:

فَأَمَّا مَنْ أَعْطَىٰ وَاتَّقَىٰ ۝ وَصَدَّقَ بِالْحُسْنَىٰ ۝[3]

[پوءِ جنهن مال ڏنو ۽ پرهيزگاري ڪيائين ۽ سچائيءَ جي تصديق ڪيائين.]

هن آيت ۾ سندس ٽي صفتون بيان ٿيون آهن: ١- الله جي رضامنديءَ لاءِ مال خرچ ڪرڻ، ٢- پرهيزگاري ۽ تقوي اختيار ڪرڻ ٣- ۽ رسول الله ﷺ جن جي رسالت، نبوت يا سفر معراج جي تصديق ڪرڻ. ڇاڪاڻ تہ ان سلسلي ۾ ٻئي هنڌ آهي تہ:

وَالَّذِي جَاءَ بِالصِّدْقِ[1]

[۽ جنهن سچ آندو]

هتي "سچ آڻيندڙ" مان مراد نبي سائين ﷺ جن آهن ۽ مٿي آيت ۾ "وصدق" مان مراد ابوبڪر صديق آهي. يعني ان صديق، انهيءَ صادق مصدوق نبي ڪريم ﷺ جن جي آندل سچي دعوت جي تصديق ڪئي. ٻيون آيتون بہ سندس شان ۾ آهن جيئن:

وَلِمَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهِ جَنَّتَانِ[2]

يعني جيڪو پنهنجي رب جي سامهون بيهڻ کان ڊنو ان لاءِ ٻہ جنتون آهن. پڻ ارشاد آهي تہ:

إِنَّ أَكْرَمَكُمْ عِندَ اللَّهِ أَتْقَاكُمْ[3]

[بيشڪ الله وٽ توهان مان سڀ کان وڏيڪ عزت وارو اهو آهي جيڪو توهان مان سڀ کان پرهيزگار آهي.]

---

(3) سورة اليل آيت: ٥-٦ پ٣٠

(1) سورة الزمر آيت : ٣٣

(2) سوره رحمن آيت :٤٦ پ ٢٧

(3) سورة الحجرات آيت : ١٣ پ ٢٦

ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا عَبۡدًا مَّمۡلُوۡكًا لَّا يَقۡدِرُ عَلٰى شَىۡءٍ وَّمَنۡ رَّزَقۡنٰهُ مِنَّا رِزۡقًا حَسَنًا فَهُوَ يُنۡفِقُ مِنۡهُ سِرًّا وَّجَهۡرًا هَلۡ يَسۡتَوٗنَ[4]

[الله هڪ ٻانهي جو مثال بيان ڪري ٿو جيڪو ڪنهن شيءِ جو مالڪ نہ آهي ۽ (ان جي ڀيٽ ۾) ٻيو شخص آهي، جنهن کي اسان پنهنجي طرفان سهڻو رزق ڏنو پوءِ اهو ان مان ڳجهہ ۽ ظاهر ۾ خرچ ڪري ٿو ڇا ٻئي برابر ٿي سگهن ٿا؟]

هن آيت ۾ آخري شخص جيڪو رات ۽ ڏينهن ڳجهو ۽ ظاهر الله جي واٽ ۾ مال خرچ ڪري ٿو انهيءَ مان مراد حضرت ابوبڪر صديق آهي. رسول الله ﷺ جن ابوبڪر صديق کي فرمايو تہ اي ابوبڪر! آگاه ٿيءُ تہ تنهنجي موت جي وقت ملڪ الموت اِها آيت پڙهندو. ابوبڪر صديق اڪبر رضہ جي فضيلت ۾ مشهور عارف بالله شيخ عطار فرمائي ٿو:

مثنوي

خواجهء اول که اول يار اوست
ثاني اثنين اذ هما في الغار اوست
صدر دين، صديق اکبر قطب حق
در همه چيز از همه برده سبق
هر چه حق از بارگاه کبريا
ريخت در صدر شريف مصطفي
آن همه در سينه صديق ريخت
لاجرم تا بود ازو تحقيق ريخت
چون دو عالم را بيکدم در کشيد
لب به بست از سنگ و خوش دم در کشيد
سر فرو بردي همه شب تا بروز
نيم شب هوئي بر آورده به سوز
هوئي او تا چين برفتي مشک بار

(4) سوره النحل آيت ٧٥ ۾ آهي:

مشک کردي خون آهوتي تتار
زين سبب گفت آفتاب شرع و دين
علم بايد جست از اينجا تا به چين
سنگ از آن بودي بحکمت درد هانش
تا به سنگ و هنگ "هو" گويد زبانش
ني که سنگش بر زبان بگرفت راه
تا نہ گويد هيچ نام جُز اله
سنگ بايد تا پديد آيد وقار
مردم بي سنگ که آيد بکار
چون عمر موئي بر صدر او
چون تو کردي ثاني اثنين قبول
ثاني اثنين او بود بعد از رسول.

[سڀ کان وڏيڪ افضل ابوبڪر رضي الله عنه آهي، جيڪو نبي سائين ﷺ جن جو اولين ساٿي آهي. "ثاني اثنين" سندس ئي لقب آهي جڏهن اهي ٻئي غار ۾ هئا. دين جو ٿنڀ صديق اڪبر آهي، جيڪو حق جو تارو آهي. سيني پلاين ۾ سڀ کان اڳي گوءِ کٽي ويو. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي سيني مبارڪ ۾ حق تعاليٰ جي طرفان جيڪو بہ حق ۽ سچ آيو ان جي پالوٽ پاڻ سڳورن صديق اڪبر جي سيني ۾ ڪئي. بيشڪ سچائي جي اها پالوٽ اتان ئي تي. جڏهن ٻنهي جهانن جي باري ۾ سوچ ويچار ڪيائين تہ منهن ۾ پٿر وجهي چپ بند ڪري ڇڏيائين ۽ دير تائين خاموش رهيو. صبح تائين ساري رات خاموش رهيو. اڌ رات جو درد وچان سندس دانهن نڪري وئي. اهڙي دانهن جنهن جي خوشبو ملڪ چين تائين پکڙجي وئي. اهڙي خوشبوءِ جنهن تاتاري هرڻ جي رت کي بہ مشڪ سان واسي ڇڏيو. انهيءَ سبب جي ڪري حضور عليه الصلوٰة والسلام جن کين دين ۽ علم جو سج فرمايو آهي تہ علم جي تلاش چين تائين ڪريو. دانائيءَ جي ڪري منهن مان حڪمت جا موتي نڪرن ٿا، پوءِ جڏهن بہ زبان مان گفتا ڪيندو آهي تہ دانائي ۽ عقلمندي کان سواءِ نہ ڳالهائيندو آهي. جنهن کي زبان تي قدرت هوندي، اهو "الله" کان سواءِ ٻيو ڪو لفظ نہ ڳالهائيندو

آهي. زبان تي ضابطو رکڻ گهرجي تان تہ ان مان وقار ۽ عزت ظاهر ٿئي، جنهن شخص کي زبان تي ڪنٽرول نہ آهي، اهو ڪنهن ڪم جو نہ آهي. جڏهن عمر رضي الله عنه صديق اڪبر جي سيني تي وار ڏٺو تہ سندس قدر ۽ عزت جي ڪري چوڻ لڳو تہ ڪاش اهو وار منهنجي سيني تي هجي ها! جڏهن تون قبول ڪرين ٿو تہ صديق اڪبر نبي سائين ﷺ جن جي غار جو ساٿي آهي تہ پوءِ پڪ ڄاڻ تہ رسول الله ﷺ کان بعد ان جو ٻيو نمبر آهي.]

رسول الله ﷺ جن حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه کي فرمايو تہ جنت عدن ۾ مون تنهنجي لاءِ ستارن کان بہ وڌيڪ محل ڏٺا. جيڪي هيرن جواهرن سان جڙيل هئا. هر محل ستن آسمانن ۽ زمينن جي برابر آهي. جبرئيل امين مون کي اهي سڀ محل ڏيکاريا ۽ چيائين تہ هي محل ابوبڪر صديق جا، هي محل عمر فاروق جا، هي محل عثمان غني جا ۽ هي محل علي مرتضيٰ جا آهن. رضي الله عنهم پر ابوبڪر رضہ جي محل کان عظيم ۽ بلندتر محل ڪنهن جا بہ نہ آهن.

سيرت ۽ تاريخ جي ڪتابن ۾ آهي تہ ابوبڪر صديق اصحاب الفيل [هاٿين جي لشڪر جي تباهيءَ] واري واقعي کان بہ چار مهينا بعد ۾ پيدا ٿيو. سندن عمر مبارڪ تقريباً ٦٣ سال هئي، ڇنڇر رات يا جمعي رات ڏينهن ٢٢ تاريخ جمادي الآخر ١٣ھ ۾ وفات ڪيائين، ۽ اصحابن سڀني جي اتفاق سان خلافت امير المؤمنين،امام المتقين عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه ڏانهن منتقل ڪيائين. ڪيس حقوق الله ۽ حقوق العباد جي تاڪيد ڪيائين ۽ ان ڏس ۾ ڪيس وصيت ڪيائين جنهن جا آخري الفاظ هي آهن تہ: ”جيڪڏهن منهنجي وصيت جي پابندي ڪندين تہ موت وقت ڪا شيءِ توکي موت کان وڌيڪ پياري نہ هوندي ۽ جيڪڏهن منهنجي وصيت کي ضايع ڪندين تہ موت وقت، توکي ان کان وڌيڪ ڪا اڻوندڙ شيءِ نہ لڳندي.“

## حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جون فضيلتون

حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو جانشين عدل ۽ انصاف جو ٿيون عظيم انسان امير المؤمنين امام المتورعين عمر فاروق رضي الله عنه

جڏهن خلافت جي منصب تي ويٺو تہ سڀ کان پهريائين خلافت اسلاميه کي زور وٺرايائين. سندس زماني ۾ عرب ۽ عجم جا گهڻا علائقا اسلام ۾ آيا. اوير ۾ جيحون، ڏکڻ ۾ سد سڪندري، يعني موجوده روسي علائقن تائين ۽ اولهہ ۾ مصر ۽ اسڪندريه تائين اسلام جو جهنڊو ڦڙڪڻ لڳو. ڏکڻ ۾ سلطنت روم جا گهڻا علائقا فتح ٿيا ۽ هند ۽ سنڌ جي سرحد تائين اسلام جي عزت ۽ شوڪت ۽ دبدبو قائم ٿيو. حضرت امير المؤمنين عمر فاروق رضي الله عنه جو عدل انصاف اڄ ڏينهن تائين مشهور آهي جيئن شاعر چوي ٿو:

بيت

داد ملت ودين را بعدل معموري شطشط

[ملت ۽ دين کي عدل ۽ انصاف سان ڪچاڪچ ڀري ڇڏيائين.]

سندس قائم ڪيل عدل انصاف جو نظام تاڪ منجهند واري سج کان وڌيڪ روشن آهي. انهيءَ عدل انصاف جي تقاضا جي ڪري امير المؤمنين عمر فاروق رضي الله عنه پنهنجي پٽ (ابو شحامہ) تي اسلامي شريعت نافذ ڪندي ڪيس ڦٽڪن جي سزا ڏني، جنهن جي سَٽَ سهي نہ سگهيو ۽ مري ويو (جيئن تاريخ جي ڪتابن ۾ اهو واقعو مذڪور آهي.) سندس انصاف پروريءَ جي سلسلي ۾ مشهور آهي تہ هڪ رات پاڻ بيت المال جو ڏيئو ٻاري مسلمانن جا ڪم اڪلائي رهيو هو. هڪ شخص گهران آيو ۽ حضرت عمر رضہ سان ڳالهائڻ شروع ڪيائين. حڪم فرمايائون تہ: هن ڏيئي کي وسائي ڇڏيو. جڏهن واسطيدار شخص هليو ويو تہ پوءِ ڏيئو ٻارڻ جو حڪم ڏنائون. ماڻهن پڇيو تہ اي امير المؤمنين! ڪهڙو سبب آهي جو توهان انهيءَ شخص جي موجودگيءَ ۾ ڏيئو وسائي پوءِ ساڻس گفتگو ڪئي؟ فرمايائون تہ ڏيئي تي سڀني مسلمانن جو حق آهي ۽ مون کي اها ڳالهہ پسند نہ آئي تہ اسين ذاتي قسم جون ڳالهيون ڪرڻ وقت، بہ مسلمانن جي بيت المال جون شيون استعمال ڪريون.

حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جي فضيلتن جو جيترو حق

آهي، تن جو بيان ڪرڻ هن فقير لاءِ مشڪل آهي. تبرڪ طور ڪجهه واقعا لکجن ٿا. عموماً سڪل مانيءَ تي گذارو ڪندو هو ڪڏهن منو ۽ سٽيو ڪاڏو نہ ڪاڏائين ۽ نہ ٿڌو پاڻي پيتائين. انس بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون حضرت عمر رضي الله عنه جي لباس ۾ چار سو چتيون لڳل ڏٺيون. روايت آهي تہ هڪ ڀيري اصحابن جي دعوت تي ويو. انهن ٿڌو ۽ منو پاڻي پيش ڪيو. جڏهن چکي ڏٺائين تہ پاڻي ٿڌو ۽ منو آهي تہ منهن مبارڪ کان پيالو پري ڪيائين. اصحابن چيو تہ سائين! ٿڌو ۽ منو پاڻي نٿا پيئو؟ فرمايائون تہ آءٌ منو ۽ ٿڌو پاڻي ڪيئن ٿو پي سگهان، جا منهنجي مملڪت جي سيني ماڻهن کي اها نعمت حاصل آهي؟

"امير المؤمنين" چوڻ جو سبب هي آهي تہ هڪ ڀيري اصحابن کي فرمايائون تہ توهان صديق اڪبر رضي الله عنه کي رسول الله ﷺ جو خليفو چوندا هئا. مون کي سندس خليفو ۽ جانشين چئو. حضرت مغيره بن شعبه رضي الله عنه چيو تہ توهان کي امير المؤمنين چونداسون. ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله عنها جي روايت ۾ آهي تہ: "فاروق" جو لقب ڪين رسول الله ﷺ جن عطا فرمايو. حضرت علي رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ فاروق جي معنيٰ آهي حق ۽ باطل ۾ فرق ڪندڙ.

قَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ إِنَّ اللهَ تَعَالىٰ جَعَلَ الْحَقَّ عَلىٰ لِسَانِ عُمَرَ وَ قَلْبِهٖ وَهُوَ الْفَارُوْقُ فَرَّقَ اللهُ بِهٖ بَيْنَ الْحَقِّ وَالْبَاطِلِ(1)

[رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ حق کي عمر رضي الله عنه جي زبان ۽ قلب تي جاري فرمائي ڇڏيو آهي ۽ ان جي ذريعي، الله حق ۽ باطل جي درميان فرق ڪيو آهي.]

---

(1) الطبقات الڪبري ص٢٧٠ ج٣- تهذيب الاسماءِ ص٣٢٥ج٢- ميزان الاعتدال ص٣٣٩ج١- صحيح ابن حبان حديث: ٦٨٨٩،٦٨٩٥- مستدرڪ حاڪم حديث: ٤٥٠١- موارد الضمآن حديث: ٢١٨٤ — ترمذي حديث: ٣٦٨٢- مجمع الزوائد ص ٦٦، ٦٧ ج٩- بيهقي حديث: ١٢٥٠٣- ابودائود حديث: ٢٩٦١، ٢٩٦٢- ابن ماجه حديث: ١٠٨- مصنف ابن ابي شيبه حديث: ٣١٩٨٦-مسند احمد حديث: ٥١٤٥-مسند عبد بن حميد حديث : ٧٥٨- المعجم الڪبير حديث :١٠٧٧- فتح الباري ص٥٠ ج٧،٤٨١ ج٩، ١٤٨ج١٢. واضح هجي تہ روايتن ۾ الفاظ گهٽ وڌ آهن.

سندس شان ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو:

أَوَمَنْ كَانَ مَيْتًا فَأَحْيَيْنَاهُ وَجَعَلْنَا لَهُ نُورًا يَمْشِي بِهِ فِي النَّاسِ[2]

[يا جيڪو شخص ويران (يعني بغير هدايت جي) هو پوءِ اسان ان کي جياريو ۽ ان کي نور عطا ڪيو جنهن جي ذريعي ماڻهن ۾ هلي چلي ٿو.]

نقل آهي تہ ”بشر“ نالي هڪ منافق جو ڪنهن يهوديءَ سان تڪرار ٿي پيو. يهوديءَ چيو تہ هن معاملي جو نبيرو محمد رسول الله ﷺ کان ڪرايون ٿا. منافقن، جن جي هڪ صفت الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ هيءَ بيان فرمائي آهي تہ:

قَدْ بَدَتِ الْبَغْضَاءُ مِنْ أَفْوَاهِهِمْ وَمَا تُخْفِي صُدُورُهُمْ أَكْبَرُ[1]

[سندن اسلام دشمني سندن واتن مان ظاهر ٿي چڪي آهي ۽ سندن سينا جيڪي ڪجهہ لڪائين ٿا، سو ان کان گهڻو وڏو آهي.]

منافق، يهوديءَ کي چيو تہ معاملو يهودين جي سردار ڪعب بن اشرف وٽ کڻي هلون ٿا. يهوديءَ چيو تہ نہ! تون مسلمانيءَ جي دعوي ڪرين ٿو سو حضرت محمد ﷺ جن وٽ نبيري لاءِ هلون ٿا. جڏهن معاملو پاڻ ڪريمن وٽ آندائون تہ نبي سائين جن، يهوديءَ جي حق ۾ فيصلو ڏنو. منافق جڏهن ٻاهر آيو تہ سوچڻ لڳو تہ حضرت عمر رضہ يهودين جو سخت دشمن آهي، چو نہ فيصلو ان وٽ کڻي هلون.[2]

اهو سوچي يهوديءَ کي چيائين تہ چڱو! فيصلو حضرت عمر رضي الله عنه وٽ کڻي هلون ٿا، جيڪو حڪم اهو ڪندو ان کي مڃينداسون. جڏهن ٻئي حضرت عمر رضي الله عنه وٽ آيا تہ يهوديءَ کيس ٻڌايو تہ اڳ ۾ نبي ڪريم ﷺ جن منهنجي حق ۾ فيصلو ڏئي چڪا آهن، پر هي شخص نٿو مڃي. حضرت عمر رضي الله عنه منافق کان پڇيو تہ: ڇا واقعي اها ئي ڳالهہ آهي؟ چيائين تہ هائو بلڪل! فرمايائين تہ

---

(2) سورة الانعام آيت: ١٢٢

(1) سوره آل عمران آيت: ٨٨

(2) هڪ ٻي روايت ۾ مطابق حضرت عمر فاروق رضہ وٽ وڃڻ کان اڳ حضرت ابوبڪر صديق رضہ وٽ ويا هئا. حضرت ابوبڪر صديق رضہ بہ يهوديءَ جي حق ۾ فيصلو ڏنو هو

اجهو ٿو توهان جي وچ ۾ فيصلو ڪريان. اهو چئي گهر ويو ۽ تلوار آڻي انهيءَ منافق جي سسي لاهي فرمايائين تہ جيڪو شخص محمد رسول الله ﷺ جو فيصلو نٿو مڃي، مون وٽ ان جي باري ۾ حڪم اهو ئي آهي. جنهن تي جبرئيل عليه السلام هيءَ وحي آندي، الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

أَلَمْ تَرَ إِلَى الَّذِينَ يَزْعُمُونَ أَنَّهُمْ آمَنُوا بِمَا أُنزِلَ إِلَيْكَ وَمَا أُنزِلَ مِن قَبْلِكَ يُرِيدُونَ أَن يَتَحَاكَمُوا إِلَى الطَّاغُوتِ وَقَدْ أُمِرُوا أَن يَكْفُرُوا بِهِ وَيُرِيدُ الشَّيْطَانُ أَن يُضِلَّهُمْ ضَلَالًا بَعِيدًا ﴿٦٠﴾[3]

[ڇا تو انهن ماڻهن کي نہ ڏٺو جيڪي پائين ٿا تہ انهن ايمان آندو انهيءَ ڪتاب تي، جيڪو توهان تي نازل ڪيو ويو ۽ جيڪو توهان کان اڳ لاٿو ويو. چاهين ٿا تہ طاغوت جي مطابق فيصلو ڪن، حالانڪ کين حڪم ڏنو ويو آهي تہ ان (طاغوت) جو ڪفر ڪن ۽ شيطان چاهي ٿو تہ انهن کي ڏورانهين گمراهيءَ ۾ اڇلائي ڇڏي.]

انهيءَ وقت جبريل عليه السلام اچي فرمايو تہ:

إِنَّ عُمَرَ فَرَّقَ بَيْنَ الْحَقِّ وَالْبَاطِلِ[1]

[بيشڪ عمر حق ۽ باطل جي درميان فيصلو ڪري ڇڏيو.]

ٻي حديث مطابق هڪ ڀيري رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ:

يَا عُمَرُ أَنْتَ فَارُوقٌ

[اي عمر! تون حق ۽ باطل ۾ فرق ڪندڙ آهين.]

حضرت انس رضي الله عنه جي روايت ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن ابوبڪر ۽ عمر رضي الله عنهما جي حق ۾ ارشاد فرمايو تہ:

هٰذَانِ سَيِّدَا كُهُولِ أَهْلِ الْجَنَّةِ مِنَ الْأَوَّلِينَ وَالْآخِرِينَ إِلَّا النَّبِيِّينَ وَالْمُرْسَلِينَ[2]

---

(3) سورة النساءَ آيت: ٦٠

(1) تفسير قرطبي ص ٢٦٤ج٥ آيت: الم تر الي الذين يزعمون (النساءَ:٦٠-جلالين، طبري، ابن ڪثير ساڳي آيت، فتح الباري ص٣٧،٣٨ج٥)

(2) ابن حبان ص ٣٣٠ ج ١٥- ترمذي ص ٦١٠ج ٥- مجمع الزوائد ص ٥٣ ج ٩- ابن ماجه ص ٣٦ ج ١- مسند احمد ص ٨٠ ج ١- المعجم الڪبير ص ١٠٤ ج ٢٢- فيض القدير ص ٨٩ ج ١- تهذيب التهذيب ص ٣٠٧ ج ٩- تاريخ بغداد ص ١٥ ج ٥- الاحاديث

[اهي ٻئي ڄڻا اڳين ۽ پوين بزرگ جنتين جا سردار آهن، سواءِ نبين ۽ رسولن سڳورن جي.]

ڪن روايتن ۾ آهي ته نبي سائين ﷺ جن ارشاد فرمايو ته:

اِقْتَدُوْا بِالَّذَيْنَ مِنْ بَعْدِيْ اَبِيْ بَكْرٍ وَعُمَرَ[3]

[مون کان پوءِ ابوبڪر ۽ عمر جي پيروي ڪجو.]

هڪ ٻي حديث ۾ آهي ته:

اِنِّيْ لَا اَدْرِيْ مَا بَقَائِيْ فِيْكُمْ فَاقْتَدُوْا بِالَّذَيْنَ مِنْ بَعْدِيْ اَبِيْ بَكْرٍ وَعُمَرَ[1]

[مون کي معلوم نه آهي ته توهان ۾ ڪيترو عرصو باقي رهندس، پوءِ مون کان بعد ابوبڪر ۽ عمر جي پيروي ڪجو.]

پڻ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو ته جيڪڏهن مون کان پوءِ نبوت جو سلسلو قائم هجي ها ته جيڪر عمر نبي ٿئي ها (پر جيئن ته پاڻ خاتم النبين آهن تنهن ڪري ڪائنات پوءِ ڪو نئون نبي قيامت تائين نه ايندو).[2]

غرض ته حضرت عمر فاروق رضي عنه جون فضيلتون، بيان ۽ لکت کان ٻاهر آهن. شيخ فريد الدين عطار فرمائي ٿو:

---

المختارة:٢٥١٠، ٢٢٦٠، ٥٤٦، ٥٤٥- موارد الظمان حديث : ٢١٩٢- مسند بزار :٤٩٠- مسند ابي يعلي حديث :٥٣٣- فضائل الصحابة لابن حنبل ص١٢٣، ١٤٨، ١٥٨، ٧٧١، ١٨٥

(3) مجمع الزوائد ص ٥٣ج٩، ٥٣ج٩، سنن البيهقي الكبري ص١٥٣ج٨، حديث : ١٦٣٦- المعجم الاوسط ص١٤٠ج٤، حديث :٣٨١٦- مسند حميدي حديث :٣٣٩- مسند الشامين حديث : ٩١٣- السنة لعبد الله بن احمد ص٥٧٩ج٢- تحفة الاحوذي ص١٠٢ج١٠، ٢٠٩ج١٠- شرح ابن ماجه ص٥ج١- الثقات ص٥٧٣ج٧- لسان الميزان ص٢٧٥ج١- الطبقات الكبري ص٣٣٤ج٢- معرفة علوم الحديث ص٢٥٢ج١

(1) مصنف ابن ابي شيبه حديث :٣٧٠٤٩- صحيح ابن حبان حديث : ٦٩٠٢-جامع العلوم والحكم ص٢٦٤ج١- تحفة الاحوذي ص٢٦٤ ج١٠- الكني للبخاري ص٥٠ج١- الطبقات الكبري ص٣٣٤ج٢- فضائل الصحابة لابن حنبل ص١٨٦ج١

(2) مستدرڪ حاڪم حديث : ٩٢ج٣- ترمذي حديث :٣٦٨٦- مجمع الزوائد ص٦٨ج٩- مسند احمد حديث :١٧٤٤١- مسند الروياني حديث :٢٢٣، ٢١٢- المعجم الكبير حديث :٨٢٢- فتح الباري ص ٥١ ج٧- فيض القدير ص٣٢٥ج٥- تهذيب التهذيب ص٣٨٦ج٧- تهذيب الكمال ص٣٢٤ ج٢١- تهذيب الاسماءِ ص٣٢٩ج٢

مثنوي

خواجهء شرع آفتاب جمع و دين
ظل حق فاروق اعظم شمع دين
ختم كرده عدل و انصاف او ز حق
در فراست بود بر وحيَش سبق
آنكه حق طاها برو خواند از نخست
تا مطهر شد طاها و درست
هاي طاها در دل او هاي وهوست
فرخ آنكه از هاي هو در هاي وهوست
آنكه دارد بر صراط اول گذر
هست او از قول پيغمبر عمر
آنكه اول حلقه دار السلام
او بدست آرد زهي عالي مقام
چون نخستش حق نهد در دست دست
آخرش باخود برد آنجا كه هست
كار دين از عدل او انجام يافت
نيل جنبش زلزله آرام يافت
شمع جنت بود و اندر هيچ جمع
هيچ كس را سايه نبود ايهء شمع
شمع را چون سايه نبود ز نور
چون گريخت از سايه او ديو دور
چون سخن گفتي حقيقت بر زبانش
از راي قلبي خدا گشتي عيانش
گر ز درد عشق جان مي سوختش
گه ز نطق حق زبان وي سوختش
چون نبي ديدش كه او مي سوخت زار
گفت شمع جنت است اين نامدار.[1]

---

(1) شعرن جي درستي لاءِ ڏسو: منطق الطير ص ٢٧

[اهو شريعت جو امام، ملت ۽ دين جو سج، حق تعاليٰ جو سايو ۽ دين جي شمع آهي. فاروق اعظم. الله تعاليٰ جي طرفان عدل ۽ انصاف کي پنهنجي عروج تي پهچايو پنهنجي دانائيءَ سبب سندس وحيءَ کان اڳتي وڌي ويو. جڏهن الله تعاليٰ پهريون پيرو نبي ڪريم ﷺ جن کي "طـه" فرمايو تہ انهيءَ طه جو مظهر حضرت عمر فاروق ٿيو. "طـه" جي "ه" جيڪا سندس دل ۾ آهي، سا "هو" مان مراد حق تعاليٰ آ ي. پيغمبر پاڪ جي قول مطابق پل صراط تي سڀ کان پهريائين عمر جو گذر ٿيندو. سڀ کان پهريائين دارالسلام جو حلقو انهيءَ قائم ڪيو اهو آهي سندس بلند مقام. جڏهن حق تعاليٰ، پهريون پيرو پنهنجو هٿ ان جي هٿ تي رکيو تہ آخرڪار پنهنجي رهنمائي ۾ ڪيس انهيءَ عظيم مقام تي پهچايائين، جيڪو ان کي حاصل ٿيو. دين جا ڪم ان جي عدل سان پورا ٿيا. زلزلي سبب ڏڏنڊڙ نيل دريا ان جي حڪم سان قرار ورتو. ماڻهن جي ميڙ ۾ جنت جي شمع هو ۽ شمع وانگر سندس پاڇو نہ هو. اس ۾ بہ سندس نور جي ڪري پاڇو نہ هو. ڇاڪاڻ تہ ان جو پاڇو ڏسي شيطان بہ ڀڄندو هو. جڏهن ڳالهائيندو هو تہ سندس زبان تي حق جاري ٿيندو هو. الله جا سڀ راز ان جي زباني ظاهر ٿيا. درد عشق جي ڪري سندس جان سڙندي هئي. حق ڳالهائڻ جي ڪري ان جي زبان سڙندي هئي. جڏهن نبيءَ ڏٺو تہ (دين ۽ ملت جي درد ۾) سڙي ٿو تہ ارشاد فرمايائين تہ اهو نيڪنام جنت جي شمع آهي. سندس وفات تي غيب مان ڪنهن هي شعر چيا:

عليک سلام من امير و بارکت
يد الله في ذاک الاديم الممزق
قضيت امورا ثم غادرت بعدها
بوائق في اکمامها تفتق
فمن يسع او يرکب جناحي نعامة
ليدرک ما قدمت بالامس يسبق
فما کنت اخشي ان تکون وفاته

بکفي سبنتي اخضر العين مطرق
ا بعد قتيل بالمدينة اصبحت له الارض
تهتز العضاه باسوق.[1]

[اي اميرا توتي سلامتي ۽ برڪت هجي. فتني فساد جي هن دنيا تي، تون الله جو هٿ هئين. ڪير آهي، جيڪو اٺ پکيءَ جي پرن تي اڏري تان تہ گذريل زماني کي لهي يعني توهان جهڙو وري ڪير ٿيندو؟ توهان عظيم الشان ڪارناما سرانجام ڏئي رحلت فرمائي. ان کان بعد فتنن ۽ فسادن منهن ڪڍيو. آءُ تہ ڊڄندو هيس تہ متان منهنجي وفات جهڪيل سنهري نيرين اکين واري بهادر شخص کان اڳ ۾ ٿئي. ڇا مديني ۾ شهادت جي واقعي کان پوءِ جڏهن تہ زمين ان لاءِ اونداهين ٿي وئي، ان کان پوءِ وڻن ۾ ميوا ۽ گل ڦل لڳندا؟ يعني ڇا اسلام کي وري اهڙي ترقي ۽ رونق حاصل ٿيندي؟.]

سندس پيدائش اصحاب فيل واري واقعي جي تيرهين سال ۽ رحلت ڇنڇر جي ڏينهن، محرم جي پهرين تاريخ هجرت جي ٽيويهين سال ۾ ٿي. انهيءَ ڏينهن دنيا ۾ سڀ کان بهترين انسان هن فاني دنيا مان دارالبقاءَ ڏانهن لاڏاڻو ڪري ويو. هڪ روايت مطابق اربعا جي ڏينهن ستاويهين ذوالحج، ٽيويهين هجري تي شهادت جو شربت پيتائون. ٻي روايت مطابق ذوالحج جا چار ڏينهن باقي هئا تہ رحلت فرمايائون. ڇيو وڃي ٿو تہ سندس خلافت جي مدت ڏهہ سال آهي. ان کان پوءِ يقين ڄاڻ تہ انهيءَ عزت ۽ احترام جي صاحب جا آخري الفاظ هي هئا تہ: "ڪفي بالله" (الله ڪافي آهي) ان کان بعد خلافت امير المؤمنين، محب الرحمن عثمان بن عفان رضي الله عنه ڏانهن منتقل ٿي. ذو الحج جي مهيني ۾ مسلمانن اتفاق سان کيس "امير المؤمنين" مڃيو. سندس فضيلتون ۽ حالتون

---

(1) شعرن جي درستي لاءِ ڏسو: مصنف ابن ابي شيبه ص ٢٥٧ ج ٦- السنته للخلال ص ٢١٦ ج ١- الثقات ص ٢٢٦ ج ٢- صفوة الصلوة ص ٢٩٢ ج ١- هي شعر مختلف ڪتابن ۾ مختلف طريقن سان آيل آهن. تفصيل ۽ تشريح لاءِ ڏسو: الغريب لابن قتيبه ص ١٦ کان ٢٣.

تفصيلي نہ آهن. مختصر ائين سمجهو تہ پاڻ عدل و انصاف ۾ احسان جو پيڪر هو ۽ شريعت جي هر حڪم تي ثابت قدم رهندي خلافت جو انتظام هلائيندو رهيو.

## حضرت عثمان ذوالنورين جون فضيلتون

جڏهن حضرت عمر فاروق رضي الله عنه، دشمن جي حملي ۾ زخمي ٿيو تہ ماڻهن عرض ڪيو تہ وصيت فرمايو. انهيءَ فرمايو تہ: ڇهن ڄڻن هرهڪ عثمان، علي، طلحه، زبير، عبدالرحمن بن عوف، سعد بن ابي وقاص – رضي الله عنهم۔ مان ڪنهن هڪ کي مشورو ڪري خليفو چونڊيو. انهن ڇهن مقدس هستين جي اتفاق سان امير المؤمنين عثمان ذوالنورين رضي الله عنه کي خليفو چونڊيو ويو. پاڻ انهيءَ وقت اصحابن سڳورن ۾ سڀ کان وڏيڪ بزرگ، سڀ کان وڏيڪ شريف ۽ مڪي جي سردارن مان هو. انتهائي درجي جو زاهد، پرهيزگار، ڪامل صلاحيتن ۽ اهليتن جو صاحب هو جنهن جي خلافت کي سيني ماڻهن قبول ڪيو. سندس فضيلتن ۾ قرآن مجيد جون آيتون ۽ رسول الله ﷺ جون حديثون ڪافي آهن.

الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو:

وَالَّذِيْنَ مَعَهٗٓ اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ تَرٰاهُمْ رُكَّعًا سُجَّدًا يَّبْتَغُوْنَ فَضْلًا مِّنَ اللّٰهِ[1]

[محمد رسول الله ﷺ ۽ جيڪي سندن ساٿي آهن، اهي ڪافرن تي سخت ۽ پاڻ ۾ رحمدل آهن. تون ڪين رڪوع ۽ سجدا ڪندي ڏسندين، الله جو فضل تلاش ڪن ٿا.]

حضرت حسن بصري جي قول مطابق هتي "رحماءُ بينهم" مان مراد حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه آهي. هڪ ٻي آيت ۾ آهي:

اَلَّذِيْ تَوَلّٰى وَاَعْطٰى قَلِيْلًا وَّاَكْدٰى[2]

(1) سوره الفتح آيت : ٢٩
(2) سوره نجم آيت : ٣٤

[جيڪو شخص حڪومت جو انتظام سنڀالي ۽ الله جي واٽ ۾ مال ڏي.]

ابن عباس، سدي، ڪلبي ۽ مفسرن جي هڪ جماعت کان منقول آهي تہ اها آيت حضرت عثمان جي شان ۾ نازل ٿي. پڻ آيت سڳوري:

اٰنَآءَ الَّیۡلِ سَاجِدًا وَّ قَآئِمًا (3)

[جيڪو شخص رات جون گهڙيون سجدو ۽ قيام ڪندي گذاري ٿو.]

اها آيت بہ اميرالمؤمنين عثمان بن عفان رضي الله تعالىٰ عنه جي شان ۾ نازل ٿي. سوره آل عمران جي هيءَ آيت سڳوري بہ سندس باري ۾ آهي:

وَلَقَدۡ عَفَا اللّٰهُ عَنۡهُمۡ (4)

[بيشڪ الله تعالىٰ انهن کي معاف ڪري چڪو.]

ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ هڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ جن منهنجي گهر ويٺا هئا. سندن ستر مبارڪ کليل هئي، انهيءَ وقت ابوبڪر صديق ۽ عمر فاروق رضي الله عنهما اجازت وٺي اندر آيا ۽ پاڻ سڳورن جي ويجهو اچي ويٺا. پاڻ ساڳئي حالت ۾ ويٺا رهيا. ٿوري دير کان پوءِ عثمان بن عفان رضي الله عنه آيو تہ پنهنجي ستر مبارڪ ڍڪي ورتائون. پوءِ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ابوبڪر ۽ عمر آيو تہ توهان ساڳئي حالت ۾ ويٺا رهيا. جنهن وقت عثمان رضي الله عنه آيو تہ توهان ستر مبارڪ ڍڪي ڇڏي، ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ ارشاد فرمايائون تہ جنهن شخص کان فرشتا شرم ڪن ٿا، ڇا ان کان آءٌ شرم نہ ڪريان؟ (1)

قرآن مجيد جي هيءَ آيت بہ سندس شان ۾ نازل ٿي:

اَلَّذِیۡنَ یُنۡفِقُوۡنَ اَمۡوَالَهُمۡ فِیۡ سَبِیۡلِ اللّٰهِ (2)

---

(3) سوره الزمر آيت : ٩

(4) سوره آل عمران آيت : ١٥٥

(1) مسلم ص ج حديث: ٢٤٠١ص ٦٦١٨ج ۴ و مثله في البخاري باختلاف يسير في مناقب عثمان- ابن حبان ص ٣٣٦ج ١٥- مجمع الزوائد ص ٨٨ج ٩- سنن بيهقي ص ٢٣٠ج٢- المعجم الاوسط حديث: ٨٦٠١ص ٣٦٩ج٨- احمد ص ٦٢ ج ٦- فتح الباري ص ٥٥ج ٧، اهڙي ئي روايت مغيره بن شعبه کان بہ آهي: فضائل عثمان مسلم شريف وغيره

(2) البقره آيت :٢٦١ پ٣

[جيڪي پنهنجا مال الله جي واٽ ۾ خرچ ڪن ٿا.]

سِچون ٿا تہ حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه کي "ذوالنورين" هن ڪري چون ٿا، جو پاڻ رسول الله ﷺ جن سان مٿين پيڙهيءَ ۾ پيءُ ۽ ماءُ جي طرفان قرابت رکي ٿو ۽ پڻ نبي ڪريم ﷺ جن جو سوٽ يا ماسات بہ آهي. يا ان جو هڪ سبب هي بہ آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪيس هڪ نياٽيءَ جي وفات کان پوءِ پنهنجي ٻي نياٽي نڪاح ۾ عطا فرمائي. جڏهن ٻي بہ گذاري وئي تہ ارشاد فرمايائون تہ: جيڪڏهن اسان جي ٽين ڌيءُ بہ هجي ها تہ هوندَ اها بہ سندس نڪاح ۾ ڏئي ڇڏيون ها. تاريخ وارا لکن ٿا تہ آدم عليه السلام کان نبي اڪرم ﷺ جن تائين ڪڏهن بہ ڪو اهڙو شخص ٿي نہ گذريو آهي، جنهن کي نبي سڳوري پنهنجون بہ نياٽيون نڪاح ۾ عطا ڪيون هجن.[3]

شيخ فريد الدين عطار سندس شان ۾ چوي ٿو:

مثنوي

خواجهء سنت که نور مطلق است
بل خداوند دو نور برحق است
آن که غرق بحر عرفان آمده است
صدر دين عثمان عفان آمده است
رفعت کان رايت ايمان گرفت
از اميرالمؤمنين عثمان گرفت
رونق کين عرصه کونين يافت
از دل پر نور ذوالنورين يافت
يوسف ثاني بقول مصطفيٰ
بحر تقوي و حيا کان وفا
سر بريدندش که تا بنشسته بود
ارچه پيوسته رحم پيوست بود

(3) سنن البيهقي حديث : ۱۳۲۰۵، السنة للخلال ص۳۹۲ج۲- تهذيب الکمال ص۴۵۰ج۱۹ وغيره

هم بعدل او شد ايمان منتشر
هم زحكمش گشت قرآن منتشر
هم هدايت در جهان هم هنر
اُمتش در عهد او شد بيشتر
كار ذوالقربيٰ بجان پرداخته
جان خود در كار ايشان باخته
سيد السادات گفتي بر فلك
شرم دارد دائم از عثمان ملك
هم پيامبر گفت در كشف و حجاب
حق نخواهد كرد با عثمان خطاب
چون نبُد او تا كند بيعت قبول
بُد بجائِ دست او دست رسول
حاضران گفتند كه من بر سود مي
گر چو ذوالنورين غائب بود مي
گفت اورا مهتر دنيا و دين
هرچه بكند نيست بيمش ازين.(1)

[پاڻ سنت جو امام آهي جيڪو نور مطلق آهي، بلڪ ٻن سچن نورن جو صاحب آهي. جيڪو عرفان جي درياءَ ۾ غرق آهي، سو دين جي اڳواڻ عثمان بن عفان جي ڪري آهي. ايمان جي جهنڊي کي جيڪا بلندي حاصل آهي، اها امير المؤمنين عثمان بن عفان جي ڪري آهي. ٻنهي جهانن ۾ جيڪي رونقون آهن، اهي ذوالنورين جي نوراني دل جي ڪري آهن. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي فرمان مطابق، پاڻ يوسف ثاني آهي. پاڻ تقويٰ ۽ حياءَ جو سمنڊ ۽ وفا جي کاڻ هو، ويٺل حالت ۾ ئي سندس سر جُدا ڪيائون، (کيس شهيد ڪيائون) ۽ هو ان وقت به لڳاتار رحم جو مجسمو هو. ان جي عدل ۽ انصاف جي ڪري دنيا ۾ ايمان پکڙيو ۽ پڻ هن جي حڪم جي ڪري قرآن جي اشاعت ٿي. سندس زماني ۾ دنيا ۾ هدايت ۽ علم ۽ هنر جي اشاعت وڌي ياڳي ٿي.

---

(1) ڏسو: منطق الطير ص ٢٨، ڪتاب سنڌ يونيورسٽي لائبريري ۾ موجود آهي.

عزازت ۽ قرابت جي حقن جي ادائيگيءَ جي ڪري پنهنجي جان تان هٿ کنيائين. سيد السادات عليه السلام جن جو ارشاد آهي تہ آسمان تي فرشتا بہ عثمان رضي الله عنه کان شرم ڪن ٿا. خود پيغمبر پاڪ ﷺ پاڻ بہ پني مبارڪ تي ڪپڙو ڍڪڻ جو سبب ؛هو بيان ڪيو. پاڻ سڳورن جو ارشاد آهي تہ الله تعاليٰ عثمان کان حساب نہ وٺندو. (بيعت رضوان وقت) پاڻ موجود نہ هو تہ سوال پيدا ٿيو تہ ان جي بيعت ڪيئن ڪجي؟ تڏهن رسول الله ﷺ جن سندس پاران پنهنجي هڪ هٿ تي پنهنجو ٻيو هٿ رکي، عثمان رضہ جي طرفان پاڻ بيعت ڪئي. حاضرين چيو تہ جيڪڏهن جهاد ۾ عثمان بن عفان ذوالنورين غائب آهي تہ پوءِ ڪهڙو فائدو؟ الله جي رسول فرمايو تہ دنيا ۽ دين جو پيشوا، عثمان جيڪي چاهي سو ڪري، ان لاءِ هن کان پوءِ ڪو خوف نہ آهي.]

امير المؤمنين عثمان رضي الله عنه جمعي جي ڏينهن تيرهن ذوالحج ٣٥هہ تي شهيد ٿيو. روايت آهي تہ غيب مان آواز آيو تہ ڪيس دفن ڪريو ۽ سندس نماز پڙهو پوءِ بيشڪ الله تعاليٰ ان جي نماز پڙهي چڪو آهي، يعني ان تي رحمت موڪلي چڪو آهي. هڪ روايت ۾ آهي تہ جڏهن سندس روح دارالبقا پرواز ڪري ويو تہ گهر جي چئني طرفن مان آواز ٻڌڻ ۾ آيا. پهريون آواز هو تہ "اي حيادار اڪين وارا بهادر عثمان بن عفان! مديني ۾ تنهنجي شهادت جي ڪري اونداهي ڇانئجي وئي ۽ باغي غالب ٿي ويا." ٻيو آواز هو تہ "اي پٽ عفان جا! توکي جنت جي خوشين، خوشبوئن ۽ گلن، گلزارن جي خوشخبري هجي." ٽيون آواز آيو تہ "اي پٽ عفان جا! غير فاني نعمتن جي توکي خوشخبري هجي." چوٿون آواز هو تہ "اي عفان جا پٽ! پنهنجي رب جي خوشخبري وٺ، جيڪو توتي ڪڏهن ناراض نہ ٿيندو." حضرت عثمان رضي الله عنه جي قاتلن جو ڏاڍو بڇڙو حال ٿيو. ڪنهن جي سسي سندس ڌڙ کان جدا ٿي، ڪنهن جو هٿ شل ٿي پيو ڪو مجذوم يعني جذامي ٿي پيو ڪو مجنون يعني چريو ٿي پيو ۽ اهڙين ٻين خطرناڪ مصيبتن ۾ اهي گرفتار ٿيا. امير المؤمنين عثمان بن عفان رضي الله عنه جي مرثيي ۾ ماڻهن هي شعر پڙهيا:

ابو خليفه شعر چوندي ٻڌايو تہ اسان کي عباس بن فضل رياشي، ليلي، اخيله سندس مرثيي ۾ هي شعر ٻڌايا:

ابعد عثمان ترجو الخير امته
قد كان افضل من يمشي علي ساق
خليفة الله اعطاهم و خولهم
ما كان من ذهب حلو واوراق
فلا تكذب بوعد الله واتقه
ولا تكونن علي شيءِ باشفاق
ولا تقولن لشيءِ سوف افعله
قد قدر الله ماكان امرؤ لاق.[1]

ڇا عثمان کان بعد نبي ڪريم ﷺ جن جي امت ڀلائي جي اميد رکي ٿي؟ زمين تي جيڪي بہ هلن چلن ٿا, سيني کان افضل هو. الله جو خليفو هو. جيڪي بہ سون چاندي ۽ ويس وڳا هوندا هئا, سي ماڻهن کي عطا ڪندو هو. پوءِ الله جي وعدي کي ڪوڙو نہ ڀانءِ ۽ ان جو خوف ڪر. ان جي مهرباني ۽ مهلت جي ڪري بي خوف نہ ٿيءُ. ڪنهن ڪم جي باري ۾ ائين نہ چوندو ڪر تہ سڀاڻي هيئن ۽ هيئن ڪندس. ماڻهوءَ کي جيڪي ڪجهہ پيش اچي ٿو اهو الله سڀ تقدير ۾ لکي ڇڏيو آهي.

## امير المؤمنين علي مرتضيٰ ڪرم الله وجهه جون فضيلتون

جڏهن امير المؤمنين عثمان رضي الله عنه جي قتل جو دل ڏکوئيندڙ واقعو واقع ٿيو ان وقت علي بن ابي طالب ماڻهن کان جدا ٿي گهر ۾ ويٺو هو. پوءِ هر قسم جا ماڻهو سندس خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيا ۽ بيعت وٺڻ لاءِ زور ڏنائون, مگر پاڻ قبول نہ ڪيائون. امير المؤمنين عثمان رضي الله عنه جي شهادت جي پنجين ڏينهن مصر جي ماڻهن مديني وارن ڏانهن وفد موڪلي، انهن کي چيو تہ علي مرتضيٰ وٽ وڃو ۽ خلافت جو منصب قبول ڪرڻ لاءِ مٿس زور بار رکو. انهن سندس خدمت ۾ حاضر ٿي

---

(1) شعرن جي درستي ڏسو: مجمع الزوائد ص ٩٩ ج ٩ ۽ المعجم الڪبير ص ٨٥ ج ١.

چيو تہ خلافت جا وڏيڪ حقدار توهان آهيو پوءِ اهو منصب سنڀاليو. ارشاد فرمايائون تہ مون کي ان ڪم جي باري ۾ ڪا رغبت نہ آهي. چيائون تہ جيڪڏهن خلافت جو منصب خالي رهندو تہ ماڻهن ۾ فتنو فساد ۽ قتل عام جاري ٿي ويندو. چاڪاڻ تہ چيو ويو آهي تہ: لَوْلَا السُّلْطَانُ لَأَكَلَ النَّاسُ بَعْضُهُمْ بَعْضًا [جيڪڏهن بادشاه نہ هوندو تہ ماڻهو هڪ ٻئي کي کائي ناس ڪري ڇڏيندا.] ۽ عوام الناس جا معاملا درهم برهم ٿي ويندا. ارشاد فرمايائون تہ پنهنجن ساٿين سان صلاح مشورو ڪريو. جنهن کي وڻيو ان کي اهو منصب حوالي ڪريو. چيائين تہ سمورا داناءَ، صلحاءَ، اتقياءَ ۽ اصحاب رسول الله ﷺ مديني ۾ موجود نہ آهن ۽ بيشمار ماڻهن ٻاهران پڻ توهان جي نالي تي بيعت ڪرڻ لاءِ زور ڏين ٿا. جڏهن مهاجرن ۽ انصارن جو زور حد کان وڌي ويو تہ علي مرتضيٰ رضي الله عنه منبر رسول الله ﷺ تي اچي ويٺو ۽ فصيح، بليغ خطبو ارشاد فرمايائون. الله تعاليٰ جي ساراه ڪرڻ ۽ نبي ڪريم ﷺ جن تي درورد پڙهڻ کان پوءِ فرمايائون تہ: ”اي ايمان وارؤ! ڇا توهان هن ڳالهہ تي راضي آهيو تہ آءٌ خليفو ٿيان؟“ سيني چيو تہ هائو! پوءِ سڀ کان پهريائين حضرت طلحه رضي الله عنه سندس هٿ تي بيعت ڪئي. حضرت طلحه جو هٿ جنگ احد ۾ رسول الله ﷺ جن جو دفاع ڪندي زخمي ٿي پيو هو. جيڪو اڃا تائين صحيح نہ ٿيو هو پر تڏهن بہ انهيءَ هٿ سان علي مرتضيٰ جي بيعت ڪيائين. ان کان پوءِ حضرت زبير رضي الله عنه سندس بيعت ڪئي. ڪن ڪتابن ۾ آهي تہ اها بيعت جمعي جي ڏينهن ٿي، جڏهن امير المؤمنين عثمان رضي الله عنه شهادت جو شربت پيتو. ڪن روايتن ۾ آهي تہ شهادت جي واقعي کان هڪ هفتو بعد علي رضي الله عنه جي بيعت ٿي. سيرت ۽ تاريخ جي ڪن ڪتابن ۾ آهي تہ جڏهن ماڻهن کي معلوم ٿيو تہ علي رضي الله عنه خلافت وٺڻ کان انڪار ڪري رهيو آهي تہ طلحه ۽ زبير رضي الله عنهما (جيڪي عشره مبشره مان آهن) مهاجرن ۽ انصار جي هڪ جماعت ساڻ ڪري وٽس آيا ۽ چيائون تہ مسلمانن کي امام ۽ خليفي جي ضرورت آهي، توهان بيعت وٺو. حضرت علي فرمايو تہ مون کي ان جي ڪا رغبت نہ

آهي. جڏهن اصحابن سڳورن جو زور حد کان وڌيو تہ فرمايائون تہ چڱو اڇو! ڀلي منهنجي هٿ تي بيعت ڪريو. آءٌ خلافت جو نظام هلائڻ لاءِ شريعت جي حدن کان هيڏي هوڏي نہ ٿيندس ۽ ماڻهن جا معاملا مشوري سان طئي ڪيا ويندا. بيت المال مان هڪ درهم بہ نہ ڪٽندس. توهان سان مهرباني ۽ ڀاجهہ جو سلوڪ ڪندس. ڀانهن جا حڪم احڪام ڪتاب الله ۽ سنت رسول الله ﷺ موجب طئي ڪيا ويندا. پوءِ فرمايائون تہ مسجد ۾ هلو. اتي سڀ کان پهريائين طلحه ۽ زبير رضي الله عنهما سندس بيعت ڪئي، ان کان پوءِ ٻين مهاجرن، انصارن ۽ مديني وارن بيعت ڪئي. حضرت علي رضي الله عنه خطبو ارشاد فرمايو جنهن جي شروعات هن طرح ڪيائون تہ:

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ عَلٰى اِحْسَانِهٖ قَدْ رَجَعَ الْحَقُّ عَلٰى مَكَانِهٖ

[الله تعاليٰ جو شڪر آهي سندس احسان تي، جو حق پنهنجي جاءِ تي موٽي آيو.]

خطبو ڏيئي فارغ ٿيا تہ حضرت خزيمه بن ثابت انصاري رضي الله عنه، جنهن کي رسول الله ﷺ جن اها سعادت عطا ڪئي هئي جو سندس شاهدي ٻن ڄڻن جي شاهديءَ جي برابر ليکي ويندي هئي، اهو اٿيو ۽ علي رضي الله عنه جي شان ۾ هي نعت پڙهيائين:

اذا لحف بالبيع علي ابوالحسن
ممن يخاف منه الفتن
وجدناه اولي الناس بالناس
انه طيب قريش بالكتاب والسنة
وهو اشرف قريش من يشفق عباده
اذا فاجرا يوما من الطيب يغزو كتاب
وهو الشريف الذي فيهم من الخير كله
وما فيهم بعض الذي فيه من شره
وهو افضل آل من يامن الناس واحد.

[ياد ڪريو جڏهن ماڻهن زور شور سان ابوالحسن علي بن ابي

طالب جي بيعت ڪئي، جنهن ڪان فتنو فساد پکيڙيندڙ قوتون ڏڄن ٿيون. ڪيس ماڻهن جي ولايت ۽ امارت جو سڀ ڪان وڌيڪ لائق لڏوسون. اهو قريش ۾ ڪتاب الله ۽ سنت رسول الله کي سڀ ڪان وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي. قريش مان ماڻهن تي سڀ ڪان وڌيڪ مهربان آهي. جڏهن هڪ بدبخت، هڪ ڏينهن ان سان قرآن جي باري ۾ جهڳڙو ڪيو حالانڪ پاڻ سڀ ڪان وڌيڪ پلارو انسان آهي. ماڻهن ۾ ڪي شرپسند بہ آهن، پر علي اهو شخص آهي جنهن ڏانهن ماڻهو اچي، پناه وٺي رهيا آهن.] [1]

نقل آهي تہ بيعت ڪرڻ ڪان پوءِ حضرت علي رضي الله عنه وٽ حضرت طلحه ۽ زبير اصحابن سڳورن رضي الله عنهم اجمعين جي جماعت سان گڏجي آيا. چيائون تہ امير المؤمنين عثمان رضي الله عنه جي قاتلن ڪان بدلو ڪيئن وٺجي؟ حضرت علي سائين فرمايو تہ سندس قاتل گهڻا آهن ۽ اسان انهن مان ڪنهن هڪ شخص کي بہ بغير گواهيءَ جي نہ پڪڙينداسون ۽ نہ مارينداسون ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي باري ۾ معلوم ٿئي تہ عثمان رضي الله عنه جو قاتل آهي تہ شريعت جي تعليم مطابق ان ڪان ضرور قصاص وٺنداسون. انهيءَ دوران ڪافي اهڙا واقعا ٿيا جن جو بيان ڏکهو آهي، تنهن ڪري انهن ڪان پاسو ڪريون ٿا. امير المؤمنين علي بن ابن طالب جون فضيلتون ۽ صفتون بيشمار آهن، جن کي تحرير ۽ تقرير ۾ بند نٿو ڪري سگهجي، تنهن هوندي بہ ان ڏس ۾ الله ۽ سندس رسول پاڪ ﷺ جا ڪجهہ فرمان بيان ڪريون ٿا:

قَالَ النَّبِيُّ ﷺ مَنْ كُنْتُ مَوْلَاهُ فَعَلِيٌّ مَوْلَاهُ [1]

[نبي ﷺ جن فرمايو تہ جنهن جو آءٌ ساٿي آهيان، تنهن جو ساٿي هي علي آهي]

(1) اهي شعر لکت ۾ صاف ۽ پڙهڻ جهڙا نہ آهن، اندازي سان لکيا ويا ۽ اهي آهن بہ اڻ پورا. والله اعلم بالصواب (مترجم)

(1) قرطبي ص ٢٦٦ ج ١- تفسير ابن ڪثير ص ١٥ ج ٢- ابن حبان ص ٣٧٦ ج ١٥- مستدرڪ حاڪم ص ١١٩ ج ٣- مجمع الزوائد ١٧ ج ٧- السنن الڪبري ص ١٠٨ ج ٥- مسند احمد ص ١١٨ ج ١- المعجم الصغير ص ١٢٩ ج ١

اَللّٰهُمَّ وَالِ مَنْ وَالَاهُ وَعَادِ مَنْ عَادَاهُ[2]

[اي الله! جيڪو هن سان محبت ڪري، تون ان سان محبت ڪر ۽ جيڪو هن سان دشمني ڪري، تون بہ ان سان دشمني ڪر.]

يَا عَلِيُّ! اَنْتَ مِنِّيْ بِمَنْزِلَةِ هَارُوْنَ مِنْ مُوْسٰى[3]

(اي علي! منهنجي لاءِ تون ائين آهين، جيئن موسيٰ عليه السلام لاءِ هارون عليه السلام هو، پر مون کان پوءِ ڪو نبي نہ آهي.]

اَنَا مَدِيْنَةُ الْعِلْمِ وَعَلِيٌّ بَابُهَا[4]

[آءٌ علم جو شهر ۽ علي ان جو دروازو آهي.]

پاڻ سڳورن ﷺ جن (ام المؤمنين ام سلمه رضي الله عنها کي) فرمايو تہ:

لَحْمُهُ لَحْمِيْ وَدَمُهُ دَمِيْ[5]

ان جو گوشت منهنجو گوشت ۽ ان جو رت منهنجو رت آهي.]

اِنَّهُ مِنِّيْ وَاَنَا مِنْهُ وَلَا فَتٰى اِلَّا عَلِيٌّ وَلَا سَيْفَ اِلَّا ذُوالْفَقَارِ[6]

---

(2) قرطبي ص ٢٦٦ج ١- ابن حبان ص ٣٧٦ ج ١٥- مستدرڪ حاڪم ص ١١٩ج ٣- مجمع الزوائد ١٧ ج ٧- السنن الڪبري ص ١٠٨ ج ٥- مسند احمد ص ١١٨ج ١- المعجم الصغير ص ١٢٩ج ١.

(3) قرطبي ص ٢٦٦ج ١- مستدرڪ حاڪم ص ٤١٩ ج ٣- مجمع الزوائد: ١٠٤ ج ٩- السنن الڪبريٰ ص ٤٥ ج ٥- ابن ماجه ص ٤٣ ج ١.

(4) مستدرڪ علي الصحيحين ص ١٣٧- ١٣٨ ج ٣- معجم الڪبير ص ٦٥ ج ١١- فيض القدير ص ٣٦ج ١- لسان الميزان ص ٤٢٢- ٤٣٢ج ١- تهذيب التهذيب ٢٨٥- ٢٨٦ ج ٦- ڪشف الخفاءَ ص ٢٣٥- ٢٣٦ ج ١.

(5) مجمع الزوائد ص ١١١ ج ٩- معجم الڪبير ص ١٨ ج ٢.

(6) ابن هشام لکي ٿو تہ ابن ابي نجيح جي واسطي سان ڪن علم وارن مون کي هي حديث ٻڌائي تہ احد جي ڏينهن آسمان تان آواز آيو تہ: لا سيف الا ذوالفقار ولا فتي الا علي (سيرة النبوية لابن هشام ص ٥١ ج ٤) منذري فرمائي ٿو تہ اها حديث امام ترمذيءَ روايت ڪئي آهي. (عون المعبود ص ٢٦٤ ج ١٠- تحفة الاحوذي ص ١٨٢ج ٦- فيض القدير ص ٤٢٦ ج ٦) امام ذهبي ابو حاتم جي حوالي سان ان حديث جي راوي محمد بن جرير کي ڪوڙو چوي ٿو. (ميزان الاعتدال ص ٣٩٠ ج ٥) ابن جوزي ان کي موضوعات ۾ شمار ڪيو آهي. (ڪشف الخفاءِ)

[اهو مون مان آهي ۽ آءٌ ان مان آهيان، علي کان سواءِ ڪو جوان يعني بهادر نہ آهي ۽ ذوالفقار کان سواءِ ڪا تلوار نہ آهي.]

حسن بصري کان منقول آهي تہ بدر جي جنگ ۾ سندس شان ۾ الله جي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ:

طُوْبٰى لِلْجَيْشِ اَمِيْرُهُمْ رَسُوْلُ اللهِ وَمُبَارِزُهُمْ اَسَدُ اللهِ وَجِهَادُهٗ طَاعَةُ اللهِ وَمَدَدُهُمْ مَلٰٓئِكَةُ اللهِ وَثَوَابُهُمْ رِضْوَانُ اللهِ

[انهيءَ لشڪر لاءِ خوشخبري هجي، جنهن جو امير رسول الله ﷺ ۽ جنهن جو مبارز يعني ويڙهہ جي دعوت ڏيندڙ اسد الله (علي رضي الله عنه) ۽ جنهن جو جهاد الله جي اطاعت لاءِ ۽ جنهن جي مدد ڪندڙ فرشتا آهن ۽ جنهن جو ثواب الله جي رضامندي آهي.]

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ علي جي صورت مون چوٿين آسمان تي ڏٺي تہ جبرئيل کان پڇيم. چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! فرشتا علي رضہ جي ديدار جا مشتاق هئا. الله تعاليٰ سندس صورت وارو هڪ فرشتو پيدا ڪيو تان تہ ان جي زيارت ڪن ۽ شير خدا علي مرتضيٰ عليه السلام جي درميان اُن جي مَدَح ڏسن. شير خدا جو پنهنجو قول آهي تہ:

قَالَ مَا كُنْتُ اُحِبُّ اَنْ تَخْرُجَ وَجْهًا اِلَّا وَاَنَا مَعَكَ فَقَالَ اَمَا تَرٰى اَنْ تَكُوْنَ مِنِّيْ بِمَنْزِلَةِ هَارُوْنَ مِنْ مُوْسٰى غَيْرَ اَنَّهٗ لَانَبِيَّ بَعْدِيْ (1)

[تبوڪ جي جنگ تي وڃڻ وقت پاڻ سڳوري ڪيس مديني ۾ رهڻ جو حڪم فرمايو. عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول! آءٌ تہ اها ڳالهہ پسند ڪريان ٿو تہ توهان جنهن طرف بہ رخ فرمايو آءٌ ضرور توهان سان گڏ هجان. فرماياٺون تہ ڇا توکي پسند نہ آهي تہ مون سان توکي اهو درجو هجي جيڪو هارون کي موسيٰ سان هو سواءِ ان جي جو مون کان بعد ڪو نبي نہ آهي.]

حضرت علي سائين جو پنهنجو هڪ بيت آهي:

---

(1) بخاري ص ٦٩٦ ج ٢.

سَبَقْتُكُمْ إِلَى الْإِسْلَامِ طُرًّا صَغِيرًا - مَا بَلَغْتُ أَوَانَ حُلْمِي[1]

[مون توهان سيني کان اسلام ۾ سبقت ڪئي جڏهن آءٌ ننڍو هيس ۽ بلوغت کي نہ پهتو هيس.]

فصيح عرب شاعرن سندس مدح ۾ ڪلام ۾ چيو آهي، جن مان ڪي شعر هي آهن:

قل لا تلحمڪ والاقدار عالية
بدمت تلک الکلام ارکانا
فقل لنا فضل من يمشي علي قدم
و اولي الناس اسلاما و ايمانا.

[چؤ تہ نہ وڙهو اسان جا ديني ارڪان تمام مٿانهان آهن. چؤ تہ اسان کي انهن تي فضيلت ۽ بزرگي حاصل آهي جيڪي زمين تي هلن ٿا ۽ پاڻ سڀ کان اسلام ۽ ايمان ۾ اول آهي.]

سندس رحلت جمعي جي ڏينهن ١٧- رمضان ٤٠هہ ۾ ٿي. سندس مدح ۾ شيخ فريد الدين عطار رح فرمائي ٿو:

---

(١) تلخيص الحبير- پڻ فرمائي ٿو تہ اني لاول من اسلم (مون سڀ کان اڳ اسلام آندو) (مجمع الزوائد ص٢٠٧ ج٩- مصنف عبدالرزاق ص٤٨٦ ج٥- المعجم الکبير ص٤١١ ج٢٢، ص١٣٣ ج٢٤) ساڳيو قول زيد بن ارقم جو آهي: (فضائل الصحابه للنسائي حديث: ٣٤ ج١) ابو موسيٰ اشعري جو بہ اهوئي قول آهي: مستدرڪ حديث : ٥٩٦٣-ابوذر غفاري ۽ مقداد بہ ائين چون ٿا: (قرطبي ص٢٣٦ ج٨) حاڪم فرمائي ٿو تہ تاريخ وارن وٽ هن ڳالھ ۾ اختلاف نہ آهي تہ سڀ کان اڳ علي سائين اسلام آندو (ساڳيو حوالو) پڻ چيو ويو آهي تہ سڀ کان اڳ خديجة الڪبري رضہ اسلام آندو: (قرطبي ص٢٣٧ ج٨) سندس اسلام آڻڻ جي عمر جي باري ۾ روايتون مختلف آهن. احمد ۾ آهي تہ ١٥ سالن جي ڄمار ۾ اسلام آندائين: (التحقيق في احاديث الخلاف ص ٢٣٥ ج ٢) اهوئي حسن بصريءَ جو قول آهي، جنهن کي ابن جوزي ضعيف ۽ ابن حجر صحيح ڄاڻائي ٿو: (تلخيص الحبير ص ٧٨ ج ٣) پڻ ابن اسحاق جي حوالي سان لکي ٿو تہ وڌيڪ راجح قول مطابق ان وقت سندس عمر ١٠ سال هئي (فتح الباري ص ٧٢ ج ٢) هي راقم عرض ڪري ٿو تہ علمي ديانتداريءَ جي تقاضا اها ئي آهي تہ حضرت علي سائين رضي الله عنه جي مٿئين قول کي جيئن جو تيئن تسليم ڪجي، ڇاڪاڻ تہ ان قول جي پيٺ ۾ سيدنا ابوبڪر رضي الله عنه جو ڪو قول نہ آهي تہ "مون سڀ کان اڳ اسلام آندو". والله اعلم بالصواب.

مثنوي

خواجهء حق پیشوائ راستین
کوه حلم و باب علم و قطب دین
ساقي کوثر، امام رهنماي
ابن عم مصطفي شیر خدا
مرتضائ مجتبي جفت بتول
خواجهء معصوم و داماد رسول
در بیان ره نموني آمده
صاحب اسرار "سلوني" آمده
مقتدا بیشک باستحقاق اوست
مفتي مطلق علي الاطلاق اوست
چون علي از غیبهاي حق یکیست
عقل را در بینش او کسي شکیست
همه ز اقضکم علي جان آگه است
همه علي محسوس في ذات الله است
از دم عیسي کسي گر زنده خاست
او بدم دست بریده کرد راست
گشت اندر کعبہ آن صاحب قبول
بت شکن بر پشت دوش رسول
در ضمیرش بود مکنونات غیب
زان بر آوردي ید بیضا ز حبیب
گر ید بیضا نہ بودش آشکار
کي گرفتي ذوالفقار آنجا قرار
گاه در جوش آمدي از کار خویش
گه فرو گفتي بچه اسرار خویش
در همه آفاق همدم مي نیافت
در درون مي گشت و محرم مي نیافت.

[حق جو امام، نيڪين جو اڳواڻ، علم جو دروازو، حلم ۽ بردباري ۽ نهٺائپ ۾ جبل ۽ دين جو تارو آهي. حوض ڪوثر جو ساقي، امام، رهنما، نبي سائينﷺ جن جو سوٽ، شيرخدا، علي مرتضيٰ آهي، جيڪو احمد مجتبيٰ ﷺ کي راضي ڪندڙ خاتون جنت جو گهر وارو امام معصوم ۽ رسول الله ﷺ جن جو ڄاتو آهي. پاڻ برحق امام آهي، جنهن عام اعلان فرمايو هو ته ”سلوني“ يعني جيڪي وڻيو سو مون کان پڇو. توهان کي راز جي هر هڪ ڳالهه ٻڌائيندس. دين ڏانهن ماڻهن جي رهنمائي ڪرڻ سندس ئي استحقاق آهي. پاڻ علي الاطلاق مفتي يعني ديني مسئلن جي باري ۾ فتويٰ ڏيندڙ آهي. جيئن ته علي سائين حق جي اسرارن مان هڪ آهي، پوءِ سندس دانشمنديءَ ۾ ڪنهن کي شڪ ٿيندو؟ جنهن جي باري ۾ نبي ﷺجن جي حديث شريف ۾ آهي ته اَقْضَاكُمْ عَلِيٌّ[1] يعني توهان مان سڀ کان صحيح فيصلو ڪندڙ علي آهي، پاڻ سڀ کان وڏو فقيه هئڻ سان گڏوگڏ سلوڪ جي واٽ جو وڏو عارف بالله به آهي. جيئن حضرت عيسيٰ جي دم سان مئل شخص زنده ٿي اٿندو هو تيئن حضرت علي سائين پنهنجي دم سان هٿ ڪٽيل هڪ شخص جي هٿ کي تندرست ڪري ڇڏيو. پاڻ ئي اهو شخص آهي، جنهن نبي سائين ﷺ جن جي پٺيءَ تي چڙهي ڪعبة الله جي مٿان رکيل بتن کي ٽوڙي ڇڏيو. منجهس غيب جا راز هئا، جيڪي ائين ظاهر ڪندو هو جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام بغل ۾ هٿ وجهي ٻاهر ڪڍندو هو ته اهو روشن ٿي ويندو هو. جيڪڏهن ان جو ”روشن هٿ“ ظاهر نه ٿئي ها ته ”ذوالفقار“ نالي تلوار ڪيئن قرار وني ها؟ ڪڏهن پنهنجي ڪم ۾ پرجوش هوندو هو ته، ڪڏهن پنهنجن اسرارن جي اونهائيءَ ۾ گهرو هئڻ سبب آهستي ڳالهائيندو هو. سموري جهان ۾ پنهنجو ڪو ساٿي نه لڌائين. پاڻ اڪثر باطن ۾ گم رهندو هو ۽ پنهنجو ڪو رازدار نه لڌائين.]

---

(1) تفسير قرطبي ص١٦٢، ١٦٤ ج١٥- فيض القدير ص٢٢٠ ج١- ڪشف الخفاءِ ص١٨٤ ج١- الاحڪام للآمدي ص٢٢٤ ج٤- حضرت عمر رضي الله عنه جو قول آهي ته اسان ۾ سڀ کان وڏيڪ صحيح فيصلو ڪندڙ علي رضي الله عنه آهي: بخاري موقوفا حديث :٤٧١٩- فتح الباري ص٧٤ ج٩، ٥٣ ج٩- شرح الزرقاني ص٣٤٠ ج١ حلية الاولياءِ ص٦٥ ج١ سير اعلام النبلاءِ ص٣٩ ج١ تهذيب التهذيب ص٢٩٦ ج٧.

مجموعي لحاظ سان رسول الله ﷺ جن جي چئن يارن ۽ سيني سائين جي ساراه ۾ شيخ سعدي شيرازي فرمائي ٿو تہ:

غزل

ياران كسي كه يار است
بآتش دوزخش چه كار است؟
اول كه نشست بر خلافت
ابوبكر كه باتو يار غار است
دوم عمر آن كه رافضي را
از زخم ستايش دلفگار است
سوم عثمان كه از حيايش
چو ابر بهار شرمسار است
چارم بر سروران عالم
حيدر كه امير نامدار است
اين قلعه رخ دين را
زين چار بنايش استوار است
هر كسي كه كرد بغض بكرا
محروم ز روئ هر چار است
سعدي باداىٔ مدح هر يكست
چون بلبل مست در بهار است .

[جيڪي رسول الله ﷺ جن جا يار آهن، انهن جو دوزخ جي باه سان ڪهڙو ڪم؟ سڀ کان پهريون جيڪو خلافت جي منصب تي ويٺو، سو نبي سائين ﷺ جن جو يار غار حضرت صديق اڪبر آهي. ٻيو حضرت عمر فاروق آهي، جنهن جي نالي سان رافضين جا سينا تار تار، زخمي ۽ داغدار آهن. ٽيون عثمان غني آهي، جنهن جي حياءَ جي سبب موسم بهار جو ڪڪر بہ شرمسار آهي. چوٿون حضرت حيدر ڪرار اميرن

جو امير آهي. اهي چارئي يار دين اسلام جي قلعي جا چار ٿنڀ آهن. جيڪو انهن مان ڪنهن هڪ سان بہ ساڙ ۽ بغض رکندو اهو انهن چئني جي ديدار کان محروم ٿيندو. سعدي تہ انهن سيني جي ساراه بيان ڪندڙ آهي، جيئن بهار جي مند ۾ بلبل مست هوندي آهي.]

انهيءَ ڪري ڄاڻڻ گهرجي تہ جيڪڏهن ڪو شخص انهن جي محبت ۾ فرق ڪري ٿو يعني ڪنهن سان محبت ۽ ڪنهن سان بغض ۽ دشمني رکي ٿو اهو قرآن ۽ حديث جي پڌري حڪم موجب ڪافر ٿئي ٿو. (نعوذ بالله)

كَمَا قَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ: سَبُّ الشَّيْخَيْنِ كُفْرٌ وَسَبُّ الْخَتَنَيْنِ فِسْقٌ[1]

[نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ ابوبڪر ۽ عمر رضي الله عنهما کي گاريون ڏيڻ ڪفر آهي ۽ حضرت عثمان ۽ علي رضي الله عنهما کي گاريون ڏيڻ فسق آهي.]

اهي ٻنهي قسمن جا ماڻهو دوزخي آهن.

كَمَا قِيلَ الْكَافِرُ وَالْفَاسِقُ فِي النَّارِ

[جيئن فرمايو ويو آهي تہ ڪافر ۽ فاسق دوزخي آهن.]

مٿي ڄاڻايل ٻنهي قسمن جا ماڻهو ايمان جي دولت کان محروم آهن. اهڙن بدبخت ماڻهن جي بدقسمتي تي روئڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ انهن جي جهالت، انهن جي بي ديني، انهن جي دين ۽ ايمان کان محرومي، انهن جي بدبختي ۽ انهن جي شقاوت جي ڪري شيطان لعين انهن کي تمام پري اچلائي ڇڏيو آهي، نہ تہ انهن ويچارن کي پلا ڪهڙو حق آهي ۽ سندن ڪهڙو واسطو آهي، جو الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي پيارن جي محبت جو دم ڀرين يا انهن سان پنهنجي دشمني ظاهر ڪن؟ جيڪو بہ محب ۽ مخلص موحد مسلمان هوندو اهو انهن چئني يارن جو محب ۽ مخلص هوندو. بس جيڪي ماڻهو دين اسلام جي دائري کان خارج آهن. اهي ئي انهن جي خلاف زبان درازي ۽ بهتان بازي ڪندا آهن. سمورا اصحابي

(1) حديث ثابت نہ آهي.

سڳورا جنتي آهن، چاڪاڻ تہ نبي ﷺ جا پيارا ۽ مخلص ۽ محب آهن. پوءِ انهن جو دوست دين جو دوست ۽ انهن جو دشمن دين جو دشمن آهي. انهيءَ ڪري جيڪو بہ انهن (اصحابين) جو دشمن آهي اهو الله جي حبيب يعني حضرت محمد ﷺ جن جو دشمن آهي ۽ جيڪو الله جي حبيب ﷺ جن جو دشمن آهي، بيشڪ اهو خدا تعاليٰ جو دشمن آهي ۽ خدا جي دشمن ڪي برو چوڻ جائز آهي.

قَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَللّٰهُ اَللّٰهُ فِيْ اَصْحَابِيْ لَا تَتَّخِذُوْهُمْ غَرَضًا بَعْدِيْ فَمَنْ اَحَبَّهُمْ فَبِحُبِّيْ اَحَبَّهُمْ وَمَنْ اَبْغَضَهُمْ فَبِبُغْضِيْ اَبْغَضَهُمْ وَمَنْ آذَاهُمْ فَقَدْ آذَانِيْ وَمَنْ آذَانِيْ فَقَدْ آذَى اللهَ وَمَنْ آذَى اللهَ يُوْشَكُ اَنْ يَّاْخُذَهٗ (1)

[نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ منهنجن ساٿين جي باري ۾ خدا جو خوف ڪريو، خدا جو خوف ڪريو. مون کان پوءِ انهن کي پنهنجي ساڙ ۽ دشمنيءَ جو نشانو نہ بنائجو. پوءِ بيشڪ جيڪو انهن سان محبت ڪندو تہ اهو منهنجي محبت جي ڪري ساڻن محبت ڪندو ۽ جيڪو انهن سان دشمني ڪندو تہ اهو مون سان دشمنيءَ جي ڪري ساڻن دشمني ڪندو ۽ جنهن انهن کي ايذايو تہ پوءِ بيشڪ انهي مون کي ايذايو ۽ جنهن مون کي ايذايو تہ بيشڪ انهيءَ الله کي ايذايو ۽ جنهن الله کي ايذايو تہ پوءِ ويجهو آهي تہ ان کي دوزخ جي باه پڪڙي.]

وَقَالَ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ: مَنْ سَبَّ اَصْحَابِيْ فَعَلَيْهِ لَعْنَةُ اللهِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ لَا يَقْبَلُ اللهُ مِنْهُ صَرْفًا وَّلَا عَدْلًا يَعْنِيْ لَا فَرِيْضَةً وَّلَا نَافِلَةً(1)

[۽ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جنهن منهنجن ساٿين کي گاريون ڏنيون ان تي الله، فرشتن، ماڻهن سيني جي لعنت آهي، الله ان جي نہ فرضي

(1) السنة للخلال ص ۵۱۴ ج ۳- الفردوس بماثور الخطاب ص ۱۴۵ ج ۱- تهذيب الڪمال ص ۱۰ج ۱۷ ترمذي ص ٦٩٦ ج ۵.

(1) المعجم الڪبير ص ۱۴۲ ج ۱۲- فضائل الصحابة لابن حنبل ص ۵۲ ج ۱- تاريخ بغداد ص ۲۴۱ج ۱۴- تاريخ جرجان ۲۷۴۲ج ۱- و باختلاف يسير احمد ص ۲۹٦ ج ۱- بزار طبراني اوسط، ڪبير (مجمع الزوائد ۲۱ ج ۱۰).

عبادت قبول ڪندو ۽ نہ نفلي عبادت قبول ڪندو.]

وَعَنْهُ عَلَيْهِ السَّلَامُ قَالَ لَا تَسُبُّوا أَصْحَابِي، لَا تَسُبُّوا أَصْحَابِي فَوَالَّذِي نَفْسِي بِيَدِهِ لَوْ أَنَّ أَحَدَكُمْ أَنْفَقَ مِثْلَ أُحُدٍ ذَهَبًا مَا بَلَغَ مُدَّ أَحَدِهِمْ وَلَا نَصِيفَهُ(2)

[رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ منهنجن اصحابن کي گاريون نہ ڏيو. پوءِ مون کي قسم آهي الله جو جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي تہ جيڪڏهن توهان مان ڪو احد جبل جيترو سون بہ (الله جي واٽ ۾) خرچ ڪندو تڏهن بہ انهن مان ڪنهن هڪ جي ٽوئي يا اڌ ٽوئي صدقي اناج خيرات ڪرڻ جي ثواب تي بہ نہ پهچندو.]

اهي ۽ اهڙيون ٻيون ڪافي حديثون آهن. جيڪي سيني اصحابن جي شان کي بيان ڪن ٿيون. اهي حضرات پاڻ ۾ محب، مخلص، فدوي، دل ۽ جان سان الله جا پيارا آهن. هڪ ٻئي تي جانثار هئا انهن جي خلاف ڪنهن بہ قسم جي بدگوئي، بدزباني، جهالت، شيطانيت، بدبختي ۽ تنقيد جي ڳالهہ نہ ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ اهي سيئي رسول الله ﷺ جن جا پيارا آهن. بلڪ انهن جي ذريعي الله ۽ رسول جي واٽ تي هلجي، ڇاڪاڻ تہ اهي روشني جا منارا آهن. جيئن نبي ﷺ جن فرمايو آهي:

أَصْحَابِي كَالنُّجُومِ بِأَيِّهِمُ اقْتَدَيْتُمُ اهْتَدَيْتُمْ (1)

[منهنجا اصحابي ستارن وانگر آهن، انهن مان جنهن جي بہ پيروي ڪندؤ تہ سڌي واٽ لهندؤ.]

جيتوڻيڪ اصحابن سڀني ۾ فضيلتن ۽ درجن جو فرق آهي، جيئن قرآن جي آيتن ۽ حديثن مان ثابت آهي، تڏهن بہ مجموعي اعتبار

---

(2) ترمذي حديث: ٣٨٦١ ص ٦٩٥ ج ٥- مجمع الزوائد ص ١٥ ج ١- سنن بيهقي ڪبير حديث: ٢٠٦٩٦ ص ٢٠٩ ج ١٠- ابن ماجه حديث: ١٦١ ص ٥٧ ج ١- مصنف ابن ابي شيبه حديث: ٣٢٤٠٤ ص ٤٠٤ ج ٦- احمد حديث: ١١٠٩٤ ص ١١ ج ٣- شعب الايمان حديث: ١٩ ج ٢.

(1) امام دار قطني چوي ٿو تہ هن حديث جا راوي مجهول آهن: لسان الميزان ص ١٣٧ ج ٢- التمهيد ابن عبدالبر ص ٢٦٣ ج ٤- فيض القدير ص ٤٣٢ ج ٤- ڪشف الخفاء ص ١٤٧ ج ١.

سان سمورن اصحابن جي عدالت ۽ سچائي ميڃيل عقيدو آهي، تنهن ڪري ڄاڻڻ گهرجي تہ اهي سڀ دل ۽ جان سان، الله جي عظيم رسول ﷺ جا مخلص ۽ محب هئا ۽ پاڻ سڳورن جي صحبت ۽ فيض مان گهڻو ڀاڱو پرايو اٿن. جنهن جي ڪري بغير ڪنهن فرق ۽ بحث جي سيني کي حق ۽ عدل، انصاف تي ميڃڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ نبي ﷺ جن جي بابرڪت صحبت جي ڪري خراب خصلتن کان پاڪ ۽ سهڻين صفتن جا مالڪ هئا. اهوئي سبب آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجي پاڪ ڪتاب ۾ انهن جون چڱيون صفتون بيان فرمايون آهن. جيئن قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي تہ:

كُنْتُمْ خَيْرَ اُمَّةٍ اُخْرِجَتْ لِلنَّاسِ [2]

[توهان هڪ بهترين امت آهيو جنهن کي ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ قائم ڪيو ويو آهي.]

وَكَذٰلِكَ جَعَلْنٰكُمْ اُمَّةً وَّسَطًا [3]

[۽ اهڙي طرح اسان توهان کي عدل ۽ انصاف کي قائم ڪندڙ امت بنايو.]

ڪن مفسرن جي چوڻ مطابق هنن ٻنهي آيتن مان مراد اصحابي سڳورا آهن. هڪ ٻي آيت ۾ ارشاد آهي:

وَالسّٰبِقُوْنَ الْاَوَّلُوْنَ مِنَ الْمُهٰجِرِيْنَ وَالْاَنْصَارِ وَالَّذِيْنَ اتَّبَعُوْهُمْ بِاِحْسَانٍ رَّضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ وَاَعَدَّ لَهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ تَحْتَهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿١٠٠﴾ [1]

[۽ مهاجرن ۽ انصارن مان سڀ کان اڳرائي ڪندڙ ۽ جن انهن جي نيڪيءَ سان پيروي ڪئي، الله تعاليٰ انهن کان راضي ۽ اهي ان کان راضي آهن ۽ انهن لاءِ جنتون تيار ڪيون اٿس، جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون. سدائين انهن ۾ رهندا ۽ اها ئي عظيم ڪاميابي آهي.]

ظاهر آهي تہ الله تعاليٰ جي رضا کان سواءِ چڱو ماڻ مرتبو ۽ درجو

---

(2) سورة آل عمران آيت: ١١٠

(3) سورة البقرة آيت: ١٤٣

(1) سوره توبه آيت: ١٠٠ پ ١٠

نتو ملي سگهي، جيئن ٻئي هنڌ آهي:

وَرِضۡوَانٌ مِّنَ اللّٰهِ أَكۡبَرُ (2)

[۽ الله جي رضامندي سڀ کان وڏي شيءِ آهي.]

حديث ۾ آهي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

أُحِلُّ لَكُمۡ رِضۡوَانِي فَلَا أَسۡخَطُ عَلَيۡكُمۡ (3)

[مون توهان لاءِ پنهنجي رضامندي لکي ڇڏي، هاڻي ڪڏهن بہ توهان تي ناراض نہ ٿيندس.]

اڳتي ساڳئي سورت توبه جي ساڳئي آيت ۾ آهي تہ:

ذٰلِكَ هُوَ الۡفَوۡزُ الۡعَظِيمُ

[اها ئي سڀ کان وڏي ڪاميابي آهي.]

ساڳي سورة، يارهين سيپاري ۾ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

لَقَدۡ تَّابَ اللّٰهُ عَلَى النَّبِيِّ وَالۡمُهَاجِرِينَ وَالۡأَنۡصَارِ الَّذِينَ اتَّبَعُوهُ فِي سَاعَةِ الۡعُسۡرَةِ مِنۡ بَعۡدِ مَا كَادَ يَزِيغُ قُلُوبُ فَرِيقٍ مِّنۡهُمۡ ثُمَّ تَابَ عَلَيۡهِمۡ إِنَّهُ بِهِمۡ رَءُوفٌ رَّحِيمٌ ﴿١١٧﴾ (1)

[بيشڪ الله ٻاجهہ سان موٽيو نبيءَ تي ۽ مهاجرن تي ۽ انصارن تي، جن تنگيءَ جي گهڙين ۾ سندس پيروي ڪئي هن ڪان پوءِ جو انهن مان ڪن جون دليون ڏنگيون ٿي ويون. پوءِ انهن تي ٻاجهہ سان موٽيو. بيشڪ اهو مٿن مهربان، رحم ڪندڙ آهي.]

مفسرن جا بيان اختلافي آهن تہ آيت سڳوري السَّابِقُونَ ۾ "اڳرائي ڪندڙن" مان مراد ڪير آهن؟ ڪي چون ٿا تہ "بيعت رضوان" ڪندڙ

---

(2) سوره توبه آيت: ٧٢

(3) قرطبي ص١٤٣ ج١٨- ابن جرير ص١٨٢ ج١٠- ابن ڪثير ص٣٧١ ج٢- مسلم حديث: ٢٨٢٩- بخاري حديث: ٦١٨٣- ابن حبان حديث: ٧٤٤٠- ترمذي حديث: ٢٥٥٥- مسند احمد حديث: ١١٨٤٤- السنن الڪبري حديث: ٧٧٤٩- شعب الايمان حديث: ٣١٧- حلية الاولياء ص٣٤٢ ج٦- الترغيب والترهيب حديث ٥٧٥٠

(1) سورة توبه آيت: ١١٧

آهن. جن جو تعداد پندرهن سو آهي. گهٽا چون ٿا تہ اهي سڀ اصحابي مراد آهن. جن بيت المقدس ۽ ڪعبت الله ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي. هڪ جماعت چوي ٿي تہ امڪان آهي تہ وَالسَّابِقُونَ الْأَوَّلُونَ مان مراد سڀ اصحابي سڳورا هجن ۽ "مهاجرن" ۽ "انصارن" جا الفاظ وَالسَّابِقُونَ الْأَوَّلُونَ جي تشريح ۽ تفسير آهن ۽ وَالَّذِينَ اتَّبَعُوهُمْ بِإِحْسَانٍ مان مراد اصحابن کان پوءِ ايندڙ تابعين آهن. ٿي سگهي ٿو تہ "اڳرائي ڪندڙن" مان مراد اصحابن جي اها جماعت هجي، جيڪي اسلام جا ستون آهن ۽ جن سڀ کان پهريائين اسلام قبول ڪيو ۽ ايمان ۽ عرفان جي راه ڪي قدم بقدم طئي ڪيائون. "پلاڻيءَ سان پيروي ڪندڙن" مان مراد ٻيا اصحابي هجن. هر صورت ۾ ثابت ٿيو تہ سيني اصحابن سڳورن لاءِ الله تعاليٰ پنهنجي رضا ۽ عظيم ڪاميابي لکي ڇڏي آهي. ان ڏس ۾ بيشمار حديثون موجود آهن، جن مان ڪجهہ گذري چڪيون ۽ ڪجهہ بيان ڪجن ٿيون.

الله جي رسول ﷺ جن جو فرمان آهي تہ:

خَيْرُ الْقُرُونِ قَرْنِي ثُمَّ الَّذِينَ يَلُونَهُمْ ثُمَّ الَّذِينَ يَلُونَهُمْ (2)

[بهترين زمانو منهنجو آهي، پوءِ جيڪو ان کان بعد ۾ آهي، پوءِ جيڪو ان کان بعد ۾ آهي.]

بلڪ اصحابن سڳورن جي فضيلت جي باري ۾ قرآن مجيد جون ڪافي آيتون بہ آهن. جيڪو شخص سندن شانَ مانَ، عظيم مرتبي ۽ حالات کان بي خبر آهي، اهو الله ۽ ان جي رسول کان بي خبر آهي. جيڪو شخص ان ڏس ۾ ڪنهن ٻئي طريقي سان چپ چوريندو تہ اهو اعتقاد ۽ اخلاص جي دائري کان نڪري ويندو جيئن مٿي حديث گذري چڪي تہ:

سَبُّ الشَّيْخَيْنِ كُفْرٌ وَسَبُّ الْخَتَنَيْنِ فِسْقٌ (1)

---

(2) صحيح مسلم حديث : ٢٥٣٣- صحيح بخاري حديث : ٣٤٥٠- صحيح ابن حبان حديث :٦٧٢٣- ترمذي حديث : ٢٢٢٢- مجمع الزوائد ص١٥٧ ج٢- بيهقي حديث : ٢٠٣٨٧- ابوداؤد حديث : ٤٦٥٧- مسند احمد حديث : ٧١٢٣- المعجم الصغير حديث : ٩٦- فتح الباري ص٥ ج٧

[حضرت ابوبڪر ۽ عمر رضي الله عنهما کي گاريون ڏيڻ ڪفر آهي ۽ حضرت عثمان ۽ علي رضي الله عنه کي گاريون ڏيڻ فسق آهي.]

۽ ڪافر ۽ فاسق دوزخي آهن. انهيءَ ڪري ڄاڻڻ گهرجي تہ هي انتهائي ادب ۽ احترام جو مقام آهي. جيڪو شخص ادب ۽ احترام جي اها تقاضا پوري ڪندو سو پنهنجي نجات ۽ ڪاميابي ڏسندو نہ تہ اهي اصحابي سڳورا جن کان الله ۽ سندس رسول سڳورو راضي ٿيو انهن کي ڪهڙو خطرو ۽ ڪهڙي پرواه تہ ٻيا سندن باري ۾ ڇا ٿا چون؟ جيڪڏهن ڪو انسان ڪتي ۽ گڏهہ وانگر بغير اعتقاد ۽ ايمان جي حياتي گذاري ٿو تہ اهو گڏهہ ۽ ڪتي کان وڌيڪ بڇڙو آهي. ان ڪري هر اهو شخص جنهن ۾ عقل ۽ شعور آهي، ان کي جڳائي تہ اصحابن سڳورن جو محبتي، مخلص ۽ معتقد ٿي زندگي گذاري. ڪتي ۽ گڏهہ کان بدتر نہ ٿئي، ڇاڪاڻ تہ سندن محبت توکي پاڻ کي فائدو ڏيندي ۽ سندن دشمني توکي پاڻ کي نقصان ڏيندي. انهن حضرات لاءِ الله ۽ رسول ﷺ جن جي محبت ئي ڪافي آهي. جيڪي ماٺهو الله ۽ ان جي رسول ﷺ جا محبوب آهن ۽ الله ۽ رسول پاڪ بہ انهن کي پيارو سمجهن ٿا، تن کي اهڙن بدگو بدزبانن ۽ بي دينن جي ڪا پرواه ۽ حاجت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ الله ۽ پياري پيغمبر جي محبت سمورين ڪاميابين ۽ ڀلائين جو سرچشمو آهي ۽ الله ۽ رسول الله ﷺ جي دشمني سڀني ناڪامين ۽ نقصانن جو سرچشمو آهي:

**بيت**

خوبي بسيار است بمحبان حبيب است
نقصان نقصان تو در بغض و عداوت ايشان است

[الله جي حبيب جي پيارن ۾ بيشمار ڀلائيون آهن، انهن سان

(1) حديث ثابت نہ آهي. البت فقهي ڪتابن ۾ آهي تہ شيخين کي گاريون ڏيڻ ڪفر آهي، پر انهن جو اعتبار نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪن ڪتابن ۾ ڪين ڪافر چيو ويو آهي مثلا: (الدر المختار ص۴۲۲ج۴، بحر الرائق شرح ڪنز الدقائق ص۴۹۸ج۱۳- الجوهرة النيرة ص۴۲۲ج۴) ۽ ڪن ۾ آهي تہ اهي ڪافر نہ آهن، دراصل امت جو اجماع آهي تہ گمراه فرقا، ڪافر نہ پر گمراهہ آهن. تنهن ڪري رافضي بہ ڪافر نہ آهن : (حاشيه رد المحتار ص۲۹٦ج١٦)

بغض ۽ دشمنيءَ ۾ تنهنجو پنهنجو نقصان آهي.]

نبي ﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي تہ:

أَرْحَمُ أُمَّتِيْ بِأُمَّتِيْ أَبُوْبَكْرٍ وَأَشَدُّهُمْ فِيْ أَمْرِ اللهِ عُمَرُ وَأَصْدَقُهُمْ حَيَاءً عُثْمَانُ وَأَقْضَاهُمْ عَلِيٌّ وَأَفْرَضُهُمْ زَيْدُ بْنُ ثَابِتٍ وَأَقْرَأُهُمْ أُبَيُّ بْنُ كَعْبٍ وَأَعْلَمُهُمْ بِالْحَلَالِ وَالْحَرَامِ مَعَاذُ بْنُ جَبَلٍ وَلِكُلِّ أُمَّةٍ أَمِيْنٌ وَأَمِيْنُ هٰذِهِ الْأُمَّةِ أَبُوْ عُبَيْدَةَ بْنُ الْجَرَاحِ (1)

[منهنجي امت ۾، امت لاءِ سڀ کان وڌيڪ رحمدل ابوبڪر آهي ۽ انهن مان سڀ کان وڌيڪ دين ۾ سخت عمر آهي ۽ انهن مان سڀ کان وڌيڪ حياءَ ۾ ڪامل عثمان آهي ۽ انهن مان سڀ کان وڌيڪ صحيح فيصلو ڪندڙ علي آهي ۽ انهن مان سڀ کان وڌيڪ علم فرائض يعني ميراث جو علم رکندڙ زيد بن ثابت آهي ۽ انهن مان سڀ کان وڌيڪ قرآن جو علم رکندڙ ابي بن ڪعب آهي ۽ انهن مان سڀ کان وڌيڪ حلال ۽ حرام کي ڄاڻندڙ معاذ بن جبل آهي ۽ هر هڪ امت جي لاءِ هڪ امين هوندو آهي ۽ منهنجي هن امت جو امين ابو عبيده بن جراح آهي.]

غرض تہ سيني مهاجرن، انصارن ۽ ٻين اصحابن سڳورن، چاهي اهي وڏي مرتبي وارا هجن يا ننڍي مرتبي وارا، الله جي مٿن رضامندي آهي. گهڻيون حديثون ۽ قول موجود آهن، جن مان سندن فضيلت ۽ مرتبو تاڪ منجهند جي سج کان وڌيڪ روشن آهي. امام شافعي پنهنجي ڪتاب فقه الاڪبر [1] ۾ فرمائي ٿو:

اِعْلَمُوْا اَنَّ اَصْحَابَهٗ قَدْ فُضِّلُوْا عَلٰى غَيْرِهِمْ بِصَحَابَةِ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَمُشَاهِدَةِ الْوَحْيِ وَالتَّنْزِيْلِ وَلَا يَجُوْزُ الطَّعْنُ فِيْ اَحَدٍ مِنْهُمْ وَلَا تَقُوْلُوْا فِيْهِمْ اِلَّا خَيْرًا

---

(1) حديث درست ڪئي وئي. ڏسو: الاحاديث المختارة ص ٢٢٥ ج ٦- مسند طيالسي ص ٢٨١ ج ١- نوادر الاصول في احاديث الرسول ص ٢٢٦ ج ٢.

(1) "الفقه الاڪبر" امام ابو حنيفه رح ڏانهن منسوب آهي، امام شافعي رح ڏانهن منسوب ڪتاب "الام" آهي، ڏسو ڪشف الظنون ج٢ ص١٢٨٧، ابجد العلوم ج١ ص١٢٦، تحفة الاحوذي ج٧ ٢٣٣. والله اعلم.

وَاسْقُطُوْا فِيْمَا بَيْنَهُمْ فَقَوْلُهُ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ: إِيَّاكُمْ وَمَا شَجَرَ بَيْنَ أَصْحَابِيْ أَحْيَانَا وَأَمَاتَنَا اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَبَّتِهِمْ أَجْمَعِيْنَ، آمِيْنَ يَا رَبَّ الْعَالَمِيْنَ

[يقين ڄاڻو تہ اصحابي سڳورا ٻين کان رسول الله ﷺ سان صحبت ۽ وحي جي مشاهدي جي ڪري گوءِ کٽي ويا. انهن مان ڪنهن هڪ تي بہ اعتراض ۽ تنقيد جائز نہ آهي. انهن جي باري ۾ خير ۽ ڀلائيءَ کان سواءِ ڪجهہ چوڻ نہ گهرجي ۽ انهن ۾ جيڪي باهمي اختلاف هئا, انهن جي باري ۾ خاموش رهڻ گهرجي, ڇاڪاڻ تہ رسول الله ﷺ جن جو فرمان آهي تہ: پاڻ کي اصحابن جي اختلاف جي باري ۾ (بحث ۾ پوڻ کان) بچايو. الله تعاليٰ اسان کي انهن جي محبت تي جياري ۽ ماري. آمين يا رب العالمين.]

اهل السنة والجماعة جو مذهب آهي تہ:

مَنْ سَبَّ الصَّحَابَةَ يُعَزَّرُ وَلَا يُقْتَلُ وَقَالَ بَعْضُ الْمَالِكِيَّةِ يُقْتَلُ

[جيڪو اصحابن کي گاريون ڏئي, ان کي تعزير يعني سرڪاري سزا ڏني ويندي ۽ ان کي قتل نہ ڪيو ويندو ۽ ڪي مالڪي عالم چون ٿا تہ کين قتل ڪيو ويندو.]

## عشره مبشره جو بيان

يعني انهن ڏهن اصحابن سڳورن جو بيان, جن کي رسول الله ﷺ جن دنيا ۾ ئي جنت جي خوشخبري ڏني, اهي هي آهن: ١- ابوبڪر صديق ٢- عمر فاروق ٣- عثمان غني ۴- علي مرتضيٰ ۵- طلحه بن عبيده ٦- زبير بن عوام ٧- عبدالرحمن بن عوف ٨- سعد بن ابي وقاص ٩- سعيد بن زيد ١٠- ابو عبيده بن جراح- رضي الله عنهم اجمعين.

انهن کان سواءِ جن کي نبي ﷺ جن سندن حياتيءَ ۾ جنت جي خوشخبري ڏني, سي هي آهن: حسن, حسين, بيعت رضوان وارا, بدري اصحابي, رسول الله ﷺ جن جي نياڻي فاطمه, خديجه, عائشه. پاڻ سڳورن جون سموريون گهر واريون, انهن سڀني تي الله جي رضا ۽ خوشنوديءَ جي ڀالوڙ هجي."شرح عقائد" جو مصنف, محقق ۽ مدقق فرمائي ٿو تہ: بدري اصحابن جو تعداد ٽي سو تيرهن آهي, جن جو تفصيلي ۽ مجموعي بيان

جامع صحيح ۾ موجود آهي. هر مشڪل ڪم ۾ ڪاميابي ماڻڻ لاءِ انهن اصحابن جو وظيفو پڙهڻ سان ڪاميابي يقيني آهي، اهو عمل آزمايل آهي. جيڪڏهن بادشاه يا امير وغيره لشڪر جي اڳئين حصي جو تعداد ٣١٣ مقرر ڪري ته الله تعاليٰ جي فضل مان اميد آهي ته ان کي فتح ۽ نصرت حاصل ٿيندي (انشاءَ الله تعاليٰ) هيءُ ڪمترين ٻانهو احقر الفقراءَ، بيت عرض ڪري ٿو ته:

شعر

از جان محب غلام حضرت صديق اڪبر
گو بود يار غار سرکار حضرت پيمبرم
باصد هزار شوق و آرزوئي دل مدام
از جان محب مخلص درگاه عمَرم
ڪه او شاه ملک شرم و حيا صاحب دونور
و از جان محب مخلص عثمان سرورم
قنبر غلام از دل و جان مرتضيٰ علي است
من هم غلام بيدرهمش همچو قنبرم
من مخلص حسين و حسن و شاه مرتضيٰ
و از جان غلام جمله آل پيغمبر هستم
محب جمله اصحاب مصطفيٰ انصار و محب مخلص مهاجرم
ايشان فدائ حضرت هستند و من فدائي همه ياران سروروم
”فقري“ که بنائي بدل و جان محمد است
زين وه محب جمله محبان اين درم.

[دل ۽ جان سان حضرت ابوبڪر صديق جو غلام آهيان، جيڪو رسول الله ﷺ جن جو يار غار آهي، دل جي هزارين شوق سان حضرت عثمان جو مخلص آهيان. قنبر دل جان سان علي مرتضيٰ جو غلام آهي. آءٌ به قنبر وانگر سندس بي زر خريد ڪيل، يعني مفت ۾ غلام آهيان. حسن، حسين ۽ مرتضيٰ جو محب ۽ مخلص آهيان، بلڪ دل ۽ جان سان سيني آل رسول جو غلام آهيان. مصطفيٰ جي سيني مهاجرن، انصارن ۽ اصحابن جو محب آهيان. اهي رسول الله ﷺ تي فدا ۽ آءٌ انهن

جي مٿان فدا آهيان فقيري ۽ تنگدستي، جنهن کي نبي ﷺ جن دل جان سان اختيار ڪيو انهن سيني محبن ۽ مخلصن پنهنجي محب يعني نبي سائين ﷺ جن جي متابعت ۽ مطابقت ۾ اها واٽ اختيار ڪئي.]

اي عزيز! هتي هڪ عظيم راز آهي، جنهن کي هر شخص ڄاڻي ۽ سمجهي نٿو سگهي. جيڪڏهن الله پاڪ ڪنهن کي دوست رکي تڏهن بہ سندس مرضي آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن سان دشمني رکي تڏهن بہ سندس مرضي ۽ سندس وس جي ڳالهہ آهي. ان سلسلي ۾ ان کان وڌيڪ چئي نٿو سگهجي تہ عوام الناس جي سمجهہ کان هيءَ ڳالهہ مٿي آهي تہ هن شعر جو مطلب ڇا آهي؟

گر دوستي نمايد ازو دشمني کند
اينجا مجال نيست کسي را که دم زند.

[ڪنهن سان دوستي ڪري يا ڪنهن سان دشمني، سندس مرضي آهي، هتي ڪنهن کي زبان کولڻ جي مجال ۽ سگهہ نہ آهي.]

حديث ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ کان پوءِ سڀ کان پلارو ۽ سڀ کان پيارو ابوبڪر صديق آهي. پوءِ فاروق اعظم، پوءِ عثمان ذوالنورين، پوءِ علي مرتضيٰ. ان حديث جا الفاظ هي آهن:

قَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ خَيْرُ اُمَّتِيْ اَبُوْبَكْرٍ ثُمَّ عُمَرُ [1]

[منهنجي امت مان سڀ کان پلارو ابوبڪر ۽ پوءِ عمر آهي.]

۽ پڻ فرمايائون تہ:

لَوْكُنْتُ مُتَّخِذًا خَلِيْلًا غَيْرَ رَبِّيْ لَاتَّخَذْتُ اَبَابَكْرٍ خَلِيْلًا وَلٰكِنْ هُوَشَرِيْكٌ فِيْ

(1) حديث ۾ اهي لفظ نٿا ملن، البت قرطبي ص ١۴٨ ج٨ ۽ ص٨٧ ج١٠ ۾ ابن عمر رضي الله عنهما جو قول آهي تہ اسان نبي ﷺ جن جي زماني ۾ رسول الله ﷺ جن کان پوءِ ابوبڪر، پوءِ عمر رضي الله عنهما کي سڀ کان افضل سمجهندا هئاسون. پڻ ڏسو بخاري حديث :٣۴۵۵- فتح الباري ص١٦ ج٧- تحفة الاحوذي ١٣٨ج١٠- پڻ علي رضي الله عنه جو بہ قول آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان بعد سڀ کان پلارو ابوبڪر صديق آهي: بخاري حديث :٣۴٦٨- السنة ابن ابي عاصم ص۴٨٠ج٢- صفوة الصفوة ص٢۵٠ ج١- تهذيب الاسماءِ ص۴٧٧ ج٢- الرياض النضرة ص ٣٢١ ج ١

دِيْنِيْ وَصَاحِبِي الَّذِيْ اَوْجَبْتُ لَهٗ صُحْبَتِيْ فِي الْغَارِ وَخَلِيْفَتِيْ فِيْ اُمَّتِيْ[2]

[جيڪڏهن پنهنجي رب کان سواءِ ٻئي کي دوست بنايان ها تہ ضرور ابوبڪر کي دوست بنايان ها, ليڪن اهو دين ۾ منهنجو ڀاڱي ڀائيوار آهي, جنهن لاءِ غار ۾ منهنجي صحبت لازم ٿي چڪي ۽ منهنجي امت ۾ منهنجو خليفو آهي.]

امام محمد غزالي"قواعد العقائد" ۾ فرمائي ٿو تہ جيڪو چئن يارن جي فضيلت ۽ خلافت جو انهيءَ طريقي سان اعتقاد رکي, ان تي ايمان آڻي, اهو حق پرست اهل السنة والجماعة مان آهي ۽ بدعتين ۽ گمراه فرقن کان دور آهي.

جڏهن رسول الله ﷺ جن هن ظاهري دنيا مان لاڏاڻو فرمايو سڀ اصحابي "سقيفه بنو ساعده" ۾ جمع ٿيا. بحث مباحثي ۽ مشوري کان پوءِ هن ڳالهہ تي اتفاق ٿيو تہ حضرت ابوبڪر صديق خلافت جو نظام سنڀالي حضرت علي مرتضيٰ ۽ ٻين سڀني اصحابن سندس بيعت ڪئي ۽ صديق اڪبر مسند خلافت تي ويٺو. ظاهر آهي تہ جيڪڏهن بارگاه نبوت ۾ خلافت حضرت علي رضي الله عنه کي عطا ٿيل هجي ها, تہ پاڻ انهيءَ حق جي حاصل ڪرڻ لاءِ ضرور ائين ڪوشش ۽ جدوجهد ۽ جهيڙو ڪري ها, جيئن حضرت معاويه سان سندس جنگيون ٿيون. جمادي الآخر ١٣هـ ۾ جڏهن حضرت ابوبڪر صديق مرض الموت ۾ هو تہ حضرت عثمان رضي الله عنه کي پاڻ وٽ گهرائي هي وصيت نامو لکرايائين:

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ هٰذَا مَا وَصّٰى بِهٖ اَبُوْبَكْرِ بْنِ اَبِيْ قُحَافَةَ عِنْدَ آخِرِ عَهْدِهٖ بِالدُّنْيَا خَارِجًا مِّنْهَا وَ اَوَّلِ عَهْدٍ بِالْاٰخِرَةِ دَاخِلًا فِيْهَا حِيْنَ يُصَدِّقُ الْكَاذِبُ وَيَعْدِلُ وَيُؤَدِّي الْخَائِنُ وَيُؤْمِنُ الْكَافِرُ اِنِّيْ اَرٰى اَنْ اَسْتَخْلِفَ بَعْدِيْ عُمَرَ بْنَ الْخَطَّابِ فَاِنْ عَدَلَ فَذٰلِكَ ظَنِّيْ بِهٖ وَرَجَائِيْ فِيْهِ وَ اِنْ بَدَّلَ وَجَارَ فَلَا اَعْلَمُ

---

(2) هن حديث جو حوالو هن ڪتاب جي صفحي 79 تي گذري چڪو پر آخري لفظن ۾ ڪجهہ فرق آهي.

الْغَيْبَ وَلِكُلِّ امْرِئٍ مَا اكْتَسَبَ وَسَيَعْلَمُ الَّذِينَ ظَلَمُوٓا اَيَّ مُنْقَلَبٍ يَنْقَلِبُوْنَ (1)

[هي وصيت نامو ابوبڪر بن ابي قحافه جو آهي، جيڪو انهيءَ وقت لکرايو اٿس، جڏهن دنيا کان لاڏاڻو ڪري آخرت جي سرحد ۾ داخل ٿي رهيو آهي ۽ هي اهو وقت آهي، جڏهن ڪوڙو ماڻهو به الله تعاليٰ ۽ رسول پاڪ ﷺ جن جي ڳالهين جي تصديق ڪندو آهي ۽ خيانت ڪندڙ شخص به امانت ادا ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو آهي ۽ ڪافر به مؤمن ٿي ويندو آهي. واضح هجي ته مون پاڻ کان پوءِ عمر بن خطاب کي توهان تي خليفو چونڊيو آهي. جيڪڏهن عدل ۽ انصاف سان خلافت جو نظام هلائيندو ته منهنجو منجهس اهو ئي ويساه آهي ۽ جيڪڏهن پنهنجي هلت بدلائي ظلم جو رستو ورتائين ته بيشڪ آءٌ غيب نٿو ڄاڻان ۽ هر شخص لاءِ اهوئي آهي، جيڪي انهيءَ ڪمايو آهي ۽ سگهوئي ظالمن کي معلوم ٿيندو ته سندن نتيجو ۽ انجام ڪهڙو ٿئي ٿو؟.]

اصحابين سڳورن حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه جو وصيتنامو پڙهيو ته حضرت عمر فاروق جي بيعت ڪيائون ۽ حضرت علي رضي الله عنه به سندس بيعت ڪئي. ٢٣ه ۾ حضرت عمر فاروق جي شهادت جو وقت ويجهو آيو ته انهيءَ ڇهن ڄڻن تي مشتمل اصحابن سڳورن جي هڪ ڪميٽيءَ ڏانهن خلافت منتقل ڪئي. اهي ڇهه ئي سڳورا انسان عشره مبشره مان آهن، يعني جن کي نبي ڪريم ﷺ جن دنيا ۾ ئي جنت جي خوشخبري ٻڌائي هئي. حضرت عمر فاروق فرمايو ته:

مَا اَجِدُ اَحَدًا اَحَقَّ بِهٰذَا الْاَمْرِ مِنْ هٰٓؤُلَآءِ الَّذِيْنَ تَوَفّٰى رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَهُوَ عَنْهُمْ رَاضٍ(1)

[آءٌ هنن کان وڌيڪ ڪنهن کي خلافت جو حقدار نٿو سمجهان. هي

(1) سنن البيهقي الڪبري ص ١۴٩ ج ٨- الطبقات الڪبري ص ٢٠٠ ج ٣- تهذيب الاسماءِ ص ٣٣١ ج ٢ الرياض النضرة ص ٢۴۵ ج ٢.

(1) بخاري ص ۴٦٩ ج ١، مسلم ص ٣٩٦ ج ١، ابن حبان ص ۴۴۴ج ۵، مسند ابي عوانه ص ۴۴٠ ج ٣، سنن بيهقي ڪبري ص ١۵٠ج ٨، مصنف ابن ابي شيبه ص ۴٣٦ ج ٧، مسند احمد ص ١٢٧ ج ١ وغيره

اهي ڀلارا ماڻهو آهن، جن کان رسول الله ﷺ جن مرڻ گهڙيءَ تائين راضي هو.]

اهي ڇهه بزرگ اصحابي هي هئا هرهڪ: حضرت عثمان، علي، زبير، طلحه، عبدالرحمن بن عوف ۽ سعد بن ابي وقاص. حضرت عمر رضي الله عنه جي ڪفن دفن کان پوءِ پنجن ڄڻن پنهنجا اختيار حضرت عبدالرحمن بن عوف کي ڏنا تہ پاڻ سڳورو جنهن کي خليفو چونڊيندو ٻيا سڀ ان کان راضي ٿيندا. عبد الرحمن بن عوف، خلافت لاءِ حضرت عثمان رضي الله عنه کي چونڊيو جنهن جي سيني اصحابن سڳورن بيعت ڪئي ۽ جمعي جي نماز کان پوءِ نظام خلافت سندس حوالي ڪيو ويو. سن ٣٥هه ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه کي باغين شهيد ڪيو ۽ خلافت حضرت حيدر ڪرار ڏانهن منتقل ٿي. جيئن تہ انهيءَ زماني ۾ حضرت علي رضي الله عنه سيني ۾ افضل هو انهيءَ ڪري مهاجرن ۽ انصارن سيني سندس بيعت ڪئي ۽ انهيءَ رسول الله ﷺ جن جي پيروي ڪندي خلافت جو نظام هلايو. ڇهن سالن کان پوءِ چوٿين خليفي بہ شهادت جو شربت پيتو جنهن کان پوءِ امير معاويه خليفو ٿيو. جيڪو خلفاءِ راشدين مان نہ پر بادشاهن مان آهي، ڇاڪاڻ تہ صحيح حديث ۾ آهي تہ:

اَلْخِلَافَةُ بَعْدِيْ ثَلَاثُوْنَ سَنَةٌ (1)

[مون کان پوءِ خلافت ٽيهہ سال هلندي.]

حضرت علي ڪرم الله وجهه جي شهادت نبي ﷺ جن جي رحلت جي ٽيهن سالن کان پوءِ ٿي. خلافت جي زماني کي مجموعي لحاظ سان هن طرح ورهائي سگهجي ٿو:

1ـ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي خلافت ٻہ سال ٻہ مهينا، حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جي خلافت ڏهہ سال ٽي مهينا، حضرت عثمان رضي الله عنه جي خلافت ٻارهن سال چار مهينا ۽ حضرت

---

(1) تفسير قرطبي ص ٢٩٧ ج ١٢ آيت: وعدالله الذين آمنوا منكم- ابن ڪثير ص ٣٠٢ج٣- ابن حبان ص ٣٩٢ ج ١٥- موارد الظلمآن ص ٣٦٩ج ١- المعجم الڪبير ص ٨٩ ج ١- فتح الباري ص ٧٧ ج ٨- شرح السنن ابن ماجه ص ٥ ج ١- فيض القدير ص ٥٠٩ ج ٣- نيل الاوطار ص ٣٤٢ج ٧

علي ڪرم الله وجهه جي خلافت ڇهه سال هئي. جملي ٽيهه سال ٿيا.[2]

بعض روايتن مطابق شير خدا حضرت حيدر ڪرار رضي الله عنه جي خلافت ڇهن سالن کان ڪجهه گهٽ آهي. اهڙي طرح خلافت راشده جي ٽيهه سالن جي مدت، امير المؤمنين حسن بن علي رضي الله عنه جي ڇهن مهينن تي پوري ٿئي ٿي.[1] بعض حضرات جي قول مطابق مٿين حديث جو مطلب هي آهي ته خلافت وڌ ۾ وڌ يا گهٽ ۾ گهٽ ٽيهه سال هلندي. هن ڏس ۾ جيڪي ڪجهه هن وقت تائين عرض ڪيو ويو، اهو اهل السنة والجماعة جي بعض اڪابرن جو قول آهي ۽ مٿي بيان ڪيل حديث مان ان جي تائيد ٿئي ٿي.

انهيءَ حديث جي معنيٰ هي آهي ته الله تعاليٰ جي مرضي مطابق خلافت راشده ڪامل نموني ۾ لڳاتار ٽيهه سال رهندي. ان کان پوءِ تبديل ٿي ويندي، جيئن حديث آهي ۽ جيئن انهن روايتن مان به معلوم ٿئي ٿو ته جڏهن اها ڳالهه حضرت امير حسن رضي الله عنه تائين پهتي ته خلافت کي ڇڏي ڏنائين ۽ اڪيلائپ جي زندگي اختيار ڪيائين. والله اعلم.

چاڻ گهرجي ته اصحابن سڳورن جو ذڪر خير ڪرڻ کان سواءِ، سندن خلاف زبان کولڻ جي منع آهي، ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ سندن جتي به ذڪر ڪيو آهي،خير ۽ ڀلائيءَ سان ذڪر فرمايو آهي، ان ڏس ۾ ڪجهه آيتون بيان ٿي چڪيون. مثلاً: وَالسّٰبِقُوْنَ الْاَوَّلُوْنَ[ايمان ۽ هجرت ۾ اڳرائي ڪندڙ اصحابي.] پڻ فرمائي ٿو:

---

(2) امام قرطبي ص ۲۹۸ ج ۱۲ ۾ بحواله قشيري فرمائي ٿو ته اهوئي قول حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جو آهي ۽ سندس دليل رسول الله ﷺ جي آزاد ڪيل غلام سفينه رضي الله عنه جي حديث آهي ته مون کان پوءِ خلافت ٽيهه سال رهندي. ان کان پوءِ بادشاهي نظام قائم ٿيندو. سفينه فرمائي ٿو ته: ۲ سال صديق اڪبر جا، ۱۰ سال عمر فاروق جا، ۱۲ سال عثمان ذوالنورين جا ۽ ٦ سال علي ڪرم الله وجهه جا شمار ڪر. پڻ اها حديث ڏسو: ابوداٺود ص ۲۱۱ ج ۴ حديث: ۴٦۴٦- الاحاد والمثاني ص ۱۲۹ ج ۱- المعجم الڪبير ص ۸۹ ج ۱- تهذيب الڪمال ص ۳۷۸ ج ۱۰- فضائل الصحابة لابن حنبل ص ۴۸۷ ج ۱

(1) انهيءَ موضوع جي تفصيل ۽ تحقيق لاءِ ڏسو ڪتاب: "شهيد ڪربلا..."، قاري محمد طيب رح.

مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللهِ وَالَّذِيْنَ مَعَهٗٓ اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ [2]

[الله جو رسول ۽ سندس ساٿي، ڪافرن تي سخت ۽ پاڻ ۾ رحمدل آهن، ڪين رڪوع ۽ سجدا ڪندين ڏسندين، الله جي فضل کي تلاش ڪن ٿا.]

اهڙيءَ طرح سندن عظمت شان ۽ سندن مانَ، مرتبي جي باري ۾ ڪجهہ حديثون بہ بيان ٿي چڪيون، مثلاً:

خَيْرُ الْقُرُوْنِ قَرْنِيْ ثُمَّ الَّذِيْنَ يَلُوْنَهُمْ ثُمَّ الَّذِيْنَ يَلُوْنَهُمْ [1]

[بهترين زمانو منهنجو آهي، پوءِ جو ان کان پوءِ آهي، پوءِ جو ان کان پوءِ آهي.]

اَكْرِمُوْا اَصْحَابِيْ فَاِنَّهُمْ خِيَارُكُمْ [2]

[منهنجن اصحابن جي عزت ڪريو ڇو تہ اهي توهان کان پيارا آهن.]

لَا تَسُبُّوْا اَصْحَابِيْ فَلَوْ اَنَّ اَحَدَكُمْ اَنْفَقَ مِثْلَ اُحُدٍ ذَهَبًا مَا بَلَغَ مُدَّ اَحَدِهِمْ وَلَا نَصِيْفَهُمْ [3]

[منهنجن اصحابن کي گاريون نہ ڏيو. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن توهان مان ڪو احد جبل جيترو سون بہ الله تعاليٰ جي واٽ ۾ خرچ ڪندو تڏهن بہ انهن مان جنهن هڪ ٽويو يا اڌ ٽويو الله تعاليٰ جي واٽ ۾ خرچ ڪيو آهي، انهيءَ جي اجر کي بہ نہ پهچندو.]

لَا تَتَّخِذُوْهُمْ غَرَضًا مِنْ بَعْدِيْ فَمَنْ اَحَبَّهُمْ فَبِحُبِّيْ اَحَبَّهُمْ وَمَنْ اَبْغَضَهُمْ فَبِبُغْضِيْ اَبْغَضَهُمْ وَمَنْ آذَاهُمْ فَقَدْ آذَانِيْ وَمَنْ آذَانِيْ فَقَدْ آذَى اللهَ وَمَنْ آذَى اللهَ يُوْشِكُ اَنْ يَّاْخُذَهٗ [4]

---

(2) سورة الفتح آيت : ٢٩ پ٢٦

(1) هن حديث جا حوالا صفحي 113تي گذري چڪا آهن.

(2) الاحاديث المختارة ٢٦٨ ج ١- مسند الشافعي ص ٢٤٤ ج ١- سنن الكبري ص ٣٨٧- ٣٨٨ ج ٥- شرح معاني الآثار ص ١٥٠ ج ٤- المعجم الاوسط ص ٢٠٤ ج ٣- مسند الحميدي ص ١٩ ج ١ - مسند الشهاب ص ٢٤٩ ج ١- مسند الطيالسي ص ٧ ج ١- المعجم الصغير ص ١٥٨ ج ١- الايمان لابن منده ص ٩٨٢ ج ١.

(3) هن حديث جا حوالا صفحي 110 تي لکجي چڪا آهن .

(4) هن حديث جا حوالا صفحي 109تي ڏسو.

[منهنجن ساٿين جي باري ۾ خدا جو خوف ڪريو خدا جو خوف ڪريو. مون کان پوءِ کين پنهنجي ساڙ ۾ دشمنيءَ جو نشانو نہ بنائجو. پوءِ بيشڪ جيڪو ساڻن محبت ڪندو تہ منهنجي محبت سبب ساڻن محبت ڪندو ۽ جيڪو ساڻن دشمني ڪندو تہ مون سان دشمنيءَ سبب ساڻن دشمني ڪندو ۽ جنهن کين ايذايو بيشڪ انهيءَ مون کي ايذايو ۽ جنهن مون کي ايذايو تہ بيشڪ انهيءَ الله کي ايذايو ۽ جنهن الله کي ايذايو تہ ويجهو آهي تہ کيس پڪڙي.]

# حضرات حسنين رضي الله عنهما جون فضيلتون

ابو محمد حسن بن علي رضي الله عنه هجرت جي ٽئين سال رمضان جي پندرهين تاريخ مدينه منوره ۾ ڄائو.

امام حسن جا ١٥ فرزند هئا: ١- حسن ٢- زيد ٣- عمر ٤- حسين ٥- عبدالله اڪبر ٦- عبدالرحمن ٧- عبدالله اصغر ٨- اسماعيل ٩- محمد ١٠- يعقوب ١١- جعفر ١٢- طلحه ١٣- حمزه ١٤- ابوبڪر ١٥- قاسم.

امام المشرقين والمغربين حضرت امام حسين پنهنجي سڳوري ڀاءُ امام حسن جي پيدائش کان پنجاه ڏينهن بعد سيده خاتون جنت جي بطن مبارڪ ۾ آيو ۽ ڇهن مهينن جي حمل جي مدت ۾ ڄائو. ياد رهي ته (مشهور شخصيتن ۾) حضرت يحيٰ بن زڪريا عليهما السلام ۽ حضرت امام حسين رضي الله عنه کان سواءِ ايتري گهٽ عرصي ۾ پيدا ٿي، ڪو انسان زنده نه رهيو آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته حسن ۽ حسين ٻئي منهنجا پٽ آهن، جنهن انهن کي پيارو رکيو. انهيءَ مون کي پيارو رکيو ۽ جنهن مون کي پيارو رکيو تنهن کي الله پيارو رکندو ۽ جنهن کي الله پيارو رکندو تنهن جي جزا جنت آهي ۽ جيڪو ائين نه ڪندو (يعني ساڻن ساڙ ۽ دشمني ڪندو) تنهن جي جاءِ جهنم آهي. حضرت امام حسن رضي الله عنه جي عمر ٤٦ سال هئي. حضرت امام حسين رضي الله عنه پنهنجي وڏي ڀاءُ جي وفات کان پوءِ ڏهه سال جيئرو رهيو ۽ ڏهين محرم سن ٦١هه ۾ ڪربلا ۾ شهادت جو شربت پيتائين، امام حسين جا ست پٽ هئا هرهڪ: ١- علي اصغر ٢- علي اڪبر ٣- جعفر ٤- عبدالله ٥- عمر [1]

سندس نسب جو سلسلو حضرت امام زين العابدين مان جاري آهي، ٻي اولاد جو سلسلو هلي نه سگهيو. جڳائي ته دل ۽ جان سان اهل بيت پاڪ جي عزت ۽ خدمت ڪئي وڃي، ڇاڪاڻ ته اها ڳالهه ٻنهي جهانن جي سعادت ۽ نيڪ بختيءَ جو سبب آهي. چاهي اهي نيڪ

(1) ٢ نالا رهجي ويا آهن. مترجم

هجن يا بد. ڇاڪاڻ تہ حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ: اَلصَّالِحُوْنَ وَالطَّالِحُوْنَ يعني اهي صالح هجن يا غير صالح سيني جو ادب ۽ احترام ڪريو.

هر صورت ۾ اهو ادب جو مقام آهي، جنهن ۾ ظاهري ۽ باطني ڪنهن بہ قسم جي ڪوتاهي ۽ ڪمي ڪرڻ نہ گهرجي، جيئن ٻنهي جهانن ۾ ڪاميابي نصيب ٿئي. يزيد ملعون وانگر انهن سان تعصب ۽ ايذارسانيءَ وارو سلوڪ نہ ڪجي، نہ تہ دائمي نقصان پوڻو پوندو. هن فقير غوث الحق والدين حضرت پير دستگير رح کان پڇيو تہ آل رسول ﷺ مان ڪنهن کي ايذائيندڙ شخص جي باري ۾ ڇا ٿا فرمايو؟ ارشاد فرمايائون تہ اهڙو شخص لعنتي آهي، ڇاڪاڻ تہ اصول آهي تہ اِيْذَاءُ الْخَلْفِ عَائِدٌ لِلسَّلْفِ، يعني پوين کي ايذائڻ، دراصل سلف يعني سندن اڳين بزرگن کي ايذائڻ آهي. اهڙو شخص الله تعاليٰ جي هن ڌمڪيءَ ۾ شامل آهي:

اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَاَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا ﴿٥٧﴾ وَالَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ بِغَيْرِ مَا اكْتَسَبُوْا فَقَدِ احْتَمَلُوْا بُهْتَانًا وَّاِثْمًا مُّبِيْنًا ﴿٥٨﴾ [1]

[بيشڪ جيڪي الله ۽ ان جي رسول کي ايذائن ٿا، دنيا ۽ آخرت ٻنهي جهانن ۾ انهن تي الله جي لعنت آهي ۽ انهن لاءِ خوار ڪندڙ عذاب آهي ۽ جيڪي ماڻهو مؤمن مردن ۽ عورتن کي ناحق ايذائن ٿا تہ بيشڪ انهن وڏو بهتان ۽ پڌرو گناه ڪمايو.]

انهن پوين جا حالات بہ پنهنجن عظيم بزرگن وانگر آهن.

نقل آهي تہ هڪ ڏينهن امير المؤمنين حسن رضي الله عنه وينو هو. هڪ يهودي شخص کين گهٽ وڌ ڳالهايو. ماڻهو ان کي سزا ڏيڻ لاءِ اٿيا. امير المؤمنين منع فرمائي ۽ يهوديءَ کي چيائون تہ جيڪڏهن بکيو آهين تہ توکي کاڌو کارايون، قرض جي ادائيگي لاءِ امداد گهرجئي تہ تنهنجي امداد ڪريون، ڪنهن سان دشمني اٿئي تہ تنهنجي مدد ڪريون، ڪا ٻي آرزو ۽

(1) سورة الاحزاب آيت : ٥٧-٥٨

مقصد اٿئي تہ اهو بہ ٻڌاءِ تہ ان کي بہ پورو ڪريون، جڏهن حضرت امير حسن رضي الله عنه اهڙي نهنائپ ۽ ٻاجھہ سان فرمايو تہ يهودي چوڻ لڳو تہ تو ڏاڍي سياست ۽ حيلي بازي ڪئي آهي. تنهنجو پيءُ بہ وڏو حيلي باز ۽ وڏو سياست باز هو بلڪ ان کان بہ گهٽ وڌ گفتا ڪڍيائين. تڏهن سندس ساٿي تلوارون ڪڍي ان جي سر تي اُڀيون ڪري بيٺا تان تہ پاڻ حڪم فرمائن تہ سندس سسي ڌڙ کان ڌار ڪريون. حضرت امام حسن رضي الله عنه انهن کي منع فرمائي. اهو حال ڏسي انهيءَ يهوديءَ ڏاڍي عاجزي ۽ نوڙت سان پنهنجو سر سندس پيرن تي رکي، عرض ڪيو تہ بيشڪ توهان حق تي آهيو ۽ توهان جو دين سچو آهي، مون کي معاف ڪريو ۽ دين اسلام ڏانهن هدايت فرمايو. پوءِ ڪلمو پڙهي اسلام جي شرف سان مشرف ٿيو. پاڻ ماڻهن کي فرماياڻون تہ ڇا اها ڳالھہ چڱي هئي تہ ان کي سندس گستاخيءَ جي سزا ڏئي قتل ڪري دوزخ ۾ ڌڪيو وڃي ها ۽ اهو هميشہ مردود ۽ عذاب جو حقدار ٿئي ها يا هيءَ ڳالھہ چڱي آهي تہ سهڻي سُلوڪ سبب مسلمان ٿيو ۽ جنت جو حقدار ٿيو ۽ سدائين ان جي نعمتن مان فيضياب ٿيندو.

هي آهي اهل بيت جو ڪردار ۽ اخلاق! جيڪڏهن انهن جا اخلاق ۽ افعال ان جي ابتڙ ۽ خراب هجن تہ پوءِ سمجهو تہ سندس نسب ۾ رولو آهي يعني اهل بيت رسول مان نہ آهي. رسول الله ﷺ جن جو مان، مرتبو ايڏو بلند آهي جو سندن اولاد امجاد جا اخلاق غلط ٿي نٿا سگهن. جيئن امام ابوالفضل بخاري فرمائي ٿو جڏهن ان کان امام همام فخرالائمه جي موجودگيءَ ۾ پڇيو ويو تہ: ڇا توهان اهل بيت رسول کي علامتن سان سڃاڻي سگهو ٿا؟ چيائين تہ هائو! سندن ڪي خاصيتون ۽ خصلتون آهن جن جي وسيلي سڃاتا ويندا آهن: ١۔ ماڻهن سان سهڻي اخلاق سان پيش ايندا آهن ٢۔ ماڻهن جا عيب لڪائيندا آهن ٣۔ ڪاوڙ ڪائيندا آهن ٤۔ ماڻهن کي معاف ڪندا آهن ٥۔ حرام ڪم ڪندڙ يا ڪرائيندڙ نہ هوندا آهن. نبي ﷺ جن جي حديث آهي تہ:

لَايَلِيۡطُ وَلَايُلَاطُ

[منهنجي اولاد مان نہ ڪو خراب ڪم ڪندو آهي ۽ نہ ڪرائيندو آهي.]

پهرئين ڳالهہ جو دليل تہ اهي وڏا بااخلاق هوندا آهن، هي آيت آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجي پياري رسول ﷺ جو شان بيان ڪيو آهي تہ:

وَإِنَّكَ لَعَلَىٰ خُلُقٍ عَظِيمٍ ۝[1]

[بيشڪ تون وڏي اخلاق وارو آهين.]

انهيءَ ڪري علماءَ ڪرام جي اجماع موجب جنهن جو اخلاق خراب هجي اهو اهلبيت رسول مان تي نٿو سگهي ۽ جيڪو شخص ماڻهن تي ڪاوڙ ڪندو ۽ ڪاوڙ ڪيندو رهي، ان جو بہ رسول الله ﷺ سان نسب ثابت نہ ٿيندو جيئن حضرت مخدوم نوح رح فرمائي ٿو تہ امت تي واجب آهي تہ اولاد رسول جي سڃاڻپ ڪري ڇاڪاڻ تہ آخري زماني ۾ گهڻا ماڻهو علوين وانگر ڊگها وار رکي دعوي ڪندا تہ اولاد رسول مان آهن. پوءِ جيڪڏهن انهن ۾ مٿي بيان ڪيل علامتون موجود هجن تہ ويساهہ ڪرڻ گهرجي تہ اهلبيت مان آهن ۽ سندن عزت احترام ڪجي ۽ انهن جي غلطين کي معاف ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن اهي علامتون منجهن نہ هجن تہ ماڻهن تي انهن جو احترام واجب نہ آهي. هن آخري زماني ۾ اهو مسئلو پيدا ٿي پيو آهي ۽ ماڻهو ان کان غافل آهن، طحاوي ۾ ائين آهي.

(1) سورة القلم آيت : ۴، پ ۲۹

## باب ڇهون

# فتح بابت معراج

سلطان الانبياءِ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن فرمايو تہ مون معراج جي سفر دوران اتي تمام گهڻا عجيب علائقا ۽، حيران ڪندڙ مقامات ڏٺا. جڏهن سدرة المنتهيٰ تي پهتس تہ جبرئيل عليه السلام اتي بيهي رهيو. مون چيو تہ اي جبرئيل! مون کي اڪيلو نہ ڇڏ! انهيءَ عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! مٿي هلڻ جي مجال مون ۾ نہ آهي. اسان مان هر هڪ جو مقام مقرر ۽ معروف آهي. منهنجو خدمت اقدس ۾ رهڻ جو وقت ختم ٿي ويو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي جبرئيل! تو پاڻ چيو هو تہ توهان کي وٺي اڏرندس.... هاڻي ڇا جي ڪري رڪجي ويو آهين؟ ائين فرمائي جبرئيل جو هٿ پڪڙي ڪيس هڪ قدم اڳتي آندائون. حضرت جبرئيل کي الله تعاليٰ جي هيبت جي ڪري ڏڪڻي وٺي وئي، اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا. عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ مون کي معاف فرمايو ۽ اتي ڇڏي ڏيو:

لَوْدَنَوْتُ قِيْدَ اُنْمُلَةٍ لَاَحْرَقْتُ[1]

[جيڪڏهن هڪ آڱر بہ اڳتي وڌان تہ الله تعاليٰ جي هيبت ۽ جلال جي ڪري سڙي وڃان.]

ٿورو اڳتي وڌيس تہ هڪ فرشتو نظر آيو جيڪو نماز پڙهي رهيو

---

(1) اها روايت عام مذهبي ڪتابن ۾ حوالن ۽ سَنَدَ کان سواءِ لکيل آهي. حوالي ۽ سَنَد سان حضرت انس رضي الله عنه جي هيءَ روايت بيان ڪئي وڃي ٿي تہ نبي ڪريم ﷺ جن حضرت جبريل امين عليه السلام کان پڇيو تہ ڇا توهان پنهنجي رب کي ڏٺو آهي؟ عرض ڪيائين تہ منهنجي ۽ الله تعاليٰ جي وچ ۾ نور جا ستر حجاب آهن، جيڪڏهن انهن مان ڪنهن هڪ جي بہ ويجهو وڃان تہ سڙي رک ٿي وڃان: الفردوس بماثور الخطاب حديث : ٣٤١١- فيض القدير ص٧٨ ج٤- حلية الاولياءِ ص٥٥ ج٥- مجمع الزوائد ص٧٥ ج١- المعجم الاوسط ص٢٧٨ ج٦- العظمة ص٦٧٧ ج٢، ٩٥٧ ج٣- پر حديث جي عالمن وٽ اها ۽ اهڙيون ٻيون بہ ڪافي حديثون صحيح نہ آهن، ڏسو: سير اعلام النبلاءِ ص٢٤١ ج٦

هو جنهن مون کي چيو تہ اي الله جا رسول! (توهان کي مبارڪ هجي جو) الله تعاليٰ توهان کي ختم نبوت جو مقام عطا فرمايو. مون جبرئيل امين عليه السلام کان پڇيو تہ هي فرشتو توهان ڏانو آهي؟ انهيءَ چيو تہ اي الله جا رسول هن کان اڳ مون ان کي ڪڏهن نہ ڏٺو هيئنر توهان جي رفاقت ۾ ڏٺو اٿم. ان مهل جبرئيل امين واپس ويو فرشتي پنهنجو هٿ حجاب (پردي) مان ڪڍيو مون کي کنيو ۽ پاڻ اتي ويهي رهيو ۽ آءُ اڳتي وڌيس. عظمت ۽ نور جا حجاب طئي ڪندي اڳتي وڌيس. ايستائين منهنجي سواري براق جي هئي. ان کان پوءِ "رفرف" ظاهر ٿي، جنهن تي چڙهي عرش عظيم تي پهتس. پوءِ ميڪائيل ظاهر ٿيو مون ان تي قدم رکيا. مون کي کڻي اڳتي وڌيو تانجو پاڻيءَ جي دريا وٽ پهتس. اهو پار ڪيو تہ ان کان پوءِ باه جو درياءُ آيو جنهن کي بہ پار ڪيم. ان کان پوءِ اهڙا پردا ڏٺم جو هرهڪ پردي جي ڊيگهہ پنج سو سالن جي مفاصلي جيتري هئي. ان کان پوءِ حجاب نظر آيا هر حجاب جي ڊيگهہ هڪ هزار سالن جي مفاصلي جيتري هئي. اتي ميڪائيل ترسي پيو ۽ اسرافيل عليه السلام سامهون آيو. مون سان احترام سان پيش آيو. مون کي پنهنجي پر تي ويهاريائين. انهن حجابن کان اڳتي وڌيس تہ تمام وڏا درياءَ آيا. هرهڪ درياءَ جي ويڪر دنيا جي حساب سان ستر هزار سالن مفاصلي جيتري هئي. اتان بہ لنگهيس. ڪنهن بہ قسم جو آواز ٻڌڻ ۾ نہ آيو تانجو ڪنهن فرشتي جي "سبحان الله" ۽ "الحمدلله" چوڻ جو آواز بہ مون نہ ٻڌو.

جڏهن مخلوق کان گذري انهيءَ جهان ۾ پهتس جتي هر شيءِ الله تعاليٰ جي عظمت ۽ جاه جلال ۾ حيران ۽ بيحال هئي تہ پوءِ اهڙا (خوبصورت) حجاب (پردا) ڏٺم جو جيڪڏهن پوري ڄمار انهن جي صفت ۽ تعريف بيان ڪجي تڏهن بہ انهن جو بيان ختم نہ ٿئي. پوءِ قادر مطلق جي قدرت جا حجاب آيا. اتي اسرافيل بہ رڪجي ويو. انهيءَ قدم بوسي ڪندي معذرت ڪئي ۽ مون کان موڪل ورتائين. پوءِ عرش الاهيءَ جي پردن وٽ پهتس جيڪي ستر هزار هئا. هر پردو ستر هزار سالن جي مفاصلي جيترو ڊگهو هو هر پردي تي ستر هزار فرشتا هئا. انهن مان

هرهڪ فرشتي جي هڪ ڪلهي کان ٻئي ڪلهي تائين مفاصلو ستر هزار ورهين جيترو هو. انهن پردن مان ڪي اڇن موتين سان، ڪي هيرن سان ڪي ٻين جواهرن سان پريل هئا. هر پردي تي هڪ فرشتو منتظم مقرر هو. "رفرف" تي ستر هزار فرشتا هئا. اتان گذري عرش تائين پهتس. منهنجي قدمن هيٺان رفرف غائب ٿي ويو. گهوڙي جي شڪل جهڙي سواري سامهون آئي جيڪا سفيد موتين جي تسبيح پڙهي رهي هئي. ان جي منهن مان نور نڪري رهيو هو. مون کي ڪٽي انهن پردن وٽان اڳتي لنگهي وئي. مون کي ڪنيائين تانجو انهن پردن وٽان گذري وياسون. جڏهن الله تعاليٰ جي شان ڪبريائي وٽ پهتس تہ هڪ آواز ٻڌم تہ اُدْنُ مِنِّيْ، يعني منهنجي ويجهو ٿيءُ. جڏهن بہ اهو آواز يا خطاب ٻڌم ٿي تہ ڪجهہ وکون اڳتي ڪنيم هر وک ايڏي وڏي هئي جيترو مفاصلو زمين کان هيستائين طي ڪيو هيم. پوءِ مقام فَتَدَلّٰى تي پهتس. اتان اڪيلائيءَ واري هنڌ پهتس. فرمائي ٿو:

فَكَانَ قَابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنٰى ۝(1)

[پوءِ ٻن ڪمانن جيترو يا ان کان بہ ويجهو هو.]

پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ مون ان مرتبي کي سڃاتو. فرمايائين:

فَاَوْحٰٓى اِلٰى عَبْدِهٖ مَآ اَوْحٰى ۝(2)

[پوءِ پنهنجي ٻانهي ڏانهن وحي ڪيائين جيڪا بہ وحي ڪيائين.]

اهو راز لڌم (حضرت امام جعفر صادق فرمائي ٿو تہ "دنا" يعني حضرت محمد ﷺ الله کي ويجهو ٿيو ۽ اها ڪيفيت نامعلوم آهي) فتدلي يعني پوءِ اتيو ۽ گهڻو ويجهو ٿيو ۽ حجاب ان کان هٽايا ويا ۽ وري حجاب هيٺ ڪيا ويا. انهن حجابن کي وري ٧٠ اونداهين، ٧٠ سج جي روشنيءَ جا، ٧٠ چنڊ جي روشنيءَ جا، ٧٠ زمرد جا، ٧٠ موتين جا، ٧٠ ياقوت، ٧٠ جواهر جا پردا هئا، تانجو محبوب ۽ حبيب جي درميان ٻن ڪمانن جيترو

(1) سورة النجم آيت:٩

(2) سورة النجم آيت:١٠

مفاصلو باقي بچيو. جيئن قرآن ۾ آهي: أَوْ أَدْنَىٰ (ان کان بہ وڌيڪ قريب پهتو) غرض نبي ﷺ جن اتي پهتا، جتي الله تعاليٰ جي جلال جمال جي هيبت ظاهر ٿي. ربوبيت واري عزت آواز ڏنو تہ "وڌيڪ ويجهو اچ" پوءِ پاڻ ويجهڙائيءَ جي مقام تي ايترو قريب پهتا، جو جسم کي دل جي خدمت، جان کي مشاهدو ۽ وصال جو راز نصيب ٿيو. ظاهري محسوس ڪندڙ عضوا معطل ٿيا. "عام عنايت" جو غيبي ڪلام ٻڌم. الله جو ڪلام بغير واسطي جي ٻڌم، بلڪ جيڪي ڪجهہ ٻڌم، سو اڪين سان ڏٺم.

مَا زَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغَىٰ ﴿١٧﴾[3]

[نہ نگاه ڦٽڪي ۽ نہ اها پنهنجي جاءِ تان ٽڙي.]

يعني پاڻ فرمائين ٿا تہ جيڪي لغزشون ٿيون تہ ٻين کان ٿيون، مون کان نہ ٿيون، تانجو أَوْ أَدْنَىٰ واري مقام تي پهتس تہ عين اليقين جو علم حاصل ٿيو. درميان مان مفاصلو ۽ فرق ختم ٿي ويو. "ربوبيت" جي نور سيني حجابن ۽ رڪاوٽن کي ساڙي ڇڏيو. أَلَمْ تَرَ إِلَىٰ رَبِّكَ يعني ڇا تو پنهنجي رب ڏانهن نہ ڏٺو. اها آيت سڳوري منهنجي نظر ۽ اکين جو سرمو ٿي وئي. سندس شان اهو آهي تہ لَا تُدْرِكُهُ الْأَبْصَارُ وَهُوَ يُدْرِكُ الْأَبْصَارَ يعني اکيون انهيءَ الله پاڪ کي ڏسي نٿيون سگهن ۽ اهو اکين کي ڏسي ٿو.

رب تعاليٰ نگاه ڪرم فرمائي، پنهنجي خاص ٻانهي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ سان راز ۽ نياز جون ڳالهيون فرمايائين ۽ جيڪي ڪجهہ فرمايائين، ان کي ظاهر نہ ڪيائين تہ ڇا فرمايائين. اهو هڪ وڏو راز ۽ اسرار آهي ۽ ڳجهي ڳالهہ لڪائڻ بهتر هوندي آهي. جيڪڏهن توهان الله تعاليٰ جي نعمتن کي ڳڻيندا تہ ڳڻي نہ سگهندا. جيئن قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو تہ:

وَإِن تَعُدُّوا نِعْمَتَ اللَّهِ لَا تُحْصُوهَا[1]

(3) سورة النجم آيت:١٧

(1) سوره ابراهيم آيت : ٣٤، پ١٤

[۽ جيڪڏهن توهان الله تعاليٰ جي نعمتن کي ڳڻڻ چاهيندا تہ انهن کي ڳڻي نہ سگهندا.]

پاڻ ڪريم ﷺ انهيءَ راز کان مستفيد ۽ مستفيض ٿيا ۽ جيڪا نعمت الله تعاليٰ نبي سڳوري تي فرمائي، پاڻ انهيءَ کي ظاهر ڪيائون، ڇاڪاڻ تہ حڪم فرمائي ٿو تہ وَاَمَّا بِنِعْمَةِ رَبِّكَ فَحَدِّثْ [۽ پنهنجي رب جي نعمت کي بيان ڪر.]

انهيءَ ڪري الله جي رسول پاڪ ﷺ جن فرمايو آهي تہ :

رَاَيْتُ رَبِّيْ فِيْ اَحْسَنِ صُوْرَتِهٖ

[مون پنهنجي رب کي بهترين صورت ۾ ڏٺو.]

فَقَالَ يَا مُحَمَّدُ فِيْمَ يَخْتَصِمُ الْمَلَاُ الْاَعْلٰى؟ قُلْتُ اَنْتَ اَعْلَمُ بِهَا (1)

[پوءِ ارشاد فرمايائين تہ اي محمد! مقرب فرشتا ڇا جي باري ۾ جهيڙو ڪري رهيا آهن. مون چيو تہ تون وڌيڪ ڄاڻين ٿو.]

فَوَضَعَ كَفَّهٗ بَيْنَ كَتِفَيْهِ فَوَجَدْتُ بَرْدَهَا بَيْنَ ثَدِيِّ فَعَلِمْتُ مَا فِي السَّمَاءِ

---

(1) صحيح هي آهي تہ هن حديث ۾ رب سائين جي ديدار جو جيڪو ذڪر آهي، اهو معراج جي موقعي تي ٿيو هو. تفسير ابن ڪثير ص ١٥١ ج ٢ ۾ احمد ۽ ترمذيءَ جي حوالي سان حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه جي حديث آندي آهي تہ: اَتَانِيْ رَبِّيْ فِيْ اَحْسَنِ صُوْرَةٍ فَقَالَ يَا مُحَمَّدُ فِيْمَ يَخْتَصِمُ الْمَلَاُ الْاَعْلٰى (الحديث) يعني وڏا مقرب فرشتا ڇاجي باري ۾ بحث ڪري رهيا آهن؟ ساڳي تفسير جي صفحي ۴۴ ج ۴ ۾ ساڳي اصحابيءَ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن سج نڪرڻ جي ويجهو هو تہ پاڻ سڳورا جلدي جلدي آيا ۽ نماز پڙهيائون. پوءِ فرمايائون تہ پنهنجي جاءِ تي ويٺا رهو. پوءِ ارشاد فرمايائون تہ: اِنِّيْ قُمْتُ مِنَ اللَّيْلِ فَصَلَّيْتُ مَا قُدِّرَ لِيْ فَنَعِسْتُ فِيْ صَلَاتِيْ (الحديث) اڄ رات آءٌ تهجد جي نماز پڙهي رهيو هيس، مون کي نماز ۾ ننڊ اچي وئي. ترمذي حديث نمبر ٣٢٣٣ ۾ ابن عباس رضي الله عنهما کان جيڪا روايت ان ڏس ۾ بيان ڪئي آهي، تنهن ۾ هي لفظ آهن: اَتَانِي اللَّيْلَةَ رَبِّيْ تَبَارَكَ وَتَعَالٰى فِيْ اَحْسَنِ صُوْرَةٍ قَالَ اَحْسِبُهٗ فِي الْمَنَامِ راوي چوي ٿو تہ ڀانيان ٿو تہ پاڻ سڳورن ائين بہ فرمايو تہ ننڊ جي حالت ۾ اهو واقعو ٿيو. معلوم ٿيو تہ اهو ٻيو واقعو آهي، جيڪو ننڊ جي حالت ۾ واقع ٿيو. وڌيڪ تفصيل هنن ڪتابن ۾ ڏسو: مجمع الزوائد عن ابن رافع ص ٢٣٧ ج ١- دارمي ص ١٧٠ ج ٢ عن عبدالرحمن بن عائش حديث ٢١۴٩ باب في رؤية رب تعاليٰ في النوم- احمد حديث: ٣۴٨۴- المجمع الڪبير ٣١٧ ج ١- الترغيب والترهيب عن ابن عباس ص ١٧۴ ج ١.

وَالْأَرْضِ(2)

[پوءِ پنهنجو هٿ منهنجن ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ رکيائين، جنهن جي ٿڌاڻ مون پنهنجي سيني ۾ محسوس ڪئي، پوءِ مون کي آسمان ۽ زمين جي هر شيءِ جو علم حاصل ٿي ويو.]

مڪتوبات ۾ آهي ته جڏهن رسول الله ﷺ جن معراج کان واپس آيا، ته ام المؤمنين حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها اتي ۽ عرض ڪيائين ته اي الله جا رسول! ڇا توهان پنهنجي رب کي ڏٺو (1)

پوءِ مسجد ۾ آيا ۽ حضرت بلال رضي الله عنه کي فرمايائون ته آذان ڏي. سڀ کان پهريائين نماز تي حضرت ابوبڪر صديق آيو ۽ چيائين ته اڄ سائين جن کي گهڻو خوش ڏسان ٿو. ارشاد فرمايائون ته اڄ آءُ آسمان،عرش، ڪرسي، لوح، قلم ۽ قاب قوسين وٽ پهتس، پنهنجي پالڻهار سان هزار حڪايتون ڪيم ۽ ٻڌم. گهڻا عجيب غريب واقعا ڏٺم، جيڪي ڪنهن نه ڏٺا هوندا. جڏهن اها ڳالهه حضرت ابوبڪر صديق ٻڌي چيائين ته اي الله جا نبي!

---

(2) تفسير ابن جرير ص ۴۸ج۲۷- ابن ڪثير ص۳۰٦ج۱-ترمذي حديث :۳۲۳۳-دارمي حديث :۲۱۴۹- مجمع الزوائد ص ۳۲۱ج٦- مسند احمد حديث :۳۴۸۴-مسند الوياني ص ۲۹۹ج۲-المعجم الڪبير ص۱۰۹-ج۲۰- الاصابه ص۳۲۷ج۲- معجم الصحابه ص۱۰۲ج۲

(1) هن حديث ۾ ڪجهه اهڙيون ڳالهيون آهن، جنهن جي ڪري اها صحيح معلوم نٿي ٿئي، مثلاً: معراج مڪي ۾ ٿي، جيئن قرآن مان ثابت آهي ۽ نماز معراج کان پوءِ فرض ٿي، جيئن حديثن مان ثابت آهي، پڻ مڪي ۾ مسلمان اذان ڏئي باجماعت نماز بيت الله ۾ پڙهي نه سگهندا هئا. بلڪ مڪي ۾ نماز لاءِ آذان مقرر ئي نه ٿي هئي، بلڪ آذان مديني ۾ شروع ٿي. پوءِ اهو ڪيئن صحيح ٿيندو ته نبي ﷺ جن معراج تان واپس اچي بلال رضي الله عنه کي حڪم ڪيو ته آذان ڏي؟ پڻ نبي ڪريم ﷺ جن سان حضرت عائشه رضي الله عنها جو نڪاح مڪي ۾ ٿيو پر سندس رخصتي مديني ۾ ٿي. پوءِ پاڻ ڪيئن مڪي ۾ نبي سائين ﷺ کان پڇيائين ته توهان رب پاڪ جو ديدار فرمايو يا نه؟ تنهن ڪري حديث ثابت نه آهي ۽ نه ڪنهن ڪتاب ۾ ان جو حوالو ۽ سَنَد موجود آهي.

هَلْ رَاَيْتَ رَبِّيْ فَقَالَ رَسُوْلُ اللهِ ﷺ رَاَيْتُ رَبِّيْ فِيْ لَيْلَةِ الْمُعْرَاجِ
[اي الله جا نبي! ڇا توهان منهنجي رب کي ڏٺو؟ فرمايائون ته مون معراج واري رات پنهنجي رب کي ڏٺو.]

الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَصَوَّرَكُمْ فَاَحْسَنَ صُوَرَكُمْ وَاِلَيْهِ الْمَصِيْرُ۝ (2)
[پوءِ توهان کي شڪل ۽ صورت بخشيائين ۽ بهترين صورت ڏنائين.]

جڏهن ابوبڪر صديق رضي الله عنه اها ڳالهه ٻڌي ته سندس دل مضبوط ٿي ۽ چيائين ته منهنجا ماءُ پيءُ به ۽ آءٌ به توهان تي فدا ٿيان، منهنجن عزيزن، قريبن سيني توهان تي ايمان آندو. مون پنهنجي دل جو ٽڪر ۽ اکين جو نور (عائشه صديقه) توهان کي بخشي (يعني نڪاح ۾ ڏني.) ۽ توهان مون کي ٻين جي بجاءِ پنهنجو يار غار بنايو. ارشاد فرمايو ته توهان الله تعاليٰ کي ڪيئن ڏٺو؟ پاڻ خاموش رهيا ۽ صديق اڪبر رضه جواب جو انتظار ڪرڻ لڳو. پوءِ جبرئيل امين کي حڪم ٿيو ته محمد ﷺ وٽ وڃ ۽ کيس چؤ ته ابوبڪر صديق رضه کي فرمايو ته پاڻ محمد مصطفيٰ ﷺ جو يار غار آهي، اهو راز ڪنهن تي ظاهر نه ڪري ۽ ٻئي کي نه ٻڌائي.
الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمائي ٿو:

(2) سورة التغابن آيت:٣

وَلَقَدْ خَلَقْنٰكُمْ ثُمَّ صَوَّرْنٰكُمْ ثُمَّ قُلْنَا لِلْمَلٰٓئِكَةِ اسْجُدُوْا لِاٰدَمَ فَسَجَدُوْٓا اِلَّآ اِبْلِيْسَ لَمْ يَكُنْ مِّنَ السّٰجِدِيْنَ ﴿۱۱﴾[2]

[۽ بيشڪ اسان توهان کي پيدا ڪيو. پوءِ توهان کي شڪل صورت بخشي (پوءِ) فرشتن کي چيوسون تہ آدم کي سجدو ڪريو. پوءِ سيني سجدو ڪيو سواءِ ابليس جي، اهو سجدو ڪندڙن مان نہ ٿيو.]

۽ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمائي ٿو:

هُوَ الْاَوَّلُ وَالْاٰخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ وَهُوَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿۳﴾[1]

[اهو ئي اول، اهوئي آخر، اهوئي ظاهر، اهوئي باطن آهي ۽ اهو هر شيءِ تي وس وارو آهي.]

رَاَيْتُ رَبِّيْ فِيْ لَيْلَةِ الْمِعْرَاجِ بِاَحْسَنِ صُوْرَةٍ

[مون معراج واري رات پنهنجي رب کي سهڻي صورت ۾ ڏٺو.]

جڏهن ابوبڪر صديق رضي الله عنه اها حديث سندن زبان مبارڪ مان ٻڌي تہ بي هوش تي ڪري پيو. هوش ۾ آيو تہ پڇيائين تہ:

يَا نَبِيَّ اللهِ! هَلْ رَاَيْتَ رَبِّيْ وَرَبَّكَ مَعَ صُوْرَتِهٖ؟ فَقَالَ رَسُوْلُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ رَاَيْتُ رَبِّيْ فِيْ لَيْلَةِ الْمِعْرَاجِ.... مَعَ وُجُوْدِ التَّمَامِ[2]

[اي الله جا نبي! ڇا توهان پنهنجي ۽ منهنجي رب کي پنهنجي صورت ۾ ڏٺو؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مون معراج واري رات پنهنجي رب کي ڪامل وجود ۾ ڏٺو.]

---

(2) سوره الاعراف آيت: ١١

(1) سورة الحديد آيت: ٣

(2) هن هنڌ لفظ صاف نہ آهن ۽ رَاَيْتُ رَبِّيْ فِيْ لَيْلَةِ الْمِعْرَاجِ واريون جيڪي بہ روايتون بيان ڪيون وڃن ٿيون، اهي ثابت نہ آهن.

الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو:

فَإِذَا سَوَّيْتُهُ وَنَفَخْتُ فِيهِ مِن رُّوحِي فَقَعُوا لَهُ سَاجِدِينَ ﴿٧٢﴾ (3)

[پوءِ جڏهن ان کي ٺاهي تيار ڪريان ۽ منجهس پنهنجو روح ڦوڪيان تہ ان کي سجدو ڪندي ڪري پئو.]

فَقَالَ رَسُولُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ... خِدْمَةِ اللهِ فَرَأَيْتُ صُوْرَتَهُ بَعْدَهُ

[پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيس پوءِ مون ان کي سندس صورت ۾ ڏٺو.]

پوءِ الله تعاليٰ فرمايو تہ اي محمد ﷺ! اها هڪ عظيم راز جي ڳالهہ آهي.

## ٻين حديثن ۾ بيان ٿيل صورتون

الله تعاليٰ معراج جي رات هزار يعني بيشمار ڀيرا مخاطب ٿي فرمايو تہ: يَا مُحَمَّدُ! أُدْنُ مِنِّيْ يعني اي محمد! منهنجي ويجهو ٿيءُ.

هر ڀيري رسول الله ﷺ جن مٿي چڙهندا رهيا، تانجو منزل بمنزل پهريائين "دنا"، "تدليٰ" ۽ پوءِ "قاب قوسين او ادنيٰ" جي مقام تي پهتا. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو: ثُمَّ دَنَا [پوءِ مقام قرب تي پهتا] يعني مرتبي ۽ منزل ۾ ايترو قريب پهتا، جو ان کان وڌيڪ مٿي ڪو مقام ۽ مڪان نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ مڪان ۽ زمان جي حد بنديءَ کان پاڪ آهي. ان ڪري مراد مرتبي ۽ درجي جي ويجهڙائي آهي. "فتدليٰ" جي معنيٰ آهي تہ الله تعاليٰ کي سجدو ڪيائين، ڇاڪاڻ تہ اهو مرتبو عبادت سان ماڻيائون. الله تعاليٰ جي طرفان سجدي جي ڪري قرب ملڻ جو وعدو فرمايل آهي. نبي ﷺ جن جي حديث مبارڪ آهي تہ:

أَقْرَبُ مَا يَكُوْنُ الْعَبْدُ مِنْ رَّبِّهِ وَهُوَ سَاجِدًا (1)

---

(3) سورة صٓ آيت : ٧٢ پ٢٣

(1) مسند ابي عوانه حديث : ١٨٥٦- ڪتاب الزهد لابن ابي عاصم ص ١٩٦ ج ١- الزهد لابن المبارڪ ص ٤٥٦ ج ١- شرح نووي ص ٢٠٠ ج ٤- قرطبي ص٦٣ ج-١٠- مسلم حديث : ٤٨٢- صحيح ابن حبان حديث: ١٩٢٨- مجمع الزوائد ص١٢٧ ج٢- بيهقي حديث : ٢٥١٧- ابودائود حديث : ٨٧٥- نسائي حديث : ٨٧٥.

[ٻانهو پنهنجي رب کي وڏيڪ ويجهو تڏهن هوندو آهي، جڏهن سجدي ۾ هوندو آهي.]

پوءِ پاڻ قرب مٿان قرب حاصل ڪيائون. يعني انهيءَ مقام تي پهتا، جنهن تائين ڪائنات مان ڪا بہ شيءِ پهچي نٿي سگهي ۽ نہ ڪنهن جو قدم انهيءَ نفس تائين پهچي سگهي ٿو ۽ نہ سندس نفس ان دل تائين پهچي سگهي ٿو ۽ نہ سندس قلب انهيءَ روح کي پهچي سگهي ٿو ۽ نہ سندس روح انهيءَ راز کي پهچي ۽ پروڙي سگهي ٿو. بعض تحقيق وارا فرمائين ٿا تہ "ثم دنا" ۾ سندن پاڪ نفس ڏانهن، "فتدلىٰ" ۾ سندن پاڪ دل ڏانهن، "قاب قوسين" ۾ سندن مبارڪ روح ڏانهن ۽ "او ادنىٰ" ۾ سندن نور جي راز ڏانهن اشارو آهي. سندن پيارو ۽ پاڪ نفس عبادت جي مقام تي، سندن سڳوري دل محبت جي مقام تي، سندن مقدس روح قرب جي مقام تي ۽ سندن راز مشاهدي جي مقام تي پهتو. سندن نفس دل جي خدمت ۾، سندن دل بقا واري محبت ۾، سندن روح غذا جي قربت ۽ سندن راز مشاهدي ۾ پهتو:

رباعي

اگر نفس او نظر هستي خويش کردي بي خدمت بماندي
اگر دل منور او نظر بر نفس بودي بي محبت بماندي
و اگر روح او را نظر بر دل افتادي بي قربت بماندي
اگر سر اقدس آن حضرت نظر بر روح افگندي بي مشاهدت بماندي.

[جيڪڏهن سندن نفس پنهنجي هستيءَ تي نگاه ڪري ها تہ بغير عبادت جي رهي ها ۽ جيڪڏهن سندن روشن دل پنهنجي نفس ڏانهن نهاري ها تہ بغير محبت جي رهي ها ۽ جيڪڏهن سندن روح دل تي نظر وجهي ها تہ بغير قرب جي رهي ها ۽ جيڪڏهن پاڻ سڳورا پنهنجو راز مقدس روح تي وجهن ها تہ بغير مشاهدي جي رهن ها.]

شيخ ابوالحسن نوري کان مٿي بيان ڪيل آيت جي باري ۾ پڇيو ويو تہ چيائين تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن انهيءَ هنڌ تي پهتا، جتي جبرئيل عليه السلام سندن آواز ٻڌي نہ سگهيو. پڻ فرمائي ٿو تہ "دَنَا" کي ائين سمجهو تہ اسان جا عاجز ذهن ڪڏهن ڪنهن شيءِ، يا ڪنهن شخص

جو خيال ڪندا آهن، پر اها ڪابہ شيءِ ۽ ڪو بہ شخص نہ هوندو آهي. سوچ ۽ خيال ۾ ڪوتاهي واقع ٿي ويندي آهي. ماڻهو ڪڏهن سوچيندو آهي تہ مڪان آهي، حالانڪ مڪان نہ هوندو آهي. ڪڏهن سوچيندو آهي تہ زماني سان تعلق رکندڙ شيءِ آهي، حالانڪ اها زماني سان تعلق رکندڙ شيءِ نہ هوندي آهي. بعد ۾ "قاب قوسين" جي مقدار ڏانهن اشارو معلوم ٿيندو آهي، پر نہ اشارو هوندو آهي ۽ نہ مقدار. نيث انهيءَ لفظ ۾ شڪ محسوس ٿيندو آهي، حالانڪ شڪ، شبهو نہ هوندو آهي. وري "او ادنيٰ" مبالغي جو صيغو معلوم ٿيندو آهي تہ هي شخص ٻئي سان سڀ کان وڌيڪ ويجهو آهي. حالانڪ ڪيس ويجهڙائي حاصل نہ هوندي آهي. بس، ويساه ڪرڻ گهرجي تہ اها حقيقت اسان جي ڄاڻ، سوچ ۽ سمجهہ ۾ اچڻ کان عاجز ۽ قاصر آهي. معرفت وارن وٽ مراد فقط ايتري آهي تہ پاڻ سڳورا وڌ ۾ وڌ الله جي قرب کي پهتا، جنهن ڪري الله تعاليٰ کي سجدو ڪيائون، يا هي مطلب آهي تہ ٻانهو ويجهو ٿيو ۽ جهڪيو يا پاڻ سڳورا ويجها ٿيا ۽ فرشتا جهڪيا يا فرش يعني زمين ويجهي ٿي ۽ عرش جهڪيو. يا "دنا" مجاهدو ۽ "دليٰ" مشاهدو آهي يا "دنا" طالب ۽ "دليٰ" مطلوب آهي، يا "دنا" طالب رحمت ۽ "دليٰ" رحمت عطا ڪندڙ آهي، يا "دنا" محتاجي ۽ "دليٰ" فخر ۽ شرف آهي، يا "دنا" منادي ۽ "دليٰ" سرگوشي ۽ مناجات آهي يا "دنا" مدح ڪندڙ ۽ "دليٰ" مدح ڪيل ذات آهي، يا "دنا" شڪر ڪندڙ ۽ "دليٰ" شڪر ڪيل هستي آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ انهن مان هڪ الله جي صفت آهي ۽ ٻي حضرت محمد پاڪ ﷺ جي صفت آهي، يعني:

هُوَ يَتَقَرَّبُ لِلّٰهِ تَعَالٰى وَاللهُ يَقْرُبُهٗ وَكَانَ هُوَ يَتَكَلَّمُ وَاللهُ يَسْمَعُهٗ وَكَانَ هُوَ يَسْئَلُهٗ واللهُ يُعْطِيْهِ وَكَانَ هُوَ يَشْفَعُ وَاللهُ يُشَفِّعُهٗ وَكَانَ هُوَ يَنْظُرُ فِيْ آيَاتِ اللهِ وَاللهُ يَنْظُرُ فِيْ أَدَبِ رَسُوْلِهٖ

[پاڻ سڳورا الله جو قرب گهري رهيا هئا ۽ الله قرب عطا فرمائي رهيو هو. پاڻ ڳالهائي رهيا هئا ۽ الله ٻڌي رهيو هو. پاڻ سوال ڪري رهيا هئا ۽ الله ڏئي رهيو هو. پاڻ شفاعت ڪري رهيا هئا ۽ الله شفاعت قبول

فرمائي رهيو هو. پاڻ الله جي نشانين کي ڏسي رهيا هئا ۽ الله پنهنجي رسول ﷺ جي ادب کي ڏسي رهيو هو.]

تنهن ڪري فَكَانَ قَابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنٰى ۾ قربت ۽ محبت جي تاڪيد ڏانهن اشارو آهي، جنهن کي سمجهائڻ لاءِ مثال بيان ڪجي ٿو. عربن جي عادت آهي تہ جڏهن بہ ٻئا پاڻ ۾ دوستي ۽ اخلاص جو عهد ڪندا آهن تہ انهن مان ڪوبہ پنهنجي وعدي جي هرگز ڀڃڪڙي نہ ڪندو آهي. انهيءَ وقت ٻئي ڄڻا پنهنجي ڪمان ڪٽي پاڻ ۾ ملائيندا آهن. ٻئي ڪمان جي دستو پڪڙيندا ۽ تير اڇلائيندا آهن. يعني هاڻي اسان ٻنهي ۾ مڪمل ٻڌي ۽ موافقت پيدا ٿي چڪي. اهڙي پڪي پختي دوستي جو هڪ جي رضا ٻئي جي رضا ۽ هڪ جي ناراضگي ٻئي جي ناراضگي هوندي. ان مثال مطابق آيت سڳوريءَ ۾ فرمايو وڃي ٿو تہ الله تعاليٰ ۽ رسول الله ﷺ جن جي درميان ڪامل محبت ۽ ويجهڙائيءَ جو عهد ۽ اقرار ٿي چڪو. هاڻي جيڪو رسول سڳوري ﷺ جو مقبول هوندو اهوئي الله جو مقبول ٻانهو شمار ٿيندو ۽ جنهن کي رسول سڳورو ﷺ ترڙيندو ان کي الله تعاليٰ بہ پنهنجي رحمت کان ترڙي ڪڍندو. قرآن مجيد ۾ ڪيترين جاين تي انهيءَ مضمون جون آيتون موجود آهن، مثلاً فرمائي ٿو:

وَلِلّٰهِ الْعِزَّةُ وَلِرَسُوْلِهٖ (1)

[عزت الله ۽ ان جي رسول لاءِ آهي.]

وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ (2)

[۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪندو.]

وَمَنْ يَّعْصِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ (3)

[۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي نافرماني ڪندو.]

وَيَنْصُرُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ (4)

(1) سورة المنافقون آيت: ٨
(2) سورة النور آيت: ٥٢
(3) سورة النساءِ آيت: ١٤
(4) سورة الحشر آيت: ٨

[الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي مدد ڪن ٿا.]

لَا تُقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيِ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ[5]

[الله ۽ ان جي رسول کان اڳتي نہ وڌو.]

يعني انهن جي حڪمن کي پٺيءَ جي پويان نہ اڇلايو.

اِنَّ الَّذِيْنَ يُبَايِعُوْنَكَ اِنَّمَا يُبَايِعُوْنَ اللّٰهَ[6]

[بيشڪ جيڪي تنهنجي بيعت ڪن ٿا، اهي الله سان بيعت ڪن ٿا.]

وَمَا رَمَيْتَ اِذْ رَمَيْتَ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ رَمٰى ⑰[7]

[جڏهن توهان مٺيءَ جي مٺ اڇلائي (جنهن سان ڪافر انڌا ٿي ويا) تہ دراصل اها توهان نہ پر الله تعاليٰ اڇلائي.]

غرض تہ اهڙيون گهڻيون آيتون آهن. هي اُهو مقام آهي، جنهن کان مٿانهون ڪو مقام نہ آهي. امت محمدي ﷺ جي سالڪن ۽ عارفن کي بہ ان مقام مان ڪجهہ ڀاڱو نصيب ٿئي ٿو. جيئن حديث قدسي ۾ آهي: الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

لَا يَزَالُ عَبْدِيْ يَتَقَرَّبُ اِلَيَّ بِالنَّوَافِلِ حَتّٰى اُحِبَّهٗ فَاِذَا اَحْبَبْتُهٗ كُنْتُ سَمْعَهُ الَّذِيْ يَسْمَعُ بِهٖ وَ كُنْتُ بَصَرُهُ الَّذِيْ يُبْصِرُ بِهٖ وَيَدَهُ الَّتِيْ يَبْطِشُ بِهَا وَرِجْلَهُ الَّتِيْ يَمْشِيْ بِهَا (1)

[منهنجو ٻانهو مسلسل نفلن جي ذريعي منهنجو قرب حاصل ڪندو رهندو آهي، تانجو جڏهن ان کي پيارو رکندو آهيان تہ ان جو ڪن ٿي ويندو آهيان، جنهن سان اهو ٻڌندو آهي، ان جي اک ٿي ويندو آهيان، جنهن سان اهو ڏسندو آهي، ان جو هٿ ٿي ويندو آهيان، جنهن سان اهو

---

(5) سورة الحجرات آيت:١

(6) سورة الفتح آيت:١٠

(7) سورة الانفال آيت:١٧

(1) بخاري ص ٢٣٨٤ ج ٥ حديث: ٦١٣٧- قرطبي ص ١٣٥ ج ٦- ابن ڪثير ٥٨٠ ج ٢- مجمع الزوائد ص ٢٤٨ ج ٢- فتح الباري ص ٤٦٢ ج ١٠- فيض القدير ص ٤١٢ ج ٥- ابن ماجه ص ١٢٨ ج ١ حديث: ١٧٨٩- ميزان الاعتدال ص ٤٢٧ ج ٢- تحفة الاحوذي ص ٤٨٣ ج ٨- معجم الڪبير ص ٢٠٦ ج ٨.

پڪڙيندو آهي ۽ ان جو پير تي ويندو آهيان، جنهن سان اهو هلندو آهي.]

ڪي چون ٿا تہ مٿي بيان ٿيل سوره نجم جي آيت ۾ "فتدلي" مان مراد آهي تہ پنهنجي نفس کي ان مقام تي چڏي ڏنائين ۽ فرمايائون تہ هتان نہ ويندس. جو ان مقام کان سواءِ ڪنهن شيءِ جي ڪا خبر نٿو رکان. پوءِ ٻڌائون تہ الله تعالي توهان کي انهيءَ مقام تي ٻيهر پهچائڻ جي سگهہ رکي ٿو. اي محمد ﷺ! توهان واپس دنيا ۾ وڃو. هيءُ الله واحد جي درگاه آهي. ماڻهن کي هن درگاه ڏانهن، يعني اسان ڏانهن دعوت ڏيو جيڪي گمراهيءَ جي ماٿرين ۾ ڀٽڪي رهيا آهن. انهن کي سڌي واٽ ڏيکاريو. جڏهن ماڻهن جي هلت ۽ حالت جي ڪري رنج ۽ پريشان ٿيو ۽ هن مقام جو شوق پيدا ٿئي تہ نماز قائم ڪريو تان تہ توهان کي وري هن قربت جي مقام تي پهچايان. اهو ئي سبب آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن پريشان ٿيندا هئا تہ فرمائيندا هئا:

اَذِّنْ يَا بِلَالُ (1)

[اي بلال اذان ڏي.]

يعني اذان ڏي تہ جيئن نماز پڙهون، جيڪا قلب ۽ روح لاءِ راحت آهي انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن فرمايو آهي تہ:

وَجُعِلَتْ قُرَّةُ عَيْنِيْ فِي الصَّلٰوةِ

[منهنجي اکين جو ٺار نماز کي بڻايو ويو آهي.]

انهيءَ مضمون جي ٻي حديث ۾ فرمائين ٿا تہ مون کي دنيا مان هي ٽي شيون پسند آهن: ١- صالح عورت ٢- خوشبو ٣- ۽ نماز کي منهنجي اکين جو ٺار بڻايو ويو آهي (2)

---

(1) مسند الشاميين ص ١٤٤ ج ٢ ساڳئي معني ۾ هي الفاظ آهن: ارحنا يا بلال بالصلوة يعني اي بلال اسان کي نماز جو سڏ ڏئي، دل کي راحت پهچاءِ. پڻ ڏسو: فيض القدير ص ٤٢٧ ج ٢- تاريخ بغداد ص ٤٤٢ ج ١٠- علل دارقطني ص ١٢١ ج ٤

(2) عن انس بن مالڪ رضي الله عنه ان رسول الله ﷺ قال: انما حبب الي من دنياڪم النساءِ والطيب و جعلت قرة عيني في الصلوة (سنن بيهقي ڪبري ص ٧٨ ج ٧- قرطبي

فَاَوۡحٰۤى اِلٰى عَبۡدِهٖ مَاۤ اَوۡحٰى[3]

[پوءِ پنهنجي ٻانهي ڏانهن وحي ڪيائين، جيڪا بہ وحي ڪيائين.]

يعني انهيءَ مقام تي الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي محمد ﷺ ڏانهن پنهنجي اک سان وحي ڪئي. پنهنجي ٻانهي محمد ﷺ کي فرمايائين جيڪي ڪجهہ فرمايائين. معراج جي رات هر ڳالهہ جيڪا الله تعاليٰ نبي ﷺ ڏانهن وحي ڪئي سا پنهنجي مخلوق، کان ڳجهي رکيائين. انهيءَ مقام جي باري ۾ فرمايائين تہ: اَوۡ اَدۡنٰى (يا ان کان بہ وڌيڪ ويجهو پهتو.) سِدۡرَةُ الۡمُنۡتَهٰى يعني ڪائنات جي آخري چيزڙي تي واقع ٻير جي وڻ تائين پاڻ سڳورن کي جيڪي مشاهدا ٿيا. ان جي باري ۾ فرمائي ٿو:

اِذۡ يَغۡشَى السِّدۡرَةَ مَا يَغۡشٰى[1]

[جڏهن ٻير جي وڻ کي ڍڪيو جيڪي ڪجهہ ڍڪيائين.]

۽ جيڪي عظيم نشانيون نبي ﷺ جن ڏٺيون ان جي باري ۾ فرمايائين:

لَقَدۡ رَاٰى مِنۡ اٰيٰتِ رَبِّهِ الۡكُبۡرٰى[2]

[بيشڪ انهيءَ پنهنجي رب جون وڏيون نشانيون ڏٺيون.]

گفتگو جي باري ۾ فرمايائين تہ:

فَاَوۡحٰۤى اِلٰى عَبۡدِهٖ مَاۤ اَوۡحٰى[3]

[پوءِ الله پنهنجي ٻانهي ڏانهن وحي ڪئي، جيڪا وحي ڪيائين.]

احتياط فرمايو ويو ۽ ان جي شرح ۾ وضاحت بيان نہ ڪيائين، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اهي ڳالهيون ظاهر ڪرڻ ۾ مصلحت هجي ها تہ ان کي ڳجهو نہ رکي ها. اهوئي سبب آهي تہ شريعت جي جنهن مبهم يا

---

ص ٥١ ج ١٠- ابن ڪثير ص ٣٥٢ ج ١- مستدرڪ ص ١٧٤ ج ٢- مسند ابي يعلي ص ١٩٩ ج ٦ - طبقات الڪبري ص ٣٩٨ ج ١.

(3) سورة النجم آيت:١٠

(1) سورة النجم آيت:١٦

(2) سورة النجم آيت:١٨

(3) سورة النجم آيت:١٠

غير واضح ڳالهہ ۾ خير ۽ ڀلائي هوندي آهي، عالم سگهورا استنباط ۽ تشريح ڪري اها بيان ڪندا آهن ۽ اها بيان ڪرڻ ۾ حرج نہ آهي.

جيڪي شيون الله تعاليٰ شب معراج ۾ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن کي عطا فرمايون، انهن مان ڀهرئين پنج وقتي نماز بہ آهي. ان ۾ دليل آهي تہ نماز سڀ کان افضل عمل آهي، ڇاڪاڻ تہ نماز معراج جي رات حضرت جبرئيل امين جي واسطي کان سواءِ سڌيءَ طرح الله تعاليٰ عنايت فرمائي. ٻي ڳالهہ جيڪا عطا ڪئي وئي، سي سوره بقره جون آخري آيتون آهن، جيئن بعد ۾ ان طرف اشارو ڪيو ويندو. ٽين ڳالهہ هيءَ عطا ڪئي وئي تہ شرڪ کان سواءِ امت مسلمه جا سڀ گناه الله تعاليٰ چاهيندو تہ معاف فرمائيندو.

هڪ حديث ۾ آهي تہ:

رَاَيْتُ رَبِّيْ فِيْ اَحْسَنِ صُوْرَةٍ

[مون پنهنجي رب کي بهترين صورت ۾ ڏٺو.]

هڪ حديث ان جي تفصيل هن طرح بيان ڪئي وئي آهي تہ الله تعاليٰ فرمايو تہ:

يَا مُحَمَّدُ فِيْمَ يَخْتَصِمُ الْمَلَأُ الْاَعْلٰى

[اي محمد! مقرب فرشتا ڇا جي باري ۾ جهيڳڙو ڪن ٿا؟]

مون چيو تہ يا الله! تون وڌيڪ ڄاڻين ٿو. پوءِ منهنجن ٻنهي ڪلهن جي درميان پنهنجو هٿ رکيائين، جنهن جي ٿڌاڻ مون پنهنجي سيني ۾ محسوس ڪئي، جنهن جي ڪيفيت بيان نٿي ڪري سگهجي. ان جي نتيجي ۾ آسمان ۽ زمين ۾ جيڪا بہ شيءِ هئي، اها منهنجي سامهون روشن ٿي وئي. پوءِ ارشاد فرمايائين تہ: اي محمد! هاڻي ٻڌاءِ تہ وڏا مقرب فرشتا ڇا جي باري ۾ جهيڳڙو ڪري رهيا آهن؟ مون عرض ڪيو تہ انهن نيڪين جي باري ۾ بحث مباحثو ۽ تڪرار ڪري رهيا آهن، جيڪي گناهن کي مٽائين ٿيون ۽ درجا بلند ڪن ٿيون، اهي هي آهن: ١- هڪ نماز کان پوءِ ٻي نماز جو انتظار ڪرڻ ٢- باجماعت نماز لاءِ مسجد ۾ پيدل مسجد وڃڻ ٣- سختين (يعني سخت سردي وغيره ۾) بہ وضو

ڪرڻ. جيڪو ماڻهو اهي نيڪ عمل ڪندو ۽ نيڪ زندگي گذاريندو ۽ نيڪيءَ تي مرندو يعني ان جو خاتمو خير سان ٿيندو تہ اهو پنهنجن گناهن کان ائين پاڪ ٿيندو جڻ ماءُ جي پيٽ مان نئون ڄائو آهي. ان کان پوءِ الله تعاليٰ فرمايو: اي محمد! جڏهن تون نماز پڙهين تہ هيءَ دعا گهرندو ڪر:

اَللّٰهُمَّ اِنِّیْ اَسْاَلُكَ الطَّيِّبَاتِ وَتَرْكَ الْمُنْكَرَاتِ وَفِعْلَ الْخَيْرَاتِ وَحُبَّ الْمَسَاكِيْنِ وَاَنْ تَغْفِرْلِیْ خَطِيْئَتِیْ وَتَرْحَمْنِیْ وَاِذَا اَرَدْتَ بِعِبَادِكَ فِتْنَةً فَاقْبِضْ غَيْرَ مَفْتُوْنٍ (1)

[اي الله! توکان گهران ٿو پاڪ شيون، برائين کان بچڻ، نيڪي ڪرڻ، مسڪينن جي محبت ۽ هي تہ منهنجا گناه بخشين ۽ مون تي رحم ڪرين ۽ جڏهن تون پنهنجن ٻانهن کي ڪنهن فتني (يعني آزمائش) ۾ وجهڻ گهرين تہ بغير آزمائڻ جي منهنجو روح قبض ڪر.] آواز آيو تہ: يَا مُحَمَّدُ! مَا الدَّرَجَاتُ. يعني درجا ڇا آهن؟ مون چيو تہ سلام پکيڙڻ، کاڌو کارائڻ ۽ رات جو جڏهن ماڻهو ستل هجن، انهيءَ وقت اٿي تهجد جي نماز پڙهڻ. پڻ الله تعاليٰ فرمايو تہ:

لَوْلَا الْعِتَابُ مَا كَانَ مَعَ اُمَّتِكَ الْحِسَابُ

[جيڪڏهن جزا ۽ سزا جو اصول نہ هجي ها تہ تنهنجي امت کان حساب ڪتاب نہ وٺان هان.]

هڪ حديث مطابق جڏهن الله تعاليٰ معراج جي رات خوشي، قرب ۽ عزت جو اهو درجو عطا فرمايو تہ آواز آيو تہ:

يَا مُحَمَّدُ! اَنَا وَاَنْتَ مَا سِوٰى ذٰلِكَ خَلَقْتُ لِاَجْلِكَ

[اي محمد! مون کان ۽ توکان سواءِ جيڪي ڪجهہ آهي، سو سڀ مون تنهنجي لاءِ خلقيو آهي.]

---

(1) ابن ڪثير ص ۴۴ ج ۴ مستدرڪ ص ۷۰۲ ج ۱- ترمذي ص ٣٦٦ ج ۵- مجمع الزوائد ص ۱۷۷ ج ۷- موطا مالڪ حديث: ۵۰۹- مسند ابن ابي شيبه ص ۷۷ ج ٦- احمد ص ٣٦٨ ج ۱- معجم الڪبير ص ۱۰۹ ج ۲۰- الترغيب والترهيب ص ۱٦۰ ج ۱- التمهيد عبد البر ص ٣٢١ ج ۲۴.

نبي سڳوري ﷺ جن چيو تہ:

أَنْتَ وَأَنَا مَا سِوٰى ذٰلِكَ بَرَكَتُهَا لِأَجَلِكَ

[تون، آءٌ ۽ مون کان سواءِ جيڪي بہ شيون آهن، اهي سڀ تنهنجون برڪتون آهن.]

چون ٿا خاتون جنت فاطمه زهرا رضي الله عنها پڇيو تہ (بابا سائين!) الله تعاليٰ انهيءَ رات توهان کي ڇا فرمايو؟ فرمايائون تہ آواز آيو تہ اي محمد! آءٌ پنهنجن ٻانهن جي روزيءَ جو ذميوار آهيان، پر تنهنجي امت ان کان خوش نہ آهي ۽ دوزخ پنهنجن دشمن لاءِ خلقي اٿم (پر مسلمان بہ) ڪوشش ڪن ٿا تہ منجهس ڪرن ۽ آءٌ انهن کان سندن عمل طلب ٿو ڪريان ۽ اهي روزي طلب ٿا ڪن، حالانڪ روزي، رزق جيڪو انهن لاءِ مون مقرر ڪيو آهي، سو ڪنهن ٻئي کي نٿو ڏيان. مون کان سواءِ ٻين جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪن ٿا، حالانڪ غالب ۽ ڪارساز آءٌ آهيان. مون کان سواءِ ٻين کان اميد رکن ٿا ۽ خوف ڪن ٿا، حالانڪ آءٌ انهن تي نعمتن جي پالوٽ ڪندو رهان ٿو، پر اهي شڪر ٻين جو ڪن ٿا.

ڪي چون ٿا تہ ان کان سواءِ هڪ نعمت الله تعاليٰ اها عطا فرمائي تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان اڳ ٻين نبين تي ۽ امت مسلمه کان اڳ ٻين امتن تي بهشت حرام آهي. پڻ الله تعاليٰ ارشاد فرمايو تہ اي محمد! تنهنجي امت منهنجي اطاعت بہ ڪندي ۽ منهنجي معصيت ۽ نافرماني بہ ڪندي. سندن اطاعت ڪرڻ منهنجي رضا ۽ سندن نافرماني ڪرڻ منهنجي قضا آهي. اهي منهنجي رضامنديءَ جا جيڪي ڪم ڪندا، انهن ۾ جيڪڏهن ڪا ڪوتاهي ۽ ڪمي رهجي ويندي، تڏهن بہ انهن عملن کي قبول ڪندس، ڇاڪاڻ تہ آءٌ ڪريم آهيان ۽ منهنجي قضا جي ڪري، جيڪي گناه انهن کان ٿيندا، سي ڪين معاف ڪندس، جو آءٌ بخشڻهار آهيان ۽ چيو ويو آهي تہ:

أَوْحَى اللّٰهُ تَعَالٰى لَا تَكُنْ آنِسًا مِنَ الْخَلْقِ فَلَيْسَ بِأَيْدِيهِمْ شَيْئًا وَاجْعَلْ صُحْبَتَكَ مَعِيَ فَإِنَّ مَرْجِعَكَ إِلَيَّ وَلَا تَجْعَلْ قَلْبَكَ مُتَعَلِّقًا بِالدُّنْيَا فَمَا خَلَقْتُكَ لَهَا

[الله تعاليٰ وحي ڪئي تہ مخلوق سان اُنس ۽ محبت نہ رک. چاڪاڻ تہ انهن جي هٿ ۾ ڪجھ بہ نہ آهي. پاڻ مون کي ساڻ ڪر. چاڪاڻ تہ توکي آخرڪار مون ڏانهن موٽي اچڻو آهي، يعني الله جي ذڪر جو اهتمام ڪر ۽ پنهنجي دل دنيا ۾ نہ اٽڪاءِ. چاڪاڻ تہ توکي انهيءَ مقصد لاءِ پيدا نہ ڪيو ويو آهي.]

پاڻ ڪريمن ﷺ جو ارشاد آهي تہ جڏهن آءٌ عرش وٽ پهتس ۽ ان جو شان ڏٺم تہ مون کي خوف وٺي ويو. اتان هڪ قطرو ٽپڪيو مون پنهنجو منهن کوليو، قطرو اندر ويو. الله جو قسم! ان کان مٺي شيءِ اڄ تائين ڪنهن نہ چکي آهي. ان جي برڪت سان مون کي اولين ۽ آخرين جو علم حاصل ٿيو ۽ منهنجي زبان تي الله تعاليٰ جي عظمت ۽ هيبت جي ڪري، جيڪا خوف جي ڪيفيت هئي، سا ختم ٿي وئي ۽ زبان جاري ٿي وئي. پوءِ فرمايائين تہ الله تعاليٰ جي ساراه بيان ڪر. منهنجي زبان تي الهام جاري ٿيو تہ:

اَلتَّحِيَّاتُ لِلّٰهِ اَلْمُبَارَكَاتُ وَالصَّلَوَاتُ

[سموريون برڪت ڀريون لساني ۽ بدني عبادتون الله لاءِ آهن.]

الله تعاليٰ فرمايو تہ:

اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ اَيُّهَا النَّبِيُّ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ

[اي نبي! توتي سلامتي هجي ۽ الله جي رحمت ۽ سندس برڪت هجي.]

مون چيو تہ:

اَلسَّلَامُ عَلَيْنَا وَعَلٰى عِبَادِ اللّٰهِ الصَّالِحِيْنَ

[سلامتي هجي اسان تي بہ ۽ الله جي صالح ٻانهن تي بہ.]

انهيءَ وقت فرشتن فرمايو تہ:

اَشْهَدُ اَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهٗ وَرَسُوْلُهٗ

[آءٌ شاهدي ڏيان ٿو تہ الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي ۽ محمد ان جو ٻانهو ۽ ان جو رسول آهي.]

پوءِ چيم تہ:

رَبَّنَا وَلَا تُحَمِّلْنَا مَا لَا طَاقَةَ لَنَا بِهِ [1]

[اي رب اسان جا! جنهن ڪم جي اسان جي اندر سگهه نه آهي، انهيءَ جو بار اسان تي نه وجهه.]

جواب آيو ته جيڪي تو چاهيو سو اسان عطا ڪيو. اڳين وانگر توهان تي بار نٿا وجهون، جيئن انهيءَ مضمون ڪي قرآن مجيد ۾ هيئن بيان ڪيو ويو آهي:

وَمَا جَعَلَ عَلَيْكُمْ فِي الدِّينِ مِنْ حَرَجٍ [2]

[۽ الله تعاليٰ توهان تي دين ۾ ڪا تنگي نه رکي آهي.]

هڪ روايت ۾ آهي ته خطاب ٿيو ته اي محمد ﷺ! اڳين امتن جي حالات ۽ واقعات جي تفصيل طلب ڪر. پاڻ سڳورن گذريل قومن جي احوال جو تفصيل پڇيو پوءِ جيڪي پڇيائون، ان ڪان به وڌيڪ کين عطا ڪيو ويو جنهن جو تفصيل هن ڪتاب ۾ ڏئي نٿو سگهجي. پاڻ سڳورن فرمايو ته مون چيو ته:

رَبَّنَا وَلَا تُحَمِّلْنَا مَا لَا طَاقَةَ لَنَا بِهِ [1]

[اي اسان جا رب! جيڪا طاقت اسان ۾ نه آهي اهو بار اسان تي نه رک.]

ارشاد ٿيو ته ائين ئي ڪيم. وڌيڪ جيڪي چاهين تو سو گهر ته عنايت ڪريان. مون وڌيڪ عرض ڪيو ته:

وَاعْفُ عَنَّا وَاغْفِرْ لَنَا وَارْحَمْنَا

[اسان کي معاف ڪر، اسان کي بخش ۽ اسان تي رحم ڪر.]

ڪي علماءَ چون ٿا ته الله جي رسول ﷺ ٽي شيون طلب فرمايون: ١- عفو ۽ معافي ٢- مغفرت ۽ بخشش ٣- (امت لاءِ) رحمت، ڇاڪاڻ ته هن امت مرحومه کان اڳ مختلف قومن کي مختلف عذابن سان هلاڪ ڪيو ويو. ڪنهن کي زمين ۾ غرق ڪيو ويو. جيئن قارون ۽

---

(1) سورة البقرة آيت: ٢٨٦

(2) سورة الحج آيت: ٧٨

(1) سورة البقرة آيت: ٢٨٦

ان جي ساٿين کي، جنهن جي باري ۾ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو:

وَخَسَفْنَا بِهِ وَبِدَارِهِ الْأَرْضَ [2]

[۽ اسان کيس ۽ سندس گهر کي زمين ۾ غرق ڪري ڇڏيو.]

ڪنهن کي پٿرن سان ڇٽي ناس ڪيو ويو جيئن حضرت لوط عليه السلام جي قوم جي باري ۾ فرمائي ٿو:

وَأَمْطَرْنَا عَلَيْهَا حِجَارَةً مِّن سِجِّيلٍ [3]

[۽ مٿن پڪل مٽيءَ جي پٿرن (يعني سروٽن) جو وسڪارو ڪيوسون.]

نبي ﷺ پنهنجي امت جي باري ۾ انهن ٽنهي قسم جي عذابن کان گهڻو خوف ڪندا هئا ته متان منهنجي امت انهن مان ڪنهن عذاب سان هلاڪ ٿئي. انهيءَ ڪري دعا ڪيائين ته: وَاعْفُ عَنَّا ۽ اسان کي بخش. يعني زمين ۾ غرق نه ڪر وَاغْفِرْلَنَا ۽ اسان جي مغفرت ڪر. يعني منهنجي امت جي ماڻهن جون شڪليون نه مٽاءِ وَارْحَمْنَا ۽ اسان تي رحم فرماءِ. يعني پٿر ڇُٽي انهن کي نه مار.

پاڻ سڳورا فرمائين ٿا ته ان کان پوءِ رات ڏينهن ۾ پنجاه نمازون فرض ٿيون. هڪ روايت مطابق انهيءَ رات نبي ﷺ جن ستن آسمانن تي فرشتن کي عبادت ڪندي ڏٺو. ڪي تڪبير يعني اَللّٰهُ اَكْبَرُ پڙهي رهيا هئا، ڪي تسبيح يعني سُبْحَانَ اللّٰهِ پڙهي رهيا هئا. ڪي لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ پڙهي رهيا هئا. جڏهن پنجاه وقت نماز فرض ٿي ته آواز آيو ته اي محمد ﷺ! جيڪا نماز توهان تي فرض ڪئي اٿم، ان ۾ فرشتن جي عبادت جا سڀ طريقا موجود آهن يعني قيام ڪرڻ، رڪوع ڪرڻ، سجدو ڪرڻ، التحيات پڙهڻ ۽ قرائت ڪرڻ، تسبيحات يعني اَللّٰهُ اَكْبَرُ سُبْحَانَ اللّٰهِ ۽ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جو پڙهڻ [1]

---

(2) سورة القصص آيت : ٨١

(3) سورة هود آيت : ٨٢

(1) حديث جا لفظ آهن ته پهرئين آسمان وارا فرشتا سجدي جي حالت ۾ هيءَ تسبيح پڙهي رهيا آهن: سبحان ذي الملک والملكوت، ٻئي آسمان وارا رڪوع جي حالت ۾ هيءَ تسبيح پڙهي رهيا آهن: سبحان ذي العزة والجبروت، ٽئين آسمان وارا قيام جي حالت ۾ هيءَ تسبيح پڙهي رهيا آهن:سبحان ذي الحي الذي لايموت ۽ قيامت تائين هميشه انهيءَ حالت ۾ رهندا: (ابن جرير

پوءِ جيڪو اها عبادت ڪندو تنهن کي انهن سيني فرشتن جي عبادت جو اجر ملندو. پاڻ سڳورا وڌيڪ فرمائين ٿا تہ ڏٺيءَ جي درٻار مان نماز جي سوڪڙي وٺي واپس جبرئيل امين وٽ پهتس تہ انهيءَ بشارت ۽ مبارڪباد ڏيندي چيو تہ اي محمد ﷺ! بيشڪ توهان الله تعاليٰ جي مخلوق مان سڀ کان وڌيڪ پيارا، چونڊيل ۽ افضل آهيو. اهو مرتبو ۽ مانُ اڄ تائين ڪنهن کي حاصل نہ ٿيو آهي. نہ ڪنهن مقرب فرشتي کي ۽ نہ ڪنهن نبي مرسل کي. الله تعاليٰ جي انهيءَ نعمت جو شڪر ادا فرمايو. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ شڪر ڪندڙن کي پسند ڪري ٿو. مون الله تعاليٰ جي ساراه ۽ تعريف ڪئي. پوءِ جبرئيل امين عليه السلام مون کي جنت ۾ وٺي ويو.

ان جا مختلف درجا، مختلف منزلون ۽ مختلف باغ ڏيکاريائين، جتي محلات، حورون، غلمان ۽ سهڻا، سڀاجهڙا، سيبتا ٻار، وڻ ٽڻ، ميوا، گل ڦل، نهرون، حوض حد حساب کان گهڻا هئا. اتي عزت ۽ شرف بہ ڏٺم. الله جو قسم! جنت جي محلات، مڪانن، ماڙين ۽ تنبن کي ائين ڄاڻان ٿو، جيئن هن مسجد کي ڄاڻان ٿو. پڻ پاڻ سڳورن پنهنجي هڪ فرمان ۾ فرمايو آهي تہ بهشت ۾ اڪثريت فقير، مسڪين ۽ محتاج قسم جي ماڻهن جي هوندي ۽ دوزخ ۾ اڪثريت عورتن، متڪبر ۽ ظالم قسم جي ماڻهن جي هوندي.(1)

---

٢١٠ج١- حلية الاولياءِ ص٢٧٧ج٤) ۽ ڪي هي تسبيح پڙهن ٿا: سبحانک لا الـه الا انت (العظمة ص٧٩٠ج٢) الغرض اهڙيءَ طرح هر آسمان تي مختلف فرشتا، جڏهن کان پيدا ٿيا آهن، مختلف طريقن سان الله جي تسبيح ۽ عبادت ۾ مشغول آهن. تانجو جڏهن قيامت قائم ٿيندي تہ اتي عرض ڪندا تہ يا الله! ساراه تنهنجي لاءِ آهي، تنهنجي عبادت جو جيترو حق آهي، سو اسان کان ادا ٿي نہ سگهيو: (مجمع الزوائد ص٣١٧ ج٩- شعب الايمان حديث : ١٦٦- العظمة ص٧٩٠ ج٢- فيض القدير ص ٥٣٦ ج١- تاريخ بغداد حديث : ٦٧٥١)۽ ڪن روايتن ۾ آهي تہ اهي عرض ڪندا تہ پر اسان توسان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪيو.

(1) دراصل هتي مختلف حديثون ملايون ويون آهن. تفصيل ڏسو: تفسير ابن جرير ص ١٧٠ج٢٦- قرطبي ص ٢٣٧ج١- ابن ڪثير ص٤٦٦ج٢- ترمذي حديث :٢٥٦١، ٢٦٠٢- قرطبي ص١٨٣ج١- بخاري حديث :٤٥٦٩، ٣٠٦٩، ٢٩- مسلم حديث :٢٨٤٦، ٢٧٣٧، ٩٠٧-المنتقي لابن جارودِ حديث :٢٤٨- صحيح ابن خزيمه حديث : ١٣٧٧- صحيح

پاڻ سڳورا فرمائين ٿا تہ الله تعاليٰ مون کي اسرافيل عليه السلام سان گڏ موڪليو. جڏهن جبرئيل عليه السلام جي مون تي نظر پئي تہ چيائين تہ:

اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ اَيُّهَا النَّبِيُّ وَرَحْمَةُ اللهِ وَبَرَكَاتُهٗ

[اي نبي! توتي سلامتي ۽ الله جي رحمت ۽ سندس برڪت هجي.]

مون چيو تہ:

اَلسَّلَامُ عَلَيْنَا وَعَلٰى عِبَادِ اللهِ الصَّالِحِيْنَ

[سلامتي اسان تي بہ هجي ۽ الله جي نيڪ ٻانهن تي بہ.]

ان کان پوءِ جبرئيل عليه السلام چيو تہ مون کي الله تعاليٰ حڪم ڪيو آهي تہ محمد ﷺ کي بهشت ۽ انهن نعمتن جو سير ڪرايان، جيڪي الله تعاليٰ سندن ۽ سندن امت لاءِ تيار ڪيون آهن. جبرئيل امين مون کي هٿ کان وٺي جنت ۾ آيو جتي عجيب، غريب شيون ڏٺم. سڀ کان اول، پهريون بهشت ڏٺم جيڪو ڳاڙهي سون مان ٺهيل آهي. ان جي اونهائي پنج سؤ سالن جيتري، بلندي هڪ هزار سالن جيتري ۽ ايوان پنجاه هزار سالن جي مفاصلي جيترا آهن. مؤمن قبر مان اٿندو تہ ان جي نظر جنت جي ايوان تي پوندي، جتي بيٺل حورن کي ڏسندو جيڪي چئي رهيون هونديون تہ: عَجِّلْ عَجِّلْ، يعني جلدي اچ، جلدي اچ.

حورن جي مشاهدي ۽ سندن ڪلام جي آواز ۾ محو ۽ گم جنتي ٿوري دير ۾ پنهنجي منزل مقصود تي پهچي ويندا. انهن وڏن ايوانن کان سواءِ محلات هئا، جيڪي زمرد، ڳاڙهن ۽ اڇن موتين جون اڏيل ماڙيون آهن. هر محل ۾ چاليهہ هزار بنگلا آهن. هر محل ۾ چاليهہ هزار دروازا آهن. هر دروازي وٽ هڪ فرشتو بيٺل آهي، جنهن جي هٿ ۾ بہ طشت آهن. هڪ لباس ۽ ٻيو نور سان ڀريل هو. جبرئيل امين کان انهن جي باري ۾ پڇيم. چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! آدم عليه السلام جي پيدائش کان اٺ هزار سال اڳ الله تعاليٰ انهن کي خلقيو آهن ۽ اُتي ئي

ابن حبان حديث :٧٤٥٥، ٢٨٣٢- مجمع الزوائد ص٢٦٩ج٢٦١،٧ج١٠، ١١٢ج٧- السنن الڪبري حديث :١١٥٢٢- مصنف ابن ابي شيبه ٣٤١٤٠- مسند احمد حديث :٧٧٠٤

آهن، اهي توهان جي لاءِ ۽ توهان جي امت لاءِ آهن. جنت ۾ داخل ٿيڻ تائين مبارڪباد ڏيندڙ توهان تي انهيءَ نور ۽ انهيءَ لباس جي ورڪا ڪندا ۽ توهان تي انهن شين کي گهوريندا رهندا. پوءِ جبرئيل عليه السلام جنت جو دروازو کڙڪايو. رضوان يعني جنت جي نگران پڇيو تہ ڪير آهي؟ انهيءَ چيو تہ محمد ﷺ آهي. رضوان چيو تہ الحمد لله! پوءِ دروازو کوليائين. انهيءَ دروازي جي چانٺ چانديءَ ۽ سون جي، تختا اڇن موتين جا ۽ ڪُنڊا ۽ ڪَڙا ڳاڙهن موتين جا آهن. مون جنت جي داروغي کي سلام ڪيو. انهيءَ جواب ڏنو ۽ مون کي بشارت ڏيندي چيائين تہ اي محمدﷺ! اڪثر جنتي توهان جا امتي آهن. داروغي جا نمائندا ۽ لشڪر ڏنم. سندس اٺ جانشين آهن، هر بهشت تي هڪ جانشين مقرر آهي. هر جانشين جي هيٺان ست سو هزار فرشتا آهن ۽ ستر هزار فرشتا خاص جنت جي نگران جي خدمت ۾ آهن. ان کان سواءِ ستر هزار فرشتا، هر هڪ فرشتي جي هيٺان آهن، جنت جي نگران جي تسبيح هيءَ آهي:

سُبْحَانَ اللهِ الْخَلَّاقُ الْعَلِيْمُ سُبْحَانَ اللهِ الْكَرِيْمُ سُبْحَانَ الْمُثْبِتِ لِمَنْ اَطَاعَهٗ جَنَّاتُ النَّعِيْمِ

[سڀ کان وڏي خالق، هر شيءِ جي ڄاڻندڙ الله پاڪ جي تعريف آهي، الله ڪريم جي تعريف آهي، انهيءَ الله جي تعريف آهي، جنهن انهيءَ شخص کي جنت ۽ ان جون نعمتون عطا ڪيون، جنهن سندس اطاعت ڪئي.]

ان کان پوءِ منهنجي سامهون جنت جون نعمتون پيش ڪيون ويون. اهڙيون نعمتون ڏٺم جو جيڪڏهن پوري عمر انهن جي وصف بيان ڪريان، تڏهن بہ انهن جو بيان ختم نہ ٿئي. جنت جي ديوار بہ ڏٺم جنهن جي جوڙجڪ ڪجهہ هن طرح هئي تہ هڪ سر سون جي، هڪ سر ياقوت جي، هڪ سر زبرجد جي، هڪ سَر اڇن موتين جي، انهن جو گارو يا سيمنٽ مشڪ، ڪافور جو انهن جو حُجم يعني ٿولهہ ستر سالن يا پنج سؤ سالن جي ۽ انهن جي بلندي ٽن هزار سالن جي مفاصلي جيتري آهي. اها پٽ ايتري تہ صاف شفاف هئي، جو جيڪڏهن ان جي ٻاهران

نهارجي تہ اندريون حصو نظر اچي ۽ جيڪڏهن ان جي اندران نهارجي تہ ٻاهريون حصو نظر اچي. جيئن شيشي يا آئيني ۾ نهاربو آهي تہ حد نگاه تائين هر شيءِ ان ۾ نظر ايندي آهي. انهيءَ پٽ جي آئيني ۾ ستن آسمانن کان ستن زمينن جي هيٺان "تحت الثري" يعني سڀ کان هيٺين زمين جي تري کي بہ ڏسو. جنت جي مٽي مشڪ، عنبر ۽ ڪافور جي، ان جا گل ڦل ۽ ٻوٽا زعفران، ارغوان جا، ان جون پٿريون، زمرد، ڳاڙهن ۽ اڇن موتين جون، ان جا محل ڳاڙهن موتين جا، ان جا تنبو ڪي اڇن موتين جا، تہ ڪي مختلف هيرن، جواهرن جا، ڪي ساون سهڻن پٿرن جا، تہ ڪي ڳاڙهن پٿرن جا، ڪي اڇي چانديءَ جا، تہ ڪي ڳاڙهي سون جا، ان جا محلات ڪي سڄ جي اَڇي، اُجري رنگ جا آهن. ڪي تنبو هڪ مهيني جي مفاصلي تان بہ چمڪندي نظر آيا ۽ ڪي سڄ وانگر روشن هئا. هر محل ۾ ستر هزار گهر آهن. هر گهر ۾ سونو تخت آهي. ڪو تخت ياقوت جو تہ ڪو اڇن موتين جو ٺهيل آهي. سيني گهرن جو اهو حال هو. هر تخت جي مٿان ستر هزار ديباج (سنهي ريشمي پَٽَ) جا ۽ ستر هزار حله (ٿلهي ريشمي پَٽَ) جا بسترَ آهن. پر انهن مان ڪو بہ بستر ٻئي بسترَ سان مشابه نہ آهي. هر تخت جي مٿان وڏين اکين واري خوش خرم حور آهي. هر هڪ کي ستر هزار وڳا پاتل آهن. انهن کي عطر، خوشبوءِ ۾ واسيل، اهڙو تہ خوبصورت لباس پاتل آهي، جو ان جي حقيقت الله تعاليٰ ئي ڄاڻي ٿو. انهن حورن جي مٿن تي موتين سان جڙيل تاج آهن. هر حور جا هزارين قسمن جا ڪارا، ڪڪوريل، دل لڀائيندڙ وار آهن. اهڙيون حورون ڏسو، جن کي سُندُس ۽ اِستبرق جو لباس پاتل آهي. هرهڪ کي ستر هزار جنتي زيورَ پاتل آهي. اهي طرحين طرحين جي زيورن سان سينگاريل آهن. انهن زيورن مان هزارين قسم جا دلڪش آواز پيدا ٿي رهيا آهن. هر حور وٽ ستر هزار ايندڙ ويندڙ غلام آهن. اتي مون هيرن، جواهرن سان سينگاريل تختَ ڏٺا، جن جي چوڌاري ڪرسيون رکيل آهن. ڪي ڪرسيون سون جون، تہ ڪي چانديءَ جون، ڪي زمرد جون، تہ ڪي لؤلؤ جون ۽ ڪي ڪافور جون ٺهيل آهن. ڪا بہ ڪرسي ٻي ڪرسيءَ وانگر نہ آهي. اتي مختلف واهَ وهندي ڏسو. ڪي کير جا هئا، تہ ڪي پاڻيءَ جا، ڪي شراب

جا هئا تہ ڪي ماڪيءَ جا. هر محل ۾ ستر هزار اهڙا واهَ وهي رهيا هئا، جيڪي رنگ ۾ ڪافور کان وڌيڪ اڇا، ماڪيءَ کان وڌيڪ مٺا، مشڪ کان وڌيڪ خوشبودار آهن. اتي رحيق، سلسبيل، تسنيم ۽ زنجبيل جا چشما وهندي ڏٺم. اهي واه ۽ چشما سون، چانديءَ، اڇن موتين، لؤلؤ هيرن، جواهرن ۽ مختلف پٿرين سان جوڙيل آهن. انهن جي گجي ڪافور وانگر اڇي ۽ خوشبودار ۽ انهن جي تَري جي مٽي مشڪ ۽ عنبر کان وڌيڪ خوشبودار آهي ۽ انهن جا گل ڦل سڀ سنبل، زعفران جا هئا. جنت جي وڻن ٽڻن جون پاڙون ڳاڙهي سون جون، ٽاريون ياقوت، لؤلؤ، زبرجد جون، پن سُندُس ۽ ريشم جي سنهي پَٽَ ۽ ديباج جا آهن. انهن مان هرهڪ وڻ جي ڊيگهہ ايڏي آهي، جو انهن مان ڪو هڪ وڻ بہ دنيا ۾ هجي تہ دنيا جي هڪ چيڙي کان بئي چيڙي تائين هر هڪ شيءِ کي ڍڪي ڇڏي. ان جا ميوا صنوبر (چلغوزي يعني نيزي جي وڻ) وانگر آهن ۽ هر ميوي جو مزو ستر قسم جو آهي. هر ميوي ۾ داڻي جي بجاءِ حور ويٺل آهي. هر ميوو پاڻ کي جنتيءَ جي سامهون پيش ڪندي عرض ڪندو تہ جيڪڏهن توهان جي دل ۾ اسان لاءِ رغبت هجي تہ توهان جي چپن تي خود بہ خود پهچي وڃون. وڻن ۾، ڪنڊن ڪائين جي لڳڻ جي ڪري، ڪا بہ تڪليف نہ ٿيندي. جيتوڻيڪ هر وڻ هزار سالن جي مفاصلي جيترو ڊگهو آهي، تڏهن بہ ميون سان پريل آهي. جنهن ميوي ڏانهن رغبت ۽ لاڙو ٿيندو اهو از خود جنتيءَ جي وات ۾ پهچي ويندو. جيترو چاهيندو ڪائيندو، باقي بچيل واپس پنهنجي جاءِ تي هليو ويندو. انهن وڻن تي جيڪي پکي آهن، سي اُٺن جيڏا وڏا ۽ ڏاڍا سهڻا آهن. اهي جنتين جي تختن جي پرسان هزارين قسم جي سهڻن ۽ مٺڙن آوازن سان لاتيون لَوَندا. بهشتي چوندو تہ تنهنجو آواز ڪيڏو نہ پيارو ۽ وڻندڙ آهي، پکي چوندو تہ منهنجو گوشت بہ تہ ڏاڍو لذيذ آهي. ائين چئي اتي جو اتي ذبح ٿي پُڄَل صورت ۾ بهشتيءَ جي سامهون اچي ويندو. جيترو چاهيندو انهيءَ مان ڪائيندو پوءِ پکي جيئرو ٿي وري اڏري وڃي انهيءَ ٽاريءَ تي ويهندو ۽ ساڳيءَ طرح مٺيون مٺيون لاتيون لَوَندو.

پڻ پاڻ سڳورن فرمايو تہ مون کي جنت جا اٺئي باغ ڏيکاريا ويا

جن مان چار "دبستان" آهن، جن جا نالا هي آهن: ١- جنت الفردوس ٢- جنت العدن ٣- جنت الماوي ٤- جنت النعيم. ٻيا چار "بوستان" آهن، انهن جا نالا آهن: ١- دارالسلام ٢- دارالجلال ٣- دارالقرار ٤- دارالخلد. هر بهشت ۾ ستارن کان بہ وڌيڪ باغ آهن. انهن مان هڪ بهشت جي ڇت عرش الاهي آهي. جنت العدن ۾ آسمان جي ستارن کان بہ وڌيڪ محل آهن، جن مان اڪثر تي اصحاب رسول ﷺ جا نالا آهن. هر هڪ محل ستن آسمانن ۽ زمينن جي برابر آهي. حضرت جبرئيل امين عليه السلام هر محل مون کي ڏيکاريندي فرمايو تہ هي صديق اڪبر رضي الله عنه جو محل، هي عمر فاروق رضي الله عنه جو محل، هي عثمان غني رضي الله عنه جو محل ۽ هي علي بن ابي طالب جو محل آهي. سڀ کان شاندار ۽ عظيم محل صديق اڪبر جو آهي. جنت ۾ هڪ اهڙي نهر وهندي ڏٺم، جيڪا عرش جي ﭘﻨﻲﺀَ مان ڦٽي رهي آهي. جنهن ۾ پاڻي، کير، شراب ۽ ماکي گڏوگڏ وهي رهيا آهن، پر پاڻ ۾ نہ ٿا ملن. ان جو ڪنارو زبرجد جو آهي، ان جون پٿريون هيرن جواهرن جون، ان جا باغَ عنبر جا، گاه ۽ گل ڦل زعفران جا آهن. انهيءَ نهر جي ڪنارن تي، آسمان جي ستارن جيترا چانديءَ جا ٿانوَ رکيل آهن. انهن جي چوڌاري پکي گهمي، ڦري رهيا هئا، جن جا ڪنڌَ بُختي اٺن وانگر ڊگها آهن. جيڪو شخص هڪ ڀيرو انهيءَ نهر جو پاڻي پيئندو يا انهن پکين جو گوشت کائيندو هميشه لاءِ ان کي الله تعاليٰ جي رضامندي حاصل ٿيندي. ان جي باري ۾ حضرت جبرئيل امين کان پڇيم، چيائين تہ اها نهر ڪوثر آهي، جنهن جي باري ۾ الله تعاليٰ قرآن ڪريم ۾ فرمائي ٿو تہ:

إِنَّآ أَعْطَيْنَٰكَ ٱلْكَوْثَرَ ① (1)

[بيشڪ اسان توکي ڪوثر عطا ڪئي.]

هن آيت سڳوريءَ ۾ انهيءَ نهر ڪوثر ڏيڻ جو ذڪر آهي. انن بهشتن مان ڪوبہ اهڙو نہ آهي، جتي نهر ڪوثر مان واه نہ وهندو هجي. انهيءَ نهر جي ڪناري جي مٿان در ۽ ياقوت جا تنبو آهن. حضرت

(1) سورة الكوثرآيت: ١ پ٣٠

جبرئيل عليه السلام فرمايو تہ اهي توهان جي گهر وارين جا گهرَ آهن. انهن تنبن ۾ حورون بہ آهن، جن جا چهرا چنڊ ۽ سج وانگر روشن آهن. اهي نهايت سهڻي آواز سان هي نغمو ڳائي رهيون آهن:

اَلَا وَنَحْنُ النَّاعِمَاتُ فَلَا نَبْأَسُ اَبَدًا
اَلَا وَنَحْنُ الْكَاسِيَاتُ فَلَا نَعْرٰی اَبَدًا
اَلَا وَنَحْنُ الشَّابَّاتُ فَلَا نَهْرِمُ اَبَدًا
اَلَا وَنَحْنُ الْمُقِيْمَاتُ فَلَا نَظْعَنُ اَبَدًا
اَلَا وَنَحْنُ الرَّاضِيَاتُ فَلَا نَسْخَطُ اَبَدًا
اَلَا وَنَحْنُ الْخَالِدَاتُ فَلَا نَمُوْتُ اَبَدًا
فَطُوْبٰی لِمَنْ كُنَّا لَهٗ وَ كَانَ لَنَا (2)

[ٻڌو! اسين سدائين نعمت ۾ رهندڙ آهيون، پوءِ ڪڏهن بہ ڪا بہ تڪليف نہ ڏسنديون سين. ٻڌو! اسين لباس ڍڪيندڙ آهيون، پوءِ ڪڏهن بہ بغير لباس جي نہ هونديون سين. ٻڌو! اسين سدائين جوان رهنديون سين، پوءِ ڪڏهن بہ ڪراڙپ نہ ڏسنديون سين. ٻڌو! اسين سدائين باقي رهنديون سين، پوءِ ڪڏهن فنا نہ ٿينديون سين. ٻڌو! اسين راضي رهندڙ آهيون، پوءِ ڪڏهن بہ ناراض ٿيندڙ نہ آهيون. ٻڌو! اسان کي هميشگي جي زندگي نصيب ٿي آهي، پوءِ ڪڏهن بہ نہ مرنديون سين، پوءِ ان کي خوشخبري هجي جيڪو اسان لاءِ آهي ۽ اسين انهيءَ لاءِ آهيون.]

انهن جي نغمن جي سهڻي آواز جي ڪري جنت جا وڻ ٽڻ ۽ محل بہ وجد ۾ اچي ويا. ان سان اهڙي خوشي ۽ لذت حاصل ٿئي ٿي، جو جيڪڏهن دنيا وارا انهن جو آواز ٻڌن تہ ڪو بہ رنج ۽ غم ۾ نہ رهي ۽ نہ ڪنهن تي موت اچي. حضرت جبرئيل عليه السلام تنبو کوليو ۽ ان جا پردا پري ڪيائين. اتي ڪي صورتون ڏٺم. جيڪي اهڙيون پياريون ۽ سهڻيون هيون جو جيڪڏهن پوري عمر انهن جي وصف بيان ڪريان

(2) شعرن جي تحقيق لاءِ ڏسو: مجمع الزوائد ص ۴۱۸ - ۴۱۹ج ۱۰، ابن ڪثير ص ۲۹۲-۲۹۳ ج ۴، قرطبي ص ۱۸۹ ج ۱۷، ترمذي ص ٦٩٦ ج ۴، مصنف ابن ابي شيبه ص ۳۰ ج ۷ وغيره. واضح هجي تہ مختلف روايتن جي الفاظن ۽ شعرن ۾ اختلاف آهي.

تڏهن بہ سندن چڱايون ختم نہ ٿين. انهن جا چهرا کير کان وڌيڪ اڇا ياقوت کان وڌيڪ ڳاڙها, سج کان وڌيڪ روشن, انهن جو جسم گلاب جي گل جي پتيءَ کان وڌيڪ نازڪ, ريشم کان وڌيڪ نرم ۽ چنڊ کان وڌيڪ چمڪندڙ, مشڪ کان وڌيڪ معطر, انهن جا وار انتهائي ڪارا ۽ گهنگهريالو هئا. هرهڪ حور جي سامهون ستر هزار غلام هئا. جبرئيل عليه السلام فرمايو آهي تہ اهي سڀ تنهنجي لاءِ ۽ تنهنجي امت لاءِ آهن. پاڻ سڳورن فرمايو: الله تعاليٰ سوره "محمد" ۾ جن چئن نهرن جون ذڪر فرمايو آهي اهي بہ ڏٺم. الله پاڪ فرمائي ٿو:

فِيهَآ اَنْهَارٌ مِّنْ مَّآءٍ غَيْرِ اٰسِنٍ وَّ اَنْهَارٌ مِّنْ لَّبَنٍ لَّمْ يَتَغَيَّرْ طَعْمُهٗ وَاَنْهَارٌ مِّنْ خَمْرٍ لَّذَّةٍ لِّلشَّارِبِيْنَ وَاَنْهَارٌ مِّنْ عَسَلٍ مُّصَفًّى وَلَهُمْ فِيهَا مِنْ كُلِّ الثَّمَرَاتِ

[انهيءَ ۾ پاڻيءَ جون نهرون آهن, جن جو پاڻي خراب ٿيڻ وارو نہ آهي ۽ کير جون نهرون آهن, جنهن جو ذائقو تبديل نہ ٿيندو ۽ شراب جون نهرون آهن, جنهن ۾ پيئندڙن لاءِ لذت آهي ۽ پاڪ صاف ماکيءَ جون نهرون آهن ۽ انهن لاءِ اتي هر قسم جا ميوا آهن.]

هر نهر جي ويڪر ايتري وڏي آهي, جو پوري دنيا ان جي پيٽ ۾ هڪ سُئي جيتري آهي. جبريل امين کان انهن جي ابتدا ۽ انتها جي باري ۾ پڇيا ڪيم. چيائين تہ مون کي معلوم نہ آهي تہ ڪٿان نڪري ٿي؟ ايترو معلوم آهي تہ اهي وڃي حوض ڪوثر ۾ ملن ٿيون. مون دعا ڪئي تہ مون کي انهن نهرن جي وهڻ جي اصل جاءِ ڏيکار الله تعاليٰ هڪ عظيم فرشتو نازل فرمايو جنهن جي عظمت الله کان سواءِ ڪو نٿو ڄاڻي.

مون کي چيائين تہ پنهنجا پير منهنجي پَرَ تي رک ۽ اکيون بند ڪر, پوءِ چيائين تہ هاڻي اکيون کول. مون اکيون کوليون تہ هڪ باغ ڏٺم, جتي قبي جي هيٺان هڪ وڏو بيحد اڇو موتي نظر آيو. جتان چارئي نهرون وهي رهيون هيون. بسم الله ڪري انهيءَ قبي کي کوليم تہ ان جي هڪ ڪنڊ ۾ "بسم" ٻئي ۾ "الله" ٽئين ۾ "الرحمن" چوٿين ۾ "الرحيم" لکيل هو. بسم جي "م" مان پاڻيءَ جي, "الله" جي "ه" مان کير جي, رحمٰن جي "م" مان شراب جي ۽ "رحيم" جي "م" مان, ماکيءَ جي نهر جاري هئي.

پوءِ الله تعاليٰ فرمايو تہ:

**يَا مُحَمَّدُ مَنْ ذَكَرَنِيْ بِهٰذِهِ الْأَسْمَاءِ مِنْ أُمَّتِكَ وَقَالَ بِقَلْبٍ خَالِصٍ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ سَأَسْقِيْهِ مِنْ هٰذِهِ الْأَنْهَارِ الْأَرْبَعَةِ**

[اي محمد! جيڪو مون کي انهن نالن سان ياد ڪندو ۽ دل جي خلوص سان بسم الله الرحمٰن الرحيم پڙهندو تنهن کي ضرور انهن چئني نهرن مان پياريندس.]

**شعر**

کنار آب و سايه ابروپاي سرو ياري خوش
سرو شعر تر و شيرين گل گشت بهاري خوش
رباب و چنگ خوش نغمه مغز دلڪش
و شيرين شراب خوش گوار و خوب ساقي گلعذاري خوش
لب، حوض و صراحي سيم پُر ازمي موافق طبع جسماني خوش
گلستان بين که گشته لالـہ زاري خوش
زي سايه مهر و مهرويان که تابنده است بربستان
جمال گلستان بنگر که آورده بهاري خوش
بيا اي جان وديده دل زان خوشبوئي خوش
و نکهت که مي آيد ازين گلشن مرا بوئي نگاري خوش
هزاران بلبل و ز مستان درين بستان بخـوش الـحان
چه خوش وقت چه خوش حالند که دارند مرغزاري خوش
درين بستان سرا بنگر تماشائي بديده
دل فضائي ميوه زار و لاله و گل سبز زاري خوش
بجائي بلبل و ز مستان ديدم درين بستان خوش صحرا است
اين نازت کز آن کردم شکاري خوش
همان روضه رضوان معز و دلڪش تعلق است
مرا آن گلبندن کافي است آرام و قراري خوش
الا اين صاحب دولت گوارا بادت اين عشرت
هم و انجمن خلوت که داري روزگاري خوش

همه اسباب خوشحالي در اين مجلس مهيا شد
بيا "فقري" تماشا کن بفضل ايزد نگاري خوش.

[پاڻيءَ جو ڪنارو ڪڪرن جي ڇانوَ ڍڳهي قد واري خوبصورت يار جا پير، ڍڳهن وارن، مٺي آواز وارو، گلاب جي گل جهڙو سهڻو يار، بهار جهڙي بهترين فضا، رباب ۽ چنگ، بهترين ۽ دلڪش نغما، مٺو مزيدار شراب، سهڻن چپن وارو شراب پيارينڌڙ ساقي، شراب سان ڀريل حوض، سوني صراحي، انساني جسم ۽ طبيعت جي موافق وڻندڙ. پوءِ باغ ۾ نهار! هر طرف ڪيڏي نه ساوڪ، رونق ۽ ڇهڇٽو آهي. سج ۽ چنڊ جي روشنيءَ جي هيٺان آهي، جيڪو بهشت تي نور جي ورڪا ڪري رهيو آهي. اچ! بهشت جو جمال ۽ حسن ڏس ته ڪهڙي نه سهڻي بهار جي موسم آهي. اي جان! ۽ ديده دل! هن فرحت بخش مهڪ ۽ خوشبوءَ مان، جيڪا انهيءَ باغ مان اچي ٿي، مون کي پنهنجي سهڻي محبوب جي بوءِ اچي ٿي. هر طرف چشما، دل موهيندڙ سائو گاهه، گل ڦل، محلات جي اڳيان وڻن ٽڻن ۾ وينل سهڻا يار ۽ موسم بهار جي ٿڌي هير ۾ هر طرف بلبلون، هزارين قسمن جي مٺن آوازن ۾ لاتيون لنوي رهيون آهن. وقت ۽ حال ڪهڙو نه من موهيندڙ آهي، جنهن ۾ اهي پکي ڇهڪي رهيا آهن. انهيءَ بهشت ۾ دل جي اک سان تماشو ڏس ته ميون سان ڀريل فضا، ساوڪ، رونق ۽ دلڪش ساوا وڻندڙ گل ڦل خوشبو ڦهلائي رهيا آهن. بهار جي موسم ۾ بلبلن جي نغمن ٻڌڻ جي بجاءِ بيابانن ۾ چرڻ ته سهڻن جانورن جو شڪار ٿي رهيو آهي. بهشت جو رضوان يعني نگران ڏاڍو معزز ۽ دلڪش آهي. منهنجي قرار ۽ خوشيءَ لاءِ اهوئي گلبدن، اهوئي پيارو ڪافي آهي. ٻڌو! اي ايماني دولت وارو! اها عيش، آرام واري زندگي انجمن ۽ محفل ۾ به حاصل هوندي ته خلوت ۽ اڪيلائيءَ ۾ به. خوشي ۽ خوشحاليءَ جا اهي سمورا اسباب ۽ سامان انهيءَ مجلس ۾ حاصل ٿيندا. اي فقير! اچ پنهنجي رب جليل ۽ جميل جي فضل جو تماشو ڏس.]

نبي ﷺ جن فرمايو ته بهشت ۾ ڳاڙهي ياقوت جو جڙيل محل ڏٺم. اندر داخل ٿيس ته هڪ گهر ڏٺم. جنهن ۾ سفيد موتيءَ جي ٺهيل صندوق هئي جيڪا بند هئي. جبريل امين کان ان جي باري ۾ پڇيم. انهيءَ چيو ته اها الله تعاليٰ جي رازن مان هڪ راز ۽ اسرار آهي، جنهن کي اهو پيارو رکندو آهي، ان تي اهو راز ظاهر ڪندو آهي. الله تعاليٰ کان دعا ڪيم تان ته انهيءَ راز کي مون تي آشڪار فرماءِ. پوءِ

ڏنم تہ جنت جي ريشمي لباس ۾ ويڙهيل هڪ ڪتاب آهي. مون پڇيو تہ هي ڇا آهي؟ چيائين تہ تنهنجي فقر جو مرقع آهي. مون عرض ڪيو تہ منهنجا مولا! اها دولت مون کي وڏ ۾ وڏ عطا فرماءِ. ارشاد فرمايائين تہ اي محمد! فقر جو اهو مرقع تنهنجي لاءِ ۽ تنهنجي امت لاءِ مخصوص آهي ۽ اها دولت ان کي عطا ڪندو آهيان. جنهن کي پيارو رکندو آهيان. مون ان کان وڌيڪ پياري ڪا شيءِ پيدا نہ ڪئي آهي. اهو ئي سبب آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ:

اَلْفَقْرُ فَخْرِیْ(1)

[فقيري منهنجو فخر آهي.]

پڻ فرمايائون تہ، بهشت ۾ ست محل ڏٺم جيڪي هيرن جواهرن ۽ موتين سان تيار ٿيل هئا. پڇيم تہ اي جبريل! اهي ڪنهن جا آهن؟ چيائين تہ اِهي ان لاءِ آهن، جيڪو ڪنهن انڌي کي هٿ کان وٺي ستن قدمن تائين ان جي رهنمائي ڪري. مون چيو تہ اي جبريل! ڇا پنهنجي امت کي اها خوشخبري ٻڌايان؟ چيائين تہ پلي ٻڌايو. پوءِ جيڪو شخص ست ڀيرا لا الـه الا الله چوي. پوءِ وضو ڪري ۽ نماز پڙهي. الله تعالىٰ ان کي جنت ۾ ايترا گهرَ عطا فرمائيندو جيترا دنيا ۾ اوپر ڪان اولهہ تائين آهن.

---

(1) اها حديث باطل آهي: تحفة الاحوذي ص ١٧ ج ٧. ابن تميمه ان کي ”ڪوڙ“ چوي ٿو: تخليص الحبير ص ١٠٩ ج ٣، پر حقيقت هيءَ آهي تہ هن حديث تي تنقيد اجائي آهي، ڇاڪاڻ تہ متي حديث گڏري تہ نبي ﷺ جن دعا گهرندا هئا: اللهم اني اسالک حب المساكين (اي الله! توکان مسڪينن جي محبت جو سوال ڪريان ٿو) جنهن مان مسڪينيءَ جي فضيلت ثابت ٿئي ٿي. پڻ حافظ ابن حجر عسقلاني ان حديث تي بحث ڪندي فرمائي ٿو تہ اهڙي ٻي حديث ثابت آهي جنهن جا هي الفاظ آهن: اللهم احيني مسكينا و امتني مسكينا و احشرني في زمرة المساكين (مقدمه مشڪوة للالباني) (اي منهنجا الله! مون کي مسڪين ڪري زنده رک، مسڪين ڪري مار ۽ مسڪينن سان گڏ اٿار_ هن آخري حديث کي حاڪم مستدرڪ ۾ صحيح قرار ڏيندي چوي ٿو تہ بخاري مسلم جي شرط مطابق آهي، وڌيڪ تشريح ۽ تفصيل لاءِ هيٺيان ڪتاب ڏسو: ١_ المستدرڪ علي الصحيحين ص ٣٥٨ ج ۴_ الترمذي ص ٥٧٧ج ۴_ مجمع الزوائد ص ٢٦٢ ج ١٠_ سنن البيهقي الكبري ص ١٢ ج ٧_ سنن ابن ماجه ص ١٣٨١ ج ٢_ شعب الايمان ص ١٦٧ ج ٢، ص ٣٨٩ ج ۴، ص ٣٣٩، ٣۴٠ ج ٧_ الترغيب والترهيب ص ٦٦، ٦٧ ج ۴_ تحفة الاحوذي ص ١٦ ج ٧ فيض القدير ١٠٢ ج ٢ وغيره.

پاڻ سڳورا فرمائين ٿا تہ مون رضوان يعني جنت جي داروغي کي ڏٺو جيڪو هيرن جواهرن سان جڙيل تخت تي ويٺو هو. ان جي سامهون فرشتا چيلهہ تي هٿ رکي باادب بيٺا هئا ۽ ان جي تعظيم جا شرط بجا آڻي رهيا هئا. مون ان کي چيو تہ منهنجي امت جي باري ۾ ڪجهہ حال ٻڌاءِ. چيائين تہ الله تعاليٰ بهشت ٽن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي، جن مان ٻہ حصا توهان جي امت لاءِ ۽ هڪ حصو اڳين سمورين امتن لاءِ آهي. پڻ فرمايائون تہ رضوان جي اڳيان بي شمار چاٻيون ڏٺم، جيڪي نور مان ٺهيل هيون. مون چيو تہ انهن چاٻين جي حقيقت ڪهڙي آهي؟ چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! جڏهن بہ توهان جو ڪو امتي لااله الا الله چوندو آهي، الله تعاليٰ ان لاءِ نوراني محل تيار ڪندو آهي ۽ تالو هڻي چاٻي منهنجي حوالي ڪندو آهي. جڏهن اهو شخص قبر مان اٿندو تہ ان کي سندس محلات جون چاٻيون ڏيندس، جيڪي کڻي پنهنجي منزل تي وڃي رسندو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ، مون حضرت ادريس عليه والسلام کي ڏٺو. جنهن مون کي سلام ڪيو ۽ مون ان کي جواب ڏنو. ڪيس چيم تہ توهان کي مبارڪباد هجي جو انهيءَ مبارڪ مقام تي بغير موت جي تڪليف سهڻ جي پهتا آهيو. چيائين تہ ڪاش! شروعات کان آخر تائين دنيا ۾ جيڪا مخلوق پيدا ٿي آهي، سيني جي موت جي تڪليف ۽ ڪوڙاڻ مون کي نصيب ٿئي ها ۽ مون کي توفيق ٿئي ها تہ توهان جي امت کي ڏسان ها. مون چيو تہ ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ چيائين تہ جنهن بہ محل، ماڙي ۽ جنهن بہ نهر ۽ چشمي وٽ وڃان ٿو فرشتا چون ٿا تہ اڳتي هلو جو اهي حضرت محمد ﷺ جن جي امت لاءِ آهن. حضرت ادريس عليه السلام وڌيڪ فرمايو تہ جنت ۾ "جبل الرحمة" نالي هڪ جبل آهي، جنهن جي چوٽي عرش الهيءَ تي پهچي ٿي. اتي هڪ محل مشڪ ۽ عنبر جو آهي، جنهن ۾ ١١ چانديءَ جي برقي دروازا آهن. هرهڪ دروازي کان ٻئي دروازي تائين ايترو مفاصلو آهي، جو براق پنج سؤ سال تيزيءَ سان هلي تڏهن بہ انهن جو مفاصلو طي نہ ٿئي. پڇا ڪيم تہ ڇا اهو ڪنهن نبي مرسل، مقرب فرشتي يا صديق جو آهي؟ چيائين تہ هي امت محمديءَ مان

انهيءَ شخص لاءِ آهي، جيڪو صبح جي نماز باجماعت ادا ڪندو آهي، تڏهن منهنجي دل ۾ خواهش پيدا ٿي تہ جيڪر آءٌ بہ توهان جي امت مان هجان ها.

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ آءٌ جڏهن جنت ۾ ان جون نعمتون ڏسي فارغ ٿيس تہ دوزخ ۾ ان جا عذاب ڏسڻ جو خيال پيدا ٿيو. رب العالمين کي عرض ڪيم، جنهن اسرافيل عليه السلام کي حڪم ڪيو تہ جبرئيل کي چؤ تہ محمد مصطفيٰ ﷺ کي هٿ کان وٺي دوزخ جي داروغي وٽ وڃي. جڏهن پاڻ سڳورا انهيءَ وٽ آيا تہ ان کي چيائون تہ مون کي دوزخ ۾ ان جا مختلف عذاب ڏيکار. انهيءَ چيو تہ اي محمد ﷺ! ٿورو پنهنجن قدمن جي هيٺان نهاريو. منهنجي نگاهہ آسمانن کي چيريندي زمين تي پهتي ۾ بيت المقدس شهر نظر آيو. (1) دوزخ جو داروغو ڏاڍو خطرناڪ ۽ پوائتي شڪل وارو آهي. ان جي اکين ۾ منهن مان باهہ جا اُلا نڪري رهيا هئا. سندس هٿ ۾ باهہ جا سوٽا هئا. دوزخ جي مالڪ (پنهنجي نائب کي) چيو تہ اي سوحاحيل! محمد ﷺ کي دوزخ جا ڪجهہ ڏيک ڏيکار. پوءِ دوزخ جو دروازو کوليو ويو. پاڻ سڳورا فرمائين ٿا تہ سڀ کان اڳ، منهنجي لاءِ پهرئين زمين کولي وئي. هر قسم جي مخلوق مان بيشمار شيون مون تي ظاهر ٿيون. پوءِ ٻي زمين کولي وئي. اتي جهنمين لاءِ ٻيڙيون ۽ زنجير تيار ڏٺم. پوءِ ٽين زمين کولي وئي، اتي جهنمين لاءِ گندرف جا تيار ٿيل ڪپڙا ڏٺم. پوءِ چوٿين زمين کولي وئي، اتي پٿرن جون وڏيون ٽڪريون ڏٺم، جن کي انسانن سان گڏ ساڙيو وڃي ٿو جنهن جو بيان

---

(1) هتي خصوصيت سان بيت المقدس جو ذڪر فرمايو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ بيت المقدس ۾ هڪ ماٿري آهي، جنهن کي "وادي جهنم" چئبو آهي. نبي سڳوري ﷺ جن معراج تي وڃڻ کان اڳ انهيءَ ماٿري ۾ دوزخ جي باهہ ڀڙڪندي ڏٺي هئي. ان موضوع جون حديثون ڏسو: قرطبي ص ۲۴۱ ج ۱۸- طبري ص ۲۲۵ ج ۲۷- ابن ڪثير ص ۳۱۰ ج ۴- مستدرڪ ص ۴۶۳ ص ۴- مجمع الزوائد ص ۷۸ ج ۱- ۳۸٦ ج ۱۰- مسند الشاميين ص ۱۴۳ ج ۱- المعجم الڪبير ص ۳۹ ج ۸ - الزهد الڪبير ۱۳۰ ج ۲- الاصابہ ص ۲۱۲ ج ۷- فضائل بيت المقدس ص ۸٦ ج ۱.

قرآن مجيد ۾ هن طرح آهي تہ:

وَقُودُهَا النَّاسُ وَالْحِجَارَةُ (2)

[انهيءَ دوزخ جو ٻارڻ ماڻهو ۽ پٿر آهن.]

پوءِ پنجين زمين کولي ويئي، جنهن جو نالو ”سجين“ (قيدخانو) آهي، جتي دوزخين جا اعمالناما رکيا وڃن ٿا ۽ قيامت جي ڏينهن انهن جي سامهون پيش ڪيا ويندا (جنهن جو بيان قرآن ۾ هن طرح آهي تہ:)

كَلَّا إِنَّ كِتَابَ الْفُجَّارِ لَفِي سِجِّينٍ ۝ وَمَا أَدْرَاكَ مَا سِجِّينٌ ۝ (3)

[هرگز نہ! گنهگارن جا اعمالناما سجين ۾ آهن ۽ توکي ڪهڙي خبر تہ سجين ڇا آهي؟]

پوءِ ستين زمين کولي ويئي، جتي ”عجيبا“ نالي دوزخ آهي، ان ۾ باه جو سمنڊ وهي ٿو. هڪ روايت ۾ آهي تہ دوزخ جي مالڪ چيو تہ اي محمد ﷺ! دوزخ جي ڏسڻ جي طاقت ڪيئن رکندين! مون چيو تہ ان جي صرف ايتري مقدار کولي ڏيکار جنهن جي ڏسڻ جي سگهہ هجي. انهيءَ سئيءَ جي سوراخ جيترو دوزخ کولي ڏيکاريو. منهنجي سامهون جهنم کوليو ويو، جيڪو اونداهين رات کان بہ وڌيڪ ڪارو هو. ان جي هيٺان مٿان ست دروازا هئا. هر هڪ دروازي جي درميان پنج سؤ سالن جو مفاصلو هو. هڪ دروازي تي لکيل هو تہ:

فَوَيْلٌ لِّلْمُصَلِّينَ ۝ الَّذِينَ هُمْ عَن صَلَاتِهِمْ سَاهُونَ ۝ (1)

[پوءِ ويل آهي، انهن نمازين لاءِ جيڪي پنهنجين نمازن ۾ سستي ڪن ٿا.]

ٻئي دروازي تي لکيل هو:

وَيْلٌ لِّلْمُشْرِكِينَ

[مشرڪن لاءِ ويل آهي.]

ٽئين دروازي تي لکيل هو:

---

(2) البقره آيت :104 پ١

(3) سوره المطففين آيت : 7_8

(1) سوره الماعون آيت : ۴-۵

وَيۡلٌ لِّلۡمُذۡنِبِيۡنَ

[گنهگارن لاءِ ويل آهي.]

چوٿين دروازي تي لکيل هو:

وَيۡلٌ لِّلۡقَاسِيَةِ قُلُوۡبُهُمۡ عَنۡ ذِكۡرِ اللّٰهِ [2]

[الله جي ذڪر کان جن ماڻهن جون دليون سخت آهن، انهن لاءِ ويل آهي.]

پنجين دروازي تي لکيل هو:

وَيۡلٌ لِّلۡمُطَفِّفِيۡنَ ۝١ [3]

[ماپ تور ۾ گهٽ وڌائي ڪرڻ وارن لاءِ ويل آهي.]

ڇهين دروازي تي لکيل هو:

وَيۡلٌ لِّكُلِّ هُمَزَةٍ لُّمَزَةِۣ ۝١ [1]

[هر غيبت ڪندڙ چغلخور لاءِ ويل آهي.]

ستين دروازي تي لکيل هو:

فَوَيۡلٌ لَّهُمۡ مِّمَّا كَتَبَتۡ اَيۡدِيۡهِمۡ [2]

[ويل آهي انهن ماڻهن لاءِ جيڪي پنهنجن هٿن سان ڪتاب لکن ٿا پوءِ چون ٿا تہ اهي الله جي طرفان آهن.]

پهرين دوزخ جو نالو جهنم ۽ ان جي داروغي جو نالو "سوحائيل" آهي. ٻئي جو نالو تلظي ۽ ان جي داروغي جو نالو "طوفائيل" آهي. ٽئين جو نالو حطمه ۽ ان جي داروغي جو نالو طفرقائيل آهي. چوٿين جو نالو سقر ۽ ان جي داروغي جو نالو "شمڪائيل" آهي. پنجين جو نالو ويل ۽ ان جي داروغي جو نالو "عطافيل" آهي. ڇهين جو نالو سعير ۽ ان جي داروغي جو نالو "طوقائيل" آهي. ستين جو نالو هاويه ۽ ان جي داروغي جو نالو "طائيل" ۽ ٻي روايت مطابق مطمائيل آهي. هر خازن جا

---

(2) سورة الزمر آيت : ٢٢

(3) سورة المطففين آيت :١ پ ٣٠

(1) سورة الهمزه آيت :١ پ ٣٠

(2) سورة البقرة آيت : ٧٩پ١

ستر هزار مددگار آهن. هرهڪ منهن جو ڪارو ۽ اکين جو نيرو آهي. نبي سائين ﷺ جن فرمايو تہ:

پهرئين جهنم ۾ ڏنم تہ ستر هزار باه جا جبل آهن. هر جبل ۾ ستر هزار باه جون ماڙيون آهن. هر ماڙيءَ ۾ ستر هزار باه جون ڪڏون آهن هرهڪ ڪڏ ۾ ستر هزار باه جا شهر آهن، هر شهر ۾ ستر هزار باه جا محلات آهن، هر محل ۾ ستر هزار باه جا مهمان خانا آهن، هر مهمان خاني ۾ ستر هزار باه جا گهر آهن، هر گهر ۾ ستر هزار باه جون صندوقون آهن، هر صندوق ۾ ستر هزار قسم جا عذاب آهن، هر قسم جو عذاب ٻئي عذاب سان مماثلت ۽ هڪجهڙائي نٿو رکي.

دوزخ جو ٻيو طبقو ڏنم جتي پهرين طبقي جي ڀيٽ ۾ سخت عذاب هو. اتي عذاب ڪندڙ ڏاڍا طاقتور فرشتا نظر آيا.

دوزخ جي ٽئين طبقي ۾ پهرين طبقي جي ڀيٽ ۾ ٻيڻو عذاب ڏنم.

چوٿين طبقي ۾ باه جا سمنڊ ڏنم، جن جي ڊيگهہ جو مفاصلو ستر هزار سالن جيترو هو. جيئن ديڳ ۾ پاڻي ٽهڪندو آهي تيئن اتي باه ٻڙڪي رهي هئي.

پنجين طبقي ۾ ايترا تہ نانگ ۽ وڇون ڏنم جن جو تعداد فقط الله ڄاڻي ٿو. ان جي هڪ ماڙي کي "ويل" (مصيبت) چون ٿا. اهي نانگ وڇون عذاب وڌائڻ لاءِ آهن.

ڇهين طبقي ۾ هڪ ماڙي ڏنم جنهن کي "سجين" (قيدخانو) چون ٿا. اهو قيامت تائين گجهو هوندو.

ستين طبقي کي ڏنم جتي ايترا گهڻا سخت ۽ ڪنور دل فرشتا هئا جن جو تعداد فقط الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو.

انهن جي صفت قرآن ۾ هن طرح بيان ٿيل آهي:

عَلَيۡهَا مَلَٰٓئِكَةٌ غِلَاظٌ شِدَادٌ

[انهن تي ڏاڍا طاقتور ۽ سخت طبيعت وارا فرشتا مقرر آهن.]

اتي باه جا صندوق ۽ تابوت ڏنم. انهن فرشتن جي هٿن ۾ لوهيون قينچيون ڏنم، اهي، ماڻهن کي هڪڙن کوهن مان ڪڍي ٻين کوهن ۾ وجهي،

طرحين طرحين جا عذاب ڏيئي رهيا هئا. دوزخي فرياد ڪري رهيا هئا ته:

يَا غِيَاثَ الْمُسْتَغِيْثِيْنَ اَغِثْنَا

[اي فريادين جا فرياد ٻڌندڙ الله! اسان جي مدد ڪر.]

پر ڪنهن کي انهن تي رحم نٿي آيو. هر گهڙيءَ انهن جو عذاب وڌي رهيو هو. جبرئيل امين کان پڇيم ته ان کان وڌيڪ ٻيو کهڙو عذاب ٿيندو؟ انهيءَ چيو ته ٻين عذابن جي ڀيٽ ۾ ته اهو ته هلڪو عذاب آهي. پوءِ باه جا بند تابوت ڏٺم.[1]

انهن جي حقيقت جبرئيل کان پڇا ڪيم. چيائين ته جيڪي ظالم، جابر ۽ سرڪش آهن قيامت جي ڏينهن تائين انهن کي انهن ۾ بند ڪري عذاب ڪيو ويندو ۽ انهن کي کوهن ۾ اڇلائن ٿا تانجو ان جي تري ۾ پهچن ٿا ۽ بيشمار نانگ ۽ وڇون انهن کي ٻچين ٿا جن جو تعداد ڪو نٿو ڄاڻي. اتي هڪ ماتريءَ ۾ باه جا وڻ ڏٺم جن ۾ باه جا ميوا هئا. هڪ دوزخ ۾ گهاٽا ۽ چڪيون ڏٺم. جن ۾ دوزخين کي پيڙيو پئي ويو. هڪ ماتريءَ ۾ باه جا ٿهيل بگهڙ ۽ ڪتا بختي اٺن جيڏا هئا، جيڪي دوزخين کي چڪي رهيا هئا. اتي زقوم جا وڻ هئا (جن جا زهريلا ميوا دوزخي کائي رهيا هئا). جيڪڏهن سڄي عمر انهيءَ عذاب جي ڪيفيت بيان ڪجي ته به پوري ڪري نه سگهبي. الله تعاليٰ جي ان کان پناه گهرون ٿا. هڪ روايت مطابق پاڻ سڳورن فرمايو ته، جڏهن داروغي جهنم جا ڍڪ پري ڪيا ته ستون جهنم نظر آيو. جنهن جو نالو "هاويه" آهي، اتي ٻين طبقن جي ڀيٽ ۾ عذاب تمام گهٽا هئا. دوزخ جي (داروغي) مالڪ کان پڇيم ته هي جهنم ڪن ماڻهن لاءِ مخصوص آهي؟ چيائين ته فرعون، هامان، نمرود ۽ عيسيٰ عليه السلام جي انهن ساٿين لاءِ آهن، (جن بهشت جو دسترخوان لهڻ جو مطالبو ڪيو پوءِ نافرماني ڪيائون) ۽ پڻ نبي ﷺ جن جي امت جي منافقن لاءِ. ڇهون طبقو آهي، جنهن جو نالو "جحيم" آهي، ان جي باري ۾

---

(1) اسان کي انهيءَ حديث جا هي لفظ ملن ٿا: فيجمعون في تابوت من حديد فيرمي به في جهنم. پوءِ انهن ظالمن ۽ ڏاڍن ۽ سندن ساٿارين کي لوهي صندوق ۾ بند ڪري دوزخ ۾ اڇلايو ويندو: (تفسير قرطبي ص ٢٦٣ ج ١٣)

چيائين تہ ان ۾ مشرڪن کي عذاب ڪيو ويندو. پنجون طبقو جنھن جو نالو سقر آھي، ان جي باري ۾ چيائين تہ ان ۾ صابئي مذھب وارن کي عذاب ڪيو ويندو. چوٿون طبقو جنھن جو نالو "لظيٰ" آھي، ان جي باري ۾ چيائين تہ ابليس ۽ ان جي پيروي ڪندڙ ۽ سندس دوستن لاءِ آھي. ٽئين طبقي جو نالو "حطمہ" آھي. انھيءَ طبقي جي باري ۾ چيائين تہ يھودين جي لاءِ آھي. ٻئي طبقي جي باري ۾ چيائين تہ عيسائين لاءِ آھي. پھريون طبقو جنھن جو نالو جھنم آھي، ان تي نگاھ ڪيم تہ ان ۾ ٻين طبقن جي مقابلي ۾ عذاب گھٽ ھئا (پر تڏھن بہ اتي باھ جا ستر ھزار درياھ ڏٺم اھي ايڏا وڏا ھئا جو ستن آسمانن ۽ زمينن کي ان ۾ اڇلائجي تہ اھي ھڪ ھزار سالن کان پوءِ ان جي تري ۾ پھچندا پوءِ جيڪڏھن فرشتن کي چئجي تہ انھن کي تلاش ڪريو تڏھن بہ ڳولي نہ سگھندا. باھ جي انھن دريائن ۾ اھڙيون موجون آھن جو جيڪڏھن انھن جو آواز دنيا وارا ٻڌن تہ ڪوبہ ساھ وارو جيئرو رھي نہ سگھي. پڇيم تہ اي جبرئيل! ھن ۾ ڪھڙن ماڻھن کي عذاب ڪيو ويندو. دوزخ جي مالڪ ڪنڌ ھيٺ نوايو ۽ جواب نہ ڏنائين. وري پڇيم تہ جواب نہ ڏنائين. جبرئيل کي چيائين تہ مون کي ان سوال جي جواب کان معذور سمجھو. مون چيو تہ جيڪي چوڻو اٿئي سو چؤ. چيائين تہ اي ٻنھي جھانن جا سردار! توھان جي امت جي نافرمانن کي ان ۾ عذاب ڪيو ويندو. پنھنجي امت کي نصيحت فرمايو تہ اھڙا ڪڏا ڪم نہ ڪن جو ڪين اھڙو خطرناڪ عذاب ڀوڳڻو پوي. رسول الله ﷺ جن رُئڻ لڳا. مٿي مبارڪ تان پڳڙي لاھي بارگاھ الاھيءَ ۾ شفاعت ڪيائون. ڏٺي سڳوري جي دربار ۾ پنھنجي امت جي ڪمزوري ۽ بي طاقتي جي باري ۾ عرض ڪيائون. اھڙي حالت ۾ جو اکين مان ڳوڙھا وھي رھيا ھئا. جبرئيل عليہ السلام ۽ ٻين فرشتن پاڻ سڳورن جي ان ڳالھ تي اتفاق ڪيو. رب ڪريم جي دربار مان آواز آيو تہ اي منھنجا! حبيب! تون نہ صرف منھنجي نزديڪ آھين، پر تنھنجي وڏي عزت آھي، ان ڪري تنھنجي دعا قبول ڪندس ۽ توکي خوش ڪندس تنھنجي امت جي ايترن گنھگارن کي بخشيندس، جو تون خوش ٿي ويندين ۽ پنھنجي مراد کي پھچي ويندين. قيامت قائم ٿيندي تہ توکي شفاعت جو مقام عطا ڪندس. تنھنجي امت جا ايترا نافرمان بخشي

ڇڏيندس، جيترا تون چوندين:

وَلَسَوْفَ يُعْطِيكَ رَبُّكَ فَتَرْضٰى [1]

[سگهوئي توکي تنهنجو رب عطا ڪندو پوءِ تون راضي ٿيندين.]

بزرگ فرمائن ٿا تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن جنت جون سڀ نعمتون ۽ دوزخ جا عذاب ڏٺا تہ دعا ڪيائون تہ:

اَللّٰهُمَّ اِنِّىْ اَعُوْذُبِكَ بِعَفْوِكَ عَنْ عِقَابِكَ اَىْ بِجَنَّتِكَ مِنْ نَّارِكَ [2]

[اي الله! بيشڪ آءٌ توکان تنهنجي عذاب جي پيٺ ۾، تنهنجي بخشش گهران ٿو يعني توکان دوزخ جي بجاءِ تنهنجي جنت طلب ڪريان ٿو.]

ان کان پوءِ الله تعاليٰ حجاب جو پردو هٽائي، ارشاد فرمايو: تہ اي محمد! بهشت ۽ جنت جي هٿ مان اختيارن جون واڳون واپس وٺي ڇڏيون اٿم. ٻنهي کي ثواب يا عذاب ڪرڻ کان معزول ڪري ڇڏيو اٿم. جيڪڏهن بهشت پاڻ نوازي ها تہ آدم عليه السلام کي نوازي ها، يعني ان کي اتان نہ ڪڍي ها ۽ جيڪڏهن باه پاڻ ساڙي ها تہ حضرت ابراهيم خليل الله کي ساڙي ها. اها باه نہ بلڪ منهنجي ناراضگي آهي. بهشت جون نعمتون نہ بلڪ منهنجي رضا آهي. ٻنهنجي رضا کي دوزخ جي باه مٿان اڇلايون تہ گل گلزار ٿي پوي. ٻنهنجي ناراضگي کي ائن بهشتن تي اڇلائي ڇڏيون تہ اهي دوزخ ٿي وڃن.[1]

جڏهن الله تعاليٰ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تي اها معني ظاهر

---

(1) سورة الضحيٰ آيت : ٥

(2) سنن الدارقطني حديث :٣٥- المستدرک علي الصحيحين حديث :٤٥٠٢- السنن الکبري حديث :٧٩٧٥- شرح معاني الآثار ص٢٣٤ج١- شعب الايمان ص٣٨٥ج٣- الترغيب والترهيب ص ٢١١ج٣-نوادر الاصول في احاديث الرسول ص١٥٨ج٤

(1) جيئن صحيح حديث ۾ آهي تہ: قال الله تبارک تعاليٰ للجنة انت رحمتي ارحم بک من اشاءُ من عبادي وقال للنار انما انت عذابي اعذب بک من اشاءُ من عبادي. الله تعاليٰ جنت کي فرمايو تہ تون منهنجي رحمت آهين. تنهنجي ذريعي ٻنهنجن ٻانهن مان جنهن تي چاهيان ٿو، رحمت ڪريان ٿو ۽ دوزخ کي فرمايائين، تہ تون منهنجو عذاب آهين تنهنجي ذريعي ٻنهنجن ٻانهن مان، جنهن تي چاهيان ٿو عذاب ڪريان ٿو.

فرمائي تہ پاڻ عرض ڪيائون تہ:

اَعُوْذُبِكَ بِرِضَاكَ مِنْ سَخَطِكَ (2)

[تنهنجي رضا وسيلي تنهنجي ناراضگيءَ کان پناه وٺان ٿو.]

پاڻ سڳورا انهيءَ مقام کان اڳتي وڌي ويا ۽ کين يقين ٿي ويو تہ رضامندي ۽ ناراضگي بہ صفتون آهن. جيستائين الله تعاليٰ ان کي ظاهر نہ فرمائي، ڪو فعل ظاهر نٿو ٿئي. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن ڏٺي تعاليٰ جي دربار ۾ فرياد ڪئي تہ: اَعُوْذُبِكَ مِنْكَ [اي منهنجا الله! تنهنجي ذريعي توکان پناه وٺان ٿو.]

اي باشعور عزيزا! ڄاڻ تہ اهي بهشت جون سڀ نعمتون ۽ دوزخ جا سمورا عذاب بہ حالتون آهن. هڪ حق جي وصال جي ۽ ٻي حق جي حرمان يعني محروميءَ جي مطلق مريد لاءِ اهي ٻئي حالتون برابر آهن.

هڪ ڏينهن هن حقيرفقير جي پير دستگير جي مجلس ۾ ڪافي فقير هئا. پاڻ بهشت ۽ ان جي نعمتن جي گهڻي واکاڻ ڪيائون تہ اتي حور قصور، سون چاندي، شراب، ماکيءَ ۽ کير جون نهرون وهن ٿيون. مشڪ، عنبر، زعفران وغيره جا جبل آهن. ٻيون بہ بيشمار نعمتون آهن. اهڙيون، اهڙيون نعمتون جو جيڪڏهن سڄي ڄمار ڪو انهن جي صفت بيان ڪري تہ بہ بيان پورو ٿي نہ سگهي. مجلس ۾ هڪ درويش بہ هو انهيءَ چيو تہ بهشت جي تعريف ڪهڙي طرح ٿي سگهي ٿي؟ جڳائي تہ الله تعاليٰ جي رنگ ۾ بيان فرمايو تان تہ طالب ٻڌن ۽ سمجهي سگهن. فورًا فرمايائون تہ جيڪي نعمتون بهشتين کي نصيب ٿينديون، ان جي حقيقت دراصل الله تعاليٰ جي ملاقات ۽ ان جو وصال آهي ۽ الله تعاليٰ جي رحمت کان محرومي، دراصل دوزخ آهي.

(2) تفسير ابن ڪثير ص ۴۴۷ج۴- مسلم حديث : ۴۸٦-صحيح ابن خزيمه حديث :٦۵۴- صحيح ابن حبان حديث :۱۹۳۲- ترمذي حديث : ۳۴۹۳-مجمع الزوائد ص ۱۱۱ج۱۰- سنن البيهقي الڪبري حديث :٦۰۸- سنن الدارقطني حديث :۳۳- ابودائود حديث :۸۷۹

شعر

طلب جنان ندارم حقا بغير جانان
ما را نصيب گردان يا رب جمال جانان
در دوزخ ار بدارند بدوست خود چہ شوق است
هيهات گر نباشد درخلد روئ جانان
گر در بهشت آري يا در جحيم باشد
صد شوق ذوق دارد دل باجمال جانان
معني بهشت دوزخ معلوم نيک كردم
دوزخ بهشت باشد در هجر و جمال جانان
در هر مكان که دارند از جان و دل رضاده
"فقري" اگر تو باشي طالب رضائي جانان.

[آءٌ بيشڪ، بغير محبوب جي جنت جي بہ طلب نٿو رکان. اسان کي اي رب! محبوب جو جمال نصيب ڪر. جيڪڏهن دوزخ ۾ دوست سان گڏ رکين تہ پوءِ جنت ۾ معشوق جي چهري جو ديدار نصيب نہ ٿئي تہ ڪو غم نہ ٿيندو تہ محبوب بهشت ۾ آهي يا دوزخ ۾. بهشت ۾ آڻين، چاهي دوزخ ۾ آڻين، منهنجي دل ۾ محبوب جي جمال پسڻ جا سوين ذوق ۽ شوق موجود آهن. يعني بهشت ۽ دوزخ کي نيڪ معلوم ڪيم، جو دوزخ، محبوب جو وڇوڙو ۽ بهشت سندس جمال آهي. هر اُها جاءِ جتي محبوب موجود آهي، اي فقير! تون پنهنجي دل کي خوش رک جو تون محبوب جي موجودگي سبب، سندس خوشنودي جو طالب آهين.]

قرآن مجيد ٻڌائي ٿو تہ وڏا وڏا نبي سڳورا بہ جنت جا طالب هئا:

وَاجْعَلْنِيْ مِنْ وَّرَثَةِ جَنَّةِ النَّعِيْمِ [1]

[اي منهنجا الله! مون کي نعمتن واري جنت جو وارث بناءِ.]

اها حضرت ابراهيم عليه السلام جي دعا آهي. نبي سڳورا اڪثر هيءَ دعا گهرندا هئا :

(1) سورة الشعراءَ آيت : ٨٥

اَللّٰهُمَّ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ[2]

[اي الله! اسان کي دنيا ۾ ڀلائي ڏي ۽ آخرت ۾ به ڀلائي ڏي، يعني جنت ڏي ۽ باه جي عذاب کان بچاءِ.]

ٻئي حديثن ۾ اچي ٿو ته نبي سائين ﷺ جن اصحابن سڳورن کي هيءَ دعا سيکاريندا هئا:

اَللّٰهُمَّ اَسْئَلُكَ الْجَنَّةَ وَاَعُوْذُبِكَ مِنَ النَّارِ[3]

[اي الله! توکان جنت گهران ٿو ۽ دوزخ کان تنهنجي پناه گهران ٿو.]

(2) بخاري، مسلم بحواله قرطبي ص ۴۳۳ج۲- صحيح ابن حبان حديث : ۹۳٦ – سنن بيهقي الكبري حديث : ۹۰۷۰- مصنف ابن ابي شيبه حديث: ۲۹۳۰۲- المعجم الاوسط حديث ٦۱۱۸- مسند ابي يعلي حديث : ۳۳۹۷- مسند عبد بن حميد ص ۳۹۹ ج ۱- شعب الايمان ص ۲٦٦ ج۵ – الادب المفرد للبخاري حديث : ٦۸۲

(3) ابن كثير ص ۲۲۲ ج۲- صحيح ابن خزيمه حديث ۷۲۵- موارد الظمآن حديث: ۵۱۴- سنن ابن ماجه حديث: ۳۸۴٦- مصنف ابن ابي شيبه حديث : ۷۹۷۰ – مسند احمد حديث : ۱۵۸۴- مسند الطيالسي حديث : ۲۰۰ – مسند ابن يعلي حديث : ۷۱۵- جامع العلوم والحكم ص ۴۵۳ ج۲- مستدرك حاكم ص ۳۹۹ج ۱

## باب ستون

## فتح بابت نبوت ۽ ولايت

جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي قدرت ۽ عظمت کي ظاهر ڪرڻ گهريو تہ پنهنجي مخلوق مان هڪ ٻانهي کي دنيا ۾ خليفو مقرر ڪيائين، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي:

وَإِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلَٰٓئِكَةِ إِنِّي جَاعِلٌ فِي الْأَرْضِ خَلِيفَةً (1)

[۽ جڏهن تنهنجي رب چيو تہ بيشڪ آءٌ زمين ۾ پنهنجو هڪ خليفو بنائڻ وارو آهيان.]

جمهور مفسرن جي قول مطابق انهيءَ مان مراد حضرت آدم عليه السلام، پوءِ سندس پٽ شيث عليه السلام، پوءِ ادريس عليه السلام، پوءِ نوح عليه السلام، پوءِ ابراهيم عليه السلام ۽ پوءِ محمد مصطفيٰ ﷺ آهي. پر انهيءَ ۾ الله تعاليٰ جي مشيت ۽ مرضي اها آهي، جنهن جو سبب اهوئي ڄاڻي ٿو تہ سندس قدرت ۽ عظمت جو اظهار سدائين جاري ساري رهي. انهيءَ ڪري نبين سڳورن جي سلسلي جي خاتمي کان بعد بہ اهڙا ٻانها پيدا ڪندو رهي ٿو جن جا درجا نبين جي درجن جهڙا آهن. جيتوڻيڪ سڀني نبين جا درجا برابر ۽ هڪجهڙا نہ آهن. جيئن ارشاد فرمائي ٿو تہ:

تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلَىٰ بَعْضٍ مِّنْهُم مَّن كَلَّمَ اللَّهُ وَرَفَعَ بَعْضَهُمْ دَرَجَٰتٍ (2)

[اهي رسول آهن جن مان ڪن کي ڪن جي مٿان فضيلت بخشي سون. انهن مان ڪي آهن، جن سان الله تعاليٰ ڪلام فرمايو ۽ ڪن جا درجا بلند فرمايائين.]

وَهُوَ الَّذِي جَعَلَكُمْ خَلَٰٓئِفَ الْأَرْضِ وَرَفَعَ بَعْضَكُمْ فَوْقَ بَعْضٍ دَرَجَٰتٍ (3)

---

(1) سورة البقره آيت : ٣٠

(2) سورة البقره آيت : ٢٥٢

(3) سورة الانعام آيت : ١٦٥

[اهو الله ئي آهي، جنهن توهان کي زمين ۾ خليفو بنايو ۽ توهان مان ڪن جا درجا، ڪن کان بلند فرمايائين.]

هن آخري آيت ۾ خطاب خاص اولياءَ الله کي آهي، جيئن "فتوحات مکيه" ۽ ٻين ڪتابن ۾ شيخ محي الدين ابن عربي وضاحت ڪئي آهي. نبي ﷺ جن جي حديث آهي ته:

الْعُلَمَآءُ وَرَثَةُ الْاَنْبِيَآءِ (1)

[علماءُ نبين جا وارث آهن.]

۽ ان ۾ ٻه شڪ نه آهي ته اولياءَ الله ئي علماءَ تي سگهن ٿا. جيئن حديث ۾ آهي ته:

مَا اتَّخَذَ اللّٰهُ وَلِيًّا جَاهِلًا (2)

[الله ڪنهن جاهل کي ولي نه بنايو آهي]

۽ ان ڏس ۾ اصل اهي روايتون آهن، جن جو مضمون هن طرح آهي ته جڏهن نبي ﷺ جن جو وصال ٿيو ته زمين پنهنجي رب پاڪ کي ٻاڏايو ته رب منهنجا! هاڻي ته قيامت تائين آءٌ نبين سڳورن جي قدمن کان محروم رهجي ويس. رب سائين ارشاد فرمايو ته توکي خوشخبري هجي، پوءِ بيشڪ آءٌ اهڙا ماڻهو تنهنجي مٿان جانشين بنائڻ وارو آهيان جن جون دليون نبين سڳورن جهڙيون آهن. انهيءَ ڪري اولياءَ الله کي نبين سڳورن جو خليفو بنايو ويو ۽ الله تعاليٰ هر نبيءَ جي بجاءِ امت محمديه مان هڪ ولي مقرر فرمايو.

حضرت مخدوم نوح رح جن فرمايو ته موسيٰ عليه السلام، الله تعاليٰ کان سوال ڪيو: رَبِّ اَرِنِيْ [منهنجا رب! مون کي پنهنجو ديدار

---

(1) امالي ص ٣٣٠ ج ١- قرطبي ٧٨،٨١ ج ١١، ص ٣٠٧، ٣٤٨ ج ١٦- ابن ڪثير ص ٥٥٨ ج ٣- بخاري ص ٣٧ ج ١- ابن حبان ص ١٠١، ٢٨٩، ٢٩ ج ١- ترمذي ص ٤٨ ج ٥- دارمي ص ١١٠ ج ١- مجمع الزوائد ص ١٢٦ ج ١- ابودائود ص ٣١٧ ج ٣- ابن ماجه ٨١ ج ١ مسند احمد ص ١٩٦ ج ٥.

(2) ڪشف الخفاءِ ص ٢٣٥ ج ٢، امام سخاوي فرمائي ٿو ته حديث ثابت نه آهي (المصنوع ص ١٥٩ ج ١)

ڪراءِ.] الله ارشاد فرمايو: لَنْ تَرٰىنِيْ [تون مون کي هرگز ڏسي نہ سگهندين.] [1]

ان جو سبب هي آهي، جيئن معلوم ۽ مڃيل حقيقت آهي تہ هر نبي ولي آهي ۽ جيڪا ولايت باقي نہ رهي ان جو وجود نہ آهي ۽ بغير بخت جي فنا نصيب نہ ٿيندي آهي. اهو ئي سبب آهي تہ جڏهن موسيٰ عليه السلام، الله تعاليٰ جي ديدار جي درخواست ڪئي تہ جواب مليو تہ "مون کي هرگز ڏسي نٿو سگهين." حضرت صاحب جن فرمايو تہ تجلين جا ڪيترا ئي قسم آهن. نشانن ۽ علامتن جي تجلي، افعالن ۽ ڪمن جي تجلي، صفتن جي تجلي ۽ ذاتي تجلي. حضرت موسيٰ عليه السلام کي ڳالهائڻ جي تجلي حاصل ٿي هئي. پوءِ جڏهن مشاهدي جي تجليءَ جي تقاضا ڪيائين تہ الله تعاليٰ منع فرمائي. ڇاڪاڻ تہ اهو مقام محبوب رب العالمين حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ لاءِ خاص آهي. موسيٰ عليه السلام "محب" جي مقام تي هو ۽ ان مقام کان "محبوب" جو مقام افضل آهي. جيڪو رسول الله ﷺ جن جي متابعت ۽ پيرويءَ سان حاصل ٿئي ٿو. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

قُلْ إِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّونَ اللَّهَ فَاتَّبِعُونِي يُحْبِبْكُمُ اللَّهُ [2]

[چؤ جيڪڏهن توهان الله سان محبت ڪريو ٿا تہ منهنجي پيروي ڪريو الله تعاليٰ توهان سان محبت ڪندو.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ اولياءَ الله جي ڀيٽ ۾ نبين ۽ رسولن جا درجا ۽ مقام بلند فرمايا آهن. اولياءَ الله جا احوال پيغمبر جي ماتحتي ۾ هوندا آهن. ڇاڪاڻ تہ ولايت جو جيڪو سڀ کان مٿانهون مقام آهي. اتان نبوت جي شروعات ٿئي ٿي ۽ سمورا نبي سڳورا ولي هوندا آهن. پر ڪو ولي نبي نہ ٿيو آهي جو ان مان انبياءَ عليهم السلام وانگر بشري صفتن جي نفي هجي. پڻ ولايت، نبوت کان اڏاري وٺبي آهي، يعني نبوت يا رسالت جي محتاج هوندي آهي.

پڻ اولياءَ الله جا جيڪي احوال معلوم ٿين ٿا انهن مان ثابت ٿئي

(1) سورة الاعراف آيت : ١٤٣
(2) سورة آل عمران آيت : ٣١

تو تہ انهن جا خيالات حجابن ۾ هوندا آهن. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ پنهنجن نبين سڳورن جا درجا مخصوص فرمايا آهن ۽ اوليائن کي انهن جي ماتحت ۽ تابع ڪيو آهي. ڇاڪاڻ تہ رسول ڪريم ﷺ کان اڳ نبي سڳورا هئا ۽ سندس وصال کان بعد ولي آهن. انهيءَ اعتبار سان اولياءَ الله اڳين نبين جا وارث ۽ جانشين آهن. حضرت خاتم الانبياءِ کان اڳ جڏهن نبوت ۽ رسالت جو حڪم هلندو هو ۽ نبي سڳورا ايندا رهندا هئا. تڏهن ڪنهن شخص دان عام عادتن ۽ ضابطن جي ابتڙ ڪو عظيم واقعو ظاهر ٿيندو هو تہ ان کي نبي سڏيندا هئا. پر پاڻ سڳورن کان بعد جيڪڏهن ڪنهن کان اهڙا واقعا ظاهر ٿين ٿا تہ ان کي "ولي" چوندا آهن. نبي ۽ ولي ۾ هڪ فرق اهو بہ آهي تہ جيڪڏهن اهڙا واقعا نبين کان ظاهر ٿين تہ ان کي "معجزو" ۽ اولياءَ الله کان ظاهر ٿين تہ ان کي "ڪرامت" چوندا آهن. پر معجزو ۽ ڪرامت معنوي اعتبار سان متحد يعني هڪ آهي. جيتوڻيڪ انهن جون صورتون جدا جدا هونديون آهن. ڇاڪاڻ تہ الفقراءَ ڪنفس واحدة (فقير هڪ شخص وانگر هوندا آهن).

بيت

انبياءَ و اولياءَ را حق بدان        سر حق را کرده ام عيان

[نبين ۽ ولين کي برحق ڄاڻ، حق جو راز توتي واضح ڪيو اٿم.]

اولياءَ الله جي جماعت نبين سڳورن جي وارث ۽ جانشين آهي. جيئن پاڻ سڳورن جو ارشاد آهي تہ: الْعُلَمَآءُ وَرَثَةُ الْاَنْبِيَآءِ[علماءَ نبين جا وارث آهن.]

الشيخ في قومه كالنبي في امته (1)

[شيخ ائين آهي، جيئن پنهنجي امت ۾ نبي هوندو آهي]

ان جي شرح ۾ فرمائي تو تہ نبين سڳورن کان پوءِ الله تعاليٰ اولياءَ الله کي منتخب ڪري ۽ انهن کي هدايت جي واٽ ڏيکارڻ لاءِ چونڊي تو

(1) اها حديث نہ آهي: (ميزان الاعتدال ص ۲۴۴ج ۶. فيض القدير ص ۱۶۵ ج ۴. لسان الميزان ص ۱۸۳ ج ۳. تهذيب التهذيب ۲۶۳ج ۶. المجروحين ص ۳۲ ج ۳) يعني حديث نہ پر ڪن صوفين جو قول آهي، جنهن کي حديث ظاهر ڪن ٿا

۽ انهن کي باطل کان ۔نق ڏانهن آڻي تو ۽ انهن تي حقائق ۽ دقائق ظاهر فرمائي ٿو. ڇاڪاڻ تہ نبين کان بعد اولياءَ الله ماڻهن کي حق جي دعوت ڏين ٿا. خلق خدا انهن کان هدايت وٺي ٿي، ۽ اهي انسانن کي باطل کان هدايت ڏانهن آڻين ٿا ۽ انهن تي حقائق ۽ دقائق کولين ٿا ۽ حقيقت کي واضح ڪن ٿا. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ انهن کي نبين جو جانشين مقرر ڪيو آهي، تان تہ حق تعاليٰ جون نشانيون ۽ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي سچائيءَ لاءِ لڳاتار دليل ظاهر ٿيندا رهن. انهيءَ ڪري الله پاڪ کين ولايت جي سعادت سان نوازيو. جيئن سندن دم قدم سان دنيا جو نظام هلندو رهي. سندن پاڪ وجود سبب آسمان تان بارش لهندي آهي ۽ زمين مان پيداوار ٿيندي آهي، مسلمانن کي ڪافرن تي سوڀ ٿيندي آهي ۽ باطل پرست ماڻهو هدايت تائين پهچندا آهن.

اولياءَ الله سڀ چار هزار آهن، اهي هڪ ٻئي کي نٿا سڃاڻن حالات جو اجمال نٿا ڄاڻن. هر وقت پاڻ کان ڳجها رهن ٿا. جيڪي ڪائنات جو نظام هلائن ٿا ۽ ڏٽيءَ سڳوري جا نمائندا آهن اهي ڪل ٣٦٠ آهن. انهن مان جيڪي شهيد آهن تن کي "اخيار" چون ٿا. اهي هڪ جسم وانگر آهن. انهن مان ابرار چار آهن، اوتاد پنج آهن، نقباءَ ٽي آهن، قطب ۽ غوث هڪ آهي، ابدال ٽي آهن. جيڪڏهن دنيا ۾ ڪو حادثو ۽ آفت اچي تہ انهن ٽن سو اولياءَ الله کان دعا جي درخواست ڪرڻ گهرجي. قبول نہ پوي تہ چار ڄڻا ٻيا آهن جن جي دعا قبول پوي ٿي، انهن کان دعا گهرائجي. جيڪڏهن انهن جي دعا بہ قبول نہ ٿئي تہ انهن ۴۰ کان دُعا گهرائجي انهن جي بہ قبول نہ ٿئي تہ انهن ستن ڄڻن کان دعا گهرائجي، نہ تہ پوءِ انهن پنجن ڄڻن کان دعا گهرائجي، پوءِ ٽن ڄڻن کان دعا گهرائجي نہ تہ قطب ۽ غوث کان دعا گهرائجي، پوءِ بيشڪ هر صورت ۾ ان جي دعا قبول پوي ٿي ۽ رد نٿي ٿئي، ڇاڪاڻ تہ اهو رب العالمين طرفان سندن وڪيل ۽ خليفو مقرر آهي ۽ ان جي معجزي جهڙي زبان ۾ "ڪن فيڪون" جهڙو اثر هوندو آهي.

سبحان الله! ڪڏهن ڪڏهن هن فقير حقير جا پير دستگير نورالله مرقده فرمائيندا هئا تہ الله تعاليٰ هن فقير کي "ڪن فيڪون" کان بہ

متي ولايت، منزلت ۽ ڪرامت جا چوڏهن وڏا درجا ۽ مرتبا عطا فرمايا آهن. اهي اهڙا مرتبا آهن جو انهن کي ڏسي ماڻهو حيرت ۾ پئجي ويندا آهن. ولايت جي تصرف جي باري ۾ پڇيو ويو، چيائون ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

وَاَمَّا بِنِعۡمَةِ رَبِّكَ فَحَدِّثۡ[1]

[۽ پنهنجي رب جي نعمت کي بيان ڪر.]

اهي مرتبا، درجا ۽ منزلون جنهن کي عطا ٿيل هوندا آهن اهي پنهنجي مالڪ کي سڃاڻندا آهن ۽ هڪ ٻئي کان بہ واقف هوندا آهن ۽ ولي انهن کي ڄاڻندا آهن ۽ معاملن ۾ هڪ ٻئي جا محتاج هوندا آهن ۽ نبين کان بعد اهي ئي دنيا جهان وارن ۾ سڀ کان وڌيڪ افضل ۽ ماڻهن جو مرجع ۽ مقصود هوندا آهن ڇاڪاڻ تہ انهن جي ذريعي ئي مخلوق جي پرورش ٿي رهي آهي، جيئن چيو ويو آهي تہ: لَوۡلَا الصَّالِحُوۡنَ لَهَلَكَ الطَّالِحُوۡنَ يعني جيڪڏهن صالح ماڻهو نہ هجن ها تہ طالح يعني غير صالح ماڻهو هلاڪ ٿي وڃن ها.

سلطان المشائخ ابراهيم ادهم کان نقل آهي تہ اوليائن جو ظهور ماڻهن جي فائدي لاءِ ۽ انهن جو گهڻو هئڻ سندن مرتبي جي ڪمال لاءِ آهي. اهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي ڄاڻن ٿا ۽ ماڻهو بہ انهن کي ڄاڻن ٿا تہ اهي الله جا ولي آهن. ڪي وري هڪ ٻئي کي ڄاڻندا آهن پر ماڻهو انهن کي نہ ڄاڻندا آهن. ڪي پاڻ کي نٿا ڄاڻن پر مخلوق انهن کي ڄاڻي ٿي. ڪي رجال الغيب پنهنجي باري ۾ ڄاڻ نٿا رکن تہ ڪين مقام قبوليت ۽ حقائق جا اسرار معلوم آهن حالانڪ انهن جي ڪمال جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

اِنَّ اَوۡلِيَائِىۡ تَحۡتَ قَبَائِىۡ لَا يَعۡرِفُهُمۡ غَيۡرِىۡ[2]

[منهنجا دوست منهنجي قبا جي هيٺان آهن، ڪين مون کان سواءِ ڪو نٿو ڄاڻي.]

اوليائن جي اها جماعت ظاهر هوندي آهي ۽ دنيا انهن سان ڀريل آهي، اهي دنيا لاءِ امن ۽ پناه آهن.

---

(1) سورة الضحيٰ آيت : ١١

(2) التعاريف ص ٦٧٦ ج ١ـ التعريفات ٢٩٥ج١

الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ سدائين حاضر رهندڙ مصيبت جي ماريلن جي فرياد ٻڌندڙ رڻ پٽ، بيابانن، جبلن ۾ رلندڙن کي واٽ ڏيکاريندڙ دلجوئي ڪندڙ قيدين کي ڇڏائيندڙ هلاڪت جي ويجهو پهچندڙن کي تسلي ڏيندڙ آهن. جن ماڻهن جي باري ۾ الله تعاليٰ جو امر ٿيندو آهي، انهن کي خواب ۾ يا واقعات جي دنيا ۾ اچي نجات يا مراد ماڻڻ ۽ مشڪلات حل ٿيڻ جي خوشخبري ڏيندا آهن. حضرت خضر عليه السلام جي مددگارن جي اها جماعت گهڻي تعداد ۾ آهي، چاهي اُهي ظاهري ملاقات ۾ نظر اچن يا نه اچن. هر شخص قطب جي انهيءَ مرتبي کي چڱي طرح تسخير ۽ تعمير نٿو ڪري سگهي. ڄاڻڻ گهرجي ته سندن اهو مقام ۽ مرتبو ڪهڙو آهي، جنهن کي تعمير ۽ تسخير ڪرڻ گهرجي ۽ ان جو راز ۽ اسرار ڪيستائين آهي؟ اهو مرتبو هي آهي ته ابدال جي ڪوشش سندن هلت ۽ همت مطابق هوندي آهي. ڪي مرتبا نفيءَ جا آهن. ٻيو گروه ابدال جو آهي. جيڪي چاليهه آهن.

قَالَ النَّبِيُّ ﷺ لَايَزَالُ اَرْبَعُوْنَ رَجُلًا مِّنْ اُمَّتِيْ قُلُوْبُهُمْ عَلٰى قَلْبِ اِبْرَاهِيْمَ يَدْفَعُ اللّٰهُ بِهِمْ مِنْ اَهْلِ الْاَرْضِ الْبَلَايَا يُقَالُ لَهُمُ الْاِبْدَالُ (1)

[نبي ﷺ جن فرمايو ته منهنجي امت ۾ سدائين ۴۰ ڄڻا اهڙا رهندا، جن جي دل ابراهيم عليه السلام جي دل وانگر هوندي، انهن جي ذريعي الله تعاليٰ زمين وارن جون مصيبتون دور ڪندو. انهن کي ابدال چيو ويو آهي.]

ابدالن کي بدن جي تسخير، تعمير جي طاقت ڪان سواءِ زمين جا خزانا، هيرا جواهر ۽ نفيءَ جي ڪمن ۾ اثر ۽ قوت حاصل آهي ۽ اهي انساني دلين کي پاڪ ڪن ٿا ۽ قلب جي ڪٽ ۽ ڳنڍ کي دور ڪري ان کي صاف ڪن ٿا. ڇوليون هڻندڙ درياه جي اونداهين ۽ طوفاني مصيبتن

---

(1) هن حديث جي تحقيق اها آهي ته ان جو راوي حضرت ابن مسعود رضي الله عنه بيان ڪيو ويو آهي: المعجم الڪبير ص ۱۰- نوادر الاصول في احاديث الرسول ۹۷ج ۲- ڪشف الخفا ص ۲۵ ج ۱- الفردوس بماثور الخطاب ص ۱۸۷ج ۱- عون المعبود ص ۱۵۱ ج ۸- فيض القدير ص ۱۶۷ ج ۳- حلية الاولياء ص ۱۷۳ ج ۴- لسان الميزان ص ۱۵۰ ج ۴، مجمع الزوائد ص ۶۳ ج ۱۰) امام هيثمي چوي ٿو ته آءٌ انهيءَ حديث ۾ ٻه راوي نٿو سڃاڻان، يعني غير معروف يا اڻ ڄاتل آهن.

کي مبارڪ نور ۾ مَٿائي چڙهين ٿا. انساني جسم جي عضون، قوتن ۽ شخصيت جي تعمير ڪن ٿا.

ڪين سرالاسرار حاصل هوندو آهي، جيڪا "اخيار" جي خاصيت آهي. نفس، دل ۽ روح جي سرچشمي مان سيراب ٿين ٿا. اها ڳالھ حضرت خضر سان ملاقات جو ظاهري سبب آهي. اوليائن جو هڪ گروه اهو آهي، جنهن کي "سياح" چون ٿا. اهي سدائين سير ڪندا رهن ٿا. اهي ست ڄڻا آهن. سدائين سير سياحت، وجد ۽ ذوق ۾ رهن ٿا. جنهن سان ڪين حق جو مشاهدو ٿئي ٿو. جيئن خواجه منصور جا احوال آهن. اهي بحر ۽ بر ۾ غوطا هڻندڙ رسوائيءَ جي ميدان ۾ رقص ڪندڙ ازلي سعادت حاصل ڪندڙ بيقرارن کي توفيق ڏيندڙ علم ۽ عمل جا نتيجا عطا ڪندڙ حاجتون قبول ڪندڙ آستاني تي سدائين رهندڙ ۽ ڪعبي جي مجاوري ڪندڙ آهن، درجا ڏيندڙ آهن، هر پريشان حال جي ڪمن جي رهنمائي ڪندڙ ۽ خلق جي سمورن خطرن جي مشڪل ڪُشائي ڪندڙ آهن. شاعر چوي ٿو:

رباعي

آن قوم که خلق را فرياد رسند
در وقت فروماند چون باد رسند
در معرکه داد بي داد رسند
سياحانند آنگه در شاد رسند.

[اُها قوم جيڪا خلق خدا جي فرياد تي پهچي ٿي، بيقرار ۽ پريشان حال ماڻهن جي مدد لاءِ هوا وانگر پهچندڙ آهي. حق ۽ باطل جي معرڪي ۾ انصاف لاءِ پهچي ٿي. اهي "سياح" (سير ڪندڙ) اولياءَ آهن، جيڪي اُن وقت خوشيءَ سان داد رسيءَ لاءِ پهچندا آهن.]

اهي ماڻهو اڪثر سمنڊ جي ڄزيرن، سمنڊ جي ڪنارن جي سير سياحت ڪن ٿا. انهن جو مددگار ۽ قطب حضرت الياس عليه السلام آهي. اهي دين جي هدايت، پنهنجي جسم جي تسخير، نفس جو تزڪيو، راز ۽ اسرار جي آگاهي، روح جي صفائي ڪن ٿا ۽ انهيءَ ميدان ۾ جياپو حاصل ڪن ٿا. انهن ۾ مَلڪوتي يعني فرشتن واريون صفتون آهن. اها جماعت ولايت جي وچين مقام تي آهي. سندن دليون حضرت ابراهيم

عليه السلام جي دلين وانگر آهن. كما قال عليه السلام: وهم سبعة قلوبهم علي قلب ابراهيم [اهي ست ڄڻا آهن انهن جون دليون ابراهيم عليه السلام جي دلين وانگر آهن.]

اوليائن جي ان جماعت کي جن جون سچيون صفتون مٿي بيان ٿيون ابدال ۽ سياح چون ٿا، اهي اجا واٽ ۾ آهن. اهي بلند مقامن ۽ درجن جون هيٺاهيون ۽ مٿاهيون نٽا سڃاڻن. مخلوق خدا کي اجا سڌي واٽ ڏيکاريندڙ نہ آهن. پر منجهن اها قوت ضرور آهي تہ هر هنڌ ايندڙ ويندڙ جي مدد ڪن. غفلت ۽ هلاڪت جي گهڙين کان ماڻهن کي آگاهي ڏئي الله تعاليٰ جي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ لاءِ مشغول ڪن ٿا. مگر معارف ۽ حقائق، الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفات ۾ اڻپورا ۽ اڻ واقف آهن، پوءِ ٻين جي رهبري ڪيئن ڪري سگهندا؟

ارليائن جي چوٿين جماعت اها آهي، جنهن کي "اوتاد" چون ٿا. جيڪي سلوڪ جون منزلون مڪمل ڪري هدايت جي واٽ ڏيکاريندڙ آهن. لغت ۾ "وتد" جي معنيٰ آهي ڪوڪو ڪِيل. سندن ان نالي جو سبب هي آهي تہ دنياوي نظام هلائڻ لاءِ انهن جي حيثيت مرڪز ۽ بنياد جي آهي. يعني هن جهان جو قوام، استحڪام ۽ دين، دنيا جو انتظام انهن جي هٿن ۾ آهي. بلڪل ائين جيئن زمين جي مٿان جبلن جون ميخون آهن جن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: وَالْجِبَالَ أَوْتَادًا يعني ڇا اسان جبلن کي ميخون نہ بڻايو؟ رازدارن جي وصال جا دروازا انهن لاءِ کليل رهن ٿا. دنيا جون فائديمند نعمتون انهن جي وجود سان قائم آهن. "مقام ايام" ۽ "جمع الجمع انجام" ڏانهن ترقي ۽ نزول انهن جو ذمو آهي. اڪيلائپ جا هنڌ، رازن جون جايون، انس ۽ محبت جا مهمان خانا، مقدس مقامات انهن جي منزل آهي. شاعر چوي ٿو:

رباعي

اي محرم خاصه اوتاد شده
و از مهر تو بود، همه برباد شده
گم گشته خويشتن و جان هستند
با ياد توش ياد خود از يار شده

[اي اها هستي جيڪا خاص رازدار يعني اوتاد تي. تنهنجي مهربانيءَ جي ضرورت آهي، جو سڀ برباد ٿي چڪو. پاڻ کان بيخبر، پر ٻين لاءِ جان وانگر آهين. تنهنجي ياد ڏيارڻ سان مون کي پنهنجو يار ياد اچي ٿو.]

اهو گروه عظمت ۾ ڪنهن کان به گهٽ نه آهي، ۽ هن گروه جي جماعت جو آخري درمياني مقام آهي. انهن جي دل حضرت جبريل عليه السلام جي دل وانگر آهي. جيئن روايت ۾ آهي ته: وهم خمسة قلوبهم علي قلب جبرئيل، يعني اهي پنج آهن، جن جون دليون جبريل عليه السلام جي دلين وانگر آهن.

اوليائن جو پنجون گروه "قطب" آهي. اهي ٽي ڄڻا آهن: پهريون، آخري ۽ وچون. دنيا ۽ آخرت انهن جي نور سان روشن آهي. مرتبن، مقصدن ۽ مطلبن تائين رسائي انهن جي برڪت سان ٿئي ٿي. انهن جي وجود مبارڪ سان بلند مقام حاصل ٿين ٿا ۽ مصيبتون ٽرن ٿيون. ان جو راز هيءَ آيت آهي:

وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُعَذِّبَهُمْ وَاَنْتَ فِيْهِمْ [1]

[۽ جيستائين تون انهن ۾ هوندين ته الله تعالى انهن کي عذاب نه ڪندو.]

اولياءَ الله به انهيءَ آيت جا مصداق ۽ مستحق آهن، ڇاڪاڻ ته سرڪار ڪائنات ﷺ جن جي فيض ۽ برڪتن جا حقيقي علمبردار آهن. جيئن پاڻ سڳورن جو وجود مسعود سندن قوم لاءِ عذاب کان بچڻ جو سبب هو تيئن اولياءَ الله جو وجود سندن قوم جي حفاظت ۽ نجات جو سبب آهي. ڇاڪاڻ ته الله تعالى جو فيض مخلوق تائين پهچائين ٿا. اهي حضرت قطب الاقطاب کان فيض وٺن ٿا ۽ عوام تائين پهچائين ٿا. اتان هوام يعني زمين جي ڪيڙن مڪوڙن ۽ ڪينئن بلڪ نباتات، حيوانات، جمادات ۽ خشڪ مادن، تانجو حيوانن جي وارن جي حسن جي به پالنا ڪندڙ آهن. انهن جو نشان آهي ته:

---

[1] سورة الانفال آيت : ٣٣

لَاِلَى اللّٰهِ تُحْشَرُوْنَ[1]

[ٻڌو! اهي الله ڏانهن گڏ ڪيا ويندا]

سندن ئي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا وَّالَّذِيْنَ هُمْ مُّحْسِنُوْنَ ﴿١٢٨﴾ [2]

[بيشڪ الله تعاليٰ انهن سان گڏ آهي، جيڪي پرهيزگاري ۽ احسان ڪن ٿا.]

رباعي

آنانکه انيسان وصال اند وصال
از خلق غني دران جمالند جمال
ماضي و مضارع شده شان غرق حال
از فرط فنا دران جلالند جلال

[جيڪي وصال جي دولت سان نوازين ٿا. اهڙو وصال جو پاڻ خلق کان بي پرواه آهن، پر الله جي جمال ۾ مست آهن اهڙو جمال، جو سندن شان ماضي مضارع تي وبو ۽ حال ۾ غرق آهن. فنا جي گهڻائيءَ جي ڪري سندس جلال ۾ گم آهن.]

اهي ٽئي قطب هدايت جي واٽ ڏيکارڻ جي مقام تي فائز آهن، جن جي دل ميڪائيل عليه السلام جي دل وانگر آهي جيئن روايت آهي: وله ثلاثة قلوبهم علىٰ قلب ميكائل، يعني سندس ٽي ساٿي آهن، جن جون دليون ميڪائل عليه السلام جي دل وانگر آهن.

ڇهون عظيم طبقو اهو آهي، جنهن کي "قطب الاقطاب" چئجي ٿو. سندن "غوث" دنيا لاءِ سڄ وانگر آهي ۽ بغير ڪنهن واسطي جي رسول الله ﷺ کان فيض پرائي ٽنهي قطبن کي پهچائي ٿو ۽ اتان مٿي بيان ڪيل ترڪيب مطابق فيض مخلوق تائين پهچي ٿو. سندس ذات دنيا جهان لاءِ دل نہ، بلڪ جان آهي. منجهس جيڪي ڪمالَ ۽ چڱايون آهن، سي بيان ڪري نٿيون سگهجن ۽ نہ لکت ۾ اچي سگهن ٿيون، ڇاڪاڻ تہ سندس

(1) سورة آل عمران آيت : ١٥٨

(2) سورة النحل آيت : ١٢٨

ڪمال جي جيڪا بہ وصف تقرير يا تحرير ۾ آڻبي سا هڪ معمولي نقطو هوندي. اهي زمين، آسمان جو محور، ايمان جي ارڪانن جي دائري جو مرڪز، امن و امان جو سرچشمو انسانن ۽ جنن لاءِ سچ ۽ هر دل ۽ جان جي حياتيءَ جي حفاظت ڪندڙ آهن. جيڪڏهن هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ سندن فيض ونڻ ۽ فيض ورهائڻ جي عمل کي معطل ڪجي تہ نہ حقيقت لينديءَ ۽ نہ مجاز سمجهہ ۾ ايندو. هر شخص کي قطب ميسر نٿو ٿئي. پر خواب يا واقعن جي دنيا ۾ رسول الله ﷺ جن جو ڪو قول يا فعل کين معلوم ٿيندو آهي. ان شخص ۽ حضرت قطب جي خليفن درميان صحبت حاصل ڪرڻ ۽ مخاطب ٿيڻ لاءِ ڪو واسطو وڙو نہ هوندو آهي. سچي سالڪ جي توجه ۽ ڪامل شيخ جي اشاري سان منجهن خودبخود تصرف جي قوت پيدا ٿيندي آهي. قطب فرشتن جي دنيا ۾ آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ اهڙا تصرف ۽ عمل دخل اتي ئي پورا ٿين ٿا. انهيءَ قطب جنهن کي ”غوث“ چون ٿا، ان جو مقصد حياتي بخشڻ آهي. پنهنجي زماني ۾ زنده دل ماڻهن لاءِ روح جي حيثيت رکندو آهي ۽ ان جو حقيقي رتبو دنياوي خليفن کان گهڻو هوندو آهي. ان سلسلي ۾ شاعر چوي ٿو:

رباعي

آنانکه خود نقطه اند در روزگار
نشان شد جمله خلق را زنهار
هم غوث خلائق اند هم مرکز در وي
مقصود زمين اند زمان ليل و نهار.

[اهي هستيون جيڪي دنيا ۾ مرڪزي نقطو آهن. خبردار! اِهي سموري مخلوق لاءِ نشان جي حيثيت رکن ٿيون. اهي مخلوق لاءِ غوث بہ آهن، ۽ مرڪز بہ. رات ڏينهن زمين ۽ زمان جو مقصود آهن.]

حضرت ” قطب الاقطاب“ وڏي ۾ وڏي درجي جو صاحب آهي. ڪي چون ٿا تہ آخري، وڏي ۾ وڏي مقام جو صاحب آهي ۽ اهو هڪ عظيم مقام آهي. رسول الله ﷺ جن جي اولاد ۽ اصحابن مان جن بغير واسطي جي تربيت حاصل ڪئي، اهو مقام انهن کي حاصل ٿيندو آهي. حضرت سيد المرسلين، خاتم النبين ﷺ جن لاءِ جيڪي عظيم مرتبا

مخصوص آهن. اهي پاڻ سڳورن جي ولايت جي شروعات جا آهن ۽ اها ولايت سندن رسالت جي وچ ۾ آخر ۾ آهي. ڪي چون ٿا تہ رسول الله ﷺ جن جي ولايت عظميٰ اولين ولايت آهي، جنهن ۾ امير المؤمنين علي بن ابي طالب جي ولايت داخل آهي. جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

اَنَا مَدِيْنَةُ الْعِلْمِ وَعَلِيٌّ بَابُهَا[1]

[آءٌ علم جو شهر ۽ علي ان جو دروازو آهي.]

حضرت صديق اڪبر جي ولايت بہ ڪمال جي مرتبي ۾ داخل آهي.

قطب الاقطاب جو قلب، اسرافيل عليه السلام جي قلب وانگر آهي، جيئن روايت ۾ آهي:

وَلَهٗ قَلْبٌ وَاحِدٌ عَلٰى قَلْبِ اِسْرَافِيْلَ

[ان جو هڪ ساٿي آهي، جنهن جي دل اسرافيل عليه السلام جي دل وانگر آهي.]

سندن وصفن مان هڪ وصف هيءَ آهي تہ اهي زندگيءَ جي

---

(1) هن حديث جي باري ۾ عالمن ۾ اختلاف آهي. ڪن وٽ ثابت آهي، ڪن وٽ ثابت نہ آهي. امام حاڪم چوي ٿو تہ هن حديث جي سند صحيح آهي: (مستدرڪ حديث :٤٦٣٧، ٣٩-٤) امام قرطبي چوي ٿو تہ حديث باطل آهي: (تفسير قرطبي ص٣٣٦ج ٥) امام هيثمي چوي ٿو تہ حديث ضعيف آهي: (مجمع الزوائد ص ١١٤ج٩) حافظ ابن عبد البر هن حديث کي بيان ڪري ان جهڙي ٻي حديث بيان ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اصحابن سڳورن ۾ سڀ کان وڌيڪ صحيح فيصلو ڪندڙ علي بن ابي طالب آهي. گڏوگڏ حضرت علي سائين جي شان ۾ ساڳيو قول سيدنا عمر فاروق جو بہ بيان ڪري ٿو: (الاستيعاب : ١١٠٢ج٣) حافظ ابن حجر مٿيون ٻئي روايتون بيان ڪرڻ کان پوءِ تائيد ۾ وڌيڪ بہ روايتون بيان ڪري ٿو. هڪ حديث خود علي سائين جي آهي تہ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن مون کي قاضي ڪري يمن موڪلڻ جو فيصلو فرمايو. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول سڳورا! آءٌ تہ فيصلو ڪرڻ نٿو ڄاڻان. پاڻ منهنجي سيني تي هٿ هڻي، دعا ڏنائون تہ اي الله! سندس دل کي هدايت بخش ۽ سندس زبان کي سڌي ڳالهہ تي قائم رک. حضرت علي سائين فرمائي ٿو تہ ان کان پوءِ مون کي ڪڏهن ٻن ڄڻن ۾ صحيح فيصلي ڪرڻ ۾ ڪو شڪ، شبهو نہ ٿيو ۽ پڻ حضرت عمر رضہ جو قول نقل ڪري ٿو تہ آءٌ انهيءَ مشڪل معاملي کان الله جي پناهہ وٺان ٿو جڏهن علي بن ابي طالب نہ هجي: (تهذيب التهذيب ص ٢٩٦ ج٧)

سمنڊ جو سرچشمو آهن. منجهن حياتيءَ جي ڪمال جون سڀ صفتون جمع آهن، چاهي زندگي ظاهري هجي يا باطني. اسرافيل عليه السلام، الله تعاليٰ جي حياتيءَ جي صفتن جو مظهر آهي، ساڳيءَ ريت اولياءَ الله جو اهو گروه مهرباني ۽ ٻاجهه ڪرڻ ۽ بلند درجن تي پهچائڻ لاءِ مخصوص آهي. رياضتن ۽ مجاهدن جون برڪتون يا الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفات جون پلايون، سندن شان ڪبريائي، سندن جلال ۽ جمال جا جلوا، ان جي ربوبيت جا اثر ۽ علامتون ۽ خاصيتون ڏسندڙن کي انهن ولين جي آئيني ۾ نظر اينديون آهن.

ڄاڻڻ گهرجي تہ ولي اهو آهي، جيڪو عارف بالله هجي. الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفات کان آگاهه هجي. اهو عظيم مرتبو ان وقت حاصل ٿيندو آهي جڏهن سالڪ سدائين الله ۽ رسول جي پيروي ڪندو منع ڪيل ڪمن کان پاڻ کي بچائيندو، نفس پرستيءَ کان پاسو ڪندو دنيا جي مختصر مال، اسبابن تي قناعت ڪندو گهٽ کائيندو گهٽ سمهندو گهٽ ڳالهائيندو سادو پائيندو. جيڪي عزيمت جا ڪم آهن يعني جن تي اولوا العزم نبي سڀورا عمل ڪندا آهن (مثلاً فرائض ۽ واجبات ۽ سنن سان گڏوگڏ نوافل و مستحبات تي عمل ڪرڻ) ۽ جن ڪمن جي رخصت آهي اهي بہ نہ ڇڏي اهڙي طرح نفس کي مسخر ڪري تان تہ دنيا کي روشن ڪندڙ ولايت جو سج ان جي لاءِ مسخر ٿئي ۽ بشري وجود گم ڪري وصال جي نور جي سمنڊ ۾ غرق ٿئي.

يَهْدِي اللّٰهُ لِنُوْرِهٖ مَنْ يَّشَآءُ[1]

[جنهن کي الله تعاليٰ چاهي ٿو پنهنجي نور ڏانهن هدايت عطا فرمائي ٿو.]

ولايت ۽ نور هدايت ڪامل مرشد کانسواءِ حاصل نہ ٿيندو آهي.

رساله قشيريه ۾ آهي تہ الولي له معنان احدهما فعلي بمعنيٰ مفعول وهو ان يتولي الله امره قال الله تعاليٰ: وهو يتولي الصالحين فلا يكله الي نفسه لحظة بل يتولي الحق سبحانه رعايته والثاني فعيل مبالغة من الفاعل وهو الذي يتولي عبادة لله تعاليٰ فعبادته تجري علي التوالي من غير ان يتخيل

(1) سورة النور آيت: ٣٥

لها عصيان وكلا وصفين واجبا حتي يكون وليا بحسب قيامه لحقوق الله تعالى. فيكون له الاستقصاءِ والاستيفاءِ ودوام حفظ الله اياه في السراءِ والضراءِ و منهم من شرط للولي ان يكون فيه كمالان من شرط النبي ان يكون معصوما و متبعا للشرع. فكل من كان للشرع عليه اعراض فهو مغرور مخادع.

[ڪامل ولي اهو آهي، جنهن ۾ ٻه صفتون هجن: هڪ مفعول جي معنيٰ ۾ يعني پنهنجي هر معاملي کي الله تعاليٰ جي حوالي ڪري جيئن قرآن مجيد ۾ آهي ته "الله نيڪن جو نگران آهي." تنهن ڪري، وليءَ کي سندس نفس جي حوالي نٿو ڪري. ٻي معنيٰ مطابق فعيل جي وزن تي، فاعل مان مبالغي جو صيغو آهي، جنهن جو مطلب آهي ته، ٻانهو پنهنجي عبادت ۽ اطاعت کي فقط الله تعاليٰ لاءِ خالص ڪري. اهڙي طرح جو سندس عبادت مستقل ۽ متواتر هجي. ڪنهن به قسم جي نافرماني نه ڪري جو اهو تسلسل ٽٽي ۽ ٻنهي صفتن جو هئڻ واجب آسي. جڏهن اهي ٻئي صفتون منجهس پيدا ٿينديون ته پوءِ اهڙو ولي ٿي ويندو جيڪو حقوق الله جي ادائيگي ڪندو ۽ خوشي ۽ رنج هر حالت ۾ الله تعاليٰ جي حفاظت ۽ احاطي ۾ هوندو. ڪن، وليءَ لاءِ هي شرط لاڳو ڪيو آهي ته منجهس هي ٻه ڪمال پيدا ٿين جيڪي نبين جون صفتون آهن. پهريون هي ته معصوم هجي. ٻيو هي ته شريعت جي پابندي ڪري. پوءِ جيڪو پاڻ کي ولي سمجهي ۽ وري شريعت کان منهن ڦيرائي ته اهو مغرور ۽ دوکي باز آهي.]

ڄاڻڻ گهرجي ته "ولي" ۽ پير ڪامل اهو آهي، جيڪو لازمي طور رسول الله ﷺ جن جي پيروي ڪري، ايتري قدر جو منجهس حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي اخلاقن ۽ وصفن کان سواءِ ٻي ڪابه شيءِ نه هجي ۽ سچو مريد اُهو آهي، جيڪو پاڻ کي پنهنجي ارادتمندي ۽ عقيدتمندي جي تاثير سبب عشق جي سوز ۾ ساڙي ڇڏي ۽ پنهنجي دل جي بصيرت سان، پير جي آئيني ۾ الله جو جمال ڏسي ۽ غير کي نه ڏسي ۽ سمجهي ته منهنجو پير، پير نه پر خدا آهي! خدا کان سواءِ نه ڪنهن شيءِ کي ڏسي ۽ نه ڪنهن شيءِ کي ڄاڻي. اهوئي عظيم راز آهي. خدا جو

اهو عظيم راز آهي، جنهن کي هزارن مان کو هڪ شخص سمجهندو آهي. ذٰلِكَ فَضۡلُ اللّٰهِ يُؤۡتِيۡهِ مَنۡ يَّشَآءُ [اهو الله جو فضل آهي، جنهن کي چاهي تو عطا فرمائي تو.] (1)

سالڪ کي گهرجي تہ ڪنهن بہ سبب جي ڪري ظاهري ۽ باطني لحاظ سان ڪنهن کي نہ ايذائي ۽ نہ تڪليف ڏي. مصابيح ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو:

مَنۡ عَادٰى لِيۡ وَلِيًّا فَقَدۡ آذَنۡتُهٗ بِالۡحَرۡبِ (2)

[جنهن منهنجي ڪنهن وليءَ سان دشمني ڪئي، آءٌ ان جي خلاف جنگ جو اعلان ڪندس.]

يعني آءٌ ان تي پنهنجو قهر ۽ ڏمر نازل ڪندس. اولياءَ الله اهي آهن جيڪي الله ۽ رسول جا تابعدار هجن. حديث قدسي ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

مَنۡ آذٰى وَلِيًّا فَقَدِ اسۡتَحَلَّ مُحَارَبَتِيۡ (3)

[جنهن منهنجي ڪنهن وليءَ کي تڪليف ڏني ان جي خلاف منهنجي طرفان جنگ جو اعلان آهي.]

پڻ حديث قدسيءَ ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو:

مَنۡ اَهَانَ وَلِيِّيۡ فَقَدۡ بَارَزَنِيۡ بِالۡمُحَارَبَةِ (4)

[جنهن منهنجي وليءَ جي اهانت ڪئي، انهيءَ مون کي جنگ جي دعوت ڏني.]

---

(1) سورة الحديد آيت : ٢١

(2) بخاري باب، التواضع حديث: ٦١٣٦، قرطبي ص ١٣٥ ج ٦، فيض القدير ص ٢٤١ ج ٢، حلية الاولياء ص ٤ ج ١، سير اعلام النبلاء ص ٢١٩ج ١٠ تذڪرة الحفاظ حديث: ٩٨٦.

(3) باب فضل الصلاة عن عائشة: مجمع الزوائد ص ٢٤٧ج ٢، ص ٢٦٩ ج ١٠، المعجم الاوسط ص ١٣٩ ج ٩، جامع العلوم والحڪم ص ٣٥٨ ج ١، ٣٦٠ ج ١، ڪتاب الزهد الڪبير ص ٢٧٠ ج ٢، فتح الباري ص ٣٤٢ ج ١١، حلية الاولياءَ ص ٥ ج ١.

(4) عن انس: قرطبي ص ٢٨ ج ١٦، ص ٢٨٨ ج ١٧، تفسير ابن جرير ص ١٧ ج ٣، ابن ڪثير ص ١٣٤ ج ١، ١٤٧ ج ٣، مستدرڪ حاڪم ص ٤٤ ج ١، ٣٦٤ ج ٤، مجمع الزوائد ص ٢٧٠ج ١٠، مصنف ابن ابي شيبه ص ٢١٨ ج ٧ وغيره.

## معجزي ۽ ڪرامت ۾ فرق

### استدراج، شعبده بازي، جادوگريءَ ۽ ولايت جي مرتبن ۽ ولين جي درميان فرق جو بيان

ڄاڻڻ گهرجي تہ اولياءَ الله فرمانبردارن کي بشارت ڏيندڙ آهن ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ يُدْخِلْهُ جَنّٰتٍ [1]

[جيڪو الله ۽ سندس رسول جي اطاعت ڪندو ڪيس جنتن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون.]

ڪافرن ۽ گهنگارن کي ڊيڄاريندڙ آهن، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَمَنْ يَّعْصِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ يُدْخِلْهُ نَارًا خَالِدًا فِيْهَا [2]

[۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي نافرماني ڪندو تنهن کي دوزخ ۾ داخل ڪندو جنهن ۾ هميشه رهندو.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ امت محمديه ۾ اولياءَ الله جو وڏو مقام آهي:

عُلَمَاءُ اُمَّتِيْ كَاَنْبِيَاءِ بَنِيْ اِسْرَائِيْلَ (3)

[منهنجي امت جا علماءَ بنو اسرائيل جي نبين وانگر آهن.]

هتي ”علماءَ“ مان مراد”اولياءَ الله آهن، ڇاڪاڻ تہ ٻي حديث ۾ آهي تہ:

اَلشَّيْخُ فِيْ قَوْمِهٖ كَالنَّبِيِّ فِيْ اُمَّتِهٖ

[پنهنجي قوم ۾ شيخ ائين هوندو آهي، جيئن نبي پنهنجي امت ۾.]

معلوم ٿيو تہ هر ولي مرشد آهي ۽ بيشڪ ولي ائين ئي آهن، جيئن اڳين امتن ۾ نبي هئا. انهن کان پوءِ عالم آهن، جيڪي ماڻهن کي

---

(1) سورة النساءِ آيت : ١٣

(2) سورة الجن آيت : ٢٣

(3) علامه سيوطي ”الدرر“ ۾ چوي ٿو تہ انهيءَ حديث جو ڪو بڻ بنياد نہ آهي. المقاصد ۾ حافظ ابن حجر بہ ساڳي ڳالهہ چوي ٿو. اهوئي قول دميري ۽ زرڪشي جو بہ آهي. (قرطبي ص ١ج١، مستدرڪ حاڪم ص ٧٤٣ج١، سنن الڪبري ص ١٧ ج ٥، ابن ماجه ص ٧٨ ج١، تهذيب الڪمال ص ٥۴۴ ج ١٦)

نيڪين جو حڪم ڪن ٿا. شريعت جي احڪامن کي پهچائين ٿا. مٿين حديث: عُلَمَاءُ أُمَّتِي كَأَنْبِيَاءِ بَنِيْ إِسْرَائِيْلَ انهيءَ جماعت جي فضليت تي دلالت ڪري ٿي، ڇاڪاڻ ته ٽئي طبقا، يعني نبي سڳورا، اولياءَ الله ۽ علماءَ حضرات نيڪي ڪندڙن کي ثواب جي بشارت ڏين ٿا، الله جي دين ڏانهن سڏين ٿا ۽ الله تعاليٰ جي طرفان ماڻهن جي مٿان حجت آهن، تان ته انهيءَ ڏينهن جي اچڻ کان اڳ ماڻهن کي ڊيڄارين، جڏهن هي حال هوندو جو:

يٰلَيْتَنِيْ كُنْتُ تُرَابًا [1]

[۽ ڪافر چوندو ته ڪاش! آءُ مٽي تي وڃان.]

پڻ نافرمان ماڻهو به انهيءَ ڏينهن پڇتائيندا، جيئن پ ٣٠ ۾ آهي ته:

نَارُ اللّٰهِ الْمُوْقَدَةُ الَّتِيْ تَطَّلِعُ عَلَى الْاَفْئِدَةِ [2]

[الله جي تيار ڪيل باه آهي، جيڪا دلين تي چڙهندي.]

تڏهن اهي پشيماني وچان رڙيون ۽ فريادون ڪندا ته اي الله! اسان کي پهريائين آخرت جو يقين نه هو هاڻي پڪ تي ويئي آهي، پوءِ اسان کي هن دوزخ مان ڪڍ ۽ دنيا ۾ واپس موڪل تان ته صالح عمل ڪريون:

وَهُمْ يَصْطَرِخُوْنَ فِيْهَا رَبَّنَآ اَخْرِجْنَا نَعْمَلْ صَالِحًا غَيْرَ الَّذِيْ كُنَّا نَعْمَلُ [3]

[۽ اهي ان ۾ دانهون ڪندا ته اي اسان جا رب، اسان کي هتان ڪڍ ته نيڪ عمل ڪريون، اهڙا نه جهڙا اڳ ڪندا هئاسون.]

اهي مسلمان ۽ مؤمن به اُن ڏينهن شرمسار ٿيندا جن سلوڪ ۽ ارشاد وارن مان ڪنهن جي بيعت ۽ تابعداري نه ڪئي، غفلت ۽ دنيا جي محبت سبب مجاهدي، رياضت ۽ سلوڪ جون منزلون طي ڪري خراب اخلاق ۽ عادتون نه ڇڏيائون، نفسن جو تزڪيو ۽ صفائي نه ڪيائون ۽ هميشه انهن تي بشريت جا حجاب حائل رهيا. انهيءَ ڪري صحيح طرح هدايت جي واٽ تي نه هليا. اهي به ان ڏينهن پنهنجن گناهن جي ڪري

---

(1) سورة النبا آيت : ٣٦

(2) سورة الهمزة آيت : ٦-٧

(3) سورة فاطر آيت : ٣٧

نقصان پوڳيندا ۽ پوءِ نبي ﷺ جن جي شفاعت، ٻاجھ، احسان ۽ رحمت الـهيءَ جي ڪري، دوزخ مان آزاد ٿيندا. انهن جي پيشانين تي لکيل هوندو تہ:

هَٰؤُلَاءِ عُتَقَاءُ اللهِ مِنَ النَّارِ (1)

[هي باه مان الله جا آزاد ڪيل آهن.]

اهڙيءَ طرح جنتين مان ڪي اهڙا هوندا، جيڪي وڏن درجن جي تمنا ڪندا ۽ اهي حسرت ۽ ندامت وچان پنهنجي ناڪاميءَ تي سڙندا پچندا ۽ تمنا ڪندي چوندا تہ:

يَا لَيْتَنِي كُنتُ مَعَهُمْ فَأَفُوزَ فَوْزًا عَظِيمًا (2)

[ڪاش! انهن سان گڏ هجان ها پوءِ وڏي ڪاميابي ماڻيان ها.]

يعني جن جنتين اڄ وڏا مرتبا ۽ درجا ماڻيا آهن، دنيا ۾ جيڪڏهن آءٌ بہ انهن وانگر بهترين عمل ڪريان ها تہ اڄ مون کي بہ اهي عظيم درجا ۽ مقام ملن ها، جيڪي هنن کي حاصل آهن. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن حسرت ۽ ندامت جو ڏينهن فرمائي ٿو:

وَأَنذِرْهُمْ يَوْمَ الْحَسْرَةِ (3)

[۽ انهن کي حسرت واري ڏينهن کان ڊيڄار.]

اهي سڀ ان وقت دنيا ۾ واپسيءَ جي تمنا ڪندا پر واپسيءَ جو ڪو رستو نہ هوندو. پر جنتين جو حال اهو هوندو جو:

فَرَوْحٌ وَرَيْحَانٌ وَجَنَّةُ نَعِيمٍ (1)

---

(1) حديث جا لفظ درست ڪيا ويا، ڏسو: السنة لابن ابي عاصم ص٢٢٣ ج١- صحيح ابن حبان حديث: ١٨٣- مسند احمد حديث: ١٤٥٣١- فتح الباري ص ٤٢٩ ج١١ – سير اعلام النبلاءِ ص ١٨٦ ج٨- مسلم حديث: ١٨٢- ابن ڪثير ص ١٣٧ ج٢- مستدرڪ ص ١٣٦ ج٢ – مجمع الزوائد ص ٢١٦ ج٢ – سنن البيهقي الڪبري حديث: ٢١٣١٩- مسند الطيالسي حديث: ٢١٧٩- تحفة الاحوني ص ٢٧٥ ج٧- عون المعبود ص ٥٣ ج١٣- نووي ص ٣٣ ج٣ – فيض القدير ص ٤٦٣ ج٥- حلية الاولياءِ ص ١٩ ج٦

(2) سورة النساءَ آيت : ٧٣

(3) سورة مريم آيت : ٣٩

(1) سورة الرحمن آيت : ٨٩

[پوءِ سندن لاءِ خوشي، راحت، گلن ڦلن، ميون ۽ نعمتن واري جنت آهي.]

انهيءَ ڪري ڪافر، منافق، گنهگار دنيا ۾ واپسيءَ جي درخواست ڪندا. الله تعاليٰ فرمائيندو تہ: دنيا مان اسان توهان ڏانهن نبي، ولي عالم موڪليا جن توهان وٽ حق جو پيغام پهچايو. آخرت جي احوال کان توهان کي خبردار ڪيو ۽ توهان کي اسان جي سعادت، قربت ۽ معرفت جي دعوت ڏني. توهان سندن سڏ نہ ٻڌو ۽ جيڪڏهن ٻڌو تہ دين اسلام تي توهان عمل نہ ڪيو ۽ نفساني خواهشن سبب غفلتن ۾ ڦاٿل رهيا، توهان دنيا کي آخرت جي مٿان ترجيح ڏني، بلڪ انهن سان ٺٺول ڪئي ۽ حق جو انڪار ڪيو ۽ هدايت کان دوري اختيار ڪئي. هي جزا يا سزا ڏيڻ جو ڏينهن آهي، دنيا ڏانهن واپسيءَ جو ڏينهن نہ آهي. جيڪي ڪجهہ توهان ڪمايو ان جي جزا ۽ سزا ڀوڳيو

لَهَا مَا كَسَبَتْ وَعَلَيْهَا مَا اكْتَسَبَتْ[2]

[هر جيءَ لاءِ اهو (اجر) آهي، جيڪي انهيءَ ڪمايو آهي ۽ مٿس اهو (گناهہ) آهي، جيڪي انهيءَ ڪمايو آهي.]

ڪين چيو ويندو تہ جڏهن توهان کي معلوم هو تہ

اَلدُّنْيَا مَزْرَعَةُ الْاٰخِرَةِ[3]

[دنيا، آخرت جي کيتي يعني عمل جي جاءِ آهي.]

يعني هي دنيا بيڪاريءَ جي جاءِ نہ آهي، پوءِ ڇو توهان غفلت جي ننڊ ۾ پنهنجي زندگي ضايع ڪري ڇڏي ۽ دنيا جي بي بقا راحتن ۾ ڦاسي اهڙا مدهوش ٿي ويا جو منهنجي هن پيغام کي بہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هئا تہ:

إِذَا جَآءَ أَجَلُهُمْ فَلَا يَسْتَأْخِرُونَ سَاعَةً وَلَا يَسْتَقْدِمُونَ ﴿٣٤﴾[1]

[جڏهن انهن جي موت جو وقت اچي ويندو تہ ڪين نہ هڪ گهڙي پوئتي ڪيو ويندو ۽ نہ ڪين هڪ گهڙي اڳتي ڪيو ويندو.]

---

(2) سورة البقره آيت: ١٤١

(3) سخاوي چوي ٿو تہ حديث موضوع آهي، پر ان جو مفهوم صحيح آهي. (المصنوع ص١٠١ ج ١).

(1) سورة الاعراف آيت: ٣٤

اي عزيز دوست! پنهنجي بدا انديشي ۾ ڇو مبتلا آهين؟ فاني دنيا جي گذران لاءِ مال اسباب ۽ معيشت جي تياريءَ ۾ ايترو ڇو حيران پريشان رهين ٿو جو پنهنجي آخرت ۽ عاقبت کان بہ غافل آهين. جڳائي تہ دنيا جي هن پوک مان پنهنجي اصلي وطن آخرت لاءِ وڏ ۾ وڏ ڀاڱو حاصل ڪر. فرمايو ويو آهي تہ:

حُبُّ الْوَطَنِ مِنَ الْإِيمَانِ [2]

[وطن جي محبت ايمان مان آهي.]

اهو ايمان وارن جو شعار ۽ نشان آهي، ان ڪري هرگز پنهنجي عمر عزيز مڪار نفس جي حوالي نہ ڪر ۽ پنهنجي رب جو هي فرمان ڪن کولي ٻڌ:

ارْجِعِي إِلَىٰ رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ﴿٢٨﴾ فَادْخُلِي فِي عِبَادِي ﴿٢٩﴾ وَادْخُلِي جَنَّتِي ﴿٣٠﴾ [3]

[پنهنجي رب ڏانهن رضا ۽ رغبت سان موٽي اچ، پوءِ منهنجن ٻانهن ۾ شامل ٿيءُ ۽ منهنجي جنت ۾ داخل ٿيءُ.]

يعني هن زندگيءَ جي فرصت ۾ ندامت کي پنهنجو ثمر سمجھ ۽ توبه ڪرڻ وارن ۾ شامل ٿيءُ، ڇاڪاڻ تہ هرشيءِ جو هڪ حصو ۽ ڀاڱو هوندو آهي، ان ۾ الله تعاليٰ جي رحمت ۽ مغفرت حاصل ڪر ۽ سندس قهر ۽ ڏمر کي ياد ڪري، پنهنجن گناهن تي پشيماني جو اظهار ڪر ۽ جيڪا عمر ضايع ٿي چڪي آهي، ان جي نقصان تي شرمندو ۽ غمگين ٿيءُ. ندامت جي لڙڪن سان گناهن سان ڀريل پنهنجي اعمالنامي کي ڌوئيندو رهہ. اهڙي طرح الله تعاليٰ جي ٻاجھہ، مهرباني ۽ انعام سان، ضايع ٿيل زندگيءَ جي تلافي ۽ معافي ٿي سگهندي.

رباعي

چون باد گذشت بر ساحت دشت
اين عمر عزيز با غفلت گذشت

---

(2) صغاني چوي ٿو تہ حديث گهڙيل آهي. حافظ ابن حجر چوي ٿو تہ هن حديث جو اصل نہ آهي، پر مفهوم صحيح آهي. (ڪشف الخفاءِ ۴۱۳ ج ۱)

(3) سورة الفجر آيت: ۲۸-۲۹-۳۰

در باقي عمر هر که حاضر گردد
گر يک نفس است سَوِيَّ او بايد کِشت

[جيئن رڻ پٽ ۾ بريٽ ۾ هوا جا طوفان هلندا آهن تيئن پياري عمر غفلت ۾ گذري ويئي. هاڻي باقي عمر ۾ جيڪي ڪجهه حاضر آهي يعني جيڪڏهن هڪ نفس بہ بچيو آهي تہ تحقيق ان ۾ بہ آخرت لاءِ پنهنجي پوکيءَ کي پوکي وٺ.]

اي عزيز! روز قيامت، دارالآخرة ۾ حسرت، ندامت، پيشماني، شرمساري، ڦڪائيءَ جو ذڪر ٿيو ان مان مقصد هي آهي تہ هر شخص پنهنجي اندر الله ۽ رسول الله ﷺ جي محبت پيدا ڪري، حق تعاليٰ جي ذڪر مان ياڳو پرائي ۽ فيض حاصل ڪري. حق جي دوستي ۽ محبت هر مسلمان تي عين فرض آهي. الله تعاليٰ ايمان وارن جي صفت بيان فرمائي ٿو:

يُحِبُّهُمْ وَيُحِبُّوْنَهٗٓ (1)

[الله! انهن کي پيارو رکي ٿو ۽ اهي الله کي پيارو رکن ٿا.]

اهو ايمان وارن جو شان آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ: توهان مان ڪنهن جو ايمان انهيءَ وقت تائين مڪمل نٿو ٿي سگهي، جيستائين هر شيءِ جي ڀيٽ ۾ الله ۽ ان جي رسول ﷺ کي وڌيڪ پيارو نہ رکي. (2)

اهو مضمون خود قرآن مجيد ۾ هن طرح آهي:

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَشَدُّ حُبًّا لِّلّٰهِ (1)

---

(1) سورة المائده آيت : ۵۴

(2) حديث جا اصل لفظ هي آهن: جنهن شخص ۾ ٽي خصلتون هونديون، انهيءَ ايمان جي مٺاڻ چکي ورتي: جيڪو الله ۽ ان جي رسول ﷺ کي هر شيءِ کان وڌيڪ پيارو رکي... (ابن ڪثير ص ۳۰۲ ج۲- مسلم حديث :۴۳- بخاري حديث: ۶۵۲۴،۱۶،۲۱- ابن حبان حديث :۲۳۷- مجمع الزوائد ص ۵۵ ج۱ – السنن البيهقي الڪبري حديث: ۲۰۸۵۲- نسائي حديث : ۴۹۸۸- ابن ماجه حديث : ۴۰۳۳- المعجم الاوسط حديث : ۱۱۴۹- مسند احمد حديث : ۱۲۰۲۱- مسند الطيالسي حديث : ۱۹۵۹- مسند ابي يعلي حديث : ۲۸۱۳- المعجم الڪبير حديث : ۸۰۱۹- شعب الايمان حديث : ۴۰۵- الترغيب والترهيب حديث : ۶۳۴۵- فتح الباري ص ۳۷ ج۱

(1) سورة البقره آيت : ۱۶۵

[ايمان وارا الله سان سڀ کان وڌيڪ محبت ڪن ٿا.]

هڪ حديث مطابق پڇيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ايمان ڇا آهي؟ فرمايائون تہ الله ۽ ان جي رسول کي پنهنجي اهل وعيال، مال متاع سموري مخلوق کان وڌيڪ پيارو رک[2]

هڪ شخص پاڻ سڳورن کي چيو تہ مون کي توهان سان محبت آهي. فرمايائون تہ پاڻ کي درويش بناءِ يعني فقر ناقي جون سختيون سهڻ لاءِ تيار ٿي.[3]

هڪ حديث مطابق جڏهن ملڪ الموت حضرت ابراهيم خليل الله جو روح قبض ڪرڻ آيو تہ انهيءَ دعا ڪئي تہ:

اَللّٰهُمَّ ارْزُقْنِىْ حُبَّكَ وَحُبَّ مَنْ يُّحِبُّكَ وَحُبَّ مَا يُقَرِّبُنِىْ اِلٰى حُبِّكَ وَاجْعَلْ حُبَّكَ اَحَبَّ اِلَىَّ مِنَ الْمَاءِ الْبَارِدِ لِلْعَطْشَانِ

[اي منهنجا الله! مون کي پنهنجي محبت ۽ ان شخص جي محبت عطا ڪر، جيڪو توسان محبت رکي ٿو ۽ مون کي پنهنجي اُها حُبّ عطا ڪر، جيڪا مون کي تنهنجي محبت جي ويجهو ڪري ۽ مون لاءِ پنهنجي محبت کي پياسي لاءِ ٿڌي پاڻيءَ کان بہ وڌيڪ پيارو رک.][1].

---

(2) مجمع الزوائد ص ٨٩ ج ١، الايمان لابن منده ص ٤٦٣ ج ١٠، نووي ص ١٦٠ ج ٦، ہي حديث جا الفاظ آهن: كان احب الي من اهلي ومالي ومن الناس اجمعين. (صحيح مسلم ص ٨١٢ ج ٢، ابن حبان ص ٦٥ ج ٢، سنن كبري ص ١٢٨ ج ٢، مسند بزار ص ٣٣٨ ج ٦، احمد ص ٢٠٠ ج ٢، فتح الباري ص ٣٠٨ ج ١٢، سير اعلام النبلاءِ ص ٩١ ج ٣، ص ٤٥١ ج ٤، التمهيد لابن عبدالبر ص ٥٠ ج ١.

(3) حديث جا لفظ هي آهن: فاعد للفقر تجفانا فان الفقر اسرع الي من يحبنا من السيل من اعلي الاكمة الي اسفلها. پوءِ تون فقر فاقي کي منهن ڏيڻ جي تياري ڪر، ڇاڪاڻ تہ جيڪو شخص اسان سان محبت ڪندو آهي، فقر ان ڏانهن ان کان وڌيڪ تيزي سان ڊوڙندو آهي جيئن ٻوڏ جو پاڻي ٽڪريءَ تان هيٺاهينءَ ڏانهن لهندو آهي: المستدرك للحاكم ٣٦٧ ج ٤، ترمذي ص ٥٧٦ ج ٤، مجمع الزوائد ص ٣١٣ ج ١٠، السنن البيهقي الكبري ص ١١٩ ج ٦، الترغيب والترهيب ص ٩٤ ج ٤، المعجم الاوسط ١٦١ ج ٧).

(1) تفسير ابن كثير ص ٤٤ ج ٤، ترمذي ص ٤٦٨ ج ٥، مجمع الزوائد ص ١٧٧ ج ٧، مصنف ابن ابي شيبه ص ٧٦ ج ٦، مسند احمد ص ٢٤٣ ج ٥، المعجم الكبير ص ١٠٩ ج ٢٠، الزهد لابن المبارك ١٣٣٢ ج ١.

هڪ اعرابيءَ عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! قيامت ڪڏهن قائم ٿيندي؟ ارشاد فرمايائون تہ قيامت جي لاءِ تو ڪهڙي تياري ڪئي آهي؟ عرض ڪيائين تہ نماز روزو ڪجهہ گهڻو تہ نہ آهي، پر الله ۽ ان جي رسول ﷺ سان محبت رکان ٿو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ "ماڻهو ان سان گڏ هوندو جنهن سان محبت رکي ٿو[2]".

عيسيٰ عليه السلام ڪي ماڻهو ڏٺا، جيڪي ڪافي ضعيف ۽ ساٽا ٿي چڪا هئا. انهن کان پڇيائين تہ توهان جو اهو حال ڇو ٿيو آهي؟ چيائون تہ الله تعاليٰ جي عذاب جي خوف جي ڪري. ارشاد فرمايائون تہ بي خوف ٿي وڃو. وري ٻيا ماڻهو ڏٺائين، جيڪي انهن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ هيڻا هئا. پڇيائون تہ توهان کي ڇا ٿيو آهي؟ چيائون تہ اسان جو اهو حال بهشت جي اميد ۾ ٿيو آهي. فرمايائون تہ الله تعاليٰ تي واجب آهي تہ توهان کي جنت ۾ پهچائي. ڪي ٻيا ماڻهو ڏٺائون، جيڪي ٻنهي قسم جي ماڻهن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڏٻرا ۽ بيحال هئا. انهن جي چهرن تي ڄڻ نور چمڪي رهيو هو. فرمايائون تہ توهان جو اهو حال ڇا جي ڪري آهي؟ انهن چيو تہ: الله تعاليٰ جي دوستيءَ اسان کي بيحال ڪري ڇڏيو آهي. فرمايائون تہ توهين ئي حق تعاليٰ جا مقرب ٻانها آهيو ۽ مون کي حڪم آهي تہ توهان جي مجلس ۾ ويهان.

ڄاڻڻ گهرجي تہ سلوڪ بشري حجابن، رڪاوٽن جي دوري ۽ اخلاقن جي تبديليءَ تي دارومدار رکي ٿو جنهن ۾ توبہ، انابت ۽ رجوع الي الله کي گهڻي اهميت حاصل آهي. اها توبہ ۽ اها انابت ۽ اها بيعت هن آيت سڳوريءَ مطابق هئڻ گهرجي:

إِنَّ الَّذِينَ يُبَايِعُونَكَ إِنَّمَا يُبَايِعُونَ اللَّهَ [1]

[بيشڪ جيڪي توسان بيعت ڪن ٿا، درحقيقت اهي الله سان بيعت ڪن ٿا.]

---

(2) حديث جا الفاظ هي آهن: المرءُ مع من احب (فتح الباري ص ۴۱۳ ج ۱۱، رجال مسلم ص ۱۹۲ ج ۲، مسند الروياني ص ۳۴۷ ج ۱، نسب الراية ص ۱۸۲ ج ۱.

(1) سورة الفتح آيت : ۱۰

چاهي بيعت لاءِ اهو هٿ الله جي نبي جو هٿ هجي، يا مرشد ۽ ولي جو هٿ هجي، جيڪي دراصل پيغمبرن جا نائب ۽ جانشين آهن. الله جي رسول پاڪ ﷺ جو نائب ۽ جانشين اُهوئي آهي، جيڪو سمورن معاملن ۾ سندس متابعت ۽ اطاعت ڪري. اهڙي ڪامل ۽ اڪمل ولي لاءِ (بزرگن) فرمايو آهي تہ "الشيخ في قومه كالنبي في امته" (قوم ۾ شيخ ائين آهي، جيئن نبي پنهنجي امت ۾).

شعر

چون بينش آدم، ذوي هست

پس بهر دستي، نشايد داد دست

[جيئن تہ ماڻهو دانائي ۾ مختلف قسمن جا آهن، پوءِ پنهنجو هٿ هر هٿ ۾ ڏيڻ نہ گهرجي يعني هر ڪنهن جي بيعت نہ ڪرڻ گهرجي.]

يعني باوجود ان جي جو هر وليءَ کي ولايت حاصل هوندي آهي، پر هر هڪ کان سلوڪ ۽ ارشاد حاصل ڪرڻ نہ گهرجي، بلڪ بيعت انهيءَ جي ڪرڻ گهرجي، جيڪو ولي ڪامل هجي. يعني رسول الله ﷺ جن جي پيروي ۽ متابعت جي سبب "وصول جي مرتبي" تي پهتل هجي. پاڻ سڳورن جي طريقي مطابق دعوت الي الله جو ڪم ڪري، انهن جو تزڪيو ڪري، ڇاڪاڻ تہ اهائي ان جي ذميواري آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

قُلْ هٰذِهٖ سَبِيْلِيْٓ اَدْعُوْٓا اِلَى اللّٰهِ عَلٰى بَصِيْرَةٍ اَنَا وَمَنِ اتَّبَعَنِيْ [2]

[چؤ تہ منهنجي اهائي واٽ آهي. آءٌ بصيرت ۽ باطني روشني جي بنياد تي الله ڏانهن سڏيان ٿو ۽ اهي بہ سڏين ٿا، جيڪي منهنجي پيروي ڪن ٿا.]

اهڙا ئي اولياءَ الله ڪامل ۽ مڪمل آهن، جن کي ازلي عنايت حاصل آهي. انهن کي فضل عين جمع ۾ استغراق کان بعد توحيد جي موج، فنا جي مڇيءَ جي پيٽ مان بقا جي ڪناري تي اڇلائي محفوظ مقام نصيب ڪيو آهي ۽ هر تفرقي ۽ جدائيءَ کان نجات ڏني آهي، تان

(2) سورة يوسف آيت: ١٠٨

تہ دل جمعيءَ سان خلق خدا کي نجات ڏيارين ۽ بلند درجن تي پهچائين. اها ولايت درحقيقت نبوت جو حصو آهي ۽ اهڙا ولي هن قول جا مصداق آهن اَلشَّيْخُ فِيْ قَوْمِهٖ كَالنَّبِيِّ فِيْ اُمَّتِهٖ يعني شيخ پنهنجي قوم ۾ ائين هوندو آهي، جيئن نبي پنهنجي امت ۾ هوندو آهي.

## نبي ۽ ولي ڪامل ۾ فرق

نبي ۽ ڪامل مرشد ۽ وليءَ ۾ فرق هي آهي تہ نبي الله جي طرفان مقرر تي ظاهر ٿيندو آهي ۽ خلق کي پنهنجي نبوت جي دعوت ڏيندو آهي تہ اُهي الله جي موڪليل رسول جي دين جي پيروي ڪن ۽ خلق خدا کي اها دعوت ڏيندو آهي.

ڄاڻ گهرجي تہ پيغمبريءَ جا ڪيترائي قسم آهن: نبوت، عام رسولن جي رسالت، اولوا العزم رسولن جي رسالت، ڪافي ۽ وافي، يعني هر هڪ کي هدايت جي واٽ ڏيکاريندڙ. شروعاتي درجي جي پيغمبري، وچين درجي جي پيغمبري، آخري درجي جي پيغمبري، نبيءَ جي نبوت اها آهي تہ اهو جبرئيل عليه السلام کي ظاهر ۾ يا خواب ۾ ڏسي يا اُن جي ذريعي ان کي الهام ٿئي ۽ الله تعاليٰ جا احڪام وٽس پهچن ۽ رسول اهو آهي، جنهن وٽ جبرئيل عليه السلام الله تعاليٰ جو پيغام سڌي طرح پهچائي. اولو العزم اهي رسول آهن، جن کي ڪتاب يا صحيفو ڏنو ويو هجي ۽ انهن جو دين اڳين دينن کي منسوخ ڪري، پر سندس دين جي منسوخ ٿيڻ جو امڪان پڻ هجي. وافي نبي اهي آهن، جن جو دين ٻين دينن کي منسوخ ڪري پر ان جي دين کي بعد ۾ ايندڙ ڪو دين منسوخ نہ ڪري. اهڙيءَ طرح ولايت جا بہ ڪيترائي مرتبا آهن. شروعات ۾ ولايت جا چار مرتبا آهن: صغريٰ، وسطيٰ، ڪبريٰ، عظميٰ. هر هڪ جي شروعاتي منزل، وچين منزل ۽ آخري منزل آهي. اولياءَ الله جي اها جماعت، جنهن کي اهي مرتبا ۽ مقام حاصل آهن، اهي ٣٥٦ ڄڻن کان گهٽ نہ هوندا آهن جيئن حديث ۾ ان جي باريِ ۾ خبر ڏني ويئي آهي. انهن مان ٣٠٠ اُهي آهن، جن کي "نقباءَ" يا "اخيار" يا "ابدال" چون ٿا. چاليهن کي "ابدال"، ستن کي "سياح" پنجن کي "اوتاد" ٽن کي "قطب الاوتاد" ۽ هڪ کي "قطب

الاقطاب“ چون ٿا، اهو ئي ”غوث الحق“ آهي، جيڪو ڌڻي تعاليٰ جي درگاه جو خصوصي نمائندو ۽ خليفو آهي. انهن مان جڏهن ڪو هڪ رحلت ڪندو آهي تہ: هيٺئين درجي جو ولي ان جي جاءِ ولاريندو آهي. ان ڪان سواءِ زماني ۾ حاضر باش اولياءَ الله آهن، جن تي دنيا ۽ دنيا وارن جي نظام جو دارومدار آهي، انهن مان ۹ ڄڻا حق جي واٽ ڏيکارين ٿا. جيتوڻيڪ انهن مان هر جماعت کي ولايت جا مرتبا حاصل آهن، پر منجهائن هدايت ڏيکاريندڙ صرف ”پنج اوتاد“ تي ”اقطاب“ ۽ هڪ ”قطب الاقطاب“ آهي. ٻين کي اهو استحاق حاصل نہ آهي.

اهي ئي خدا تعاليٰ جي دائمي عنايتن جا حقدار آهن، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي:

إِنَّ الْمُتَّقِينَ فِي جَنَّاتٍ وَنَهَرٍ فِي مَقْعَدِ صِدْقٍ عِندَ مَلِيكٍ مُّقْتَدِرٍ [1]

[بيشڪ پرهيزگار باغن ۽ درياهن ۾ وڏي عزت ۽ طاقت واري بادشاه وٽ سچي مقام ۾ آهن.]

اهڙن ئي شخصن کي فنا في الله ۽ بقا بالله جي صفت حاصل ٿئي ٿي ۽ اهي خلق خدا کي، الله تعاليٰ جي دعوت ڏين ٿا، انهن کي الله تعاليٰ ولايت ۽ اڳواٽي جو منصب ڏنو آهي. جيئن قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

وَجَعَلْنَاهُمْ أَئِمَّةً يَهْدُونَ بِأَمْرِنَا [2]

[۽ اسان انهن کي امام بنايو اسان جي حڪم سان هدايت جي واٽ ڏيکاريندا هئا.]

دنيا جو انتظام سندن هٿن ۾ آهي. اهي ئي خلق کي حق جي واٽ ڏيکارين ٿا. جڏهن تہ ٻيا اولياءَ الله راه سلوڪ جي هيٺاهين ۽ مٿانهين کان واقف ۽ اهو بار کڻڻ جا اهل نہ آهن. باوجود هن حقيقت جي جو ۳۰۰ الله جا دلير، شيردل، عبادت گذار اولياءَ صحرائن، رڻ پٽن ۾ موجود آهن، جيڪي سعادت ڏانهن سڏين ٿا تہ رسم، اسم، جسم، نفس جي گهٽيءَ مان همت جو قدم ٻاهر ڪيو وڃي ڪنهن اهل الله جي بيعت ۽

---

(1) سورة القمر آيت : ۵۴-۵۵

(2) سورة الانبياءَ آيت :۷۳

مطابعت ڪريو نفس پرستيءَ کي ڇڏيو باطل کان توبه ڪريو ۽ پنهنجي اندر عبادت جا انوار پيدا ڪريو. اهي آخري ولايت ۽ ولايت صغري جا اولياءَ الله آهن. ولايت جي شرعاتي ۽ وچئين مقام تي اهي مسافر صالح مؤمن بہ انهن سان گڏ تي ويندا آهن جن جي دل حضرت آدم عليه السلام جي دل وانگر آهي. جيئن روايت ۾ آهي: ان في الارض ثلاثة رجال قلوبهم علىٰ قلب آدم عليه السلام، يعني بيشڪ زمين ۾ ٽي سؤ ماڻهو اهڙا آهن، جن جون دليون آدم عليه السلام جي دل وانگر آهن (1).

اهو بہ ممڪن آهي تہ ڪن مشتاق طالبن کي بغير سير سياحت جي ولايت جي انهيءَ مرتبي ۾ داخل ڪن، پر انوار ظاهر ٿيڻ ۽ مرتبن تي فائز ٿيڻ سبب اهي مغرور ٿي پوندا آهن ۽ اڳتي ترقي نہ ڪندا آهن. ڇاڪاڻ تہ بلند مقامن تائين ترقي الله پاڪ جي جذبي ۽ پير مرشد جي رهبريءَ کان سواءِ ممڪن نہ هوندي آهي. اهو بہ امڪان آهي تہ اهڙا (نامڪمل سالڪ) ضلالت ۽ گمراهيءَ جي گهراين ۾ وڃي ڪرن.

نَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الْحَوْرِ بَعْدَ الْكَوْرِ

[ڪاميابي کان بعد ناڪاميءَ جي الله کان پناه گهرون ٿا.]

ڇاڪاڻ تہ اها جماعت اڃا ابتدائي حالت ۾ هوندي آهي. قلب جي تعمير ۽ پوشيده منفي صفتن کان ترقيءَ جي منزل طي نہ ڪئي هوندي اٿن. ڪٿي جو انهن کي ماڻهن جي رهنمائي جو مرتبو حاصل ٿئي.

---

(1) اخيار، اوتاد، اقطاب جي باري ۾ حديث ڪتابن ۾ نٿي لڀي. علامه سيوطي "النڪت" ۾ فرمائي ٿو تہ: فقط "ابدال" جي باري ۾ حديث صحيح، بلڪ متواتر آهي. ان جي باري ۾ مون هڪ مستقل ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ انهيءَ حديث جا سڀ طرق ۽ سندَ گڏ ڪيا آهن، جنهن جو خلاصو هي آهي تہ اها حديث ابن عساڪر ٻن طريقن سان ۽ احمد، طبراني، حاڪم وغيرهم ڏهن کان وڌيڪ طريقن سان بيان ڪئي آهي، جنهن ۾ بعض طريقا صحيح آهن. اها حديث حضرت انس کان ڇهن طريقن سان آيل آهي، جيڪي معجم طبراني اوسط ۾ آهن. علامه هيثميءَ "مجمع الزوائد" ۾ انهن کي حسن قرار ڏنو آهي. پڻ صحيح سند سان احمد حضرت عبادة بن صامت، ابن عباس، ابن عمر کان بہ بيان ڪئي آهي. اهڙي طرح اها حديث ٻين ڪيترن طريقن سان ثابت آهي. تفصيل ڏسو: القول المسدد ص ٨٣ ج ١.

ڇاڪاڻ تہ رهبريءَ جو منصب تمام بلند آهي. چون ٿا تہ نقباءَ مشرقي، نجباءَ مغربي سرزمين ۾ انهن جي پسگردائين ۾ رهن ٿا. ابدال شام ۾ رهن ٿا. سياح، اوتاد ۽ ابدال پوري زمين ۾ گهمن ڦرن ٿا. حضرت غوث اعظم مڪه معظمه، مدينه منوره ۾ رسول الله ﷺ جن جي چائنٺ مبارڪ جي ويجهو رهي ٿو. انهن سيني کي "رجال الغيب" چون ٿا. رجال الغيب جو سير جنهن طريقي سان جاري آهي، ان جي ڪري اڪثر ماڻهن کي معلوم هوندو آهي تہ دنيا جي بقا انهن بزرگن جي قدمن جي سعادت سبب آهي. جيئن چيو ويو آهي تہ:

لَوْلَا الصَّالِحُوْنَ لَهَلَكَ الطَّالِحُوْنَ

[جيڪڏهن صالح نہ هجن تہ جيڪر غير صالح تباه ٿي وڃن.]

سيني کان بهتر ۽ برگزيده غوث اعظم آهي، جيڪو الله تعاليٰ جي دربار سان لاڳاپيل رهي ٿو. اقطاب ٽي آهن، انهن مان هڪ پنهنجي جان الله تعاليٰ جي حوالي ڪندو آهي تہ پنجن ڄڻن مان هڪ کي ان جو جانشين مقرر ڪندا آهن. پنجن مان جڏهن هڪ رحلت ڪندو آهي تہ ستن مان هڪ کي ان جي جاءِ تي مقرر ڪندا آهن. ستن مان هڪ گذاري ويندو آهي تہ چاليهن مان هڪ ان جو قائم مقام ٿيندو آهي. چاليهن مان ڪنهن جو وصال ٿيندو آهي تہ ستر ڄڻن مان هڪ کي اها خلعت پارائيندا آهن. انهن ستر ڄڻن مان هڪ جو وصال ٿيندو آهي تہ ٽن سَوَن مان هڪ کي ان جي جاءِ تي منتخب ڪندا آهن. ٽن سون مان ڪو گذاري ويندو آهي تہ عام ولي ان جو منصب سنڀاليندو آهي. انهن ٽن سو اوليائن کي "نقباءَ" چوندا آهن، جيڪي امت جا نقيب (نگران) آهن. ستر کي نجباءَ چئجي ٿو ڇاڪاڻ تہ اهي مخلوق مان سڀ کان روشن دليون رکن ٿا يعني ممتاز آهن. چاليهن کي ابدال چون ٿا، ڇاڪاڻ تہ اهي نبين سڳورن جي بجاءِ آهن. اولياءَ الله جون ٻيون صفتون بہ آهن. واضح هجي تہ الله تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ٻاجهہ سان ڪن ٻانهن کي ولايت جو زيور پارائي، ولي بڻائي پنهنجي مملڪت ۾ عمل دخل جي اجازت ڏئي ٿو. ڪن کي پنهنجو خيلفو ۽ جانشين بنائي ٿو تانجو

جڏهن"ڪُن" چوندا آهن تہ جيڪي الله تعاليٰ چاهيندو آهي سو ٿي پوندو آهي جيئن حديث آهي تہ:

رُبَّ اَشۡعَثُ اَغۡبَرُ ذِیۡ طِمۡرِيۡنِ لَا يُؤۡبُهُ لَهٗ لَوۡ اَقۡسَمَ عَلَى اللّٰهِ لَاَبَرَّهٗ (1)

[گهڻا مسافرن وانگر ڪنڊريل وارن وارا، مٽيءَ ۾ پريل ٻانها اهڙا آهن، جو جيڪڏهن اهي الله جو قسم کڻن تہ پڪ الله پاڪ انهن جي ڳالهہ کي سچو ثابت ڪندو.]

ان ڏس ۾ مشهور واقعو آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنه جي خلافت جي زماني ۾ نيل درياءَ سڪي ويو. پڇا ڪيائين تہ ڇا جاهليت جي زماني ۾ بہ سڪندو هو؟ چيائون تہ هائو! پڇيائون تہ پوءِ ماڻهو ڇا ڪندا هئا؟ چيائون تہ ماڻهو نوجوان نياڻيءَ کي سٺن ڪپڙن ۽ زيورن سان سينگاري، درياءَ تي قربان ڪندا هئا تہ درياءَ جاري ٿي ويندو هو. راوي چوي ٿو تہ، حضرت عمر رضي الله عنه نيل درياءَ ڏانهن خط لکيو، جنهن جو مضمون هو تہ: اسين جاهليت جي رسم تي نہ هلنداسين. جيڪڏهن پنهنجي حڪم سان وهين ٿو تہ اسان کي تنهنجي وهڻ جي حاجت نہ آهي، جيڪڏهن الله تعاليٰ جي حڪم سان وهين ٿو تہ ان کان دعا ڪريون ٿا تہ توکي وهائي ۽ حڪم ڪيائون تہ اهو خط درياءَ ۾ اڇلايو وڃي. پوءِ خدا تعاليٰ جي قدرت سان هڪدم درياءُ وهڻ لڳو جيڪو قيامت تائين اهڙي طرح جاري رهندو.[2]

پوءِ ڄاڻڻ گهرجي تہ ولي اهو آهي، جنهن ۾ اهڙي خاصيت ۽ اهڙي للّهيت موجود هجي، جو نہ منجهس ڪنهن قسم جو خلل ۽ ذلت هجي ۽ نہ ڪنهن شيءِ جو غم ۽ خوف ڪري جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

---

(1) احمد حديث: ١٢٤٩٨ ص ١٤٥ ج ٣، ابن ڪثير ص ٦٣ج٢، ص ٤٤٨ ج ٣، بخاري ص ٩١٦ حديث: ٢٥٥٦، شعب الايمان ص ٣٢١ ج ٧، ابن حبان ص ٤٣٤ ج ١٥، حاڪم ص ٥٦ ج ٣، ترمذي ص ٦٩٢ ج ٥، الاحاديث المختارة ص ٤٢٠ ج ٤.

(2) تفسير القرطبي ص١٠٤ ج١٣- تفسير ابن ڪثير ص٤٦٥ ج٣- ڪرامات الاولياءِ ص١٢٠ ج١- العظمة ص١٤٢٥ ج٤- معجم البلدان ص٣٣٥ ج٥

اَلَآ اِنَّ اَوْلِيَآءَ اللّٰهِ لَاخَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَاهُمْ يَحْزَنُوْنَ [1]

[ٻڌو الله جي ولين تي نہ ڪوخوف آهي ۽ نہ ڪو غم آهي.]

پڻ فرمائي ٿو تہ:

نَحْنُ اَوْلِيَآءُ كُمْ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا [2]

[دنيا جي زندگي ۾ اسين توهان جا ولي ۽ سرپرست آهيون.]

ٻئي هنڌ آهي:

اَللّٰهُ وَلِيُّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا [3]

[الله ايمان وارن جو سرپرست ۽ ولي آهي.]

نبي ﷺ جن جي حديث آهي تہ:

اِنَّ مِنْ عِبَادِ اللّٰهِ لَعِبَادًا يَغْبِطُهُمُ الْاَنْبِيَاءُ وَالشُّهَدَآءُ قِيْلَ مَنْ هُمْ يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ صِفْهُمْ لَنَا لَعَلَّنَا نُحِبُّهُمْ قَالَ هُمْ قَوْمٌ تَحَابُّوْا فِي اللّٰهِ مِنْ غَيْرِ اَمْوَالٍ وَلَا اَنْسَابٍ وُجُوْهُهُمْ مِنْ نُوْرٍ عَلٰى مَنَابِرٍ مِّنْ نُوْرٍ لَا يَخَافُوْنَ اِذَا خَافَ النَّاسُ وَلَا يَحْزَنُوْنَ اِذَا حَزَنَ النَّاسُ وَقَرَا اَلَآ اِنَّ اَوْلِيَآءَ اللّٰهِ لَاخَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَاهُمْ يَحْزَنُوْنَ

[قيامت جي ڏينهن الله جا ڪي ٻانها اهڙا هوندا، جن تي نبي ۽ شهيد بہ ريس ڪندا. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! اهي ڪير آهن؟ اسان جي سامهون انهن جي صفت بيان فرمايو شايد اسين انهن سان محبت ڪريون. ارشاد فرمايائون تہ اهي اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي مال متاع ۽ نسب ۽ حسب جي ڪري نہ پر رڳو الله جي رضا خاطر هڪ ٻئي سان محبت ڪن ٿا. انهن جا منهن نور جا هوندا ۽ اهي نور جي منبرن تي هوندا. جڏهن سڀ ماڻهو خوف ۾ هوندا، تڏهن انهن کي ڪو خوف نہ هوندو ۽ جڏهن سيني کي غم هوندو تڏهن انهن کي ڪو غم نہ

(1) سوره يونس آيت: 62

(2) سوره فصلت آيت: ٣١

(3) سوره بقره آيت :١٥٧

هوندو پوءِ آيت اَلَآ اِنَّ اَوۡلِيَآءَ اللّٰهِ (1) پڙهيائون].

يعني جيڪا شيءِ. وليءَ وٽ هوندي ان جي ضايع ٿيڻ ۽ زوال جي ڳڻتي نہ ڪندو ۽ جيڪا شيءِ وٽس نہ هوندي، ان جو حرص ۽ هوس نہ ڪندو ڇاڪاڻ تہ هر حالت ۾ خدا سان مخلص ۽ سچو هوندو آهي. حضرت ابراهيم ادهم هڪ شخص کي چيو تہ گهرين ٿو ولي ٿيئن؟ انهيءَ ورندي ڏني تہ هائو! چيائينس تہ: لاترغب في شيءِ من الدنيا و الآخرة وفرغ نفسک لله تعالیٰ وقبل اليه واقبل اليه بوجهک (دنيا ۽ آخرت جي ڪنهن شيءِ جي رغبت ۽ خواهش نہ ڪر ۽ پاڻ کي الله تعاليٰ لاءِ فارغ ڪر ۽ ان ڏانهن مڪمل ڌيان ۽ توجه رک.) يعني جڏهن ائين ڪندين تہ توکي ولايت حاصل ٿيندي. سلطان العارفين رضي الله عنه کان پڇيو ويو تہ ولي ڪير آهي؟ چيائين تہ: الولي الصابر تحت الامر والنهي (ولي اهو آهي، جيڪو الله تعالیٰ جي ڪيل حڪمن ۽ روڪيل ڪمن تي صبر سان قائم رهي.) ابو علي نوحاني فرمائي ٿو: الولي الفاني في حاله والباقي في مشاهدة الحق لم يكن له في نفسه خيار ولا رجع الیٰ غير الله (ولي اهو آهي، جيڪو پنهنجي حال ۾ فاني ۽ حق جي مشاهدن ۾ باقي هجي ۽ پنهنجي نفس يا غيرالله مان ڪنهن جو بہ ڪيس اختيار نہ هجي ۽ الله کان سواءِ ڪنهن شيءِ ڏانهن رغبت ۽ لاڙو نہ رکي.) ابوعثمان مغربي چوي ٿو تہ الولي قد يكون مشهورا ولا يكون مفتونا (ولي ڪڏهن مشهور بہ هوندو آهي ۽ فتني فساد کان بہ پاڪ هوندو آهي.)

جيئن اولياءَ الله جي ڪرامت حق آهي، تيئن ولين جي معراج بہ حق آهي، ڇاڪاڻ تہ ولين جي ڪرامت نبيءَ جي حجت مطابق هوندي آهي، جنهن ۾ شڪ شبهو نہ آهي. فرق اهو آهي تہ نبي معجزي سان نبوت کي ۽ ولي ڪرامت سان پنهنجي نبيءَ جي نبوت کي ۽ پڻ پنهنجي ولايت کي ثابت ڪندو آهي، ڇاڪاڻ تہ ولي، نبيءَ جو

(1) تفسير طبري ص ١٣٢ ج ١١. ابن ڪثير ص ٤٣٢ ج ٢. مسلم ٣١٧ ج ١. ابن حبان ص ٣٣٢ ج ٢. مستدرڪ حاڪم ص ١٨٧ ج ٤. ترمذي ص ٥٩٧ ج ٤. مجمع الزوائد ص ٧٧ ج ١٠. ابوداؤد ص ٢٨٨ ج ٣. احمد ص ٢٤٩ ج ٤. شعب الايمان ص ٤٨٧ ج٦. التمهيد ص ٤١٧ ج٦. حلية الاولياء ص٥ ج١.

پيروڪار، وصي، خليفو ۽ وارث آهي. پڻ فرمائي ٿو ته: الولي قد يكون مستورا ولا يكون مشهورا (ولي ڪڏهن ڳجهو هوندو آهي ۽ مشهور نه هوندو آهي.) هن فقير جو پير دستگير ختم الاولياءِ مخدوم نوح رح فرمائي ٿو ته ڪامل ولي اهو آهي، جيڪو ظاهر ۽ باطن ۾ رسول الله ﷺ جن جي پيروي ڪري. اها ئي سندس معراج آهي. پڻ فرمايائين ته آءٌ ڪنهن وقت هن ۽ هُن يعني دنيا جي چڪرن کان تمام پري ۽ عرش عظيم کان به مٿي هوندو آهيان.

پڻ فرمايائون ته عرش عظيم کي نوراني مشعل وانگر ڏسندو آهيان، انهيءَ هنڌ ذات پاڪ حق تعاليٰ جي نور کي ڪاري سليٽي آسماني رنگ ۾ ڏٺم جيڪو متحرڪ هو. آءٌ به ان نور ۾ گم ٿي ويس. منهنجي بزرگ چاچي فرمايو ته پروردگار عالم کي مون سهڻي صورت ۾ ڏٺو. نبي ﷺ جن جي حديث آهي ته:

رَأَيْتُ رَبِّيْ فِيْ لَيْلَةِ الْمِعْرَاجِ عَلٰى أَحْسَنِ صُوْرَتِهِ(1)

[معراج جي رات مون پنهنجي رب کي بهترين صورت ۾ ڏٺو.]

هڪ ڀيري فرمايائون ته هيءُ فقير هڪ ڀيري سلطان الانبياءِ ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر هو. پاڻ سڪون جي دولت امت مرحومه لاءِ اولياءَ ۽ اصفياءِ کي امانت طور عنايت فرمايائون. چاڪاڻ ته اهي حضرات امت جا نگران ۽ سندس ملڪن ۽ معاملن کان با خبر آهن. اتي هڪ عالم دين به حاضر هو، جنهن جي دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته انهيءَ دولت جا وارث فقط ولين جا مريد ۽ معتقد آهن، يا اهو ورثو امت لاءِ عام آهي؟ پاڻ سڀورن ولايت جي تصرف سان سندن دل جي ڳالهه معلوم ڪري ارشاد فرمايو ته: تابعدار ۽ معتقد بطريق اوليٰ انهيءَ جماعت ۾ شامل آهن جيڪي نجات لهندڙ آهن، پر ٻيا به انهن ۾ شامل آهن. انهيءَ عالم دين کي ويساه ٿيو ته ٻيا جيڪي پيرن ۽ مرشدن جا معتقد نه آهن،

---

(1) مجمع الزوائد ص ٢٣٧ ج ١، المعجم الكبير ص ٣١٧ ج ١، السنة لابن ابي عاصم ص ٢٠٤ ج ١، الترغيب والترهيب ص ١٥٩ ج١، تهذيب التهذيب ص ١٨٥ ج ٠٦ هن آخري ڪتاب جو مصنف حافظ ابن حجر لکي ٿو ته حديث ثابت آهي.

پر اسلام ۾ داخل آهن انهن کي بہ اها دولت ملندي، پر ڪافرن کي نصيب نہ ٿيندي. حضرت غوث الحق فرمايو تہ هائو! جيڪي (پيرن مرشدن جا) معتقد ۽ تابعدار نہ آهن اهي بہ انهيءَ نجات لهندڙ جماعت ۾ شامل آهن. ڇاڪاڻ تہ حديث شريف ۾ آهي تہ:

قَالَ النَّبِيُّ ﷺ سَابِقُنَا سَابِقٌ وَمُقْتَصِدُنَا نَاجٍ وَظَالِمُنَا مَغْفُورٌ (1)

[نبي ﷺ جن فرمايو تہ اسان مان جيڪي نيڪيءَ ۾ اڳرائي ڪندڙ آهن اهي تہ آهن ئي اڳرا ۽ پيش قدمي ڪندڙ ۽ جيڪي وچولي واٽ تي هلڻ وارا آهن، سي بہ نجات لهندڙ آهن ۽ جيڪي ظالم آهن اهي بہ بخشيل آهن.]

يعني تسلي ۽ سڪون جي دولت جي اها ورهاست امت جي سيني ماڻهن لاءِ آهي. جڏهن انهيءَ عالم دين کي ويساه ٿيو تہ سڀ مسلمان ان ۾ شريڪ آهن ۽ ڪافر ان ۾ شريڪ نہ آهن تہ پوءِ پاڻ وري فرمايائون تہ جيڪي بہ ماڻهو سندن ملڪن ۾ رهن ٿا مسلمان هجن يا غير مسلم، سيني کي ان مان ڀاڱو ملندو، ان فرق سان تہ ناجي جماعت تہ آهي ئي نجات لهندڙ ٻيا جيڪي غير مسلم ۽ منافق آهن انهن جي نجات مٿي بيان ڪيل اولياءَ الله جي شفاعت جي حوالي ڪئي وئي آهي، اهي شفاعت ڪندا تہ الله تعاليٰ انهن کي بہ نجات نصيب ڪندو. تنهن تي انهيءَ عالم دين چيو تہ ڪافرن کي ڪنهن جي شفاعت فائدو نہ ڏيندي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ فرمائي ڇڏيو آهي تہ:

يَوْمَ لَا يَنْفَعُ الظّٰلِمِيْنَ مَعْذِرَتُهُمْ (1)

[قيامت جي ڏينهن ظالمن کي سندن معذرت ڪو فائدو نہ ڏيندي.]

---

(1) عن عمر سمعت رسول الله ﷺ (ميزان الاعتدال ص ۴۳۰ ج ۵، تفسير قرطبي ص ۳۴۶ ج ۱۴، آيت : فمنهم ذالم لنفسه، سورة فاطر آيت: ۳۲ ڪتاب السنن ص ۱۵۲ ج ۲، فيض القدير ص ۷۹ ج ۴، تهذيب التهذيب ص ۲۵۳ ج ۸- الفردوس بماثور الخطاب ص۳۳۵ ج۳- ميزان الاعتدال في نقد الرجال ص۴۳۰ ج۵- ضعفاءَ العقيلي ص۴۴۳ ج۳- التدوين في اخبار قزوين ۳۳۱ ج۳-

(1) سوره غافر آيت : ۵۱

اسان جي مرشد سڳوري فرمايو تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَ اٰخَرُوْنَ مُرْجَوْنَ لِاَمْرِ اللّٰهِ اِمَّا يُعَذِّبُهُمْ وَ اِمَّا يَتُوْبُ عَلَيْهِمْ [2]

[۽ ٻيا جيڪي الله جي حڪم جا اميدوار آهن، چاهي تہ انهن کي عذاب ڏي ۽ چاهي تہ انهن تي ٻاجهہ سان موٽي ۽ الله ڄاڻندڙ داناءُ آهي.]

انهيءَ عالم جي دل ۾ خيال آيو تہ اهو حڪم تہ انهن جي باري ۾ آهي، جيڪي لا الہ الا الله پڙهي شريعت جي حڪمن احڪامن جي پابندي ڪن ٿا. اسان جي قطب الاقطاب فرمايو تہ ظاهري عالم تفسيرن ۾ آيت جي اها ئي معنيٰ لکن ٿا. پر جيڪي استحسان يعني باطني علوم جا ڄاڻو نبي ﷺ جن جي اولاد منجهان ۽ پاڻ سڳورن جا وارث آهن، اهي آيت سڳوري جي معنيٰ اها ئي ڪن ٿا جيڪا اسان مٿي بيان ڪئي، جيڪي ظاهري علمن ۾ پڪا پختا آهن. اهي عالم فقط ظاهري علمن جا دليل ڄاڻن ٿا ۽ سمجهہ جي گهٽتائيءَ سبب باطني دليلن ۽ باطني قوت کان محروم آهن. پوءِ فرمايائون تہ هن آيت جي تفصيل ۽ تفسير سورة آل عمران ۾ آهي الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

مِنْهُ اٰيٰتٌ مُّحْكَمٰتٌ هُنَّ اُمُّ الْكِتٰبِ وَ اُخَرُ مُتَشٰبِهٰتٌ [1]

[الله توتي قرآن لاٿو جنهن جون ڪجهہ آيتون محڪم ۽ مضبوط آهن جيڪي ڪتاب جو اصل آهن ۽ ٻيون آيتون متشابهات آهن.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ جي طرفان رسول الله ﷺ جن کي مقام توبه عطا ٿيل آهي، ارشاد فرمائي ٿو:

وَالسّٰبِقُوْنَ الْاَوَّلُوْنَ مِنَ الْمُهٰجِرِيْنَ وَالْاَنْصَارِ الَّذِيْنَ اتَّبَعُوْهُمْ بِاِحْسَانٍ رَّضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَ رَضُوْا عَنْهُ [2]

[۽ جيڪي مهاجرن ۽ انصارن مان سڀ کان اڳرائي ڪندڙ آهن ۽ اهي ماڻهو جن سندن نيڪيءَ سان پيروي ڪئي، الله انهن کان راضي

---

(2) سورة التوبه آيت : 106

(1) سورة آل عمران آيت :7

(2) سورة التوبه آيت : ١٠٠

تيو ۽ اهي الله کان راضي تيا.]

ٻئي هنڌ آهي:

وَاٰخَرُوْنَ اعْتَرَفُوْا بِذُنُوْبِهِمْ خَلَطُوْا عَمَلًا صَالِحًا وَّاٰخَرَ سَيِّئًا عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّتُوْبَ عَلَيْهِمْ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ (3)

[۽ انهن مان ٻيا اهي آهن، جن پنهنجن گناهن جو اقرار ڪيو. انهن چڱا ۽ لڳا عمل گاڏڙ ساڙ ڪيا آهن. ويجهو آهي تہ الله تعاليٰ انهن تي ٻاجهہ سان موٽي، بيشڪ الله تعاليٰ بخشڻهار مهربان آهي.]

اڳتي فرمائي ٿو:

وَاٰخَرُوْنَ مُرْجَوْنَ لِاَمْرِ اللّٰهِ اِمَّا يُعَذِّبُهُمْ وَاِمَّا يَتُوْبُ عَلَيْهِمْ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ (4)

[۽ ٻيا جيڪي الله جي حڪم جي انتظار ۾ آهن، الله چاهي تہ کين عذاب ڏي ۽ چاهي تہ مٿن ٻاجهہ سان موٽي ۽ الله ڄاڻندڙ داناءُ آهي.]

سورة فاطر جي گذريل آيت ۾ ان جي ابتڙ تفصيل آهي، جنهن جي شروعات هن طرح آهي تہ فَمِنْهُمْ ظَالِمٌ لِّنَفْسِهٖ (1) (پوءِ انهن مان ڪو پنهنجي نفس تي ظلم ڪندڙ آهي.) ۽ ان جو آخري حصو هن طرح آهي تہ: وَمِنْهُمْ سَابِقٌ بِالْخَيْرَاتِ (۽ انهن مان ڪي نيڪيءَ ۾ اڳرائي ڪندڙ آهن.)

هڪ ڀيري فرمايائون تہ الله تعاليٰ پنهنجي بادشاهيءَ مان وسيع مملڪت هن فقير کي ڪرامت ۽ عزت طور عطا فرمائي. ان ۾ جيڪا بہ رعيت آهي چاهي مريد ۽ معتقد هجن چاهي نہ هجن، ڀلارا ۽ فرمانبردار هجن يا برا ۽ بڇڙا. انهن جي شفاعت ۽ انهن جا سڀ ڪم منهنجي سپرد فرمايا اٿس. هڪ ڀيري هڪ شخص سوال ڪيو تہ امت محمديه ﷺ سان معاملو ڪيئن ٿيندو؟ فرمايائون تہ ڪير آهي، جيڪو اهڙي سوال جي

---

(3) سورة التوبه آيت : ١٠٢

(4) سورة التوبه آيت : ١٠٦

(1) سورة فاطر آيت : ٣٢

جرئت ڪري ٿو؟ خادم عرض ڪيو تہ اي حضرت پير دستگير! هڪ درويش آهي، جنهن جي دل ۾ اهو ڪنڪو گهڻو پيدا ٿئي ٿو چاهي ٿو تہ اهو دور ڪري. تڏهن ٿوري دير اکيون بند ڪري فرمايائون تہ اهو اهڙو عظيم ڳجهہ آهي، جنهن کي ظاهر نٿو ڪري سگهجي. تڏهن پڇندڙ ڏاڍي عاجزي ۽ زاري ڪئي. آخرڪار فرمايائون تہ هڪ ڏينهن هن فقير جي اکين ۾ گهڻو سور هو. ان دوران پاڻ سڳورا آيا ۽ فقير کي فرمايائون تہ اي فلاڻا! الله جل جلاله جي درگاه مان تنهنجي لاءِ صحتيابي جي خوشخبري آندي اٿم. تو ڏٺي در منهنجي امت جي بخشش جي باري ۾ سوال ڪيو آهي (ان جو جواب هي آهي تہ) مون پالڻهار پاڪ جي درگاه ۾ سجدو ڪيو، تانجو جڏهن سموري امت جي بخشش ڪئي وئي تڏهن مون سر سجدي مان مٿي ڪنيو ۽ وري (شڪر جو) سجدو ادا ڪيم.

ڄاڻ گهرجي تہ نبي سڳورا ۽ اولياءَ الله ملڪيت ۽ جائداد جي محبت يا ٻئي ڪنهن جي مال، ملڪيت ڏانهن لاڙو هرگز نہ رکندا آهن. اُهي ٻنهي جهانن جي سڀني ۽ سامان کان منهن موڙي، پاڻ کي الله تعاليٰ جي حوالي ڪندا آهن.

غزل

در دل آن صاحبدل كه او را مسبب در دل است
اگرچه گردد فوت اسبابش سر او را باک نيست
كه نباشد طالب ديدار را جزو دوست هيچ
نبرد مالک نيک بنگر! هيچ قدر املاک نيست
هر چه آيد گر: بيا و هرچه نآيد گو: مَيا
من بيار خويشتن مشغول مارا باک نيست
كَي بود بيمار عشقش را تمنائ صحت
زهر نوشان بلا را حاجت ترياق نيست
چست باش اي دل! گه سستي نيست دارين كار
كَي رسد در منزلت مقصود گُو چالاک نيست
صد هزاران چست چالاكان گشت گرچه اينجا كسي

هيچ کس را در کنه دلدار ما ادراک نيست
گو بگردد مضطرب حيران در اطراف جهان
آن گه سر تسليم و حيرت سر اين خاک نيست
تيغ غيرت کشته سر کوئۓ جانان دور داشت
آنگه اورا با شان عمرش دل چاک نيست
اعظم واوسع واعليٰ آن سرائۓ که مايست
پايه پائين برين کاخ فلک و افلاک نيست
هر که جان ودل در غم والم دلبر نيست
هر که هزاران غم بدو پيوسته شد غمناک نيست
من ز دلبر حيرت دارم که آيا در غمش شد
و خودم سربسر خون و خاطرش غمناک نيست
گر بصد ره آرزو مندم بي پي لطف دوست
درحريم حضرتش ما را ره ادراک نيست
اين همه انوار "فقيري" ازان سرزد که او
قلزم اسرار باشد کوزه کاوک نيست

[انهيءَ صاحب دل انسان جي دل ۾ سبب پيدا ڪندڙ هستي (يعني الله تعاليٰ) موجود آهي پوءِ جيڪڏهن ان جو سامان ۽ اسباب ختم تي وڃن ته ان کي بيشڪ ڪو به ڏپ نه آهي. چو ته محبوب جي ديدار جي طلب ڪانسواءِ ان کي ڪا شيءِ پياري نه هوندي آهي. نيڪ نگاه ڪري ڏس ته موليٰ مالڪ وٽ دنيا جهان جي ڪنهن شيءِ جو قدر نه آهي بس! جيڪا شيءِ اچي ان کي چؤ ته هلي اچ ۽ جيڪا شيءِ نه اچي ان کي چؤ ته پلي دفع ٿيءُ، آئون پنهنجي يار سان خوش آهيان. اسان کي ڪو به خوف نه آهي. عشق جي بيمار کي صحتيابيءَ جي ڪهڙي تمنا هوندي؟ جن غم ۽ درد جو زهر پيتو تن کي ترياق جي حاجت نه هوندي آهي اي دل! چستي ڪر جو هي جهان هرگز سستيءَ جو جهان نه آهي، پوءِ جيڪو چُست نه آهي سو پنهنجي منزل مقصود تي ڪيئن پهچندو. جيتوڻيڪ هتي لکين چست چالاڪ ۽ هوشيار ماڻهو پيدا ٿيا پر اسان جي محبوب

جي اصل حقيقت جو ڪنهن کي ادراڪ نہ آهي. جيتوڻيڪ دنيا جهان ۾ هر هنڌ بيقرار ۽ حيران ڦري ٿو تڏهن بہ (ڏٺيءَ جي سامهون) ڌرتيءَ تي مچتائي ۽ حيرت وچان سر نٿو جهڪائي! غيرت جي تلوار جو ڪُٺل پنهنجي سر کي محبوب جي گهٽي ڪان پري رکي ٿو. ان جي باوجود ان جي حياتيءَ جوحال اهو آهي تہ سندس دل ٺُٺل نٿي ٿئي. هي دنيا هڪ مهمان خانو آهي، جنهن ۾ اسين رهون ٿا، پر زندگيءَ جو ميدان تمام عظيم، تمام ڪشادو تمام اعليٰ ۽ گهڻو ويڪرو آهي. هي اهڙو محل آهي، جنهن جي نہ ڪا ڇت آهي، ۽ نڪو آسمان آهي جنهن پنهنجي دل ۽ جان دلبر جي رنج ۽ غم ۾ قابو ڪئي تہ (پوءِ) چاهي هزارين غم ان سان گڏ هجن تہ بہ غمگين نہ ٿيندو. هن جان کي شڪار ٿيڻ جي ارادي جي خبر نہ آهي ڇا؟ جو هر شڪاري، شڪار کي سختيءَ سان جهلي ٿو جيڪڏهن گلاب جهڙي خاص محبوب منٺار جو وصال گهرين ٿو تہ اچ! پاڻ گل ٿيءُ، ڇاڪاڻ تہ بهار جي موسم ۾ باغ ۾ پن رکڻ جي جاءِ بہ نہ آهي. آءُ، دلبر دوست ۾ اهڙو تہ حيران آهيان جو ان جي غم ۾ سڄو سارو رت سان رنگين ٿي ويو آهيان. پر تڏهن بہ ان لاءِ دل ۾ غم نہ آهي. جيتوڻيڪ وصال يار جا سوين رستا آهن، جن جي آرزو ۽ اميد ڪريان ٿو پر دوست جي مهربانيءَ کانسواءِ محبوب جي بارگاه تائين ڪا واٽ نٿي سُجهي. اهي سيئي انوار هن فقير تي انهيءَ ڪري نمودار ٿيا جو هو الله تعاليٰ جي رازن جو سمنڊ آهي ۽ خالي ڪوزو نہ آهي.]

## باب اٺون

# فتح بابت ظاهري ۽ باطني حڪمراني

الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو:

يٰدَاوٗدُ اِنَّا جَعَلْنٰكَ خَلِيْفَةً فِي الْاَرْضِ فَاحْكُمْ بَيْنَ النَّاسِ بِالْحَقِّ وَلَا تَتَّبِعِ الْهَوٰى [1]

[اي دائود! اسان توکي زمين ۾ خليفو بنايو پوءِ ماڻهن ۾ حق سان فيصلو ڪر ۽ خواهشن جي پيروي نہ ڪر.]

نبي ﷺ جن جو فرمان آهي:

اَلسُّلْطَانُ ظِلُّ اللهِ فِي الْاَرْضِ يَاوِيْ اِلَيْهِ كُلُّ مَظْلُوْمٍ [2]

[بادشاه زمين ۾ الله جو پاڇو آهي، جنهن وٽ هر مظلوم پناه وٺندو آهي.]

الله تعاليٰ پنهنجي خصوصي مهربانيءَ سان پنهنجن ٻانهن کي چونڊيندو آهي ۽ کين "خليفة الله" جي پاڇي هيٺان محفوظ رکندو آهي ۽ کين اها وڏي سعادت ۽ دولت عطا فرمائيندو آهي، تہ جيئن عزت ۽ ڪرامت جي زندگي گذارين. بادشاه جي خاصيتن مان هڪ اها آهي تہ ماڻهو اهل هجي، يا نااهل هجي، ان تي ٻاجهہ ۽ ڪَهلَ ڪري تہ جيئن عوام ۾ مقبول عام ٿئي. جيڪڏهن معاذ الله! مٿن سختي ۽ قهر ڪندو تہ پاڻمرادو نامراد ۽ مردود ٿيندو.

ڄاڻڻ گهرجي تہ بادشاه ٻن قسمن جا آهن:١- دنياوي حڪمران ٢- ديني حڪمران. ديني حڪمران اهي آهن جن جي پيشانيءَ تي الله تعاليٰ جي مهر ۽ جلال ۽ قهر جون علامتون ظاهر هونديون آهن.

---

(1) سوره صٓ آيت: ٢٦

(2) مسند ابن شهاب ٢٠١ ج ١-شعب الايمان حديث: ٧٣٦٩- الترغيب والترهيب حديث: ٣٣١٣- الفردوس بماثور الخطاب حديث: ٣٥٥٣- نوادر الاصول ص ١٢٥ ج ٢، فيض القدير ١٤٢- ١٤٣-١٤٤ ج ٤، ميزان الاعتدال ص ٢١١ ج ٢- الكامل في ضعفاءِ الرجال ص٣٦١ ج٣- ڪشف الخفاءِ حديث: ١٤٨٧، ١٤٨٧.

جيتوڻيڪ عام طرح ڪين پنهنجيون اهي ٻئي صفتون سڃاڻپ ۾ نہ اينديون هجن. ديني حڪمران اهي آهن، جيڪي پنهنجي عظيم طلسمي صورت ڪي، شريعت جي چاٻي ۽ طريقت جي هٿ سان کوليندا آهن، پنهنجين صفتن جي دفن ٿيل خزانن کي حقيقت جي اکين سان ڏسندا آهن. معرفت جي دفتر جو جادوئي نظر سان مطالعو ڪندا آهن ۽ مَنْ عَرَفَ نَفْسَهُ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهُ (جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن بيشڪ پنهنجي رب کي سڃاتو) جي راز تائين پهچندا آهن. اهڙي طرح پنهنجي مملڪت ۽ سرمدي سلطنت جي بخت واري تخت تي ويهندا آهن.

وَاللّٰهُ يُؤْتِيْ مُلْكَهُ مَنْ يَّشَآءُ [1]

[۽ الله تعاليٰ پنهنجو ملڪ جنهن کي چاهيندو آهي، ڏيندو آهي.]

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

وَإِذَا رَأَيْتَ ثَمَّ رَأَيْتَ نَعِيْمًا وَّمُلْكًا كَبِيْرًا [2]

[۽ جڏهن تون انهن (جنتين) کي ڏسندين، پوءِ وري ڏسندين تہ ڪين وڏين نعمتن وارو، وڏو بادشاه لهندين.]

پڻ فرمايو ويو آهي:

إِنَّ لِلّٰهِ مُلُوْكًا تَحْتَ أَطْمَارٍ

[بيشڪ الله تعاليٰ جا ڪي اهڙا بادشاه آهن جيڪي لڪل ۽ ڳجها آهن.]

اها بادشاهت، ولايت ڪامله سان گڏ آهي ۽ اولياءَ الله کي طي الارض جو حاصل ٿيڻ يعني سندن سلوڪ جي واٽ ۾ وڏا وڏا سفر طي ڪرڻ، اسلاف ۾ معروف ۽ مجيل حقيقت آهي ۽ اهي اهڙي شاهي تخت تي ويهندا آهن، جو هڪ صبح ۽ هڪ شام ۾ هڪ هڪ مهيني جو سفر ڪندا آهن. بلڪ هڪ گهڙيءَ ۾ ڪيترن ملڪن جو سفر ڪري، انهيءَ دنيا ۾ وڃي پهچندا آهن جتي، ڪين عظيم دائمي سعادت نصيب ٿيندي آهي. الله تعاليٰ انهن ٻانهن کي جيڪي امت جي معاملن جا صاحب آهن،

---

(1) سورة البقره آيت : ٢١۴

(2) سورة الانسان آيت : ٢٠

دين ۽ دنيا ٻنهي جي سلطنت عطا ڪندو آهي، جيئن ارشاد آهي تہ وَإِنَّ لَنَا لَلْآخِرَةَ وَالْأُولَىٰ (۽ بيشڪ اسان لاءِ ئي آخرت بہ آهي ۽ هيءَ دنيا بہ آهي.) جي خلافت تي فائز ٿين ۽ ٻنهي جهانن ۾ حڪومت ڪن، جيئن حضرت دائود عليه السلام کي فرمايو ويو:

يَا دَاوُودُ إِنَّا جَعَلْنَاكَ خَلِيفَةً فِي الْأَرْضِ (1)

[اي دائود! بيشڪ اسان توکي زمين ۾ پنهنجو خليفو بنايو آهي.]

هن آيت سڳوريءَ ۾ بادشاه لاءِ بہ حڪم بيان ڪيا ويا آهن: ١۔ دنياوي نظام کي هلائڻ ٢۔ سلطنت جا آداب انجام ڏيڻ ۽ عدل ۽ انصاف قائم ڪرڻ. تنهن ڪري بادشاه کي گهرجي تہ حڪومت ۽ اقتدار کي الله تعاليٰ جي هڪ نعمت سمجهي، ڇاڪاڻ تہ حڪومت عطا ڪرڻ الله تعاليٰ جي ئي وس ۾ آهي، جيئن پاڻ فرمائي ٿو:

تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَاءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَاءُ (2)

[تون جنهن کي چاهين ٿو بادشاهي ڏئين ٿو ۽ جنهن کان چاهين ٿو بادشاهيءَ کسين ٿو.]

بادشاه کي ٻي ڳالهہ اها سوچڻ گهرجي تہ اڄ ڪنهن کان حڪومت کسي مون کي ڏني وئي آهي، تنهن ڪري سياڻي اهو ڏينهن بہ اچي سگهي ٿو جڏهن حڪومت مون کي کسي ڪنهن ٻئي کي ڏني وڃي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ : وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَاءُ (۽ جنهن کان چاهين ٿو حڪومت کسين ٿو.)

ان ڪري ڪيس ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ مجازي ملڪ ذريعي حقيقي مملڪت ۽ حڪومت حاصل ڪري، يعني چڱايون ڪري ۽ پاڻ کي ذڪر جميل ۽ ڪمال جي سببن کان محروم نہ رکي. ٽين ڳالهہ اها آهي تہ بادشاه سوچي تہ اقتدار الله تعاليٰ جي امانت آهي. چوٿين ڳالهہ اها آهي تہ معاملا دين حق مطابق نبيري، جيئن الله تعاليٰ جو حڪم آهي:

---

(1) سوره صٓ آيت : ٢٦
(2) سورة آل عمران آيت : ٢٦

فَاحْكُمْ بَيْنَ النَّاسِ بِالْحَقِّ [1]

[پوءِ ماڻهن ۾ حق سان فيصلو ڪر.]

يعني رعيت تي عدل ۽ انصاف سان حڪومت ڪري ۽ متن ڳرا حڪم لاڳو نہ ڪري، جيئن عام اميرن جو دستور آهي. انصاف ڪري، تان تہ ماڻهن کي الله تعاليٰ جي رحمت مان ڀاڱو نصيب ٿئي پنجين ڳالهہ اها تہ رعيت تي ائين ٻاجهہ ڪري جيئن نبي سڳورو امت تي ۽ شيخ مريدن تي ۽ ماءُ پيءُ اولاد تي مهربان هوندو آهي. ڇهين ڳالهہ اها تہ عدل ۽ انصاف سان حڪومت ڪري، ڏاڍ، ظلم ۽ جفا نہ ڪري. يعني شرعي اصولن مطابق مملڪت جو نظام هلائي. عدل ۽ انصاف بہ ماڻهن کي نہ، پر خدا تعاليٰ کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪري. ستين ڳالهہ اها آهي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ وَلَا تَتَّبِعِ الْهَوٰى (۽ خواهشن جي پيروي نہ ڪر.) يعني نفس پرستيءَ جي وات نہ وٺي، ڇاڪاڻ تہ جنهن شخص تي نفس پرستي ۽ خواهشون غالب هونديون آهن، اهو ڪو حڪم يا ڪنهن معاملي کان منع فقط نفس پرستيءَ جي جذبي هيٺ ڪندو آهي ۽ ان جا سڀ حڪم ۽ سڀ ڪم الله تعاليٰ جي حڪم ۽ مرضي جي خلاف هوندا آهن، جيئن الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

أَفَرَأَيْتَ مَنِ اتَّخَذَ إِلٰهَهُ هَوٰىهُ [2]

[ڇا تو انهيءَ شخص کي ڏٺو جنهن پنهنجي نفس کي پنهنجو معبود بڻايو آهي؟]

جيڪڏهن فرعون ۽ نمرود پنهنجي خدائيءَ جي دعوي ڪئي تہ انهن نفس پرستيءَ جي ڪري ائين ڪيو. جيڪڏهن بني اسرائيل گابي جي پوڄا ڪئي تہ انهن بہ نفس پرستيءَ جي ڪري ئي ائين ڪيو. جيڪڏهن ماڻهو بتن جي پوڄا ڪن ٿا تہ اهي بہ نفس پرستيءَ جي ڪري ئي ائين ڪن ٿا. انهيءَ ڪري نبي ڪريم ﷺ جن فرمائين ٿا تہ:

---

(1) سوره صٓ آيت : ٢٦

(2) سورة الفرقان آيت: ٤٣

مَا عُبِدَ اِلٰـهٌ اَبْغَضُ عَلَى اللّٰهِ مِنَ الْهَوٰى[1]

[الله وٽ خواهشن جي ٻانهپ کان وڏيڪ قهر خداونديءَ واري ٻئي ڪنهن معبود جي عبادت نٿي ڪئي وڃي.]

پڻ ڪيس يقين ڄاڻڻ گهرجي تہ نفس پرستيءَ جي معنيٰ آهي الله تعاليٰ سان بغاوت ۽ سرڪشي ڪرڻ. انهيءَ ڪري جنتين جي هڪ صفت هيءَ بيان ڪئي وئي آهي تہ

وَنَهَى النَّفْسَ عَنِ الْهَوٰى فَاِنَّ الْجَنَّةَ هِيَ الْـمَاْوٰى[2]

[۽ جنهن پاڻ کي نفساني خواهشن کان روڪيو تہ پوءِ بيشڪ جنت ان جي جاءِ آهي.]

جيڪي ماڻهو خواهشن جا غلام آهن، اهي نہ صرف پاڻ پر ٻين کي بہ الله جي واٽ کان روڪيندا آهن. جيئن مٿي سوره صٓ جي حوالي سان حضرت دائود عليه السلام جي خلافت جي باري ۾ بيان ٿيو الله تعاليٰ کيس حڪم فرمايو تہ "۽ خواهشن جي پيروي نہ ڪر نہ تہ توکي الله جي وٽ کان ٿيڙ ي ڇڏيندين، يعني گمراه ڪري ڇڏيندين. پوءِ فرمائي ٿو:

اِنَّ الَّذِيْنَ يُضِلُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ لَـهُمْ عَذَابٌ شَدِيْدٌ بِمَا نَسُوْا يَوْمَ الْحِسَابِ[3]

[بيشڪ جيڪي الله جي واٽ کان گمراه ڪن ٿا، انهن لاءِ سخت عذاب آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي حساب جي ڏينهن کي وساري ڇڏين ٿا.]

هتان هي بہ معلوم ٿيو تہ ڪفر نالو آهي الله پاڪ ۽ آخرت جي ڏينهن کي وسارڻ جو ۽ الله تعاليٰ کي وسارڻ جو نتيجو آهي عذاب الـهي ۾ گرفتار ٿيڻ. جيئن پاڻ فرمائي ٿو تہ:

---

(1) عن ابي امامة قال سمعت النبيﷺ يقول ما عبد تحت السماءِ الـه ابغض الي الله من الهوي (قرطبي ص ١٦٧ ج ١٦)

(2) سورة النازعات آيت : ٤٠

(3) سوره صٓ آيت : ٢٦

نَسُوا اللّٰهَ فَنَسِيَهُمْ [1]

[انهن الله کي وساري ڇڏيو پوءِ الله بہ انهن کي وساري ڇڏيو.]

پڻ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ بادشاه نبوت وارو مقام ۽ مرتبو حاصل ڪري سگهي ٿو. هن طرح تہ سلطنت جو نظام عدل ۽ انصاف سان هلائي، اسلام جي سربلندي لاءِ لشڪر تيار رکي، رعيت پروري ڪري، اهل الله جا آداب بجاءِ آڻي، سمورا معاملا شريعت ۽ طريقت مطابق سر انجام ڏي، ولايت جا طور طريقا ۽ نبوت جا شرط پورا ڪري. تان تہ دين اسلام تي نہ هلڻ جي باري ۾ ماڻهن کي حيلو ۽ عذر نہ هجي، انهيءَ ڪري بادشاه کي جڳائي تہ نفس پرستي ۽ لذت ڪوشيءَ جي بجاءِ الله تعاليٰ جي رضا ۽ قرب حاصل ڪرڻ لاءِ حڪومت ۽ قوت حاصل ڪري ۽ ان کي استعمال ڪري. عدل، احسان، سخا، علم، ڪرم، مهرباني ۽ معاشي خوشحاليءَ جي اصولن جي پابندي ڪري. الله تعاليٰ جي مهر ۽ قهر وارين صفتن سان پاڻ کي سنواري، فقراءَ، صوفياءَ، صلحاءَ، علماءَ، لشڪر ۽ رعايا تي ٻاجھ ڪري. ڪافرن، ظالمن ۽ منافقن تي سختي ڪري. هن طرح جو ظالمن کان مظلومن کي حق وٺي ڏي، تہ پوءِ اهڙي انصاف پرور بادشاه جو شان هي آهي تہ هڪ گھڙي انصاف ڪرڻ، سيني جنن ۽ انسانن جي عملن جي برابر آهي، جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

تُوَازِىْ عَمَلَ الثَّقَلَيْنِ [2]

[عدل، انصاف، ثقلين يعني جنن ۽ انسان جي عملن جي برابر آهي.]

خَيْرٌ مِنْ عَمَلِ الثَّقَلَيْنِ [3]

---

(1) سورة التوبه آيت : ٦٧

(2) شرح ابن ماجه ص٢٧١ج١- ڪشف الخفاءِ ص٣٩٧ج١. واضح هجي تہ اها حديث نہ پر صوفي صاحبن مان بعض جو قول آهي.

(3) هن خاڪسار کي انهيءَ مضمون جي حديث نظر نٿي اچي. البت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت ۾ هي لفظ ملن ٿا تہ: هڪ گھڙي عدل ڪرڻ جو ثواب سٺ سالن جي ان عبادت کان بہ افضل آهي، جنهن ۾ رات جو تهجد پڙهجي ۽ ڏينهن جو روزا رکجن ۽ هڪ گھڙي ناانصافي ۽ ظلم ڪرڻ سٺ سالن جي ظلم کان بہ بدتر آهي. (نصب الرايه ص ٦٧ ج ۴، الترغيب والترهيب ص ١١٧ ج ٣، الدراية في تخريج احاديث الهداية ص

[اهو عمل ثقلين جي عملن کان بہ وڌيڪ چڱو آهي.]

ان جو سبب هي آهي تہ بادشاه، پڻ مملڪتن جي لاءِ زبردست وسيلو آهي. هڪ حضرت غوث جي سلطنت جو ۽ اها الله تعاليٰ جي خلافت آهي، ڇاڪاڻ تہ حديث ۾ آهي تہ:

اَلسُّلْطَانُ ظِلُّ اللّٰهِ (1)

[بادشاه الله جو پاڇو آهي.]

پيو هي تہ ان سان خلافت جي جانشيني ۽ قائم مقامي جو منصب نصيب ٿيندو آهي، بشرطيڪ بادشاه ۾ خدا تعاليٰ جي اخلاقن واريون پوريون صفتون موجود هجن، جن مان هڪ صفت هيءَ آهي تہ آوِي اِلَيْهِ كُلُّ مَظْلُوْمٍ يعني اهو سيني مظلومن جي پناه گاه هجي، تانجو ڪو ظالم ڪنهن شخص تي ظلم نہ ڪري سگهي. پر جيڪڏهن بادشاه ۽ حاڪم پاڻ ظلم ۽ ڏاڍ ڪندو تہ پوءِ معاذ الله اهو ڪيئن خدا تعاليٰ جو خليفو ۽ جانشين ٿي سگهندو؟ حالانڪ ان کي تہ حڪم آهي تہ خلق خدا ۾ عدل ۽ احسان جو نظام قائم ڪري، جيئن ارشاد آهي:

اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْاِحْسَانِ (2)

[بيشڪ الله عدل ۽ ڀلائي ڪرڻ جو حڪم ڪري ٿو.]

عدل ۽ انصاف قائم ڪرڻ جي معنيٰ آهي تہ نہ پاڻ ذري برابر ظلم ڪري ۽ نہ ٻئي کي ظلم ڪرڻ ڏي. احسان هي آهي تہ الله تعاليٰ جي

---

١٦٨ ج ٢) پوئين ڪتاب ۾ ابوعبيد جي ڪتاب "الاموال" جي حوالي سان سندس حديث ۾ آهي تہ "جيڪو شخص پنهنجي رعيت ۾ هڪ ڏينهن انصاف ڪري ٿو اهو ان شخص کان بہ افضل آهي، جيڪو پنهنجي گهر ۾ پنج سو سالن تائين عبادت ڪري ٿو." هڪ روايت ۾ سو سال آهي. (مسند الحارث، زوائد الهيثمي ص ٦٢٦ ج ٢).

(1) مسند شهاب ص ٢٠١ ج١، نوادر الاصول في الاحاديث الرسول ص ١٢٥ ج ٢، شرح الزرقاني ص ٤٣٦ ج ٤، شرح النووي ص ١٢٣ ج ١٦، ميزان الاعتدال في نقد الرجال ص ٢١١ ج ٣، كشف الخفاءِ ص ٥٥٢- ٥٥٣ ج ١، شعب الايمان ص ١٨ ج ٦، فيض القدير ص ١٤٢- ١٤٣ ج ٤، لسان الميزان ص ١٧٨ ج ٤، سنن البيهقي الكبري ص ١٦٢ ج ٨، تهذيب التهذيب ص ٢١٧ ج ٧.

(2) سورة النحل آيت :90

حڪمن جي تعظيم ڪري. ماڻهن تي ڪرم، ڪَهلَ ۽ مهر ڪري. جيڪڏهن اهي ٻئي صفتون منجهس موجود آهن تہ پوءِ بيشڪ الله تعاليٰ جو جانشين ۽ برحق خليفو آهي. جيڪڏهن انهن صفتن کان خالي ۽ عاري آهي تہ پوءِ رب تعاليٰ جي قهر ۽ ڏمر هيٺ رهندو. (الله جي پناه!)

حقيقت حال هيءَ آهي تہ جنهن جيڪي چاهيو سو ڪيائين. هيءَ اهم حقيقت بہ ياد رکڻ گهرجي تہ انسان جيڪي بہ عَملَ هن دنيا ۾ ڪري ٿو قيامت جي ڏينهن خود سندس عضوا، سندس خلاف شاهدي ڏيندا، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

اَلْيَوْمَ نَخْتِمُ عَلٰٓى اَفْوَاهِهِمْ وَتُكَلِّمُنَآ اَيْدِيْهِمْ وَتَشْهَدُ اَرْجُلُهُمْ بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ[1]

[اڄ اسان انهن جي واتن تي مهر هڻنداسون ۽ اسان سان انهن جا هٿ ڳالهائيندا ۽ انهن جا پير گواهي ڏيندا، انهن ڪمن جي باري ۾ جيڪي اهي ڪندا هئا.]

سندن باري ۾ ٻئي هنڌ ارشاد آهي تہ:

وَلَا تَحْسَبَنَّ اللّٰهَ غَافِلًا عَمَّا يَعْمَلُ الظّٰلِمُوْنَ اِنَّمَا يُؤَخِّرُهُمْ لِيَوْمٍ تَشْخَصُ فِيْهِ الْاَبْصَارُ ﴿٤٢﴾ مُهْطِعِيْنَ مُقْنِعِيْ رُءُوْسِهِمْ لَا يَرْتَدُّ اِلَيْهِمْ طَرْفُهُمْ وَاَفْـِٕدَتُهُمْ هَوَآءٌ ﴿٤٣﴾[2]

[ظالم جيڪي ڪجهہ ڪن ٿا، ان جي باري ۾ الله تعاليٰ کي بي خبر نہ ڀانءِ. ڪين ان ڏينهن تائين مهلت ڏئي ٿو جڏهن سندن اکيون ڦوٽارجي وينديون. پنهنجا ڳاٽا مٿي ڪٽي ڊوڙندا هوندا. سندن نظر انهن ڏانهن موٽي نہ سگهندي ۽ انهن جون دليون پيون ڏڪنديون.]

حالانڪ الله تعاليٰ کي شاهدي جي ڪا ضرورت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪي ڪجهہ لڪل ۽ جيڪي ڪجهہ ظاهر آهي، سو سڀ الله تعاليٰ لاءِ آشڪار آهي. اها عالم الغيب والشهادة ذات هر شيءِ کي

(1) سوره ياسين آيت: ٦٥
(2) سوره ابراهيم آيت: ٤٢-٤٣

ڄاڻي ٿي، پر ماڻهن تي حجت قائم ڪرڻ جي لاءِ قيامت ۾ ڏوهارين جي خلاف شاهديون پيش ڪيون وينديون. تنهن ڪري هر قولَ ۽ هر فعلَ جي باري ۾ الله تعاليٰ جي انهن فرمانن کي سامهون رکجي ته جيئن فلاح ۽ ڇوٽڪارو نصيب ٿئي.

ظالمن تي الله جي لعنت آهي، اها حقيقت به چڱيءَ طرح سمجهڻ گهرجي ته جيڪو شخص الله تعاليٰ جو چيو نٿو مڃي، اهو بدبخت انسان اسفل السافلين ۾ وڃي ڪرندو آهي. نه صرف آخرت ۾ پر هن دنيا ۾ به ان کي ناڪامي، نامرادي ۽ نياڳ جو منهن ڏسڻو پوندو. ان جي مال، ملڪيت ۽ دولت ۾ ڏينهون ڏينهن نقصان ٿيندو آهي. ان ڏس ۾ رب العالمين فرمائي ٿو ته

إِنَّهُ لَا يُفْلِحُ الظّٰلِمُوْنَ [1]

[حقيقت اها آهي ته ظالم ڪامياب نه ٿيندا آهن.]

يعني دولت ۽ حڪومت وڌڻ جي بجاءِ ڏينهون ڏينهن ان ۾ گهٽتائي ايندي آهي. ارشاد فرمائي ٿو ته

وَلَا يَزِيْدُ الظّٰلِمِيْنَ اِلَّا خَسَارًا [2]

[ظالمن کي رڳو نقصان ۾ ئي وڌائيندو آهي.]

جيڪو لالچي انسان حيلي ۽ مڪر سان ٻين جا حق ڦٻائيندو آهي، تنهن جي عمر به گهٽجي ويندي آهي، اهڙي بادشاه جو خزانو به خالي ٿي ويندو آهي، ان جو ملڪ به ويران ۽ برباد ٿي ويندو آهي. اهڙا گهٽا بيوقوف ۽ نادان ماڻهو هن دنيا ۾ هلاڪ ۽ برباد ٿيندي ڏٺا ويا آهن. پوءِ ايندڙ جهان ۾، جڏهن هيءَ زندگي ختم ٿي ويندي، ان کي هن دنيا جي مصيبت کان سواءِ، آخرت جي خواري به ڏسڻي پوندي ۽ اهو ٻنهي جهانن ۾ عذاب اليم ۽ لعنت شديد ۽ نه ختم ٿيڻ واري اذيت ۾ گرفتار ٿيندو.

---

(1) سورة الانعام آيت: ٢١

(2) سورة الاسراءَ آيت: ٨٢

بيت

كسي را طمع مال عزيز بود ـ بدنيا وعقبيٰ خوار بود

[جنهن کي مال جي طمع ۽ لالچ هوندي تہ اهو دنيا ۽ آخرت ۾ خوار خراب ٿيندو.]

چاڪاڻ تہ اهو ظلم ۽ ڏاڍ تي سندرو ٻڌي مال جمع ڪندو آهي، نفس جي غلامي ڪندو آهي ۽ خدا پرستي ڇڏي ڏيندو آهي، جنهن جي ڪري الله تعاليٰ جي قهر ۽ ڏمر جو ٻڪ ٿيندو آهي. فرمائي ٿو تہ:

اَلَا لَعۡنَةُ اللّٰهِ عَلَى الظّٰلِمِيۡنَ [1]

[ٻڌو! ظالمن تي الله جي لعنت آهي.]

منهنجا عزيز! ياد رک تہ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ڪافرن، منافقن ۽ مشرڪن تي لعنت ڪئي آهي، جيئن مٿي آيت بيان ٿي، ٻئي هنڌ آهي:

لَعۡنَةُ اللّٰهِ عَلَى الۡكٰفِرِيۡنَ [2]

[ڪافرن جي مٿان الله تعاليٰ جي لعنت آهي.]

افسوس! پوءِ بہ ظالمن کي شرم نٿو اچي جو الله تعاليٰ ڪافرن وانگر انهن تي لعنت ملامت ڪئي آهي. اهي تڏهن بہ بد خصلتيءَ کان باز نٿا اچن ۽ پنهنجي اصلاح نٿا ڪن. انهن کي پنهنجي حالت زار تي رئڻ گهرجي، ڇو تہ جڏهن قيامت جي ڏينهن قبرن مان اٿندا تہ واويلا ۽ رڙيون ڪندا ايندا. انهن جي مٿان لعنت ۽ ملامت وسڪارا ڪندي رهندي. انهن جي باري ۾ ئي فرمايو ويو آهي تہ:

يَوۡمَ لَا يَنۡفَعُ الظّٰلِمِيۡنَ مَعۡذِرَتُهُمۡ وَلَهُمُ اللَّعۡنَةُ وَلَهُمۡ سُوۡٓءُ الدَّارِ [3]

[انهيءَ ڏينهن ظالمن کي سندن حيلو بهانو فائدو نہ ڏيندو. انهن جي مٿان لعنت وسندي ۽ انهن لاءِ بڇڙو ٺڪاڻو آهي.]

---

(1) سوره هود آيت : ١٧

(2) واضح هجي تہ اهي قرآن مجيد جي آيت جا لفظ نہ آهن. بلڪ ان موضوع سان تعلق رکندڙ قرآن مجيد جي هڪ آيت هيءَ آهي: اِنَّ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا وَمَاتُوۡا وَهُمۡ كُفَّارٌ اُولٰٓـئِكَ عَلَيۡهِمۡ لَعۡنَةُ اللّٰهِ وَالۡمَلٰٓـئِكَةِ وَالنَّاسِ اَجۡمَعِيۡنَ ﴿١٦١﴾ سورة البقره آيت : ١٦١

(3) سوره غافر آيت : ٥٢

پوءِ ظالمن ۽ جابرن کي گهرجي تہ ظلم جي صفت کي ڇڏي، عدل ۽ انصاف اختيار ڪن. ناجائز مال ملڪيت ميڙڻ جي حرڪت کان سچي پڪي توبہ ڪن، گذريل زماني ۾ ڪيل ڏاڍ ۽ بيداد تي شرمساري ظاهر ڪن، گناهن جي تلافي ۽ پورائي ڪن. ڪين اها حقيقت بہ ياد رکڻ گهرجي تہ ظلم جي صفت جي موجودگيءَ نہ ڪين الله تعاليٰ جي مغفرت نصيب ٿيندي ۽ نہ هدايت واري واٽ ملندي، جيئن ارشاد فرمائي ٿو تہ:

إِنَّ الَّذِينَ كَفَرُوا وَظَلَمُوا لَمْ يَكُنِ اللَّهُ لِيَغْفِرَ لَهُمْ وَلَا لِيَهْدِيَهُمْ طَرِيقًا إِلَّا طَرِيقَ جَهَنَّمَ خَالِدِينَ فِيهَا أَبَدًا (1)

[بيشڪ جن ڪفر ڪيو ۽ ظلم ڪيو الله تن کي نہ بخشيندو ۽ ڪين جهنم کان سواءِ ڪا واٽ نہ ڏيکاريندو اتي سدائين رهندا.]

نَعُوذُ بِاللَّهِ مِنْ ذَٰلِكَ، هي تاڪيدي حڪم بہ گذري چڪو آهي تہ جيڪو شخص ظالمن ڏانهن لاڙو رکندو تنهن جو حشر نشر بہ انهن سان گڏ ٿيندو. ان ڏس ۾ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

وَلَا تَرْكَنُوا إِلَى الَّذِينَ ظَلَمُوا فَتَمَسَّكُمُ النَّارُ (2)

[جيڪي ظلم ڪن ٿا، انهن ڏانهن لاڙو بہ نہ ڪريو نہ تہ توهان کي دوزخ جي باه وڪوڙي وٺندي.]

پر جيڪڏهن بادشاه حق تي هلندو شريعت جي پيروي ڪندو نفساني خواهشن کان پري رهندو رعيت کي پناه جو پلئہ مهيا ڪندو پنهنجي سلطنت جي سياست شريعت مطابق هلائيندو ۽ پالڻهار پاڪ جي بندگيءَ بجا آڻيندو تہ پوءِ پڪَ اهو ئي الله تعاليٰ جي خلافت جو صحيح حقدار آهي، جنهن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

إِنِّي جَاعِلٌ فِي الْأَرْضِ خَلِيفَةً (3)

[بيشڪ آئون زمين ۾ خيلفو بنائڻ وارو آهيان.]

---

(1) سورة النساءَ آيت : ١٦٨

(2) سورة هود آيت : ١١٣

(3) سورة البقره آيت : ٣٠

نبي ﷺ جن جي حديث آهي تہ:

إِنَّ أَفْضَلَ عِبَادِ اللهِ عِنْدَ اللهِ مَنْزِلَةً يَوْمَ الْقِيَامَةِ إِمَامٌ عَادِلٌ رَفِيقٌ وَإِنَّ شَرَّ عِبَادِ اللهِ مَنْزِلَةً يَوْمَ الْقِيَامَةِ إِمَامٌ جَائِرٌ (1)

[بيشڪ الله وٽ درجي ۾ قيامت جي ڏينهن سڀ کان افضل ٻانها عدل ڪندڙ نرم دل ماڻهو آهن ۽ قيامت جي ڏينهن ٻانهن مان سڀ کان بڇڙا ظالم ماڻهو آهن.]

## بادشاه جون ٽي حالتون

اي منهنجا عزيزا بادشاه جون ٽي حالتون آهن: ١- پنهنجي نفس سان ٢- پنهنجي رعيت سان ٣- خدا تعاليٰ سان. هر هڪ حالت ۾ الله تعاليٰ ان کي ٽن ڪمن جو حڪم ڪيو آهي ۽ ٽن ڪمن کان روڪيو آهي. جن ڳالهين جو حڪم آهي، سي هي آهن: ١- عدل ٢- احسان ٣- عزيزن قريبن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ. جن ڳالهين کان منع آهي سي هي آهن: ١- فحاشي ٢- برائي ٣- بيحيائيءَ جا ڪم. پنهنجي نفس سان عدل ۽ انصاف ڪرڻو آهي. پنهنجي نفس سان عدل ۽ انصاف ڪرڻ جو مطلب آهي تہ ان کي توحيد تي قائم رکي. پنهنجي نفس کي مجبور ڪري تہ الله جا فرض سهڻي نموني سان انجام ڏي. عزيزن قريبن جا حق ادا ڪري، پڻ پنهنجي نفس جا بہ حق ادا ڪري، يعني نفس تي ضابطو ڪرڻ، دل سان مراقبو ڪرڻ، ۽ ظاهري ۽ باطني حواسن جي حفاظت ڪرڻ. تان تہ انساني جسم جي هر هڪ عضوي کي صحيح مقصد لاءِ استعمال ڪري سگهجي. جن ڪمن کان منع آهي ان ۾ بي حيائي برائي ۽ بدڪاريءَ جا ڪم آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن جي ڪري دل تي ظلمت ۽ اونداهي جا پردا پون ٿا ۽ ماڻهوءَ ۾ بڇڙيون عادتون پيدا ٿين ٿيون. مثلاً غيبت گلا، ڪوڙ بهتان بازي، گارگندگيءَ زنا، فسق فجور وغيره. ۽ عام خاص بادشاه (الله تعاليٰ) جي مخالفت نہ ڪري. انهيءَ ڪري ٿي

(1) الترغيب والترهيب ص ١١٧ ج٣، شعب الايمان ص ١٦ ج٦، علل ابن ابي حاتم ص ١٧٤ ج٢، مجمع الزوائد ص ١٩٧ ج٥، المعجم الاوسط ص ١١٢ ج١.

الله تعاليٰ عادل بادشاه جي اطاعت کي پنهنجي فرمانبرداري فرمايو آهي:

أَطِيعُوا اللَّهَ وَأَطِيعُوا الرَّسُولَ وَأُولِي الْأَمْرِ مِنْكُمْ [1]

[چيو مڃيو الله جو ۽ چيو مڃيو رسول جو ۽ (چيو مڃيو) انهن ماڻهن جو جيڪي توهان جا امير ۽ حاڪم آهن.]

پر ظاهر آهي جيستائين بادشاه انصاف نہ ڪندو تيستائين انهيءَ عظيم منصب جو مُستحق نہ ٿيندو ۽ انهي مقام تي هرگز نہ پهچندو ۽ بادشاه ان وقت تائين عدل. انصاف ڪري نٿو سگهي، جيستائين عدل انصاف جون تقاضائون پوري طرح نہ ڄاڻي. جهڙي طرح ڪو شخص پاڻ تري نہ ڄاڻي، اهو ٻئي کي غرق ٿيڻ کان ڪيئن بچائيندو؟

ڄاڻڻ گهرجي تہ صحيح معنيٰ ۾ بادشاه اهو آهي، جيڪو پنهنجي دل، نفس، ظاهري ۽ باطني حواسن کي جيڪي، در اصل سندس رعيت آهن، انهن کي شريعت جو پابند نہ ڪري ۽ هر هڪ کي حق جي خدمت ۾ مشغول نہ رکي ۽ انهن کي شريعت جي تعليم مطابق منع ڪيل ڪمن کان نہ روڪي. نفس کي خواهشن، لذتن، طبعي لاڙن کان پاڪ صاف ڪري، ڌڻي تعاليٰ ڏانهن متوجه رکي، تان تہ حق جو فيض پرائڻ جي قابل ٿئي ۽ کيس تائيد الـهي حاصل ٿئي ۽ حق تعاليٰ جي جانشينن ۾ شامل ٿئي ۽ پنهنجي ملڪ ۾ الله تعاليٰ جا حڪم احڪام لاڳو ڪرڻ جوڳو ٿئي. ان کان پوءِ اهو جيڪي ڪم ڪندو تن کي الله رب العزة جي دربار ۾ شرف، درجو مرتبو ۽ مان حاصل ٿيندو. بادشاه جو ٻيو تعلق رعيت سان آهي. بادشاه کي گهرجي تہ رعيت سان عدل، انصاف ۽ احسان جو سلوڪ ڪري. ڪمزور کي زور وٺرائي، عزيزن قريبن جي پرگهور لهي، درويشن، عيالدارن جي صدقات ۽ خيرات وسيلي مدد ڪري، بيواهن جي دستگيري ڪري، قرضين ۽ محتاجن جي سار سنڀال لهي، عالمن جي عزت ڪري، سندن قوت لايموت جو انتظام ڪري، غلامن کي آزادي ڏياري، ديني زاهدن ۽ عابدن جي عزت ڪري، انهن جي حالات کان باخبر رهي، ضرورتمند هجن تہ ساڻن سهڪار ڪرڻ کي پنهنجي لاءِ غنيمت

(1) سورة النساءَ آيت : ۵۹

ڇاڻي، جيڪي درويش دنياوي وهنوار ۽ ڪاروبار جي ڌيڻ کان پاسي رهن ٿا، انهن کي طالب ڪري بلڪ سندن استقبال ڪري، چاهي اهي بادشاه وٽ اچڻ کي پسند نہ ڪن، حلال ذريعن مان انهن جي مدد ڪري انهن کي خوش ۽ خوشحال ڪري، تان تہ اهي خدا پرستيءَ جي شغل ۾ مشغول رهن، ڇاڪاڻ تہ انهن جي پاڪ نفسن ۽ پاڪ وجود جي برڪتن سان دنيا وارن جو وجود قائم آهي. جيئن چيو ويو آهي تہ:

لَوْلَا الصَّالِحُوْنَ لَهَلَكَ الطَّالِحُوْنَ

[جيڪڏهن صالحين نہ هجن ها تہ هوند غير صالح هلاڪ ٿي وڃن ها]

اهي آهن عادل بادشاه جون وصفون.

مٿي بيان ڪيل سيني ماڻهن جا حق ۽ حصا بيت المال ۾ مقرر آهن. انهن جا حق ۽ حصا انهن کي پهچڻ گهرجن. جيڪڏهن ائين نہ ڪندو تہ ظالم ۽ نافرمان ٿيندو. عزيزن ۽ قريبن سان سهڻو سلوڪ ڪري، ڇاڪاڻ تہ رعيت زيردست ۽ محتاج هئڻ سبب بادشاه لاءِ اهل و عيال جي حيثيت رکي ٿي (بلڪ حديث ۾ آهي تہ الخلق عيال الله۔ مخلوق، الله جو ڪٽنب آهي) سيد القيوم خادمهم – قوم جو سردار سندن خادم هوندو آهي) خاتم الا نبياءِ ﷺ جن مرض الموت ۾ برابر وصيت ۽ نصيحت فرمائيندا رهيا تہ:

اَلصَّلٰوةُ وَمَا مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ (1)

[نماز ۽ جيڪي اوهان جا غلام آهن تن جو لحاظ ڪريو]

يعني جيڪي توهان جا زيردست آهن انهن سان عدل، انصاف ۽ احسان جو معاملو ڪريو. رعيت پروري، عدل پروري، مساوات ۽ انصاف جي سياست سلطنت لاءِ بنيادي پٿر ۽ پيڙهہ جي حيثيت رکي ٿي جيئن نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ العدل والملک توامان (عدل، انصاف ٻہ جاڙا ڀائر آهن.) جيڪڏهن ملڪ ۾ ڇڱو قانون موجود هجي، جنهن ۾ ماڻهن لاءِ آساني ۽ آسائش هجي، تہ بادشاه کي گهرجي تہ ان کي لاڳو ڪري، الله

(1) مسند احمد ص ١١٧ ج ٣، الادب المفرد ص ٦٦ ج ١، الكامل في ضعفاءِ الرجال ص ٣١٢ ج ١، تاريخ بغداد ص ٢٣٩ ج ۴، ڪشف الخفاءِ ص ٧١ ج ١.

وٽ اجر ۽ ثواب حاصل ڪري. جيڪو ظلم ملڪ ۾ موجود هجي يا جنم ورتي، بادشاه کي گهرجي تہ ان جي پاڙ پٽڻ ۾ وس ڪان نہ گهٽائي ۽ ظالم کي جوڳي سزا ڏي. ائين نہ ڪندو تہ پاڻ بہ ان جي گناه ۾ شريڪ ٿيندو جيئن حديث شريف ۾ آهي تہ:

مَنْ سَنَّ فِي الْإِسْلَامِ سَنَةً حَسَنَةً كَانَ لَهُ أَجْرُهَا وَأَجْرُ مَنْ عَمَلَ بِهَا مِنْ بَعْدِهِ مِنْ غَيْرِأَنْ يُنْقَصَ مِنْ أُجُوْرِهِمْ شَيْءٌ وَمَنْ سَنَّ فِي الْإِسْلَامِ سَنَةً سَيِّئَةً كَانَ عَلَيْهِ وِزْرُهَا وَوِزْرُ مَنْ عَمَلَ بِهَا مِنْ بَعْدِهِ مِنْ غَيْرِأَنْ يُنْقَصَ مِنْ أَوْزَارِهِمْ شَيْءٌ (1)

[جيڪو اسلام ۾ سهڻو طريقو ڪڍندو ان کي ان جو بہ اجر ملندو ۽ بعد ۾ جيڪو ان طريقي تي هلندو ان جو بہ ڪيس اجر ملندو سواءِ ان جي جو عمل ڪندڙن جي اجر ۽ ثواب ۾ ڪمي اچي ۽ جيڪو اسلام ۾ غلط طريقو ڪڍندو ان کي ان جو بہ گناه ٿيندو ۽ بعد ۾ جن بہ ان طريقي تي عمل ڪيو انهن جي گناهن جو گناه بہ ان تي ٿيندو بغير ان جي جو گناه ڪندڙن جي عمل ۾ گهٽتائي اچي.]

بس! بادشاه تي واجب آهي تہ سندس دور اقتدار ۾ يا ان ڪان اڳ ڪنهن شخص رعيت مٿان ظلم، ڳرا محصول، خراج ۽ ٽيڪس جو ڪارو قانون مسلط ڪيو هجي، يا ڪنهن کي نوڪريءَ مان ڪڍيو هجي، يا ڪنهن جو معاشي قتل ڪيو هجي، يا ڪنهن جو وظيفو روڪيو هجي، يا حد ڪان لنگهي، عزتدار جي عزت کي لتاڙيو هجي، يا ڪنهن بدعت جو بنياد رکيو هجي تہ انهن سيني برائين کي ٻنجو ڏي. ائين نہ چوي تہ اهو ٻين جو عمل آهي اسان ڪان پڇاڻو نہ ٿيندو ان جو وبال تہ مٿن پوندو جن ان

(1) قرطبي ص ٧٨ ج ٢، ص ٢١٦ ج ۴، ص ١۴٠ ج ٦، ص ١٨٨ ج ٨، ص ٩٩ ج ١٩، طبري ص ٨٦ ج ٣٠- ابن ڪثير ص ٥٦٦ ج ٣ مسلم ص ٧٠٥ ج ٢، حديث: ١٠١٦، ١٠١٧- ابن خزيمه ص ١١٢ ج ۴، دارمي ص ۴٠ ج ١، مجمع الزوائد ص ١٦٨ ج ١، احمد ص ٣٧٥ ج ۴، ص ٣٨٥ ج ۴، المعجم الڪبير ص ٣۴٣ ج ٢، شعب الايمان ص ٢٠٠ ج ٣، الترغيب والترهيب ص ۴٨ ج ١، فتح الباري ص ٣٣١ ج ٢.

جو بنياد رکيو آهي، اهو شيطان ۽ نفس اماروه جو فريب آهي. پوءِ جڳائي تہ جيتوڻيڪ گذريل زماني ۾ ڪنهن بيداد ۽ ڏاڍ جو بنياد پيو هجي پر ان تي افسوس ڪندي ان جو ازالو ۽ پورائو ڪري. جيڪڏهن سندس اقتدار ۾ ڪو اهڙي ظالمانہ حرڪت ڪري تہ ڪيس سزا چڪائي ۽ ان جي معافي تلافي ڪري. چاڪاڻ تہ اهڙي حرڪت دراصل بادشاه جي خلاف، ان کي ناس ۽ ان جي سلطنت کي برباد ڪرڻ جي سازش آهي. پڪ سان ظلم جي چڪي ان کي پيڙي ڇڏيندي. پر جيڪو ظلم ۽ ڏاڍ جي پاڙ پٽيندو تہ ان جي سلطنت کي ڪمال ۽ استقلال حاصل ٿيندو. جيڪو ان جي سامهون سهڻي ڪم جي شفاعت ۽ پارت ڪندو ان جو ثواب لهندو ۽ جيڪو شخص ان جي سامهون غلط سفارش ڪندو ان سان گڏ گناه ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيندو جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

مَنْ يَّشْفَعْ شَفَاعَةً حَسَنَةً يَّكُنْ لَّهٗ نَصِيْبٌ مِّنْهَا وَمَنْ يَّشْفَعْ شَفَاعَةً سَيِّئَةً يَّكُنْ لَّهٗ كِفْلٌ مِّنْهَا [1]

[جيڪو شخص سهڻي ڪم جي سفارش ڪندو تنهن کي انهيءَ مان نصيب ملندو ۽ جيڪو شخص خراب ڪم جي سفارش ڪندو انهيءَ کي ان مان حصو ملندو.]

پوءِ جنهن جيڪي ڇيو ۽ جيڪي ڪيو تنهن کي ان جو بدلو ڀوڳڻو آهي بادشاه رعيت جي ڌڻ لاءِ ڌنار وانگر آهي ۽ ان کي سندس دشمن کان نگاه ۽ پناه ڏيڻي آهي، جيڪڏهن ڪو ٻڪر ٻہ رڍ کي ٽڪر هڻي تہ ان تي ٻہ ترس ڪري ۽ مظلوم کي انصاف وٺي ڏي. اهو ٽڪر هڻندڙ ٻڪر چاهي حاڪم جا مغرور ملازم هجن، چاهي ڌاريا هجن انهن جي مقابلي ۾ ماڻهن کي تحفظ ڏيڻ بادشاه تي لازم آهي. انهيءَ زماني ۾ سندن کاڌو خوراڪ پڻ بادشاه تي لازم آهي. پڻ بادشاه تي هي ٻہ لازم آهي تہ ڪافرن سان جنگ ڪري ۽ دارالحرب ۾ اسلام جي اشاعت جو انتظام ڪري. تلوار جيڪا پيغمبر اسلام جي ميراث آهي، جنهن جي هلائڻ جو

(1) سور النساءِ آيت : ٨٥

الله تعالىٰ پنهنجي پياري پيغمبر کي حڪم ڪيو آهي تہ

يَآيُّهَا النَّبِيُّ جَاهِدِ الْكُفَّارَ وَالْمُنَافِقِينَ (1)

[اي نبي! ڪافرن ۽ منافقن سان جهاد ڪر.]

هڪ درويش کان پڇيو ويو تہ توهان نيرو ڪپڙو ڇو پاتو آهي؟ چيائين تہ تن مصيبتن جي ڪري نيرو ڪپڙو پاتو اٿم. پيغمبر اسلام ٽي شيون ميراث ۾ ڇڏيون: ١- علم ٢- فقر ٣- تلوار.

علم عالمن جو ورثو آهي، پر انهن عمل ڇڏي ڏنو. حالانڪ علم رب پاڪ جي قرب ۽ آخرت جي بلند مرتبن ماڻڻ جو وسيلو ۽ واسطو آهي، پر پنهنجي ناداني جي ڪري هنن علم کي دنياوي مفادن ۽ درجن حاصل ڪرڻ جو سبب بنايو تہ جيئن منصب ۽ جاه، جلال جا مالڪ بنجن. فَقر کي، فقرائن اختيار ڪيو، پر انهن فقر کي، دولتمند ٿيڻ جو ذريعو بنايو تہ جيئن عزت ۽ مال غنيمت وارا ٿين. تلوار بادشاهن جي حصي ۾ آئي پر ان جي استعمال جو جيڪو حق آهي، انهيءَ مطابق ان کي استعمال نہ ڪيائون. حالانڪ نبيﷺ جن فرمايو آهي تہ:

اُمِرْتُ اَنْ اُقَاتِلَ النَّاسَ حَتّٰى يَقُوْلُوْا لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ (2)

[مون کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ ماڻهن سان وڙهان تانجو لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ چون.]

رعيت جي ڪمن کي سرڪاري عملدارن تي نہ ڇڏجي. مٿن مڪمل پروسو نہ ڪجي. بادشاه جو فرض آهي رعيت جي پاڻ سار سنڀال لهي ۽ جيڪو شخص پنهنجو فرض ڇڏيندو بيشڪ ان جي اسلام ۾ شڪ آهي.

(1) سورة التوبه آيت : ٧٣

(2) قرطبي ص ١٣٢- ١٩٣ ج ١، ابن ڪثير ص ٥٠- ٢٢٤ ج ١١، ص ٣١٠- ٣٣٧ ج ٢، تفسير طبري ١٩٥٠ ج ٢، ص ٨١ ج ١٥، ص ١٠٤- ١٤٢ ج ٢٦، ص ١٦٦ ج ٣٠، مسلم ص ٥١- ٥٢- ٥٣ ج ١، ص ١٨٧١ ج ٤، بخاري ص ١٧- ١٥٣ ج ١، ص ٥٠٧ ج ٢، ترمذي ٣- ٤- ٤٣٩ ج ١.

جڳائي تہ حڪمران پنهنجن اميرن، ڪبيرن، نوڪرن چاڪرن، عاملن، عملدارن، ظالمن مفسدن جي ڪارگذاريءَ ۽ احوال کان باخبر رهي، انهن مان جيڪو بہ ڏوهہ ڪري ان جو احتساب ڪري. قيامت جي ڏينهن بادشاه کي پنهنجين ڪارگذارين سان گڏوگڏ، پنهنجي رعيت زيردستن ۽ انتظاميه جي عملدارن جي خير ۽ شر جي احوال جي باري ۾ پڇاڻو ٿيندو اتي ان کي پنهنجي رعيت جي ذري پرزي جو جواب ڏيڻو پوندو جيئن نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

كُلُّكُمْ رَاعٍ وَكُلُّكُمْ مَسْئُولٌ عَنْ رَعِيَّتِهِ (1)

[توهان مان هر هڪ نگران آهي ۽ هر هڪ کان ان جي رعيت جي باري ۾ پڇاڻو ٿيندو.]

تنهن ڪري پاڻ کي ۽ پنهنجن اهلڪارن، ڪارڪنن ۽ عملدارن کي ظلم ۽ ڏاڍ کان پري رکي، عدل انصاف جو نظام قائم ڪري. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

إِنَّ اللَّهَ يَأْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْإِحْسَانِ (2)

[الله عدل، انصاف ۽ احسان ڪرڻ جو حڪم ڪري ٿو.]

ائين ڪندو تہ ٻنهي جهانن ۾ ڪامياب ٿيندو. ائين نہ ڪندو تہ قيامت جي ڏينهن (الله نہ ڪري) لعنتي، ڏمريل، قهر ڪيلن ۾ شامل ٿيندو. ۽ اسفل السافلين ۾ پهچندو. ان جو سبب هي آهي تہ بادشاهن جي بادشاه، حقيقي بادشاه، الله تعاليٰ مجازي بادشاه تي وڏيون نعمتون ۽ عنايتون فرمايون آهن. جيتوڻيڪ ظاهري شڪل صورت ۾ انسان پيدا ڪيو اٿس، مگر پنهنجي زبردست حڪمت هيٺ، ڪيس اهڙو ڪمال ۽ قدرت بخشي اٿس جو جيڪڏهن، وقت جو بادشاه چاهي تہ ذلت جي کڏن ۽ کوهن ۾ ڪريل انسان کي عزت جي اوج تي پهچائي سگهي ٿو ۽

---

(1) عن عبدالله بن عمر: بخاري ص ٣٠٤ ج ١، حديث: ٨٥٣- مسلم حديث: ١٨٢٩- قرطبي ص ٢٥٨ ج ٥، ابن ڪثير ص ٢٠٢ ج ٢، ابن حبان، ترمذي، مجمع الزوائد، بيهقي، ابودائود، السنن الڪبري، احمد، شعب الايمان، الترغيب والترهيب ۽ فتح الباري ص ٣٧٩ ج ٥.

(2) سورة النحل آيت: ٩٠

جيڪو عزتن جي بلند مرتبن تي آهي ان کي ذلت جي کڏن کوهن ۾ اڇلائي سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن بي گناه جي قاتل ڏوهي جي معافيءَ جو حڪم جاري ڪري ته اِن جي ساٿين مان ڪنهن کي به اها همت نه هوندي ته ان کي روڪي، يا ڪيس ڪجهه چئي سگهي، ڇاڪاڻ ته ان کي ايتري قوت ۽ اختيار آهن جو جيڪي وٽيس سو ڪري سگهي ٿو بس حڪم "ڪُن" جي دير آهي. هڪدم ان جو حڪم لاڳو ٿي ويندو آهي. ڇاڪاڻ ته ان جو حڪم مڃڻ، هن ڪري فرض ۽ واجب آهي جو ان ۾ ملڪ ۽ سلطنت جي بقا ۽ استحڪام جو راز سمايل آهي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن الله تعاليٰ جي ڏنل نعمتن جي ناشڪري ڪندو ته ٻنهي جهانن ۾ سخت عذاب ۾ مبتلا ٿيندو. الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

لَئِنْ شَكَرْتُمْ لَأَزِيدَنَّكُمْ وَلَئِنْ كَفَرْتُمْ إِنَّ عَذَابِي لَشَدِيدٌ (1)

[جيڪڏهن توهان شڪر ڪندا ته ضرور توهان کي وڌائيندس ۽ جيڪڏهن ناشڪري ڪندا ته پوءِ بيشڪ منهنجو عذاب به سخت آهي.]

جڏهن بادشاهن جي بادشاه يعني الله تعاليٰ، بادشاه تي احسان ڪيو آهي ته بادشاه جو به فرض آهي ته ٻين تي احسان ڪري. ته جيئن قرآن ۾ آهي ته: (قارون کي ماڻهن چيو ته)

أَحْسِنْ كَمَا أَحْسَنَ اللَّهُ إِلَيْكَ (2)

[جيئن الله تو سان ڀلائي ڪئي آهي ته تون به ڀلائي ڪر.]

احسان سڃاڻڻ ۽ قدر شناسيءَ جا ٻه قسم آهن: ١- خالق جي تابعداري ڪرڻ ٢- ٻيو مخلوق سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ. خالق جي شڪر گذاري هيءُ آهي ته رب تعاليٰ جي عبادت ۽ ٻانهپ واري واٽ تي ثابت قدم رهي ۽ مخلوق سان ڀلائي ڪرڻ جو مطلب آهي، جيئن پنهنجي فرض منصبي موجب انهن سان انصاف ۽ احسان جو معاملو ڪري تان ته دنيا ۽ آخرت ٻنهي جهانن ۾ عزت حاصل ڪري. ائين نه ڪندو ته ٻنهي جهانن ۾ سخت عذاب پوڳيندو دنيا ۾ به ذلت ۽ خواري

(1) سوره ابراهيم آيت: ٧

(2) سورة القصص آيت: ٧٧

سهٽي پوندس. ان ڪري بادشاه ڪي گهرجي تہ پنهنجي جان، پنهنجي خاندان ۽ پنهنجي دين ۽ ايمان جو دشمن نہ ٿئي.

نہ رڳو پاڻ پر جيڪو ان جو تابعدار آهي ان کي بہ گهرجي تہ دين تي قائم رهي. ڇاڪاڻ تہ اصول آهي تہ

اَلنَّاسُ عَلٰى دِيْنِ مُلُوْكِهِمْ (1)

[ماڻهو پنهنجن بادشاهن جي دين تي هوندا آهن]

پوءِ بادشاه جي ڪارندن مان جيڪو بہ ظلم ۽ زيادتي ڪري، تنهن کي پنهنجي ذات، پنهنجي مال ۽ پنهنجي ايمان جو دشمن ڄاڻي ۽ کيس جوڳي سزا ڏي تہ جيئن ٻيا ماڻهو عبرت حاصل ڪن. اهڙي ريت ٻنهي جهانن جي عذاب کان نجات حاصل ڪري، نہ تہ معاذ الله! ان جا ٻئي جهان خوار ۽ خراب ٿي ويندا.

"بيت"

هر که فرمان حق تباه کند۔ لا جرم در دو کون خوار بُود

و آنکه فرمان حق بجا آورد۔ در هر دو جا صاحب اعتبار بود

[جيڪو حق تعاليٰ جي نافرماني ڪندو بيشڪ ان جا ٻئي جهان تباه ٿيندا ۽ جيڪو حق جي تابعداري ڪندو ٻنهي جهانن ۾ عزت، اڪرام ڏسندو.]

رسول الله ﷺ جو فرمان آهي تہ جيڪو بادشاه ظلم ڪندو الله تعاليٰ ان جي بادشاهي ۾ نقصان ۽ خسران پيدا ڪندو. مثلاً، ان جي اقتصادي حالت ۽ سلطنت سگهوئي برباد ٿي ويندي. بادشاه تي ٻيا حڪمران غالب ٿي ويندا تانجو بادشاه خود مسڪينن پنيو فقيرن کان بہ وڌيڪ محتاج ۽ تنگ دست ٿي ويندو. جيئن شيخ سعدي چيو آهي تہ:

---

(1) فتح الباري ص ١٥١ ج٧ - المصنوع ص ١٩٨ ج١- جيتوڻيڪ حديث ۾ اهي لفظ نٿا ملن پر قرآن مجيد ۾ ان مضمون جون ڪيتريون ئي آيتون آهن جن مان هڪ هيءَ آيت آهي تہ قيامت جي ڏينهن دوزخي چوندا تہ: ربنا اطعنا سادتنا وكبراءنا فاضلونا (رب اسان جا! اسان پنهنجن وڏن ۽ پنهنجن سردارن جي پيروي ڪئي، پوءِ انهن اسان کي گمراه ڪري ڇڏيو.

بيت

درويش و غني بنده اين خاک درند
آنهان که عزّ ترند محتاج ترند

[درويش ۽ غني، هن مٽيءَ جي اندر پوريل آهن. جن کي سڀ کان گهڻي عزت حاصل هئي، اُهي اڄ سڀ کان وڌيڪ محتاج آهن.]

بارگاه رب العزت ۾ بادشاه، پاڻ کي بي وس فقير کان بہ گهٽ سمجهي، سندس عبادت ڪري، ڇاڪاڻ تہ حڪومت ۽ اقتدار سندس ذات آهي ۽ وڏا وڏا بادشاه بہ ان مالڪ الملڪ جي در جا پينو فقير آهن. ماڻهو جيڪي الله جو ڪٽنب آهن، تن سان انصاف جو معاملو ڪري، پنهنجي ملڪ ۾ رات جو ويس بدلائي حالات جو جائزو وٺي. جنهن عملدار کي ڏسي تہ ماڻهن سان سهڻو سلوڪ ڪري ٿو تنهن کي نوازي ۽ ترقي وٺرائي، جنهن کي ڏسي تہ ماڻهن تي ظلم ڪري ٿو ان کي عبرتناڪ سزا ڏي. جيڪي ماڻهو قوم ۽ ملڪ جي حالتن جي تحقيق لاءِ مقرر آهن يا واقعن ۽ حالاتن جي لکندڙن کي ڳجهيءَ طرح تاڪيد ڪري تہ هر ننڍو وڏو واقعو يا بي واجبي ڳالهيون روزانو لکي، ملڪ، قوم ۾ هراس نہ پکيڙيو ۽ بي حيائي جي فضا پيدا نہ ڪريو. اها ملڪ، قوم، دين ۽ حڪومت سان دشمني آهي. جيڪڏهن توهان پنهنجي خراب عادت کان باز نٿا اچو تہ توهان کي اهڙي سخت سزا ڏيندس، جيڪا ڪنهن بددين ۽ ملڪ، ملت جي دشمن جي هوندي آهي. جيڪڏهن اوهان ملڪ ۽ ماڻهن سان ڀلائي ڪندا تہ توهان کي نوازيندس ۽ جڏهن هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري پنهنجي پالڻهار وٽ ويندا تہ اتي بہ پنهنجي انهيءَ حق پرستيءَ جو چڱو بدلو لهندا. انهيءَ نصيحت ۽ تنبيه کان پوءِ بادشاه کي گهرجي تہ ڏوهارين ۽ شرپسندن جي چرپر کان غافل نہ رهي. سرڪاري عملدارن ۽ خبر رسان عملدارن کي گهرجي تہ مظلومن تي جيڪي بہ ۽ جتي بہ ظلم ٿين ٿا بغير ڪنهن گهٽ وڌائيءَ جي سڌيءَ طرح حڪمرانن جي سامهون پيش ڪن. بادشاه سندن شڪايت تي پوري طرح ڌيان ڏي ۽ ڪين ڪنهن بہ طرح نہ هيسائي، نہ تہ ڪنهن بہ واقعي جو اطلاع ۽ شڪايت ان تائين پهچي نہ

سگهندي. جيڪڏهن ڪيس معلوم ٿئي تہ واسطيدار ادارن اصل ڏوهيءَ کي لڪائڻ ۽ ناحق ٻئي ڪنهن کي ڦاسائڻ لاءِ ڪوڙا اطلاع ڏنا اَهن ۽ حقيقت تي پردو وڌو آهي تہ ضروري آهي تہ حاڪم، ذميدار ماڻهن کي عبرتناڪ سزا ڏئي تان تہ آئنده ڪو اهڙي جرائت نہ ڪري ۽ ملڪ ۽ قوم ۾ ظلم ۽ فسادو زور نہ وٺي. جيڪڏهن ڪنهن جاءِ تي ظلم ۽ تعديءَ جو واقعو پيش ٿيو هجي ۽ بادشاه واسطيدار ظالم کي پنهنجي عهدي تان برطرف نٿو ڪري ۽ مظلوم جي امداد نٿو ڪري تہ ستت "اسفل السافلين" ۾ پهچي ويندو. جيڪو حاڪم، ملڪ قوم مان ظلم ۽ بيداد جي پاڙ پٽي، انصاف جو نظام جاري ڪرڻ جي سگهہ نٿو رکي يا پاڻ ظلم ۽ ڏاڍ تي سندرو ٻڌي بيهي ٿو تہ اها گهڙي پري نہ آهي جو ان کان حڪومت کسجي وڃي.ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جو اصول آهي، جيئن مٿي آيت گذري تہ: تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَاءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَاءُ (جنهن کي چاهين، بادشاهي ڏين ٿو جنهن کان چاهين، بادشاهي کسين ٿو.)

اهڙن ظالمن حڪمرانن جي آمدنيءَ جي ذريعن ۾ خزانن ۾ کوٽ، امن امان ۾ ڏقيڙ ۽ ملڪ ۾ هر هنڌ ڦڙ ڦوٽ پئجي ويندي آهي. ان ڏس ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو:

وَلَا يَزِيدُ الظَّالِمِينَ إِلَّا خَسَارًا [1]

[۽ظالمن کي رڳو نقصان ۾ وڌائي ٿو.]

اها ذلت، نقصان، خواري اقتدار، ايماندار کان محرومي دنيا جي سزا آهي. آخرت ۾ ظالمن کي الله تعاليٰ جي طرفان دائمي لعنت هوندي ۽ سندن ٺڪاڻو آهي ۽ جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

يَوْمَ لَا يَنْفَعُ الظَّالِمِينَ مَعْذِرَتُهُمْ وَلَهُمُ اللَّعْنَةُ وَلَهُمْ سُوءُ الدَّارِ [2]

[قيامت جي ڏينهن ظالمن کي انهن جو عذر فائدو نہ ڏيندو ۽ مٿن لعنت آهي ۽ انهن لاءِ بڇڙو گهر آهي.]

---

(1) سورة الاسراءِ آيت: ٨٢

(2) سورة المؤمن آيت: ٥٢

بيت

بسي سهل است ذلت در داردنيا
که باشد يک عقوبست در دار عقبا
مذلت در دنيا سهل باشد
بنرديک آن کس که او اهل باشد
مذلت اين جهان آسان نمايد
زوال ايمان بس مشکل آيد
زوال دين ودنيا هست در ظلم
مکُن بر خويشتن پس اين همه ظلم
که عاقبت ظلم در نار باشد
هميشه در عذر خوار باشد

[دنيا گهر جي ذلت سهڻ سولي ڳالهہ آهي. پر اخرت جي گهر ۾ ٺيندڙ سزا آهي. دنيا جي ذلت خواري ان شخص لاءِ جيڪو ان جو اهل آهي. هن دنيا جي خواري هلڪي نظر اچي ٿي پر ايمان جي دولت کان محرومي ڏاڍي ڏکئي ڳالهہ آهي. دين ۽ دنيا جو زوال ظلم آهي، ان ڪري پنهنجو پاڻ تي اهو سمورو ظلم نہ ڪر. ڇو تہ ظالم جي پڇاڙي دوزخ آهي هميشہ لاءِ عذاب ۾ ذليل رهندو.]

الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

فَكَانَ عَاقِبَتَهُمَآ اَنَّهُمَا فِي النَّارِ خَالِدَيْنِ فِيْهَا وَذٰلِكَ جَزٰٓؤُا الظّٰلِمِيْنَ [1]

[پوءِ انهن ٻنهي جي عاقبت اها آهي تہ سدائين دوزخ ۾ رهندا ۽ ظالمن جو اهو ئي بدلو آهي]

غرض جڳائي تہ وقت جو حاڪم خدا جي ڌرتي تي عدل ۽ انصاف قائم ڪري، خدا جي خلق کي پنهنجي حفاظت ۽ عدالت جي ڇانو ۾ امن امان، خوشي ۽ خوشحالي سان رکي. جيڪڏهن وزيرن، مشيرن، عملدارن، ڪارندن، نوابن، گورنرن مان ڪنهن ذري جيتري بہ بي انصافي ڪئي آهي، بادشاه تي فرض آهي تہ ظالم کي ڪيفر ڪردار تي

(1) سورة الحشر آيت: ١٧

پهچائي. پنهنجن ساٿين ۽ سڄڻن کي انصاف جو پابند ۽ محافظ ڪري تان تہ ملڪ آباد رهي ۽ امن قائم ٿئي، بادشاه جي عمر وڌي، ان جي دولت ۾ اضافو ٿئي ۽ حڪومت ۾ استحڪام اچي. رسول الله عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي تہ:

اُنْصُرْ اَخَاكَ ظَالِمًا اَوْ مَظْلُوْمًا قِيْلَ يَا رَسُوْلَ اللهِ هٰذَا نَصَرْتُهٗ مَظْلُوْمًا فَكَيْفَ اَنْصُرُهٗ ظَالِمًا؟ قَالَ تَحْجُزُهٗ وَتَمْنَعُهٗ مِنَ الظُّلْمِ فَذٰلِكَ نَصْرُهٗ (1)

[پنهنجي ڀاءُ جي مدد ڪر، چاهي ظالم هجي، چاهي مظلوم هجي. چيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ! مظلوم جي مدد ڪرڻ تہ فرض آهي، پر ظالم جي مدد ڪيئن ڪريان؟ فرمايائون تہ کيس ظلم کان روڪ، اها ئي تنهنجي طرفان سندس مدد آهي.]

ڇاڪاڻ تہ بحث ۽ تحقيق کان سواءِ علم، دولت ۽ محنت کانسواءِ واپار ۽ صحيح انتظام کان سواءِ ملڪ مضبوط نہ ٿيندو آهي. اهي منهنجا عزيز! انهيءَ انتظام ۽ انهيءَ عملداريءَ مان مراد اها نہ آهي تہ فقط ڌاڙيلن، باغين ۽ چورن جي خلاف ڪات ڪهاڙا تيز ڪجن، بلڪ سيني شريسندن، فسادين ۽ ظالمن جي غير قانوني، غير اخلاقي ۽ ظالمانہ ڪاروائين کي بنجو ڏجي، چاهي اهي ڪاروايون ڪندڙ ڪاريون رڌون حڪومت جي اندر هجن يا حڪومت کان ٻاهر هجن، اهي زبردست هجن، يا زيردست هجن، هر هڪ کي قانون جي ڪوڙڪيءَ ۾ قابو رکجي، هر هنڌ قانون جي رکوالن کي چوڪس رکجي. بادشاه جو فرض آهي تہ سرڪاري ڪامورن، اهل ڪارن، نمائندن ۽ اختياري وارن کي تاڪيد ڪندو رهي تہ خبردار! توهان مان جيڪو بہ ذري جيترو بہ ظلم ۽ بي انصافي ڪندو اهو نہ صرف حڪومت ۽ ملڪ جو مخالف ليکبو پر اهو خود الله ۽ رسول ﷺ جو بہ دشمن آهي، ڇاڪاڻ تہ الله پاڪ ۽ ان جو رسول سڳورو ﷺ انهيءَ شخص کي پيارو نٿو رکي، جيڪو ٻين کي

(1) عن انس ابن ڪثير ص ٧ ج٢، قرطبي ص ١٧٠ ج ١٠ - بخاري حديث: ٦٥٥٣، بيهقي ص ٩٤ ج ٦، احمد ص ٢٠١ ج٣، مسند ابويعلي ص ٤٤٩ ج ٦، شعب الايمان ص ١٠١ ج ٦، مسند عبد بن حميد ص ٤١١ ج ١.

ستائيندو آهي ۽ ايذائيندو آهي، بلڪ حڪم آهي تہ:

اُقْتُلُوا الْمُوْذِيْ قَبْلَ الْاِيْذَاءِ

[موذيءَ کي ايذاءُ پهچائڻ کان اڳ قتل ڪري ڇڏيو.]

ان ۾ ٺي سيني جو پلو آهي. بادشاه پنهنجن عملدارن مان هر هڪ تي اها ڳالهہ واضح ڪري ڇڏي تہ اهڙي شخص جي جان، مال ۽ گهر ٻار کي بہ ڦتائي ناس ڪري ڇڏيندو، جيڪو عوام تي ظلم ڪندو. ظلم ۽ بي انصافيءَ جو نتيجو جيڪو بہ نڪري، ڏوهاريءَ جي سر تي هوندو. ڇاڪاڻ تہ دنيا ۽ آخرت ۾ ظالم جي بربادي ۽ خواري يقيني آهي. ٻئي جي مال ۾ طمع رکندڙ شخص ڪڏهن ڪامياب نہ ٿيندو آهي، بلڪ اهڙو شخص سدائين ناڪام ٿيندو آهي. شيخ سعدي رح فرمائي ٿو:

طمع را سه حرفست هر سه تهي ازان نيست مر مطمعان را
در هر دوجهان ظالم را همچون شيطان بلعنت ياد کرده اند

[طمع ۾ ٽي اکر آهن، لالچين لاءِ انهن ٽنهي اکرن مان هر هڪ اکر خالي آهي، ڇاڪاڻ تہ ظلم ڪندڙ تي شيطان وانگر ٻنهي جهانن ۾ لعنت ڪيل آهي.]

بهرحال ٻنهي جهانن ۾ ظالم کي شيطان وانگر لعنت سان ياد ڪيو ويو آهي. حيف آهي عاقل مرد تي، جيڪو ڏسي وائسي پاڻ کي لعنت جو مستحق ثابت ڪري ٿو. بادشاه کي گهرجي تہ هر ملڪ ۽ هر علائقي ۾ پنهنجا عملدار ۽ نمائندا مقرر ڪري، جيڪي هر هنڌ عادلانہ نظام جي سرپرستي ڪن ۽ عوام تي ڪٿي بہ ظلم ۽ زيادتي ٿيڻ نہ ڏين ۽ انهن جو هر قانون ۽ ضابطو شريعت مطهره جي اصولن مطابق هجي.

هڪ ڀيري وقت جو بادشاه پنهنجن ملازمن سان گڏجي هن فقير جي پيردستگير (حضرت مخدوم نوح) جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. دعا ۽ نصيب جي درخواست ڪيائين. پاڻ فرمايائون تہ ملڪ بغير بادشاه جي، بادشاه بغير لشڪر جي، لشڪر بغير خزاني جي، خزانو بغير رعيت جي ۽ رعيت بغير عدل ۽ انصاف جي خوش نہ ٿيندي آهي. ٻين لفظن ۾ هر چڱائي ۽ ڀلائي جو دارو مدار عدل ۽ انصاف تي آهي.

بيت

دولت سلطان بود ز باقي عدل
پس بفرما در جهان احسان وعدل

[بادشاه جي سلطنت عدل سان قائم رهندي آهي، تنهن ڪري دنيا ۾، عدل ۽ انصاف جو نظام قائم ڪر.]

انهيءَ بادشاه، حضرت صاحب جن کي نصيحت لاءِ عرض ڪيو. پاڻ فرمايائون تہ ملڪ ٽن قلعن کان سواءِ مضبوط ۽ بقادار نہ ٿيندو آهي. انهيءَ وڏي چاه سان پڇيو تہ سائين! اهي قلعا ڪهڙا آهن؟ پاڻ فرمايائون تہ: ١۔سڀ کان وڏو قلعو رعيت ۾ عدل ۽ انصاف جو قائم ڪرڻ آهي، جنهن جي وسيلي انهن جي صفن ۾ خوشي ۽ خوشحالي ايندي ۽ آبادي قائم ٿيندي. چادر ۽ چارديواريءَ جو تقدس قائم رهندو. ڪٿي ڪو رخنو ۽ خلل واقع نہ ٿيندو. شور شرابو پيدا نہ ٿيندو ۽ بادشاه جي خزاني ۾ ڪمي نہ ايندي. ٢۔ ٻيو قلعو لشڪر آهي، انهن جي حفاظت ڪر، انهن کي خوش رک، انهن تي انعام اڪرام جي نوازش ڪر، هميشه انهن کي نصيحت ڪر تہ ڪين دشمن کي ڳاٽي ڀوڙ شڪست ڏيڻي آهي. ڪين مملڪت جي اتحاد ۽ تحفظ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻو آهي، ملڪ ۽ قوم کي پاڙيسري ملڪن جي فتني ۽ فساد کان امن فراهم ڪرڻو آهي. تان تہ ماڻهو بادشاه جي رحمت جي ڇانو ۾ امن ۽ آرام سان زندگي گذارين. ٣۔ ٽيون فولادي قلعو اهل الله جو آهي. الله تعاليٰ انهن لاءِ بيت المال ۾ جيڪو حصو مقرر فرمايو آهي، بغير ڪنهن حيلي حجت جي خوشيءَ سان ڪين سندن اهو حصو ڏيڻ گهرجي. تان تہ عالم ۽ فاضل پنهنجي مدرسن ۾ ديني علم جو شرعي فرض دلجمعي، اطمينان ۽ يڪسوئي سان سرانجام ڏين ۽ مملڪت جي خوشحالي لاءِ اولياءَ الله فقرائن، درويشن، بزرگن ۽ معذورن جي تعظيم، عزت ۽ احترام کي قائم رکجي تہ جيئن اُهي قوم ۽ ملڪ لاءِ دعا ڪندا رهن. انهن جي معاشي ضرورتن جو خيال رکجي، پاڻ کي سندن محتاج سمجهڻ گهرجي نہ هي تہ ڪين پنهنجو محتاج ۽ مجبور سمجهيو وڃي. جيڪو بہ مقصد ۽ مطلب هجي سچي دل

سان انهن جي خدمت ۾ اچي، ساڻن مشورو ڪجي ۽ انهن کان دعا وٺجي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ نجات لهندڙ فرقي مان ڪن کي پنهنجي ملڪ جو "ارباب حل وعقد" قرار ڏنو آهي، يعني انهن جي برڪتن ۽ ڪوششن سان مشڪلاتون حل ٿين ٿيون، مصيبتون دور ٿين ٿيون. اهي جيڪي چون ٿا، سو الله تعاليٰ جي بي نياز بارگاه ۾ قبول ٿئي ٿو ڪڏهن رد نٿو ٿئي، جيئن نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

رُبَّ اَشْعَثُ اَغْبَرُ ذِیْ طِمْرِیْنِ لَا یُؤْبَهُ لَهٗ لَوْ اَقْسَمَ عَلَى اللّٰهِ لَاَبَرَّهٗ (1)

[گهڻا مسافرن وانگر ڪنڌريل وارن وارا ۽ مٽيءَ ۾ پريل ٻانها اهڙا آهن، جو جيڪڏهن اهي الله جو قسم کڻن تہ پڪ الله پاڪ انهن جي ڳالهہ کي سچو ثابت ڪندو.]

نقل آهي تہ هڪ بادشاه ڪنهن مرشد وٽ هن غرض سان آيو تہ ڪنهن درويش کي اسان جي حوالي ڪريو جيڪو اسان جي درٻار ۾ رهي. انهيءَ وقت واسطيدار شيخ مناجات الهيءَ ۾ مشغول هو تنهن ڪري بادشاه ڏانهن ڪو ڌيان نہ ڏنائين. بادشاه ڪجهہ دير ويٺو رهيو آخرڪار سندس شاهي غيرت جوش ۾ اچي وئي. چوڻ لڳو تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

اَطِيْعُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ وَاُولِي الْاَمْرِ مِنْكُمْ (2)

[چيو مڃيو الله جو ۽ چيو مڃيو رسول جو ۽ (چيو مڃيو) انهن ماڻهن جو جيڪي توهان جا امير ۽ حاڪم آهن.]

حضرت شيخ فرمايو تہ هتي "اولي الامر" مان مراد اهي اهل الله ۽ فقراءَ آهن، جو اهي جيڪي بہ چاهيندا آهن، سو لهندا آهي ۽ جيڪي چوندا آهن، سو ٿيندو آهي. پوءِ فرمايائون تہ ٽي سال ٿيا آهن، اسين جيڪي ڪجهہ چئون ٿا، سو ٿئي ٿو.

چون ٿا تہ هڪ ڀيري شيخ فريد الدين گنج شڪر چيو تہ جيڪي

---

(1) احمد حديث: ١٢٤٩٨ ص ١٤٥ ج ٣، ابن ڪثير ص ٦٣ج٢، ص ٤٤٨ ج ٣، بخاري ص ٩١٦ حديث: ٢٥٥٦، شعب الايمان ص ٣٢١ ج ٧، ابن حبان ص ٤٣٤ ج ١٥، حاڪم ص ٥٦ ج ٣، ترمذي ص ٦٩٢ ج ٥، الاحاديث المختارة ص ٤٢٠ ج ٤

(2) سورة النساءَ آيت : ٥٩

خدا تعاليٰ چاهي ٿو سو ٿئي ٿو. تڏهن حضرت رب العزة طرفان آواز آيو ته "فريد جيڪو چوندو سو ٿيندو. قصو مشهور آهي ته هڪ شاهي غلام جنهن جو تعلق دهليءَ جي بادشاه سان هو انهيءَ هڪ فقير کي چماٽ وهائي ڪڍي، جنهن وڃي بوعلي قلندر وٽ شڪايت پيش ڪئي. هڪدم شيخ موصوف بادشاه ڏانهن هن مضمون جو خط لکيو ته دهليءَ جي داروغي کي خبردار ٿو ڪجي ته تنهنجي هڪ ٻانهي هڪ درويش کي چماٽ هنئي آهي، جنهن جو آواز آسمان تي پهتو آهي. جيڪڏهن ڪيس هٽائي، ٻئي کي سندس جاءِ تي رکندين ته ٺيڪ آهي نه ته تنهنجي بجاءِ ٻئي کي رکنداسون. بادشاه هڪدم ڪيس هٽائي ٻئي ٻانهي کي رکي ڇڏيو.

انهيءَ زماني جو هڪ بادشاه ڪجهه عرصو هن فقير جي پير دستگير (حضرت مخدوم نوح رح) جي خدمت ۾ لڳاتار ايندو رهيو. انهيءَ چيو ته جڏهن اسان جو ڏاڏو حڪومت ڪندو هو مالي ۽ معاشي مدد ملندي هئي ۽ پنهنجي پيءُ جو نالو وٺي چيائين ته سندس زماني ۾ وڏي خوشحالي هئي. ان کي ان وقت جي فلاڻي وڏي وليءَ جي دعائن جو نتيجو سمجهندا هئاسون. اسان جي مرشد فرمايو ته جن ماڻهن کي الله تعاليٰ پنهنجي احسان سان نوازيو آهي، ڇا تون انهن کي پنهنجو احسانمند ڪرين ٿو حالانڪ الله تعاليٰ تو جهڙن بيشمار ماڻهن کي سندن محتاج ۽ مرهون منت ڪيو آهي؟ بادشاه ڏاڍو ڦڪو ٿيو ۽ رنو معذرت ڪندي درخواست ڪيائين ته فلاڻي شيخ کي اسان جي درٻاري ٿيڻ جي اجازت ڏيو. اسان جي حضرت شيخ صاحب اها شاهي درخواست قبول نه ڪئي. وري بادشاه پنهنجي ملازم وسيلي پيغام موڪليو ته اسين اولوا الامر آهيون، اسان وٽ اچو ۽ سرڪاري درٻار ۾ شامل ٿيو چاڪاڻ ته اسان جو بار بار توهان وٽ اچڻ صحيح نه آهي. اسان جي شيخ فرمايو ته اسين فقراءَ ئي حقيقي اولوا الامر آهيون. جيڪڏهن تنهنجي بادشاهي ڪسي تنهنجي ڪنهن ملازم کي ڏيڻ چاهيون ته الله تعاليٰ ائين ڪندو. آخرڪار ائين ئي ٿيو. جو ڪجهه عرصي کان پوءِ اهو ئي، ملازم ان ملڪ جو بادشاه ٿيو. جنهن جو شيخ موصوف نالو ورتو هو. ان ڪري بادشاه کي گهرجي ته پاڻ

کي جماعت صوفياءَ جو شڪر گذار ۽ سندن در جو گدا سمجهي، هر نازڪ گهڙي ۾ وٽن حاضر ٿي دعا جي درخواست ڪري. چيو ويو آهي.

بيت

گدائئ اهل دل شو برائئ همه نظر
که هر چه مي طلبي زان نظر تواني يافت

[هر نظر لاءِ اهل دل جي در جو فقير ٿيءُ، جيڪي به طلب ڪندين ان کي انهيءَ نظر سان حاصل ڪري سگهندين.]

جيستائين اسان جي ديني دنياوي قبله حضرت پير دستگير کي ظاهري ۽ باطني حياتي حاصل آهي، ڪو به بادشاه ان کان زور نٿو ٿي سگهي. چاهي ڪيڏي به وڏي فوج آڻي، ۽ ڪيڏو به وس هلائي. ڪين فقط مٺيءَ جي هڪ مٺ سان ائين شڪست ڏسندو جيئن هين کي شڪست ڏسڻي پئي آهي، انهيءَ جاءِ تي هڪ رات کان وڌيڪ ترسي به نه سگهندو سواءِ ان جي جو پاڻ کي ۽ پنهنجي حڪومت کي حضرت پير دستگير قدس سره جي حفاظت ۽ حصار ۾ آڻي.

بادشاه جي ٽين حالت جيڪا الله تعاليٰ سان تعلق رکي ٿي سا اها آهي ته عدل انصاف جي اصولن جي پابندي ڪندي، ظاهر ۽ باطن ۾ پاڻ به خدا جو خوف ڪندي، سندس عبادت ڪري ۽ پنهنجي مملڪت کي به ذاتي غرضن ۽ خواهشن جي بجاءِ الله تعاليٰ جي ڏسيل تعليم مطابق هلائي.

## احسان جي تعريف

اصحابن سڳورن کي تعليم ڏيڻ لاءِ هڪ ڀيري حضرت جبريل امين عليه السلام انساني صورت ۾ آيو ۽ نبي ﷺ کان ڪي سوال پڇيائين. جن مان هڪ سوال هي هو ته:

مَا الْاِحْسَانُ؟ قَالَ اَنْ تَعْبُدَ اللهَ كَاَنَّكَ تَرٰهُ فَاِنْ لَّمْ تَكُنْ تَرٰهُ فَاِنَّهٗ يَرَاكَ(1)

[احسان ڇا آهي؟ فرمايائون تہ احسان هي آهي تہ الله جي عبادت ائين ڪر ڄڻ تون ڪيس ڏسين ٿو. پوءِ جيڪڏهن ڪيس نٿو ڏسين نہ اهو تہ توکي ڏسي ٿو.]

بادشاه جو فرض آهي تہ فرضي عبادتن سان گڏو گڏ نفلي عبادتن جي بہ پابندي ڪري، نفلي رواز رکي، قرآن جي تلاوت ڪري، اڪيلائيءَ ۾ ويهي پنهنجو محاسبو ۽ مراقبو ڪري، پوءِ مملڪت جي معاملن ڏانهن ڌيان ڪري، خلق خدا جون ضرورتون پوريون ڪري، جيڪي محروم آهن، تن کي عطا ڪري، جتي فتنو فساد هجي، تن جي اصلاح ڪري، رعيت چاهي مسلمان هجي يا غير مسلم، ان تي ظلم ٿئي تہ ڪيس انصاف ڏياري، الله تعالیٰ جي احڪامن جي ائين حفاظت ڪري ڄڻ الله کي ڏسي ٿو. جيڪڏهن پاڻ الله کي نٿو ڏسي تہ سندس دل ۾ ايترو تہ ويساه هجي تہ الله ان کي ڏسي ٿو، تان تہ ان جو هر ڪم ۽ هر حڪم نفس پرستي، دنيا پرستي، خود پرستي، مفاد پرستي، جاه طلبي، خودغرضي کان پاڪ ۽ فقط الله جي رضا طلبي جي جذبي سان هجي ۽ سلوڪ ۾ وڏا درجا ۽ منزلون ماڻي، صلہ رحمي يعني مٽي ڳنڍڻ بہ بندگيءَ ۾ شامل آهي. ان ڪانسواءِ ڪوشش ڪري تہ هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ سر، ڏٽيءَ جي در تان نہ هٽائي. مجازي بادشاه کي، دنياوي شان شوڪت هرگز دوکي ۾ نہ وجهي. الله فرمائي ٿو تہ:

فَلَا تَغُرَّنَّكُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا وَلَا يَغُرَّنَّكُمْ بِاللهِ الْغَرُوْرُ (1)

[پوءِ توهان کي دنيا جي حياتي دوکي ۾ نہ وجهي ۽ الله جي باري

---

(1) قرطبي ص ۴۱۵ ج ۱، ص ۲۹۷ ج ۵، ص ١٦٦ ج ۱۰، ۳۱۵ ج ۱۳، ۷۴ ج ۱۴، ابن ڪثير ص ۴۲۳ ج ۲- مسلم ص ۳۷ ج ۱ حديث: ۷- بخاري ص ۲۷ ج ۱، ابن خزيمه، ابن حبان، حاڪم، موارد الظمآن، ترمذي، سنن صغري، مجمع الزوائد، بيهقي، ابوداٗود، ابن ماجه، احمد.

(1) سوره لقمان آيت: ۳۳

۾ توهان کي دوکو ڏيندڙ (شيطان) دوکو نہ ڏئي]

کيس جڳائي تہ هٺ، وڏائي ۽ خودپسنديءَ سبب پنهنجي حڪومت تي آڪڙ نہ ڪري جو اها فرعوني صفت آهي، جنهن تڪبر وچان چيو هو تہ:

أَلَيْسَ لِي مُلْكُ مِصْرَ وَهَٰذِهِ الْأَنْهَارُ تَجْرِي مِن تَحْتِي (2)

[ڇا هي ملڪ مصر منهنجو نہ آهي، جنهن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون؟]

بلڪ هميشہ هيٺائي ۽ عاجزيءَ جي هلت هلي، هنيلو ۽ هوڏي نہ ٿئي، حڪومت تي اجايو ڀروسو نہ ڪري، اقتدار جي غرور ۾ اچي مخلوق کان بي نيازي اختيار نہ ڪري. جيئن هندستان جي عظيم بادشاهہ همايون جو قصو مشهور آهي. ان جي دماغ ۾ هڪ قسم جي وڏائي ۽ تڪبر پيدا ٿيو تنهن ڪري يارهن ڏينهن کان پوءِ پنهنجي محل جي مٿين ماڙيءَ تي ماڻهن جي ديدار لاءِ صرف منهن ٻاهر ڪيندو هو. ان کي "جلوه قدسي" جو نالو ڏنائين. آخرڪار ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ پنهنجي نوڪر کان شڪست کاڌائين، وڏي محنت ۽ مشڪل سان جان بچائي خراسان جي ملڪ پهتو. آخرڪار خراسان (ايران) جي بادشاهہ جي مدد سان ٻيهر هندوستان تي قبضو ڪيائين.

تڪبر هڪ روحاني بيماري آهي، جنهن جو علاج روحاني حاذق طبيب ڪندا آهن. جيڪڏهن تقدير ۾ مريضن لاءِ ٻنهي جهانن جي سعادت لکيل هوندي تہ اهو عارف ۽ ڪامل مرشد وٽ اچي، ان کي عاجزي سان التجا ۽ عرض ڪندو تہ شفقت ۽ مهرباني سان هن جو علاج فرمائي. ٻي صورت ۾ منجهس اخلاقي ۽ روحاني بيماريءَ سبب سرڪشي ۽ نافرمانيءَ جي صفت پيدا ٿيندي آهي، جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

إِنَّ الْإِنسَانَ لَيَطْغَىٰ أَن رَّآهُ اسْتَغْنَىٰ (1)

[بيشڪ انسان سرڪشي اختيار ڪري ٿو. جو پاڻ کي بي پرواهه سمجهي ٿو.]

---

(2) سوره زخرف آيت: ٥١

(1) سوره علق آيت :٦

يقين صادق ڪرڻ گهرجي تہ جڏهن پانهو پنهنجي بادشاهيءَ ۾ استغناءُ ۽ بي پرواهي اختيار ڪندو آهي تہ سندس دماغ ۾ تڪبر ۽ هٺ جو خناس پرجي ويندو آهي ۽ ماڻهن کي نفرت ۽ حقارت جي نظر سان ڏسندو آهي، پوءِ الله تعاليٰ جي فضل ۽ مهربانيءَ کان محروم ٿي ويندو آهي. جيئن نبي سائين ﷺ جن فرمائن ٿا:

لَايَدْخُلُ الْجَنَّةَ مَنْ كَانَ فِيْ قَلْبِهٖ حَبَّةٌ مِنْ خَرْدَلٍ مِنْ كِبْرٍ (1)

[جنهن جي دل ۾ اهر جي ڏاڻي جيترو بہ تڪبر هوندو اهو جنت ۾ داخل نہ ٿيندو]

اهڙي شخص کي گهرجي تہ پنهنجي وجود ۾ غور ڪري تہ ڪهڙي شيءِ مان خلقيو ويو آهي ۽ آخرڪار ڪهڙي نتيجي تي پهچندو؟ سندس اصليت، منيءَ جو قطرو آهي. الله فرمائي ٿو تہ:

اَلَمْ نَخْلُقْكُّمْ مِّنْ مَّآءٍ مَّهِيْنٍ ﴿٢٠﴾(2)

[ڇا اسان توهان کي خسيس پاڻيءَ مان پيدا نہ ڪيو؟]

انسان جي شروعات خسيس قطري مان ٿي، وري آخرڪار مري ڳري مٽيءَ جي مُٺ ۾ ملي، خوار ٿيندو. هڪ مانيءَ جي گرهہ ۽ هڪ پاڻيءَ جي قطري جي درميان گرفتار آهي. جيڪڏهن نصيب هوندس تہ کائيندو پيئندو نہ تہ ان کان بہ عاجز ۽ محروم رهجي ويندو ۽ پنهنجي مملڪت ۽ سلطنت هڪ ڪوزه جي بدلي ۾ ڏيندو.

نقل آهي تہ هڪ بادشاه کي پيٽ ۾ سور پيو. هڪ اهل دل کي ان وٽ آندائون. بادشاه ان سان وعدو ڪيو تہ جيڪڏهن منهنجي پيٽ جو سور ختم ٿيو تہ توکي پنهنجي اڌ مملڪت ڏيئي ڇڏيندس. درويش توجه

---

(1) قرطبي ص ٢٩٦ ج ١، ١٩٧ج٧، ابن ڪثير ص ٧٩ ج ١- مسلم ص ٩٣ ج ١، حديث: ٩١- ابن حبان ص ٢٨٠ ج ١٢- حاڪم ص ٧٨ ج ١، ترمذي ص ٣٠٦ مجمع الزوائد ص ٩٨ ج ١، ابن ماجه ص ٢٢ ج ١- مصنف ابن ابي شيبه ص ٣٢٩ج ٥، بزار، مسند شاشي، احمد، مسند ابي يعلي، شعب الايمان، الترغيب والترهيب

(2) سورة المرسلات آيت : ٢٠

ڪيو تہ سندس درد دور ٿي ويو. بادشاهہ پنهنجو وعدو پورو ڪرڻ چاهيو پر درويش قبول نہ ڪيو. چيائين تہ ڇا مون کي شرم نہ ايندو جو پاڻيءَ جي هڪ ڪوزي جي توڪان رقم وٺان؟ (يعني سڄي مملڪت جو ملهہ پاڻيءَ جو هڪ ڪوزو آهي، پوءِ اها وٺي آئون ڇا ڪندس؟)

پڻ نقل آهي تہ هڪ بادشاهہ هڪ درويش وٽ حاضر ٿيو. درويش ان جي ظاهري شان شوڪت ۽ عزت ڏانهن ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو. وزير چيو تہ درويش! ڏسين نٿو تہ بادشاهہ آيو آهي، ان جي عزت ۽ احترام نٿو ڪرين؟ چيائينس تہ ان کي توڪان وڌيڪ ڄاڻان ٿو. ڪنهي قطري مان ڄائو آهي ۽ پيشاب جي ہن جاين مان نڪتو آهي. پيٽ ۾ بہ ٿي ڪلو گندگي اٿس. جيڪڏهن بادشاهہ پنهنجو خير ۽ مملڪت جي ترقي گهري ٿو تہ عدل ۽ احسان جي مقام تي پهچڻ جي ڪوشش ڪري ۽ مفسدن ۽ بد انديشن ۽ ظالمن کي پاڻ وٽ اچڻ نہ ڏي، ورنہ ہنهي جهانن ۾ سندس زوال جو موجب ٿيندو. جيئن رسول الله ﷺ جن جي دعا آهي:

مَنْ أَمَرَ مِنْ أُمَّتِيْ شَيْئًا فَشَقَّ عَلَيْهِمْ فَاشْقُقْ عَلَيْهِ وَمَنْ وَلِيَ مِنْ أَمْرِ أُمَّتِيْ شَيْئًا فَرَفَقَ بِهِمْ فَارْفُقْ بِهٖ (1)

[اي الله! جيڪو منهنجي امت جي ڪنهن معاملي جو والي ٿئي، پوءِ ان تي سختي ڪري تہ تون بہ ان تي سختي ڪر ۽ جيڪر منهنجي امت جي ڪنهن معاملي جو والي ٿئي پوءِ ماڻهن تي مهرباني ڪري تہ تون بہ مٿس مهرباني فرماءِ]

جيڪڏهن بادشاهہ جي مصاحبين، مشيرن ۽ انتظاميہ ۾ اهڙا انسانيت دشمن عناصر هجن تہ انهن کي بر طرف ڪري، پاڻ وٽان نڙي ڪڍي. اهڙي قسم جا ماڻهو جيتوڻيڪ بظاهر دوستيءَ جي دعوي ڪندا آهن، مگر حقيقت ۾ دين،

(1) حديث جي الفاظن جي درستي لاءِ ڏسو: مسلم ص ١٤٥٨ ج ٣ حديث: ١٨٢٨، ابن حبان ص ٣١٣ ج ٢- مسند ابي عوانه ص ٣٨٠ ج ٤- نووي ص٢١٢ ج١٢ بيهقي السنن الڪبري ص ١٣٦ ج ١٠- مسند احمد ص ٢٥٨ ج ٦- فتح الباري ص ١٣٠ ج ١٣- فيض القدير ص ١٠٦ ج ٢- الاستيعاب ص ١٤١٤ج ٣، تهذيب الاسماءِ ص٢٣ ج١- سبل السلام ص١٩١ ج٤، نيل الاوطار ص٤٧ ج٨- سير اعلام النبلاءِ ص٣٨ ج٣- الترغيب والترهيب ص١٢٢ ج٣- البيان والتعريف ص١٥١ ج١- مسند الشاميين ص١٦٠ ج٢- المعجم الاوسط ص١٧٣ ج٩

ملڪ، قوم، سڀ جا دشمن هوندا آهن. بادشاه جي برائي اها آهي تہ ماڻهن تي ظلم ۽ ڏاڍ ڪري، منجهن فتنو فساد پکيڙي، ملت جي نئين نسل کي گمراه ڪري، خانداني ۽ اجتماعي نظام کي ڇڙوڇڙ ڪري ۽ علم ۽ اصلاح ڪرڻ وارا ماڻهو گهٽ ٿين، علم ۽ فضل جي بجاءِ جهل ۽ ظلم ترقي ڪري، ذليل، بيوقوف، چغل خور، فسادي ۽ ظالم ماڻهو بادشاه جا منظور نظر هجن. انهن کي وڏا وڏا عهدا ۽ نصيب ملن، سرڪاري خزانن جون چاٻيون انهن جي هٿن ۾ هجن جن جي ڪري، سماج ۾ خرابيون ۽ غلط رسم رواج زور وٺندا آهن، فخر ۽ وڏائي وارا دنياوي ڪم ٿيندا آهن، بيگناهن تي تهمتون لڳنديون آهن. انهن کان ناجائز ٽيڪس وصول ٿيندا آهن ۽ حقدارن کي سندن حق نہ ملندا آهن، دين جي علمبردارن ۽ ٻين مستحق ماڻهن تي معاش جا دروازا بند ٿيندا آهن. ملڪ جا گهڻ گهرا ۽ بهادر ماڻهو خيراتون پنندا وتندا آهن، ضرورتمندن کي بادشاه جي دربار کان پري ڌڪيو ويندو آهي. مظلومن ۽ مصيبت جي ماريلن جا ڏکوئيندڙ احوال بادشاه وٽ نہ پهچندا آهن، حقدارن جي بجاءِ نااهلن کي وظيفا، تمغا ۽ انعام ڏنا ويندا آهن، وظيفن تي گذارو ڪندڙن جو معاشي قتل عام ٿيندو آهي، حسد ۽ ساڙ جي ڪري اهل الله کي دور ڌڪيو ويندو آهي. اهڙي قسم جون برائيون ملڪ ۽ ملت جي تباهي، بربادي ۽ زوال جو موجب هونديون آهن. بادشاه جا درباري، حواري ۽ سرڪاري عملدار هر هنڌ ظلم، فساد، فسق، فجور پکيڙيندا آهن، ماڻهن ۾ بي حيائي ۽ بي ديني ڦهلائيندا آهن. انهن کي دنيا جي خواري ۽ آخرت جي عذاب ۾ ڦاسائڻ جو موجب ٿيندا آهن، پوءِ جڳائي تہ هن کان اڳ جو پاڻي سر تان لنگهي وڃي ۽ گمراهي چوٽ تي چڙهي، دين، دنيا، حڪومت ۽ ملڪ جي انهن دشمنن تي ضابطو رکجي. شاهي ضابطن ذريعي انهن کان سرڪاري عهدن تان هٽائجي، جيڪي ماڻهو ذاتي حيثيت ۾ نيڪ هجن، انهن جون خدمتون حاصل ڪجن.

بيت

دشمنان دين و دنيا خويش را
نيست گردان تا کند دولت بقا

[دين ۽ دنيا جي دشمنن کي نيست نابود ڪر تان تہ حڪومت ۽ سلطنت کي بقا حاصل ٿئي.]

## بادشاه دل وانگر ۽ وزير عقل وانگر آهي

اي منهنجا عزيزا! دنيا ۾ بادشاه دل وانگر آهي. بادشاه ذريعي ماڻهن جي صلاح ۽ فلاح ٿئي ٿي ۽ جيڪڏهن اهو پاڻ فساد ڪندو ته هر هنڌ فساد پکڙجي ويندو. بادشاه جو وزير ائين آهي جيئن، انساني عقل. ان ڪري دل کي عقل جو تابع ڪرڻ ضروري آهي. ته جيئن ان جي مشوري سان ملڪ ۾ عمل دخل ڪري ۽ بدن جي انفرادي ۽ اجتماعي مصلحتن جي حفاظت ڪري. بادشاه کي اهڙو وزير گهرجي، جيڪو ڪامل، عامل، عالم، عادل، فاضل، حق باطل ۾ فرق ڪندڙ امانتدار، دنيا ڏٺل، تجربيڪار، همت وارو راءِ رکندڙ مدبر دين سان مخلص، چڱي اخلاق وارو، اعتقاد جو سچو، مهربان خصلت هجي، جنهن سان دين ۽ دنيا جي ڪمن ۾ مشورو ڪري، حڪومتي اهلڪارن، عملدارن، اميرن، ڪبيرن ۽ رعيت جي باري ۾ ان سان رابطو رکي، اهڙين صفتن وارو وزير خود ملڪ، ملت ۽ حڪومت ۾ هر دلعزيز ۽ محبوب هوندو آهي. جيڪڏهن وزير ۾ اهڙيون خاصيتون ۽ خصلتون هونديون ته بادشاه سهڻي نموني مملڪت جو انتظام هلائي سگهندو. چاڪاڻ ته عادل بادشاه ۽ ڪامل وزير کي قرآن ۾ جاڙا پائر چئي ٿو. ان کي "نعم الوزير" به فرمايو ويو آهي يعني امير کهڙو نه چڱو ۽ وزير کهڙو نه چڱو آهي. جڏهن الله تعاليٰ گهرندو آهي ته بادشاه سان ڀلائي ڪري ته ان کي عادلانه نظام تي هلڻ سان گڏو گڏ صالح وزير عنايت فرمائيندو آهي. نبي ﷺ جن فرمائين ٿا ته:

مَنْ وَلِيَ مِنْكُمْ عَمَلًا فَأَرَادَ اللّٰهُ بِهِ خَيْرًا جَعَلَ لَهُ وَزِيْرًا صَالِحًا إِنْ نَسِيَ ذَكَرَهُ وَأَعَانَهُ (1)

[جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن والي يا بادشاه سان ڀلائيءَ جو ارادو

---

(1) قرطبي ص ١٩٣ ج ١١، بيهقي السنن الڪبري ص ١١١ ج ١٠، نسائي ١٥٩ ج ٧، المعجم الاوسط ص ٢٩٤ ج ٤، شعب الايمان ص ٢٧ ج ٦، الترغيب والترهيب ص ١٥۴ ج ٣، فتح الباري ص ١٨١ ج ١٣، عون المعبود ١٠٧ج٨، تحفة الاحوذي ص٣٢ ج٧، تاريخ بغداد ص٣٧٦ ج٧.

ڪندو آهي تہ ان کي صالح وزير عطا ڪندو آهي. پوءِ جڏهن ڪا ڳالهہ وسرندي اٿس تہ وزير ان کي ياد ڏياريندو آهي ۽ جيڪڏهن ان کي ياد هوندي آهي تہ ان ۾ سندس مدد ڪندو آهي.]

اهڙي طرح، وزير کي محترم، مڪرم ۽ معتبر مڃڻ گهرجي. ان جي حڪم کي لاڳو ڪرڻ گهرجي. پر انهيءَ جي باري ۾ بہ خبرداري رکڻ گهرجي ۽ سندس ماتحتيءَ ۾ جيڪي ملازم هجن. انهن جي بہ نگراني ڪرڻ گهرجي، تہ جيئن ڪنهن کي آزار نہ ڏين، ڪنهن جي بي حرمتي نہ ڪن، ڪنهن کي ناجائز تڪليف نہ ڏين. جيڪو عملدار خزاني ۾ هڪ درهم ناجائز داخل ڪري، ان تي چار درهم چٽي وجهجي. اهڙي شخص کي پنهنجو دوست سمجهڻ نہ گهرجي، بلڪ ان کي تنبيه ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن بادشاه ٻين جي مال ملڪيت ۾ اکيون وجهندو تہ ان جي خزاني ۾ نقصان کان سواءِ ڪا ڀلائي ۽ برڪت نہ پوندي. ظالم بادشاه جي حڪومت ۽ دولت جلد تباه ٿيندي اهو دنيا ۽ آخرت ۾ عذاب ۽ تشدد ڀوڳيندو. بادشاه نہ گهٽي سخاوت ڪري ۽ نہ حد کان وڌيڪ بخيلي ڪري، اهي ڳالهيون ان جي هيبت ۽ دٻدٻي جي خلاف آهن. ائين ڪرڻ سان ماڻهن جي دلين مان بادشاه جو رعب ۽ وقار ختم ٿي ويندو. گهٽي فضول خرچي بہ نہ ڪري، ڇاڪاڻ تہ قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

إِنَّهُ لَا يُحِبُّ الْمُسْرِفِينَ ﴿١٤١﴾[1]

[بيشڪ الله فضول خرچي ڪندڙن کي پسند نٿو ڪري.]

نہ وري خزاني تي ايڏو ضابطو رکي جو ماڻهن ۾ بخيل مشهور ٿئي، ڇاڪاڻ تہ اها انتهائي خراب صفت آهي، جنهن جو نتيجو دنيا ۽ آخرت ٻنهي جهانن ۾ غلط نڪري ٿو. باري تعالىٰ ارشاد فرمائي ٿو:

وَلَا يَحْسَبَنَّ الَّذِينَ يَبْخَلُونَ بِمَا آتَاهُمُ اللَّهُ مِن فَضْلِهِ هُوَ خَيْرًا لَّهُم بَلْ هُوَ شَرٌّ لَّهُمْ سَيُطَوَّقُونَ مَا بَخِلُوا بِهِ يَوْمَ الْقِيَامَةِ[2]

[الله کين پنهنجي فضل مان جيڪو مال عطا ڪيو آهي، ان ۾

---

(1) سورة الانعام آيت : ١٤١

(2) سورة آل عمران آيت : ١٨٠

جيڪي بخيلي ڪن ٿا، اهي ائين نہ پائين تہ اها انهن لاءِ چڱي شيءِ آهي، بلڪ اها بخيلي انهن لاءِ بڇڙي آهي. جنهن شيءِ سان بخيلي ڪن ٿا، اها سگهو ئي قيامت جي ڏينهن ڳٽ بڻائي سندن ڳچين ۾ وڌي ويندي.]

الله جي فضل يعني مال ۾ بخيلي ڪرڻ اهڙي حرڪت آهي، جنهن جي ذريعي عوام الناس جي هر دلعزيزي ۽ دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي نصيب نہ ٿيندي آهي، اهو مال قيامت جي ڏينهن حسرت، پشيماني ۽ دوزخ جي عذاب جو سبب ٿيندو. چاڻڻ گهرجي تہ امير، ڪبير، وزير، مشير، ۽ ارڪان، حڪومت ۽ سلطنت جا ٿنڀ آهن. ڪنهن بادشاه لاءِ ممڪن نہ آهي تہ دانشمند وزير جي راءِ ۽ مشوري کان بي نياز ۽ بي پرواه رهي سگهي. تانجو نبي سڳورا بہ پنهنجي ڪمال ۽ فضيلتن جي باوجود وزيرن مشيرن جي ضرورت محسوس ڪندا هئا. جيئن قرآن مجيد ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جي دعا نقل ڪئي وئي آهي تہ:

وَاجْعَل لِّي وَزِيرًا مِّنْ أَهْلِي ﴿٢٩﴾ هَارُونَ أَخِي ﴿٣٠﴾ اشْدُدْ بِهِ أَزْرِي ﴿٣١﴾ (1)

[۽ منهنجي لاءِ منهنجي اهل مان هڪ وزير بناءِ، يعني منهنجي ڀاءُ هارون کي، ڪيس منهنجو ٻانهن ٻيلي بناءِ.]

نبي ﷺ جن جي حديث مبارڪ آهي تہ:

لِيْ وَزِيْرَانِ مِنْ أَهْلِ السَّمَاءِ وَوَزِيْرَانِ مِنْ أَهْلِ الْأَرْضِ فَأَمَّا وَزِيْرَايَ مِنْ أَهْلِ السَّمَاءِ فَجِبْرِيْلُ وَمِيْكَائِيْلُ وَأَمَّا وَزِيْرَايَ مِنْ أَهْلِ الْأَرْضِ فَأَبُوْبَكْرٍ وَعُمَرُ (2)

[بيشڪ منهنجا ٻہ وزير آسمان ۾ ۽ ٻہ وزير زمين ۾ آهن. آسمان ۾ منهنجا ٻہ وزير جبرئيل ۽ ميڪائيل ۽ زمين ۾ منهنجا ٻہ وزير ابوبڪر ۽ عمر آهن.]

---

(1) سوره طٰه آيت : ٢٩-٣٠-٣١

(2) حديث جي درستي لاءِ ڏسو: الڪامل في ضعفاءِ الرجال ص ٤٥٤ ج ٣، ترمذي ص ٦١٦ ج ٥، تهذيب الاسماءِ ص ٤٧٨ ج ٢، فضائل الصحابة لابن حنبل ص ١٣٤ ج ١، تحفة الاحوذي ص ١١٤ ج ١٠.

جڏهن وزير ڪامل، عادل، محترم، دوست، عقيدتمند، دينندار ۽ دانشمند نہ هوندو تہ ملڪ ڪي رعب ۽ دبدبو حاصل نہ ٿيندو. سلطنت جو مثال تنبو وانگر آهي، وزير ان جو پايو آهي، حڪومت جا نمائندا ۽ عملدار، وزير، ڪبير ان جون رسيون ۽ ڪيل ڪوڪا آهن. جيڪڏهن هڪ بہ ڪيل ڪوڪي، ۽ تنبوءَ جي رسيءَ ۾ رخنو هوندو تہ تنبوءَ ۾ خلل ۽ خرابي واقع ٿيندي، ۽ پايي يا لڪڙي ۾ خرابي ۽ خلل آيو تہ پورو تنبو خراب ٿي پوندو. بادشاه جو هڪ بہ اهلڪار ۽ عملدار ظلم ۽ جفا ڪندو تہ جڻ تنبوءَ ۾ خرابي اچي ويئي. وزير ظلم ڪندو تہ خيمي جو لڪڙو ڪري پوندو. سڀني کي معلوم آهي تہ تنبو لڪڙي، رسي ۽ ڪيل ڪوڪي کان سواءِ قائم نہ رهندو آهي، بلڪ ان صورت ۾ اهو ڪري پوندو آهي. غرض تہ جيڪڏهن بادشاه جا ملازم يا ٻيا ظلم ۽ تعدي ڪن تہ مٿس فرض آهي تہ مظلوم جي دادرسي ڪري ۽ ظالم کي قانون جي ڪوڙڪيءَ ۾ قابو ڪري تہ جيئن ملڪ ۾ فتنو ۽ فساد منهن نہ ڪڍي.

بيت

اگر تو مي ندهي داد، روزي هست    كه از ياد آرد خواهي رهانيد

[جيڪڏهن تون اڄ عدل نہ ڪندين تہ هڪ ڏينهن عدل ۽ انصاف جو آهي، تڏهن ياد ڪندين تہ ڪاش! دنيا ۾ انصاف ڪريان ها.]

جيڪڏهن بادشاه ٿورو بہ ظلم ڪندو تہ ان جو نالو ظالمن جي دفتر ۾ لکيو ويندو. سڀاڻي قيامت جي ڏينهن سڀني ظالمن کي زنجيرن ۾ پڪڙي ۽ جڪڙي جهنم جي تري ۾ ڌڪيو ويندو ۽ دنيا ۾ ان جي سلطنت ناس ٿي ويندي. داناءُ اهو آهي، جيڪو پاڻيءَ جي مٿي تان وهڻ کان اڳ پنهنجو بچاءُ ڪري ۽ ظالمن کي اهڙي تنبيه ڪري جو مملڪت مان سمورو ظلم ۽ جبر ختم ٿي وڃي، تہ جيئن سموري خدا جي سموري خلق، سندس عدل ۽ ڪرم جي ڇانوَ هيٺ خوش گذاري ۽ بادشاه ۽ سندس سلطنت کي دعائن ۾ ياد رکي. ڇاڪاڻ تہ حديث ۾ آهي تہ:

اَلْمُلْكُ يَبْقٰى مَعَ الْكُفْرِ وَلَا يَبْقٰى مَعَ الظُّلْمِ (1)

---

(1) ڪافي تحقيق جي باوجود اها حديث، ڪتابن ۾ نٿي ملي، گهڻو ڪري ڪنهن جو قول آهي ۽ سچو قول آهي.

[بادشاهي ڪفر سان قائم رهي ٿي، ظلم سان قائم نٿي رهي.]

ڇاڪاڻ تہ ٻنهي جهانن جي خرابي ظلم جي ڪري آهي، جنهن شخص جو ظلم، تحقيق مطابق ثابت ٿي چڪو هجي بادشاه تي فرض آهي تہ ان شخص تي قانون لاڳو ڪري ۽ ان تي ڪنهن قسم جو رحم نہ ڪري، ڇو تہ ظالمن تي رحم ڪرڻ، مظلومن تي ظلم ڪرڻ، جي برابر آهي. بلڪ ظالم کي ظلم کان بہ وڌيڪ سزا ڏجي. جيتوڻيڪ ڪنهن بہ مذهب ۽ ملت ۾ اها تعليم نہ آهي. پر ماڻهن کي عبرت ڏيارڻ لاءِ ڪيس عبرتناڪ سزا ڏجي، تہ جيئن سماج مان ظلم ۽ فساد جو خاتمو ٿئي. ملڪ ۽ قوم، ظالمن ۽ فسادين جي شر ۽ فساد کان محفوظ رهي. جيڪڏهن فوج يا ٻين آفيسرن مان، ڪو ڪنهن جي توهين ڪري، يا ان کي تعصب ۽ تشدد جو نشان بڻائي يا بادشاه وٽ ڪنهن جي جائز ناجائز شڪايت آڻي تہ تحمل کان ڪم وٺي ڀرپور تحقيقات ڪري. ڏوهيءَ جو ڏوهہ ثابت ٿئي تہ پوءِ شڪايت ڪندڙ کي شاباس ۽ ڏوهہ ڪندڙ کي جوڳي سزا ڏجي، جيئن ٻين کي تنبيه ٿئي. الزام ثابت نہ ٿئي تہ بهتان بازي ڪندڙ کي سبق سيکارجي تہ جيئن آئنده ڪنهن کي ذاتي مقصد يا ذاتي مفادن خاطر ڪوڙ هڻڻ ۽ بهتان گهڙڻ جي جرئت نہ ٿئي. الله تعالىٰ فرمائي ٿو:

يَآيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنْ جَآءَكُمْ فَاسِقٌۢ بِنَبَاٍ فَتَبَيَّنُوْٓا اَنْ تُصِيْبُوْا قَوْمًۢا بِجَهَالَةٍ[1]

[اي ايمان وارو! جيڪڏهن توهان وٽ ڪو فاسق خبر آڻي تہ ڀرپور تحقيق ڪندا ڪريو، متان ڪنهن قوم کي اڻ ڄاڻائيءَ ۾ نقصان پهچايو.]

رسول الله ﷺ جن جو فرمان آهي:

اَلْمُلْكُ بِالْمُلْكِ وَالْمُلْكُ بِالْجُنُوْدِ وَالْجُنُوْدُ بِالرَّعِيَّةِ وَالرَّعِيَّةُ بِالرَّفَاهِيَةِ

[ملڪ بادشاه سان ۽ بادشاه لشڪر سان، لشڪر رعيت سان ۽ رعيت ڀلائي ۽ عدل و انصاف سان آهي.]

(1) سورة الحجرات آيت: ٦

بس، بادشاه کي گهرجي تہ سرڪاري عملدارن کي تنبيه ڪري تہ خبردار! ماڻهن تي هرگز ذري جيترو بہ ظلم نہ ڪريو تہ جيئن رعيت خوش رهي. پڻ فرمايو ويو آهي تہ:

اَلْمُلْكُ بِالرِّجَالِ وَالرِّجَالُ بِالْمَالِ وَالْمَالُ بِالرَّعِيَّةِ وَالرَّعِيَّةُ بِالْعَدْلِ

[ملڪ ماڻهن سان، ماڻهو مال سان، مال رعيت سان ۽ رعيت عدل سان آهي.]

اي منهنجا عزيز! هرشخص پنهنجي جاءِ تي بادشاه آهي. گهر جو مالڪ پنهنجي اهل وعيال تي، عورت گهر وارن تي۽ بادشاه ملڪ ۽ قوم تي نگران آهي. جيئن صحيح حديث ۾ آهي:

كُلُّكُمْ رَاعٍ وَكُلُّكُمْ مَسْئُوْلٌ عَنْ رَعِيَّتِهٖ (1)

[توهان مان هر هڪ نگران آهي ۽ هر هڪ کان ان جي رعيت جي باري ۾ پڇاڻو ٿيندو.]

ان ڪري بادشاه کي گهرجي تہ رعيت سان انصاف ڪري. گهر جو مالڪ پنهنجي اهل وعيال۽ پنهنجي نفس سان بہ انصاف ڪري. يعني نفس کي ڏينهن رات الله تعاليٰ جي ٻانهپ ۽ ذڪر تي قائم رکي. پاڻ کي ۽ پڻ پنهنجي گهر وارن کي انهن ڪمن کان روڪي جن جي شريعت ۾ منع آهي ڀلائيءَ جو حڪم ڪري ۽ برائي کان روڪي. اهو حڪم عام آهي:

وَمَا مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ (2)

[توهان جنهن جا مالڪ آهيو ان جي باري ۾ جوابده آهيو.]

هٿ ۽ زبان سان ڪنهن کي ايذاءُ نہ ڏيو تہ جيئن انصاف ڪندڙن جي جماعت ۾ شامل ٿيو ۽ قيامت جي ڏينهن نجات لهو.

پڪ ڄاڻو تہ دنيا ۽ دنيا وارن جو دارومدار پيغمبر پاڪ جي ميراث

---

(1) بخاري حديث: ٢٢٧٨ ص ٨٤٨ ج ٢، مسلم حديث: ١٨٢٩ ص ١٤٥٩ ج ٣، قرطبي ٢٢٥٨ ج ٥، ترمذي حديث: ١٧٠٥ ص ٢٠٨ ج ٤، مجمع الزوائد ص ٢٠٧ ج ٥، بيهقي ص ٢٩١ ج ٧، ابوداٶد ص ١١٣٩ ج ٣.

(2) سورة النور آيت:٣٣

تي آهي. ۽ پاڻ سڳورن جي ميراث ٽي شيون آهن: ١- علم ٢- فقر ٣- تلوار. هر هڪ جي وضاحت ڪجي ٿي: ١- بادشاه جو فرض آهي ته تلوار ان وقت ۽ ان جاءِ تي هلائي جتي حڪم آهي. ذاتي مقصد، شخصي اقتدار لاءِ تلوار هلائيندو ته ان جي عدالت ۽ انصاف پسنديءَ ۾ شڪ آهي. ٢- ساڳيءَ ريت جيڪڏهن ڪو فقير ۽ درويش پيغمبرن سڳورن، اصحابن ڪريمن ۽ مشائخ جون عادتون پنهنجي اندر پيدا نه ڪري ته اهو فقير نه آهي ۽ انهن ماڻهن ۾ شامل نه ٿيندو جن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي ته:

لَوْلَا الصَّالِحُوْنَ لَهَلَكَ الطَّالِحُوْنَ

[جيڪڏهن صالح نه هجن ته هوند غير صالح هلاڪ ٿي وڃن.]

٣- ٽيون گروهه عالمن، مفتين ۽ قاضين جو آهي. جن جو شان آهي ته:

وَالَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ دَرَجَاتٍ[1]

[الله تعاليٰ انهن جا درجا بلند ڪندو، جن کي علم عطا فرمايو ويو آهي.]

نبي ﷺ جن جو فرمان آهي:

اَلْعُلَمَاءُ وَرَثَةُ الْاَنْبِيَاءِ[2]

[عالم نبين جا وارث آهن.]

قرآن مجيد ۾ آهي ته:

اِنَّمَا يَخْشَى اللهَ مِنْ عِبَادِهِ الْعُلَمَاءُ[3]

[الله کان ان جا عالم ڊڄن ٿا.]

ڄاڻڻ گهرجي ته علم الله تعاليٰ جي صفت آهي. يعني وڏا درجا ماڻي سگهجن ٿا. شرط آهي ته علم تي عمل ڪري ۽ دل ۾ خدا جو خوف

---

(1) سورة المجادلة آيت: ١١

(2) قرطبي ص ٢٩٥ ج ٨، ٨١-٧٨ ج ١١، ابن ڪثير ص ٨٥٥ ج ٣، بخاري ص ٣٧ ج ١ باب العلم، ابن حبان ص ٢٩٠ ج ١، ترمذي ص ٤٨ ج ٥، مجمع الزوائد ص ١٢٦ ج ١، ابودائود ص ٣١٧ ج ٣، ابن ماجه ص ١٨ ج ١، شعب الايمان ٢٦، ٣٦٢، ٢١٣ ج ٢، فتح الباري ص ٧١٢ ج ١ وغيره.

(3) سوره فاطر آيت:٢٨

پيدا ٿئي. ڇاڪاڻ تہ علم جو راز الله جو خوف ۽ خشيت آهي. الله تعاليٰ وٽ عالم اهو ئي آهي، جيڪو خدا کان ڊڄي، جيئن الله تعاليٰ جو فرمان مٿي گذريو تہ الله کان دراصل ان جا عالم ٻانها ئي ڊڄندا آهن.

جيترو علم وڌيڪ هوندو اوترو ئي خدا جو خوف وڌيڪ هوندو.

قَالَ النَّبِيُّ ﷺ اَنَا اَعْلَمُكُمْ بِاللهِ وَاَخْشَاكُمْ بِاللهِ [1]

[نبي ﷺ جن فرمائين ٿا تہ آءٌ الله کي توهان ۾ سڀ کان وڌيڪ ڄاڻان ٿو ۽ اُن کان وڌيڪ ڊڄان ٿو.]

الله جي خوف جي علامت اها آهي تہ پنهنجي علم تي عمل ڪري ۽ علم کي آخرت جا درجا حاصل ڪرڻ جو ذريعو بڻائي. مال ميڙڻ، مرتبو ماڻڻ، دنياوي مفاد اڳاڙڻ ۽ بهشت ۽ شهوانيت جا تقاضا پورا ڪرڻ جو ذريعو نہ بڻائي. ائين ڪندو تہ در اصل جاهل آهي، جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

مَثَلُ الَّذِيْنَ حُمِّلُوا التَّوْرٰىةَ ثُمَّ لَمْ يَحْمِلُوْهَا كَمَثَلِ الْحِمَارِ يَحْمِلُ اَسْفَارًا [2]

[مثال انهن جو جن کي تورات کڻايو ويو. پوءِ ان کي نٿا کڻن يعني ان تي عمل نٿا ڪن، گڏهہ جو مثال آهي، جيڪو بار ڍوئي ٿو.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ علم، نبين جي ميراث آهي:

وَاِنَّ الْاَنْبِيَآءَ لَمْ يُوَرِّثُوْا دِيْنَارًا وَّلَا دِرْهَمًا وَلٰكِنَّهُمْ وَرَّثُوا الْعِلْمَ فَمَنْ اَخَذَ بِهٖ فَقَدْ اَخَذَ بِحَظٍّ وَافِرٍ [3]

(1) بخاري باب قول النبي ﷺ : انا اعلمكم بالله. قرطبي ص ٣٤٦ ج ١٦. ابن ڪثير ص ٢٢٤ ج ١. مسلم ص ٢٧٨١ ج ٢ حديث: ١١١. ابن حبان ص ٢٦٦، ٢٦٨، ٢٧٢ ج ٨. مجمع الزوائد ص ٣٠١ ج ٤. بيهقي ٢١٣ ج ٤. ابوداؤد ص ٣١٢ ج ٢. موطا مالڪ ص ٢٨٩ ج ١. احمد ص ٦٧، ١٥٦، ٢٢٦، ٢٤٥ ج ٦. فتح الباري ص ٥١٤ ج ١٠.

(2) سورة فاطر آيت:٢٨

(3) پوري حديث هن طرح آهي: ان العلماءَ هم ورثة الانبياءَ......... (بيشڪ علماءَ ئي نبين جا وارث آهن.........) مسلم ص ٣٧ ج ١. ترمذي ٤٨ ج ٥. ابوداؤد ص ٣١٧ ج ٣. دارمي ١١٠ ج ١. ابن ڪثير ص ٥٥٨ ج ٣. صحيح ابن حبان ص ٢٩٠ ج ١. سنن ابن ماجه ص ٨١ ج ١. مسند احمد ١٩٦ ج ٥. شعب الايمان ص ٢٦٣ ج ٢.

[نبي سڳورا ورثي ۾ دينار ۽ درهم يعني مال دولت نہ ڇڏيندا آهن پر اهي علم ڇڏيندا آهن، پوءِ جنهن ان مان ڪجهہ حصو ورتو بيشڪ انهيءَ وڏو ڀاڱو پرايو.]

يعني نبي سڳورا ورثي ۾ ظاهري ۽ باطني علم ڇڏي ويندا آهن. ظاهري علم اهو آهي، جيڪو اصحابن سڳورن ڪائنن سندن قول ۽ فعل وسيلي ورتو. انهن کان بعد تابعين، تبع تابعين ۽ بعد ۾ ايندڙ سلف صالحين انهن کان سکيو ۽ پوين کي سيکاريو ۽ انهن تي عمل ڪيو. يعني قرآن، حديث، تفسير، فقه، ۽ ٻيا جيڪي انهن جا ماتحت علم آهن. باطني علم اهو آهي، جيڪو جبريل عليه السلام جي واسطي کان سواءِ

لِيْ مَعَ اللّٰهِ وَقْتٌ [1]

[منهنجو الله سان هڪ وقت مقرر آهي.]

واري اصول هيٺ حاصل ٿيندو آهي. انهيءَ علم جي نہ تحصيل ٿيندي آهي ۽ نہ تڪميل، ڇاڪاڻ تہ نبي سڳورا ۽ خاص اولياءَ ڪرام اهو علم واسطي کان سواءِ وٺندا آهن.

ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿٢١﴾ [2]

[اهو الله جو فضل آهي، جنهن کي چاهي ٿو. عطا فرمائي ٿو.]

مثنوي

١- هرکه ورزد عدل و احسان درجهان
عمر دولت بماند در امان

٢- عدل و احسان مايهء ايمان بُودَ
ازو ياد دولت سلطان بُودَ

٣- عدل و احسان امر يزدان بر شما است
گر کُنيد آن دو واجب بر شما است

(1) شرح سنن ابن ماجه ص ٣١٣ ج١، فيض القدير ص ٦ ج٤، ڪشف الخفاءِ ص ٢٢٦ ج ٢، المصنوع ص ١٥١ ج ١.

(2) سورة الحديد آيت:٢١

۴- شاه عادل را رعیت، لشکر است
درجهان سلطان عادل چون حور است
۵- سایه مهر خدا خویش کرد
آنکه سایه مهر بر درویش کرد
٦- شاه عادل درجهان ظل الله است
زانکه او خود عین لطف الله است
۷- دولتي سلطان عادل درجهان
روز افزون مي شود درهر زمان
۸- عدل ورزد شاه گر با خاص و عام
مي شود در هر دو عالم نیک نام
۹- گر بماند نام نیکیش درجهان
هست او کوي بعالم جاودان
۱۰- شاه ظالم را نشاید شاه گفت
این سخن باما دل آگاه گفت
۱۱-ظالم را دیده ام در هر جا
بي وفا و بي وقار و بي نوا
۱۲- درجهان سلطان ظالم چون بود
آن گه از ظلمش جهان پر خون بود

۱- نهي آمد بر سلاطین ظلم حیف
تان نہ رانند بر ضعیفان ضرب سیف
۲- سایه حق کي بود او گو ظالم است
هرکه عامل نیست کي وا عالم بود
۳- آنکه از ظلمش جهان گردد تباه
کي تواند بود او ظل الله
۴- آن خلیفه حق که برناحق بُود
دیو باشد، کَي خلیفه بُودَ؟

۵- هرکه در عالم جهان بدنام شُدَ
در هر دو عالم گويا گم نام باشَد
٦- که بدي گم نام چه بهتر بدين
ازين همين بدناميش بهتر بُدين
٧- که بود گم نام يا بدنام کس
سهل باشد سهل، الي اهل الهوس
٨- ليک افسوس آن که ظالم را بُودَ
هم عذاب و لعنت حق تا ابد

١- جيڪو بہ دنيا ۾ عدل ۽ احسان جي نظام کي لاڳو ڪندو تہ هن جي سلطنت جي مدت جي زندگي امن ۽ آسائش ۾ رهندي.

٢- عدل ۽ احسان، ايمان جو سرمايو هوندو آهي، اُن سان بادشاه جي سلطنت ۽ حڪومت ۾ واڌارو ايندو آهي.

٣- عدل ۽ احسان ڪرڻ جو حڪم، توهان تي، الله تعاليٰ جي طرفان آهي، جيڪڏهن انهيءَ حڪم تي عمل ڪندؤ تہ اهو توهان تي بہ واجب فرض جي برابر آهي.

۴- عادل بادشاه جو لشڪر رعيت آهي، دنيا ۾ عادل بادشاه حور وانگر آهي.

۵- جنهن پاڻ تي درويش جي دوستي ۽ محبت جي ڇانو ڪئي، ان جڻ پاڻ تي خدا جي محبت جي ڇانو ڪئي.

٦- جهان ۾ عادل بادشاه الله جي ڇانو آهي، ڇو تہ اُهو خود، الله جي ذات جو واضح ۽ چٽو ڪرم آهي.

٧- عدل ڪندڙ (عادل) بادشاه جي سلطنت، هر دور ۾، ڏينهون ڏينهن ترقي ڪندي آهي.

٨- جيڪڏهن بادشاه خاص ۽ عام سان برابر انصاف ڪندو تہ ٻنهي جهانن ۾ نيڪ نالي وارو ٿيندو.

٩- جيڪڏهن سندس نيڪ نالو جهان ۾ رهيو تہ پوءِ هو جهان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هميشہ قائم آهي.

10_ظالم بادشاه کي، ”بادشاه“ چوڻ نہ گهرجي اها ڳالهہ اسان کي هڪ صاحب دل ٻڌائي.

١١_ظالم کي هر هنڌ بي وفا، بي عزت ۽ بي پهچ ڏٺم.

١٢_ جڏهن بادشاه، دنيا ۾ ظلم ڪندو تہ سارو جهان رت ۾ پرجي ويندو.

١٣_ بادشاهن کي ظلم ۽ جفا ڪرڻ جي منع ٿيل آهي، افسوس آهي جيڪر اُهي ضعيفن ۽ ڪمزورن تي تلوار جو وار نہ ڪن!

١۴_ حق جو پاڇو اُن تي ڪيئن ٿيندو جو ظالم آهي، جيڪو پاڻ عمل ڪندڙ نہ آهي، اُهو عالم ڪيئن ٿيندو؟

١۵_ اُهو جنهن جي ظلم سبب دنيا تباه ٿئي، اُهو الله جو پاڇو ڪيئن ٿيندو؟

١٦_ حق جو خليفو جيڪو ناحق ڪري، سو شيطان آهي، اهو ڪيئن برحق خليفو ٿيندو؟

١٧_جيڪو دنيا ۾ بدنام ٿيو چڙ تہ اهو ٻنهي جهانن ۾ گمنام ۽ ناڪام آهي.

١٨_ چاڪاڻ تہ اها بدي جنهن ۾ گمنامي هجي، انهيءَ بديءَ کان چڱي آهي، جنهن جي ڪري بدناموسي ۽ بدناميءَ جو داغ لڳي.

١٩_ماڻهو گمنام يا بدنام ٿئي، هوس پرستن لاءِ اها ڳالهہ وڏيڪ آسان آهي.

٢٠_ پر افسوس اهو آهي تہ ظالمن لاءِ آخر تائين، حق تعاليٰ جي لعنت ۽ عذاب آهي.

اي منهنجا عزيزا! مٿي جيڪي بيان ٿيو سو شرع شريف جي ظاهري تعليم مطابق آهي. باطني طريقي مطابق جهان ۾ واقعي ائين ئي واقع ٿئي ٿو تہ اهڙو شخص مغلوب ۽ مجبور هوندو آهي. بذات خود، اهو ڪا طاقت نہ رکندو آهي، سواءِ ان جي جو قادر مطلق پاڻ جيڪي چاهيندو آهي، سو ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

إِنَّ قُلُوْبَ بَنِيْ آدَمَ بَيْنَ إِصْبَعَيْنِ مِنْ أَصَابِعِ الرَّحْمٰنِ(1)

[بيشڪ ٻانهن جو دليون رحمن جي ٻن آڱرين جي وچ ۾ آهن.]

يعني شاه هجي يا گدا هر هڪ جي دل قادر ڪريم، قيوم جي هٿ ۾ آهي. پنهنجي قدرت جي ڪمال سان جيڪي چاهيندو آهي، سو ڪندو آهي. جيئن الله پاڻ فرمائي ٿو ته:

يَفْعَلُ اللّٰهُ مَا يُرِيْدُ ﴿۱۴﴾(1)

ٻئي هنڌ آهي ته:

إِنَّ اللّٰهَ يَحْكُمُ مَا يُرِيْدُ ﴿۱﴾(2)

[يعني الله جيڪي چاهي ٿو ڪري، سو ڪري ٿو ۽ جنهن ڳالهه جو ارادو ڪري ٿو سا ٿئي ٿي.]

فرض ڪريو ته ڪنهن تي ڪنهن جي هٿان ظلم ٿئي ٿو يا ڪو ڪنهن سان احسان ڪري ٿو ته پوءِ پڪ ڄاڻڻ گهرجي ته اهو پنهنجي پوکي لٽي ٿو. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

فَمَنْ يَّعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ خَيْرًا يَّرَهٗ ﴿۷﴾ وَمَنْ يَّعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ شَرًّا يَّرَهٗ ﴿۸﴾(3)

[پوءِ جيڪو ذري جيتري نيڪي ڪندو ته اها به ڏسندو ۽ جيڪو ذري جيتري برائي ڪندو ته اها به ڏسندو.]

هڪ حديث قدسي ۾ آهي، الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

عَنْ أَبِي الدَّرْدَاءِ قَالَ قَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ إِنَّ اللّٰهَ يَقُوْلُ: أَنَا اللّٰهُ لَا إِلٰهَ إِلَّا أَنَا مَالِكُ الْمُلُوْكِ وَمَلِكُ الْمُلُوْكِ قُلُوْبُ الْمُلُوْكِ بِيَدِيْ وَإِنَّ

---

(1) تفسير ابن ڪثير ص ٢٩٩ ج ٢، مجمع الزوائد ص ٢٩۴ ج ۵، مصنف ابن ابي شيبة ص ٢۵ ج٦، جامع العلوم والحكم ص ۵٨ ج ١، علل ابن ابي حاتم ص ١١٧ ج ٢، كشف الخفاء ص ۵٢٧ ج ٢، عمل اليوم والليلة ص ۵٦٢ ج ١، المجمع الاوسط ص ٢٨۵ ج ۵.

(1) سورة الحج آيت: ١۴

(2) سورة المائده آيت: ١

(3) سورة الزلزال آيت: ٧-٨

الْعِبَادَ إِذَا أَطَاعُوْنِيْ حَوَّلْتُ قُلُوْبَ مُلُوْكِهِمْ عَلَيْهِمْ بِالرَّأْفَةِ وَالرَّحْمَةِ وَإِنَّ الْعِبَادَ إِذَا عَصَوْنِيْ حَوَّلْتُ قُلُوْبَهُمْ عَلَيْهِمْ بِالسَّخْطِ وَالنَّقْمَةِ فَسَامُوْهُمْ سُوْءَ الْعَذَابِ فَلَا تَشْغَلُوْا أَنْفُسَكُمْ بِالدُّعَاءِ عَلَى الْمُلُوْكِ وَلٰكِنِ اشْغَلُوْا أَنْفُسَكُمْ بِالذِّكْرِ وَالتَّضَرُّعِ أَكْفِكُمْ مُلُوْكَكُمْ[4]

[ابودرداءَ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ مون کان سواءِ ڪو بہ معبود نہ آهي. آءٌ بادشاهن جو مالڪ ۽ بادشاهن جو بادشاه آهيان. بادشاهن جون دليون منهنجي هٿ ۾ آهن ۽ بيشڪ جڏهن ٻانها منهنجي تابعداري ڪندا آهن تہ سندن بادشاهن جي دلين کي انهن لاءِ نرم ڪندو آهيان ۽ جڏهن اهي منهنجي نافرماني ڪندا آهن تہ انهن جي دلين کي سندن لاءِ سخت ڪندو آهيان, پوءِ اهي انهن کي ڏکوئيندڙ عذاب پهچائيندا آهن. پوءِ بادشاهن کي بددعا نہ ڏيندا وتو پر پاڻ کي منهنجي ذڪر ۽ توبه زاري ۾ مشغول رکو تہ توهان لاءِ توهان جي بادشاهن جي مقابلي ۾ ڪافي ٿيان.]

حديث ۾ آهي تہ:

فَلُوْمُوْا أَنْفُسَكُمْ وَلَا تَلُوْمُوْا أُمَرَاءَكُمْ

[پوءِ پاڻ کي ملامت ڪريو ۽ پنهنجن اميرن ۽ حاڪمن تي ملامت نہ ڪريو.]

يعني انهن کي گهٽ وڌ نہ ڳالهايو بلڪ الله وٽ توبه ۽ استغفار ڪريو. ڇاڪاڻ تہ تقدير چڱي هجي يا لڳي, الله تعاليٰ جي طرفان هوندي

(4) حديث درست ڪئي وئي ڏسو: مجمع الزوائد ص ۲۴۹ ج ۵. مصنف ابن ابي شيبه ص ۶۳- ۶۹ ج ۷. معجم الاوسط ص ۹ج۹. علل دارقطني ص ۲۰۵ ج ۶. فيض القدير ص ۴۷ ج ۵. حلية الاولياءِ ص ۳۸۸ ج ۲. ص ۲۰- ۱۷۲ ج ۶. العلل المتناهية ص ۷۶۸ ج ۲. ڪتاب المجروحين ص ۷۶ ج ۳. انهيءَ مضمون جي قرآن مجيد ۾ هڪ آيت هيءَ آهي: واذ تاذن ربک ليبعثن عليهم الي يوم القيامة من يسومهم سوءَ العذاب. يعني ياد ڪريو جڏهن تنهنجي رب اعلان ڪيو تہ مٿن قيامت تائين اهڙا ماڻهو مسلط ڪندو رهندو جيڪي کين ڏکوئيندڙ عذاب ڏيندا رهندا. (سورة الاعراف آيت :۱۶۷)

آهي. اهو جيڪي ڪري ٿو سو صحيح ڪري ٿو الله مختيار ڪل آهي، سڀ سندس قدرت ۾ آهي، جيئن حضرت هود عليه السلام پنهنجي قوم ۾ اعلان فرمايو هو:

وَمَا مِنْ دَآبَّةٍ اِلَّا هُوَ اٰخِذٌۢ بِنَاصِيَتِهَا ۭ اِنَّ رَبِّيْ عَلٰي صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ۝(1)

[جيڪو بہ ساه وارو آهي، رب سائين ان جي پيشانيءَ کي پڪڙڻ وارو آهي. بيشڪ منهنجو رب سڌي واٽ تي آهي.]

پوءِ هر حالت ۾ خدا تعاليٰ جي رضا ۽ مشيت تي صابر ۽ شاڪر رهڻ گهرجي. الله ڏانهن توبه ۽ توجه ڪجي، تہ جيئن انسان هلاڪت جي ٽري ۾ نہ ڪري. جيڪا شيءِ ٻانهي کان کسجي يا جنهن شيءِ ۾ اهو مجبور، مغلوب ۽ محڪوم هجي، پڪ سمجهو تہ اهو ئي جليل، جبار، احڪم الحاڪمين ذات پاڪ جو حڪم آهي. برائي هجي يا ڀلائي، ظلم هجي يا عدل ۽ رحم ڪرم، هر شيءِ ۾ الله تعاليٰ جي صفتن جو اظهار آهي. جڏهن بادشاهن جو بادشاه، ٻاجهارو الله، احسان ڪرڻ چاهيندو آهي تہ مخلوق بہ کهل، ڪرم ۽ رحم ڪندي آهي. جڏهن الله واحد، قهار ڪنهن تي قهر ۽ ڏمر ڪندو آهي تہ مخلوق ان کي ظلم ۽ ڏاڍ جو شڪار ڪندي آهي. اهي سڀ مشيت جون تقاضائون آهن، ڇاڪاڻ تہ ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جون قوتون، هٿ، پير، دليون، جسم ۽ ٻيا سڀ عضوا سندس اختيار ۾ آهن، جيئن حديث ۾ آهي تہ:

جِسْمُ الْاِنْسَانِ وَرُوْحُهٗ وَقَلْبُهٗ وَسَمْعُهٗ وَبَصْرُهٗ وَلِسَانُهٗ وَيَدُهٗ وَرِجْلُهٗ وَكُلُّ ذٰلِكَ مَا اَظْهَرْتُ اِلَّا لِنَفْسِيْ لَاهُوَ غَيْرِيْ اِلَّا اَنَا، وَلَا اَنَا غَيْرُهٗ (1)

[انساني جسم، سندس نفس، روح ۽ دل، ڪن، اکيون، زبان، هٿ، پير ۽ جيڪي بہ سندس عضوا آهن، سيني کي رڳو پنهنجي لاءِ خلقيو اٿم. جيڪي ڪجھ آهي، آءٌ ئي آهيان، مون کان سواءِ ٻيو آهي ئي ڪونہ.]

---

(1) سوره هود آيت: ٥٦

(1) حديث ثابت نہ آهي.

مثنوي

اگر شاه عدل وستم مي كند
بخود نمي كند آنچه او مي كند
خدا مي كناند، خدا مي كند
هر آنچه از شما وتو او مي كند
اگر عدل يا ظلم سلطان نمود
ز سلطان مبين آنكه سبحان نمود
يكي عدل كرد و دگر ظلم خواست
دل هر دو آن در تصرف خدا ست

[جيڪڏهن بادشاه عدل يا ظلم ڪري ٿو تہ جيڪي بہ ڪري ٿو سو پاڻ نٿو ڪري، بلڪ اهو ڪري ٿو جيڪي الله ان کان ڪرائي ٿو. الله ڪرائي ٿو الله ڪرائي ٿو. جيڪي بہ توهان ۽ اسان ڪريون ٿا، سڀ الله ڪرائي ٿو الله ڪري ٿو. بادشاه عدل ڪري يا ظلم، سو بادشاه جي طرفان نہ پانءِ، الله جي طرفان پانءِ، هڪڙو انصاف ڪري، ٻيو ظلم ۽ ڏاڍ ڪري تہ انهن ٻنهي جون دليون، خدا تعاليٰ جي تصرف ۽ مالڪي ۾ آهن.]

جيڪڏهن نياڳو ماڻهو بہ انصاف ڪري تہ پوءِ پڪ سمجهو تہ الله ڪريم فضل ڪرم ڪرڻ تي مائل آهي. غرض تہ پنهنجي وجود، پنهنجي ملڪ، پنهنجي شهر ۽ پنهنجي ڳوٺ ۾ جيڪي بہ ٿئي ٿو تنهن جي نسبت خدا تعاليٰ ڏانهن سمجهہ. جيئن رب تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

إِذْ جَعَلَ فِيكُمْ أَنبِيَاءَ وَجَعَلَكُم مُّلُوكًا [1]

[جڏهن توهان ۾ نبي پيدا ڪيائين ۽ توهان کي بادشاهي ڏنائين.]

ان ڪري هر هڪ جو فرض آهي تہ زندگي ائين گذاري، جو سندس هٿ، سندن زبان ۽ سندس هلت مان ڪنهن کي بہ نقصان نہ رسي، پر ڀلارو ماڻهو ٿي زندگي گذاري، تان تہ عدل ۽ انصاف جي فضا قائم ٿئي، والله علم بالصواب

---

(1) سورة المائده آيت : ٢٠

## باب نائون

# فتح بابت مرشد ۽ مريد

رباعي

غير وسيله چون نيست يافت بروز نيز
کي تواني بدگر يافت در لا مکان
پير ولايت بباب اول تا مر ترا
داعي وهادي شود جانب حق اي جوان
عزيز من! چون بي وسيله بمخلوق نمي توان رسيد
قرب وصل خالق را چون توان ديد

[يعني جڏهن وسيلي کان سواءِ ڏينهن جو بہ رستو لهي نٿو سگهين تہ پوءِ اونداهيءَ ۾ پنهنجي "لامڪان" جو اتو پتو ڪيئن لهندين؟ اي جوان! پهريائين ولايت وارو مرشد لھ، جيڪو حق جي راه ڏانهن تنهنجي رهنمائي ڪري. اي منهنجا عزيز! جڏهن وسيلي کان سواءِ مخلوق تائين پهچي نٿو سگهين تہ پوءِ خالق اڪبر جو قرب ۽ وصال ڪيئن حاصل ڪندين؟]

پوءِ مخلص ماڻهوءَ تي فرض آهي تہ حق تعاليٰ جي وصال لاءِ اهڙو مرشد تلاش ڪري جيڪو ظاهر ۽ باطن ۾ نبي ﷺ جن جي طريقي جي پيروي ڪندڙ هجي. جيئن ارشاد آهي تہ:

قُلْ إِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّونَ اللَّهَ فَاتَّبِعُونِي يُحْبِبْكُمُ اللَّهُ (1)

[کين چؤ تہ جيڪڏهن الله سان محبت ڪريو ٿا تہ پوءِ منهنجي تابعداري ڪريو. الله توهان سان محبت ڪندو.]

يعني الله کي چاهيو ٿا تہ سندس رسول ﷺ جي پيروي ڪريو ۽ پيغمبر پاڪ جي تعليم تي عمل ڪريو. ذڪر، الله جي ٻانهپ ۽ مجاهدو وغيره شيخ جي نگراني ۾ ڪري ڪمال جا درجا ماڻيو ۽ پنهنجي پير دستگير جي صورت کي سدائين سامهون رکو. پنهنجا سڀ ڪم ۽ سڀ

(1) سوره آل عمران آيت: ٣١

خدمتون پنهنجي شيخ جي راهہ ۾ فدا ڪريو ڇاڪاڻ تہ چيو ويو آهي تہ:

اَلْاِرَادَةُ تَرْكُ الْاِرَادَةِ

[عقيدتمندي ۽ ارادتمندي، پنهنجا ارادا ڇڏڻ جو نالو آهي.]

ڇاڪاڻ تہ الله ۽ رسول جي حق وانگر شيخ جو بہ حق آهي. ان جو سبب هي آهي تہ خلافت الله تعاليٰ جي طرفان رسول الله ﷺ جي واسطي سان پوءِ اصحابن ۽ اوليائن جي ذريعي حاصل ٿيندي آهي. جيئن شروع ڪان اهو سلسلو جاري آهي ۽ قيامت تائين جاري رهندو. (ڪتاب لکن تا تہ)

اِنَّ اللهَ بَعَثَ النَّبِيَّ دَاعِيًا لِاُمَّتِهٖ اِلَى اللهِ تَعَالٰى بِاِذْنِهٖ مُنَادِيًا لَّهُمْ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ كَمَا قَالَ اللهُ تَعَالٰى وَدَاعِيًا اِلَى اللهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا ﴿٤٦﴾[2]

وَقَالَ اللهُ تَعَالٰى: وَاِنَّكَ لَتَهْدِيْٓ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٥٢﴾[1] وَلَمَّا تَمَّ مُدَّةَ بَقَائِهٖ فِي الدُّنْيَا خَلَقَ خُلَفَاءَ مِنْ اَصْحَابِهٖ لِيَدْعُوا الْعِبَادَ اِلَى اللهِ قَرْنًا بَعْدَ قَرْنٍ وَهٰكَذَا اِلٰى قِيَامِ السَّاعَةِ قَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَصْحَابِيْ كَالنُّجُوْمِ بِاَيِّهِمُ اقْتَدَيْتُمُ اهْتَدَيْتُمْ وَقَالَ اللهُ تَعَالٰى: يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللهَ وَابْتَغُوْٓا اِلَيْهِ الْوَسِيْلَةَ وَجَاهِدُوْا فِيْ سَبِيْلِهٖ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿٣٥﴾[2] قَالَ اللهُ تَعَالٰى: يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللهَ وَكُوْنُوْا مَعَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿١١٩﴾[3] اَيْضًا قَالَ اللهُ تَعَالٰى: فَاسْعَوْا اِلٰى ذِكْرِ اللهِ وَذَرُوا الْبَيْعَ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٩﴾[4] قَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَلشَّيْخُ فِيْ قَوْمِهٖ كَالنَّبِيِّ فِيْ اُمَّتِهٖ وَقَالَ عُلَمَاءُ اُمَّتِيْ كَاَنْبِيَاءِ بَنِيْ اِسْرَائِيْلَ وَهٰذَا الْاِقْتِدَارُ اِنَّمَا يُوْجَدُ عِنْدَ مَنْ وَرَثَ الْعِلْمَ مِنَ النَّبِيِّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ظَاهِرًا وَّبَاطِنًا بِالْوَسَائِطِ فَمَنْ وَجَدَ شَيْخًا مَوْصُوْفًا بِهٰذِهِ الصِّفَةِ ثُمَّ اِنَّ الشَّيْخَ قَبْلَهٗ

---

(2) سورة الاحزاب آيت: ٤٦

(1) سورة الشوري آيت:٥٢

(2) سورة المائدة آيت: ٣٥

(3) سورة التوبه آيت: ١١٦

(4) سورة الجمعة آيت:٩

فَعَلَيْهِ اَنْ يَّحْتَرِمَهٗ ظَاهِرًا وَّ بَاطِنًا

[بيشڪ خدا تعاليٰ نبي سڳوري کي پنهنجي حڪم سان سڏي واٽ ڏانهن دعوت ڏيندڙ ڪري موڪليو. جيئن پاڻ فرمائي ٿو تہ اسان تو کي الله ڏانهن پنهنجي حڪم سان دعوت ڏيندڙ ۽ روشن سج بنائي موڪليو آهي. پڻ فرمائي ٿو تہ. بيشڪ تون سڌي واٽ ڏيکارين ٿو. جڏهن نبي سڳوريﷺ وصال فرمايو تہ الله تعاليٰ سندن اصحابين کي منتخب فرمايو تان تہ اهي ماڻهن تائين الله جي دعوت کي پهچائين ۽ اهو سلسلو قيامت تائين، هڪ زماني کان بعد ٻئي زماني تائين هلندو رهندو. نبيﷺ جن فرمايو آهي تہ منهنجا اصحابي جڻ تہ ستارا آهن. انهن مان جنهن جي بہ پيروي ڪندا هدايت لهندا. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: اي ايمان وارو! الله کان ڊڄو ۽ سچن جو ساٿ ڏيو. پڻ فرمائي ٿو تہ پوءِ الله جي ذڪر ڏانهن ڊوڙو ۽ ڏيتي ليتي جا ڪم ڇڏي ڏيو اهو توهان جي لاءِ چڱو آهي، جيڪڏهن توهان عقل رکو ٿا. نبيﷺ جن فرمايو تہ: امت ۾ شيخ ائين آهي جيئن نبي امت ۾. پڻ حديث ۾ آهي تہ منهنجي امت جا علماءَ ائين آهن. جيئن بني اسرائيل جا نبي ۽ اهو اقتدار ان وٽ هوندو آهي، جيڪو واسطن سان ظاهري ۽ باطني علم نبيﷺ کان پرائي. پوءِ جنهن کي اهڙو مرشد ملي وڃي جنهن ۾ ذڪر تيل خوبي موجود هجي ۽ پڻ اهو مرشد بہ انهيءَ مريد کي قبول ڪري، پوءِ انهيءَ مريد تي لازم آهي تہ پنهنجي ان مرشد جو ظاهري ۽ باطني طور تي احترام ڪري.

يعني خلافت نالو آهي، پاڻ کان اڳئين جو جانشين ٿيڻ ۽ پوين مان ڪنهن کي پنهنجو جانشين ڪرڻ جو. سڀ کان پهريون خليفو حضرت آدم عليه السلام آهي، ان ڏس ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

اِنِّيْ جَاعِلٌ فِي الْاَرْضِ خَلِيْفَةً[1]

[بيشڪ آءُ زمين ۾ پنهنجو خليفو بنائڻ وارو آهيان.]

حضرت دائود عليه السلام کي فرمايائين تہ:

(1) سورة البقرة آيت: ٣٠

إِنَّا جَعَلْنَاكَ فِي الْأَرْضِ خَلِيفَةً(2)

[بيشڪ اسان توکي زمين ۾ خليفو بڻايو آهي.]

اهڙي طرح هڪ کان بعد ٻيا پيغمبر زمين ۾ خدائي خلافت جو منصب سنڀاليندا رهيا. سڀ کان پويون پيغمبر محمد مصطفيٰ ﷺ آهي، جنهن فرمايو آهي تہ:

أَنَا خَلِيفَةُ اللهِ

[آءٌ زمين ۾ الله جو خليفو آهيان.]

سندن جانشين اميرالمؤمنين ابوبڪر صديق رضي الله عنه آهي جيئن پاڻ سڳورن فرمايو تہ:

يَا أَبَا بَكْرٍ أَنَا خَلِيفَةُ اللهِ وَأَنْتَ خَلِيفَتِي مِنْ بَعْدِي

[اي ابوبڪر! آءٌ الله جو خليفو آهيان ۽ مون کان بعد تون منهنجو خليفو آهين.]

ان کان بعد ٻيا هدايت ياتل خليفا آهن. هڪ صحيح حديث ۾ انهيءَ خلافت جي مدت ٽيهہ سال بيان ڪئي وئي آهي تہ:

اَلْخِلَافَةُ بَعْدِي ثَلَاثُوْنَ سَنَةً (1)

[مون کان پوءِ خلافت ٽيهہ سال هلندي.]

نبوت ۽ رسالت کان بعد اهو دروازو اولياءَ الله لاءِ کوليو ويو. انهيءَ خلافت جا ٻہ قسم آهن:

١- ظاهري خلافت. جيڪا وقت جي اسلامي حاڪمن، اميرن ۽ قاضين لاءِ آهي.

٢- ظاهر ۽ باطني خلافت. جيڪا اولياءَ الله ۽ مشائخ لاءِ

---

(2) سوره صٓ آيت : ٢٦

(1) تفسير قرطبي ص ٢٩٧ ج ١٢ آيت: وعد الله الذين آمنوا منكم- ابن ڪثير ص ٣٠٢ج٣- ابن حبان ص ٣٩٢ ج ١٥- موارد الظلمآن ص ٣٦٩ج ١- المعجم الڪبير ص ٨٩ ج ١- فتح الباري ص ٧٧ ج ٨- شرح السنن ابن ماجه ص ٥ ج ١- فيض القدير ص ٥٠٩ ج ٣- نيل الاوطار ص ٣٤٢ج ٧

مخصوص آهي.

وقت جا حڪمران دنيا جو ظاهري نظام عدل انصاف جي اصولن مطابق هلائين ٿا ۽ ماڻهن کي ظلم ۽ ظالمن کان حفاظت ۽ امن عطا ٿئي ٿو ۽ اولياءَ الله خدا جي ٻانهن کي بندگيءَ جو ڏس ڏين ٿا ۽ رهبري ڪن ٿا الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

لَيَسْتَخْلِفَنَّهُمْ فِي الْأَرْضِ كَمَا اسْتَخْلَفَ الَّذِينَ مِنْ قَبْلِهِمْ [2]

[الله انهن (اهل ايمان) کي زمين ۾ ضرور خليفو ۽ جانشين ڪندو جيئن انهن ماڻهو کي خليفو ڪيائين، جيڪي ڪائنن اڳ ۾ هئا.]

يعني مشائخ هڪ ٻئي جا خليفا آهن ۽ قيامت تائين اينڊڙ سمورا بزرگ شريعت، طريقت، حقيقت ۽ امت محمديءَ جا حقيقي جانشين ۽ خليفا آهن. نبيﷺ جن فرمايايو آهي ته :

مَنْ اَحْيَا سُنَّتِيْ فَهُوَ خَلِيْفَتِيْ وَخَلِيْفَةُ الْاَنْبِيَاءِ

[جنهن منهنجي سنت کي جيئرو ڪيو اهو منهنجو به خليفو آهي ۽ اڳين نبين جو به خليفو آهي.]

الله تعاليٰ انهن کي ۽ انهن جي اولاد ۽ انهن جي پوين کي پنهنجي خلافت جي منصب تي فائز ڪيو ۽ پنهنجي رضا لاءِ چونديو آهي. سوره رعد ۾ ارشاد آهي:

وَمَنْ صَلَحَ مِنْ آبَائِهِمْ وَأَزْوَاجِهِمْ وَذُرِّيَّاتِهِمْ وَالْمَلَائِكَةُ يَدْخُلُونَ عَلَيْهِمْ مِنْ كُلِّ بَابٍ ۝٢٣ سَلَامٌ عَلَيْكُمْ بِمَا صَبَرْتُمْ فَنِعْمَ عُقْبَى الدَّارِ ۝٢٤ [1]

[جنت ۾ داخل ٿيندا اهي (متقي مؤمن) ۽ سندن ابن ڏاڏن ۽ زالن ۽ سندن اولاد مان جيڪي صالح آهن ۽ فرشتا وٽن هر دروازي مان داخل ٿيندا. چوندا ته توهان تي سلامتي هجي جو توهان صبر ڪيو پوءِ پڇاڙيءَ جي جاءِ ڏاڍي چڱي آهي.]

ٻئي هنڌ آهي ته:

(2) سورة النور آيت: ٥٥

(1) سورة الرعد آيت: ٢٣-٢٤

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَاتَّبَعَتْهُمْ ذُرِّيَّتُهُمْ بِاِيْمَانٍ اَلْحَقْنَا بِهِمْ ذُرِّيَّتَهُمْ وَمَآ اَلَتْنَاهُمْ مِّنْ عَمَلِهِمْ مِّنْ شَيْءٍ[2]

[جن ايمان آندو ۽ انهن جي اولاد ايمان ۾ سندن تابعداري ڪئي تہ انهن کي بہ وٽن پهچائينداسين ۽ انهن جي عملن مان ڪجھ بہ نہ گھٽائينداسون.]

لَوْلَا الصَّالِحُوْنَ لَهَلَكَ الطَّالِحُوْنَ[3]

[جيڪڏهن صالح نہ هجن تہ هونئ غير صالح هلاڪ ٿي وڃن.]

انهن اولياءَ الله جي دم خم سان ئي دين اسلام پنهنجي جمال کي، اهل طلب ۽ اهل محبت پنهنجي مطلوب ۽ محبوب تائين پهچي ڪاميابي ماڻين ٿا ۽ حاجتمند پنهنجي مقصود کي حاصل ڪن ٿا. انهن جي توجه سان ئي مسلمانن کي ڪافرن تي سوڀ نصيب ٿئي ٿي، درياءَ جاري رهن ٿا، هوا گھلي ٿي، ڪڪر هلن چلن ٿا ۽ بارش وسي ٿي، انساني ۽ جناتي شيطانن کان حفاظت، پنهي جهانن جي مصيبتن ۽ آفتن کان نجات بہ ملي ٿي. حيوان جمادات، نباتات، آسماني بُرج جهڙوڪ حبل، ثور وغيره، ستارا، سيارا، سج، چنڊ سڀ رات ڏينهن سندن زير فرمان ۽ مسخر آهن. اهو ئي غوث خليفه مطلق آهي، جنهن جي وسيلي سڀ مرادون ماڻين

---

(2) سورة الطور آيت: ٢١

(3) حديث ۾ ان سان ملندڙ جلندڙ الفاظ ملن ٿا تہ پاڻ سڳورن کان پڇيو ويو تہ: انهلك و فينا صالحون (ڇا اسين هلاڪ ٿينداسون جڏهن تہ نيڪ ماڻهو اسان ۾ موجود هوندا؟ فرمايائون تہ هائو! اذا كثر الخبث (جڏهن خباثت ۽ بيحيائي وڌي ويندي.) بخاري ص ١٢٢١ ج ٣. مسلم ص ٢٢٠٧ ج ۴. قرطبي ص ١٥٧ ج ٧. ابن ڪثير ص ١٠٦ ج ٣. ابن حبان ص ٣۴ ج ٢. ترمذي ص ۴٨٠ ج ۴. مجمع الزوائد ص ٢٦٩ ج ٧. سنن بيهقي الڪبري ص ٩٣ ج ١٠. ابن ماجه ص ١٣٠٥ ج ٢. مؤطا مالڪ. معجم الاوسط وغيره) قرآن مجيد ۾ بہ انهيءَ مضمون جون آيتون آهن. مثلاً فلولا كان من القرون من قبلكم اولوا بقية ينهون عن الفساد في الارض الا قليلا ممن انجينا منهم (سوره هود آيت: ١١٦) پوءِ توهان کان اڳ جيڪي قومون گذري چڪيون، انهن ۾ اهڙا ماڻهو ڇو نہ هئا. جيڪي زمين ۾ فساد کان روڪين ها، سواءِ ٿورن جي، جن کي اسان نجات ڏني).

ٿا. ڪي ان ڪي "قطب الاقطاب" بہ چون ٿا. اهو فقط هڪ آهي، ان ڪري اولياءَ الله جي فرمانبرداري سڀني مسلمانن تي واجب آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪو خليفي جي اطاعت ڪري ٿو اهو الله ۽ سندس رسول جي اطاعت ڪري ٿو جيئن حديث آهي تہ:

مَنْ اَطَاعَ خَلِيْفَتِيْ فَقَدْ اَطَاعَنِيْ وَمَنْ عَصَا خَلِيْفَتِيْ فَقَدْ عَصَانِيْ

[جنهن منهنجي خليفي جي اطاعت ڪئي، تنهن منهنجي اطاعت ڪئي. جنهن منهنجي خليفي جي نافرماني ڪئي، تنهن بيشڪ منهنجي نافرماني ڪئي.]

شيخ ۽ مرشد ڪي جڳائي تہ خلافت قبول ڪري پنهنجن مريدن، معتقدن جي تربيت ڪري، الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَهُوَ الَّذِيْ جَعَلَكُمْ خَلٰٓئِفَ الْاَرْضِ وَرَفَعَ بَعْضَكُمْ فَوْقَ بَعْضٍ دَرَجٰتٍ (1)

[الله اهو آهي، جنهن توهان کي زمين ۾ خليفو مقرر ڪيو ۽ توهان مان بعض جا درجا بعض کان بلند ڪيا.]

تانجو نبيﷺ جن وصال وقت عرض ڪيو تہ پالڻهار پاڪ! منهنجي موت کان پوءِ منهنجي امت جو ڇا ٿيندو؟ الله تعاليٰ فرمايو تہ:

اَنَا خَلِيْفَتُكَ مِنْ بَعْدِ مَوْتِكَ لِاُمَّتِكَ (1)

[آءٌ تنهنجي موت کان بعد تنهنجي امت ۾ تنهنجو خليفو آهيان.]

اي منهنجا عزيزا! جڏهن کان نبوت جو دروازو بند ٿيو آهي، تڏهن کان نبيﷺ جي متابعت هيٺ ولايت جو رستو کليو آهي، جيڪا اولياءَ الله کي حاصل ٿئي ٿي ۽ قيامت تائين جاري رهندي. اولياءَ الله جو فرض دعوت الي الله آهي، جيڪي ماڻهن کي هدايت جو دڳ ڏيکاريندا رهندا.

(1) سورة الانعام آيت: 165

(1) ڪتابن ۾ اهي نہ پر هي الفاظ ملن ٿا: والله خليفتي علي كل مسلم (الله هر مسلمان لاءِ منهنجو خليفو آهي) تفسير ابن ڪثير ص ۵۸۲ ج ۱، ص ۱۹۶ ج ۳، مسلم ص ۲۲۵۱ ج ۴، مستدرڪ حاڪم ص ۵۳۸، ۵۷۵، ۵۸۰، ۴۱ ج ۴، ترمذي ص ۵۱۰ ج ۴، مجمع الزوائد ص ۳۴۸، ۳۵۰ ج ۷، ص ۲۹ ج ۹، ابودائود ص ۱۱۷ ج ۴، سنن ڪبري ص ۲۳۵ ج ۶، ابن ماجه ص ۱۳۵۶ ج ۲، مصنف ابن ابي شيبه ص ۴۵۴ ج ۶، احمد ص ۱۸۱ ج ۴، ڪتاب الفتن لنعيم بن حماد ص ۵۱۷، ۵۱۸، ۵۲۷ ج ۲، تحفة الاحوذي ص ۴۱۴ ج ۶.

اولياءَ الله اهي آهن جن ۾ هي شرط هجن: ١- جنهن کي ڪو پنهنجو خليفو مقرر ڪري، سو خليفو برحق هجي ته جيئن خلافت ڪنهن ٻئي جي حوالي ڪري ته هو اهڙي خلافت جي لاءِ شريعت ۽ طريقت ۾ جائز به هجي. اهڙي طرح سان وري اُهو شخص به جڏهن خلافت ٻئي کي ڏي ته عام ماڻهن کي اطلاع ڪري ۽ ان تي اتفاق راءِ قائم ڪرائي ته جيئن خلافت کي استحڪام حاصل ٿئي، جو چيو اٿن ته: اَلْإِذْنُ الْعَامُّ شَرْطٌ (عام اجازت وٺڻ شرط آهي.) يعني ماڻهن کي خليفي جي انتخاب يا عام راءِ جو علم ٿئي ۽ ان جي استحقاق تي اصحاب طريقت ۽ ارباب حقيقت جو اجماع هئڻ پڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته اصول آهي ته:

اَلْإِجْمَاعُ حُجَّةٌ بِقَوْلِهٖ عَلَيْهِ السَّلَامُ لَا تَجْتَمِعُ أُمَّتِيْ عَلَى الضَّلَالَةِ (2)

[اجماع حجت آهي ڇاڪاڻ ته نبي سڳوري ﷺ جي حديث مبارڪ آهي ته: منهنجي امت ڪڏهن به گمراهي تي گڏ نه ٿيندي.]

(١) ڪنهن جي خلافت ۽ مشيخيت تي ارباب حل وعقد يعني علم ۽ اختياريءَ وار اختلاف ڪن ته اها اجماعي نه ٿيندي، جڏهن ته خلافت لاءِ اجماع سڀ کان وڏو شرط ۽ وڏو رڪن آهي. ان ڪري اختلاف ڪندڙ کي هدايت ڪجي ته خدا جو خوف ڪريو ۽ مخلوق خدا ۾ ڦيٿڙو نه وجهو ۽ کين گمراه نه ڪريو.

---

(2) حضرت ابن عمر کان روايت آهي، جنهن جا صحيح لفظ هي آهن: لن تجتمع امتي علي الضلالة فعليكم بالجماعة فان يد الله علي الجماعة (المعجم الكبير ص ٤٧٤ ج ١٢، عون العبود ص ١١٧ ج ٧، لسان الميزان ص ٢٧ ج ٦) حضرت انس جي حديث جا الفاظ هي آهن: ان امتي لن تجتمع علي ضلالة فاذا رايتم الاختلاف فعليكم بالسواد الاعظم (مسند عبد بن حميد ص ٣٦٨ ج ١، المعجم الكبير باختلاف يسير ص ٤٤٧ ج ١٢، الكامل في ضعفاءِ الرجال ص ٧٩ ج ٢، بيشڪ منهنجي امت هرگز گمراهيءَ تي گڏ نه ٿيندي، جڏهن اختلاف ڏسو ته جماعت يا سواد اعظم ۾ شامل ٿيو ڇاڪاڻ ته الله جو هٿ جماعت تي آهي. وڌيڪ روايتون بخاري، مسلم، احمد، معجم الكبير، مسند ابي عوانه وغيره ۾ آهن، جن مان ڪن جا الفاظ آهن ته: لن يبرح هذا الدين قائما يقاتل عليه عصابة من المسلمين حتي تقوم الساعة (مسلم ص ١٥٢٤ ج ٣، حديث نمبر: ٩١٢٢) يعني هي دين قيامت تائين قائم رهندو تانجو مسلمانن جي هڪ جماعت ان جي حفاظت لاءِ وڙهندي رهندي.

(٢) ٻيو شرط هي آهي تہ شيخ ڪنهن کي خلافت نامو عطا ڪري، هن غرض سان تہ خدا جي خلق جي رهنمائي ڪري ۽ توڪل جي ٹُرهي تي تري پار پوي، ڪو گهر نہ ٺاهي ۽ ڪو ڳوٺ سوغات ۽ جائيداد ۾ قبول نہ ڪري. زراعت ۽ تجارت ۾ مشغول نہ ٿئي. ڪنهن تي ڪا شيءِ مقرر نہ ڪري، بادشاه جي دروازن تي طلب ڪرڻ کان سواءِ نہ وڃي. ڳجهہ مان جيڪو مال ڪيس ملي ان کي ذخيرو نہ ڪري.

(٣) شيخ برحق جيڪي خلافت ۽ ان جا متعلقات يعني مصلوه عصا، تسبيح وغيره تبرڪات عنايت ڪري، ان جي باري ۾ سمجهي تہ هيءَ اها خلافت آهي، جيڪا پنهنجي فضل ۽ ٻاجهہ سان الله سبحانہ بخشي آهي ۽ جنهن جي باري ۾ فرمائي ٿو تہ:

اِنِّیْ جَاعِلٌ فِی الْاَرْضِ خَلِیْفَةً ؕ[1]

[بيشڪ آءٌ زمين ۾ خليفو مقرر ڪرڻ وارو آهيان.]

سيني نبين کي خليفو بنايو ويو ۽ انهن بہ ٻين کي خليفو مقرر ڪيو جيئن نبي سائينﷺ جن حضرت ابوبڪر صديق کي پنهنجو خليفو ۽ نائب بنايو. جنهن امت ۽ شريعت مطهره جي خدمت ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي تانجو ٻڌل اٺ کي بہ جيستائين نہ ڇوڙيائين تيستائين قرار نہ آين، مگر پنهنجي باطن کان ڪنهن کي واقف نہ ڪيائون ۽ نہ ئي پنهنجو اثر ظاهر ڪيائون يعني اعلان ۽ چرچو نہ ڪندا هئا تہ، مون نيڪيءَ جا هي ۽ هي ڪم ڪيا. اهو شيخ عتيق تحقيق جي سمنڊ ۾ غرق هو (عتيق ابوبڪر صديق رضي الله عنه جو لقب آهي مترجم) ساڳيءَ طرح باطن جي درياءَ ۾ مستغرق هو ۽ سندس حالت اها هئي تہ:

مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا[1]

(1) البقره آيت: ٢٠

(1) تحفة الاحوذي ص١٥١ ج٦- المصنوع ص١٩٨ ج١- حافظ ابن حجر رح فرمائي ٿو تہ اها حديث ثابت نہ آهي: ڪشف الخفاء ص٣٨٤ ج٢- عرض ڪري ٿو هي عاجز مترجم تہ پر انهيءَ مضمون جي ٻي حديث ثابت آهي، جنهن جا لفظ آهن تہ نبي ڪريم ﷺ جن حضرت ابن عمر رضہ کي فرمايو تہ: وعد نفسک في اصحاب القبور: مسند الشهاب ص٣٧٣ ج١- الترغيب

[موت کان اڳ پاڻ کي ماريو.]

انهيءَ کري نبي ﷺ جن سندن باري ۾ فرمايو ته:

مَنْ اَرَادَ اَنْ يَّنْظُرَ اِلٰى مَيِّتٍ يَّمْشِيْ عَلٰى وَجْهِ الْاَرْضِ فَلْيَنْظُرْ اِلَى ابْنِ اَبِيْ قُحَافَةَ

[جيڪو شخص زمين تي گهمندڙ ڦرندڙ مئل انسان کي ڏسڻ گهري ٿو تنهن کي گهرجي ته ابوبڪر صديق ڏانهن نهاري.]

سندس دين ۽ ايمان جي حالت اها آهي جو نبي ﷺ جن سندس شان ۾ فرمايو آهي ته:

لَوْوُزِنَ اِيْمَانُ اَبِيْ بَكْرٍ مَعَ اِيْمَانِ اُمَّتِيْ لَرَجَحَ

[جيڪڏهن ابوبڪر جو ايمان امت جي ايمان سان تورجي ته البته ابوبڪر جو ايمان ڳرو ثابت ٿيندو.]

پڻ سندن شان ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته:

مَاصَبَّ اللّٰهُ فِيْ صَدْرِيْ شَيْئًا اِلَّا وَقَدْ صَبَّ فِيْ صَدْرِ ابْنِ اَبِيْ قُحَافَةَ (1)

[الله تعاليٰ منهنجي سيني ۾ جيڪا به شيءِ وڌي آهي، سا صديق اڪبر جي سيني ۾ به وڌي آهي.]

انهيءَ کري پاڻ کان فنا ۽ حق سان بقا حاصل ڪيائين ۽ ولايت جا سمورا مرتبا ماڻيائين. جيئن نبي ﷺ جن فرمايو آهي ته:

اَنَا وَاَبُوْبَكْرٍ كَفَرَسَيْ رِهَانٍ لَوْسَبَقَنِيْ لَاٰمَنْتُ بِهٖ وَلٰكِنِّيْ سَبَقْتُهَا فَاٰمَنَ بِيْ

[آءٌ ۽ ابوبڪر ائين آهيون، جيئن گوءِ پچندڙ ٻه گهوڙا هوندا آهن. جيڪڏهن مون کان اڳ کٽي وڃي ها ته البته ضرور آءٌ ان تي ايمان آڻيان

---

الترهيب ص۱۲۱ ج۴- ترمذي حديث : ۲۳۳۳- مجمع الزوائد ص۲۲۷ ج۱۰- سنن ابن ماجه حديث : ۴۱۱۴- مسند احمد حديث : ۵۰۰۲- مسند الروياني ص۴۱۲ ج۲- مسند الشاميين ص۱۰۹ ج۱. يعني پاڻ کي قبر وارن ۾ شمار ڪر، جنهن مان ثابت ٿيو ته مٿيون قول جنهن کي ملا علي قاري صوفين جو ڪلام قرار ڏئي ٿو سو صحيح آهي.

(1) ڪشف الخفاءِ ص ۵٦۵ ج ۲، المنار المنيف ص ۱۱۵ ج۱، پر اها ۽ حديث انا و ابوبکر ڪفرسي رهان.......... ثابت نہ آهي: النقد المنقول ص ۱۰۴ ج ۱.

ها. پر آءٌ ان کان اڳي نڪري ويس. تنهن ڪري مون تي ايمان آندائين.]

حضرت ابوبڪر صديق نبين کان بعد سڀ کان سگهورو ۽ افضل آهي

بيت

چو آن صاحب نظر صاحب خبر بود

كه بعد الانبياءِ خير البشر بود.

[جيئن تہ هُو صاحب نظر ۽ صاحب خبر هو. تنهن ڪري نبين کان بعد سيني کان ڀلارو آهي.]

حضرت صديق اڪبر خلافت حضرت عمر رضي الله عنهما کي ڏني. ان کان پوءِ حضرت عثمان کي ۽ ان کان پوءِ حضرت علي مرتضيٰ رضي الله عنهما کي ملي. مختصر هي تہ نبي ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجهه کي علم جو دروازو فرمايو آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ کان ولايت جو سلسلو هلي ٿو. جيڪو نبوت ۾ داخل آهي. حضرت علي سائين هر وليءَ کي ولايت مطلق ۽ ولايت مقيد کان آگاه فرمائي ٿو. سندن ئي ذات آهي، جنهن حقيقت جو فيض پکيڙيو. دين ۽ ملت کي زور وترايو ۽ رسول الله ﷺ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه جو ظاهر ۽ باطن هڪ قبيلي مان آهي. هڪ نبوت ۾ ۽ ٻيو ولايت جي درجي ۾ آهي. ٻئي هستيون هڪ جسم، ٻہ نالا آهن. هڪ گوشت ۽ ٻہ صورتون آهن. پاڻ فرمايو اٿن:

لَحْمُهُ لَحْمِي وَدَمُهُ دَمِي[1]

[ان جو گوشت منهنجو گوشت ۽ ان جو رت منهنجو رت آهي.]

پڻ فرمايائون تہ (آءٌ ۽ علي هڪڙو نور آهيون.) انهيءَ ڪري پاڻ سيني ولين جا سردار ۽ ظاهري و باطني علمن جا معلم آهن. اولياءَ الله مان ڪن کي ظاهري علم ۽ معرفت عطا ڪيائون تہ ڪن کي باطني علم ۽ معرفت، ۽ ولايت عطا ڪيائون. سندن انهيءَ ولايت جا چار بزرگ وڏي شان ۽ فضيلت وارا آهن هر هڪ: ١۔ امام حسن رضي الله عنه ٢۔ امام حسين رضي الله عنه ٣۔ خواجه ڪميل بن زياد رح ۴۔ شيخ حسن بصري رح.

---

(1) حديث جا لفظ درست ڪيا ويا. ڏسو: مجمع الزوائد ص ١١١ ج ٩۔ المعجم الڪبير ص ١٨ ج ٢. پڻ هيءَ حديث ثابت نہ آهي تہ "آءٌ ۽ علي هڪ نور آهيون."

اهي حضرات چار وڏا پير آهن. جن مان هي شاخون هلن ٿيون: زيدي، عيازمي، ارهمي، هبري، چشتي، حبيبي، طيفوري، ڪرخي، سقطي، جنيدي، ڪارزوني، طوسي، فردوسي، سهروردي. انهن سڀني جي عقيدت جو سلسلو حضرت علي ڪرم الله وجهه تائين پهچي ٿو. مگر طيفوري سلسلو حضرت ابوبڪر رضي الله عنه سان وابسته آهي. مٿي بيان ڪيل سلسلن کان سواءِ هڪ مشرب "اُويسي مشرب" آهي. انهيءَ سلسلي جا بزرگ ڪنهن واسطي کان سواءِ سڌيءَ طرح الله ۽ ان جي رسول ﷺ کان تربيت وٺن ٿا ۽ خلق خدا کي حق سان ملائين ٿا. ان سلسلي سان واسطو رکندڙن تي سندن مرشدن ۽ پيرن جو به اهو ئي حق آهي، جيڪو ايمان وارن تي الله پاڪ ۽ رسول ڪريم ﷺ جو حق آهي. مثلاً الله تعاليٰ سان گڏ ڪنهن کي شريڪ نه ڪن. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي رسالت ۾ ڪنهن کي ڀاڱي ڀائيوار نه سمجهن. ساڳيءَ طرح پنهنجي پير ۽ دستگير جي ارادتمنديءَ ۾ ڪنهن کي شامل نه ڪن. جيڪڏهن ڪو مريد خيال ڪندو ته پيردستگير کان سواءِ ٻيو به هادي ۽ رهبر اهڙو آهي، جيڪو مون کي حق سان ملائيندو ۽ هدايت ڪندو ته ان جي عقيدتمندي ۽ ارادتمنديءَ ۾ فتور ۽ قصور واقع ٿيندو. ان جو عقيدو فاسد ۽ باطل ٿي ويندو، اهو مرتد ٿي ويندو ۽ جيڪو شخص طريقت جو مرتد آهي اهو لائق قتل آهي، ان وقت اهو سڌي واٽ کان ترڪي ۽ مردود ٿيندو ۽ گمراهيءَ جي کڏن ۾ وڃي ڪرندو. معاذ الله! واضح هجي ته اهي سڀ سلسلا هڪ ٻئي سان جڙيل آهن. خلافت، نعمت، ولايت، مطلق، مقيد سڀ شريعت ۾ داخل آهن، ان جو اثر ۽ نتيجو نڪري ٿو ۽ اجر ملي ٿو. جيڪو ولايت جي دعوي ڪرڻ جي باوجود رسول الله ﷺ جن جي اطاعت نه ڪندو، اهو چڻ اسلام جي ٽئين حصي ۽ نبي ﷺ جن جي ولايت ۽ رسالت جي ٻن حصن کان محروم ٿي ويندو. ڇاڪاڻ ته شريعت جي مدعا ۽ تقاضا طريقت آهي، ۽ طريقت جي مراد حقيقت کي ماڻڻ آهي. جڏهن اها نه لهندو ته بي نصيب ٿيندو. تنهن ڪري هر مرد ۽ هر عورت تي فرض آهي ته خلافت جي صحيح سلسلي کي اختيار ڪري ۽ پاڻ کي انهن ۾ شامل نه

ڪري، جن جي باري ۾ آيو آهي تہ: مَنْ لَيْسَ لَهُ شَيْخٌ فَشَيْخُهُ الشَّيْطَانُ (جنهن جو شيخ نہ آهي، تنهن جو شيخ شيطان آهي.)

ائين سمجهڻ تہ پير ۽ مرشد کان سواءِ هدايت ملندي آهي، هڪ ناداني ۽ اڻڄاڻائي آهي، ڇاڪاڻ تہ، قوم ۾ شيخ نبيءَ وانگر هوندو آهي.

منهنجا عزيزا! شريعت جو هي فائدو آهي تہ انسان، الله ۽ رسول کي سڃاڻي ۽ ڄاڻي تہ شريعت جي دعوت ڇا جي لاءِ ڏني ويئي آهي؟ هن ڪري جو مسلمان، شريعت جو بار کڻي مسلمان ٿيو آهي ۽ شريعت ظاهري حڪمن کي استحڪام بخشي ٿي. باطني مراد ۽ فيض باطن ۾ رکيو اٿن، جيڪو ولايت جو فيض آهي ۽ اسلام کان سواءِ ان جي ڪا حقيقت نہ آهي. اهائي شريعت جي حقيقت بہ آهي. قرآن حرفن ۽ آواز جو مجموعو آهي، جيڪو عربي ٻوليءَ ۾ نازل ٿيو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهڙي نشاني جو هئڻ ضروري آهي، جيڪا الله تعاليٰ جي ڪلام تي دلالت ڪري. الله تعاليٰ جي ڪلام مان ٻهرو حاصل نٿو ٿي سگهي، جيستائين ولايت مان پاڳو نہ پرائجي. ان ڪري هر شخص تي فرض آهي تہ ولايت جي حقيقت کي حاصل ڪري. شريعت جا بعض ڄاڻو ۽ علم وارا مشائخ جي بيعت نہ ڪندا آهن ۽ چوندا آهن تہ اسان لاءِ شريعت ڪافي آهي. اهي حقيقت کان واقف نہ آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي پاڻ چون ٿا تہ شريعت ايمان جي ڪل يعني مٿانهون ۽ ظاهري حصو آهي ۽ ڪل مغز هرگز ٿي نٿي سگهي. جيڪو شخص چوي ٿو تہ هن وقت دنيا ۾ ڪو مرشد آهي ئي ڪونہ، تنهن جي اها ڳالهہ صحيح نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪنهن بہ زماني ۾ دنيا وليءَ کان خالي نہ رهي آهي. ائين هجي ها تہ الله داناءَ، بينا جي حڪمت ۾ خلل واقع ٿئي ها ۽ اڄ دنيا جي حالت ٻي هجي ها. اهڙو باطل گمان ڪرڻ نہ جڳائي. البتہ تحقيق ڪرڻ گهرجي تہ زماني جا مشائخ ڪٿان کان ڪٿي هليا ويا آهن ۽ ڪهڙي جاءِ ۽ ڪهڙي منزل تي رهن ٿا؟ اولياءَ الله جي اخلاقن ۽ عادتن کي سامهون رکڻ گهرجي. جتي بہ انهن صفتن جو ڪو بزرگ ملي ۽ ان جو سلسلو صحيح ثابت ٿئي تہ اهو واقعي حقيقت ۽ ولايت جو صاحب آهي ۽ سندس تنزلات ۽ ترقيات جي

باري ۾ انڪشاف ٿيندو هجي تہ اهڙي شخص کي پنهنجو امام ۽ رهبر بنائجي. اهڙي هستيءَ جو انڪار نہ ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو انڪار ڪري ٿو تہ سمجهڻ گهرجي تہ منجهس ڪا ڪوتاهي، ڪمزوري ۽ ڪمي آهي ۽ ائين ڪنهن کي ڪرڻ ۽ چوڻ نہ گهرجي. غرض جنهن جو بہ سلسلو صحيح ثابت هجي ۽ ان کان ولايت جو فيض حاصل ٿيندو هجي تہ ان جي بيعت ڪرڻ گهرجي، جيئن پنهنجي نفس کي ولايت جي زنجير ۾ سوگهو ڪري رکجي، ائين نہ ڪندو تہ بي پير ۽ بي مرشد هوندو ۽ شيطان جي يارن ۽ مددگارن ۾ شمار ٿيندو.

اي منهنجا عزيز! مرشد ۽ شيخ وٺڻ گهرجي. مرشد جو فرض آهي تہ مريد جي اسلام جي تعليم مطابق تربيت ڪري. اهو ڪم اهو ئي مرشد ڪري سگهي ٿو جيڪو طريقت جو سالڪ هجي، چڱائي ۽ لڱائي سڀ ڪجهہ ڄاڻندو هجي. پڻ ڄاڻڻ گهرجي تہ مرتبا، درجا، مقامات، هدايت، دعوت، واسطا ۽ شيخ جي طور طريقن جا ٻہ قسم آهن: حقيقي ۽ مجازي، ٻئي الله جي طرفان آهن. ٻئي طريقا، الله تعاليٰ واسطي کان سواءِ، جنهن کي چاهي ٿو تنهن کي عطا فرمائي ٿو. جنهن کي واسطي کان سواءِ هدايت عطا ٿئي ٿي، اهي ”اُويسي“ سلسلي جا بزرگ آهن، ڪين،سڌيءَ طرح حق تعاليٰ جي معرفت حاصل ٿئي ٿي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

يَهْدِي مَن يَشَاءُ إِلَىٰ صِرَاطٍ مُّسْتَقِيمٍ[1]

[الله تعاليٰ جنهن کي چاهي ٿو تنهن کي سڌيءَ واٽ وٺائي ٿو.]

پڻ فرمائي ٿو:

يَهْدِي اللَّهُ لِنُورِهِ مَن يَشَاءُ[2]

[الله تعاليٰ جنهن کي چاهي ٿو پنهنجي نور جي واٽ وٺائي ٿو.]

رسول الله ﷺ جن پوري پوري ڪوشش ڪئي تہ پنهنجي چاچي کي هدايت جي واٽ تي آڻين، پر ائين ڪري نہ سگهيا ۽ وحي نازل ٿي تہ:

---

(1) سورة النور آيت: ۴۶

(2) سورة النور آيت: ۳۵

إِنَّكَ لَا تَهْدِي مَنْ أَحْبَبْتَ وَلَٰكِنَّ اللَّهَ يَهْدِي مَنْ يَشَاءُ

[بيشڪ جنهن کي تون چاهين، تنهن کي تون هدايت ڏئي نٿو سگهين، پر الله جنهن کي چاهي ٿو تنهن کي هدايت عنايت ڪري ٿو.]

پر هدايت پرهيزگارن کي ملي ٿي. جيڪي الله عز وجل کان ڊڄن ٿا:

ذَٰلِكَ الْكِتَابُ لَا رَيْبَ فِيهِ هُدًى لِلْمُتَّقِينَ ۝٢ [4]

[هيءُ اهو ڪتاب آهي، جنهن ۾ ڪو شڪ نہ آهي، انهيءَ ۾ پرهيزگارن لاءِ هدايت آهي.]

هن آيت مان ثابت ٿيو تہ قرآن مجيد متقين ۽ پرهيزگارن کي هدايت ڪندڙ آهي. ٻئي هنڌ آهي تہ:

إِنَّا أَنْزَلْنَا التَّوْرَاةَ فِيهَا هُدًى وَنُورٌ [1]

[۽ بيشڪ اسان تورات لاٿو جنهن ۾ هدايت ۽ نور آهي.]

هتي ٻڌايو ويو تہ حضرت موسىٰ عليه السلام تي نازل ڪيل ڪتاب توريت هدايت جو ذريعو هو. رسول الله ﷺ جن جي باري ۾ فرمان آهي تہ:

وَإِنَّكَ لَتَهْدِي إِلَىٰ صِرَاطٍ مُسْتَقِيمٍ [2]

[بيشڪ تون سڌي واٽ ڏيکارين ٿو.]

پڻ ارشاد آهي تہ:

هُوَ الَّذِي أَرْسَلَ رَسُولَهُ بِالْهُدَىٰ وَدِينِ الْحَقِّ [3]

[الله اهو آهي، جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ دين حق سان موڪليو.]

هنن ٻنهي آيتن ۾ هادي، الله جو سڳورو سڀاجهرو سهڻو رسول پاڪ آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ:

---

(4) سورة البقرة آيت: ٢

(1) سورة المائدة آيت: ۴۴

(2) سورة الشوري آيت: ۵٢

(3) سورة الفتح آيت: ٢٨

اَصْحَابِيْ كَالنُّجُوْمِ بِاَيِّهِمُ اقْتَدَيْتُمْ اهْتَدَيْتُمْ [4]

[منهنجا صحابي ستارن وانگر آهن، توهان انهن مان جنهن جي بہ پيروي ڪندا هدايت جي واٽ لهندا.]

هتي اصحابين سڳورن کي هدايت جو ستارو فرمايو ويو آهي. الله جي پيارن نبين جي باري ۾ سور، انبياءَ ۾ آهي تہ:

وَجَعَلْنٰهُمْ اَئِمَّةً يَّهْدُوْنَ بِاَمْرِنَا [1]

[اسان انهن کي امام ۽ اڳواڻ بنايو جيڪي اسان جي حڪم سان سڌي واٽ ڏيکاريندا هئا.]

هن آيت ۾ حضرت ابراهيم ۽ سندس اولاد اسحاق و يعقوب عليهم السلام وغيرهم جي امامت جو ذڪر آهي، حالانڪ حقيقي هدايت ڪندڙ الله تعاليٰ جي ذات آهي.

يُضِلُّ مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ [2]

[الله پاڪ جنهن کي چاهي تہ گمراه ڪري ٿو ۽ جنهن کي چاهي تہ هدايت ڏئي ٿو.]

ان ۾ دليل آهي تہ نبي سڳورا گمراهيءَ کان پاڪ آهن.

اي منهنجا عزيزا شريعت ۾ "دعوت" جي معنيٰ الله جي واٽ ڏانهن سڏڻ آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

اُدْعُ اِلٰى سَبِيْلِ رَبِّكَ بِالْحِكْمَةِ وَالْمَوْعِظَةِ الْحَسَنَةِ وَجَادِلْهُمْ بِالَّتِيْ هِيَ اَحْسَنُ [3]

[پنهنجي رب جي واٽ ڏانهن حڪمت، دانائي ۽ اثرائتي نصيحت وسيلي دعوت ڏي ۽ سهڻي طريقي سان انهن سان جهڳڙو ڪر.]

---

(4) ڪشف الخفاءِ ص ١٤٧ ج ١، فتح الباري ص ٧٥ ج ۴، شرح الزرقاني ص ٣٠٢ ج ٢، فيض القدير ص ٤٣٢ ج ۴.

(1) سورة السجده آيت: ٢٢

(2) سورة النحل آيت: ٩٣

(3) سورة النحل آيت: ١٢٥

ٻئي هنڌ آهي:

قُلْ هٰذِهٖ سَبِيْلِيْٓ اَدْعُوْٓا اِلَى اللّٰهِ عَلٰى بَصِيْرَةٍ اَنَا وَمَنِ اتَّبَعَنِ [4]

[چؤ تہ آءٌ ۽ جن منهنجي پيروي ڪئي، اعليٰ بصيرت سان الله جي رستي ڏانهن سڏيون ٿا.]

برحق شيخ ۽ مرشد جي مقامات جو اهو ئي راز آهي، ڇاڪاڻ تہ شيخ پنهنجي قوم ۾ ائين هوندو آهي، جيئن نبي پنهنجي امت ۾ هوندو آهي.]

بيت

گفتم كه بياموزي تو با سر

گفتا كه دوئي ز راهي بر گير

[مون چيو تہ اچ، هڪ راز جي ڳالهہ توکي سيکاريان، (پهريائين) ٻيائي پنهنجي رستي کان پري ڪر.]

مشائخن رحمة الله عليهم جي معتبر ڪتابن ۾ آهي:

مَنْ لَيْسَ لَهٗ شَيْخٌ فَشَيْخُهُ الشَّيْطَانُ

[جنهن جو شيخ نہ آهي، ان جو شيخ، شيطان آهي.]

ان ڪري جڳائي تہ شيخ نبين سڳورن جي صفتن جو صاحب هجي فرق اهو آهي تہ نبين کي وحي ظاهر ۽ ولين کي وحي ڳجهي ٿيندي آهي. ڇاڪاڻ گهرجي تہ شيخ، مرشد ۽ هادي اهو آهي، جيڪو رسول الله ﷺ جي سچي وات جي پيروي ڪري. سدائين خدا تعاليٰ جي اميد ۽ خوف جي ڪيفيت ۾ هجي، ماڻهن کي سڌي وات ڏيکاري ۽ کين اهي ڳالهيون ٻڌائي جن ۾ سندن نفعو آهي. جنهن شيءِ مان مريد کي نقصان ٿئي ان کان کيس خبردار ڪري، عقيدتمندن لاءِ امانتدار، صاحب الهام هجي. سندس هڪ صفت هيءَ بيان ڪئي وئي آهي تہ:

وَ كَلَامُهٗ بِالْحَقِّ لِلْحَقِّ وَالشَّيْخُ لِلْمُرِيْدِيْنِ اَمِيْنٌ عَلَى الْاِلْهَامِ كَمَا اَنَّ جِبْرِيْلُ عَلَيْهِ السَّلَامُ اَمِيْنٌ عَلَى الْوَحْيِ فَكَمَا لَا يَخُوْنُ جِبْرَئِيْلُ فِي الْوَحْيِ كَذَا لَا يَخُوْنُ الشَّيْخُ فِي الْاِلْهَامِ وَكَمَا اَنَّ رَسُوْلَ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ لَا يَنْطِقُ عَنِ الْهَوٰى

(4) سورة ابراهيم آيت: ١٠٨

كَذَا الشَّيْخُ يَقْتَدِيْ بِرَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ظَاهِرًا وَ بَاطِنًا فَالشَّيْخُ يَكُوْنُ لِلْمُرِيْدِيْنِ فِيْ شَفْقَتِهٖ كَمَا كَانَ النَّبِيُّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ لِاَصْحَابِهٖ حَيْثُ وَصَفَهُ اللهُ تَعَالٰى بِقَوْلِهٖ لَقَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ عَزِيْزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ بِالْمُؤْمِنِيْنَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ فَاِذَا كَانَ الشَّيْخُ يَتَخَلَّقُ بِخُلُقِ النَّبِيِّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ بِهٰذِهِ الْمُشَابِهَةِ كَانَ مَفْرُوْضُ الطَّاعَةِ عَلَى الْمُرِيْدِيْنِ وَيَكُوْنُ خَلِيْفَةَ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فِيْ تَرْبِيَّةِ الْمُرِيْدِيْنِ وَالشَّيْخُ هُوَ الَّذِيْ يَسْلُكُهُ الطَّرِيْقَ وَيَعْرِفُ مَضَارَهٗ وَمَنَافِعَهٗ فِيْ رُشْدِ الْمُرْشِدِيْنِ

[۽ سندس برحق ڪلام حق لاءِ حق جي طرفان هوندو آهي. شيخ، مريدن لاءِ الهام جي معاملي ۾ ائين امانتدار آهي، جيئن جبريل عليه السلام وحيءَ جي باري ۾ امانتدار آهي، جيئن رسول الله ﷺ جن نفساني خواهش سان نٿا ڳالهائين، تيئن شيخ بہ ظاهري ۽ باطني معاملن ۾ نفساني خواهش سان نٿو ڳالهائي ۽ جيئن نبي ﷺ جن اصحابين تي مهربان هوندا هئا، تيئن شيخ بہ مريدن تي مهربان هوندو آهي. نبي ﷺ جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: بيشڪ توهان وٽ توهان مان هڪ رسول آيو آهي، جيڪا ڳالهہ توهان کي مصيبت ۾ وجهي ٿي، اها ان کي ڏکي لڳي ٿي، توهان جي ڀلائيءَ لاءِ حريص، ايمان وارن تي مهربان ۽ رحمدل آهي. پوءِ جڏهن شيخ، نبي ﷺ جن جي انهن اخلاقن سان موصوف هوندو تہ مريدن مٿان ان جي اطاعت بہ ائين ئي فرض هوندي ۽ مريدن جي تربيت ڪرڻ ۾ اهو رسول الله ﷺ جن جو جانشين ٿيندو. بس شيخ اهو ئي آهي، جيڪو سڌي واٽ وٺائي ۽ مريدن جي نفعي ۽ نقصان ۾ سندن رهبري ڪري.]

فتوحات مڪي ۾ آهي تہ: شيخ مهربان صفت، نرم دل، صبر ڪندڙ بردبار هوندو آهي، ڪئور دل، ۽ بدخلق نہ هوندو آهي ۽ نہ ئي بازارن ۾ چڪر ڏيندڙ دنيا جا مال متاع جمع ڪندڙ دنياوي زينت جي شين سان محبت ڪندڙ مرتبي، منصب ۽ شهرت جو طالب ۽ ڪاوڙ ڪندڙ ۽ بي حياءُ هوندو آهي.

اي منهنجا عزيزا پيري ۽ مريدي جو جيڪو مرتبو آهي، ان جو ذڪر هن طرح آهي ته، ڪائنات جي پيدائش کان ٻه لک ست هزار سال اڳ الله تعاليٰ جيڪي ٻه چاهيو سو لکي ڇڏيائين. انهيءَ ڪري ارادو سڀ کان اڳ ۾ آهي (تنهن ڪري ارادتمندي ۽ عقيدتمندي سڀ کان اڳ ۾ آهي) غرض ته الله تعاليٰ حضرت خضر عليه السلام کي مقام "مشيخت" عطا ڪيو ۽ حضرت موسيٰ ڪليم الله جو جيڪو مقام آهي، ان جي باوجود الله تعاليٰ کيس حضرت خضر ڏانهن مريد ڪري موڪليو ته جيئن ان کان علم لدني حاصل ڪري. پوءِ شيخ ڪامل ۽ مڪمل اهو آهي، جيڪو محب ۽ محبوب، طالب ۽ مطلوب، عاشق ۽ معشوق، سالڪ مجذوب ۽ مجذوب سالڪ ۾ مستغرق هجي ۽ هر وقت ڪڏهن سُڪر ۾ ته ڪڏهن استغراق ۾ هجي ۽ وري ڪڏهن محو ۾ سير ڪندو رهي. سبحان الله! اسان جو پير دستگير حضرت ختم الاولياءِ هميشه عالم محويت ۾ ڪمال، ارشاد ۽ تلقين جي حالت ۾ مشغول رهندو هو ۽ ماڻهن کي الله ڏانهن سڏيندو هو. شيخ ۾ پير ۽ پيشوا هئڻ جي حالت ۾ چئن مقرب فرشتن جون صفتون هئڻ گهرجن: ١- حضرت جبريل امين عليه السلام، جيڪو وحيءَ جي باري ۾ امين آهي. ساڳي طرح ريت، شيخ به حق جي وحيءَ ۾ امانتدار هوندو آهي. الله تعاليٰ جي طرفان جيڪي به ان ڏانهن الهام ٿيندو آهي، سو مريدن تائين ڪنهن ڪمي بيشيءَ کان سواءِ پهچائيندو آهي. جيئن جبريل عليه السلام ان وقت تائين وحي نه آڻيندو آهي، جيستائين کيس حڪم نه ٿيندو آهي، تيئن مرشد جو فرض آهي ته جيڪي اسرار ۽ رموز ان کي حاصل ٿين ٿا، الله جي اجازت کان سواءِ انهن کي ظاهر نه ڪري. جبرئيل عليه السلام نبين ۽ ولين جو مددگار آهي. ساڳيءَ طرح وليءَ کي به دعائن جي وسيلي سان ڏهن نبين جو مددگار هئڻ گهرجي. شيخ اهڙو هجي، جيڪو خدا تعاليٰ جي دشمنن کي هلاڪ ڪري سگهي، ته جيئن دنيا مان انهن جو فتنو ۽ فساد ختم ٿي سگهي، ڇاڪاڻ ته حضرت جبرئيل عليه السلام جي ٻي صفت هيءَ آهي ته پاڻ به خدا تعاليٰ جي دشمنن جو دشمن آهي.

٢- شيخ جي اندر ٻي صفت حضرت ميڪائيل عليه السلام واري هئڻ گهرجي، جيڪو مخلوق خدا تي گهڻو مهربان آهي، جنهن جي ڪري مينهن وسائي ٿو ۽ ڪين حياتي بخشي ٿو. شيخ کي گهرجي تہ مريدن تي پنهنجي خاص رحمت ڪري ۽ کين حق تعاليٰ جو مقرب بڻائي. ظاهري ۽ باطني عنايتن جي وسيلي انهن کي عبادت ۽ معرفت جي نور سان منور ڪري ۽ انهن کي حق جو وصال عطا ڪري ۽ انهيءَ راه ۾ سندن مدد ڪري. ٣- شيخ ۾ ٽين صفت اسرافيل عليه السلام جي هئڻ گهرجي، جيڪو هميشه الله جي حڪم جو منتظر آهي ۽ منهن ۾ صور جهليو ويٺو آهي تہ الله جي امر ٿئي تہ هڪدم صور ڦوڪي، ڪائنات کي ختم ڪري ڇڏيان. اهڙي طرح شيخ مريدن ۾ اهڙو روح ڦوڪي جو سندن دلين ۾ پيدا ٿيندڙ سڀ خيالَ ۽ خطرا ختم ٿي وڃن، جيئن اسرافيل عليه السلام پهرئين صور ڦوڪيندو تہ سموري مخلوق مري ويندي ۽ ٻيو ڀيرو صور ڦوڪيندو تہ سڀئي جيئرا ٿي پوندا. ساڳي طرح، سچي شيخ ۾ اها صفت هئڻ گهرجي تہ پهريون ڀيرو مريدن جي دل ۾ اهڙو روح ڦوڪي جو منجهن الله تعاليٰ جي محبت ۽ معرفت پيدا ٿئي ۽ ٻيو ڀيرو روح ڦوڪي تہ الله تعاليٰ جو جلال ۽ جمال مٿن غالب اچي، تانجو اهي فنا في الله ٿي وڃن ۽ سندن نفساني خواهشن ۽ غفلت جي حجابن جي اونده بلڪل ختم ٿي وڃي. گهرجي تہ شيخ هر وقت الله تعاليٰ جي فرمان جو انتظار ڪري. غيب مان جيڪي واردات سندس دل ۾ پيدا ٿين، مريدن کي انهن کان آگاه ڪري. ٤- شيخ ۾ چوٿين صفت عزرائيل عليه السلام جي هئڻ گهرجي، جيڪو روح قبض ڪري ٿو. منجهس خدا تعاليٰ جي جلال ۽ جمال جي اهڙي تجلي هئڻ گهرجي، جو جنهن کي چاهي فنا ڪري ڇڏي ۽ جنهن جي اندر چاهي روح ۽ انوار قدسي ڦوڪي. اهڙيءَ طرح مريد کي فنا في الله جي مقام ۾ آڻي، مقام بقا بالله عطا ڪري. اها قهر الهي ۽ جمال الهي جي صفت جي تاثير آهي، ڇاڪاڻ تہ شيخ درحقيقت الله تعاليٰ جي طرفان ڳالهائيندو آهي. چيو ويو آهي تہ شيخ جو قول ڄڻ تہ ٻج آهي، جيڪو زمين ۾ ڇٽبو آهي. جيڪڏهن ٻج خراب هوندو تہ نہ ڦٽندو جڏهن

ٻج ۾ هوا يعني نفس پرستي داخل ٿيندي تہ خراب ٿي پوندو. پوءِ شيخ
ڪلام جي ٻج کي هوا ۽ نفس جي خباثتن ۽ آلودگين کان پاڪ صاف
ڪندو آهي ۽ ان کي الله تعاليٰ جي حوالي ڪري، سندس حق ۾ دعا
ڪندو آهي تہ اي الله! هن ٻانهي جي مدد ڪر ۽ ڪيس هدايت ڏي. ان
ڪري سندس ڪلام برحق هوندو آهي، حق جي طرفان هوندو آهي ۽ حق
لاءِ هوندو آهي. شيخ مريدن لاءِ الهام جي باري ۾ بہ امانتدار هوندو آهي.
غرض تہ شيخ کي شريعت، طريقت، حقيقت جي علم جو عامل ۽ عقل ۾
ڪامل هئڻ گهرجي، جيڪو مريدن کي دنيا ۽ آخرت ٻنهي کان بيگانو
ڪري (يعني مريد فقط الله تعاليٰ جي محبت لاءِ سڀ ڪجهہ ڪري) ۽
جيڪڏهن ٻنهي جهانن جي شر کان سندن حفاظت ڪرڻ چاهي تہ ان
جو ڪيس اختيار آهي، پر ائين نہ ڪري. امام الاولياءِ شيخ احمد غزالي
فرمائي ٿو تہ شيخ خدا بخش، يعني خدا ڏانهن متوجه ڪندڙ ۽ بلند همت
هجي، مريدن جو نفعو ۽ نقصان آڏو رکي ۽ بهادر هجي. الله تعاليٰ کان
سواءِ ڪنهن ڏانهن توجه نہ ڏي، جيئن منجهس

مَا زَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغَىٰ[1]

جي صفت پيدا ٿئي. هميشه ظاهر ۽ باطن ۾ توحيد ۽ تفريد جي
صفت ۾ محو هجي. بردبار ۽ صابر هجي تہ جيڪڏهن مريد کان غلطي
ٿئي تہ ڪيس نصيحت ڪري، ان جو علاج ۽ اصلاح ڪري. سختي ۽
تنديءَ سان پيش نہ اچي. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَلَوْ كُنتَ فَظًّا غَلِيظَ الْقَلْبِ لَانفَضُّوا مِنْ حَوْلِكَ فَاعْفُ عَنْهُمْ[2]

[جيڪڏهن سخت، ڪئور دل هجين ها تہ جيڪي ماڻهو
تنهنجي چوڌاري آهن، يقيناً اهي توکان ڀڄي وڃن ها، پوءِ کين معاف ڪر.]

شيخ، توڪلي هجي. (رزق حاصل ڪرڻ لاءِ) حيلو ۽ تدبير نہ
ڪري، بلڪ پاڻ کي خدا تعاليٰ جي تقدير ۽ غيبي ارادي جي حوالي

(1) سوره نجم آيت : ١٧ پ ٢٧

(2) سوره آل عمران آيت : ١٥٩

ڪري. سندس شخصيت ۾ ايترو وقار ۽ رعب هجي جو مريد يا ٻيا گستاخي نہ ڪري نہ سگهن. شيطان کي مريدن کان دور ڪري. جيڪا ڳالهہ مريد کي نقصان پهچائي، ان کان کيس بچائي. شيخ عالم لاهوت ۾ پهتل، برحق ۽ مرشد مطلق هجي ۽ مريد صادق کي گهرجي تہ شيخ جي خدمت ڪري، ان کي حق جو برهان، دين جو دليل ۽ داعي الي الله سمجهي. جيئن نبي سڳورا پنهنجين اُمتن کي الله ڏانهن سڏيندا آهن. هن فقير جو پير، حضرت رسول الله ﷺ جن جو سچو پيروڪار هو ۽ قوم کي حق ڏانهن سڏيندو هو جيئن نبيﷺ جن فرمايو آهي تہ شيخ پنهنجي قوم ۾ ائين هوندو آهي، جيئن نبي پنهنجي امت ۾ هوندو آهي.

اهڙو سالڪ انشاءَ الله تعاليٰ پنهنجي پير، دستگير جي طفيل هدايت لهندو ۽ ڏکيون منزلون طي ڪري، حق سان واصل ۽ ذات ملطق ۾ محو ٿيندو. جيڪڏهن آءُ، پنهنجي شيخ جو مريد نہ هجان ها تہ هوندَ شيطان مون کي گمراه ڪري، هلاڪ ڪري ڇڏي ها. يعني حق کان باطل ڏانهن ڇڪي وٺي ها. ڇاڪاڻ تہ جنهن جو شيخ نہ آهي، تنهن جو شيخ شيطان آهي. اهو رڳو الله جو فضل ۽ ٻاجهہ آهي، جو نفس اماره ۽ شيطان جي گمراهين ۽ شرارتن کان بچائي ٿو. (سڀ کان خطرناڪ دشمن نفس آهي، جنهن جي باري ۾) رسول اللهﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي:

اَعْدٰى عَدُوِّكَ نَفْسُكَ الَّتِىْ بَيْنَ جَنْبَيْكَ (1)

[تنهنجو بدترين دشمن نفس آهي، جيڪو تنهنجي ٻنهي پاسرين جي درميان ۾ آهي.]

(شيطان جي باري ۾) الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:

اَنْ لَّا تَعْبُدُوا الشَّيْطٰنَ اِنَّهٗ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ (2)

[تہ شيطان جي عبادت نہ ڪر. بيشڪ اهو توهان جو پڌرو دشمن آهي.]

(1) جامع العلوم و الحڪم ص ١٩٦ ج ١، الزهد الڪبير ص ١٥٧ ج ٢، شرح الزرقاني ص ٣٢٧ ج ۴، شرح ابن ماجه ص ٢٠ ج ١، فيض القدير ص ٣١ ج ٢، حلية الاولياءِ ص ٣٢٣ ج ١٠.

(2) سوره ياسين آيت: ٦٠

الله، سندس شر کان بچائي، سڌي واٽ ڏيکاري ۽ باطل کان حق جي واٽ ڏيکاري. جڳائي تہ مريد، پير جي محبت ۽ اخلاص ۾ خدا تعالىٰ رسول الله ﷺ جن کان سواءِ سڀ ڪنهن کي وساري ڇڏي ۽ انهيءَ معنىٰ جي حقيقت تائين پهچي تہ جيئن حق واصل ٿئي. پير جو حق ائين سڃاڻي، جيئن خدا رسول جو حق سڃاڻي ٿو (بلڪ ان کان وڌيڪ اتم سمجهي) ۽ پير جو ذڪر ۽ فڪر لازم ڄاڻي، جيئن شيخ ابو القاسم ڪرماني مدني اُويسي فرمائي تہ: انهيءَ شڪر (۽ شغل) ۾ مشغول رهي. مريد کي گهرجي تہ حضرت پير دستگير جي اخلاص، عقيدتمند، محبت ۽ خدمت ۾ غرق هجي تہ جيئن محويت حاصل ڪري. پهريائين فنا في الشيخ، پوءِ فنا في الله ۽ پوءِ باقي بالله ٿئي. حضرت شيخ جي وابستگيءَ، ارادي ۽ رضا ۾ پنهنجي ارادي کي گم ڪري ڇڏي. ڇاڪاڻ تہ فرمايو اٿن تہ پنهنجو ارادو ڇڏڻ ئي ارادتمندي آهي. دل ۽ جان سان هميشہ پير جي خدمت ڪري ۽ ادب بجا آڻي. سندس رضا جوئيءَ جي ڪوشش ڪري ۽ يقين ڪري تہ موجوده زماني ۾ منهنجي پير کان سواءِ ٻيو ڪو اهڙو نہ آهي، جيڪو مون کي خدا تائين رسائي. جيڪڏهن اهڙو خطرو سندس دل ۾ آيو تہ ان وقت ان جو عقيدو ناس ٿي ويندو. سندس اخلاص ۽ ارادت ۾ خلل عظيم اچي ويندو. ان وقت ممڪن آهي تہ شيطان، سندس شيخ جي صورت ۾ ان جي آڏو اچي ۽ ان تي پنهنجو علم داخل ڪري ۽ کيس گمراه ڪري ۽ سندس عقيدو خراب ڪري ۽ سڌي واٽ کان منحرف ڪري کيس مردود ڪري تانجو اهو حيران ۽ هلاڪ ٿي پنهنجي پير جي ارادت جي حلقي، مان خارج ٿي وڃي. ڇاڪاڻ تہ جنهن جو شيخ ناهي ان جو شيخ شيطان آهي، نَعُوْذُ بِاللهِ مِنْهَا.(1)

جيڪڏهن مريد جو مرشد ۾ اعتقاد ۽ اخلاص ڪامل هوندو تہ پوءِ شيطان سندس شيخ جي صورت ۾ سندس آڏو نٿو اچي سگهي. ڇاڪاڻ تہ ڪامل شيخ دعوت الي الله جي سلسلي ۾ پيغمبر وانگر آهي

(1) حديث، مسانيد، رجال ۽ تفسير جي ڪنهن بہ ڪتاب ۾ اها حديث موجود نہ آهي، شايد ڪنهن جو قول آهي.

جيئن حديث آهي:

وَاِنَّ الشَّيْطَانَ لَا يُمْكِنُهُ اَنْ يَّتَمَثَّلَ بِصُوْرَةِ النَّبِيِّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ

[۽ بيشڪ شيطان لاءِ نبي ﷺ جن جي صورت ۾ اچڻ ممڪن نہ آهي.]

وَقَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَنْ رَاٰنِيْ فِي النَّوْمِ فَقَدْ رَاٰنِيْ فَاِنَّ الشَّيْطَانَ لَا يَتَمَثَّلُ بِصُوْرَتِيْ(2)

[نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ جنهن مون کي ننڊ ۾ ڏٺو تہ بيشڪ ان واقعي مون کي ئي ڏٺو ڇاڪاڻ تہ شيطان منهنجي صورت ۾ نٿو اچي سگهي.]

انهيءَ وقت مريد، الله جي حفاظت ۾ رهندو ۽ پنهنجو مقصد حاصل ڪندو. حضرت شيخ رحمة الله عليه ”عوارف المعارف“ جي حوالي سان لکي ٿو تہ شيخ جو ادب ڪرڻ صوفين جي اهم ادبن مان آهي ۽ اهي ماڻهو ان مسئلي جي باري ۾ دليل هن مان وٺن ٿا تہ اصحابي سڳورا رسول الله ﷺ جن جو بيحد احترام ۽ عزت ڪندا هئا. (انهيءَ ڏس ۾) الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيِ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاتَّقُوا اللّٰهَ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ①(1)

[اي ايمان وارو! الله ۽ ان جي رسول کان اڳتي نہ وڌو ۽ الله کان ڊڄو. بيشڪ اهو ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي.]

مفسر ڪلبي فرمائي ٿو تہ يعني قول ۽ فعل ۾ الله تعاليٰ ۽ سندس رسول سڳوري جي مخالفت نہ ڪريو. تانجو فقط الله ۽ سندس رسول ڪريم ﷺ جو حڪم ئي قابل اتباع ۽ نافذ العمل رهي. ام

---

(2) مسلم حديث ٢٢٦٥- ٢٢٦٦، بخاري حديث: ١١٠، ٥٨٤٤، مستدرڪ علي الصحيحين ص ٤٣٥ ج ٤، الاحاديث المختارة ص ١٠٠ ج ٨، ترمذي ص ٥٣٥ ج ٤، دارمي ص ١٦٦ ج ٢، مجمع الزوائدص ١٧٣، ١٨١ ج ٧، ابن ماجه ص ١٢٨٤، ١٢٨٥ ج ٢، مصنف ابن ابي شيبه ص ١٧٤، ١٧٥ ج ٦، احمد ص ٤٤٠ ج ١، فتح الباري ص ٣٨٤، ٣٨٦، ٣٨٨، ٣٨٩ ج ١٢، تحفة الاحوذي ص ٤٥٨ ج ٦، فيض القدير ص ٥٩ ج ٢.

(1) سورة الحجرات آيت: ١

المؤمنين عائشه صديقه رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ يعني جيستائين رسول الله ﷺ جن روزو نہ رکن، ان وقت تائين توهان بہ روزو نہ رکو. مريدن لاءِ بہ اهو ئي ادب آهي تہ جيستائين سندن مرشد، سندن نفس ۽ مال ۾ اجازت نہ ڏئي، تيستائين اهي پنهنجو ڪو اختيار نہ هلائين. پڻ چيو ويو آهي تہ مراد هيءَ آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان اڳ نہ هلو. مريدن جي ادبن مان اهو بہ آهي تہ شيخ جي سامهون انهيءَ وقت تائين زبان نہ کولين جيستائين اهو پاڻ ان جي اجازت نہ ڏئي. مريدن کي گهُرجي تہ مرشد جو جان ۽ دل سان ادب ڪري. ظاهري ادب جو مطلب هي آهي تہ هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ ان سان تڪرار ۽ جهيڙو نہ ڪري، انهيءَ کان (شريعت ۽ طريقت جا) مسئلا ٻڌي، پر جيڪڏهن پائيندو تہ اسان جي شيخ مسئلو غلط بيان ڪيو آهي، يا منهنجو علم سندس علم کان گهٽو آهي تہ اها سندس خيانت آهي. ساڳيءَ طرح سندس مجلس ۾ نماز جي وقت کان سواءِ سندس مصلي تي نہ ويهي. سندس موجودگيءَ ۾ نفل بہ نہ پڙهي، جيتري قدر ٿي سگهي، سندس حڪم تي عمل ڪري، سندس مصلي تي پير بہ نہ رکي. سندس ۽ ٻين عارفن جي سامهون ڇُر پر بہ نہ ڪري. مشائخن جي ڇهرن ڏانهن نہ نهاري. سندس اجازت کان سواءِ نہ ڳالهائي ۽ نہ ڪو اهڙو ڪم ڪري، جيڪو مرشد کي ڏکيو لڳي. نہ ان جي اڳيان نهاري، نہ ٻري ماٺهن ڏانهن ڏسي، نہ تہ الله جي ذڪر کان غافل ٿيندو.

اهو شيخ جو ظاهري احترام ۽ عزت آهي. ان جو باطني احترام هي آهي، تہ شيخ جي قول، فعل، چرپر، غرض تہ ڪنهن بہ ڳالهہ تي اعتراض نہ ڪري. نہ تہ گمراه ٿي ويندو. اهڙي شخص کي گهرجي تہ پنهنجي شيخ جي عقيدتمنديءَ کان جدائي اختيار نہ ڪري. جنهن جي ڪري الله جي فضل سان ان جو ظاهر ۽ باطن هڪجهڙو ٿيندو ۽ مرشد جي سامهون مريد جي حالت اها هجي، جيڪا ڪنهن ٻيڙيءَ جي متلاشيءَ جي ڪناري تي هوندي آهي، تان تہ ٻئي پاسي، پار پهچي. شيخ جي سامهون اهڙي قسم جي ڳالهہ نہ ڪري تہ مون کي منهنجا حق ڏي! مون کي اعليٰ درجن ۽ بلند مقامن تي پهچاءِ. اها مريدن لاءِ گناه واري ڳالهہ آهي، ڇاڪاڻ

تہ شيخ، حق تعاليٰ جي اجازت کان سواءِ ڪجهہ نہ ڳالهائيندو آهي. شيخ جو قول ٻج وانگر آهي، جيڪو زمين ۾ ڇٽبو آهي. ٻج خراب هوندو آهي تہ نہ ڦٽندو آهي. ڳالهائڻ ۾ خرابي انهيءَ وقت پيدا ٿيندي آهي، جڏهن ان ۾ هوا يعني نفس پرستي داخل ٿيندي آهي. جيڪڏهن (مريد جي ڪلام ۾) فساد هوندو تہ شيخ ان کي پاڪ صاف ڪري، ڪيس الله جي حوالي ڪندو ۽ ان لاءِ دعاءِ خير گهرندو پوءِ سندس ڪلام برحق هوندو حق لاءِ ۽ حق جي طرفان ٿيندو. ڇاڻڻ گهرجي تہ "ولايتہ مطلق" مينهن وانگر هر عام خاص لاءِ رحمت هوندي آهي، جيڪا زمين کي سيراب ڪندي آهي، منجهس ساوڪ ڦٽائيندي آهي ۽ ان کي رونق بخشيندي آهي، جنهن جو پاڻي گڏ ٿي دريائن ۾ ۽ دريائن مان سمنڊ ۾ وهندو آهي. پاڻيءَ جا قطرا پنهنجي حقيقت يعني وڏي سمنڊ ۾ پهچندا آهن. ان کان پوءِ بخارن ۽ ٻاڦ جي صورت ۾ ڪڪرن ۾ پهچندا آهن ۽ جتي جتي، الله گهرندو آهي، انهيءَ پاڻيءَ کي وسائي مخلوق لاءِ رحمت بنائيندو آهي.

اي منهنجا عزيزا! بارش مريد، درياءَ پير ۽ بحر، ذات (باري تعاليٰ) آهي. اي مريدا! مشائخ ۽ مرشد سخي بادشاهہ، عالم باعمل ۽ عادل ۽ ڪامل آهن. انهن جي سامهون پنهنجو ڪو مقصد نہ هوندو آهي، اهي چاهيندا آهن تہ جيئن تہ اهي جهانن وارن لاءِ رحمت ۽ نبين جا وارث آهن، تيئن هر هڪ اچي انهن وٽ بيعت ڪري ۽ ڏيان ڏيندا آهن تہ مريد، بيعت جي لائق آهي يا نہ؟ جيڪڏهن بيعت جي لائق هوندو آهي تہ اُن کي معرفت جي دولت عطا ڪندا آهن ۽ جيڪڏهن مريد، انهيءَ لائق نہ هوندو آهي تہ فقط اُن کي ولايت جي نسبت لاءِ برحق ڪندا آهن. جيئن نبي ﷺ جن هر عام، خاص سيني کي دعوت ڏيندا هئا، تيئن مرشد کي، جيڪو وقت جو امام ۽ زماني جو رهبر آهي، ان کي گهرجي تہ هرهڪ کان بيعت وٺي تہ جيئن سيڪو "ولايت محمدي" سان منسلڪ ٿئي. جيڪڏهن انهيءَ مريد جي ڪنهن سان نسبت نہ هجي تہ پوءِ شيخ کي گهرجي تہ ان کان بيعت وٺي. قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

وَابْتَغُوٓا اِلَيْهِ الْوَسِيْلَةَ[1]

[انهيءَ الله ڏانهن وسيلو تلاش ڪريو.]

جيئن تہ مريد پهريائين مرشد جي خدمت ۾ ايندو آهي، سالن جا سال سندس خدمت ۽ چاڪري ڪندو آهي، ڪاٺيون ڪندو آهي، پاڻي پريندو آهي ۽ خدمت جا ٻيا ڪم ڪندو آهي، تان تہ مرشد جي خدمت ڪري، درويشي جي واٽ تي وٺي ۽ پاڻ کي ائين ڪري ڇڏي، جيئن ڪاٺيون هونديون آهن (جيڪي دکنديون ۽ ٻرنديون رهنديون آهن.) جڏهن، شيخ ڪيس باطن مان پنهنجو جذبو عطا ڪندو آهي تہ انهيءَ وقت مريد فاني في الله ۽ ان کان پوءِ باقي بالله تي ويندو آهي. انهيءَ وقت پنهنجيون عادتون ڇڏي، شيخ جي مراد تي هلندو آهي، پنهنجي طرفان ڪو واڌارو نہ ڪندو آهي ۽ وَيُسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا مطابق مڪمل سپردگيءَ جي حالت ۾ هوندو آهي. مشائخ رح فرمائين ٿا تہ جنهن ۾ اهي صفتون هجن، ان جي بيعت ڪري، ان کان خلافت وٺجي. واضح هجي تہ مشائخن جي اهليت باطني استعداد آهي. جيڪا ولايت ڏانهن منسوب آهي، اها ئي حقيقي نسبت حاصل ڪرڻ گهرجي. جڳائي تہ مريد (اهي منزلون ماٺي) پير ڪامل ٿئي. پنهنجن افعالن، اقوالن ۽ احوالن ۾ نبيﷺ جن جي مڪمل پيروي ڪري. شريعت کان وار برابر بہ نہ هٽي، ڇاڪاڻ تہ جيترو شريعت کان پوئتي هوندو اوترو حقيقت کان پوئتي ٿيندو. جو چون ٿا تہ:

اَلْمَجَازُ قَنْطَرَةُ الْحَقِيْقَةِ وَ اَلْمَجَازُ حَقِيْقَةُ الْعِلْمِ وَ مَاهِيَةُ الْعِلْمِ

[مجاز حقيقت جي پُل آهي، مجاز علم جي حقيقت آهي ۽ مجاز علم جي ماهيت آهي.]

پڻ چيو ويو آهي تہ: حقيقة المجاز حقيقته. يعني مجاز جي حقيقت بہ حقيقت آهي.

جيڪڏهن سالڪ غور ڪندو تہ ڪيس معلوم ٿيندو تہ زمانو الله ئي ۽ جهان ئي حق آهي. اهو ادب جو مقام آهي. جتي ڪنهن ٻئي ۾ نہ،

(1) سورة المائدة آيت: ٣٥

پر پاڻ ۾ محو ٿيڻ گهرجي. حق تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن کي بہ نہ ڏسي. ڪائنات جي سيني شين کي ڪل سمجهي ۽ يقين ڪري تہ الله کان سواءِ ڪا شيءِ موجود نہ آهي. جيئن حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ:

مَا رَاَيْتُ شَيْئًا اِلَّا وَرَاَيْتُ اللّٰهَ قَبْلَهٗ (1)

[مون ڪا بہ شي ءِ نہ ڏٺي، مگر ان کان اڳ الله کي ڏٺو.]

پڻ فرمائي ٿو تہ مون، جان پاڪ محمدﷺ جي وسيلي حق کي لڌو. نبي سڳورا فرمائين ٿا تہ:

مَنْ رَاٰنِيْ فَقَدْ رَاَى الْحَقَّ (2)

[جنهن مون کي خواب ۾ ڏٺو تحقيق انهيءَ مون کي ئي ڏٺو.]

جيڪو شخص چاهي ٿو تہ پنهنجي محبوب حقيقي ۽ معبود حقيقيءَ کي ڏسي، ان کي گهرجي تہ پاڻ کي پنهنجي مرشد جي حوالي ڪري. جڏهن ڪو شخص پنهنجي دل پنهنجي پير جي حوالي ڪندو تہ سندس دل، دلدار جي هٿ ۾ اچي ويندي. پوءِ ولي، جيڪو دلبر آهي، سو سندس دل کي جذبي جي ڪيفيت عطا ڪندو. عشق جي حفاظت جي باري ۾ هن طرح آيو آهي:

بُرد دلبر گر دلم چون گوئي اما
اين عجب جذب کرده آورده دل مسلوب ما

[جيڪڏهن چئين ٿو تہ منهنجي دل، دلبر کٽي ويو آهي تہ هن اها دل، حيرت انگيز جذبي سان ڪسي ورتي آهي.]

۽ فرمايو اٿن تہ:

---

(1) هن قول جو حوالو نٿو ملي.

(2) حديث جا صحيح الفاظ هي آهن تہ: عن ابي هريرة قال قال رسول الله ﷺ من رآني في المنام فقد راي الحق. (ابن حبان ص ٤١٦- ٤١٧ ج ١٣، ڪتاب الام للشافعي ص ٣٧، المعجم الڪبير حديث نمبر: ١٢٤٠٣ ج ١٢، احمد ص ٤٢٥ ج ٢، فتح الباري ص ٣٨٦ ج ١٢ مسلم عن جابر).

الطُّرُقُ اِلَى اللهِ بِعَدَدِ اَنْفَاسِ الْمَخْلُوْقَاتِ

[الله تعاليٰ ڏانهن ويندڙ رستا، مخلوق جي نفسن جي تعداد جي مناسبت سان آهن.]

اهڙي قسم جا ماڻهو سواءِ شيخ جي رهبري جي ڪٿي تا ايترو ڊگهو ۽ ڏکيو رستو طي ڪري سگهن.

بيت

هر گياه كه از زمين رُويد۔ وحده لا شريک له گويد

[زمين مان جيڪو بہ گاه ڦٽي ٿو وحده لا شريڪ له جي وائي ٻولي ٿو.]

هتي "زمين مان مراد قلب ۽ "گاه" مان مراد ساه آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ ڏانهن ويندڙ رستا ساهن پساهن جي عددن جي حساب سان آهن، تنهن ڪري جيڪو ساه اندر اچي، وڃي ۽ ٻاهر نڪري ٿو انهيءَ لحاظ سان دل تي وحدانيت مطلق جو اثر ٿئي ٿو. هيءُ سخن بہ راه حق جي گهٽين معنائن ڏانهن اشارو ڪري ٿو تہ "راهِ صمديت باري تعاليٰ، شريعت جي پيرويءَ کان سواءِ نہ آهي." اهو بہ ڄاڻڻ گهرجي تہ:

اَقْرَبُ الطَّرِيْقِ اِلَى اللهِ ذِكْرُ اللهِ

[الله ڏانهن سڀ کان ويجهو طريقو الله جو ذڪر ۽ سندس محبت آهي.]

سالڪ جيڪو مبتدي يعني شروعاتي حالت ۾ هوندو آهي، ان کي پير جي صورت ڏسڻ سان مدعا ۽ مقصد حاصل ٿي ويندو آهي. ڇاڪاڻ تہ "عالم الوهيت" معنائن جو جهان آهي، جنهن کي صاحب ڪمال جي صورت کان سواءِ ڏسڻ ممڪن نہ آهي، جو سندس ذات، ذات حق آهي. هڪ عارف چوي ٿو:

بيت

اولياءَ و انبياءَ را حق بدان – سر مخفي کردم با تو عيان

[اوليائن ۽ نبين کي حق ڄاڻ، لڪل راز توتي ظاهر ڪيو اٿم.]

اسان جو پير دستگير (حضرت مخدوم نوح رح) اسان کي حڪم ڪندو هو تہ پير کي ياد ڪرڻ سان گڏو گڏ ڏاڍيان ان جو نالو بہ وٺندا رهو (جيئن ڪي مريد وڏي واڪي نعرا هڻندا آهن تہ "حق فلاڻا پير") پير جي

صورت ايتري قدر آڏو رکجي جو فرضي ۽ نفلي نماز کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ ان کان وڌيڪ پياري نہ هجي. مگر ان جو اصل مقصد آهي، الله جو وصال، ڇاڪاڻ تہ پير مرشد سدائين الله جي ذڪر ۾ مشغول رهندو آهي. پوءِ جيڪڏهن مريد ان جي ياد ۾ مشغول رهندو تہ اهو ان کي ڏاڍي سگهوري جي در تائين رسائيندو. مرشد، جي قلب جو نور ۽ روشني مريد جي دل کي بہ روشن ڪندي آهي، جنهن جي ڪري اهو نفس جي آلودگين ۽ ناپاڪين کان پاڪ صاف ٿي، حق تعاليٰ جو وصال حاصل ڪندو آهي. پڻ مرشد تي جيڪو ذوق ۽ حال وارد ٿيندو آهي، مريد ۾ اهو ئي پيدا ٿيندو آهي، جيئن نبي ڪريم ﷺ جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي باري ۾ فرمايو تہ "الله تعاليٰ منهنجي سيني ۾ جيڪا بہ شيءِ وڌي، سا مون صديق اڪبر جي سيني ۾ وجهي ڇڏي آهي." (1) صديق اڪبر رضي الله عنه جو قول بہ گذريو تہ مون پاڪ محمدﷺ جي طفيل حق کي لڌو.

هڪ مريد جو قول جو قول آهي تہ اسان جي شيخ جو واسطو اسان تي ائين غالب آهي، جيئن نئون چنڊ ظاهر ٿيندو آهي يا جيئن سج ايرندو آهي. پنهنجي حضرت پير جو خيال ڪندو آهيان تہ گهر، ديوار، غرض جنهن بہ شيءِ ۽ جنهن بہ طرف نهاريندو آهيان، هر هنڌ حضرت صاحب جو جمال باڪمال نظر اچي ٿو.

اي منهنجا عزيز! جڏهن مريد پنهنجي ذات کي پير جي ذات ۾ گم ڪندو آهي ۽ هر هڪ شيءِ ۾ پير جو جلوو ڏسندو آهي تہ انهيءَ حالت کي "رظيفه ذات" چوندا آهن. هڪ پير، دستگير کان ڪنهن مريد پڇيو تہ جڏهن توهان پنهنجي پير ۽ مرشد وٽ پهچندا آهيو تہ توهان کي ڇا چوندو آهي؟ انهيءَ جواب ڏنو تہ فرمائيندو آهي تہ "الله کي ياد ڪريو." وري پڇيائين تہ سندس انهيءَ قول سان توهان جي دل ۾ ڪهڙي ڪيفيت پيدا ٿيندي آهي؟ چيائين تہ چڻ پاڻ فرمائيندو آهي تہ توهان جي

---

(1) هن حديث جا هي لفظ نقل ڪيا وڃن ٿا: ما صب الله في صدري شيئا الاصببته في صدر ابي بكر (ڪشف الخفاءِ ص ٥٦٥ ج ٢) حديث موضوع آهي، انهيءَ ۽ اهڙين ٻين حديثن جي تحقيق لاءِ ڏسو: (النقد المنقول ص ١٠٤ ج ١، المنار المنيف ١١٥ ج ١).

گهرن تائين لکن جي آباديءَ وارو شهر آهي، بس! انهن سيني کي وساري رڳو اسان کي ياد ڪريو پر جڏهن الله تعاليٰ کي ياد ڪريو ته انهيءَ وقت اسان کي به وساري ڇڏيو. انهيءَ وقت فقط الله کي ياد ڪريو. ڇاڪاڻ ته ذات حق کان سواءِ ڪنهن جي ذات ۽ صفات جو جود نه آهي، جيئن چيو ويو آهي ته:

لَاصِفَاتَ وَلَاذَاتَ اِلَّاذَاتَ اللهِ

[الله جي ذات پاڪ کان سواءِ، ڪنهن جي به صفت ۽ ڪنهن جي به ذات نه آهي.]

مريد کي گهرجي ته پنهنجي اندر جي بصيرت کي هدايت ۽ معرفت جي سج سان روشن ڪري ۽ پنهنجو نقصان نه ڪري ۽ ڪمالِ طلب ڪرڻ لاءِ ذوق شوق جي باه کي وڌائي. هر قسم جو قرار ۽ آرام پاڻ تي حرام ڪري ڇڏي، تان ته مراد ماڻي. حياتيءَ جو مقصد ۽ مراد الله تعاليٰ جي رضا کان سواءِ ڪجهه به نه هجي، ڇاڪاڻ ته عقيدتمندن ۽ ارادتمندن لاءِ ٻنهي جهانن ۾ الله تعاليٰ جي رضامندي کان سواءِ ٻيو ڪو مقصد نه هوندو آهي. انهيءَ مقصد جي طلب کان هڪ گهڙيءَ لاءِ به غافل نه رهجي، نه ته سندس ارادتمندي، سندس ۽ پير مرشد لاءِ عار تي ويندي. شيخ عبدالله خفيف فرمائي ٿو ته انهيءَ مراد کي طلب ڪرڻ، انهيءَ لاءِ مسلسل ڪوشش ڪرڻ ۽ غير کي ڇڏي ڏيڻ جو نالو "ارادت" آهي. شيخ ابوعثمان حريري فرمائي ٿو ته مريد اهو آهي، جنهن جي دل الله جي طلب کان سواءِ هر شيءِ لاءِ مري چڪي هجي، فقط الله جو وصال ۽ قربت چاهيندو هجي ۽ اهو ئي شوق رکي، تانجو انهيءَ شوق جي شدت جي ڪري سندس دل مان دنيا جون سڀ خواهشون ختم ٿي وڃن. پڻ چوي ٿو ته، مريدن جي دل جي عاقبت يعني آخري مقصد اهو هئڻ گهرجي ته معاملن ۽ مقامن جي حقيقت حاصل ڪرڻ کان انهن تي پردا چڙهيل هجن، يعني ائين نه هجي جو الله کي وساري پنهنجي دل تي غفلت جا پردا چاڙهي ڇڏي. وليءَ کي "مجذوب سالڪ" چوندا آهن.

"ڪشف الحقائق" ۾ آهي ته هڪ طالب تنهائيءَ ۾ مراقبو، چلہ ڪشي ۽ آه زاري ڪندو هو تانجو مجاهدن ۽ رياضتن جي ڪثرت جي

ڪري ڳري ڪندا ٿي ويو هو. انهيءَ راه ۾ ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏيو هئائين، رت ۽ پگهر سڪائي ڇڏيو هئائين، تڏهن بہ ويچارو گمراه، حيران ۽ پريشان رهندو هو. سواءِ نفس پرستي، خودپسندي جي ڪجهہ حاصل نہ ٿيس. اسرارن ۽ رموزن جي راه کان واقف هڪ شخص سندس احوال کان واقف ٿي ويو. چيائينس تہ اي گمراه شخص! جيستائين ڪنهن ولي الله ۽ صاحب نظر جي خدمت ۽ پيروي نہ ڪندين، تيستائين الله تعاليٰ تائين پهچي نہ سگهندين ۽ تنهنجو هي خرقو هيءَ تسبيح، اها اطاعت، روزو حج، زاهدي، تقوي توکي ڪو فائدو نہ ڏيندي. اها سعادت، اهو مقام ۽ اها باطني ۽ ظاهري نعمت تہ انهيءَ کي حاصل ٿيندي آهي،جيڪو پنهنجي پير، دستگير جي خدمت ڪندو آهي ۽ ان کان فيض پرائيندو آهي:

بيت

١-باش از دل در پئي يک مرد حق
تا ز دولت او شوي خود فرد حق
٢- اقتدا کن مقتدائ را از جان
تا تو گردي مقتدا اندر جهان
٣- گر مريدي پير از دل جان شوي
زود باشد هم تو از ايشان شوي
٤- مست شدي، مرشد باشي اگر
مي شوي خود مرشد روز دگر
٥- گر کني پيوند با واصل خدا
مي تواني شد از غير حق جدا
٦- کيميا سان اين ارادت پيروان
خدمت ايشان دولت اکسير دان
٧- هر که در ره خلمت مردان دين مي شود
زوخويشتن برهان دين وآنگه ورزد
٨- خدمت واخلاص شان مي رسد
با مطلب خود بي گمان مي رسد

٩- بي شبه با محبوب خويش
و هر كه بسازد پير خود مطلوب خويش
١٠- معرفت حق را بفضل خدا
علت ديگر اي مردا! كُن پيدا
١١- دستگيري مر ترا گر سير كرد
آن همه از الطاف حق پديد شمرد
١٢- زانكه آن مردان دين واصل حقند
مقيد و در محو مطلقند
١٣- قول و فعل ايشان همه از حق بود
هم سكون و حركت از مطلق بود

١- ڪنهن مرد حق جي دل، جان سان پيروي ڪر تہ جيئن انهيءَ جي دولت سان، پاڻ فرد حق تي وڃين.

٢- پنهنجي مرشد جي دل سان پيروي ڪر، تہ جيئن دنيا ۾ پاڻ مرشد تي وڃين.

٣- جيڪڏهن دل جان سان ڪنهن پير جو مرد ٿيندين تہ پوءِ سگهوئي ان وانگر ٿيندين.

٤- جيڪڏهن ڪنهن مرشد جي راه تي هلندين تہ ٻئي ڏينهن تون پاڻ مرشد ٿي ويندين.

٥- جيڪڏهن تون واصل خدا شخص سان، وابسته ٿئين تہ ممڪن آهي تہ تون غير الله کان جدا ٿي وڃين.

٦- مريدن جي لاءِ ارادتمندي نسخه ڪيميا آهي، ان کي اڪسير سمجهہ.

٧- جيڪو ديندار جماعت جي ماڻهن جي خدمت ڪندو. اهو پاڻ زماني ۾ دين جو برهان ۽ دليل ٿي ويندو.

٨- انهن سان اخلاص رکڻ ۽ سندن خدمت ڪرڻ سبب پنهنجي مطلب، پنهنجي مقصد ۽ پنهنجي منزل تي رسي ويندو.

٩- بيشڪ جيڪو شخص پنهنجي پير ۽ مرشد تائين پهتو

انهيءَ پنهنجي محبوب ۽ پنهنجي مطلوب کي پاتو.

١٠- اي مردا! معرفت خدا، الله جي فضل ۽ پير جي رهبريءَ کان سواءِ حاصل نٿي ٿئي، اهي ٻئي سبب پنهنجي اندر پيدا ڪر.

١١- جيڪڏهن مرشد ۽ دستگير توکي فيض ۽ فائدو رسائي ته اها سڀ الله جي مهرباني سمجھ.

١٢- چاڪاڻ ته اهي دين جا مرد آهن، جن کي حق جو وصال حاصل آهي. مقيد به رهن ٿا ته مطلق به!

١٣- سندن قول ۽ فعل سڀ حق جي طرفان آهي. انهن جي چُر پُرهجي يا سڪون، سڀ مطلق الله جي طرفان آهي.

نيڪ مرد اُهي آهن، جن کي تون ڏسندين ته هڪ گهڙيءَ لاءِ به هرگز الله کان جدا ۽ غافل نٿا رهن. جنهن انهن کي لڌو تنهن حق کي لڌو ۽ جنهن انهن کي سڃاتو تنهن حق کي سڃاتو. ڪهڙو نه الله جو فضل انهن تي ٿيو جو ان جي باوجود اهو سندن تَنُ ۽ جان ٿيو.

خواجه عبدالله احرار فرمائي ٿو ته اهو الله جو ڪيڏو عظيم احسان آهي، جو انهن کي پنهنجو "دوست" قرار ڏئي ٿو ۽ کين اهو مرتبو بخشي ٿو ته جيڪو وليءَ کي سڃاڻي ٿو، اهو الله کي سڃاڻي ٿو ۽ جيڪو وليءَ تي دست درازي ڪري ٿو تون به مٿس دست درازي ڪر. حديث قدسيءَ ۾ آهي، الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

مَنْ عَادٰى لِيْ وَلِيًّا فَقَدْ آذَنْتُهٗ بِالْحَرْبِ (1)

[جنهن منهنجي ڪنهن وليءَ سان دشمني رکي ته بيشڪ مون ان جي خلاف جنگ جو اعلان ڪيو.]

اي منهنجا عزيزا مشائخ، اولياءَ ۽ فقراءَ الله جا خاص چونڊيل ٻانها آهن. اهي ئي هن دنيا جي پيدائش جو اصل مقصد آهن ۽ انهن تي ئي دنيا ۽ دنيا وارن جو دارومدار آهي، چاڪاڻ ته فرمايو ويو آهي ته "جيڪڏهن صالح نه

(1) قرطبي، ص ١٣٥، ج ٦ ابن ڪثير ص ١٣٣ ج ١، بخاري حديث: ٦١٣٧، بيهقي ص ٣٤٦ ج ١، جامع العلوم والحڪم ص ٣٥٧ ج ١، الزهد الڪبير ص ٩٤ ج ١

هجن ها تہ غير صالح هلاڪ ٿي وڃن ها.“ قرآن ۽ حديث ڪان پوءِ سڀ ڪان سٺيون ڳالهيون انهن جون آهن، جيڪو انهن جي ذڪر ۾ مشغول آهي، اهو گويا الله ۽ رسول الله ﷺ جي ذڪر ۾ مشغول آهي. شيخ علي ابنويه چوي ٿو تہ جڏهن بزرگن جون ڳالهيون ٻڌين، جيتوڻيڪ انهن جي معنيٰ نہ ڄاڻين، تڏهن بہ پنهنجو مٿو لوڏيندو رهہ تہ جيئن سياڻي قيامت جي ڏينهن چئي سگهين تہ آءٌ بہ انهن ماڻهن مان آهيان، جيڪي شيخ جي ڳالهين تي ڪنڌ ڌوڻي، هاڪار ڪندا هئا تہ تون حق تي آهين. ان مان توکي ڀلائي نصيب ٿيندي. قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ توکان پڇندو تہ منهنجي فلاڻي داناءَ، عارف، صوفيءَ کي ڄاڻين ٿو جيڪو فلاڻي محلي ۾ رهندو هو؟ ٻانهو چوندو تہ هائو! ڪيس ڄاڻان ٿو. حڪم ٿيندو تہ وڃ! مون توکي سندس نسبت جي ڪري بخشي ڇڏيو. معلوم ٿيو تہ حق جي دوستن کي سڃاڻڻ بہ ڪاميابيءَ جو ڪارڻ آهي. پر جيڪو شخص الله جي دوستن جو حق سڃاڻي، انهن جي خدمت ڪري، احسان ۽ نيڪي سان انهن جي پيروي ڪري تہ پوءِ ان جي خوشبختيءَ ۽ سعادتمنديءَ جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي؟

نقل ١- ڪنهن، حجاج بن يوسف کي خواب ۾ ڏٺو. ان کان پڇيائين تہ تنهنجو ڪهڙو حال ٿيو؟ چيائين تہ حالت ڏاڍي خراب آهي، مگر هڪ ڀيري خواجه حسن بصريءَ جي محفل ۾ موجود هيم. تنهن ڪري اميد اٿم تہ ان جي ڪري مون کي نجات ملي ويندي.

نقل ٢- شيخ بهاؤالدين جي مريدن مان ڪنهن کي فرشتن عذاب ڏيڻ جو ارادو ڪيو. الله رب العالمين فرمايو تہ اسين نٽا گهرون تہ انهيءَ شخص کي عذاب ڏجي، جيڪو بهاؤالدين جو حمايتي آهي.

نقل ٣- شيخ جلال الدين محمد تبريزيءَ جو هڪ مريد گذاري ويو. عذاب ڏيندڙ فرشتا آيا تہ شيخ سندن آڏو آيو ۽ انهن کي عذاب ڏيڻ کان منع ڪيائين. فرشتن بارگاه رب العزة ۾ وڃي عرض ڪيو تہ تنهنجو حڪم آهي تہ ان کي عذاب ڏيون ۽ شيخ ان کان منع ٿو ڪري. شيخ عرض ڪيو تہ خدايا! تنهنجو هي ٻانهو اسان جو مريد آهي، جيڪو سمجهندو هو تہ دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجو مرشد منهنجي دستگيري ڪندو

۽ مشڪل جي هر وقت ۾ اسان جي مدد ڪندو. هاڻي تون وڏيڪ چاهين ٿو ته اڄ کان وڏيڪ ڏکيو وقت ڪهڙو هوندو. الله تعاليٰ فرمايو ته اي فرشتؤ! مون پنهنجي ٻانهي کي بخشي ڇڏيو. ڪيس ڇڏي ڏيو. ابوالعباس عطار چوي ٿو ته جيڪو حق جو دوست آهي، ان جي هٿ ۾ پنهنجو هٿ ڏي، ڇاڪاڻ ته دوست تي حق آهي ته دوستن جي به مدد ڪري.

هڪ حديث ۾ آهي ته:

قَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ يَا ابْنَ مَسْعُوْدٍ اَتَدْرِيْ اَيُّ عُرَى الْإِسْلَامِ اَوْثَقُ؟ قَالَ قُلْتُ اَللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ اَعْلَمُ فَقَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَلْوِلَايَةُ فِي اللهِ وَالْحُبُّ فِيْهِ وَالْبُغْضُ فِيْهِ (1)

[اي ابن مسعود! ڇا توکي خبر آهي ته اسلام جو سڀ کان مضبوط ڪُنڊو ڪهڙو آهي؟ چيائين ته الله ۽ ان جو رسول وڌيڪ ڄاڻي ٿو. فرمايائون ته الله ڪارڻ دوستي رکڻ، الله لاءِ دشمني ڪرڻ ۽ الله لاءِ محبت ڪرڻ.]

فضيل بن عياض فرمائي ٿو ته سڀاڻي الله تعاليٰ ٻانهي کان پڇندو ته اي منهنجا ٻانها! دين کان تنهنجي بي رغبتي، تنهنجي سستي يا تنهنجي دنيا طلبي ۽ تنهنجو مون کان ڪٽجڻ، در اصل تنهنجو پنهنجي نفس لاءِ عزت تلاش ڪرڻ آهي، پوءِ ڇا تو منهنجي لاءِ منهنجي ڪنهن دشمن سان دشمني ۽ ڪنهن وليءَ سان دوستي ڪئي؟ محقق چون ٿا ته "الشيخ" ۾ پنج حرف آهن: ١- "الف" مان مراد آهي ته مخلوق جي دلين کي حق جي اطاعت وسيلي جوڙي ٢- "لام" مان مراد آهي ته خدا جي مخلوق مان ڪنهن تي به ملامت نه ڪري ٣- "شين" مان مراد آهي ته جنهن جي نصيحت، دعوت، علم حلم، عمل ماڻهن ۾ پکڙيل هجي. ٤- "ي" مان مراد آهي ته سندس دل خدا تعاليٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن ۾ يقين نه رکي ٥- "خ" مان مراد آهي ته سندس دل خدا تعاليٰ جي محبت کان سواءِ دنيا جي هر شيءِ کان خالي هجي.

---

(1) معجم الاوسط ص ٣٧٦ ج ٤، مصنف ابن ابي شيبه ص ١٧٢ ج ٦، مسند الروياني ص ٢٧١ ج ١، جامع العلوم والحڪم ص ٣٤ج١.

## خلافت جا شرط ۽ آداب

اجتماع، خلافت نامه، تبرڪات ۽ مصلي وغيره جي باري ۾ جيڪي ڪجھ ذڪر ٿيو اهي سڀ ڳالهيون خلافت لاءِ شرط آهن. جيڪو شخص شيخ کان خلافت وٺي، تنهن لاءِ شرط آهي ته مٿيون شيون حاصل ڪري، جيئن سيني طريقن مطابق سندس خلافت جائز ٿئي. جيڪڏهن شيخ خلافت ڪنهن نااهل کي ڏيندو ته ظلم ڪندو ڇاڪاڻ ته:

اَلظُّلْمُ وَضْعُ الشَّيْءِ فِيْ غَيْرِ مَوْضِعِهٖ

[ظلم جي معنيٰ آهي، ڪنهن شيءِ کي ٻي جاءِ تي رکڻ.]

هڪ قوم جو امام، خلافت جو صاحب هڪ بزرگ مري ويو. پنهنجي پويان اولاد ڇڏي ويو پر انهن مان ڪو سندس جانشين ۽ وارث ٿيڻ جو اهل نه هو. جو ڪيس پيءُ جي خلافت عطا ٿئي ها. آخرڪار شهر جا اڪابر گڏ ٿيا ۽ شيخ جي هڪ پٽ کي خلافت جي مسند تي ويهاريائون. کيس چوغو جبو ۽ پڳڙي پارايائون. ان کي سندس مال، گهر، جائداد جو وارث ڪيائون. پر اهو ان جو حقيقي وارث نه هو ڇاڪاڻ ته حقيقي وارث تڏهن ٿئي ها، جڏهن ان جو پيءُ اُن ڏانهن ولايت جي نسبت ڪري وڃي ها. علم ۽ معرفت جو خزانو ان جي دل ۾ رکي وڃي ها ۽ فيض ۽ ڪرامت جو دروازو کولڻ کان بعد، ان کي خلافت بخشي ها. اهڙيءَ طرح ڪنهن جي لاءِ به جائز نه آهي ته جنهن کي چاهي، خلافت عطا ڪري ۽ ان لاءِ بيعت وٺي، ڇاڪاڻ ته ان سان ان جي ڪنهن عمل جو اثر نه ٿيندو ۽ آخرڪار ان جي عاقبت دنيا طلبي آهي، باطني معرفت نه آهي.

هڪ شخص هن فقير جي پير دستگير جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. (جنهن جو نالو دادو هو. ان جا دوست ان کي ”دادو مدارسي“ ڪوٺيندا هئا. ڇاڪاڻ ته اڪثر نماز باجماعت پڙهي، ڇيٽا گڏ ڪري رستن ۽ بازارن ۾ ٻاه ٻاري ويهندو هو.) سندس پير صاحب، مريد ڏانهن نهاري وري اوير طرف نگاه ڪئي. مريد انهيءَ گهڙيءَ اوير روانو ٿي ويو. پوءِ فجر پڙهيائين، سج مٿي چڙهي آيو ته نفل ۽ اشراق ادا ڪري هليو ويو. جنهن جاءِ تي اڳئين نماز پڙهندو هو جيڪڏهن اتي زنده دل ۽ زنده تن درويش ليندو هو ته ان

جي زيارت جو شرف حاصل ڪندو هو نہ تہ وڃي بزرگ جي مقبري جي زيارت ڪندو هو ۽ رات اتي گذاريندو هو. انهيءَ شهر ۾ هڪ سال تائين اوير پاسي وڃي، پوءِ شهر ايندو هو. اتي شاه عبدالوهاب نالي هڪ درويش رهندو هو. پهريائين تہ هر شريف ۽ غير شريف کي اتي گهڻو احتياط ڪرڻو پوندو هو چاڪاڻ تہ ڪنهن شاه ۽ گدا کي پنهنجي اڳيان اچڻ نہ ڏيندو هو ۽ هميشه خدا تعاليٰ جي ياد ۾ مشغول رهي، ڪمال حاصل ڪندو هو. جڏهن اسان جي مرشد جو مريد، انهيءَ شهر جي مسجد ۾ آيو درويش ان سان ملاقات ۽ صحبت ڪئي. ماڻهو تعجب ۽ حيرت ۾ پئجي ويا. ان جي مهمانداريءَ جو اهتمام ڪيائون. جڏهن اشراق پڙهي ارادو ڪيائين تہ معمول مطابق اوير پاسي روانو ٿئي تہ انهيءَ درويش اجازت نہ ڏنس ۽ چيائينس تہ آءٌ پنهنجي وقت جي اوتادن مان آهيان. آءٌ ۽ پنج اوتاد ۽ انهن جا مريد سڀ تنهنجي مرشد جا مريد آهيون. انهيءَ توکي مون ڏانهن موڪليو آهي. ڪجهہ ساعتون هتي رهہ تہ صحبت ڪريون. پوءِ انهن پنجن اوتادن جا نالا هن طرح بيان ڪيائين:

١- آءٌ فقير عبدالوهاب آهيان. ٢- اُتر پاسي، عبدالغفور ٣- ڏکڻ پاسي، عبدالغياث ۴- اولهہ پاسي، عبدالستار ۵- زمين جي قلب يعني مڪه معظمه جي درميان عبدالرحمن آهي. مٿيون درويش دادو چوي ٿو تہ هڪ سال پورو شاه عبدالوهاب جي خدمت ۾ گذاريم. هڪ ڏينهن مون کي چيائين تہ اي فلاڻا! هن رات اسان جو ۽ توهان جو پير دستگير، هن فاني جهان مان رحلت ڪندو ۽ وصل الحبيب الي الحبيب يعني حبيب، پنهنجي حبيب سان وصال ڪندو. انهيءَ فقير ۽ عبدالستار کي پڻ پنهنجي رفاقت ۾ وٺي ويندو هيءُ فقير هن رات هن دار فانيءَ مان جيڪو مؤمنن جي لاءِ قيد خاني جي حيثيت رکي ٿو لاڏاڻو ڪري بئي جهان ۾ پهچندو. جڏهن صبح جي نماز جو وقت ٿيو تہ خبردار ڪيائين تہ فلاڻا! خبردار ٿيءُ رحلت جو وقت اچي ويو آهي ۽ وصيت ڪيائين تہ منهنجو ڪفن ۽ منهنجو غسل بہ تون ڏيندين ۽ مون کي هن حجري ۾ دفن ڪجانءِ. ائين چئي، پنهنجو هٿ پنهنجي ڳچيءَ ڏانهن وڌايائين ۽ ولايت جي جيڪا امانت، حق جي طرفان ان کي ملي هئي، سا منهنجي حوالي ڪري، جان خالق اڪبر جي حوالي ڪيائين. هيءُ فقير

(دادو) اٿيو ۽ ماڻهن کي اٿاري، هن واقعي کان خبردار ڪيائين. ڪيس غسل ۽ ڪفن ڏنائي، سندس جنازو پڙهيوسون. ڪيس انهيءَ حجري ۾ جتي عبادت ۾ مشغول رهندو هو، دفن ڪيون سون. ٻه چار ڏينهن اتي رهيس، پوءِ پنهنجي پير ۽ مرشد جي وطن ڏانهن روانو ٿي ويس. نئين جانشين ۽ سندن اولاد جي زيارت ڪيم ۽ فاتحه پڙهيم ۽ پنهنجي باقي عمر ولايت جي مجاوريءَ ۾ گذاريم ۽ درگاه وارن جي خدمت ڪندو رهيس. پنهنجي دستگير کي ياد ڪندو رهيم. پاڻ پنهنجي ڪامل ولايت جي سبب منهنجي اکين جي آڏو اچي ويندا هئا ۽ جنهن به شيءِ جي حاجت هوندي هئي، انهيءَ جي باري ۾ رهبري، دستگيري ۽ مدد ڪندا هئا. جنهن جي ڪري مرشد ڪامل جو اخلاص ۽ اعتماد، دل ۾ ويتر مضبوط ٿي ويو ۽ ڪنهن به قسم جو رخنو واقع نه ٿيو. مريد جو پير سان واسطو ۽ رابطو اهڙو ئي مضبوط هئڻ گهرجي جو جڏهن به مرشدکي ياد ڪري ته پنهنجي باطني سعادت ۽ قلبي نور جي ڪري، پنهنجي مرشد کي سامهون لهي ۽ جيڪا به ڪيس ضرورت هجي سا پوري ٿئي ۽ ڪيس تسلي ٿيندي رهي.

نقل آهي ته هڪ پير پنهنجي مريد کي چيو ته فلاڻي ملڪ ۾ هڪ سوداگر آهي، جنهن جي ذمي پنج سؤ سونيون اشرفيون منهنجي نذر جون واجب آهن، وڃي ان کان اهي وٺي اچ. ٻن ٽن مهينن جي مسافري ڪري، مريد انهيءَ سوداگر وٽ پهتو جنهن ڪيس اشرفيون ڳڻي ڏنيون. اهي کڻي پنهنجي منزل ڏانهن روانو ٿيو. انهيءَ يا ڪنهن ٻئي شهر ۾ اوچتو هڪ محل تي نگاه پيس. انهيءَ محل جي ماڙيءَ ۾ روشن چنڊ نظر آيس، دل ۽ جان سان ان جي مٿان فدا ٿي پيو. ڪي گهڙيون انهيءَ دريءَ جي سامهون بيهي رهيو. اُتان ڪو به شخص ڪنهن به صورت ۾ ظاهر نه ٿيو. اوچتو انهيءَ چنڊ جهڙي نوراني شخص پنهنجي خادم کي چيو ته هن مسافر وٽ وڃي، ڪيس چؤ ته هتي ڇا جي لاءِ بيٺو آهين؟ جڏهن ان کي اهو پيغام مليو ته ان جواب ڏنو ته مون هن دريءَ مان هڪ ڪمال ۽ جمال جي صاحب جي نوراني صورت ڏٺي آهي، هاڻيءَ اسان جي وجود جي ٻيڙي انهيءَ مرڪز تي اٽڪي پئي آهي، جو هاڻي قدمن ۾ اڳتي وڌڻ جي

همت نہ آهي. جيڪڏهن تو وٽ هزار سونا دينار آهن تہ ڏي، تنهنجي ساڻس ملاقات ڪرايان ٿو. مريد پنهنجي دامن مان هزار دينار ڇوڙي ان جي دامن ۾ ٻڌا. خادم ڪيس چنڊ جهڙي معشوق وٽ وٺي ويو. جڏهن پنهنجي اکين سان سامهون ڏنائينس تہ ان جي حسن، جمال تي فدا ٿي، اُتي جو اُتي بيهوش ٿي ڪري پيو. ڪجهہ گهڙين کان پوءِ هوش آيس تہ ان کي ڇوڻ لڳو تہ منهنجي ويجهو ٿيءُ. جڏهن پاڻ ۾ ويجها ويٺا تہ انهن چاهيو تہ گستاخي يعني عشق ۽ مستيءَ جون ڳالهيون ڪن. هڪدم انهيءَ مسافر مريد جي پير جو هٿ، ٻنهي جي وچ ۾ اچي ويو. ٻئي ڇٽا ڏجي ويا ۽ پنهنجا هٿ هڪ ٻئي کان پري ڪيائون. مريد توبه تائب ٿيو. جڏهن مسافر مريد جي، معشوق کي خبر پئي تہ هي تہ ڪنهن بزرگ جو مريد آهي تہ ورتل دولت ان کي واپس ڪيائين ۽ ان کي رخصت ڪري ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح هڪ عاشق مريد، پنهنجي پير جي بروقت مدد پهچڻ سبب هلاڪت کان بچي ويو. پوءِ هو پنهنجي منزل مقصود تي پهتو ۽ امانت مرشد جي حوالي ڪيائين.

اسان جي مرشد جي هڪ مريد، مون کي ٻڌايو تہ اهو ڪنهن عورت جي عشق ۾ قاتل هو. هڪ مدت تائين اهو عشق هلندو رهيو. هڪ ڏينهن هڪ هنڌ ڪنا ٿياسون. برائيءَ جو ارادو ڪيوسون. نفسانيت ڇڪ ڏني، مون ان عورت کي ياڪر پاتو. اوچتو ڇا ٿو ڏسان تہ هڪ هٿ اسان ٻنهي جي وچ ۾ رڪاوٽ ٿئي ٿو جنهن اسان کي انهيءَ گناه جي ڪم کان منع ڪئي. مون حضرت صاحب جن ڏانهن ڏيان ڪري سچي توبه ڪئي ۽ وري ڪڏهن بہ ان ڏانهن فاسقانه انداز ۾ نہ نهاريم.

هن فقير جي حضرت پير دستگير جي هڪ مريد مون کي ٻڌايو تہ هڪ پيري حضرت شيخ ڪلان رح اسان جي پير کي چيو تہ توهان جا مريد گهڻو کائين ٿا، گهڻو سمهن ٿا، گهڻو کلن ٿا، گهڻو ڳالهائين ٿا ۽ فضول ڳالهيون ڪن ٿا. اسان جي حضرت صاحب جن فرمايو تہ الله تعالى هن فقير جا سڀ اقوال، افعال، اطوار معاف فرمائي ڇڏيا آهن. پوءِ فرمايائون تہ منهنجا اڪثر مريد دنيادار آهن.

منهنجي شيخ جي مريدن مان هڪ شخص گهڻو متقي ۽ پرهيزگار هو. انهيءَ ذڪر ڪيل شيخ جي مريدن جي هڪ جماعت ڪي ڏنو جن جا لڇڻ بظاهر ڪيس پسند نہ آيا ۽ پنهنجي حضرت پير دستگير جي خدمت ۾ عرض ڪيائين تہ انهيءَ شيخ جو ظاهر ۽ باطن رسول الله ﷺ جن جي شريعت مطابق آهي. پوءِ ڪهڙو سبب آهي جو سندس ڪن مريدن جون عادتون شريعت جي خلاف آهن؟ جڏهن ننڊ ڪيائين تہ خواب ۾ ڏٺائين تہ حضرت صاحب جن فرمائي رهيا آهن تہ فلاڻي شخص پنهنجي زندگيءَ ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جون سڀ سنتون، هن فقير کان سکيون. قيامت جي ڏينهن جڏهن پاڻ سڳورا پنهنجي امت جي گنهگارن جي شفاعت فرمائيندا تہ ان وقت اهي سنتون بہ انشاءَ الله هن فقير جي طرفان پيش ٿينديون ۽ جيڪي مريد خطاڪار آهن، پاڻ سڳورا انهن جي بہ شفاعت فرمائيندا.

## ظاهري ۽ باطني عقيدت

مريد جي ظاهري ۽ معنوي عقيدت ۽ بيعت ڪهڙي طريقي سان هئڻ گهرجي؟ ارادت ۽ بيعت ڪيئن حاصل ڪجي؟ ڪهڙي شيءِ تي قول اقرار ونجي ۽ ڪهڙي نسبت ونجي؟ ڄاڻڻ گهرجي تہ ان جا مختلف قسم آهن، جن کي هتي بيان ڪجي ٿو. سڀ کان پهريائين مريد جي فعل جي ارادي جو صحيح هجڻ ضروري آهي. بيعت ڪرڻ کان پوءِ اختيار پير جي هٿ ۾ هوندو آهي. يعني ائين نہ آهي تہ جبڪڏهن مريد گهري تہ ڪنهن ٻئي جو مريد ٿئي. بلڪ چاهي تہ سوين جاين تي بيعت ڪري، تڏهن بہ ڪنهن سان بہ سندس بيعت ثابت نہ ٿيندي ۽ هرگز ٻئي ڪنهن جو مريد ٿي نہ سگهندو. ڇاڪاڻ تہ اڳ ۾ هڪ پير جو مريد ٿي چڪو آهي، ڇاڪاڻ تہ بيعت جو مطلب آهي تہ ڪنهن جي حڪم تي هلڻ جو اقرار ۽ عهد ڪرڻ، اها ان جي مجازي معنيٰ آهي، پر ان جي حقيقي معنيٰ آهي تہ جيڪڏهن پنهنجي پير کي ڇڏي ڏيندو تہ طريقت ۾ ”مرتد“ لکيو ويندو. شريعت ۾ بہ معبود اختيار ڪرڻ ڪفر ۽ شرڪ آهي ۽ حقيقت

جو بہ اهو ئي حڪم آهي. بيعت، طريقت جو وسيلو آهي. طريقت، حقيقت کي لهڻ لاءِ آهي ۽ حقيقت هڪ اهڙي ڳالهہ آهي جنهن کي جند ڇڏائڻ سان نہ ايندي آهي، جو انهن مان ڪنهن کي رد ڪجي ۽ ڪنهن کي قبول ڪجي، ڇاڪاڻ تہ انهن مان هر درجو ٻئي درجي لاءِ لازمي آهي. پوءِ مريد کي گهرجي تہ اهڙي شيخ جي بيعت ڪري جنهن ۾ الهي اخلاق هجن، ڇاڪاڻ تہ فرمايو ويو آهي تہ:

تَخَلَّقُوا بِاَخْلَاقِ اللهِ

[الله جا اخلاق اختيار ڪريو.]

جڏهن مشائخن جي گهرجي تہ ڪنهن کي خبر نہ ڪري تہ آءٌ ڪنهن جو مريد ٿي آيو آهيان. جڏهن شيخ اها دولت عطا ڪري، يعني بيعت قبول ڪري تہ مريد کي اهو شرف حاصل ڪرڻ گهرجي. ان کان پوءِ قدم بوسي ڪري خادم وانگر ادب سان عرض ڪري تہ بندي کي توهان جي ارادت جو عزم آهي. جڏهن شيخ ان ڳالهہ نهاري تہ عرض ڪري تہ قبله! هن فقير کي پنهنجي مريديءَ ۾ قبول فرمايو شيخ ان کي قبول ڪري ۽ مريد جي ٻنهي هٿن کي پنهنجن هٿن جي هيٺان ڪري. يا پنهنجا هٿ مرشد جي هٿن جي وچ ۾ رکي، استغفار پڙهي، سچي توبه ڪري ۽ ڪلمو لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللهِ پڙهي. رسول الله ﷺ جن، جڏهن حضرت علي رضہ کان بيعت ورتي تہ ڪيس ٽي ڀيرا لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ جي تلقين فرمايائون ۽ ان کان پوءِ چار ترڪي ٽوپيون ڪيس ڏنائون. مرشد کي گهرجي تہ الله جو شڪر ادا ڪندي مريد کي فرمائي تہ حلال کي حلال ۽ حرام کي حرام ڄاڻي. جيڪڏهن ننڍپڻ ۾ ان جي ماءُ ان کي مريد ڪري تہ جائز نہ آهي. جيڪڏهن پيءُ ولي مطلق هجي، اهو پنهنجي پٽ کي مريد ڪري تہ بہ محقق فرمائن ٿا تہ اهو آخرت جو ڪم آهي، جنهن ۾ پيءُ کي بہ دخل نہ آهي. ان کان پوءِ ان کي ٻڌائي تہ ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين جو توکي اختيار آهي ۽ ڪهڙا ڪهڙا ڪم توکي ڪرڻا آهن.

شريعت جا جيڪي استاد ۽ عالم آهن، اهي ارادتمنديءَ کي نڪاح تي قياس ڪن ٿا تہ جيئن پيءُ ننڍپڻ ۾ نياڻيءَ جو نڪاح ڪري

تہ منعقد ٿي ويندو. ساڳيءَ طرح بزرگ بہ اهڙو عقيدو وٺي ۽ اقرار ڪرائي تہ درست آهي. بعد ۾ ان ۾ تبديلي نٿي اچي سگهي. البت جيڪڏهن بالغ مريد هجي تہ ان لاءِ جائز آهي تہ پنهنجي مرضيءَ سان، جنهن جي چاهي بيعت ڪري، ڇو تہ اصول آهي:

اَلضِّدَّانِ لَا يَجْتَمِعَانِ

[بہ ضد پاڻ ۾ جمع نہ ٿيندا آهن.]

جيڪڏهن شيخ، رهبري ڪرڻ جي شايان شان ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جو صحيح وارث نہ هجي تہ ان جي بيعت ٽوڙي ڇڏجي. هڪ شخص بالغ آهي، پر علم نٿو رکي ۽ انهيءَ مرشد جي بيعت ڪري ٿو جنهن ۾ معرفت موُر نہ آهي، پوءِ معلوم ٿيس تہ جنهن جي مون بيعت ڪئي آهي، ان کي اصل معرفت ۽ طريقت حاصل ئي نہ آهي، ان جي پيٽ ۾ ڪامل مرشد موجود آهي، جنهن مان باطني فائدو يعني حق جي معرفت حاصل ٿئي ٿي. انهيءَ صورت ۾ پهرين بيعت جو حڪم تيمم وانگر آهي، (جيڪو پاڻي ملڻ کان پوءِ ٽُٽي وڃي ٿو.) هاڻي مريد کي گهرجي تہ نئين مرشد جي بيعت ڪري. ڪي چون ٿا تہ اڳئين بيعت نہ ٽوڙي پر شيخ ڪامل جو مريد ٿئي. جيڪڏهن وڏو ياءُ، ننڍي ياءُ کي ننڍپڻ ۾ مريد ڪري، پوءِ جڏهن ننڍو وڏو ٿئي تہ هاڻي جتي چاهي ۽ جنهن جي چاهي بيعت ڪري. ڪي ماڻهو ننڍي ٻار کي وٺي، ڪنهن پير کان ان جي بيعت ڪرائين تہ جائز آهي، پر ان کي بالغ ٿيڻ کان پوءِ اختيار آهي تہ چاهي تہ برابر انهيءَ بيعت کي برقرار رکي ۽ چاهي تہ ان کي ٽوڙي ڇڏي. ديواني ۽ بدَخُو انسان جي بيعت درست نہ آهي. مالڪ جي اجازت کان سواءِ، غلام بيعت ڪري تہ جائز آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو مالڪ جو اختياري معاملو نہ آهي. جيڪڏهن زال، مڙس جي اجازت کان سواءِ مريد ٿئي تہ عورت جو حڪم نہ هلندو. هڪ بزرگ کان پڇيائون تہ خدا تعاليٰ کي ڪيئن سڃاتئي؟ جواب ڏنائين تہ نہ سڃاتم.

**بيت**

**هيچ كس نايد كه چون است**
**جلال كبريا وعظمت حق**
**درين جا واقفان حيران بجان اند**
**گرچه يافتند گو هست مطلق.**

[الله تعاليٰ جي ذات، ڪنهن جي سمجهہ ۾ نہ ايندي آهي تہ ڪيئن آهي؟ ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جي جاهہ، جلال، وڏائي ۽ عظمت جي سامهون، سواءِ حيرت جي ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو آهي.]

هتي عرفان ۽ معرفت جا صاحب پنهنجي جان جي ڏڪوئيندڙ حالت ۽ دل جي درد واري ڪيفيت ۾ مبتلا رهن ٿا، جيتوڻيڪ ڪجهہ ادراڪ حاصل ٿيندو اٿن، تہ بہ ايترو جو اها هستيءَ مطلق، زمان ۽ مڪان جي قيد کان آزاد آهي. حديث قدسيءَ ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

**لَيْسَ لِصَاحِبِ الْعِلْمِ سَبِيْلٌ مَعَ الْعِلْمِ اِلَّا الْبُعْدَ**

[علم واري کي، علم جي باوجود الله تعاليٰ تائين واٽ نٿي ملي ۽ سواءِ دوريءَ جي ڪجهہ حاصل نٿو ٿئي.]

پوءِ انهيءَ بادشاه تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪري، جيڪو طلب کان گم آهي ۽ جنهن جو لهڻ نہ لهڻ، جنهن جي سڃاڻپ جهالت، جنهن کي نہ سڃاڻڻ، عقلمندي، جنهن جو يقين ڪرڻ انڌائپ، جنهن جو اثبات دوري، جنهن جو فڪر ڪرڻ دل کي درد ۾ دڪائڻ ۽ پاڻ کي فاني ڪرڻ آهي.

نقل آهي تہ رسول الله ﷺ جن جي اولاد مان هڪ عالم سڳورو جنهن گهڻا قيمتي ڪتاب لکيا ۽ جنهن تي عقل جو غلبو هو، سو پنهنجي مراد ماڻڻ لاءِ حقيقي مرشد يعني شيخ عطار وٽ آيو. جيڪو عارفن جو اڳواڻ آهي ۽ پنهنجي مراد طلب ڪيائين. شيخ ان کي چيو تہ اي سيد سڏائيندڙ! ۽ عقل جي ماترين ۾ حيران انسان!! توکي اسان جي طريقي جي ڄاڻ نہ آهي. جيڪو عقل جو ديوانو هوندو اهو طريقت جي رازن کان آگاه نہ هوندو. تون تہ عين عقل آهين، ڊگهي عرصي تائين انهيءَ

ماتريءَ ۾ رهيو آهين. عقل جي بلندي هن ولايت کان جدا ڳالهه آهي ۽ عقل جو ڇاڻندڙ هن جهان کان ناواقف آهي. هن ماتريءَ مان نڪري وڃ ڪنهن ٻي ماتريءَ ۾ وڃي پنهنجي قسمت آزماءِ. جڏهن انهيءَ عالم ۽ عاقل، شيخ جون اهي حقيقت واريون ڳالهيون ٻڌيون ته ان جي دل ۾ فنا في الله ٿيڻ ۽ اهل الله جي متابعت جو جذبو گهڻو وڌي ويو ۽ جڏهن ڏٺائين ته هن عارف بالله جي مجلس ۾ منهنجي حيثيت نادان ٻار وانگر آهي، تڏهن پنهنجي دانشمندي ۽ معلومات کي ڇڏي ڇپائين ته:

وَلِلْأَرْضِ فِيْ كَأْسِ الْكِرَامِ نَصِيْبٌ

[زمين وارن لاءِ سخين جي پيالي ۾ نصيب هوندو آهي.]

مون کي پنهنجي محروميءَ تي افسوس آهي. شيخ عطار انهيءَ عاقل مرد جي عاجزي ۽ نوڙت ڏسي فرمايو ته ڇهه مهينا بخارا جي پراڻي مقبري ۾ جتي الله کان سواءِ ڪو نشانُ نه آهي، اڪيلائي ۾ گذار ۽ تنهنجي دل ۾ غير الله جا جيڪي نقش آهن، سي مٽاءِ ته جيئن تو کي پنهنجو مقصدحاصل ٿئي. انهيءَ سيد سگهوري ان راز کي ڄاڻي ورتو. پوءِ شيخ جي نصيحت تي عمل ڪيائين ۽ پنهنجي حقيقي مراد کي پاتائين.

شيخ عطار رحمة الله عليه جي ڳالهه ٻولهه ۾ اهو به اچي ٿو ته انهيءَ سيد شريف کان پڇيائون ته ٻن مخالف شين جو اجتماع ممڪن آهي يا محال؟ سيد سگهوري جواب ڏنو ته محال آهي. شيخ فرمايو ته اهائي ڳالهه محال آهي، ڇاڪاڻ ته ٻن ضدن جو اجتماع واقع ٿيو آهي، جنهن کي ڪو روڪي نٿو سگهي. پوءِ (دليل طور) هيءَ آيت پڙهيائين:

هُوَالْأَوَّلُ وَالْآخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ[1]

[اهو ئي اول، اهو ئي آخر، اهو ئي ظاهر ۽ اهو ئي باطن آهي.]

انهيءَ سيد سگهوري پڇيو ته ڪهڙي سبب ۽ ڪهڙي اعتبار سان؟ حضرت شيخ فرمايو ته هڪ حيثيت ۽ هڪ اعتبار سان ۽ اها

(1) سورة الحديد آيت: ٣

ڳالهہ صحيح ڪشف ۽ صحيح مشاهدي ذريعي ثابت ٿي چڪي آهي، جيتوڻيڪ عقلي علمن وارا، انهيءَ حقيقت جو ادارڪ ڪري نٿا سگهن. شيخ ان ڏس ۾ تفصيلي بحث ڪيو تانجو ان سيد کي پنهنجي جهالت ۽ عقل جي ڪوتاهيءَ جو اعتراف ڪرڻو پيو ۽ افسوس ظاهر ڪيائين تہ مون پنهنجي عمر عزيز انهيءَ ميدان ۾ ضائع ڪري ڇڏي، تڏهن بہ اهو مقام حاصل نہ ڪيم. پوءِ اهو سيد زادو شيخ موصوف جو خادم ٿي ويو.

ڄاڻڻ گهرجي تہ جيڪڏهن ڪنهن کي وحدت الوجود جو نظريو سمجهہ ۾ نہ اچي تہ ان جي ظاهر تي يقين ڪري ۽ گهرائي ۾ نہ وڃي. انهيءَ ڏس ۾ بزرگن جا جيڪي قولَ مشهور آهن، انهن کي عالم وجد ۽ حال جي دنيا جي ڪيفيت تي محمول ڪجي. جيئن خواجه منصور جو قول آهي تہ آءٌ ئي حق آهيان. شيخ ابوطالب مڪي جو قول آهي تہ مون ۾ ۽ منهنجي رب ۾ ڪو فرق نہ آهي. شيخ شبلي چوي ٿو تہ ڇا ٻنهي جهانن ۾ مون کان سواءِ ڪو ٻيو بہ آهي؟ جنيد بغدادي چوي ٿو تہ الله کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ جو وجود نہ آهي. شيخ ابو سعيد چوي ٿو تہ منهنجي گودڙيءَ ۾ الله کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي. شيخ بايزيد چيو تہ آءٌ پاڪ آهيان منهنجو شان ڪيڏو نہ بلند آهي. خواجه جواجگان اويس جو قول آهي تہ ڇا فقراءَ جي حياتي الله جي حياتيءَ وانگر نہ آهي؟ هن فقير جي پير، دستگير جو قول آهي تہ الله کان سواءِ ڪا شيءِ موجود نہ آهي. پڻ فرمايائون تہ الله کان سواءِ ڪا ذات ۽ الله کان سواءِ ڪنهن جو وجود نہ آهي. امير المؤمنين علي ڪرم الله وجهه جو قول آهي تہ: ٻنهي جهانن ۾ الله کان سواءِ ڪو بہ نہ آهي. امير المؤمنين عمر فاروق رضي الله عنه جو قول آهي تہ مون پنهنجي رب کي، پنهنجي رب جي ذريعي سڃاتو.[1]

---

(1) فيض القدير ص ١٨١ ج ٦، مگر اتي هي لفظ آهن: سئل الصديق بم عرفت ربک؟ قال عرفت ربي بربي (حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه کان پڇيو ويو تہ توهان ڇا سان رب کي سڃاتو؟ چيائين تہ مون پنهنجي رب کي، رب سان سڃاتو.) يعني اهو حضرت

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جو قول آهي تہ:

مَا رَاَيْتُ شَيْئًا اِلَّا وَ رَاَيْتُ اللهَ قَبْلَهٗ (1)

[آءٌ جيڪا بہ شيءِ ڏسان ٿو. ان کان اڳ الله کي ڏسان ٿو.]

پڻ فرمائي ٿو تہ: رَاَيْتُ رَبِّيْ فِيْ صُوْرَةِ مُحَمَّدٍ ﷺ [مون پنهنجي رب کي محمد ﷺ جي صورت ۾ ڏٺو.] وَقَالَ النَّبِيُّ ﷺ مَنْ رَاٰنِيْ فَقَدْ رَاَى الْحَقَّ (2) [نبي ﷺ جن فرمايو تہ جنهن مون کي ڏٺو تہ بيشڪ انهيءَ حق کي ڏٺو.] پڻ فرمائين ٿا: وَرَاَيْتُ رَبِّيْ بِرَبِّيْ [مون پنهنجي رب جي ذريعي، پنهنجي رب کي ڏٺو.]

رسول ڪريم ﷺ جن جي حديث مبارڪ آهي تہ:

لِيْ مَعَ اللهِ وَقْتٌ لَا يَسَعُنِيْ فِيْهِ مَلَكٌ مُقَرَّبٌ وَلَا نَبِيٌّ مُرْسَلٌ (3)

[منهنجو الله سان هڪ وقت مقرر آهي، جنهن ۾ نہ ڪو مقرب فرشتو شامل هوندو آهي نہ ڪو نبي مرسل.]

لَا تَسُبُّوا الدَّهْرَ فَاِنَّ اللهَ هُوَ الدَّهْرُ (4)

[زماني کي گاريون نہ ڏيو. ڇاڪاڻ تہ الله ئي زمانو آهي.]

---

ابوبڪر جو قول آهي، حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جو قول نہ آهي. پڻ مٿئين ڪتاب ۾ حوالو ڏنل نہ آهي تہ ڪهڙي ڪتاب مان اهو قول ورتو اٿس؟

(1) حوالو نٿو ملي.

(2) مسلم حديث : ٢٢٦٧، بخاري حديث: ٦٥٩٥، ٦٥٩٦. دارمي ص ١٦٦ ج ٢، مجمع الزوائد ص ١١٨ ج ٧، احمد ص ٢٦١ ج ٢، فتح الباري ص ٣٨٤، ٣٨٦، ٣٨٧، ٣٨٨، ٣٨٩ ج ١٢، فيض القدير ص ١٣٢ ج ٦، تذڪرة الحفاظ ص ٩٩٧ ج ٣.

(3) شرح ابن ماجہ ص ٣١٣ ج ١، فيض القدير ص ٦ ج ۴، ڪشف الخفاءِ ص ٢٢٦ ج ٢، رساله قشيريه المصنوع ص ١٥١ ج ١ (هن آخري ڪتاب جو محقق چوي ٿو تہ حديث نہ، پر صوفين جو قول آهي).

(4) قرطبي ص ١٧١ ج ١٦، طبري ص ١٥٣ ج ٢٥، مسلم حديث: ٢٢٤٦، بخاري حديث: ٥٨٢٦، مجمع الزوائد ص ٧١ ج ٨، السنن الڪبري ص ۴٥٧ ج ٦، مسند احمد ص ۴٩١، ۴٩٦، ۴٩٩ ج ٢، مسند ابي يعلي ص ۴٥٢ ج ١٠، مسند عبد بن حميد ص ٩٧ ج ١، شعب الايمان ص ٣١٦ ج ۴، فتح الباري ص ٥٦۴، ٥٦٥ ج ١.

وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ ﴿١٦﴾ (1)

[۽ اسين ان کي ساه جي رڳ يعني نڙگهٽ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون.]

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو تہ:

وَفِيْٓ اَنْفُسِكُمْ اَفَلَا تُبْصِرُوْنَ ﴿٢١﴾ (2)

[۽ توهان جي جانين ۾ بہ نشانيون آهن، ڇا پوءِ جي بصيرت سان نٿا ڏسو؟]

الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن اعلان فرمائيندو تہ:

لِمَنِ الْمُلْكُ الْيَوْمَ لِلّٰهِ الْوَاحِدِ الْقَهَّارِ ﴿١٦﴾ (3)

[اڄ بادشاهي ڪنهن جي لاءِ آهي؟ اڪيلي الله قهار جي لاءِ آهي.]

وَفِيْ جَسَدِ ابْنِ آدَمَ لَمُضْغَةٌ وَفِي الْمُضْغَةِ فُوَادٌ وَفِي الْفُوَادِ قَلْبٌ وَفِي الْقَلْبِ رُوْحٌ وَفِي الرُّوْحِ سِرٌّ وَفِي السِّرِّ خَفِيٌّ وَفِي الْخَفِيِّ اَخْفٰى وَفِي الْاَخْفٰى اَنَا (4)

[۽ آدميءَ جي جسم ۾ گوشت جي هڪ ٻوٽي آهي، ٻوٽيءَ ۾ فواد آهي، فواد ۾ قلب آهي، قلب ۾ روح آهي، روح ۾ سر آهي، سر ۾ خفي آهي، خفي ۾ اخفا آهي، اخفا ۾ آءٌ آهيان.]

پڻ سندس فرمان آهي تہ:

مَا اَكَلَ الْاِنْسَانُ شَيْئًا وَلَا يَشْرَبُ وَلَا يَقُوْمُ وَلَا يَقْعُدُ وَلَا يَنْطِقُ وَلَا يَصْمُتُ وَلَا يَفْعُلُ فِعْلًا مِنَ الْاَفْعَالِ وَمَا تَوَجَّهَ بِشَيْءٍ وَمَا اَعْرَضَ عَنْ شَيْءٍ اِلَّا اَنَا فِيْهِ مُحَرِّكٌ وَمُكَوِّنٌ كَمَا قَالَ اللّٰهُ تَعَالٰى: وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُوْنَ

[انسان جيڪي ڪجهہ کائي ٿو پيئي ٿو ٻيهي ٿو ويهي ٿو ڳالهائي ٿو خاموش رهي ٿو ڪو ڪم ڪري ٿو ۽ ڪنهن شيءِ ڏانهن

(1) سوره ق آيت: ١٦

(2) سورة الذاريات آيت: ٢١

(3) سورة المؤمن آيت: ١٦

(4) اهي لفظ حديث جي ڪتابن ۾ نٿا ملن. البت هي لفظ ملن ٿا: الا وان في الجسد مضغة اذا صلحت صلح الجسد كله واذا فسدت فسدالجسد كله الا وهي القلب (قرطبي ص ٦١ ج ١٤، مسلم حديث: ١٥٩٩، بخاري حديث: ٥٢، دارمي ص ٣١٩ ج ٢، ابن ماجہ حديث: ٣٩٤٤، جامع العلوم و الحكم ص ٦٦ ج ١)، ٻيا لفظ وڌايل آهن.

توجه ڪري تو ۽ ڪنهن شيءِ کان منهن موڙي تو مگر آءُ ئي ان کي چرپر ڏيندڙ ۽ ان جو ناهيندڙ آهيان. جيئن الله تعالى قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو: ۽ الله ئي توهان کي پيدا ڪيو آهي ۽ انهن ڪمن کي به جيڪي توهان ڪريو ٿا.]

پڻ فرمائي ٿو ته:

إِنَّهُ بِكُلِّ شَيْءٍ مُّحِيطٌ ﴿٥٤﴾[1]

[۽ الله هر شيءِ کي گهيري ۾ آڻيندڙ آهي.]

پڻ فرمايو ويو آهي:

جِسْمُ الْإِنْسَانِ وَنَفْسُهُ وَرُوْحُهُ وَقَلْبُهُ وَسَمْعُهُ وَبَصَرُهُ وَلِسَانُهُ وَيَدَهُ وَرِجْلَهُ وَكُلُّ ذٰلِكَ مَا اَظْهَرْتُهُ اِلَّا لِنَفْسِيْ لَاهُوَغَيْرٌ اِلَّا اَنَا وَلَا اَنَا غَيْرُهُ

[انساني جسم، سندس روح، سندس ڪن، اکيون، سندس زبان ۽ سندس هٿ، پير ۽ ٻيو جيڪي ڪجهه آهي، مون انهن کي پنهنجي نفس لاءِ ظاهر ڪيو اٿم. اهو مون کان ڌار ڪونهي، بلڪ اهو آءُ آهيان ۽ آءُ ان کان ڌار نه آهيان.]

---

(1) سوره فصلت آيت: ۵۴

## باب ڏهون

### مريد ٿيڻ جا شرط ۽ آداب

الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ذڪر خداونديءَ جي وڏي اهميت بيان فرمائي آهي. هتي ڪجهه آيتون لکجن ٿيون:

فَاذْكُرُونِي أَذْكُرْكُمْ (2)

[پوءِ مون کي ياد ڪريو آءٌ توهان کي ياد ڪندس.]

وَاذْكُرُوا اللّٰهَ ذِكْرًا كَثِيرًا لَّعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ (3)

[۽ الله کي وڌ ۾ وڌ ياد ڪريو مَنَ توهان ڪامياب ٿيو.]

فَاعْلَمْ أَنَّهُ لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ (1)

[پڪ ڄاڻ ته الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي.]

قَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ أَفْضَلُ الذِّكْرِ لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ (2)

[نبي ﷺ جن فرمايو ته سڀ کان افضل ذڪر لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ آهي.]

ڄاڻڻ گهرجي ته جنهن شيخ جي دل دماغ تي غفلت جا پردا چڙهن ٿا، ان کان ويسر واقع ٿئي ٿي ۽ ويسر، هن ڪري ٿئي ٿئي ته فطرت جي شروع ۾ جڏهن روح پيدا ٿيو ته ان جي عين حق جي وجود سان وابستگي هئي. جيڪڏهن انهيءَ مقام تي تنهنجو روح بيگانو ۽ اوپرو ٿي وڃي، تڏهن به انهيءَ بيگانگي ۽ اوپرائپ کي سڃاڻڻ، ڄاڪاڻ ته سڃاڻپ، شهود مان پيدا ٿئي ٿي ۽ شهود وجود مان درست پيدا نه ٿيندو آهي، جو شهود. وجود جو ضد آهي ۽ ٻه ضد گڏ نه ٿيندا آهن. طالب سان روح جو تعلق هن ڪري آهي ته جيئن ٻه جانشين يعني نفس ۽ دل حاصل ڪري.

---

(2) سورة البقره آيت: ٥٢

(3) سورة الانفال آيت: ٤٥

(1) سوره محمد آيت: ١٩

(2) تفسير ابن ڪثير ص ٢٤ ج ١، صحيح ابن حبان ص ١٢٦ ج ٣، ابن ماجه حديث: ٣٨٠٠، فيض القدير ص ٢٣ ج ٢، ڪشف الخفاءِ ص ١٧٢ ج ١.

شهود جي مقام تي، روح وجود کي استعمال ڪري ڪندو آهي. جيئن اصول آهي تہ جَآءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ (حق آيو ۽ باطل ڀڄي ويو) هن ڪري تہ ڪو جانشين هجي، جيڪو سندس قائم مقامي ۽ جانشيني ڪري، اهو هڪ وڏو راز آهي، جيڪو هر شخص جي سمجهہ ۾ اچي نٿو سگهي. پوءِ جيئن تہ روح انهيءَ مقام حق ۾ وحدانيت جي ڪمال کي نہ سڃاتو هو پڻ جيئن تہ روح انهيءَ مقام تي ٻيهر شرڪت بہ نہ ڪئي، جو پاڻ کي بہ ياد ڪري ۽ حق کي بہ ياد ڪري ۽ اهو ئي شراڪتي ذڪر آهي، جنهن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَاذْكُرْ رَّبَّكَ إِذَا نَسِيتَ[3]

[جڏهن توکان وسر ٿئي تہ پنهنجي رب کي ياد ڪر.]

يعني وسر ۾ الله کان سواءِ ڪنهن کي ياد نہ ڪر. اهو ئي روح آهي، جنهن جو عالم بالا تي گذر ٿيندو آهي، تہ جيئن قلب سان وابستہ رهي. انسان جنهن شيءِ جو مطالعو يا مشاهدو ڪندو آهي. ان جو اثر قلب تي قائم ٿيندو آهي. پوءِ دنيا جي مادي شين ۾ قاسي، حق تعاليٰ جي ياد کي وساري ويهندو آهي، جنهن جي ڪري الله تعاليٰ بہ اهڙي شخص کي پنهنجي عنايت کان محروم ڪري ڇڏيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ اصول آهي تہ:

نَسُوا اللَّهَ فَأَنسَاهُمْ[1]

[انهن الله کي وساريو تہ الله بہ کين وساري ڇڏيو.]

جڏهن دل تي وسر جا حجاب ۽ پردا چڙهي ويندا آهن تہ دل جي بيماري وڌي ويندي آهي، جيئن رب پاڪ فرمائي ٿو تہ:

فِي قُلُوبِهِم مَّرَضٌ فَزَادَهُمُ اللَّهُ مَرَضًا[2]

[سندن دلين ۾ بيماري آهي، پوءِ الله انهن کي بيماريءَ ۾ وڌائي ڇڏيو.]

---

(3) سورة الڪهف آيت: ٢۴

(1) سورة الحشر آيت: ١٩

(2) سورة البقره آيت: ١٠

بيماريءَ جو علاج ان جي ضد سان ٿيندو آهي. يعني الله وسري وڃي ۽ دل تي غفلت ۽ اونداهيءَ جا پردا چڙهي وڃن ته ان جو علاج الله کي ياد ڪرڻ آهي، فرمائي ٿو ته:

وَاذْكُرُوا اللّٰهَ كَثِيْرًا (3)

[وڌ ۾ وڌ الله کي ياد ڪريو.]

الله کي گهڻو ياد ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪرندو ته لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ (من توهان ڪامياب ٿيو) يعني ان وقت ويسر ۽ غفلت جا پردا ڪچي ويندا ۽ بيمار دل کي شفا نصيب ٿيندي. قرآن مجيد جي گهڻين آيتن ۾ قلبي روڳ ۽ بيماريءَ جو اهو ئي نسخو تجويز ڪيو ويو آهي ته ٻانهو الله تعاليٰ کي وڌ ۾ وڌ ياد ڪري.

(3) سورة الشعراءِ آيت: ٢٢٧

# لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي خصوصيت

رب ڪبير جي ياد لاءِ قرآن مجيد ۽ حديث شريف ۾ ڪلمه طيب لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي ذڪر کي بنيادي ۽ فيصلہ ڪُن اهميت حاصل آهي. فرمائي ٿو تہ:

اِلَيۡهِ يَصۡعَدُ الۡـكَلِمُ الطَّيِّبُ(1)

[پاڪ ڪلمو انهيءَ الله ڏانهن چڙهي ٿو.]

يعني هن ڪلمي کي ڏٽي تعاليٰ جي بارگاه ۾ قبوليت جو درجو عطا ٿئي ٿو ڇاڪاڻ تہ ان ۾ غير الله جي نفي ۽ الله جي الوهيت ۽ توحيد جو اثبات آهي. انسان جي فطري بيماري "ويسر" جو علاج بہ نفي ۽ اثبات ۾ آهي، ڇاڪاڻ تہ "نسيان" نفي ۽ اثبات جو مرڪب آهي. هتي نفيءَ مان مراد غير جي ياد جي نفي ۽ "اثبات" مان مراد الله کي ياد ڪرڻ آهي. جڏهن ٻانهو هميشه اهو ذڪر ڪندو رهندو لَآ اِلٰهَ جي قينچيءَ سان روح جا غير الله سان لاڳاپا ختم ٿيندا ويندا ۽ اِلَّا اللّٰهُ جي نور سان ان جو اندر منور ٿي ويندو ۽ ٻانهو مڪمل نموني هن آيت سڳوريءَ جي تصوير ٿي ويندو:

فَاذۡكُرُوۡنِىۡۤ اَذۡكُرۡكُمۡ (2)

[توهان مون کي ياد ڪريو آءٌ توهان کي ياد ڪندس.]

۽ الله تعاليٰ جي نور جي عظمت جي تجلي، سواءِ الله جي هر شيءِ کي ساڙي ڇڏيندي ۽ صورتحال اها هوندي تہ:

كُلُّ شَىۡءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجۡهَهٗ(3)

[الله کان سواءِ هر شيءِ هلاڪ ٿيڻ واري آهي.]

پوءِ روح فَاذۡكُرُوۡنِىۡ جي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويندو ۽ اَذۡكُرۡكُمۡ مطابق ذاڪر جي نيابت روح ڪندو آهي. غير الله جي شرڪت کان سواءِ ذڪر انهيءَ مقام تي پورو ٿيندو آهي.

---

(1) سوره فاطر آيت : ١٠

(2) سورة البقره آيت: ٥٢

(3) سورة القصص آيت : ٨٨

شَهِدَ اللّٰهُ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ[1]

[الله گواهي ڏئي ٿو تہ ان کان سواءِ کو معبود نہ آهي.]

جي حقيقت بہ اتي ظاهر ٿيندي آهي. حسين رازي چوي ٿو تہ جتي بہ لَآ اِلٰهَ فرمايو ويو آهي تہ ان جو مطلب آهي تہ الله جي ياد جا اهڙا ٻيا ڪلمات نہ آهن. سواءِ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي ڇاڪاڻ تہ شرڪ کان معنوي ۽ ظاهري نجات ۽ خلاصي ٻين ڪلمن سان نٿي ٿي سگهي. وري فرمائي ٿو تہ حياتيءَ کي لَآ اِلٰهَ جي تلوار سان وڍي ڇڏ، تہ جيئن هن جهان مان پاڪ صاف ٿي وڃين ۽ توتي اِلَّا اللّٰهُ جو رنگ غالب اچي. مطلب تہ صورت جي شرڪ مان بہ هن ڪلمي جي صورت کان سواءِ جان نہ ٿي ڇٽي سگهي، جئن چيو ويو آهي:

آفرينش راهمہ پي کن بہ تيغ لا اِله
تاجهان صافي شود سلطان الا الله را

## ذڪر جا اَدبَ

ڄاڻڻ گهرجي تہ بغير ادبن ۽ شرطن جي ذڪر نہ ڪرڻ گهرجي جو ان جو فائدو نہ آهي: گهرجي تہ شريعت جي پابند، صاحب تصرف شيخ ڪامل ۽ عامل کان ذڪر جي تلقين وٺي ۽ هر قسم جي غير شرعي ڪمن کان توبه ڪري، سچي شيخ جي باري ۾ صحيح عقيدو رکي. ذڪر شروع ڪرڻ کان اڳ، غسل يا وضو ڪري، پاڪ صاف ڪپڙا پائي، خالي، اونداهين ۽ پاڪ جاءِ جو انتخاب ڪري، خوشبو هٽي، قبله ڏانهن رخ ڪري، گوڏن ڀر ويهي. پاڻ سڳورا ﷺ ذڪر ڪرڻ وقت ائين ويهندا هئا. هٿ سٿرن تي رکي ۽ دل کي الله ڏانهن متوجه ڪري، اکيون بند ڪري ۽ پوري تعظيم ۽ احترام سان ذڪر شروع ڪري، پوري قوت سان ڪلمه لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ پڙهي، تانجو ان جو اثر جسم جي سمورن عضون تي پوي، ان جي معنيٰ جو دل ۾ خيال آڻي، اهو ئي مقصد پنهنجي اڳيان رکي تہ ڪا شيءِ نٿو چاهيان، ڪا شيءِ طلب نٿو ڪريان، منهنجو مطلوب، منهنجو محبوب، منهنجو معبود فقط الله تعاليٰ آهي ۽ حضرت شيخ کان مدد وٺي پوءِ ذڪر ۾ اهڙي

[1] سوره آل عمران آيت: ۱۸

طرح مشغول ٿئي، جو ڪيس ڪامل استغراق نصيب ٿئي ۽ انهيءَ درجي تي پهچي، جنهن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

يَاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَقُوۡلُوۡا قَوۡلًا سَدِيۡدًا [1]

[اي ايمان وارو! الله کان ڊڄو ۽ سڌي ڳالهه ڪريو.]

رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي:

يَاَيُّهَا النَّاسُ قُوۡلُوۡا لَااِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ تُفۡلِحُوۡا [2]

[اي انسانو! لَااِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چئو، ڪامياب ٿيندو.]

يعني دنيا جي هر شيءِ جي نفي ڪري، فقط الله تعاليٰ کي پنهنجو معبود، پنهنجو مقصود ۽ پنهنجو مطلوب سمجهي، ان کي ”ذڪر نفي ۽ اثبات“ چوندا آهن. دل، الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ۽ شيخ جي ولايت وسيلي مدد طلب ڪري، ان ذڪر تي ايتري قدر هميشگي ڪري، جو لَااِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي نور سان هر شيءِ ختم ٿي وڃي ۽ دنيا جي هر هڪ شيءِ سان لاڳاپا ٽٽي پون. ڄاڻڻ گهرجي ته ذڪر جا ٻه قسم آهن: ذڪر تقليدي ۽ ذڪر تحقيقي. ذڪر تقليدي جو مطلب آهي ته پنهنجي ليکي زبان سان ذڪر ڪري. ڪيترن سببن جي ڪري اهو ذڪر تقليدي ڪامياب نه آهي. ٻج جيستائين زمين ۾ نه پوندو تيستائين نه ڦٽندو. ساڳيءَ طرح جيڪو ذڪر فقط زبان تي جاري هجي، دل ۾ نه هجي، ان جو اثر ظاهر نه ٿيندو آهي. ذڪر تحقيقي اهو آهي، جيڪو شيخ جي واسطي سان دل جي زمين ۾ قائم هجي، اهڙو ذڪر ضايع نه ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ ته جيڪو ذڪر انهيءَ ولي جي وسيلي ۽ واسطي سان ٿيندو آهي، جيڪو رسول الله ﷺ جي ڪامل پيروي ڪندو، ان سان ولايت جو ڦل حاصل ٿيندو آهي. ”اذڪرکم“ جي بشارت نصيب ٿيندي آهي ۽ مرشد جي تلقين سان مريد جي دل جي زمين ۾ طبيعتن ۽ خواهشن جي ڪکن، پنن کان صفائي ٿيندي آهي. اهڙي طريقي سان ئي ڪيس اخلاص ۽ آداب جي همت حاصل ٿيندي آهي، تانجو ڪيفيت اٿين ٿي ويندي آهي، جيئن زمين مان وڻ ٽڻ،

---

(1) سورة الاحزاب آيت: ٧٠

(2) ابن ڪثير ص ٥٦٥ ج ٤، فتح الباري ص ٧ ج ١، احمد ص ٤٩٢ ج ٣، دارقطني ص ٤٤ ج ٣، مجمع الزوائد ٢٢-٢١ ج ٦، ابن حبان ص ٥١٨ ج ١٤، حاڪم ص ٦١ ج ١، ابن خزيمه ص ٨٢ ج ١، بيهقي ص ٧٦ ج ١، المعجم الڪبير ص ٦١ ج ٥.

گُل ڦُل، ٻوٽا، ۽ ٻوڪون پيدا ٿينديون آهن. تيئن دل ۾ ايمان جو وڻ تازو توانو ٿيندو آهي. جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ يُنْبِتُ الْاِيْمَانَ فِي الْقَلْبِ كَمَا يُنْبِتُ الْمَاءُ الْبُقْلَةَ (1)

[لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ دل ۾ ايمان کي ائين ڦُٽائي ٿو جيئن پاڻي ٻوڪي ڦُٽائي ٿو.]

جڏهن سالڪ انهيءَ ذڪر تي هميشگي ڪندو آهي تہ ڏينهون ڏينهن ترقي ڪندو ويندو آهي ۽ اميد قائم ٿيندي آهي تہ هڪ ڏينهن اهو ايندو جڏهن ڪيس ولايت جو ڦل حاصل ٿيندو.

تلقين لاءِ شرط آهي تہ مريد، ٽي ڏينهن شيخ جي صحبت ۾ رهي، روزا رکي ۽ هميشه طهارت سان ذڪر ۾ مشغول رهي. اڪيلائيءَ ۾ هجي يا محفل ۾، سندس اها ئي ڪيفيت هجي. روزو کولڻ وقت پيٽ ڀري نہ کائي، رات جو اٿي اڪثر ذڪر ۾ گذاري، ماڻهن سان گهٽ ملي، فقط ضرورت مطابق ڳالهائي. ٽن ڏينهن کان پوءِ شيخ جي حڪم مطابق غسل ڪري. ڪلمي جي تلقين رسول الله ﷺ جن کان اها ئي ثابت آهي. غسل جي سنت تي عمل ڪري جسم تي پاڻي وجهڻ وقت چوي تہ اي الله! هي بدن جيڪو منهنجي هٿ ۾ آهي، ان کي گناهن کان پاڪ ڪر، دل تنهنجي هٿ ۾ آهي، ٻاجهہ فرمائي ان کي بہ پاڪ ڪر. ”ننڊ جي نماز“ پڙهي، شيخ جي خدمت ۾ اچي، قبلي ڏانهن رخ ڪري هٿ ٻڌي دل ۽ دماغ حاضر ڪري ۽ هر شيءِ کي وساري ڇڏي، تمام ادب ۽ نوڙت سان گوڏن ڀر ويهي. پوءِ شيخ هڪ ڀيرو زور سان لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چوي ۽ مريد بہ پوري قوت سان ائين چوي. پوءِ مريد، شيخ جي حڪم سان گوشه نشين ٿي ذڪر ۾ مشغول ٿئي. انشاءَ الله

---

(1) اسان کي هن حديث جا هي لفظ ملن ٿا: حضرت انس کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ والذي نفسي بيده ان القرآن و الذكر ينبتان الايمان في القلب كما ينبت الماءُ الشعب (ڪشف الخفاءِ ص ١٠٣ ج ٢. تلخيص الحبير ص ٢٠٠ ج ۴. حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي موقوف روايت ۾ هي الفاظ وڌيڪ آهن تہ: الغنيٰ ينبت النفاق في القلب كما ينبت الماءُ البقل والذكر ينبت الايمان في القلب كما ينبت الماءُ الزرع (فيض القدير ص ۴١٣ ج ۴) يعني جيئن پاڻي ٻوٽن ۽ ٻوڪ ڦٽائيندو آهي تيئن ڳائڻ دل ۾ نفاق (جي وڻ) کي ڦٽائيندو آهي ۽ قرآن ۽ ذڪر دل ۾ ايمان (جي وڻ) کي ڦٽائيندو آهي.

تعاليٰ مريد جي دل ۾ پهرئين فرصت ۾ ئي لَآاِلٰهَ اِلَّا اللهُ جي پاڪ وڻ جا ڦل ظاهر ٿيندا، جيئن سوره ابراهيم پ ١٣ ۾ آهي ته:

ضَرَبَ اللهُ مَثَلًا كَلِمَةً طَيِّبَةً كَشَجَرَةٍ طَيِّبَةٍ اَصْلُهَا ثَابِتٌ وَّفَرْعُهَا فِي السَّمَآءِ ﴿٢٤﴾ تُؤْتِيْٓ اُكُلَهَا كُلَّ حِيْنٍ بِاِذْنِ رَبِّهَا[1]

[الله تعاليٰ پاڪ ڪلمي جو مثال پاڪ وڻ وانگر بيان فرمائي ٿو جنهن جون پاڙون مضبوط ۽ ان جون شاخون آسمان ۾ آهن. پنهنجي رب جي حڪم سان هر وقت پنهنجو ڦل ڏئي ٿو.]

مفسرن جي اتفاق مطابق هتي "ڪلمه طيبه" مان مراد لَآاِلٰهَ اِلَّا اللهُ آهي. جڏهن ان تي هميشگي ۽ پابندي ڪندو ته ان جو اثر جسم جي سيني عضون ۾ ظاهر ٿيندو. پيرن کان مٿي تائين ذري برابر به فرق نه رهندو. پوءِ ذڪر جي وڻ جون ٽاريون وڌنديون وڌنديون آسمان تائين پهچنديون ۽ دلي ذڪر کي زبان سان به ادا ڪري ۽ صاف لفظن ۾ چوي ته لَآاِلٰهَ اِلَّا اللهُ، ان وقت زبان تي ذڪر جاري ٿي ويندو. زباني ذڪر آهستي ڪري ته جيئن دلي ذڪر به گڏوگڏ جاري رهي. پهريائين دل ۾ لَآاِلٰهَ اِلَّا اللهُ چوي پوءِ زبان سان، ته جيئن دل، مڪمل طرح ذاڪر ٿئي. اهڙي طرح لَآاِلٰهَ اِلَّا اللهُ جي وڻ هيٺيان پالنا وٺي ۽ بلنديءَ جو ارادو ڪري. پوءِ جڏهن ڪامل ٿي ويندو ته مشاهدن جا شگوفا ڪلندا، مڪاشفن جي صورت ۾ آهستي آهستي ان جا ڦل ظاهر ٿيندا، "علم لدني" کان آگاهي ٿيندي تانجو تُؤْتِيْٓ اُكُلَهَا كُلَّ حِيْنٍ بِاِذْنِ رَبِّهَا جا مقامات حاصل ڪندو. اهو مقام تڏهن ماٺيندو جڏهن ذڪر جو غلبو هوندو.

(1) سوره ابراهيم آيت: ٢٤-٢٥

## باب يارهون

# فتح بابت مرشد جو مقام ۽ ان جا شرط

سوره ڪهف ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

فَوَجَدَا عَبْدًا مِّنْ عِبَادِنَآ اٰتَيْنٰهُ رَحْمَةً مِّنْ عِنْدِنَا وَعَلَّمْنٰهُ مِنْ لَّدُنَّا عِلْمًا (2)

[پوءِ انهن ٻنهي، اسان جي هڪ ٻانهي کي لڌو جنهن کي اسان رحمت ڏني ۽ پنهنجي طرفان علم سيکاريو.]

هن آيت سڳوريءَ ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جي علمي سفر جو ذڪر آهي، جيڪو حضرت خضر عليه السلام کان علم حاصل ڪرڻ جي غرض سان ڪيو هئائين.

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم فرمايو:

لا يزال طائفة من امتي قائمين، على الحق لا يضرهم من خذلهم.

ڄاڻڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ حضرت خضر عليه السلام کي مرشد مقرر ڪيو ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام کي ان جو مريد. موسيٰ عليه السلام کي امر فرمايو ويو تہ وڃ ۽ خضر عليه السلام کان "علم لدني" حاصل ڪر. جڏهن الله جي ٻڌايل هنڌ وٽ پهتا تہ اتي، الله جي هڪ ٻانهي کي لڌائون، جنهن کي الله پنهنجي رحمت سان علم لدنيءَ سان نوازيو هو.

١- هتان پهرين ڳالهہ هيءَ ثابت ٿي تہ حضرت خضر الله تعاليٰ جو ٻانهو هو. ٢- ٻي ڳالهہ اها ثابت ٿي تہ حضرت خضر عليه السلام کي بغير واسطي جي الله تعاليٰ پنهنجي رحمت عطا فرمائي ٣- ٽين ڳالهہ اها ثابت ٿي تہ ان کي اها خصوصي رحمت، رب تعاليٰ جي طرفان ملي، ڇاڪاڻ تہ الفاظ آهن: رَحْمَةً مِّنْ عِنْدِنَا ٤- علم جي فضليت بہ معلوم ٿي جو فرمائي ٿو تہ "اسان اُن کي علم عطا ڪيو." ٥- اها فضيلت ۽ اوليت ڪيس علم لدنيءَ سان عطا فرمائي وئي، ڇاڪاڻ تہ الفاظ آهن: "اسان پنهنجي طرفان

(2) سورة الڪهف آيت: ٦٥

ڪيس علم ڏنو“ مرشد ۽ عارف ڪامل هئڻ لاءِ اهي ئي پنجن رڪن آهن.

هاڻي مٿين پنجن شرطن جي تفصيل بيان ڪجي ٿي: ١- مرشد لاءِ ضروري آهي تہ الله جو ٻانهو هجي، هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ حق تعاليٰ جي ٻانهپ کان آزاد نہ ٿئي. اهڙيءَ طرح سالڪ. جڏهن پاڻ کي ڪنهن پير ۽ مرشد سان وابستہ ڪندو آهي تہ پنهنجي آزادانہ حيثيت تان دستبردار ٿي ويندو آهي. مثلاً ٻانهو جنهن تي، جيستائين مٿس هڪ درهم بہ باقي هوندو، پنهنجي مالڪ جو ٻانهو ئي رهندو ٢- منجهس حق تعاليٰ کان سڌيءَ طرح حقيقت حاصل ڪرڻ جي صلاحيت ۽ سگهہ هجي. اهو تڏهن ممڪن آهي، جڏهن نفساني خواهشن ۽ بشري برائين کان پاڪ صاف هجي، ڇاڪاڻ تہ جيڪي بہ حجاب دل تي پون ٿا، اهي انهن برائين ۽ بشري ڪمزورين سبب پون ٿا. جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام بغير واسطي جي الله جو ڪلام ٻڌو مگر دراصل اهو بغير واسطي جي نہ هو بلڪ وڻ جي وسيلي الله جو خطاب ٻڌائين تہ اَنَا اللهُ (آءٌ الله آهيان.) ارشاد فرمائي ٿو تہ:

نُودِيَ مِن شَاطِئِ الْوَادِ الْأَيْمَنِ [(1)]

[ڪيس مبارڪ واديءَ مان آواز ڏنو ويو.]

الله تعاليٰ جو ڪلام حرف، آواز پڪارڻ کان سواءِ آهي، پر موسيٰ عليه السلام حرف، آواز ۽ ندا جي واسطي سان سندس ڪلام ٻڌو. سڌيءَ طرح الله جو ڪلام ٻڌي ها تہ هوندَ ڪيس خضر عليه السلام وٽ علم جي تحصيل لاءِ نہ موڪليو وڃي ها. انهيءَ ڪري حضرت خضر عليه السلام ڪيس چيو تہ:

إِنَّكَ لَن تَسْتَطِيعَ مَعِيَ صَبْرًا [(2)]

[بيشڪ تون مون سان هرگز صبر ڪري نہ سگهندين.]

تہ جيئن موسيٰ عليه السلام جا بشري نشانَ ۽ صفتون سندس دل تان ختم ٿين، نبوت جي شروعات ۾ جيئن تہ موسيٰ عليه السلام کي

---

(1) سورة القصص آيت: ٣٠

(2) سورة الكهف آيت: ٦٧

حجاب هٽائڻ ۾ ڪمال جي خصوصيت هئي، ان ڪري حق تعاليٰ جي وحيءَ جو واسطو حاصل ٿيس، جيئن قرآن ۾ آهي تہ:

نَزَلَ بِهِ الرُّوحُ الْأَمِينُ عَلٰى قَلْبِكَ[3]

[تنهنجي قلب تي انهيءَ قرآن کي روح الامين لاٿو آهي.]

معراج جي رات رسول الله ﷺ جن کان جيڪي حجاب هٽايا ويا اهو "رفع حجاب" حقيقي هو. وچان واسطو صفا هٽي ويو هو. جيئن فرمائي ٿو:

فَأَوْحٰى إِلٰى عَبْدِهٖ مَا أَوْحٰى ﴿١٠﴾[4]

[پوءِ پنهنجي ٻانهي ڏانهن جيڪا وحي ڪرڻي هيس سا وحي ڪيائين.]

٣- الله جي قرب ۽ نزديڪيءَ واري مقام جو حاصل هئڻ. اهو مقام خاص الخاص ٻانهن کي حاصل ٿيندو آهي. الله تعاليٰ جي رحمت جي صفت جيڪا ماڻهن کي حاصل ٿئي ٿي، ان جا ٽي قسم آهن. عوام، خاص الخاص- عام ۽ خاص کي واسطي سان ۽ خاص الخاص کي بغير واسطي سان رحمت حاصل ٿئي ٿي. عوام کي الله جي صفت رحمانيت مان رحمت حاصل ٿئي ٿي، جيڪا مقبول يا مردود بہ ٿي سگهي ٿي، يعني گهٽ وڌ بہ ٿي سگهي ٿي ۽ کسجي بہ سگهجي ٿي. رزق، صحت ۽ مخلوق جي هڪ ٻئي تي مهرباني ڪرڻ بہ ان مان آهي، اهڙيون شيون ڪافرن ۽ مسلمانن سيني لاءِ برابر آهن. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جي هڪ صفت رحمن الدنيا آهي، تان تہ انسان انهيءَ رحمت مان ڀاڱو پرائي، نبين سڳورن جي آندل تعليم تي عمل ڪندي پاڻ کي ان قابل بڻائي جو آخرت ۾ الله جي صفت رحيم الآخرت مان بهره مند ٿئي ۽ جنت ماڻي. خاص الخاص ماڻهن کي الله تعاليٰ جي صفت ارحم الراحمين مان حصو ملي ٿو.

إِذْ نَادٰى رَبَّهٗٓ أَنِّي مَسَّنِيَ الضُّرُّ وَأَنْتَ أَرْحَمُ الرّٰحِمِينَ ﴿٨٣﴾[1]

---

(3) سورة الشعراءَ آيت : ١٩٣

(4) سورة النجم آيت :١٠

[جڏهن پنهنجي رب کي پڪاريائين تہ مون کي تڪليف پهتي آهي ۽ تون سڀ کان وڌيڪ رحم ڪندڙ آهين.]

موسيٰ عليه السلام دعا ڪئي تہ:

رَبِّ اغْفِرْ لِي وَلِأَخِي وَأَدْخِلْنَا فِي رَحْمَتِكَ وَأَنتَ أَرْحَمُ الرَّاحِمِينَ ﴿١٥١﴾ (2)

[اي منهنجا رب! مون کي ۽ منهنجي ڀاءُ کي معاف ڪر ۽ اسان کي پنهنجي رحمت ۾ داخل فرماءِ ۽ تون ارحم الراحمين آهين.]

انهن آيتن ۾، الله تعاليٰ جي انهيءَ رحمت جو ذڪر آهي، جيڪا خاص الخاص ٻانهن تي ٿئي ٿي ۽ اهو نتيجو آهي، الله تعاليٰ جي الوهيت جي صفتن جي تجليءَ جو ۽ بشري نشانن ۽ صفتن جي محو ٿيڻ جو ۽ ربوبيت جي اخلاقن کي اختيار ڪرڻ جو.

۴- بغير واسطي جي الله تعاليٰ جو علم حاصل ٿيڻ، اهو تڏهن حاصل ٿيندو آهي، جڏهن ٻانهو دل جي فرحيءَ تان هر قسم جي روحاني، عقلي، حسي، سمعي، مادي علمن جا آثار ۽ نشان مٽائي ڇڏيندو آهي تہ جيئن ان تي علم لدني ظاهر ٿئي، دل انهيءَ علم کي اخذ ڪرڻ ۾ مشغول ٿي وڃي. جيتوڻيڪ موسيٰ عليه السلام کي توريت جو علم عطا ٿيو پر اهو تختين جي واسطي سان هو مگر خضر عليه السلام کي بغير واسطي جي حاصل هو. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَكَتَبْنَا لَهُ فِي الْأَلْوَاحِ (1)

[۽ اسان موسيٰ کي تختين ۾ لکيل علم ڏنو.]

**فائدو:** خضر عليه السلام جي صحبت، ٻين کي بہ حاصل ٿئي ٿي تہ جيئن سندن دل حق حاصل ڪرڻ جي لائق ٿئي ۽ دلين جي فرحين مان الله جي رحمت ايري، اهو مرتبو رسول الله ﷺ جن کي حاصل هو. جيئن حديث آهي تہ:

---

(1) سورة الانبياءَ آيت: ٨٣

(2) سورة الاعراف آيت: ١٥١

(1) سورة الاعراف آيت: ١٤٥

أُوْتِيْتُ جَوَامِعُ الْكُلِمِ [2]

[مون کي مختصر مگر جامع ڪلمات عطا ڪيا ويا آهن.]

رسول الله ﷺ جن قرآن دل جي راستي کان سکيو نہ ڪتابي صورت ۾. ارشاد فرمائي ٿو:

الرَّحْمٰنُ ۝١ عَلَّمَ الْقُرْاٰنَ ۝٢ [3]

[رحمن، جنهن قرآن سيکاريو.]

۵- جيتوڻيڪ الله تعاليٰ، "علم لدني" سيکاري ٿو پر ضروري نہ آهي تہ جيڪو بہ علم، الله بغير واسطي جي سيکاري سو "علم لدني" بہ هجي. جيئن دائود عليه السلام جي باري ۾ آهي تہ:

وَعَلَّمْنٰهُ صَنْعَةَ لَبُوْسٍ لَّكُمْ [1]

[اسان ان کي توهان لاءِ زرهون ٺاهڻ جي صنعت ۽ ڪاريگري سيکاري.]

زره سازي جي صنعت علم لُدني نہ آهي، ڇو تہ علم لدني الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفات جي تجليءَ سان تعلق رکي ٿو. جيڪو بغير واسطي جي حاصل ٿئي ٿو. رسول الله ﷺ جن جو فرمان آهي:

عَرَفْتُ رَبِّيْ بِرَبِّيْ [2]

[مون پنهنجي رب کي، پنهنجي رب جي واسطي سان سڃاتو.]

اهو علم هن طرح حاصل ٿئي ٿو تہ سالڪ پنهنجو وجود پيدا ڪري تہ جيئن ان جي پيدائش سان پنهنجي "لدن" جي وسيلي حق تائين پهچي. جيئن الله پاڪ فرمائي ٿو تہ:

وَاِنَّكَ لَتُلَقَّى الْقُرْاٰنَ مِنْ لَّدُنْ حَكِيْمٍ عَلِيْمٍ ۝٦ [3]

---

(2) اها حديث حضرت عمر رضي الله عنه کان مروي آهي. قرطبي ۲۹۵ ج ۱۲، ابن ڪثير ص ۳۴۷ ج ۲، تفسير طبري ۴۷ ج ۱۰، مسلم ۳۷۱ ج ۱، ابن حبان ص ۸۷ ج ٦، ترمذي ص ۱۲۳ ج ۴، مجمع الزوائد ص ۱۷۳ ج ۱، بيهقي سنن ڪبري ۴۳۳ ج ۴، احمد ۲۵ ج ۱.

(3) سورة الرحمن آيت:۱-۲

(1) سورة الانبياءِ: آيت: ۸۰

(2) حديث نہ پر حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو قول آهي، حوالو مٿي گذريو.

[۽ بيشڪ تون قرآن، داناءَ الله ڪان سکين ٿو.]

حضرت عيسىٰ عليه السلام فرمائي ٿو تہ:

بِيَدِهٖ مَلَكُوْتُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ مِنْهَا يُوْلَدُ مَرَّتَيْنِ

[آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي سندس هٿ ۾ آهي، جنهن مان ٻہ ڀيرا پيدا ڪيو وڃي ٿو.]

اها ٻئي پيدائش هن طرح آهي تہ جڏهن مريد صادق شروع ۾ الله جي واٽ ۾ قدم رکندو آهي تہ جيئن قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

وَالَّذِيْنَ جَاهَدُوْا فِيْنَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا [(4)]

[۽ بيشڪ جن ماڻهن اسان جي واٽ ۾ جهاد ڪيو، ضرور کين پنهنجا رستا ڏيکاريندا سون.]

اها طلب جي واٽ آهي، جڏهن سالڪ، دل جي طبعي لاڙن نفساني خواهشن ۽ دنياوي لذتن کي ڇڏي ڏئي ٿو تہ الله تعالىٰ ڏانهن متوجه ٿئي ٿو. جنهن کي هن طرح بيان ڪيو ويو آهي تہ لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا (ضرور کين پنهنجيون واٽون ڏيکاريندا سون.) ان مان مراد پير ڪامل جو جمال آهي، جيڪو سالڪ جي قلب جي آئيني ۾ ظاهر ٿيندو آهي. "سالڪ" مان مراد "مجذوب" نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ مجذوب "شيخ" نٿو ٿي سگهي، پلي اهو سالڪ ڇو نہ هجي. "مجذوب سالڪ" هڪ شيءِ ۽ "مجذوب مطلق" ٻي شيءِ آهي جڏهن سچو مريد، دل جي آئيني ۾ مرشد جي جمال جو مشاهدو ڪندو آهي تہ ان جو عاشق ٿي پوندو آهي. سندس دل جو سُکُ ۽ قرار ختم ٿي ويندو آهي. سالڪ جي سموري سعادت جو دارومدار انهيءَ عاشقي تي آهي. جيستائين مريد، شيخ جي جمال ۽ ڪمال تي عاشق نہ ٿيندو، ذاتي تصرفات، ارادن ۽ اختيارن کان دستبردار نہ ٿيندو تيستائين شيخ جيّ ارادي جا تصرفات ان ۾ داخل ٿي نہ سگهندا. مريد جي معنىٰ ئي اها آهي تہ شيخ جي مراد تي هلي، نڪي پنهنجي مراد ۽ مرضيءَ

---

(3) سورة النمل آيت: ٦

(4) سورة العنڪبوت آيت: ٦٩

تي هلي چاڪاڻ تہ:

اَلْاِرَادَةُ تَرْكُ الْاِرَادَةِ (1)

[ارادتمندي ۽ عقيدتمندي، ذاتي ارادي ۽ شخصي راءِ کي ڇڏي ڏيڻ جو نالو آهي.]

جڏهن مريد صادق، شيخ جي ولايت جو عاشق ٿيندو، تڏهن شيخ جا تصرفات اختيار ڪرڻ جو اهل ٿيندو. مريد جو مثال، آني مان ٻچي جي نڪرڻ وانگر آهي، جنهن ۾ سندس بشري وجود بند هوندو آهي ۽ "پکيءَ جي مرتبي" تي هوندو آهي، جنهن جو مطلب آهي تہ "خاص ٻانهپ" جي استعداد کان عاجز هوندو آهي. جڏهن مريد کي پنهنجي شيخ جي طرفان تصرف قبول ڪرڻ جي توفيق عطا ٿيندي آهي تہ شيخ ان کي پنهنجي عمل دخل ۽ فيض جي اثر سان ولايت جا پَرَ عطا ڪندو آهي. پوءِ مريد پنهنجي بلند همتيءَ سبب بلند درجن ڏانهن پرواز شروع ڪندو آهي ۽ هر ڳالهہ ۾ حرام ۽ حلال جي پابندي ڪندو آهي، تانجو آهستي آهستي طالب جي ولايت ۾، تڪميل تائين پهچندو آهي، جيئن پکي بيضي مان نڪرندو آهي ۽ آهستي آهستي وڏندو ويجهندو آهي، تانجو ان ۾ پَرَ ۽ پَکَ لڳي ويندا آهن ۽ وڏو تي پکيءَ ۾ تبديل ٿي ويندو آهي ۽ تصرف ۽ عمل دخل ڪندڙ شيخ مريد جي صفت ۽ اصليت کي تبديل ڪري ڇڏيندو آهي. ڇاڻ گهرجي تہ شيخ پنهنجي اصليت ۾ ائين نہ هوندو آهي، جيئن ماڻهو کي نظر ايندو آهي، بلڪ حقيقت ۽ معرفت جي مقام تي الله تعاليٰ وٽ عنديت ۽ حق جي قبي هيٺيان سچي ويهڪ تي فائز هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ فرمايو ويو آهي تہ:

اَوْلِيَائِيْ تَحْتَ قَبَائِيْ لَايَعْرِفُهُمْ غَيْرِيْ

[منهنجا ولي منهنجي قبا جي هيٺان هوندا آهن، مون کان سواءِ انهن کي ڪو بہ نہ سڃاڻندو آهي.]

(1) التعاريف ص ٦٧٦ ج ١، التعريفات ص ٢٩٥ ج ١ وفي روايته تحت باب (التعريفات ص ٥٩٥ ج ١) شايد ڪنهن جو قول آهي، حديث نہ آهي، والله علم.

يعني انهن تي غيرن جي نظر نہ پوندي آهي. مصنف مرصاد العباد فرمائي ٿو:

مردان رهش زنده بجان دگرند
مرغان هواش ز آشيان دگرند
منگر تو بديد ايشان که ايشان
بيرون دو کون در جهان دگرند.

[طريقت ۽ معرفت جي مردن جي راه جي حياتي جدا آهي. هوا ۾ اڏرندڙ پکين جو آشيانو ٻيو هوندو آهي. تون انهن کي پنهنجي نظر سان نہ ڏس، ڇاڪاڻ تہ اهي ٻنهي جهانن کان ٻاهر جدا جهان ۾ رهندا آهن.]

مريد جي وجود ۾ انسانيت جو جيڪو ملڪوتي بيضو يعني جوهر يا سَتَ موجود هوندو آهي، شيخ جي ملڪوتي تاثير ۽ عمل دخل جي ڪري اهو ترقي ڪندو آهي ۽ بلند درجن تي فائز ٿيندي ٿيندي، وڃي ملڪوتي فضا ۾ پرواز جي قابل ٿي ويندو آهي ۽ الله بادشاه جي عزت جوڳي مقام وٽ خصوصي مقام ۽ اهميت حاصل ڪندو آهي. جيئن قرآن مجيد ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

فِيْ مَقْعَدِ صِدْقٍ عِنْدَ مَلِيْكٍ مُّقْتَدِرٍ ﴿٥٥﴾ [1]

مريد ۽ طالب ڦريائين عام انسان ۽ عام ٻانهو هوندو آهي. هاڻي شيخ جي تصرف ۽ عمل دخل سبب، الله جو خاص ٻانهو ٿي ويندو آهي.

ڇاڻ گهرجي تہ مشيخيت ۽ رهبري جو ڪم عظيم آهي. هزارن اوليائن مان ڪو هڪ هوندو، جيڪو انهيءَ رهبريءَ جي مقام ڪمال تي پهچندو آهي.

مصرع

اين کار دولت است کنون تا کرا رسد

[اهو تہ عظيم سعادتمندي جو ڪم آهي، اتي هر هڪ ڪيئن پهچي سگهي ٿو؟]

ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿٢١﴾ [2]

---

(1) سورة القمر آيت: ٥٥

[اهو الله جو فضل آهي، جنهن کي چاهي تو عطا فرمائي ٿو ۽ الله عظيم فضل وارو آهي.]

سچو مريد، جيئن تہ شيخ جي ولايت جي ڪمال جو اثر قبول ڪندو آهي ۽ وجود جي بيضي مان ٻاهر ايندو آهي، پوءِ پکيءَ جي مقام تي پهچي، تقدير جي احڪامن جي تصرفات کي قبول ڪندو آهي، مدت تائين انهن احڪامن جو بار کڻندو آهي. ازلي هستيءَ کان، ان جي وجود کي ٻيو ڇا گهرجي؟ اهائي پنهنجي چاهت ڇڏي ڏيڻ ۽ الله تعالىٰ جي حڪمن احڪامن جي پيروي ڪرڻ آهي. مريد جي مجاهدن، رياضتن ۽ عبادتن ۾ مرشد جي عمل دخل جي جيڪا هوا لڳندي آهي، انهيءَ وسيلي سان اسرار، معاني، حقائق ۽ علم لدني ان جي وجود ۾ ظاهر ٿيندا آهن، جيڪي ڳالهائڻ ۽ ڏسڻ جي درين مان روشن نظر ايندا آهن. سچي مريد جو تيار ٿيل وجود جو بيضو مرشد جي عمل دخل سان نئين شڪل ۽ صورت وٺندو آهي. جڏهن ان جي مقرر مدت پوري ٿيندي آهي ۽ بيضي ۾ مرشد جي تصرف جي قوت عمل ڪندي آهي تہ، شيخ جي اجازت سان حق جو اشارو ان کي رهبري جي مقام تي پهچائيندو آهي. جيڪو هاڻيءَ رهبريءَ ۽ مرشديءَ جي منصب تي پهچن، پنهنجن مريدن جي وجود جي بيضي کي تربيت ڏيندو آهي. مشيخيت ۽ رهبري جا اهي بيشمار شرط ڳاڻاٽي ۾ اچي نٿا سگهن، مگر مرشد ۾ اهي شرط هئڻ گهرجن، جن سان ڪمال حاصل ٿي سگهي. جيڪڏهن انهن ضروري صفتن ۽ شرطن مان ڪنهن هڪ ۾ بہ ڪوتاهي ۽ خلل واقع ٿيندو تہ سندس رهبري ۽ مشيخيت جي درجي ۾ انهيءَ مناسبت سان نقصان واقع ٿيندو.

## شيخ ۽ مرشد ٿيڻ جا شرط

١- انهن مان هڪ اهم شرط، علم آهي. شيخ کي ضرورت مطابق شريعت جو علم حاصل ڪرڻ گهرجي. ٢- اهل السنة والجماعة جا عقيدا رکي يعني بدعتي نہ هجي. ٣- ديني ۽ دنياوي اعتبار سان عقل ۾ ڪامل

(2) سورة الحديد آيت: ٢١

هجي تہ جيئن مريدن جي صحيح رهبري ۽ تربيت ڪري سگهي ۴- شيخ سخي هجي تہ جيئن مريدن جي زندگي جون جيڪي ضرورتون آهن، مثلاً قُوت لايموت وغيره، اهي پوريون ڪري سگهي ۽ مريدن لاءِ ممڪن تي سگهي تہ اُهي، ڏيان سان ديني ڪم ۾ مشغول ٿي سگهن. ۵- بهادر دلير ۽ دلاور هجي، مخلوق جي ملامت کان نہ ڊڄي، هر ڪنهن جي چوڻ تي مريد کي رد نہ ڪري، حاسدن ۽ بدخواهن کان هوشيار رهي. ٦- پاڪ دامن هجي تہ جيئن مريد ان کان نہ ڇڄن ۽ انهن جي ارادت ۾ فساد پيدا نہ ٿئي، طبعًا عفيف ۽ پاڪ باز هجي ۷- بلند همت هجي، دنيا ڏانهن ڌيان نہ ڏي. جيڪڏهن ضرورت مطابق رزق، روزي رکي، جيڪا دنياوي لحاظ کان نقصان ده شيءِ نہ هجي تہ درست آهي. مال گڏ نہ ڪري، مريد جي مالن ۾ اکيون نہ وجهي، نہ تہ مريد جي عقيدتمنديءَ ۾ خلل ۽ خرابي ايندي. مريد لاءِ ان کان وڏو فتنو ۽ آفت ڪا ٻي نہ آهي، جو شيخ جي حال احوال تي اعتراض ڪري. ۸- مهربان صفت هجي، تدريج سان مريد جي تربيت ڪري ۽ ان تي بار نہ رکي. مريد جي دل ۾ قبض يعني تنگي هجي تہ پنهنجي ولايت جي تصرف وسيلي ان کي بسط ۽ ڪشادگي عطا ڪري، سندس دل ۾ وڏيڪ ڪشادگي هجي تہ ڪجھ تنگي ڪري ۽ مريد جي احوال کان سانده خبردار رهي. ۹- بردبار هجي يعني ائين نہ هجي تہ طبيعت جي خلاف جيڪا بہ ڳالھ ڏسي، ان تي ڪاوڙ ڪري. مريد کي ناراض نہ ڪري، فقط ضرورت مطابق سندس تاديب ڪري. ۱۰- معافي ۽ درگذر کان ڪم وٺي، جيڪڏهن بشري تقاضا مطابق مريد کان ڪا حرڪت ٿي وئي هجي تہ متس کَهلَ ۽ ڪرم جي نگاه ڪري ۱۱- حسن اخلاق وارو هجي، تہ جيئن مريد کي بہ سندس بداخلاقيءَ کان نجات ڏياري ۽ سندس خدمت ڪري، چڱا لڇڻ پيدا ڪري تانجو مريد شيخ جي افعال، احوال ۽ اقوال جو آئينو ٿئي. ۱۲- ايثار ۽ قرباني سندس عادت هجي، مريد جي مصلحتن کي ذاتي مصلحتن تي ترجيح ڏي ۽ هن آيت سڳوريءَ جو عملي نمونو هجي:

وَيُؤْثِرُوْنَ عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ وَلَوْكَانَ بِهِمْ خَصَاصَةٌ[1]

[ٻين کي پاڻ تي ترجيح ڏين ٿا، جيتوڻيڪ پاڻ تنگيءَ ۾ هوندا آهن.]

١٣- ولايت جي ٻاجهه جو حامل هجي ته سندس مريد ان جي ولايت مان لاڀ پرائي. ١٤- توڪلي هجي، يعني منجهس توڪل جي صفت هجي ۽ روزگار جي ڪٽتيءَ سبب در در جون ٺوڪرون نه کائي. ١٥- تسليم ۽ رضا جي صفت منجهس هجي، پوءِ الله تعاليٰ جنهن کي چاهيندو سندس غفلت جا پردا پري ڪندو. مرشد کي گهرجي ته، مريدن جي اچڻ جو حرص ڪري ۽ انهن جي وڃڻ سبب سست ٿئي. جنهن کي الله تعاليٰ اُن سان وابسته ڪري، ان جو حق سڃاڻي، سندس خدمت کي پنهنجو فرض ڄاڻي ۽ ان جي اچڻ وڃڻ جي ڪري نه ٿلهو ٿئي ۽ نه ڏٻرو ٿئي. ١٦- الله تعاليٰ جي قضا تي راضي رهي. مريدن جي مناسبت ۽ صلاحيت مطابق تلاش حق ۽ قبول حق کان راضي رهي ۽ ازلي اصولي حڪمن تي اعتراض نه ڪري. ١٧- باوقار هجي، يعني مريدن سان احترام ۽ وقار سان پيش اچي ته جيئن اهي گستاخ ۽ دلير نه ٿين ۽ انهن جي دلين مان مرشد جو مرتبو گهٽ نه ٿئي، بلڪ عقيدتمندي ۽ ارادتمندي جي تقاضا موجب مريد سندس ادب احترام ڪن. ١٨- جڳائي ته منجهس سڪون ۽ تسلي ڪامل هجي پنهنجن ڪمن ۾ جلد بازي جو مظاهرو نه ڪري، بلڪ مريد جي حيثيت مطابق عمل دخل ڪري ته جيئن ان جي تعليم تي هلڻ کان انڪار نه ڪري. ١٩- هر ڪم ۾ ثابت قدم رهي، شريعت جي انهن ڪمن تي عمل ڪري، جيڪي عزيمت جا آهن. مريد سان عهد ڪري ته ان کي پاڙي، ته جيئن بدعهدي ۽ وعدي جي پيچڪڙي جي الزام کان آجو رهي ۽ ان جي حرڪتن کان همت هاري نه ويهي. ٢٠- هيبت ۽ حشمت جو صاحب هجي، جنهن سان سندس شخصيت جي عظمت ۽ دٻدٻو قائم رهي ته جيئن مريد، مرشد جي موجودگي ۽ غير موجودگي ۾ ان جو ادب ڪري ۽ مريد جو نفس، شيخ جي ولايت جي هيبت هيٺ رهي ۽ شيطان لاءِ اهو ممڪن نه ٿئي ته ڪيس گمراهه ڪري. شيخ پنهنجي ولايت جي هيبت سان مريد ۾ عمل دخل

(1) سوره الحشر آيت: ٩ پ ٢٨

ڪري، مريد، شيخ جي خدمت ڪري، سندس حالات، مقامات، ڪرامات، صفات ۽ اخلاق اختيار ڪري، مرشد کي جڳائي تہ سچي مريد لاءِ معمولي روزگار جو بندوبست ڪري، پڻ مريد کي گهرجي تہ عقيدتمندي جون جيڪي وصفون، شرط، ادبَ آهن، انهن جي پابندي ڪري تہ جيئن هن آيت جو نمونو ٿئي:

نُوْرٌ عَلٰى نُوْرٍ (1)

[نور جي مٿان نور آهي.]

پڻي هنڌ فرمايو ويو آهي:

يَهْدِى اللّٰهُ لِنُوْرِهٖ مَنْ يَّشَآءُ (2)

[الله جنهن کي چاهي ٿو، پنهنجي نور ڏانهن رهنمائي ڪري ٿو.]

اهڙي طرح الله تعاليٰ جي پاڄهہ سان ڪيس هدايت نصيب ٿيندي، جيڪو اصل مقصد آهي.

ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ (3)

[اهو الله جو فضل آهي.]

اي منهنجا عزيز! ڄاڻڻ گهرجي تہ مرشد جي ضرورت ۽ مريدي جي نيازمندي، ۽ سلوڪ جي راه تي هلي انسان جي اصلاح ڪرڻ، قرآن مجيد جي هن آيت مان ثابت آهي تہ:

هَلْ اَتَّبِعُكَ عَلٰٓى اَنْ تُعَلِّمَنِ مِمَّا عُلِّمْتَ رُشْدًا ﴿٦٦﴾ (1)

[ڇا آءٌ تو سان گڏ هلان تہ جيئن پلائيءَ جون جيڪي ڳالهيون توکي سيکاريون ويون آهن، سي مون کي بہ سيکارين.]

حديث ۾ آهي تہ شيخ پنهنجي قوم ۾ ائين آهي جيئن، نبي پنهنجي اُمت ۾ هوندو آهي.

---

(1) سورة النور آيت: ٣٥

(2) سورة النور آيت : ٣٥

(3) سورة الحديد آيت: ٢١

(1) سورة الڪهف آيت : ٦٦

سلوڪ ۽ معرفت جي واٽ ۾ شيخ ڪامل اهو ئي آهي، جيڪو ظاهر ۽ باطن ۾ هر لحاظ سان شريعت محمدي ﷺ جو پيرو ڪار هجي، رهبر عارف. ولايت ۽ تصرف جو صاحب ۽ آنحضرت ﷺ جي درگاه جو فيض يافته هجي تہ جيئن ان ڏس ۾ اتان ڪيس رهنمائي ملندي رهي ۽ انهن اولياءَ الله ۾ سندس شمار ٿئي، جن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ منهنجا ولي منهنجي قبا جي هيٺان هوندا آهن، مون ڪان سواءِ انهن کي ڪو بہ نہ سڃاڻندو آهي.

حضرت موسيٰ عليه السلام کي نبوت کان اڳ جيڪو مرتبو رسالت جو درجو اولو العزمي ۽ ڪمال حاصل هو ان جي باوجود حضرت شعيب عليه السلام جي ڏهہ سال خدمت ڪيائين تہ جيئن الله تعاليٰ جي بارگاه مان اها سعادت ڪيس نصيب ٿئي جو پاڻ ڪتاب الهيءَ جو حامل ٿئي:

وَ كَتَبْنَا لَهٗ فِي الْاَلْوَاحِ مِنْ كُلِّ شَيْءٍ مَّوْعِظَةً وَّ تَفْصِيْلًا لِّكُلِّ شَيْءٍ [2]

[ان کي تختين ۾ نصيحت جي هر شيءِ ۽ هر شيءِ جي تفصيل لکي ڏني سون.]

آخرڪار بني اسرائيل جو رهبر مقرر ٿيو ۽ رب العزة جي بارگاه مان توريت جو لکيل مجموعو تفويض ٿيس. پوءِ حضرت خضر عليه السلام جي "علم لدنيءَ جي مدرسي" ۾ داخل ٿيو. قرآن ۾ آهي تہ موسيٰ عليه السلام ڪيس چيو تہ :

هَلْ اَتَّبِعُكَ عَلٰٓى اَنْ تُعَلِّمَنِ مِمَّا عُلِّمْتَ رُشْدًا ﴿٦٦﴾ [1]

[ڇا آءٌ توسان گڏ هلان تہ جيئن پلائيءَ جون جيڪي ڳالهيون تو کي سيکاريون ويون آهن، سي مون کي بہ سيکارين.]

فتني باز مغرور واٽ کان اڻ واقف اهو شخص آهي، جيڪو سوچي تہ ڪعبة الله جي مسافري کان سواءِ دليل ۽ رهبر جي طلب ضروري

---

(2) سورة الاعراف آيت: ۴۵

(1) سورة الكهف آيت:٦٦

نہ آهي، هيهات هيهات لما توعدون (پري آهي، پري آهي اها ڳالھ جنهن جو توهان سان وعدو ڪجي ٿو.) جيتوڻيڪ هدايت جي شروعات ۾ نہ پيغمبر جي ضرورت هوندي آهي نہ پير جي، بلڪ اها هڪ قسم جي طلب ڪان سواءِ قلبي ڪيفيت آهي، جيڪا الله تعاليٰ دل ۾ پيدا ڪندو آهي ۽ جيستائين اها طلب، اهو جذبو پيدا نہ ٿئي، پيغمبر ۽ پير، مرشد جي تاڪيد ۽ تلقين سان بہ هدايت نہ ملندي، اهو ئي سبب آهي جو نبي ﷺ جن گھڻي ڪوشش ڪئي تہ پنهنجي چاچي ابوطالب کي هدايت جي واٽ وٺائين، پر جيئن تہ پالڻهار پاڪ جي مرضي نہ هئي، انهيءَ ڪري اهو مقصد حاصل نہ ٿيو ۽ فرمايو ويو تہ:

إِنَّكَ لَا تَهْدِي مَنْ أَحْبَبْتَ وَلَٰكِنَّ اللَّهَ يَهْدِي مَنْ يَشَاءُ[2]

[جنهن کي توهان گھرو هدايت نٿا ڏئي سگھو، پر الله تعاليٰ جنهن کي چاهيندو آهي، هدايت عطا فرمائيندو آهي.]

(١) البت ايترو ضرور آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن جي دل جي زمين ۾ طلب جو ٻج موجود هوندو تہ پوءِ پير يا پيغمبر جي رهبري جي ضرورت هوندي آهي، جيئن فرمائي ٿو تہ:

وَإِنَّكَ لَتَهْدِي إِلَىٰ صِرَاطٍ مُسْتَقِيمٍ ﴿٥٢﴾[3]

[۽ بيشڪ تون صراط مستقيم ڏانهن رهبري ڪرين ٿو.]

اهڙي طرح مريد کي شيخ ڪامل، عارف، واصل بالله جي ضرورت تمام گھڻي هوندي آهي، جنهن جا سبب هي آهن: ١- ظاهر ۾ ڪو شخص بغير رهبر جي ڪعبي ڏانهن نہ ويندو آهي، جيتوڻيڪ ان کي ڏسڻ وائسڻ، اچڻ وڃڻ ۽ سفر ڪرڻ جي قوت بہ حاصل هوندي آهي. مسافري بہ معلوم ۽ متعين هوندي آهي. هتي هڪ حقيقت آهي. جيڪڏهن نبوت جا چار هزار هڪ سو ويهہ نقطا ۽ رسالت جو جزو وڪ وڌائي تہ هڪ قدم بہ اڳتي نظر نہ ايندو. حالانڪ سلوڪ جي شروعاتي مسافر جو حال هي آهي تہ نہ هلڻ لاءِ قدم اٿس نہ ڏسڻ لاءِ نظر. قرآن مجيد ۾ سندس صفت بيان

---

(2) سورة القصص آيت: ٥٦

(3) سورة الشوري آيت: ٥٢

ڪئي وئي آهي تہ:

إِنَّهُۥ كَانَ ظَلُومًا جَهُولًا[1]

[بيشڪ اهو ظالم بہ آهي تہ جاهل بہ آهي.]

پوءِ ڪيئن ٿي سگهي ٿو تہ پيردستگير جي رهبري ۽ مدد ڪان سواءِ هدايت جي واٽ وٺي؟ بلڪ ڪو شخص خود بخود هدايت تي هلي نٿو سگهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

مَا كُنتَ تَدْرِى مَا ٱلْكِتَٰبُ وَلَا ٱلْإِيمَٰنُ وَلَٰكِن جَعَلْنَٰهُ نُورًا نَّهْدِى بِهِۦ مَن نَّشَآءُ مِنْ عِبَادِنَا[2]

[نہ ڄاڻندو هيئن تہ ڪتاب ڇا آهي ۽ نہ ئي ايمان ڄاڻندو هئين، ليڪن اسان ان کي نور ڪيو اُن جي ذريعي پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي چاهيون ٿا، هدايت ڏيون ٿا.]

غرض جيستائين اڻ کٽ برپٽ ۽ ڏکي واٽ جا ڪشالا آهن، يقين آهي تہ رهبر ڪان سواءِ منزل نہ ملندي.

(٢) جيئن رستي تي چور ۽ ڌاڙيل گهڻا هوندا آهن، انهيءَ ڪري نگهبانن ۽ حفاظتي عملي ڪان سواءِ صحيح سلامت رستو طي ڪري نہ سگهبو آهي. راه حقيقت ۾ دنياوي زيب زينت جون شيون گهڻيون آهن، جيئن سوره آل عمران ۾ آهي:

زُيِّنَ لِلنَّاسِ حُبُّ ٱلشَّهَوَٰتِ مِنَ ٱلنِّسَآءِ وَٱلْبَنِينَ وَٱلْقَنَٰطِيرِ ٱلْمُقَنطَرَةِ مِنَ ٱلذَّهَبِ وَٱلْفِضَّةِ وَٱلْخَيْلِ ٱلْمُسَوَّمَةِ وَٱلْأَنْعَٰمِ وَٱلْحَرْثِ[1]

[سينگاريو ويو آهي ماڻهن لاءِ عورتن جي شهوتن کي ۽ ٻارن ۽ سون ۽ چانديءَ جي ذخيرن ۽ زين ڪسيل گهوڙن ۽ جانورن ۽ پوک جي محبت کي.]

نفس، خواهش، خراب ساٿي ۽ شيطان اهي سڀ هن واٽ جا

---

(1) سورة الاحزاب آيت : ٧٢

(2) سورة الشوري آيت: ٥٢

(1) سوره آل عمران آيت:١٤

ڌاڙيل آهن. ڪامل مرشد ڪان سواءِ انهن جي شر ڪان بچي نٿو سگهجي.

(٣) جيئن تہ هن راه ۾ ڪيترائي ماڻهو گهڙيا ۽ دين ۽ ايمان وڃايائون جهڙي طرح، طبعي علم جي ماهرن، برهمنن، تشبيه ۽ تعطيل جو عقيدو رکندڙن اباحيه فرقي وارا، ۽ بدعتي، انهن سيني بغير پيشوا ۽ مرشد جي سلوڪ جي راه اختيار ڪئي ۽ ان ڪري، ڪيترن ئي مصيبتن ۾ گرفتار ٿي رلي ويا ۽ هلاڪ ٿيا. جيڪي مونجهارا ۽ مسئلا آهن، فلسفين مان ڪن انهن سيني شبهن، شڪن ۽ وسوسن جو مطالعو ۽ تحقيق ڪري انهيءَ راز ڪي لڌو تہ بدعتين، ماده پرستن ۽ نفس پرستن مان هرهڪ گروهہ ڪي ڪهڙي ڪهڙي مصيبت وڪوڙيو ۽ سندن انجام ڪيئن ٿيو؟ ڪير ڪٿي هلاڪ ٿيو ۽ دوزخ جو ڪاج ٿيو پر پاڻ ولايت ۽ عرفان جي صاحبن جي نگرانيءَ ۾ سلامتي سان ڪامياب ٿيا.

(٤) هن واٽ ۾ سفر ڪندڙن ڪي بيشمار آزمائشون ۽ امتحان ڏسڻا پون ٿا. شيخ، اهڙو صاحب تصرف ۽ ڪامل هجي جو مريد ڪي سيني آزمائشن مان آسانيءَ سان ڪڍي، خراب عادتن ۽ صفتن ڪان پاڪ صاف ڪري، سهڻي نموني ڪين تاڪيد، تلقين، نصيحت ۽ هدايت ڪندو رهي ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَذَكِّرْ فَإِنَّ الذِّكْرَىٰ تَنفَعُ الْمُؤْمِنِينَ ﴿٥٥﴾ (2)

[نصيحت ڪر، بيشڪ نصيحت مؤمنين ڪي فائدو ڏئي ٿي.]

هن منزل جو واٽهڙو ڪڏهن بيمار بہ ٿي پوي ٿو ۽ بعض اوقات فاسد مادو ان جي طبيعت تي غالب اچي ويندو آهي، جنهن ڪري صحيح رستي ڪان هٽي ويندو آهي ۽ حڪيم حاذق جي ضرورت پيش ايندي اٿس، جيڪو بروقت ان جو علاج معالجو ڪري ان جي فاسد مواد ڪي ٻاهر ڪڍي، ان ڪي اصلي حالت ۾ آڻي، اڪثر اها حالت، هر مريد ڪي پيش اچي ٿي. پوءِ جيستائين سالڪ، ماهر مرشد ۽ مربيءَ وسيلي پنهنجي بيمار دل جي اصلاح نہ ڪندو تيستائين انهيءَ واٽ تي هلڻ ان

(2) سورة الذاريات آيت: ٥٥

لاءِ ممڪن نہ ٿيندو. وري جڏهن تندرست ٿي ويندو آهي تہ ڪجھ عرصي کان پوءِ ان کي ڪا ٻي بيماري وڪوڙيندي آهي ۽ وري هوشيار حڪيم جو محتاج ٿي پوندو آهي ۽ اهڙيءَ ريت آخر تائين اهو سلسلو هلندو رهندو آهي. پوءِ جيڪڏهن سالڪ، پنهنجي مرشد ۽ مربي وسيلي پنهنجي حال جي اصلاح نہ ڪندو تہ بيماري ۽ آفت جو خطرو يعني ضائع ٿيڻ جو خدشو غالب ٿي ويندو آهي. اهو ئي سبب آهي تہ هن واٽ ۾ هزارين صادق ۽ صديق اهڙا گذريا آهن جيڪي منزل ماڻڻ کان سواءِ واپس موٽي ويا ۽ ايمان جي دولت کان محروم ٿي ويا نَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنْهَا.

(٦) هن راه جو سالڪ ڪي روحاني مقامات لهندو آهي. ان جو روح بشري لباس ۽ ڪاٺ پيئڻ کان پاڪ ٿي ويندو آهي ۽ صفات حق جي نشانن جو اثر منجهس ظاهر ٿيندو آهي. جنهن جي ڪري سالڪ ٿي مڪمل نموني اڻ ڪٿ روحاني انوار ۽ صفتن جي تجلي ٿيندي رهندي آهي، سندس بشري عادتون ۽ خصلتون صفا ختم ٿي ونديون آهن ۽ سالڪ، جَآءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ جو مثال ٿي ويندو آهي. جيئن تہ (رياضتن وسيلي) مقام دل بلڪل صاف شفاف ٿي ويندو آهي، تنهن ڪري روح انهن تجلين جو عڪس قبول ڪندو آهي (پوءِ سالڪ سرشاري ۽ مدهوشيءَ ۾ اچي) چوڻ لڳندو آهي تہ انا الحق (آئون ئي حق آهيان) اهڙي طرح منجهس غرور ۽ وڏ ماڻهپو پيدا ٿيندو آهي. پنهنجو حقيقي مقصد، منزل ۽ مڪمل وصال ماڻيندو آهي، جنهن تائين عقل، سمجھ ۽ وهم جي رسائي نہ ٿي سگهندي آهي، سواءِ انبياءَ عليهم السلام ۽ اولياءَ ڪرام جي حيرت ۽ عجب ۾ وجهندڙ انهيءَ مقام تي جيڪڏهن ولايت شيخ عمل دخل ڪري، مريد جي رهبري نہ ڪري تہ، ايمان ضايع ٿيڻ جو خوف هوندو آهي. انهيءَ مقام تي حلول ۽ اتحاد جي آفت بہ متوقع هوندي آهي. ان ڪري شيخ ڪامل ۽ حقيقت جو مڪمل ڄاڻو هئڻ گهرجي، تہ جيئن پنهنجي ولايت جي تصرف وسيلي سالڪ کي خودپرستي ۽ وڏ ماڻهپي جي کُن مان ٻاهر ڪڍي ۽ کيس ٻڌائي تہ تنهنجو مقام کهڙو آهي. پڻ

ان کان مٿانهون مقام ڏيکاري، ان جو شوق پيدا ڪري ته جيئن مريد، انهيءَ منزل کان نجات حاصل ڪري ۽ پيهر سڌي راه وٺي، ورنه انهيءَ مونجهاري ۾ اهڙو ڦاسي پوندو جو ڪنهن به طرح نجات حاصل ڪري نه سگهندو.

(٧) سلوڪ جي مسافر کي واٽ ۾ اهڙا اشارا ٿيندا آهن جن وسيلي غيب جا ڏيک ۽ مڪاشفات ظاهر ٿيندا آهن. اهڙا اشارا گهٽ وڌ ٿيندا رهندا آهن جنهن جو دارومدار مريد جي سير سلوڪ جي ڪيفيت ۽ وقفي يعني الهامي حالت ۾ تاخير تي هوندو آهي. سندس دل ۾ صفائي ۽ معرفت کان سواءِ ڪدورت (مير) سهڻين ۽ خراب صفتن، دنياوي ۽ اُخروي حجابن، نفساني ۽ شيطاني وسوسن ۽ بين اڻ ڪٿ مشاهدن جا احوال ايندا آهن. مقتدي انهن حالتن کان واقف نه هوندو آهي، جو اها سڀ غيبي زبان هوندي آهي ۽ ڳجهه جي زبان ڄاڻندڙ کانسواءِ ڪو نٿو ڄاڻي سگهي. پوءِ جڳائي ته شيخ کي تائيد الهي حاصل هجي ۽ خوابن جي تعبير به ڄاڻي جيئن قرآن مجيد ۾ يوسف عليه السلام جو قول آهي ته:

رَبِّ قَدْ آتَيْتَنِي مِنَ الْمُلْكِ وَعَلَّمْتَنِي مِن تَأْوِيلِ الْأَحَادِيثِ[1]

[اي منهنجا رب! بيشڪ تو مون کي بادشاهي ڏني ۽ خوابن جي تعبير سيکاري]

مرشد اهڙو هجي جيڪو مريدن جي واقعن ۽ مڪاشفن جا غيبي اشارا ۽ غيبي زبان ڄاڻي ۽ انهن جو معلم ۽ ترجمان هجي، نه ته انهن کان معرفت رهجي وينلي ۽ اهي ترقي نه ڪري سگهندا ۽ ڪين مقامات جي معرفت حاصل نه ٿينلي.

(٨) هر سالڪ سگهه آهر راه طريقت ۾ قدم وڌائي. سالن جو مفاصلو هڪ گهڙيءَ ۾ طي نٿو ڪري سگهجي، ڇاڪاڻ ته هن واٽ ۾ ڪي مقامات اهڙا آهن جن کي پار ڪرڻ لاءِ وڏي روحاني سگهه جي ضرورت هوندي آهي، جنهن کان مبتدي (شروعاتي سالڪ) محروم هوندو

---

(1) سوره يوسف آيت : ١٠١

آهي. ان جو مثال تہ ان چوزي وانگر هوندو آهي، جيڪو آني مان نئون نڪرندو آهي. ڪتاب "مرصاد العباد" ۾ آهي تہ هڪ خوارزمي مجذوب سالڪ، جنهن جو نالو شيخ ابوبڪر هو ان جو شيخ مقرر نہ هو مگر تصرفات ۾ اعليٰ مقامات حاصل هيس. وڏيون وڏيون رڪاوٽون طي ڪري ان مقام تي پهتو هو. هڪ پيري مون کي چيائين تہ ۴۲سال سلوڪ جو سفر ڪري پوءِ هن مقام تي پهتو آهيان. هڪ مشڪل مقام تي ڦاسي پيس تہ ٻہ سال خون جگر ڪاڏم، تہ جيئن حق تعاليٰ مون کي اتان پار ڪري. جڏهن اها حڪايت پنهنجي شيخ مجددالدين بغداديءَ کي ٻڌايم تہ فرمايائون تہ، مشائخ جو قدر ڪو سڃاڻي نٿو سگهي ۽ نہ سندن حق ادا ڪري سگهي ٿو. اسان مريدن کي ٻہ سال سلوڪ جي راه تي هلائي، انهيءَ مقام تي پهچائيندا آهيون. جيڪي عام سالڪ ۴۵ سالن ۾ طي ڪندا آهن. اهو ئي سبب آهي تہ حق تعاليٰ جو هڪ مجذوب انهيءَ مقام تي ٻہ سال حيرانيءَ جي حالت ۾ رهيو. غرض تہ ڪامل مڪمل شيخ جي مدد وڏي ۾ وڏي دولت آهي.

(۹) انهيءَ راه تي هلندڙ کي گهرجي تہ ٻئي جي واسطي سان سلوڪ اختيار ڪري. ان کي شيخ جي تلقين بہ فائدو ڏيندي (يعني پنهنجي مرضيءَ سان ذڪر نہ ڪري، بلڪ شيخ جو باقاعده مريد هجي، هر حالت ۾ ان جي پيروي ڪري) پوءِ جيڪڏهن مريد، شيخ جي تلقين سان ذڪر ڪندو، چاڪاڻ تہ شيخ بہ ذڪر جي حقيقت تي هلڻ سان مقام ۾ مرتبا ماڻي ٿو تہ پوءِ مريد بہ وڏي حوصلي ۾ همت ڪان بعد، مرتبا ماڻي سگهي ٿو. ذڪر جي حقيقت اها آهي تہ ذڪر، ذاڪر، مذڪوره يعني ذڪر ڪندڙ شخص ۾ ان جي مرشد ۾ هيءَ صفت هجي، جيئن اسان جو شيخ فرمائي ٿو تہ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي معنيٰ آهي الله ڪان سواءِ ڪا بہ شيءِ موجود نہ آهي. اهڙو ئي شخص (نبي ﷺ جن) ظاهري باطني متابعت ۾ پيروي ڪندي ڪامل ۾ جامع صفتن وارو مرشد ٿي سگهي ٿو. اهو ئي سبب آهي تہ هن فقير جا پير دستگير مرشد المريدين، معين الذاڪرين، بدرقة السالڪين قدس الله سره العزيز نبي ﷺ جي متابعت ۾ پيرويءَ تي

ايترو زور ڏيندا هئا جو اڪثر فرمائيندا هئا تہ هي سڀ مسندون، درجا ۽ رهنمائي الله تعاليٰ جي طرفان عطا ٿيل آهن، مگر پيغمبر پاڪ ﷺ جن جي تلقين ذڪر لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي وسيلي سان، ڇاڪاڻ تہ پاڻ سڳورن پڻ پنهنجن وڏن خليفن وغيرهم کي ذڪر جي تلقين ڪئي آهي. نبي سائين ﷺ جن جي اطاعت ۽ پيرويءَ ۾ ڪا ڪوتاهي نہ ڪرڻ گهرجي ۽ (هميشہ) ذڪر لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ تي قائم رهجي.

(١٠) جيڪڏهن ڪنهن جو مجازي (دنياوي) بادشاهن مان ڪنهن وٽ وڃڻ جو ارادو هجي، ماڻ، مرتبو منصب ولايت وٺڻ گهري، چاهي ان جو اهل ۽ لائق نہ هجي، يا ان منصب جي تقاضائن ۽ معيار تي پورو نہ لهي، تڏهن بہ ان کي گهرجي تہ بادشاه جي پيارن، مقربين مان ڪنهن جي خدمت ۾ اچي، ان جو خط وٺي بادشاه وٽ وڃي، بشرطيڪ اهو مقرب، خاص (وزير مشير، ڪبير وغيره) بادشاه جو منظور نظر ۽ مقبول هجي، پوءِ پنهنجو مقصد تي نظر نہ ڪري، هاڻي بادشاه کي گهرجي تہ ان سفارشيءَ جي ڪمين ڪوتاهين تي نظر نہ ڪري، بلڪ پنهنجي (پياري، خاص الخاص دوست جي) حقن ۽ قربت جو لحاظ ڪندي سندس درخواست قبول ڪري.

اي منهنجا عزيزا! جيڪڏهن اهو شخص سڌيءَ طرح بادشاه وٽ اچي ها تہ ان سان ملي نہ سگهي ها، پنهنجو مقصد ماڻي نہ سگهي ها. ساڳيءَ ريت حقيقي بادشاه (الله تعاليٰ) جا بہ ڪي خاص الخاص مقرب ٻانها آهن، جيڪڏهن اهي ان کان ڪا التجا ۽ دعا ڪندا آهن تہ الله تعاليٰ انهن جي ڳالهہ کي رد نہ ڪندو آهي. اهي ئي (اولياءَ الله) جن جي زبان ۾ "ڪن فيڪون" جي تاثير آهي يعني جيڪي چون ٿا، سو ٿئي ٿو. جيئن حديث ۾ آهي تہ

رُبَّ اَشْعَثٍ اَغْبَرٍ ذِیْ طِمْرَیْنِ لَایُؤْبَهُ لَهٗ لَوْاَقْسَمَ عَلَی اللّٰهِ لَاَبَرَّهٗ (1)

(1) احمد حديث: ١٢٤٩٨ ص ١٤٥ ج ٣، ابن ڪثير ص ٦٣ ج٢، ص ٤٤٨ ج ٣، بخاري ص ٩١٦ حديث: ٢٥٥٦، شعب الايمان ص ٣٢١ ج ٧، ابن حبان ص ٤٣٤ ج ١٥، حاڪم ص ٥٦ ج ٣، ترمذي ص ٦٩٢ ج ٥، الاحاديث المختارة ص ٤٢٠ ج ٤

[گهڻا مسافرن وانگر ڪنڌريل وارن وارا، مٽيءَ ۾ پريل پانها اهڙا آهن، جو جيڪڏهن اهي الله جو قسم کڻن ته پڪ الله پاڪ انهن جي ڳالهه کي سچو ثابت ڪندو.]

انهن کي اهو مرتبو هن ڪري حاصل ٿيو آهي جو اهي دين جا بادشاه ۽ دنيا جا اڳواڻ آهن. الله تعاليٰ وٽ انهن جي ايتري گهڻي عزت ۽ مرتبو آهي، جيڪو تقرير ۽ تحرير ۾ نٿو اچي سگهي. اهڙن صالحين جي باري ۾ حديث شريف ۾ اچي ٿو:

مَا لَا عَيْنٌ رَاَتْ وَلَا اُذُنٌ سَمِعَتْ وَلَا خَطَرَ عَلٰى قَلْبِ بَشَرٍ [(2)]

يعني الله تعاليٰ انهن لاءِ اهڙيون نعمتون تيار ڪيون آهن، جن کي ڪنهن اک نه ڏٺو نه ڪنهن ڪن ٻڌو نه ڪنهن آدميءَ جي دل ۾ انهن جو خيال پيدا ٿيو. انهن الله جي ولين جون خصوصيتون ۽ فضيلتون گهڻيون آهن. هتي ايتري کي ڪافي سمجهجي ٿو.

ڄاڻڻ گهرجي ته هن راه جي مسافرن يعني راه سلوڪ وارن جا ٻه قسم آهن: ١- سالڪ ٢- مجذوب، مجذوب اهي ماڻهو آهن جن تي جذبو غالب هجي، اهي تيزيءَ سان مقام ۽ مرتبا طي ڪندا آهن ۽ شوق جي غلبي سبب انهن کي ان واٽ ۾ جيڪي مقامات، ڪشف، آفتون ۽ خير شر جون حالتون پيش اينديون آهن، انهن جي ڪين ڪا خبر نه هوندي آهي. انهن کي هو ماڻُ مرتبو حاصل نه ٿيندو آهي جو مرشد ۽ شيخ جي منصب تي مقرر ٿي سگهن. ان جي ابتڙ سالڪ اهي هوندا آهن جو توڻي انهن تي جذبي جو غلبو هوندو آهي، مگر انهن کي پنهنجي مقام ۽ مرتبي ۾ سڪون ۽ هوش حاصل هوندو آهي. ان مقام تي رهندي انصاف ڪندا آهن. خير ۽ شر، فساد ۽ اصلاح جي حالتن کان به واقف هوندا آهن. ڪڏهن سڌي واٽ تي هوندا آهن ته ڪڏهن ٻي راه تي ويندا آهن ته جيئن ڪين صحيح ۽ غلط رستي جي پوري پوري ڄاڻ هجي ۽ پوءِ ٻين جي

---

(2) تفسير قرطبي ص٧٧ ج١- تفسير ابن ڪثير ص٣٥٣ ج١- مسلم حديث: ٢٨٢٤ ج٤- بخاري حديث: ٣٠٧٢ ج٣- صحيح ابن حبان حديث : ٣٦٩ ج٢- ترمذي حديث: ٣١٩٨ ج٥- الدارمي ص٤٢٨ ج٢- ابن ماجه حديث: ٤٣٢٨- مسند احمد ص٣١٣ ج٢.

رهنمائي ڪري سگهن. جيتوڻيڪ انهيءَ واٽ کي سڃاڻڻ لاءِ بي انتها علم جي ضرورت هوندي آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪي مقام يا رڪاوٽون ان راه ۾ پيش ايندڙيون آهن، اهي بيشمار ۽ اڻ ڳڻيا آهن ليڪن اهي سالڪ انهن کان واقف هوندا آهن انهن جا سبب ۽ اسرار بيان ڪندا آهن تہ جيئن ان واٽ جي پانڌيئڙن کي سڃاڻپ ٿئي ۽ انهن جي علامتن ۽ اشارن کان چڱي طرح با خبر ٿين.

## سالڪ جون صفتون

(١) هن مقام جي شروعات ۾ سڀ کان پهريائين سالڪ کي انساني صفتن مٿان لنگهڻو پوي ٿو، جنهن ڪري اهي انهيءَ رستي جي واقعن، حالتن، لاهين، چاڙهين، گهٽين، جاين، جڳهن ۽ ڪڏن ڪُہن کي چڱيءَ طرح سڃاڻندا آهن. ۽ ان جي وڙوڪڙن، خرابين، ڪوتاهين، ڪمزورين تي نظر رکندا آهن. ۽ ڪڏهن انهن جي سامهون اهي سڀ حالتون ظاهر ٿينديون آهن ۽ ڪڏهن ڪا هڪ حالت سامهون ايندي آهي.

(٢) ٻيو مرتبو "آبي" صفتن تان گذرڻ جو آهي، جن ۾ پاڻيءَ مان ڦٽندڙ وڻ ٽڻ، گل ڦُل، ٻنيون ٻارا، باغات، پوکون، ساوڪ ۽ گاه، چشما، حوض، درياءَ ۽ اهڙيون ٻيون شيون شامل آهن.

(٣) ٽيون مرتبو هوائي صفتن جي مٿان لنگهڻ جو آهي، يعني هوا جي مٿان هلڻ، اڏرڻ، بلند فضائن ۾ سير، سياحت ڪرڻ، پکين وانگر اڏامڻ ۽ اهڙين شين جي نظاري ڪرڻ جو آهي.

(٤) چوٿون مرتبو آتشي صفتن کي پار ڪرڻ جو آهي، يعني ڏيئن، چراغن، مشعلن، بجلي ۽ باه جي الائن جي مٿان گذرڻ ۽ انهن جي حرارت ساڙي، گرمي، شعلن ۽ اهڙين ٻين شين کي ڏسڻ جو آهي.

(٥) پنجون مرتبو آسماني صفتن جي مٿان گذرڻ جو آهي. سالڪ کي جڳائي تہ پاڻ ۾ ايتري سگهہ ۽ همت پيدا ڪري، جو آسمانن تي اڏامي ۽ چڙهي سگهي ۽ هڪ آسمان کان ٻئي آسمان تائين گردش ڪري سگهي ۽ اهڙيون ٻيون شيون ڏسي سگهي.

(٦) ڇهون مرتبو ستارن، سيارن ۽ ملڪوتي شين کي پار ڪرڻ جو آهي. جنهن ۾ سج، چنڊ، تارا، ۽ انهن جي روشنيون يا اهڙيون ٻيون شيون شامل آهن.

(٧) ستون مرتبو حيواني صفتن کي پار ڪرڻ جو آهي. حيوانيت جي ڪري، جيڪي صفتون پيدا ٿين ٿيون، چاهي بهيمت ۽ درندگي هجي، يا اهڙيون ٻيون صفتون هجن، انهن کي پار ڪري ۽ اهي ڏسي سگهي.

مختلف حيوانن مان جيڪڏهن ڪنهن کي پاڻ تي غالب ۽ قادر ڏسي تہ ان کي طي ڪري. جيڪڏهن پاڻ کي انهن حيوانن مان ڪنهن جو قيدي ڏسي يا انهن کان ڊڄي ۽ هراسان ٿئي تہ پنهنجي نفس جي انهيءَ صفت تي غلبو حاصل ڪري. بيان ڪيل اهي ڪجهہ جهانن جا بلند مرتبا آهن، سالڪ کي ٻين بہ هزارين قسم جي جهانن کي عبور ڪرڻو پوندو آهي. انهن مان هر هڪ جهان ۾ مختلف مشاهدا ۽ واقعا ظاهر ٿيندا آهن. جيڪڏهن ڪنهي اهڙي مقام جو واقعو ظاهر ٿيندو آهي تہ ٻي مناسب جاءِ تي ان جو اشارو محسوس ٿيندو آهي. مرشد کان سواءِ انهن مختلف حالات ۾ هر شخص فرق نٿو ڪري سگهي ۽ نہ هر ڪو انهن کي سڃاڻي سگهي ٿو. جيڪو سالڪ اهڙا واقعا سڃاڻڻ جي سگهہ نٿو رکي، اهو انهن ۾ سوگهو ٿي ويندو ۽ ٻاهر نڪرڻ جي طاقت نہ رکندو. شيخ جي ضروري هئڻ لاءِ، هڪ سبب اهو بہ آهي. مثال طور سالڪ مختلف مقامن تي باہ کي ڏسي ٿو پر هر هنڌ ان جا مطلب ۽ اسرار جدا جدا هوندا آهن. ڪڏهن مطلب هوندو آهي تہ آتشي صفت کي پار ڪري ۽ ڪڏهن حرارت طلب ڪرڻ مقصود هوندو آهي. ڪڏهن شيطاني صفت ۽ ڪڏهن ذڪر جو نور مراد هوندو آهي. ڪڏهن شوق جي باہ مراد هوندي آهي ۽ مطلب هي هوندو آهي تہ سڀ بشري صفتون ختم ڪري. ڪڏهن ڪاوڙ ۽ قهر جي صفت مراد هوندي آهي ۽ ڪڏهن هدايت جي روشني هوندي آهي. جيئن موسيٰ عليه السلام جي باري ۾ قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

اٰنَسَ مِنۡ جَانِبِ الطُّوۡرِ نَارًا[1]

[طور جي پاسي جي باه ڏٺائين.]

ڪڏهن اها محبت جي باه هوندي آهي ۽ مطلب هي هوندو آهي تہ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي جي محبت ۾ سڙي ٿو. ڪڏهن معرفت جي باه مراد هوندي آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي:

وَلَوۡلَمۡ تَمۡسَسۡهُ نَارٌ نُوۡرٌ عَلٰی نُوۡرٍ يَهۡدِی اللّٰهُ لِنُوۡرِهٖ مَنۡ يَّشَآءُ[2]

[جيتوڻيڪ ان کي باه نہ لڳي، نور جي مٿان نور آهي. الله جنهن کي چاهي ٿو پنهنجي نور ڏانهن واٽ ڏيکاري ٿو.]

ڪڏهن ولايت جي باه مراد هوندي آهي. الله پاڪ فرمائي ٿو:

اَللّٰهُ وَلِیُّ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا يُخۡرِجُهُمۡ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَی النُّوۡرِ[3]

[الله ولي آهي انهن جو جن ايمان آندو انهن کي اونداهين مان نور ڏانهن ڪڍي ٿو.]

ڪڏهن مشاهدي جي باه مراد هوندي آهي، جيئن موسيٰ عليه السلام کي الله تعاليٰ سڏي اعلان ڪيو تہ:

اَنۡۢ بُوۡرِكَ مَنۡ فِی النَّارِ وَمَنۡ حَوۡلَهَا[4]

[تہ جيڪو باه ۾ ۽ ان جي چوڌاري آهي، اهو وڏو برڪت وارو آهي.]

ڪڏهن باه جي قسمن مان هڪ قسم مراد هوندو آهي، جنهن کي ڪو تجربيڪار شيخ ۽ مرشد ئي سمجهي سگهي ٿو. اهڙي طرح ٻين واقعن ۽ حالتن ۾ بہ فرق هوندو آهي.

جيئن تہ انساني نفس کي، انهن حالتن ۽ مقامن تان لنگهڻو پوي ٿو ۽ هر نفس کي پنهنجي سگهہ آهي جنهن جو اهو حقدار هوندو آهي، الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ ٻاجهہ ميسر ٿئي ٿي ۽ عالم ارواح ۾

---

(1) سورة القصص آيت: ٢٩

(2) سورة النور آيت: ٣٥

(3) سورة البقره آيت: ٢٥٧

(4) سورة النمل آيت: ٨

جيڪي مرتبا ان لاءِ مقرر هوندا آهن، اهي ڪيس دنيا ۾ حاصل ٿيندا آهن. انهيءَ مقام تي نفس جي بچڙائي، ملامت ۽ اطمينان جي ڪيفيت بند هوندي آهي، تنهن ڪري چوندو آهي:

وَمَا مِنَّآ اِلَّا لَهٗ مَقَامٌ مَّعْلُوْمٌ ﴿١٦٤﴾[1]

[اسان مان هر هڪ لاءِ مقرر ڪيل مرتبو ۽ مقام آهي.]

۽ فرياد ڪري چوندو آهي ته لَوْ دَنَوْتُ قِيْدَ اَنْمُلٍ لَاَحْرَقْتُ، يعني جيڪڏهن آڱر برابر به ويجهو ٿيندس ته سڙي رکَ ٿي ويندس. ڇاڪاڻ ته هر پکيءَ جو مقام ڪوهه قاف جي مٿان نه هوندو آهي. اهو ته سيمرغ (پکي) آهي، جيڪو ڪوهه قاف جي مٿان اڏامندو وتندو آهي. هر هڪ پتنگ، شمع جي مٿان نٿو اڏامي. اهو ڪم ته انهن پتنگن جو آهي، جيڪي ديوانا، پروانا هجن. هر مردار خور پکي شاهي هٿن ۾ نه هوندو آهي، اهو ته باز پکي آهي، جيڪو بادشاهن جي هٿن ۾ هوندو آهي، جيئن "مرصاد العباد" جو مصنف چوي ٿو.

بيت

تا زاغ صفت بجيفه بر اِلا
تا ڪَي چون شاهين درخور شاهان آئي

[جستائين ڪانوَ جي عادت وانگر مردار کي پيو چيريندين ۽ ڦاڙيندين، تيستائين شاهين وانگر، بادشاهن جي لائق ڪيئن ٿي سگهندين؟.]

مور پکي ڏاڍو سهڻو هوندو آهي. بلبل جي لات ڏاڍي پياري هوندي آهي. طوطو انساني ٻولي سکندو آهي، پر انهن مڙني پکين جي نظر (حقيقي) نه هوندي آهي. انهن جي نگاه صرف مٽيءَ تي ۽ زمين جي مٿاڇري تي هوندي آهي، انهن جي نظر شمع جي روشنيءَ جي مٿان نه هوندي آهي. اها ته پرواني ديواني جي خصوصيت آهي، ڇاڪاڻ ته عقلمند کي نظاري کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ پسند نه هوندي آهي. ان ڏس ۾ شاعر چوي ٿو.

(1) سورة الصفت آيت: ١٦٤

بيت

در دام ميا که مرغ اين دانه نه اي

در شمع متاز چونکه پروانه نه اي

[ڄار ۾ نہ اچ، جو تون انهيءَ داڻي جو پکي نہ آهين. شمع جي مٿان پرواز نہ ڪر، جو تون پروانو نہ آهين.]

اي منهنجا عزيز! جن ماڻهن پاڻ کي انس، محبت ۽ قربت جي مقام جو عادي بڻايو آهي ۽ جيڪي وصال جا طالب آهن، اهي ٿي الله تعاليٰ جي فضل جي پاڇي ۾ رهن ٿا. جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

اَوْلِيَائِیْ تَحْتَ قَبَائِیْ لَايَعْرِفُهُمْ غَيْرِیْ

[منهنجا ولي منهنجي قبا جي هيٺان هوندا آهن. مون کان سواءِ انهن کي ڪو بہ نہ سڃاڻندو آهي.]

انهيءَ ڪري پريشان حال، بي حال، ۽ بغير سامان ۽ بي بسيءَ جي حالت ۾ هوندا آهن. انهن جي ئي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

رُبَّ اَشْعَثٍ اَغْبَرٍ ذِیْ طِمْرِيْنِ لَايُؤْبَهُ لَهٗ لَوْاَقْسَمَ عَلَى اللهِ لَاَبَرَّهٗ [(1)]

[گهڻا مسافرن وانگر ڪنڌريل وارن وارا، مٽيءَ ۾ پريل ۽ ڦاٽل ڪپڙن وارا آهن، جو جيڪڏهن اهي الله جو قسم کڻن تہ پڪ الله پاڪ انهن جي ڳالهہ کي سچو ثابت ڪندو.]

اهي ئي ماڻهو آهن جن پنهنجن جذبن، خواهشن، نفساني لذتن، شهوتن، دنياوي حرص ۽ هوس ۽ بنيادي انساني ضرورتن ۽ مَنَ جي مڙني مرادن کي گهڻو ڏئي، پنهنجي زندگي ڪَوڙي ڪري ڇڏي آهي ۽ ڀئي مَشرب جي چاشني چکي اٿن. انهن جي باري ۾ چيو ويو آهي.

بيت

تا که از دست روح قوت خوريم

(1) احمد حديث: ١٢٤٩٨ ص ١٤٥ ج ٣، ابن ڪثير ص ٦٣ج٢، ص ٤٤٨ ج ٣، بخاري ص ٩١٦ حديث: ٢٥٥٦، شعب الايمان ص ٣٢١ ج ٧، ابن حبان ص ٤٣٤ ج ١٥، حاڪم ص ٥٦ ج ٣، ترمذي ص ٦٩٢ ج ٥، الاحاديث المختارة ص ٤٢٠ ج ٤.

که نمک سود عنکبوت خوريم

[جڏهن اسين روح جي هٿان ڪاڏو ڪائون ٿا، تہ پوءِ ڪيئن ڪوريئڙي جو ڪارو ڪوڻ ڪائيندا سون؟.]

قرآن مجيد ۾ انهن جي قلبي اطمينان جي باري ۾ فرمايو ويو آهي:

اَلَا بِذِكْرِ اللّٰهِ تَطْمَئِنُّ الْقُلُوْبُ ﴿٢٨﴾ (1)

[ٻڌو! الله جي ذڪر سان ئي دلين کي اطمينان نصيب ٿئي ٿو.]

انهن کي هن طرح ”ذوق سرمست“ جو خطاب مليو آهي تہ

اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ (2)

[ڇا مان توهان جو رب نہ آهيان؟.]

اهڙن ئي ماڻهن جي باري ۾ هيءَ آيت آهي تہ:

قُلِ اللّٰهُ ثُمَّ ذَرْهُمْ (3)

[چئو تہ الله اسان جو معبود آهي، پوءِ انهن کي ڇڏي ڏي.]

انهن جي وجودن جا شراب خانا ۽ جام سدائين شهود جي شراب سان ڀريل هوندا آهن، جيڪي انهن بهشتن جي نعمتن وانگر آهن. جن ماڻهن، دنيا جي هن شراب خاني جي لذتن کي نفس ملهمه، نفس اماره جو ڪاڄ بنايو آهي، اُهي انهن جو ذڪر ڪرڻ بہ نہ گهرندا آهن. انهن جي نفس مطمئنه کي خدا تعاليٰ جي هن خوشخبريءَ سان بہ اطمينان حاصل نہ ٿيندو آهي تہ:

وَلَهُمْ فِيْهَا مَا تَشْتَهِيْهِ الْاَنْفُسُ وَتَلَذُّ الْاَعْيُنُ (4)

[انهن لاءِ جنت ۾ اهي نعمتون آهن، جن جي نفس سَڌَ ڪندا ۽ جن سان اکين کي لذت حاصل ٿيندي.]

بلڪ اهڙن الله وارن جو دسترخوان تہ هي هوندو آهي تہ:

اَبِيْتُ عِنْدَ رَبِّيْ يُطْعِمُنِيْ وَيُسْقِيْنِيْ (5)

---

(1) سورة الرعد آيت: ٢٨

(2) سورة الاعراف آيت :172

(3) سورة الانعام آيت :٩١

(4) سورة الزخرف آيت :٧٧

[آءُ پنهنجي رب وٽ رات گذاريندو آهيان، جيڪو مون کي کارائيندو ۽ پياريندو آهي.]

اهڙن مطمئن نفس رکندڙن کي فرمايو ويو آهي تہ:

ارْجِعِيٓ إِلَىٰ رَبِّكِ[1]

[موٽ پنهنجي رب ڏانهن.]

انهيءَ (الله) جا پروانا هن فريبي دنيا جي مرتبي ۽ مقام جو ڪو خيال نہ ڪندا آهن، بلڪ ان کي راند سمجهندا آهن.

بيت

باز اگرچه سعد باز است

کجا چون پروانه جان باز است

باز صياد جان شکار است

پروانه را با جان چه کار است.

[باز پکي جيتوڻيڪ نيڪ بخت پکي آهي، پر پرواني وانگر جان جي بازي ڪٿي تو لڳائي؟ باز تہ شڪاري پکي جي جان جو شڪار ڪندڙ آهي، پر پرواني کي تہ پنهنجي جان جي بہ ڪا پرواه نہ هوندي آهي.]

باز هڪ شڪاري پکي آهي، جيڪو ٻئي جي جان وٺندو آهي ۽ پروانو عاشق آهي، جيڪو پنهنجي محبوب ۽ معشوق تي پنهنجي جان جو تحفو نثار ۽ نذر ڪري ڇڏيندو آهي (يعني ٻنهي ۾ زمين آسمان جو فرق آهي.)

جبرئيل ۽ ميڪائيل عليهما السلام بہ وڏيون نيڪ بخت هستيون آهن، جيڪي عالم مڪلوتيءَ جي شڪار جي جاءِ يعني الله جي ويجهو رهن ٿا. شڪار وارا پکي يعني فرشتا، الله جي پاڪائي ۽ تقديس بيان ڪن ٿا، جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

---

(5) مسند اسحاق بن راهويه حديث : ۱۳۵- فتح الباري، ص۵۰۵ ج۱۱- عون المعبود ص۵٦ ج۷- تهذيب الاسماءَ ص۱۷٦ ج۳- ڪتاب الصيام حديث :۱۵.

(1) سورة الفجر آيت: ۲۸

وَنَحۡنُ نُسَبِّحُ بِحَمۡدِكَ وَنُقَدِّسُ لَكَ[2]

[۽ اسين تنهنجي ساراه سان تنهنجي تسبيح ۽ تنهنجي تقديس بيان ڪريون ٿا.]

جڏهن شڪار جو معاملو شان صمديت جي جلال ۽ جمال وارين صفتن تائين پهچندو آهي، تڏهن شڪاريءَ کان پري رهندو آهي. (جيئن نبي ﷺ جن جي هڪ سوال جي جواب ۾، حضرت جبرئيل عليه السلام فرمايو هو تہ جيڪڏهن آءُ الله پاڪ جي حجاب وارن پردن مان ڪنهن هڪ جي ويجهو بہ وڃان تہ سڙي رک ٿي وڃان.) اهي چون ٿا تہ اسين هميشہ کان شڪاريءَ کي ڄاڻون ٿا، جنهن جي هڪ صفت هيءَ بيان ڪئي وئي آهي تہ اهو الله انهن کي پسند ڪري ٿو. اسين چاهيون ٿا تہ اسين ان جا شڪاري ٿيون يعني اسين الله جا محبوب ٿيون ۽ ان ڳالهہ جو امڪان ظاهر ڪيوسون تہ خلافت جو اهو تاج، اسان جي سر تي رکيو وڃي. پوءِ جڏهن الله تعاليٰ اعلان فرمايو تہ:

اِنِّیۡ جَاعِلٌ فِی الۡاَرۡضِ خَلِیۡفَةً[1]

[بيشڪ آءُ زمين ۾ هڪ خليفو مقرر ڪرڻ وارو آهيان.]

يعني توهان کي ڇڏائڻ وارو آهيان تہ ڪنهن کي شڪار ڪريان يا ڪنهن کي پنهنجو محبوب بنايان، يا ڪنهن کي خلافت ڏيڻ وارو آهيان. تڏهن (فرشتن) چيو تہ يقيناً اهو شڪار اهڙو هئڻ گهرجي، جيڪو شڪاريءَ سان متابعت رکي، يعني انهيءَ الله پاڪ جي تابعداري ڪري ۽ انهيءَ ميدان ۾ سڀ کان اڳرو هجي ۽ جيڪي ڪم اسين نٿا ڪري سگهون، انهن کي اهو سرانجام ڏي. تڏهن اسين سڀ ان جي خدمت لاءِ سنڌرو ٻڌي بيهنداسون. الله تعاليٰ ڪين فرمايو تہ:

وَخُلِقَ الۡاِنۡسَانُ ضَعِیۡفًا ﴿۲۸﴾[2]

---

(2) سورة البقره آيت: ٢٠

(1) سورة البقره آيت: ٢٠

(2) سورة النساءِ آيت: ٢٨

[انسان ضعيف پيدا ڪيو ويو آهي.]

هرگز نہ! جيڪڏهن اهو ڪمزور آهي تہ ان ڪي حقارت جي نظر سان نہ ڏسو. جيڪڏهن ان کي ملڪي پَکَ ۽ پَرَ نہ آهن، يعني پرواز جي طاقت نٿو رکي تہ فرشتا خوش ۽ مغرور نہ ٿين، ڇاڪاڻ تہ درحقيقت اسين ئي ان جا پَرَ ۽ پَکَ آهيون ۽ اسان کان سواءِ ان جا ڪي پَرَ ۽ پَکَ نہ آهن. ڇاڪاڻ تہ انهن جي شان ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِيٓ اٰدَمَ وَحَمَلْنٰهُمْ فِي الْبَرِّ وَالْبَحْرِ [1]

[بيشڪ اسان انسان ذات کي عزت ڏني، کيس بر ۽ بحر ۾ سوار ڪيوسون.]

اُهو اسان جي پَرَن پَکَن سان اڏامي ٿو. شيخ صاحب پنهنجي تصنيف "مرصاد العباد" ۾ فرمائي ٿو.

بيت

جز دست تو زلف تو نيار ست کشيد
جز پائ تو سوئ تو ندانست دويد
زين ره که چو روي تو ديدم ديدم
جز ديده تو روئ تو نہ دانست دويد

[تنهنجي زلفن کي تنهنجي هٿن کان سواءِ کو نٿو ڇڪي. تنهنجي پيرن کان سواءِ تو ڏانهن ڪو ڊوڙڻ نٿو ڄاڻي، جنهن واٽ تي تنهنجي چهري جو ديدار ڪيم، ڏٺم ۽ تنهنجي چهري جي ديدار کان سواءِ ٻئي پاسي ڊوڙڻ نہ ڄاتم.]

هتي الله جي ڪن پيارن ٻانهن جي صفت بيان ڪئي وئي آهي تہ:

وَمِنْهُمْ سَابِقٌۢ بِالْخَيْرٰتِ بِاِذْنِ اللّٰهِ [2]

[۽ انهن مان ڪي الله جي حڪم سان نيڪين ۾ اڳرائي ڪندڙ آهن.]

اهو ئي نفس مطمئنه وارن جو شان آهي. الله جا اهڙا پيارا ٻانها "ارجعي" جي حڪم سان پرواز ڪن ٿا ۽ (شڪاري) ڪين شڪار

---

(1) سورة نبي اسرائيل آيت: ٧٠

(2) سوره فاطر آيت: ٣٢

ڪرڻ لاءِ ڪائنات ۾ (شڪار ڪندڙ ڪي) موڪلي ٿو. انهن شڪار ڪندڙن کي ستن اقليمن جي فضا ۾ پنهنجو شڪار نٿو ملي، جنهن ڪي اهي ڦاسائين، بلڪ ائن بهشتن جي اندر بہ انهن کي اهڙو ڪو شڪار نظر نٿو اچي، جنهن کي پنهنجي ڇهنب ۾ جهٽي وٺن. جڏهن پروانو ديوانو اتان گذرندو آهي، پنهنجن خيالن ۾ مست ۽ بي پرواه ٿي انهن جي مٿان لنگهندو آهي، تڏهن فرشتا تعجب ۽ حيرت وچان آڱريون وات ۾ وجهندا ۽ سوچيندا آهن تہ اهو ڪهڙو پکي آهي جو ايڏي ڪمزوري ۽ ضعيفيءَ جي باوجود جتي چاهي ٿو اڏام ڪري ٿو. حالانڪ ان جو شان تہ هي بيان ڪيو ويو آهي تہ:

وَكَانَ الْإِنسَانُ ظَلُومًا جَهُولًا[1]

[۽ انسان ظالم ۽ جاهل آهي.]

فرشتن جي اها حيرت ڏسي اهو چوي ٿو تہ آءٌ اهو انسان آهيان جنهن پنهنجي آکيري مان پرواز نہ ڪئي آهي ۽ جيڪو قالب جي پڃري ۾ گرفتار نہ ٿيو آهي. توهان پنهنجي گمان مطابق اسان تي اعتراض ڪيو هو تہ:

اَتَجْعَلُ فِيهَا مَنْ يُفْسِدُ فِيهَا وَيَسْفِكُ الدِّمَآءَ[2]

[اي الله! ڇا تون زمين ۾ ان کي خليفو بنائين ٿو جيڪو ان ۾ فساد ڪندو ۽ خون وهائيندو؟.]

۽ "شڪار" يعني زمين جي خلافت وٺڻ لاءِ توهان دعوي ڪئي تہ:

وَنَحْنُ نُسَبِّحُ بِحَمْدِكَ وَنُقَدِّسُ لَكَ[3]

[حالانڪ اسين، تنهنجي ساراه سان تنهنجي تسبيح ۽ تنهنجي پاڪائي بيان ڪريون ٿا.]

(1) سورة الاحزاب آيت: ٧٢
(2) سورة البقره آيت: ٣٠
(3) سورة البقره آيت: ٣٠

هاڻي انهيءَ شڪار جو نظارو ڪريو ڏرتيءَ تي خونريزي ۽ فساد ڪاريءَ ڪي ڏسو. پر آءٌ پنهنجي پيدائشي وجود جي بازي لڳائي، عزت جي آستاني تي فساد ڪندس. حضرت ذوالجلال والاڪرام يعني الله تعاليٰ جي ذات جي جمال ۽ جلال مٿان جان جي بازي لڳائيندس. پروانو بنجي، ان جي نور جي مٿان پرواز ڪندس تہ جيئن لا مڪان جي حد تي پهچان. مقرب فرشتن چيو تہ، اهو تہ اهڙو مڪان آهي، جنهن تي ڪو نٿو پهچي سگهي ۽ سلوڪ جي وسيلي انهيءَ پاڪ جهان تائين پرواز نٿي ڪري سگهجي. تڏهن الله تعاليٰ انهن کي فرمايو تہ:

إِنِّيٓ أَعۡلَمُ مَا لَا تَعۡلَمُونَ ۝٣٠ (1)

[بيشڪ آءٌ ڄاڻان ٿو جيڪي توهان نہ ٿا ڄاڻو]

جيڪڏهن توهان انڪار جي ترار کي تسليم جي نيام ۾ نٿا وجهو ۽ عاجزي ۽ نوڙت جو سر نٿا جهڪايو ۽ پانيو ٿا تہ جيڪا شيءِ توهان کي حاصل نہ آهي، سا ڪنهن بئي کي بہ حاصل نہ هوندي. هي جان جي بازي لڳائيندڙ پروانو (انسان)، پنهنجي وجود تان هٿ کڻي سڀ ڪجهہ ڪري رهيو آهي. مگر اها ٻي ڳالهہ آهي تہ الجاهل مغرور (جاهل مغرور هوندو آهي) جڏهن جان جي بازي لڳائيندڙ پروانو، الله جي جاهہ ۽ جلال جي شمع مٿان پنهنجي جان گهوريندو آهي ۽ پنهنجا مجازي پَر ۽ پَکَ (يعني صفتون ۽ عادتون) فنا ڪري ڇڏيندو آهي تہ ان جو شان اهو ٿي ويندو آهي جو

مَن جَآءَ بِٱلۡحَسَنَةِ فَلَهُۥ عَشۡرُ أَمۡثَالِهَا (2)

[جيڪو هڪ نيڪي آڻيندو، تنهن کي ڏهوڻون ثواب ملندو.]

انهيءَ خاص الخاص ٻانهي جي دل ۾ (عشق الاهي جو) جيڪو شعلو هوندو آهي، ان جي ڪري ان جو مثال انهيءَ پرواني جو آهي، جيڪو شمع جي مٿان پنهنجي جان نثار ڪندو آهي. الله تعاليٰ ان کي حقيقي پَرَ ۽ پَکَ عطا ڪيا، تہ جيئن "هُوَ جي فضا" ۾ سير سياحت

(1) سورة البقره آيت: ٣٠

(2) سوره الانعام آيت: 160

ڪندو رهي. پرواني جو ڪم آهي شمع جي مٿان طواف ڪرڻ ۽ پڪين جو ڪم هوندو آهي باغن ۽ وڻن ٽڻن ۾ مٿيون لاتيون لَوَڻ ۽ جيڪي الله جا حقيقي پروانا هوندا آهن. انهن جو وظيفو آيت ۾ هي ٻڌايو ويو آهي تہ:

فَفِرُّوْٓا اِلَى اللّٰهِ[3]

[پوءِ الله ڏانهن ڊوڙو.]

يعني اهي دنيا جي هر شيءِ، تانجو پنهنجي جان ۽ حياتيءَ کان بہ تنگ هوندا آهن. اهي پاڻ کي فنا ڪري، الله ڏانهن ڊوڙي بقا حاصل ڪندا آهن. شمع جي صفت جمال ۽ روشني آهي. جڏهن پروانو پنهنجي جان جي پرواه ڪرڻ کان سواءِ شمع تي ساه گهوريندو آهي تہ هر قسم جي خوف ۽ اميد کان آجو ٿي ويندو آهي. ساڳيءَ ريت جيڪو رب ڪريم جي نور ۽ جمال جو پروانو هوندو آهي، ان کي بہ ڪنهن قسم جو خوف ۽ اميد نہ هوندي آهي، نہ جنهن جو خوف خطرو ۽ نہ جنت جو شوق ۽ اميد. قرآن مجيد (سوره والفجر) ۾ ارشاد باري تعالىٰ آهي تہ:

فَادْخُلِيْ فِيْ عِبٰدِيْ ﴿٢٨﴾ وَادْخُلِيْ جَنَّتِيْ ﴿٣٠﴾[1]

[پوءِ منهنجن ٻانهن ۾ داخل ٿيءُ ۽ منهنجي جنت ۾ داخل ٿيءُ.]

انهيءَ جنت مان مراد، الله تعالىٰ جو قرب ۽ ويجهڙائي آهي، جيڪو سندس "خاص الخاص" ۽ مخلص ٻانهن کي حاصل ٿيندو آهي، انهيءَ جنت ۾ نہ باغ آهن، نہ نهرون ۽ چشما ۽ نہ محلات ۽ حورون. اها جنت محسوسات جي دنيا کان مٿانهين شيءِ آهي، جنهن کي ڪو بہ سوچي نٿو سگهي. اها انهن کي حاصل ٿيندي آهي، جن جو حال هن طرح بيان ڪيو ويو آهي تہ مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا مرڻ کان اڳ ئي پاڻ کي ماريو. اهي اِرْجِعِيْٓ اِلٰى رَبِّكِ (پنهنجي رب ڏانهن موٽ) جي فرمان خداونديءَ تي عمل ڪندي پاڻ تي حقيقي موت طاري ڪندا آهن تہ جيئن ابدي زندگي حاصل ڪن ۽ اهڙيءَ طرح اهي فنا جي منزل طئي ڪري بقا بالله حاصل ڪندا آهن.

---

(3) الذاريات آيت: ٥٠

(1) سورة الفجر آيت : ٢٨-٢٩

هر گز نميرد آنکه دلش زنده شد بعشق
ثبت است بر جريده عالم دوام ما
(حافظ شيرازي)

[اهو شخص هرگز نٿو مري جنهن جي دل، عشق سان زنده آهي دنيا جي ڪتاب تي اسان جي هميشگي ثابت آهي.]

اهي ئي هستيون آهن، جن کي غيب جي خلافت ۽ سلطنت الهي جي دولت حاصل ٿيندي آهي. انهن کي قادر مطلق جي اختيار طاقت سان جهانداري جون واڳون ملنديون آهن، جيئن فرمائي ٿو:

قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَآءُ [1]

[چؤ تہ اي الله! ملڪ جا بادشاه! جنهن کي چاهين تو بادشاهيءَ سان نوازين ٿو.]

جڏهن اهي الله جي ملڪيت جا مالڪ ٿيندا آهن تہ هر شيءِ ۾ تصرف ڪندا آهن ۽ ڳجهہ ۽ ظاهر جي هر شيءِ تي انهن جو وس هلندو آهي ۽ الله جي فضل ۽ ٻاجهہ سان توحيد جي صفت پنهنجي اندر برقرار رکندا آهن.

چاڻڻ گهرجي تہ انهيءَ واٽ تي هلڻ وارا ٻن قسمن جا ماڻهو آهن. ١- سالڪ ۽ ٢- مجذوب. مجذوب اهي آهن جن تي جذبي جو غلبو هوندو آهي ۽ مقامات حاصل ڪرڻ لاءِ جلدي نہ ڪندا آهن ۽ رغبت ۽ شوق وڌيڪ نہ رکندا آهن. ان واٽ جي حالتن کان واقف هوندا آهن ۽ خبر هوندي اٿن تہ هن رستي ۾ ڪهڙا مقامات ۽ ڪهڙيون آفتون، ڪٿي اچن ٿيون؟ مشائخيءَ ۽ رهبريءَ جي خير ۽ شر، نفعي ۽ نقصان کان واقف هوندا آهن ۽ پاڻ کي هلاڪت ۾ بہ وجهندا آهن. جيتوڻيڪ مٿن جذبي جو غلبو هوندو آهي، پر سڪونت ۽ آهستگيءَ سان هر مقام پار ڪندا آهن. مثلاً عدل ۽ انصاف ڪندا آهن ۽ ماڻهن کي خير، شر ۽ صلاح، فلاح کان آگاه ڪندا آهن. ڪڏهن صحيح راه تي هلندا آهن تہ ڪڏهن ٻي راه تي ويندا آهن تہ جيئن انهيءَ واٽ ۽ مقام جي لاهين چاڙهين کان واقفيت حاصل ڪن. هر مرتبي ۽ درجي جي مشڪل ۽ آسانيءَ کي چڱيءَ طرح

---

(1) سوره آل عمران آيت: ٢٦

ڄاڻندا آهن تہ جيئن پنهنجن مريدن کي انهن مشڪلات مان پار ڪري، حقيقي مطلوب ۽ محبوب سان ملائين، انشاءَ الله. اهڙا ماڻهو پنهنجي ظاهر ۽ باطن ۾ رسول الله ﷺ جن جي ڪامل پيروي ڪندا آهن. مخلوق کي پيغمبرن وانگر، الله تعاليٰ جي دعوت ڏيندا آهن. اهڙي طرح اهي خلق خدا کي الله، احد، الصمد تائين پهچائيندا آهن.

اي منهنجا عزيزا! ڄاڻ تہ برحق ۽ سچو شيخ ۽ مرشد مطلق اهو آهي، جنهن جو ظاهر ۽ باطن رسول الله ﷺ جن جي متابعت ۽ فرمانبرداريءَ سان موافق هجي. ان ڪري، الله جا مخلص ٻانها پاڻ سڳورن جي ڪنهن معاملي ۾ ذري جيتري مخالفت بہ نہ ڪندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن جي دل اها تسليم نہ ڪري ۽ اعتراض ڪري تہ ڪو شخص پوريءَ طرح ڪيئن نبي ﷺ جن جي پيروي ڪري سگهي ٿو؟ ان جو جواب هي آهي تہ انهن کي پنهنجي سگهہ ۽ وت آهر ايتري قدرت هوندي آهي جو هو فرمان نبوي تي بہ عمل ڪري سگهندا آهن.

تَخَلَّقُوْا بِاَخْلَاقِ اللهِ (1)

[پنهنجي اندر الله جا اخلاق پيدا ڪريو.]

پوءِ جڏهن اُهي الله جل جلاله جا اخلاق پيدا ڪري سگهن ٿا تہ رسول پاڪ ﷺ جا گڻ ۽ اخلاق پڻ پيدا ڪري سگهن ٿا. خواجہ خواجگان حضرت اويس قرني رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ:

عَيْشُ الْفَقِيْرِ كَعَيْشِ اللهِ تَعَالىٰ

[فقير جي زندگي الله جي زندگي وانگر هوندي آهي.]

جنهن جي حياتي الله جي حياتي وانگر ٿي سگهي ٿي تہ پوءِ ڪهڙو تعجب آهي جو ان جي حياتي بہ نبي ﷺ جن جي حياتيءَ وانگر ٿئي.

ڄاڻڻ گهرجي تہ مريد مخلص، محب جيستائين پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ رهي، دل ۽ جان سان ان جي پيروي نٿو ڪري، ان وقت تائين پنهنجي حقيقي مقصود ۽ محبوب تائين نٿو رسي سگهي، جيئن شاعر چوي ٿو.

---

(1) التعريفات ص٢١٦ ج١

بيت

سر بنه بر آستان راستان
تا رسي بر پيشگاه داستان
دولتي باشد اگر گردي تو گرد
بگذري بر دامن يک اهل درد
تو نکردي خدمتِ مردان حق
چون تواني باشد درين ره مردِ حق
در طريقت کي شوي مقتدا
تا نہ کردي با کسي اقتدا.

[سچن ماڻهن جي آستاني تي پنهنجو سُر جهڪاءِ تہ جيئن تون پنهنجي منزل ماڻي سگهين. جيڪڏهن اها سعادتَ ۽ دولت حاصل ڪرڻ گهرين ٿو تہ ڪنهن درد واري جي دامن کي چنبڙي پؤ. جڏهن تو مردانِ حق جي خدمت نہ ڪئي تہ پوءِ تون انهيءَ واٽ جو مرد حق ڪيئن ٿي سگهندين؟ جيستائين طريقت ۾ ٻئي ڪنهن جي رهبري نہ وٺندين تہ تون طريقت جو مرشد ۽ اڳواڻ ڪيئن ٿيندين؟.]

جڏهن ڪو اهڙي شخص جي خدمت ڪندو جنهن کي قربت ۽ رهبريءَ جي صفت ۽ سعادت حاصل آهي، تڏهن اهو جلد پنهنجي مقصد ۽ منزل کي رسندو ۽ ان کي بہ قربت ۽ محبت خداوندي حاصل ٿي ويندي.

نقل آهي تہ جڏهن واصلن ۽ عارفن جي هڪ جماعت کي رب العالمين جي بارگاه ۾ رسائي حاصل ٿي تہ انهن بارگاه اقدس ۾ پاڻ کان اڳين مقربن ۽ محبن جي جماعت ڏٺي. اهي رشڪ ۽ پشيمانيءَ جي جذبي سان عرض ڪرڻ لڳا تہ یاالله! اهي تنهنجي بارگاه الهيءَ ۾ اسان کان اڳ ڪيئن قرب جون منزلون ماڻي چڪا؟ سندن ڪنن ۾ آواز آيو تہ توهان اسان جا عارف، واصل ۽ محب آهيو هن جماعت کي اها سعادت ۽ بهرو نصيب نہ هو پر اسان توهان کي انهن جي اصلاح ۽ اڳواڻي لاءِ وسيلو بنايو ۽ هنن کي توهان جو مشتاق ۽ معتقد بنايو. اهي آرزو ۽ اميد ڪندا هئا تہ توهان جي وسيلي سان ڪين اسان جو وصال، فيض ۽ قرب حاصل ٿئي. جيئن تہ اسان جا طالب، اسان جا محب، اسان جا مشتاق، فاني دنيا ۾ محروم هئا، انهيءَ ڪري هاڻي انهن کي

هميشه رهڻ واري جهان ۾ اها ڪاميابي ۽ عظمت حاصل تي آهي، جنهن جو توهان مشاهدو ڪري رهيا آهيو (والله علم بالصواب).

مثنوي

هر که کرد خدمت یک اهل دین
زود باشد که او شود صاحب یقین
لطف ایزد را نگر اي مرد راه
کو نمود طالبان را بارگاه
حق کرم بر بنده چون نازل کند
چون کسي را مي کند بیخود ز خود
مي رساند گوئیا خود را بخود
آنکه فاني مي شود باقي شود
باوجود خود بحق باقي شود
قادري کو هرچه خواهد مي کند
بنده خود را خداوند مي کند.

[جنهن بہ هڪ اهل دل جي خدمت ڪئي، سو سگهوئي يقين جو صاحب ٿيندو. اي راه طريقت جا مرد! الله جي ٻاجھہ ڏس! جنهن طالبن کي پنهنجي درٻار ۾ سڏيو. حق تعاليٰ جڏهن ٻانهي تي ٻاجھہ ۽ ڪرم ڪرڻ گهرندو آهي تہ ڪيس پنهنجو وصال عطا ڪندو آهي. جڏهن ڪنهن کي پنهنجي جان کان بيخود ڪندو آهي تہ ڪيس پاڻ تائين پهچائيندو آهي. جيڪو فاني ٿيندو، سو باقي ٿيندو. يعني پنهنجي وجود سان حق ۾ باقي ٿي ويندو. قادر مطلق جيڪي چاهيندو آهي، ڪندو آهي، پنهنجي ٻانهي کي، صاحب اختيار بنائي ڇڏيندو آهي.]

## مريديءَ جا شرط ۽ اَدب

الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

فَاِنِ اتَّبَعۡتَنِىۡ فَلَا تَسۡـَٔلۡنِىۡ عَنۡ شَىۡءٍ حَتّٰۤى اُحۡدِثَ لَكَ مِنۡهُ ذِكۡرًا ﴿۷۰﴾ [1]

(1) سورة الكهف آيت : ٧٠

[حضرت موسيٰ عليه السلام کي حضرت خضر عليه السلام چيو تہ، پوءِ جيڪڏهن مون سان گڏ هلين ٿو تہ مون کان ڪنهن شيءِ جو سوال نہ ڪر، جيستائين توکي پاڻ، ان جي حقيقت نہ ٻڌايان.]

نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

عَلَيْكُمُ السَّمْعُ وَالطَّاعَةُ وَإِنْ كَانَ عَبْدًا حَبَشِيًّا (2)

[ٻڌو ۽ فرمانبرداري ڪريو جيتوڻيڪ توهان تي ڪنهن حبشي ٻانهي کي امير بنايو وڃي.]

چاڻ تہ ارادت، وڏي سعادت ۽ مڙني ڀلائين جو ٻج آهي. اها بشري صفت نہ آهي، بلڪ مريد تي حق تعاليٰ جا انوار آهن، جيئن شيخ ابوالحسن خرقاني چوي ٿو تہ تون ان کي پسند ڪر، چاڪاڻ تہ اهو توکي پسند ڪري ٿو. مريدي، ذات حق جي صفت آهي. جيستائين حق تعاليٰ، ٻانهي جي روح ۾ تجليءَ جي ذريعي اها صفت پيدا نٿو ڪري، سندس دل ۾ نور جو اولڙو نٿو وجهي، ڪو شخص مريد نٿو ٿي سگهي. نيڪ بختيءَ جو اهو ٻج، دل جي زمين ۾ الله تعاليٰ جو عطيو آهي، ان ڪري گهرجي تہ ان کي ضايع نہ ڪجي. انهيءَ نور جي شروعات باه جي شعلي وانگر هوندي آهي، جيڪو هر شيءِ کي ساڙي ڇڏيندو آهي. گهرجي تہ پاڻ کي صاحب تصرف، شيخ ڪامل جي عمل دخل هيٺ آڻي، جهڙي طرح سان ٻچو پکيءَ جي پرن هيٺيان پرورش وٺندو آهي. ساڳيءَ طرح سالڪ کي گهرجي تہ مريديءَ جي شرطن جو لحاظ ۽ پابندي ڪري تہ جيئن پنهنجي منزل مقصود تي پهچي. جيڪڏهن ڪو شخص گهري تہ پنهنجي نظر، عقل ۽ علم وسيلي حق تعاليٰ تائين پهچي تہ اهڙي طرح هرگز پنهنجي مراد ماڻي نہ سگهندو بلڪ خطرو آهي تہ هلاڪت ۽ گمراهيءَ جي کڏ ۾ وڃي

(2) صحيح ابن حبان حديث: ۴۵۵۸- موارد الظمآن حديث ۲٦۴۷- مصابيح الزجاجة ص۱۷٦ ج۳- سنن ابن ماجه حديث: ۲۸٦۳- مصنف ابن ابي شيبه حديث: ۳٦٦۳۲،۳۷۹۴۳- مسند احمد حديث: ۱۱٦۵۷- مسند ابي يعلي حديث: ۱۳۴۹- البيان والتعريف ص۲۱۳ ج۲- فتح الباري حديث: ۴۰۸۵- فيض القدير ص۸۸ ج٦- سير اعلام النبلاء ص۱۲ ج۲- معجم الصحابة حديث: ٦۴۸- تاريخ الطبري ص۱۹۸ ج۳- السيرة النبوية ص۵۳ ج٦.

ڪري. بلڪ اهڙي شخص کي ايمان جي زوال جو خوف، خطرو هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهڙو ماڻهو پاڻ کي نفس ۽ شيطان جي دوکي ۾ خودپرستيءَ ۾ آڻي، هلاڪتن جي ماڙيءَ ۾ رلائيندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي شيطان ۽ نفس غرور ۾ وجهي ۽ چوي تہ علم ۽ عقل تي هلڻ جي تاڪيد تہ الله ۽ ان جي رسول ڪئي آهي. قرآن ۽ شرعي علم الله تعاليٰ جي ذات آهي، پوءِ ڪنهن شيخ جي ڪهڙي ضرورت ۽ حاجت آهي؟ ان جو جواب هي آهي تہ ان ۾ شڪ نہ آهي تہ اها واٽ الله ۽ رسول ﷺ جي ڏسيل آهي. قرآن ۽ شرعي علم، انسان ذات تي، الله تعاليٰ جو احسان آهي. پر ان جو مثال هوشيار حڪيم ۽ طبيب وانگر آهي جن کي الله تعاليٰ طرفان الهام ۽ مدد ٿيندي آهي. جيڪي پوري ڄمار تجربا ۽ تحقيق ڪندا آهن ۽ پنهنجي علم ۽ تجربي جي روشني ۾ بيمارن جا علاج، معالجا ڪندا آهن ۽ انسان ذات کي فائدو رسائيندا آهن. پوءِ پنهنجا تجربا ۽ معمول طبي ڪتابن ۾ لکندا ۽ انهن جي شرح بيان ڪندا آهن ۽ علمي ۽ عملي سکيا ڏيندا آهن. استادن جي ٻڌايل اصولن پٽاندڙ نيون نيون کوجنائون ڪندا آهن ۽ ممڪن حد تائين تحصيل ۽ تڪميل ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح هڪ زماني کان ٻئي زماني تائين اهو سلسلو جاري رهندو آهي. انهيءَ ڪري، انهن وٽ ماڻهو علاج ڪرائڻ لاءِ ايندا آهن، جيڪڏهن ڪو مريض مٿي بيان ڪيل طريقي تي عمل ڪرڻ ۽ سکيا وٺڻ کان سواءِ بذات خود طب جا ڪتاب پڙهي، علاج، معالجو ڪندو تہ هرگز ڪامياب نہ ٿيندو. بلڪ جڳائي تہ ماهر ۽ هوشيار طبيب جي شاگردي اختيار ڪري،طب جو علم حاصل ڪري، عملي تجربا ڪري ۽ تربيت وٺي ۽ جيڪا ڳالهہ استاد ٻڌائي، ان تي عمل ڪري. ائين نہ آهي تہ استاد ڪنهن مرض جي ڪا دوا ٻڌائي وري اهو شاگرد اهو چئي ان کي رد ڪري تہ اها دوا تہ ڪوڙي آهي، مٺي ۽ لذيذ دوا ڏيو. اهڙي قسم جا ٻيا اعتراض ڪندو تہ ڪامياب نہ ٿيندو. ڪاميابي ماڻڻ لاءِ ضروري آهي تہ هر معاملي ۾ پنهنجي استاد جو چيو مڃي. ساڳيو معاملو قرآن مجيد جو آهي، جيڪو سيني انساني بيمارين جو بنياد آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

فِي قُلُوبِهِمْ مَّرَضٌ [1]

[انهن جي دلين ۾ بيماري آهي.]

يعني سيني بيمارين جو تعلق دل سان آهي. وري ان جو علاج ٻـ ٻڌائي ٿو تـ:

وَنُنَزِّلُ مِنَ الْقُرْاٰنِ مَا هُوَ شِفَآءٌ وَّرَحْمَةٌ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ [2]

[سگهوئي قرآن مان اهو لاهينداسون، جيڪو ايمان وارن لاءِ شفا ۽ رحمت آهي.]

بلڪ الله تعاليٰ بيان فرمائي ٿو هر رطب يعني آلي شيءِ ۽ هريابس يعني خشڪ شيءِ پڌري ڪتاب ۾ موجود آهي:

وَلَا رَطْبٍ وَّلَا يَابِسٍ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ﴿۵۹﴾ [1]

[نـ آهي ڪا آلي شيءِ ۽ نـ آهي سڪي شيءِ، مگر پڌري ڪتاب ۾ ان جو بيان موجود آهي.]

نبي ڪريم ﷺ جن بشريت جا حاذق آهن، جن جو ڪم آهي هر بيماريءَ جو علاج ۽ اصلاح ڪرڻ. جيئن فرمائي ٿو:

وَاِنَّكَ لَتَهْدِيْٓ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿۵۲﴾ [2]

[۽ بيشڪ تون سڌي واٽ ڏيکارين ٿو.]

اصحابين سڀورن اهو علم سڌيءَ طرح نبي ﷺ جن کان حاصل ڪيو. ان ڪري انهن مان هرهڪ، انسان ذات جو بهترين معالج ۽ طبيب آهي، جيئن حديث آهي تـ:

اَصْحَابِيْ كَالنُّجُوْمِ بِاَيِّهِمُ اقْتَدَيْتُمُ اهْتَدَيْتُمْ [3]

---

(1) سورة البقرة آيت : ١٠

(2) سورة الاسراءِ آيت : ٨٢

(1) سورة الانعام آيت : ٥٩

(2) سورة الشوري آيت : ٥٢

(3) فتح الباري ص٥٧ ج۴- التمهيد لابن عبد البر ص٢٦٣ ج۴- شرح الزرقاني ص٣٠٢ ج٢- فيض القدير ص۴٣٢ ج۴، ٢٩٧ ج٦- لسان الميزان ص١١٨ ج٢، ڪشف الخفاءِ

[منهنجن اصحابن جو مثال ستارن وانگر آهي انهن مان جنهن جي بہ پيروي ڪندا سڌي واٽ لهندا.]

تابعين اصحابين سڳورن ڪان، تبع تابعين، تابعين ڪان علم پرايو ۽ اهو سلسلو موجوده زماني تائين هلندو رهي ٿو. هر عالم کي پنهنجي پنهنجي شعبي ۾ مهارت ۽ هوشياري آهي. عالم ۽ عارف هر زماني ۾ قوم جو مزاج سڃاڻن ٿا ۽ قرآن مجيد مان رهنمائي وٺي قوم جي انفرادي ۽ اجتماعي بيمارين جو علاج ڪندا رهن ٿا. ڇاڪاڻ تہ طبي علمن جا ماهر هجن يا شرعي علمن جا ڄاڻو هر هڪ وٽ پنهنجي پنهنجي فن ۾ گهڻا ڪتاب ۽ تصنيفون آهن، جنهن مطابق اهي فيض حاصل ڪندا آهن. پر جيڪڏهن ڪو شخص بيمار ٿئي، ۽ پاڻ، ڪتاب کولي پنهنجي علم ۽ عقل مطابق بيماريءَ جو علاج ڪري، جيتوڻيڪ ان کي، اُن ڏس ۾ ڪمال حاصل هجي، مگر ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيندو ڇاڪاڻ تہ چيو ويو آهي تہ رَأيُ الْعَلِيْلِ عَلِيْلٌ (بيمار جي راءِ بہ بيمار هوندي آهي.)

ظاهر آهي تہ اهڙي شخص کي ماهر حڪيم ڏانهن رجوع ڪرڻو پوندو. اهڙو ماهر جيڪو هر بيماريءَ جو علاج ڪري سگهي. ڇاهي بيماري هڪ قسم جي هجي، پر هر مريض جو علاج جدا جدا هوندو آهي. ٻار جو علاج هڪڙو پوڙهي جو علاج ٻيو ۽ جوان مرد جو علاج ٽيون هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ هر هڪ جي مزاج ۾ فرق هوندو آهي، شهر، آبهوا ۽ موسم جو فرق بہ بيماريءَ تي اثر وجهندو آهي، اهي سڀ سبب هوشيار طبيب سڃاڻندو آهي. هوشيار حڪيم اهو آهي، جيڪو بيمارين جي سڃاڻپ ۽ ان جو علاج چڱيءَ طرح ڪري سگهي. نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي تہ:

اِنَّ اللّٰهَ عَزَّوَجَلَّ اَنْزَلَ الدَّآءَ وَالدَّوَآءَ وَجَعَلَ لِكُلِّ دَآءٍ دَوَآءً فَتَدَاوُوْا وَلَا تَدَاوُوْا بِالْحَرَامِ [1]

---

ص١٤٧ ج١- تلخيص الحبير ص١٩٠ ج٤- خلاصة البدر المنير ص٤٣١ ج٢- تحفة الطالب ص٢١٢ ج١- الاحكام لابن حزم ٢٤٣ ج٦.

(1) ابودائود حديث : ٣٨٧٤- مستدرڪ حاڪم حديث :٧٤٣٣- سنن البيهقي الڪبري ص٥ ج١٠- عون المبعود ص٢٥١ ج١٠- فيض القدير ص٢١٦ ج٢.

[بيشڪ الله تعاليٰ بيماري لاٿي آهي ته ان جي دوا به لاٿي آهي ۽ هر بيماريءَ جي دوا لاٿي آهي، پوءِ علاج ڪريو ۽ حرام شين سان علاج معالجو نه ڪريو.]

ساڳيءَ طرح جيڪڏهن هوشيار حڪيم پاڻ بيمار ٿي پوي ته پنهنجو علاج پاڻ نه ڪندو. بيماريءَ جي ڪري ان جي نگاه ۽ هوشياريءَ ۾ فرق اچي ويندو آهي. ان کي به اهڙي هوشيار حڪيم جي ضرورت هوندي آهي، جيڪو سليم النظر ۽ صحيح البدن يعني چڱو ڀلو هجي. جو ته بيمار طبيب، صحيح علاج ڪري نه سگهندو. جيئن چيو ويو آهي ته تون پاڻ سُتل آهين ته ستل کي ڪيئن سجاڳ ڪندين؟ جڏهن اها اصولي حقيقت توهان تي واضح ٿي چڪي ته، پوءِ جڳائي ته ڪو شخص شيطان ۽ نفس جي فريب ۽ دوکي ۾ نه اچي. پاڻ تي، پنهنجي علم ۽ عقل تي ناز ۽ ويساه نه ڪري. جڏهن دل ۾ عقيدت ۽ ارادت جو ٻج ڇٽي، جيڪا سيني نيڪ بختين جو سرچشمو آهي ته ان کي وڏي غنيمت ڄاڻي. انهيءَ غيبي مهمان کي پيارو رکي ۽ ان کي حال سان مناسبت رکندڙ غذا ڏي ۽ اها روحاني غذا مشائخ جي رهبري کان سواءِ حاصل نه ٿيندي. انهيءَ ڪري ڪامل شيخ جي طلب ۽ تلاش جاري رکي، جيتوڻيڪ سندس ۽ مرشد جي وچ ۾ اولهه ۽ اوڀر جيترو مفاصلو هجي، جتي به ان جو پتو پوي، هڪدم ان جي خدمت ۾ حاضر ٿي، ان کان فيض حاصل ڪري ۽ ان جي نصيحتن تي پابنديءَ سان پوري طرح عمل ڪري. هر شخص کي، مشائخ کان سندس ارادت ۽ عقيدت جي سگهه ۽ قوت آهر فيض ۽ فائدو حاصل ٿيندو آهي. بس! هرهڪ کي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته ان عظيم دولت کان محروم نه ٿئي. مريد کي گهرجي ته الله کان سواءِ ٻي هر شيءِ کي ڇڏي ڏي. چاڪاڻ ته سچو مريد، ان راه ۾ جيڪا به قرباني ڏيندو ان جي بدلي ۾ ڪيس الله تعاليٰ جو قرب حاصل ٿيندو ۽ الله ڪيس بهترين بدلو عطا فرمائيندو. حق تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَلَنَجْزِيَنَّهُمْ أَجْرَهُمْ بِأَحْسَنِ مَا كَانُوا يَعْمَلُونَ ﴿٩٧﴾ [1]

---

(1) سورة الاعراف آيت: ٩٧٦

[۽ جيڪي عمل اهي ڪن ٿا، ضرور اسين ڪين انهن جو بهترين بدلو ڏينداسون.]

يعني ٻنهي جهانن ۾ سندن نقصان جي تلافي الله تعاليٰ ضرور فرمائيندو ۽ ڪين بهترين بدلو ملندو. جيڪو هزارين درجا چڱو هوندو. جيڪو شخص، الله جي واسطي پنهنجي دل کي عزيزن قريبن جي جدائي ۽ فراق سبب رنجائيندو ۽ زخمي ڪندو، الله تعاليٰ ان لاءِ هر شخص جي دل ۾ محبت ۽ قدر قيمت پيدا ڪندو ته جيئن ان جي قلبي زخمن جي تلافي ٿئي. جيئن فرمايو ويو آهي ته اي ويچارا! خدا طلبيءَ جي راه ۾ جيڪي آزمائشون ۽ دنياوي نقصان توکي پهتا آهن آءٌ پنهنجي ٻاجهه سان انهن جو پورائو ڪندس. منهنجي راه ۾ تنهنجي دل کي جيڪا تڪليف ۽ پريشاني پهتي آهي، ان جي ديت (خون بها) آءٌ ادا ڪندس. ليڪن ياد رک ته مون کان سواءِ پورو زمانو ۽ ڪائنات جون سڀ شيون توکي حاصل هجن، تڏهن به تنهنجي ڪنهن محروميءَ ۽ نقصان جو پورائو ٿي نٿو سگهي.

بيت

جبر نقصان فرقت جانان
نکنند جمله نعمت دو جهان

[محبوب جي جبر ۽ جدائيءَ جي نقصان جي تلافي ۽ پورائو ٻنهي جهانن جون نعمتون به ڪري نٿيون سگهن.]

جڏهن سچو مريد پنهنجي شيخ جي خدمت ۾ پهچندو آهي ته هر قسم جا تعلقات ڇڏي مٿئين بيت جي صفت پنهنجي اندر پيدا ڪندو آهي ته جيئن ان کي دستگير جي صحبت حاصل ٿئي ۽ انهيءَ وات ۾ ڪمال حاصل ڪري. جڏهن سچو مريد، پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ پهچي ته پنهنجا تعلقات، واسطا ۽ ڳانڍاپا ختم ڪري ڇڏي ۽ پاڻ کي پنهنجي مرشد جي صفتن جي نسبت وارو بنائي ته جيئن مرشد جي همراهي ۽ همدرديءَ سان سلوڪ جي ڪامل راه ۾ پنهنجو قدم وڌائي، جنهن لاءِ هيٺيان شرط لازمي آهن:

## مريديءَ جا لوازمات

(١) **توبه:** غير شرعي ڪمن کان سچي طرح توبه ڪري تہ جيئن سندس اڳين ۽ پوين گناهن جي بخشش ٿئي.

لِيَغْفِرَ اللّٰهُ لَكَ مَا تَقَدَّمَ مِنْ ذَنْبِكَ وَمَا تَأَخَّرَ[1]

[تہ جيئن الله تعاليٰ تنهنجا اڳيان ۽ پويان گناه بخشي.]

توبه تي سمورين نيڪين جو دارومدار آهي، جيڪڏهن اهو بنياد مضبوط نہ هوندو تہ آخر تائين خلل ۽ خرابي پيدا ٿيندي رهندي ۽ سمورا ڪم باطل ٿي ويندا. رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

إِنَّهُ لَيُغَانُ عَلٰى قَلْبِيْ حَتّٰى أَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ فِي الْيَوْمِ سَبْعِيْنَ مَرَّةً[2]

[بيشڪ منهنجي دل تي (غفلت جي ڪيفيت) طاري ٿيندي آهي ۽ تانجو آءٌ هر روز الله کان ستر ڀيرا بخشش گهرندو آهيان.]

(٢) **زاهدي:** ٻي شيءِ آهي زاهدي يعني پرهيزگاري يا ۽ دنيا کان بي رغبتي. جڳائي تہ دنيا کان مڪمل نموني مُنهن موڙي ۽ جيڪا شيءِ وٽس هجي سا وارثن ۾ ورهائي ڇڏي يا سڀ ڪجهہ شيخ وٽ پهچائي. سندس لباس ۽ کاڌو خوراڪ جي باري ۾ جيڪا شيءِ سندس مرشد مقرر ڪري ان تي راضي رهي.

(٣) **تنهائي ۽ گوشه نشيني:** پنهنجن نسبي مٽن، مائٽن ۽ دوستن، احبابن کان ڇڳيءَ طرح تنهائي ۽ گوشه نشيني اختيار ڪري تہ جيئن دل ۾ ڪنهن قسم جي بندش ۽ بار نہ پوي. ڇاڪاڻ تہ قرآن مجيد فرمائي ٿو تہ:

يَاأَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا إِنَّ مِنْ أَزْوَاجِكُمْ وَأَوْلَادِكُمْ عَدُوًّا لَّكُمْ فَاحْذَرُوْهُمْ[1]

---

(1) سورة الفتح آيت : ٢

(2) تفسير قرطبي ص٤٠٥ ج١- صحيح مسلم حديث: ٢٧٠٢- صحيح ابن حبان حديث: ٩٣١- المستدرڪ علي الصحيحين حديث: ١٨٨٢- سنن البيهقي الڪبري حديث: ١٣١١٩- ابوداؤد حديث: ١٥١٥- مسند احمد حديث: ١٨٣١٧- مسند عبد بن حميد حديث: ٣٦٤- المعجم الڪبير حديث: ٨٨٧- تحفة الاحوذي ص١٠٣ ج٩- فيض القدير ص١١ج٣- معرفة علوم الحديث ص٣١٦ ج١.

(1) سورة التغابن آيت :١٤

[اي ايمان وارو! بيشڪ توهان جي گهر وارين ۽ اولاد مان ڪي توهان جا دشمن آهن، پوءِ انهن کان بچو.]

(۴) **عقيدو:** چوٿين شيءِ عقيدو آهي. گهرجي ته اهل السنة والجماعة جي عقيدي تي قائم هجي ۽ سلف صالحين جي مسلڪ جي راه تي هلي. هر قسم جي بدعت مثلاً تشبيه، تعديل، شيعت، معتزلي ٿيڻ وغيره کان بلڪل پاڪ صاف هجي، تعصب جي بيماري کان به آجو هجي ۽ قبلي کي مڃڻ وارين جيڪي مذهبي جماعتون ۽ شخصيتون آهن، انهن مان ڪنهن کي ڪافر نه چوي ۽ نه انهن تي لعنت ملامت ڪري.

(۵) **تقويٰ:** پنجين شيءِ تقوي ۽ پرهيزگاري آهي. خاص طرح کائڻ ۽ پيئڻ جي شين ۽ لباس ۾ احتياط ڪري پر مبالغو نه ڪري جو سدائين وسوسي ۾ مبتلا رهي ۽ اها شيءِ مذموم آهي ۽ جيترو تي سگهي عزيمت يعني شريعت جي ڏکين ڪمن تي نه هلي. بلڪ انهن ڪمن تي به عمل نه ڪري جن جي رخصت آهي. وس ۽ وت آهر صفائي سٿرائي جو بندوبست ڪري پر ان ۾ به انتها پسندي اختيار نه ڪري. هر معاملي ۽ هر حال ۾ اهو اصول هجي ته

دَعْ مَا يُرِيبُكَ إِلَّا مَا لَا يُرِيبُكَ [1]

[جيڪا شيءِ توکي شڪ ۾ منجهائي، ان کي ڇڏي ڏي ۽ اُن شيءِ کي اختيار ڪر جيڪا توکي پڪ ڏياري.]

يعني شڪ جي بيماريءَ مان نڪري، يقين جي دولت حاصل ڪر.

(٦) **صبر:** صبر جي عادت هجي. يعني شريعت جي حڪمن احڪامن تي عمل ڪري، برائين کان باز رهي ۽ شيخ جي ارشادن تي صبر سان عمل ڪري، پنهنجي طبيعت ۾ شريعت جي خلاف ڪا ڳالهه اچڻ نه

---

(1) صحيح البخاري ص۷۲۴ ج۲- صحيح ابن خزيمة حديث :۲۳۴۸- صحيح ابن حبان حديث : ۷۲۲- المستدرڪ علي الصحيحين حديث : ۱٦٦، ۲۱٦۹، ۲۱۷۰، ۷۰۴٦- الاحاديث المختارة حديث : ۲۷۴۸- موارد الظمآن حديث : ۵۱۲- سنن الترمذي حديث : ۲۵۱۸- سنن الدارمي حديث : ۲۵۳۱- مجمع الزوائد ص۲۳۸ ج۱، ۵٦ ج۵- النهايه في غريب الحديث ص۲۸٦ ج۲

ڏي. جيڪڏهن دل ۾ اهڙي ڪيفيت پيدا ٿئي تہ ان کي هڪدم مٿائي ۽ هٽائي ڇڏي. نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

مَنْ يَّتَصَبَّرْ يُصَبِّرْهُ اللهُ (2)

[جيڪو صبر ڪندو تہ الله بہ ان کي صبر جي توفيق ڏيندو.]

(٧) **مُجاهدو:** ستين شيءِ مجاهدو آهي. جڳائي تہ نفس جي گهوڙي کي مجاهدي جي لغام سان مسخر ۽ مطيع ڪري ۽ ان ڪري ان کي پنهنجي مرضيءَ تي نہ ڇڏجي جو ڇڙواڳ ٿي جنهن طرف چاهي هلي ۽ جيڪا شيءِ چاهي اختيار ڪري. ڪوشش ڪري تہ نفس جي مراد پوري نہ ٿئي، ڇاڪاڻ تہ نفس جو مثال بکايل شينهن وانگر آهي. جيڪڏهن ان جو پيٽ ڀريندين تہ طاقتور ٿيندو ۽ توکي کائي ڇڏيندو. انهيءَ ڪري ان کان اڳ جو دشمن ايذاءُ پهچائي، ان کي قتل ڪرڻ گهرجي ڇو تہ حڪم آهي تہ:

اُقْتُلُوا الْمُؤْذِیْ قَبْلَ الْاِيْذَاءِ

[ايذاءُ ڏيندڙ کي، ايذاءُ ڏيڻ کان اڳ ئي ماري ڇڏيو.]

(٨) **بهادري:** بهادر هئڻ گهرجي تہ جيئن نفس ۽ شيطان جي شراتن ۽ مخالفتن جو مقابلو ڪري سگهي ڇاڪاڻ تہ انهيءَ واٽ تي هلڻ واري لاءِ انسانن ۽ جنن مان گهڻا شيطان دشمن آهن.

(٩) **بخشش:** بخشش ۽ ڏيڻ جي عادت هئڻ گهرجي، ڇو تہ بخيلي ۽ ڪنجوسي هن راه ۾ وڏو حجاب آهي. يا هيئن چئجي تہ دنيا ۽ آخرت جي هرشيءِ کي خدا حافظ چوي، يا چئجي تہ جان جي بازي هٽي، يا ٻين لفظن ۾ الله کان سواءِ، جيڪا شيءِ هجي سا ڇڏي ڏيڻ گهرجي.

(١٠) **خدا تعالي لاءِ فرمانبرداري:** جوان مرد هجي. هر هڪ کي ان

---

(2) مسلم حديث: ١٠٥٣- صحيح البخاري حديث: ١٤٠٠، ٦١٠٥- صحيح ابن حبان حديث: ٣٤٠٠- المسند المستخرج علي صحيح الامام مسلم حديث: ٢٣٤٧- الترمذي حديث: ٢٠٢٤- الدارمي حديث: ١٦٤٦- البيهقي الڪبري حديث: ٧٦٥٥- ابوداؤد حديث: ١٦٤٤- نوادر الاصول في احاديث الرسول ص٧٧ ج٣، ٧٩ ج٣.

جو حق ڏئي ۽ پنهنجو حق، ڪنهن کان طلب نہ ڪري، بلڪ ڪنهن شخص ڏانهن پنهنجو حق نہ ڄاڻي.

(١١) **صدق ۽ سچائي:** خلوص ۽ دل جي سچائي هجي. جيڪي ڪجهہ ڪري الله جي رضا خاطر ڪري. مخلوق سان لڳ لاڳاپا ۽ اميدون آسرا بلڪل لاهي ڇڏي.

(١٢) **علم:** جيتري قدر علم حاصل ڪرڻ واجب آهي، اهو حاصل ڪري تہ جيئن نماز روزا، حج، زڪوات، حيض نفاس وغيره جا جيڪي فرض آهن، انهن جي ڄاڻ هجي. مگر وڌيڪ علم حاصل نہ ڪري، ڇاڪاڻ تہ علم جي گهڻائي سلوڪ جي واٽ کان دور رکي ٿي. ها! جڏهن ڪمال جي درجي تي پهچي تہ پوءِ ڀلي گهڻو علم حاصل ڪري.

(١٣) **"نياز":** پنهنجي طبعيت ۾ نوڙت ۽ نيازمندي پيدا ڪري، طبيعت ۾ ناز ۽ فخر هجي تہ اها ڇڏي ڏي، ڇاڪاڻ تہ نيازمندي عاشق جو ۽ ناز معشوق جو مقام آهي.

(١٤) **چالاڪي يا هوشمندي:** جڳائي تہ انهيءَ واٽ ۾ چالاڪي ۽ هوشياري سان هلي، ڇاڪاڻ تہ هن واٽ ۾ خطرناڪ موڙ ۽ مقام ايندا آهن. پنهنجي اندر خوداري پيدا ڪري. ڪنهن بہ قسم جي بُري ڀَڃاڙي کان نہ ڏجي. پنهنجي جان، گهر ۽ گهروارن جي خراب ۽ برباد ٿيڻ جو خوف نہ ڪري.

(١٥) **ملامت :** جڳائي تہ ملامتي قلندر سيرت هجي، پر غيرشرعي ڪمن جي ويجهو نہ وڃي جو اها شيطاني واٽ آهي. جيڪي ماڻهو اباحيت پسند يعني بيحيائيءَ جا ڪم ڪم ٿا، اهي دوزخ جي واٽ وٺن ٿا. ملامت جي معنيٰ هيءَ آهي تہ خلق جي عزت، ساراه يا تنقيد، ناراضگي يا رضامندي قبول ڪرڻ يا رد ڪرڻ، هڪجهڙو هوندو آهي. ان ڪري، خلق جي دوستي يا دشمني کان نہ خوش ٿئي ۽ نہ غم ڪري ۽ هڪ ٻئي جي انهن سيني ضدن کي هڪ شمار ڪري.

(١٦) **عقل :** جڳائي تہ عقلمنديءَ جي تقاضائن تي پابنديءَ سان عمل ڪري، يعني شيخ جي ناراضگيءَ وارو ڪم نہ ڪري. ڪا هلت اهڙي نہ هلي جنهن جي نتيجي ۾ مرشد ڪاوڙجي پوي، ڇوتہ ان سان

بگاڙ ۽ خرابي واقع ٿيندي.

(١٧) **ادب** : باادب انسان هجي ۽ انهيءَ واٽ ۾ خوشي سان پنهنجي منزل ڏانهن سفر جاري رکي ۽ شيخ جي خدمت ڪندو رهي ۽ شيخ کي جيڪي ڪجهه چوڻو هجي، نرمي، اخلاق ۽ آرام سان چوي ۽ صحيح ڳالهه چوي. ظاهري ۽ باطني اعتبار سان شيخ جي حڪم جو انتظار ڪري، جيڪڏهن ڪا خطا ۽ ڪوتاهي ٿئي ته فورًا بخشش گهري.

(١٨) **خلوت** : سهڻن اخلاقن جو مالڪ هجي. هميشه خوش اخلاقيءَ جو مظاهرو ڪري. دوستن کي تنگ نه ڪري. تڪبر، فخر، خودپسندي، دعوي ڪرڻ جي عادت، مانُ، مرتبو ماڻڻ جي هوس ۽ اهڙين ٻين خراب عادتن کان پري رهي. ساٿي عمر ۾ وڏا هجن يا ننڍا، سيني سان ميل ملنساري ۽ عاجزي سان پيش اچي. ننڍن تي رحم ۽ وڏن جي عزت ڪري. ڪنهن تي پنهنجو بار نه رکي. اجائي مخالفت تي سندرو نه ٻڌي. نصيحت ٻڌي ۽ ان تي عمل ڪري. مناظري، تڪرار، دشمني ۽ جهيڙي جهٽي جي واٽ تي نه هلي. نه اهڙن ماڻهن سان واسطو رکي ۽ نه انهن جي عزت ڪري. ٻين کي حقارت جي نگاهن سان نه ڏسي ۽ هميشه ڪوشش ڪري ته الله تعاليٰ جو قرب نصيب ٿئي. وس آهر ايثار ۽ قرباني ڪري ۽ ٻين جي نصيب ۾ طمع نه رکي. محفلِ سماع ۾ هجي ته دل جمعي سان ويهي ۽ ڪنهن قسم جي چرپر نه ڪري.

(١٩) **سليم الطبع** : سليم فطرت هجي. يعني ظاهر ۽ باطن ۾ شيخ جي ولايت جي تصرفات کي قبول ڪري ۽ پنهنجي تصرفات کي ختم ڪري. ڪنهن ڪم جو حڪم هجي يا ان جي نه ڪرڻ جي منع هجي يا پيري مريديءَ جا آداب هجن، انهن جي پوري پوري پابندي ڪري. ظاهر ۽ باطن ۾ شيخ کان التجا ڪندو رهي. شيخ جي موجودگي يا غير موجودگيءَ ۾ جيڪا به چرپر ڪري، ٻهريائين اجازت طلب ڪري. اجازت ملي ته اهو ڪم ڪري نه ته ان کان باز رهي. شيخ جي ظاهري ۽ باطني اعمالن ۽ احوالن تي اعتراض نه ڪري، ۽ مريد کي، مرشد جي جيڪا ڳالهه چڱي نظر نه اچي، ان کي خراب ۽ غلط نه سمجهي. (بفرض محال) شيخ کي

غيرشرعي ڪم ڪندي ڏسي، تڏهن بہ اهو ئي اعتقاد رکي تہ اهو غيرشرعي ڪم نٿو ڪري سگهي، ڇاڪاڻ تہ شيخ جي نظر ڪامل هوندي آهي، جيڪي ڪجهہ ڪندو آهي، ضرور ان ۾ ڪا راز ۽ مصلحت جي ڳالهہ هوندي آهي، جيئن موسيٰ عليه السلام ۽ خضر عليه السلام جي قصي ۾ آهي تہ ڪيس حضرت خضر فرمايو تہ جيڪڏهن مون سان گڏ هلين تہ ڪنهن بہ شيءِ جي باري ۾ سوال نہ ڪجانءِ، تانجو پاڻ توکي ان جي حقيقت ٻڌايان. يعني جيڪو بہ ڪم ڪريان، ان تي اعتراض اصل نہ ڪر. جڏهن حضرت خضر ڪيس فرمايو تہ

هٰذَا فِرَاقُ بَيۡنِيۡ وَبَيۡنِكَ[1]

[تنهنجي ۽ منهنجي درميان اهو جدائيءَ جو آخري موقعو آهي.]

اي منهنجا عزيزا شيخ تي اعتراض ڪرڻ جي واٽ هر لحاظ سان بند ڪري ڇڏجي.

(٢٠) **الله جي حوالي ڪرڻ** : پاڻ کي مڪمل طرح الله جي حوالي ڪري ڇڏي، جڏهن مريد طلب جي واٽ ۾ قدم رکي تہ پنهنجي وجود کان مڪمل طرح دستبردار ٿئي. (جيئن چوندا آهن تہ سر ترئيءَ تي رکي اچي.) پاڻ کي خدا تعاليٰ جي واٽ ۾ فدا ڪري ڇڏي ۽ سچي دل سان چوي تہ:

وَاُفَوِّضُ اَمۡرِيۡۤ اِلَى اللّٰهِ[1]

[۽ پنهنجو معاملو الله جي حوالي ڪريان ٿو.]

الله تعاليٰ جي بندگي نہ جنت جي جذبي سان ڪري، نہ دوزخ کان بچڻ جي خيال سان، نہ ڪنهن نقصان جي انديشي سان ۽ نہ فائدي حاصل ڪرڻ جي خيال سان. بلڪ دل جي سچائي ۽ خلوص سان ٻانهپ بجا آڻي ۽ الله جي محبت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. الله تعاليٰ جي طرفان جيڪي ڪجهہ ملي، ان تي راضي رهي ۽ ان جو شڪر ڪري، ۽ ڪنهن بہ سبب جي ڪري الله کان منهن نہ موڙي بلڪ سندس حياتيءَ جو اصول هجي تہ:

---

(1) سوره ڪهف پ ١٥ آخري رڪوع

(1) سوره غافر آيت: ٤٤

وَكَّلْتُ اِلَى الْمَحْبُوْبِ كُلَّهٗ فَاِنْ شَاءَ اَحْيَانَا وَاِنْ شَاءَ اَتْلَفْنَا

[مون پنهنجو سڀ ڪجهه، پنهنجي محبوب جي حوالي ڪري ڇڏيو پوءِ چاهي تہ اسان کي جياري ۽ چاهي تہ ماري.]

الله تعاليٰ جي بندگي تي ثابت قدم رهي ۽ شريعت ۽ طريقت جي مقرر ڪيل شرطن مطابق سندس ٻانهپ بجا آڻي. جيڪڏهن هزار ڀيرا بہ خطا ڪري، ڪيس چئجي تہ پنهنجو مطلب نہ لهندين، تڏهن بہ ذري جيترو بہ پنهنجي فرض جي بجاآوري کان منهن نہ موڙي. امتحان ۽ آزمائش جي ميدان ۾ ثابت قدم رهي. هرگز پنهنجي شيخ کي نہ ڇڏي. جيتوڻيڪ شيخ ان کي هزارين ڀيرا ٺڪرائي ڇڏي. تڏهن بہ پنهنجي ارادت ۽ عقيدت نہ ڇڏي. جيڪڏهن مريد سچو هوندو تہ مريديءَ جي شرطن تي قائم رهندو.

شيخ جون صفتون اهي آهن جيڪي مٿي بيان ٿيون. شيخ اهڙو هجي جيڪو محروميءَ جي حجاب مان حقيقي مراد کي جلد ٻاهر آڻي ۽ جمال تان غيرت جو پردو کولي، قاصد کي پنهنجي مقصود، طالب کي پنهنجي مطلوب ۽ عاشق کي پنهنجي معشوق تائين پهچائي. ڇاڪاڻ تہ قدرت جو اصول آهي تہ: مَنْ طَلَبَنِيْ وَجَدَنِيْ (جيڪو مون کي طلب ڪندو اهو مون کي لهندو.) وَعَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّآلِهٖ وَسَلَّمَ.

## حقيقي خلافت جا شرط ۽ آداب

(١) پهريون شرط آهي تہ واسطيدار شخص خلافت جو مجاز ۽ برحق خليفو هجي تہ جيئن ان کي خلافت عطا ٿئي يعني شريعت ۽ طريقت جي معيار تي پورو لهي. جڏهن مرشد يا شيخ ڪنهن کي خلافت ڏئي تہ عام ۽ خاص سڀ کي سُڏ ڪري تہ جيئن ان جي خلافت ۽ مشيخت قائم ۽ مستحڪم ٿئي.

(٢) ٻيو شرط هي آهي تہ جنهن شخص کي برحق خلافت ڏي ان کي مصلو عصا وغيره ڏئي جيئن مٿي بيان ٿيو. خليفي کي گهرجي تہ مسند تي ويهڻ کان پوءِ الله جو شڪر ادا ڪري ۽ سجاده نشينيءَ جي سکيا وٺي تہ جيئن سجاد نشينيءَ جو فرض نڀائي سگهي. شيخ، خادم کي وصيت ڪري تہ منهنجي وفات جي ٽئين ڏينهن منهنجي نائب، سجاده

نشين يا خليفي کي سادات، مشائخ، علماءَ ۽ عام مسلمانن جي ميڙ جي موجوگيءَ ۾ خلافت جي خلعت عطا ڪري ۽ اعلان ڪري تہ حضرت شيخ فلاڻي شخص کي خلافت ڏني ۽ پنهنجو جانشين مقرر ڪيو آهي تہ جيئن ماڻهن کي شريعت ۽ طريقت جي دعوت ڏي. هاڻي سندس خلافت مسلم يعني مڃيل آهي. جنهن کي شيخ برحق پنهنجي زندگيءَ ۾ مقرر نہ ڪري، اهو پاڻ شريعت جي اصولن مطابق ماڻهن کان بيعت وٺي، انهن کي مريد ڪري، جيڪڏهن مڪاشفن ۽ ڪرامتن جي دعوي ڪندو تہ حرام آهي جيئن نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

إِنَّ مِنَ الذُّنُوبِ ذَنْبًا لَا عُقُوبَةَ لَهُ إِلَّاسَلْبُ الْإِيْمَانِ وَهُوَ الدَّعْوٰى لِلْوِلَايَةِ وَالْكَرَامَةِ إِفْتِرَاءً عَلَى اللهِ

[بيشڪ ڪي گناه اهڙا آهن، جن جي سزا ايمان کان محروميءَ کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي ۽ اهو آهي، الله تي ڪوڙ هڻي ولايت ۽ ڪرامت جي دعوي ڪرڻ.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ مريد، خلافت جو مستحق ڪڏهن ۽ ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ بزرگ فرمائين ٿا تہ جڏهن سالڪ دنيا سان لڳ لاڳاپا ڇڏي، تجريد (تنهائي) جي جهان ۾ ايندو تہ پوءِ خود بخود ان کي تفريد حاصل ٿيندي ۽ اها ڳالهہ الله تعاليٰ جي معرفت ۽ ان جي محبت جي نشانين منجهان آهي. هر طرف کان منهن موڙي، الله تعاليٰ کي ڄاڻي. ڪنهن ڳالهہ جي قبوليت ۽ منظوري هجي يا ان کي رد ڪري، خير هجي يا شر، مراد هجي يا نامرادي، نفعو هجي يا نقصان قهر هجي يا مهر، قلب جو قبض هجي يا ڪشادگي، عزت هجي يا ذلت، رزق جي ڪشادگي هجي يا تنگي، زندگي هجي يا موت، سڀ ڪجهہ قادر مطلق جي هٿ ۾ آهي. جيستائين ان جو حڪم نہ ٿئي، ڪجهہ نٿو ٿئي. اهڙو شخص وَاعْبُدْ رَبَّكَ حَتّٰى يَأْتِيَكَ الْيَقِيْنُ جي مقام تي فائز آهي يعني پنهنجي رب جي عبادت ڪر، تانجو توکي يقين حاصل ٿئي. ان کي ڪفايت شعاري ۽ قناعت جي دولت حاصل آهي. ان کي الله ڪافي ٿيندو. بسم الله ڪري ان جي تصديق ڪري، خلافت جو خرقو عطا ڪري ڇڏي. ڪي مشائخ چون ٿا تہ جيڪو

شخص شريعت جو استاد هجي. باقاعده سمورن علمن جي تحصيل ڪئي هجيس، عملي لحاظ سان تر جيتري بہ شريعت جي پيڪڙي نتو ڪري، اميرن ۽ بادشاهن وٽ اچ وڃ نتو رکي، مگر نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ ۽ برائي کان روڪڻ جي غرض سان تہ اهڙي شخص کي خلافت عطا ڪئي ويندي. بزرگ فرمائين ٿا تہ جيڪو شخص دنياوي لهو و لعب، ڪيني ۽ ڪمينگي، بغض ۽ خودپرستي، فريب ڪاري، گلاءِ ڪوڙ ۽ ٻين مڙني خراب اوگڻن کان پاسو ڪري، پابنديءَ سان باجماعت پنج وقتي نماز ۽ تهجد دل جي حضوريءَ سان پڙهي ٿو اهو بہ خلافت جو مستحق آهي. ڪن مشائخن جو هن ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ جيڪو شخص دنياوي لوٿ ۽ گندگيءَ کان پاڪ هجي، آخرت کان بہ استغفار ڪري، يعني آخرت جو بہ طالب نہ هجي، بشري تقاضائن کان متانهون هجي، جنهن جو حال اهو آهي، جيئن شيخ شرف الدين چوي ٿو تہ:

درويش نه ازان ونه ازين باشد

[درويش نہ اُنهيءَ آخرت جو ۽ نہ هن دنيا جو طالب هوندو آهي.]

سندس مقصد حق هجي، ۽ حق تعاليٰ طرفان مٿس فيض جي پالوٽ هجي، حق ۽ ٻانهي ۾ ڪا جدائي ۽ دوري نہ هجي، ڪڏهن ان کان شرڪ خفي ظاهر نہ ٿئي تہ پوءِ اهو خلافت جو حقدار آهي. ڇاڪاڻ تہ شرڪ خفي، الوهيت کان پڌري بغاوت آهي، جنهن کان نبي ﷺ جن هن طرح خبردار فرمايو آهي تہ:

اَلشِّرْكُ الْخَفِيُّ فِيْ اُمَّتِيْ مِنْ دَبِيْبِ النَّمْلِ عَلَى الصَّخْرَةِ الصَّالِتِ الظَّلْمَاءِ [1]

[منهنجي امت ۾ شرڪ خفي جو مثال انهيءَ ماڪوڙيءَ وانگر آهي، جيڪا اونداهي رات ۾ ڪنهن پٿر تي هلي.]

اهڙن ماڻهن کي ولايت نٿي ملي سگهي. ولايت سچن، راسخ الايمان انسانن کي ملندي آهي. جن جو فرض، ماڻهن کي بيعت ڪري

(1) ابن ڪثير ص ٥٨ ج١- مجمع الزوائد ص ٢٢٣ج ١- مصنف ابن ابي شيبه ص. احمد ص ٦ ج٦-، احمد ص ٤٠٣ ج ٤-، الترغيب والترهيب ص ٤ ج١- دار قطني ص ١٩١ج١ — ميزان الاعتدال ص ٢٣٤ج٤- الڪني للبخاري ص٥٨ج١- فيض القديرص ١٧٢- ١٧٣٢- ١٧٤ج ٤ .

هدايت ڏيڻ آهي. يعني اهڙا راسخ الايمان انسان جيڪي عارف، عالم ۽ متعلم هجن. جن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

اَلْعُلَمَاءُ وَرَثَةُ الْأَنْبِيَاءِ [2]

[عالم، نبين جا وارث آهن.]

اهڙي شخص جي باري ۾ چئي سگهجي ٿو تہ اهو خلافت جو لائق آهي، ولايت جي مسند ان جي حوالي ڪري سگهجي ٿي، اهو انهيءَ بار کي کڻي سگهندو سلوڪ جي سعادت ۽ دولت جو حامل ٿي سگهندو، حجاب هٽائي ماڻهن جا اخلاق تبديل ڪري سگهندو انهن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

اِنَّ الَّذِيْنَ يُبَايِعُوْنَكَ اِنَّمَا يُبَايِعُوْنَ اللّٰهَ [3]

[بيشڪ جيڪي تو سان بيعت ڪن ٿا اهي درحقيقت الله سان بيعت ڪن ٿا.]

انهن جو هٿ نبيءَ جو هٿ هوندو آهي. ڇاڪاڻ تہ ولي ڪامل ۽ مرشد مڪمل پيغمبر ﷺ جو نائب آهي، جيئن مشهور آهي تہ شيخ پنهنجي قوم ۾ ائين آهي، جيئن پنهنجي امت ۾ نبي هوندو آهي. پيغمبر سڀورا، الله ڏانهن دعوت ڏيندا آهن، اهڙي طرح اولياءَ بہ هدايت ڏانهن سڏيندا آهن. ڇاڪاڻ تہ ولي ظاهري ۽ باطني لحاظ سان رسول الله ﷺ جو ميطع ۽ ساڻن موافقت رکندو آهي. منزل جي رستن ۽ حالتن کان آگاه هوندو آهي، لغزشن ۽ خطرن جي ڪيس سڃاڻپ هوندي آهي، ڄاڻندو آهي تہ ڪهڙو طريقو پُرامن آهي ۽ ڪهڙو خطرناڪ. سندس نگرانيءَ هيٺ مريد غلط واٽ کان محفوظ ٿي، سڌي رستي تي هلي ڪاميابيءَ سان پنهنجي حقيقي مقصد، حقيقي مطلوب ۽ حقيقي محبوب تائين رسائي حاصل ڪندو آهي. ڪو شخص اعتراض ڪري تہ ڪهڙي طرح عام انسان ظاهر

---

(2) قرطبي ۴۱ج ۴ ابن ڪثير ۵۵۸ج۳- بخاري ص ۳۷ج۱- ابن حبان ص۱۰ ا ج۱- ترمذي ص ۴۸ج۵- احمد ص ۱۹۶ج۵- مجمع الزوائد ص ۱۲۶ج۱- ابن ماجه ص ۸۱ج۱- امالي للمحاملي ص ۳۳ج۱.

(3) سورة الفتح آيت: ۱۰

۾ باطن ۾، نبي ڪريم ﷺ جي پوري پوري موافقت ۾ مطابقت ڪري سگهي ٿو. جواب مٿي گذريو ته جيڪو قادر مطلق ٻانهي کي حڪم ڪري ٿو ته پنهنجي اندر منهنجا اخلاق پيدا ڪر ته پوءِ ڪهڙو عجب آهي ته ڪيس رسول اڪرم ﷺ جن جي اخلاقن ۾ عادتن سان نوازي.

جنهن ۾ خلافت حقيقيءَ جي لياقت ۾ صلاحيت نه هجي تنهن جي سچن ۾ حقيقي مشائخ وانگر تقليد ڪرڻ نسورو ڪوڙ آهي. ان جي باري ۾ ئي فرمايو ويو آهي ته "اهو منهنجي امت جو ڪوڙو آهي" اهڙي شخص سان عقيدت ۾ ارادت رکڻ پڌري گمراهي ۾ ضلالت آهي، جيئن چيو ويو آهي.

بيت

اي بسا ابليس آدم رُوئ هست۔ پس بهر دستي نشايد داد دست

[گهڻا ئي ابليس، انساني صورت ۾ هوندا آهن. انهيءَ ڪري دوستي ۾ بيعت لاءِ ان جي هٿ ۾ هٿ نه ڏيڻ گهرجي.]

جيتوڻيڪ اهڙو شخص ولي سڏائيندو هجي، پر هر وليءَ کان هدايت نٿي ملي. جيڪو صحيح معنيٰ ۾ هادي ۾ داعي هجي، ان جي پيروي ڪرڻ جڳائي. ولي ڪامل ۾ مڪمل اهو آهي، جيڪو رسول الله ﷺ جي ڪامل پيروي ڪري ۾ پاڻ سڀورن وانگر خلق خدا کي، الله ڏانهن سڏي، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي:

قُلْ هٰذِهٖ سَبِيْلِيْٓ اَدْعُوْٓا اِلَى اللّٰهِ عَلٰى بَصِيْرَةٍ اَنَا وَمَنِ اتَّبَعَنِيْ [1]

[چئو ته منهنجي واٽ اها آهي، بصيرت ۾ روشنيءَ جي بنياد تي الله ڏانهن سڏيان ٿو، آءٌ به ۾ جيڪي منهنجا پيروڪار آهن اهي به.]

اهي ئي الله جا ڪامل ٻانها آهن، جن کي ازل کان الله تعاليٰ جو فضل ۾ ٻاجهه حاصل هوندي آهي. جيڪي درياءِ وحدت ۾ غرق رهندا آهن. دنيا جي هر شيءِ کي ڇڏي فنا في الله تي، بقا بالله حاصل ڪندا آهن. هر قسم جي تفرقي ۾ جدائي کان پري هوندا آهن، يعني انهن ڳالهين کان پاڪ هوندا آهن جيڪي ٻانهي کي خدا کان دور ڪنديون آهن ۾ محفوظ مقام تي ثابت قدم رهندا آهن. انهن کي الله تعاليٰ

(1) سوره يوسف آيت : ١٠٨

سڪون ۽ تسلي جي سعادت عطا ڪندو آهي، تہ جيئن مخلوق کي هدايت ۽ نجات جي رستي جي دعوت ڏين. ولايت جو اهو مرتبو نبوت جو حڪ حصو آهي. بحرِ تحقيق ۾ غرق اسان جي حضرت شيخ مرشد جو حال اهو هوندو هو جو پنهنجي وجود جي خبر بہ نہ رکندا هئا. تڏهن بہ پنهنجي بي انتها ڪمال سبب خلقِ خدا کي لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي تلقين ڪندا هئا، جيڪو سڀ کان افضل ذڪر آهي.

غزل

بذات مطلق محو آمد ولي ز کمال
بخلق گفت بدان لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ
نگر که داعي خلق آمده بجانب حق
بحُجت برهان لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ
چه مرشد است بعالمين ببين که مامور است
بذکر افضل کان لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ
ز اولياءِ ولايت ز هر ولي الله
که کاشت بجهان لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ
باذن استاد ارشاد جمله مامور است
ولي بگفت ازان لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ
ز پيروي رسالت دقيقه نگذاشت
ازان نموده برهان لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ

[جيتوڻيڪ اسان جو مرشد، يعني حضرت مخدوم نوح رح ذاتِ مطلق ۾ مَحو ۽ گم رهندو هو پر سندس ڪمال جي صفت اها هئي جو خلق کي لَااِلٰهَ اِلَّااللّٰهُ جي ذڪر جي فضيلت جي ڄاڻ ڏيندو هو. ڏس! خلق کي، حق جي دعوت ڏيندڙ حق جي طرفان آيو آهي، جيڪو لَااِلٰهَ اِلَّااللّٰهُ جي روشني، دليل سان ڏيکاري ٿو. ڄاڪاڻ تہ، مرشد دنيا جهان جو رمز شناس ۽ ڄاڻو هوندو آهي، جنهن کي افضل الذڪر لَااِلٰهَ اِلَّااللّٰهُ جي تلقين ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويندو آهي. ولايت جا صاحب جيڪي اولياءَ الله آهن، انهن

مان هر هڪ وليءَ جو ڪم آهي ته اُهي جهان ۾ لَآاِلٰهَ اِلَّااللهُ جو ٻج پوکين، پنهنجي استاد يعني مرشد جي حڪم سان سڀ ولي، لَآاِلٰهَ اِلَّااللهُ جي ذڪر جي تلقين ڪرڻ لاءِ مقرر آهن.]

مشائخ رحمهم الله تعاليٰ اجمعين نبين سڳورن کان پوءِ انسانيت جو ستُ، خلاصو ۽ پيدائش جو مقصد ۽ سموري مخلوق مان چونڊيل آهن. حضرت مخدوم نوح رحہ حضور عليه السلام جي سنت جي پيروي ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي، ان ڪري لَآاِلٰهَ اِلَّااللهُ جي روشن ذڪر جي تلقين ڪيائون. سندن اها ڪمال جي صفت هئي جو خلق کي لَآاِلٰهَ اِلَّااللهُ جي ذڪر جي فضيلت جي ڄاڻ ڏيندا رهيا ڇاڪاڻ تہ انهن جا نائب ۽ جانشين آهن جيڪي لَآاِلٰهَ اِلَّااللهُ جي ذڪر جي تلقين ۽ تاڪيد ڪن ٿا ۽ هيءَ ذڪر ڪائنات جو روح ۽ بنياد آهي. اهي لَآاِلٰهَ اِلَّااللهُ جي ان ڪلمي ۾ ان تحريڪ کي وڌائين ٿا. قرآن ۽ حديث کان پوءِ انهن جون ڳالهيون سڀ کان وڏيڪ برڪت ڀريون آهن. انهن جو ذڪر خير ٿئي تہ ٻڌڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ جيڪي ماٺهو مشائخ، اولياءَ الله ۽ فَقراءَ جي ياد ۾ مشغول رهن ٿا اهي جڻ الله ۽ رسول جي ذڪر ۾ مشغول آهن. بلڪ چيو ويو آهي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ جتي منهنجو ذڪر ٿئي، اتي منهنجي رحمت نازل ٿئي ٿي ۽ جنهن جاءِ تي منهنجن محبوبن ۽ مخلصن جو ذڪر ٿيندو آهي، اتي آءٌ پاڻ رحمت نازل ڪندو آهيان. شيخ ابو علي بغوي چوي ٿو تہ جڏهن بہ بزرگان دين جون ڳالهيون ٻڌين جيتوڻيڪ معنيٰ نہ ڄاڻين، تڏهن بہ انهن جي صحبت اختيار ڪر، تہ جيئن سڀاڻي قيامت جي ڏينهن چئي سگهين تہ آءٌ سندن ساٿين مان آهيان. فرشتا ڪيس چوندا تہ تون (جنت ۾) اچ تنهنجو بہ حق آهي (1).

---

(1) چوي ٿو هي خاڪسار مترجم تہ انهيءَ مضمون جي هڪ مرفوع حديث مان تائيد ٿئي ٿي، جنهن جا الفاظ هي آهن تہ انهم قوم لا يشقيٰ جليسهم (ابن حبان ص ١٣٩ج ٣۔ جامع العلوم والحڪم ٣٤٥ج ١) يعني الله تعاليٰ فرشتن جي سامهون انهن ماڻهن جي بخشش جو اعلان فرمائيندو آهي، جيڪي ان جي ياد ۾ مشغول رهندا آهن. هڪ فرشتو عرض ڪندو آهي تہ انهن ۾ فلاڻو شخص بہ ويٺو هو جيڪو انهن مان نہ آهي،

شيخ عارف بايزيد بسطامي، پنهنجي هڪ معتقد کي نصيحت ڪندي چيو تہ جيڪڏهن ڪنهن کي ڏسين تہ مشائخ جون ڳالهيون ڪري ٿو تہ ان کان منهنجي ۽ پنهنجي لاءِ دعا جي درخواست ڪر، ڇاڪاڻ تہ بيشڪ ان جون دعائون قبول پونديون.

بيت

رهي نمي روم و چنان نمي دانم۔ بجز محبت مردان متبع احوال

[ڪنهن واٽ تي نٿو هلان ۽ نہ ڪو رستو معلوم اٿم پر الله ۽ رسول جي پيروي ڪندڙ مردن جي محبت حاصل اٿم.]

اسان جو قبله حضرت صاحب آيت سڳوري وَتُعِزُّ مَنْ تَشَآءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ جي تفسير ۾ فرمائي ٿو تہ الله تعاليٰ پنهنجي ٻنهي جهانن جي عزت، دولت ۽ نيڪ بختي پنهنجن خاص ٻانهن يعني اهل بيت رسول الله سان اخلاص، رابطي، واسطي ۽ صحيح عقيدت رکڻ سان وابسته رکي آهي ۽ جنهن جي باري ۾ الله تعاليٰ گهرندو آهي تہ مٿن ٻنهي جهانن جي بدبختي مڙهي انهن کي پنهنجن پيارن جي باري ۾ فاسد عقيدي ۾ ڦاسائيندو آهي ۽ کين انهن کان پري ڪندو آهي ۽ انهن جي فيض بخش صحبت کان ٽڙي ڇڏيندو آهي، پوءِ جيڪو انهن جي اهانت ڪندو يا انهن سان دشمني رکندو آهي تہ اهو در حقيقت الله سان جنگ ڪندو آهي ۽ ظاهر آهي تہ اهو الله جي مقابلي ۾ هرگز هرگز ڪامياب نہ ٿيندو. جيئن الله تعاليٰ (حديث قدسيءَ ۾) ارشاد فرمائي ٿو تہ:

مَنْ اَهَانَ لِیْ وَلِيًّا فَقَدْ بَارَزَنِیْ بِالْمُحَارَبَةِ (1)

[جنهن منهنجي وليءَ جي توهين ڪئي، انهيءَ مون کي جنگ لاءِ للڪاريو.]

ٻي حديث ۾ آهي تہ:

مَنْ عَادٰی لِیْ وَلِيًّا فَقَدْ اٰذَنْتُهٗ بِالْحَرْبِ (2)

---

بلڪ انهن وٽ ڪنهن ضرورت لاءِ آيو هو. الله فرمائيندو آهي تہ اهي اهڙا ساٿي آهن جن وٽ (بي مقصد) ويهندڙ شخص بہ منهنجي رحمت کان محروم رهي نٿو سگهي.

(1) قرطبي ٢٨ج ١٦، ابن ڪثير ١٤٧ ج ٣، مجمع الزوائد ص ٢٤٨ ج ٢، حلية الاولياءِ ص ١١ج١، المعجم الڪبير ص ٢٢١ ج ٨، جامع العلوم و الحڪم ص ٣٦٠ ج ١.

[جنهن منهنجي وليءَ سان دشمني ڪئي، آءُ ان جي خلاف جنگ جو اعلان ڪريان ٿو.] هين لفظن ۾ الله جي دوستن جي دشمنيءَ جي ڪري، اهي خدا تعاليٰ جا دشمن آهن ۽ سدائين لعنت جا حقدار ٿين ٿا. شيخ سعدي فرمائي ٿو:

بيت

حب درويشان ڪليدي جنت است

دشمني ايشان هزارين لعنت است

[درويشن جي محبت، جنت جي ڪنجي آهي انهن جي دشمني، هزارين قسم جي لعنت جو ڪارڻ آهي.]

خواجہ عبدالله انصاري عرض ڪري ٿو تہ يا الله ! تو پنهنجن دوستن تي ڪهڙو نہ فضل فرمايو آهي. اُنهن مان، جنهن بہ توکي سڃاتو تنهن توکي لڌو ۽ جيڪو انهن کي لهي تو اهو توکي سڃاڻي ٿو. پڻ چوي ٿو تہ يا الله! جنهن کي بہ حوالي ڪرين ان کي درويشن جي سپرد ڪر.

سندس ئي قول آهي تہ مريد ٽن قسمن جا آهن: ١- دنيا جو مريد ٢- آخرت جو مريد ٣- مولا جو مريد. دنيا جي مريد جون ٻہ نشانيون آهن: (١) شرعي فرض ڇڏيندو (٢) الله وارن فقرائن ۽ علمائن کان ٿهندو. آخرت جي مريد جون بہ ٻہ نشانيون آهن: (١) عالمن ۽ فقيرن کي دوست رکندو (٢) ساڌن صحبت رکندو. مولا جي مريد جون بہ نشانيون آهن: (١) پاڻ کان ۽ مخلوق کان بہ بيزار هوندو (٢) دنيا ۽ آخرت کي پيرن هيٺان لتاڙيندو ۽ حق کان سواءِ هر شيءِ کان دور رهندو.

مثنوي

مشائخ جهان درجهان سرورند

خلائق نواز و جهان پرورند

جهان را پناه و زمان راه امان

شدند اولياءَ همچون پيغمبران

---

(2) بخاري حديث: ٦١٣٧، قرطبي ص ١٣٥ج٦، ابن ڪثير ص: ٥٨ج٢-مجمع الزوائد ص ٦٩- ٢٧٠ج ١٠- سنن بيهقي الڪبري ٢١٩ج ١٠، احمد ص ٢٦٥ج٦ —ڪتاب الزهد الڪبير: ٢٧ج٢.

که بعد اینها اولیاءً آمدند
بقائم مقام انبیاءً آمدند
بالطاف انفاس شان تازه شد
جهان و همه کارش آماده شد
بتشریف اقدام ایشان نگر
که آباد شه جمله بحر و بر
تراوت پذیر است جمله جهان
چون گلشن ز خورشید از مهر شان
بنور خاکستر ایشان ببین
منور شد آسمان و زمین
بهمین نظر شان شود زنده دل
که بفرست بعد مدت تن مرده دل
محي و ممیت آمدند در جهان
برحمت دمیدند بتن مرده جان
نظر که کنند، مس زر مي شود
بسي بي خبر، با خبر مي شوند
اگر گمراهان را توجه کنند
همه کار ایشان موجُه کنند
اگر سوئ عاصي کنند یک نگاه
شود عفو جرمش نماند گناه
گناه بمردم رسد فیض از اولیاءِ
که گشتند مر خلق را رهنما
تصرف کنان جمله جنس نقد
که درکار حق گشتند حل و عقد
بہ ملک آمدند جمله را فیض بخش
که صانع بقدرت چنین ببسته نقش
ز خلق خدا از زبده عالمند

که در ملک سرمايه دولتند
بانفاس و انفس نفيس اولياءَ
همان برقرار است ارض و سماء
حمايت پذير آمده ملک و مال
بسايه عنايت خداوند متعال
هر آنکو بدانند حق اولياءَ
توانند که دانند حقيقت خدا
هر آنکو که مردان حق را شناخت
ز ايشان نشان خداوند يافت
چه فضل که با دوستان کرده
که بالطاف حق تو امان کرده
جمال جلال خداوند ما
نگر تا به بين بر اولياءِ
محبت مشائخ محبت خدا
که ايشان بدولت نه از حق جدا.

[مشائخ دنيا ۾، دنيا وارن جا سردار آهن. مخلوق کي نوازين ٿا ۽ جهان وارن کي پالين ٿا. جهان لاءِ پناه ۽ زماني لاءِ امان آهن. اولياءَ الله، پيغمبرن وانگر آهن. نبين کان پوءِ اولياءَ الله آيا آهن. جيڪي سندن جانشين آهن. پنهنجن پاڪ نفسن سان دنيا کي تروتازو ڪن ٿا. سندن برڪت سان دنيا جا ڪم پورا ٿين ٿا. ڏس! سندن دم قدم سان بحر ۽ بر آباد آهن. پوري جهان ۾ انهن سان رونق آهي، جيئن باغ ۾ سج جي روشني سبب رونق هوندي آهي. ڏس! هنن خاڪي انسانن جي نور سان آسمان ۽ زمين منور آهن. سندن هڪ نگاه سان دل زنده ٿئي ٿي. اها دل، جبڪا ڊگهي زماني کان مئل جسم وانگر هوندي آهي. اهي دنيا وارن کي زندگي بخشڻ ۽ مارڻ آيا آهن. مئل جسم ۾ رحمت جو روح ڦوڪين ٿا. جيڪڏهن نظر وجهن تہ ٽامو بہ سون ٿي وڃي. انهن جي ڪري، گهڻا ئي بيخبر ماڻهو، باخبر ٿي وڃن ٿا. جيڪڏهن نافرمانن ڏانهن هڪ نگاه ڪن

تہ سندن گناه معاف تي وڃن ٿا. اولياءَ الله سان، ماڻهن کي فيض رسي ٿو. ڇاڪاڻ تہ اهي مخلوق لاءِ رهنما آهن. هر شيءِ جي نقد جنس يعني جان ۾ عمل دخل ڪن ٿا. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جي ڪائنات جو انتظام هلائڻ وارا آهن. (خدا جي دنيا ۾) هن لاءِ آيا آهن تہ سڀني کي فيض بخشين، هن ڪارخاني جي ڪاريگر، پنهنجي قدرت سان اهو ئي نقش ٺاهيو. يعني انهيءَ مقصد لاءِ ڪين خلقيو آهي. اهي خدا جي خلق مان چونڊيل آهن جو مملڪت خداونديءَ جو سرمايو آهن. اوليائن جي پاڪ وجود ۽ پاڪ نفسن سبب زمين ۽ آسمان سڀ برقرار آهن. سندن ڇانو هيٺ مال، ملڪيت وڏي تي ۽ الله تعاليٰ جي عنايت حاصل ٿئي ٿي، جيڪو اولياءَ الله کي برحق ڄاڻندو سو خدا تعاليٰ جي حقيقت کي ڄاڻندو جيڪو مردان حق کي سڃاڻندو اهو سندن وسيلي سان خدا تعاليٰ کي لهندو. ڏسو! الله تعاليٰ پنهنجن دوستن تي ڪيڏو نہ فضل فرمايو آهي جو پنهنجي فضل ۽ ٻاجھہ سان ڪين خاص ڪري ڇڏيو آهي، اسان جي خدا جو جمال ۽ جلال ڏس تہ ڪيئن پنهنجن ولين تي (خصوصي مهرباني) فرمائي ٿو. مشائخ جي محبت، خدا جي محبت آهي ڇاڪاڻ تہ اهي الله جي دولت کان جدا نہ آهن.]

## باب ٻارهون

# فتح بابت مناقب نوح

غوث الحق والدين ولايت جو ڪامل، ڪرامت جو صاحب، هدايت جو رهبر، شبستان وحدت جي شمع، ٽنيهرن جي مهر، معرفت جو آفتاب، شريعت جو آسمان، طريقت جي آسمان جو سج، آسمان حقيقت جي چوڏهينءَ جو چنڊ، ملڪ ۽ ملڪوت جي مدارجن کان واقف، جبروت جي ملڪن جو مالڪ، لاهوت جي معارف جو عارف، اولياءَ الله جي قافلي جو سالار، اهل الله جي دفتر ۽ ديوان جو ڄاڻو فقراءَ ارباب الله جو خلاصو مريدن جو شيخ ۽ مرشد، حقيقتن ۽ معارف تان پردو کڻندڙ، ختم الاولياءَ کان واقف، ولايت پناه غوث الحق والدنيا والدين، دنيا ۽ دنيا وارن جو پير دستگير، مخدوم معظم شيخ مڪرم مخدوم شيخ نوح قدس الله سره العزيز، سندن نالو لطف الله ۽ سندن والد جو رکيل نالو مخدوم نوح مشهور آهي، ماڻهون چون ٿا تہ سندن نالو لطف الله آهي. اهو نالو ڪيئن مشهور ٿيو ۽ ڪن ماڻهن اهو نالو رکيو؟ تصرف رکندڙ و لايت جا گهڻا مشائخ فرمائين ٿا تہ واقعي پيءُ ماءُ سندن نالو لطف الله چيو آهي، مگر جيئن تہ اهو نالو هڪ فقير عرف"مدن فقير" کي حضرت صمديت طرفان عنايت ٿيل هو، انهيءَ ڪري اهو نالو اختيار نہ ڪيائون. پر پوءِ پيءُ ماءُ جو رکيل نالو زمين ۽ آسمان وارن مان ڪنهن کي ياد نہ رهيو. هر شخص کين انهيءَ نالي (مخدوم نوح) سان ياد ڪرڻ لڳو. ورنہ سندن اصل نالو لطف الله هو. سندن نسب نامو امير المؤمنين، سلطان الاولياءِ، امام المتقين، امام الاصفياءِ والاتقياءِ، امير الامراءِ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه سان ملي ٿو. پاڻ فرمائيندا هئا تہ "اسين ابوبڪر صديق رضي الله عنه جو اولاد آهيون." پنهجن بزرگن جا مبارڪ نالا، پنهنجي زبان سان پاڻ ڳڻائيندا ۽ لکرائيندا هئا، تانجو نسب جو سلسلو حضرت صديق اڪبر سان ملندو هو. پنهنجو شجره مبارڪ پنهنجن پوين کي عنايت فرمايو هئائون. اسان جهڙن مخلص مريدن لاءِ پير دستگير جي حيثيت رکندا هئا. هتي عام ماڻهن جي تسليءَ لاءِ اها ڳالهہ لکجي ٿي تہ قرآن مجيد جي هيٺين آيت سڳوري در حقيقت صديق اڪبر رضي الله عنه جي دعا آهي، جيڪا پاڻ پنهنجي ۽

پنهنجي اولاد جي سرخروئي، سعادت ۽ ٻنهي جهانن ۾ ڪاميابيءَ لاءِ گهرندا رهندا هئا. اها دعا هيءَ آهي:

رَبِّ اَوْزِعْنِيْٓ اَنْ اَشْكُرَ نِعْمَتَكَ الَّتِيْٓ اَنْعَمْتَ عَلَيَّ وَعَلٰي وَالِدَيَّ وَاَنْ اَعْمَلَ صَالِحًا تَرْضٰىهُ وَاَدْخِلْنِيْ بِرَحْمَتِكَ فِيْ عِبَادِكَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿١٩﴾[1]

[رب منهنجا! مون کي توفيق ڏي تہ تنهنجي ان نعمت جو شڪر ادا ڪريان جيڪا تو مون تي ۽ منهنجي ماءُ پيءُ تي ڪئي ۽ اُهي نيڪ ڪم ڪريان جنهن کان تون راضي ٿئين ۽ منهنجي آل اولاد جي اصلاح فرماءِ، بيشڪ آءٌ تو ڏانهن توبہ تائب ٿيان ٿو ۽ آءٌ مسلمانن مان آهيان.]

الله تعاليٰ پنهنجي ٻاجهہ ۽ فضل سان اها دعا قبول فرمائي، جيئن عملي دنيا جي حالتن مان ظاهر آهي تہ جيڪو بہ صديق اڪبر رضي الله عنه جو اولاد آهي، هدايت جي واٽ تي هلندو آهي، بلڪ انهن مان گهڻا ولايت وارا آهن. جيئن هن فقير جو پير دستگير (حضرت مخدوم نوح) اُويسي مڪتب ۽ مشرب جو بزرگ آهي، جيڪو تمام وڏو مرتبو ڪمال جو درجو ۽ طريقت ۾ لائق ۽ احترام جو مقام آهي، اويسي مشرب جي باري ۾ حديث قدسي ۾ آيو آهي تہ بيشڪ منهنجن ٻانهن مان نبين ۽ رسولن کان سواءِ پنج سؤ اهڙا ٻانها آهن جن جا درجا سيني کان مٿانهان آهن.

اهي سڀ مشاهدات جي سمنڊ ۾ غرق هوندا آهن، سندن ڪاڏو بقا وارو نور، سندن پيتو ما الحيات، سندن ننڊ معراج وانگر، سندن گناه اعليٰ درجي جا عمل، انهن جي شهوت، طهارت ۽ پاڪائي، سندن ڪِل، عبادت، سندن مزاح، تسبيح، سندن ڪلام الله جو ذڪر، سندن، لباس اوني، سندن شڪل، صورت ۽ رنگ ياقوت وانگر، سندن چهرا چوڏهين جي چنڊ آسمان تي سج آهن. سندن نگاهون، ٻڌڻ جي سگهہ، زبان بدن، ڪَل، گوشت، رت، هڏي، مغز، ساهہ، دل ۽ روح سڀ نوراني هوندا آهن الله تعاليٰ جي دربار ۾ ڪين استقامت نصيب هوندي آهي. اهي بقا جا صاحب آهن، نہ انهن کي موت ايندو آهي ۽ نہ زوال. نہ وري اهي فنا ٿيندا آهن ۽ الله کان سواءِ ڪين ڪو نٿو ڄاڻي.

(1) سوره حلم آيت: ١٩

جيڪڏهن انهن وٽ ڪافر بہ ويهندو تہ اهو بہ مؤمن ٿي ويندو. جيڪڏهن انهن وٽ فاسق، ظالم يا ڪوڙو شخص ويهندو تہ سچو مخلص مؤمن ٿي ويندو. پڻ فرمائي ٿو تہ، اي غوث اعظم! نبين ۽ رسولن کان سواءِ منهنجا ڪي ٻانها آهن، دنيا ۽ آخرت ۽ جنت ۽ دوزخ وارن، تانجو دوزخ جي داروغي ۽ جنت جي رضوان مان بہ ڪو سندن حال نٿو ڄاڻي. مون انهن کي نہ جنت لاءِ خلقيو آهي ۽ نہ دوزخ لاءِ، نہ ثواب لاءِ نہ عذاب لاءِ، نہ حورن لاءِ، نہ محلات لاءِ، نہ غلمان لاءِ، پوءِ ان شخص کي خوشخبري هجي، جيڪو سندن صحبت حاصل ڪري، جيتوڻيڪ انهن کي نہ سڃاڻي.

اسان جي حضرت قبله مخدوم نوح عليه الرحمة جن حضرت ابوبڪر صديق ۽ علي رضي الله عنهما جي واسطي سان رسول الله ﷺ جن کان باطني صحبت حاصل ڪئي. هڪ ڏينهن ابوبڪر صديق ۽ علي رضي الله عنهما وٽن آيا ۽ فرمايائون تہ رسول الله ﷺ جن توهان کي طلب فرمائي رهيا آهن. (فرمايائون تہ) پوءِ آءٌ انهن سان گڏ سندن خدمت ۾ حاضري ڏيڻ لاءِ روانو ٿي ويس ۽ ان جاءِ تي پهتس، جيڪا ڏاڍي عجيب ۽ بي مثال هئي. مٿي ڄاڻايل انهن ٻنهي بزرگن هن فقير کي انهيءَ جاءِ تي وڃڻ جو اشارو ڪيو ۽ پاڻ ڪنهن ٻئي پاسي هليا ويا. پوءِ جڏهن انهيءَ عجيب ٽڪريءَ تي چڙهيس تہ الله اڪبر چيم ۽ هي دعا پڙهيم.

اَللّٰهُمَّ لَكَ الشَّرَفُ عَلٰى كُلِّ شَرَفٍ وَلَكَ الْحَمْدُ عَلٰى كُلِّ مَكَانٍ[1]

[اي الله! هر مٿانهين جڳهہ تي تنهنجي لاءِ بلندي آهي ۽ هر هنڌ تنهنجي ساراه آهي.]

اتي زبردست جمال، جلال ۽ عظمت واري هڪ صورت ۾ عيسيٰ روح الله کي ڏٺم، جلدي جلدي سندن خدمت اقدس ۾ پيش ٿيس. پاڻ

[1] انس بن مالڪ رضہ کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن مٿانهين جاءِ تي چڙهندا هئا تہ اها دعا گهرندا هئا: مجمع الزوائد ص١٣٣ ج١٠- مسند احمد حديث: ١٢٣٠٣، ١٣٦٢٨- مسند ابي يعلي حديث: ٤٢٩٧- الورع لابن حنبل ص٨٣ ج١- الفردوس بماثور الخطاب حديث: ١٨١٣- التمهيد لابن عبدالبر ص٣٥٨ ج٢٤- الڪامل في ضعفاءِ الرجال حديث: ١٢٥٧

سڳورا ڏاڍي عزت ۽ گرمجوشيءَ سان مليا. سندن هٿ مبارڪ ۾ هڪ تختي هئي جيڪا هن فقير کي عنايت ڪيائون، جنهن ۾ ٽي سٽون لکيل هيون. پهرئين سٽ ۾ چار علم لکيل هئا. (حضرت مخدوم نوح رح جن) ٻي ۽ ٽين سٽ جي لکت جي باري ۾ ارشاد فرمايو تہ انهن ۾ جيڪي ڪجھ هو پاڻ مون کي ان جو سبق ڏنائون، جيڪو مون پڙهيو. مون کي حيرت هئي تہ حضرت صديق اڪبر ۽ حضرت حيدر ڪرار رضي الله عنهما مون کي فرمايو هو تہ سرڪار دوجهان حضرت رسول الله ﷺ جن توهان کي سڏين ٿا، پر مون کي عيسيٰ روح الله عليه السلام جن جي خدمت ۾ پهچايائون. انهيءَ حيراني ۾، بي انتها جلال، جمال ۽ ڪمال واري صورت ۾ رسالت جي سج تي نگاه پئي. اڪ ڇنڀ ۾ آءٌ رسول الله ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي ويس. پاڻ سڳورن مون تي ڏاڍي مهرباني ۽ ٻاجھ فرمائي. فقير جي هٿ مان تختي وٺي وري فقير جي حوالي ڪري، پوءِ انهن ٽنهي سٽن جو سبق پڙهايائون. جڏهن پاڻ سڳورن اهو سبق پڙهايو تہ جيڪا ڳالھ پهريائين سمجھ ۾ نہ آئي هئي اها سمجھ ۾ اچي ويئي.

هڪ ڏينهن حضرت مخدوم نوح رح جي مريدن مان ڪنهن مريد يا دوست عرض ڪيو تہ فلاڻو شخص پُڇي ٿو تہ تنهنجي پير جي مريدن کي، مريد ڇو نہ چوندا آهن؟ پاڻ ان جي جواب ۾ فرمايائون تہ هن فقير جو قدم رسول الله ﷺ جن جي قدم مبارڪ تي واقع آهي، يعني، آءٌ نبي ڪريم ﷺ جن جو تابعدار آهيان. رسول الله ﷺ جن جي ساٿين کي بہ سندن اصحابي (ساٿي) چيو ويندو آهي، تنهن ڪري هن فقير جي عقيدتمندن کي بہ اسان جو يار يا ساٿي چيو ويندو آهي.

ڇاڻ گهرجي تہ اويسي مشرب جي مشائخن کي بغير واسطي جي الله تعاليٰ جو خاص فضل عطا ٿيندو آهي. تان تہ اهي خلق کان بي نياز ٿين ۽ ماڻهن جا محتاج ۽ احسان مند نہ رهن. سو الله تعاليٰ اُنهن تي پنهنجيون بي انتها مهربانيون فرمايون آهن. قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو تہ:

قُلْ إِنَّ الْفَضْلَ بِيَدِ اللَّهِ يُؤْتِيهِ مَنْ يَشَاءُ وَاللَّهُ وَاسِعٌ عَلِيمٌ ﴿٧٣﴾ [1]

---

[1] سوره آل عمران آيت : ٧٣

[چؤ بيشڪ فضل الله جي هٿ ۾ آهي، جنهن کي چاهي تو عطا ڪري تو ۽ الله ڪشادي علم وارو آهي.]

پڻ فرمائي ٿو:

وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿٧٤﴾ [1]

[الله وڏي فضل وارو آهي.]

هڪ ڏينهن زبدة العلماءِ، قدوة الاولياءِ شيخ ابوبڪر قدس سره العزيز جيڪو مخدوم فضل الله جي مريدن ۽ حضرت غوث الاعظم جي اولاد مان آهي. حضرت مخدوم نوح عليه الرحمة وٽ آيو. عرض ڪيائين تہ سائين! توهان ڪهڙن مشائخن سان وابسته آهيو؟ ۽ چيائين تہ فلاڻي، يعني اسان جي مرشد اهو سوال پڇيو آهي. اسان جي پير، مرشد ۽ شيخ المشائخ جواب ڏنو تہ اسين ڪنهن مخلوق جا مريد نہ آهيون. بلڪ اسان تي الله تعاليٰ جو خصوصي ڪرم ۽ ٻاجهہ آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

لَيْسَ لَهُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ وَلِيٌّ وَّلَا شَفِيْعٌ [2]

[انهن لاءِ الله کان سواءِ نہ ڪو دوست آهي ۽ نہ شفاعت ڪندڙ.]

پڻ فرمائي ٿو تہ:

مَنْ يَّهْدِ اللّٰهُ فَهُوَ الْمُهْتَدِ وَمَنْ يُّضْلِلْ فَلَنْ تَجِدَ لَهٗ وَلِيًّا مُّرْشِدًا ﴿١٧﴾ [3]

[جنهن کي الله هدايت ڪري اهو ئي هدايت وارو آهي ۽ جنهن کي اهو گمراه ڪري، تون ان لاءِ ڪنهن کي ولي ۽ مرشد نہ لهندين.]

پڻ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَلَنْ تَجِدَ لَهٗ سَبِيْلًا ﴿٨٨﴾ [4]

[۽ جنهن کي الله گمراه ڪري، ان لاءِ هرگز ڪا واٽ نہ لهندين.]

معلوم ٿيو تہ هدايت ڏيکارڻ ۽ گمراه ڪرڻ خاص الله جي صفت آهي. پوءِ اهي مشائخ ۽ مرشد قدرت جو ڪامل نمونو آهن، جيڪي ماڻهن

---

[1] سوره آل عمران آيت: ٧٤
[2] سورة الانعام آيت: 51
[3] سوره ڪهف آيت: ١٧
[4] سورة النساءَ آيت:٨٨

ڪي سڏي رستي تي هلائين ٿا. جڏهن شيخ ابوبڪر اها ڳالهه مخدوم فضل الله رح کي پهچائي تہ حسرت وچان مٿو سٿرن ۾ وجهي مراقبي ۾ مشغول ٿي ويو. ٿوري دير ڪان بعد مٿو مٿي ڪٽي چيائين تہ سبحان الله! الله تعاليٰ پنهنجي وليءَ کي ڪيڏو بلند مرتبو عطا ڪيو آهي. پوءِ ان سلسلي ۾ ان کي جيڪي شڪ، شبها هئا سي هڪدم ختم ٿي ويا ۽ سچي دل سان حضرت مخدوم الملڪ، مخدوم نوح رح ڏانهن رجوع ڪيائين ۽ غائبانہ گهڻي اخلاص ۽ عقيدت سان سندن يارن ۽ عقيدتمندن ۾ شامل ٿي ويو ۽ دعا ڪرڻ لڳو تہ: اي الله! مون کي مخدوم نوح رح جي يارن ۽ عقيدتمندن ۾ شامل ۽ قبول فرماءِ.

پڻ هڪ ٻيري هڪ شخص سندن خدمت اقدس ۾ اچي سندن عقيدتمندن ۾ شامل ٿي ويو. پر ان جي دل ۾ خيال پيدا ٿيو تہ اسان جو حضرت مرشد، مخدوم نوح خبر نہ آهي تہ ڪهڙي سلسلي سان وابسته آهي؟ پر ادب ۽ احترام جي ڪري پنهنجو اهو خيال يا سوال پنهنجي زبان تي آڻي نہ سگهيو. حضرت مخدوم نوح رح جن هڪدم ارشاد فرمايو تہ اسين ڪنهن مخلوق جا مريد نہ آهيون. بلڪ اسان تي الله تعاليٰ جو خصوصي ڪرم ۽ ٻاجهہ آهي، جيئن مٿي الله تعاليٰ جو فرمان گذريو:

لَيْسَ لَهُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ وَلِيٌّ وَّلَا شَفِيْعٌ [1]

[انهن لاءِ الله کان سواءِ نہ ڪو دوست آهي ۽ نہ شفاعت ڪندڙ.]

غرض تہ اسان جي پير مرشد تي الله تعاليٰ جو خصوصي فضل ۽ ان جي جاه جلال جو نزول ٿيندو هو پاڻ ان کي پنهنجي لاءِ وڏي دولت ۽ سعادت سمجهندا هئا جيئن الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

اِنَّ هٰذَا لَهُوَ الْفَضْلُ الْمُبِيْنُ [2]

[بيشڪ اهو ئي تہ پڌرو فضل آهي.]

بيت

اصدق صادقان خلاصه گان

هستند در دو عالم بنگر اويسان

[1] سورة الانعام آيت: ٥١

[2] النمل آيت: ١٦

مخصوص گشته اند بحضرت خدائي خود
فضل خدا شد آمد برائي ايشان
آن دولت وسعادت که يافتند ايشان
همين بدانند و داند خدائي شان
ايشان هميشه مَحو ذات خودند بذات
زين راه رفتند ز خود بيخود اندران
از خويشتن فنا و بقا يافتند بحق
بنگر دولت و سعادت عظيم شان

[سچن مان وڏيڪ سچار خاصن مان وڏيڪ خاص، ڏس! پاڻ پنهي جهانن ۾ وقت جو ”اويس قرني“ آهي. پاڻ پنهنجي خدا جي بارگاه ۾ دل جي حضوريءَ سان خاص آهي. ان تي الله جو خاص فضل ٿيو آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪين اُها (عظيم) سعادت ۽ عظمت حاصل ٿي آهي، جيڪا پاڻ ڄاڻي ٿو يا سندس خدا ڄاڻي ٿو. پاڻ سدائين الله تعاليٰ جي ذات ۾ محو ۽ مشغول رهن ٿا. انهيءَ راه تي هلندي هلندي پاڻ کان بہ بي خبر آهن. پنهنجي ذات کان فنا ۽ حق سان بقا حاصل ڪئي اٿن پوءِ سندن عظيم دولت ۽ سعادت ڏس.]

حضرت مخدوم نوح رح جون فضيلتون ۽ مناقب ٽن قسمن جا آهن:

**١- رسول الله ﷺ جن جي پيروي، شريعت تي استقامت ۽ ملت محمديه سان وابستگي**

**٢- ولايت جا درجا ماڻڻ**

**٣-هميشه استغراق ۽ محويت جي حالت ۾ رهڻ.**

پاڻ سدائين پنج وقتي نماز باجماعت پڙهندا هئا. جيئن شريعت جو حڪم آهي، قيام، رڪوع، سجدو ۽ تشهد سڀ ارڪان امام سان گڏ ادا ڪندا هئا ۽ تڪبير اوليٰ ۾ شامل رهندا هئا. مگر للـهيت ۽ محبوب سان محويت جي حالت اها هوندي هئي، جيئن دستور آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجن پيارن جو تعلق غير الله سان ختم ڪري ڇڏيندو آهي ۽ سندس نظر ”عالم لاهوت“ تي هوندي آهي، تيئن پاڻ بہ ائين معلوم ٿيندا هئا تہ ڄڻ هن جهان ۾ موجود نہ آهن.

• هڪ ڀيري هڪ درويش سنڌن پرسان بيهي نماز پڙهڻ لڳو. حضرت صاحب جن کي ڏسي اهو سوچڻ لڳو تہ پاڻ تہ نماز ائين پڙهي رهيا آهن جو ظاهري اعتبار سان نہ ڏسن ٿا ۽ نہ ئي ٻڌن ٿا. امام جي هر فعل مثلاً قيام، رڪوع، سجدي وغيره کان ڪين خادم آگاه ڪري ٿو پاڻ هڪدم ارشاد فرمايائون تہ جيڪي فقراءَ هوندا آهن اهي سدائين الله تعاليٰ جي بارگاه اقدس ۾ حاضر هوندا آهن ۽ ٻئي جي ڪم کان هرگز واقف نہ هوندا آهن. مگر تڏهن بہ الله تعالي پنهنجا ڪمال، انهن جي وسيلي ظاهر ڪندو آهي، تڏهن بہ الله تعاليٰ جي شريعت سڳوريءَ کان وار برابر بہ منهن نہ موڙيندا آهن. تنهن تي انهيءَ درويش کي فڪر ٿيو تہ شايد حضرت صاحب جن منهنجي دل جي خيال کي معلوم ۽ محسوس تہ نہ فرمايو؟ تڏهن وري فرمايائون تہ اللهتعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ٻاجھ جي ڪري ماڻهن کي اسان فقراءَ جي دلين جي خيالن ۽ وسوسن کان آگاه نہ ڪندو آهي پر اسان کي انهن جي خيالن جي باري ۾ خبر ڏيندو آهي، تان تہ انهن فقرائن کي تسلي ٿئي.

• هڪ معتقد ولي الله، حضرت صاحب جن جي پاڙي ۾ رهندو هو ان جي گهر ۾ ٻير جا وڻ ڪافي هئا، جنهن جا ٻير بہ ڏاڍا سنا ۽ مٺا هئا، هڪ ڏينهن پنهنجي هٿ سان ٻير پٽي پٽ جي حوالي ڪيائين تہ وڃي حضرت صاحب جن خدمت ۾ پيش ڪر ۽ ادب وچان نالو ظاهر ڪرڻ جي بجاءِ چوريائين تہ اهي فلاڻي "بزرگ جي پٽ" موڪليا آهن. پاڻ ارشاد فرمايائون تہ فلاڻي درويش ٻير موڪليا آهن پر ٻئي جي ملڪيت ظاهر ڪري موڪليا آهن، اسين ان مان ڪجھ نہ کائينداسون. تڏهن بظاهر ائين معلوم ٿئي ٿو انهيءَ ولي کي، الله تعاليٰ حضرت صاحب جن جي ارشاد کان آگاه ڪيو هوندو، اهو بزرگ پاڻ ٻير پٽي هڪدم خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو ۽ چيائين تہ: هي توهان لاءِ آندا اٿم، ڪجھ قبول فرمايو. پوءِ اسان جي مرشد ان مان ڪجھ ٻير کڻي کاڌا.

• هڪ ڏينهن نماز جي لاءِ اچڻ ۾ ڪجھ دير ٿي ويئي، ڪن ماڻهن سوچڻ شروع ڪيو تہ شايد اڄ حضرت صاحب جن کان سستي

تي ويئي آهي. تڏهن هڪدم ارشاد فرمايائون تہ ڪي فقراءَ اهڙا آهن جن تان الله تعاليٰ پنهنجا شرعي احڪام ۽ اوامر معاف ڪري ڇڏيندو آهي، پر اهي تڏهن بہ انهن جي پابندي ڪندا آهن تان تہ شريعت محمدي ﷺ تي استقامت ۾ فرق نہ اچي. يعني پاڪ شريعت جي ايتري قدر پابندي ڪندا هئا.

- فرمايائون تہ هڪ ڏينهن حضرت عيسيٰ روح الله، عليه السلام جي خدمت اقدس ۾ حاضريءَ جو شرف حاصل ٿيو. ڪجهہ موتي ۽ جواهر مون کي عنايت ڪيائون. مون عرض ڪيو تہ منهنجو قدم سرڪار دو عالم ﷺ جن جي قدم تي آهي يعني سندن تابعدار آهيان ۽ نبي ڪريم ﷺ جن دنيا جي مال متاع کي قبول نہ فرمايو آهي، تنهن ڪري مون بہ اها دولت قبول نہ ڪئي. فرمايائون تہ تنهنجو اولاد گهڻو ٿيندو اها دولت انهن جي ڪم ايندي. مون چيو تہ منهنجي اولاد لاءِ، الله تعاليٰ ڪافي آهي، انهن کي ان جي حوالي ڪريان ٿو. اها بلا (دنيا) ڀلا منهنجي ڪهڙي ڪم ايندي.

هڪ ڀيري، سندن سامهون منصور حلاج جو ذڪر ٿيو. فرمايائون تہ ڪيترا فقراءَ ڪڏهن اسان جي سامهون بہ منصور (1) وانگر ڳالهيون ڪندا آهن، پر شريعت مطهره جي پردي ۾ رهي اهڙيون ڳالهيون ڪندا آهن. مثلاً ڪلمه طيب لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي معنيٰ علماءَ هي بيان ڪندا آهن تہ الله کان سواءِ ڪوبہ برحق معبود نہ آهي ۽ فقراءَ ان جي

(1) مشهور ولي حسين بن منصور مراد آهي، منصور سندس پيءُ جو نالو آهي، سندس نالو "منصور حلاج" بہ مشهور آهي، حالانڪ پاڻ "حلاج" (ڪپهہ تاڻڻ وارو) نہ هو. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن پنهنجي دوست ڪپهہ تاڻڻ واري جي گهر ۾ ويٺو هو جيڪو ان وقت اتي موجود نہ هو. منصور اشارو ڪيو تہ ڪپهہ خودبخود صاف ٿي وئي، جنهن جي ڪري ان جو نالو "حلاج" مشهور ٿي ويو. ايران ۽ عرب جي شهرن ۾ سير سياحت ڪندو هو. سن ٣٠٩هہ ۾ ان کي "انا الحق" چوڻ جي ڏوهہ ۾ ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويو ۽ سندس لاش ساڙي درياءَ ۾ وهايو ويو (حسن اللغات ص ٢١٧) صوفين جي اهڙين دعوائن کي جيڪي بظاهر شريعت جي ابتڙ هجن "شطحيات" چوندا آهن. اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ جائز آهن يا نہ؟ ان جي باري ۾ عالمن وڏا وڏا اختلاف ۽ وڏا بحث ڪيا آهن.

معنيٰ هيءَ بيان ڪندا آهن تہ "الله کان سواءِ ڪابہ شيءِ موجود نہ آهي." اها ئي اصل حقيقت آهي، پر اها معنيٰ يا اها تاويل باطني لباس ۾ آهي، ان ڪري انهن فقرائن تي ڪابہ پڪڙ ۽ پڇا نٿي ٿي سگهي.

نقل آهي تہ هڪ ڏينهن انهيءَ علائقي جو حاڪم، هن راقم جي پير دستگير جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو. عرض ڪيائين تہ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

إِنَّ اللَّهَ عِندَهُ عِلْمُ السَّاعَةِ وَيُنَزِّلُ الْغَيْثَ وَيَعْلَمُ مَا فِي الْأَرْحَامِ وَمَا تَدْرِي نَفْسٌ مَّاذَا تَكْسِبُ غَدًا وَمَا تَدْرِي نَفْسٌ بِأَيِّ أَرْضٍ تَمُوتُ إِنَّ اللَّهَ عَلِيمٌ خَبِيرٌ ﴿٣٤﴾[1]

[يعني پنجن شين جو علم فقط الله وٽ آهي: ١- قيامت جي اچڻ جو علم ٢- بارش ڪڏهن ٿيندي؟ ٣- ماءُ جي پيٽ ۾ ڌيءُ يا پٽ ڇا آهي؟ ۴- ڪو جيءُ سڀاڻي ڇا ڪندو؟ ۵- ڪير ڪهڙي هنڌ مرندو. بيشڪ الله ئي علم وارو خبر رکندڙ آهي.]

انهيءَ حاڪم چيو تہ سائين! توهان جا ڪي فقير انهيءَ آيت جي خلاف دعوي ڪن ٿا. يعني ڪجهہ ۽ ايندڙ زماني جي غيب ڄاڻڻ جي دعوي ڪن ٿا، ان جو ڪهڙو جواب آهي؟ فرمايائون تہ جڏهن ٻانهو پنهنجيون نفساني صفتون ۽ عادتون ختم ڪري پاڻ کي علام الغيوب، يعني الله تعاليٰ سان واصل ڪري ڇڏيندو آهي تہ ان کي الله پنهنجي غيب جي خزاني کان آگاه فرمائيندو آهي، ان جو دليل هيءَ آيت آهي:

وَلَا يُحِيطُونَ بِشَيْءٍ مِّنْ عِلْمِهِ إِلَّا بِمَا شَاءَ[1]

[الله جي علم مان ڪنهن شيءِ کي احاطي ۽ علم ۾ آڻي نٿا سگهن، مگر جيڪي الله چاهي.]

اهو ئي سبب آهي تہ اهي بزرگ، جيڪا بہ خبر ڏيندا آهن، ائين ئي واقع ٿيندو آهي.

---

[1] سوره لقمان آيت: ٣۴

[1] سورة البقرة پ ٣ آيت ٢٥٥

درويش ميان مته جي رسالي ۾ آهي تہ هڪ ڀيري ولايت خرقان جا ٻہ درويش قادري صاحبان هر هڪ نالي عبدالسلام ۽ عبدالواحد آيا ۽ حضرت صاحب جن وٽ قرآن مجيد جي تلاوت ڪيائون. پاڻ ڏاڍا خوش ٿيا. ارشاد فرمايائون تہ اي قادري صاحبو! هن فقير جي اولاد ۽ توهان جي اولاد جو رزق گڏ آهي. الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن انهن سيني کي گڏ اٿاريندو. ڇاڪاڻ تہ قرآن مجيد ۾ آهي:

وَإِذَا قُرِئَ الْقُرْآنُ فَاسْتَمِعُوا لَهُ وَأَنصِتُوا لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُونَ ﴿٢٠٤﴾ [2]

[جڏهن قرآن پڙهيو وڃي تہ ان کي ٻڌو ۽ خاموش رهو. مَنَ توهان تي رحم ڪيو وڃي.]

يعني ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ ٻئي الله جي رحمت ۾ هوندا ۽ حديث ۾ آهي تہ:

أَفْضَلُ الْكَلَامِ كَلَامُ اللهِ وَأَفْضَلُ الذِّكْرِ لَآ إِلٰهَ إِلَّا اللهُ [3]

[بهترين ڪلام، الله جو ڪلام آهي ۽ بهترين ذڪر لَآ إِلٰهَ إِلَّا اللهُ آهي.]

* هڪ ڏينهن قدرت جي قضا سان سندن هڪ گهر واري گذاري وئي، جنهن سان ڪين ڏاڍو چاه هوندو هو بلڪ پاڻ ارشاد فرمايائون تہ ان جي رحلت جي ڪري اسان جي دل جي دانهن نڪري ويئي. ماڻهن عرض ڪيو تہ جيڪڏهن حضرت شيخ صاحب جن الله تعاليٰ کي دعا ڪن ها تہ اها هڪدم زنده ٿي وڃي ها. ارشاد فرمايائون تہ هائو! ڪي فقراءَ آهن، انهن جو شان اهو آهي تہ جڏهن ڪجهہ چوندا آهن، بلڪ جڏهن سندن دل ۾ ارادو ايندو آهي تہ الله تعاليٰ هڪدم سندن زبانن تي "ڪُن فيڪون" جاري فرمائيندو آهي. پر الله تعاليٰ اسان جي حفاظت فرمائي جو اهڙي قسم جي بدعت اسان کان ظاهر ٿئي، ڇاڪاڻ تہ اها ڳالهہ هن ملت

---

[2] سورة الاعراف آيت: ٢٠۴

[3] اهي ٻہ جدا جدا حديثون آهن جن کي گڏمڏ ڪيو ويو آهي: پڻ "افضل الڪلام" جي بجاءِ هي لفظ ملن ٿا: "احسن الحديث"........ ڏسو: مسند المستخرج عليٰ صحيح امام مسلم ص ۴۵۴ ج ٢. السنة للمروزي ١٢٧ ج ١ فتح الباري ص ٦١٣ ج ١٠. افضل الذڪر لاءِ ڏسو: قرطبي ص ١١ج١. ابن ڪثير ص ٢۴ ج ١. ابن خزيمه ص ١٠۴ ج ١. حاڪم ص ٦٧٦ ج ١. ترمذي ۴٦٢ ج۵. سنن ڪبري ص ٢٠٨ ج ٦. فتح الباري ص ٨٧ ج ٢.

بيضا ۽ شريعت مطهره جي طريقي جي برخلاف آهي.

* (سندن تقوي ۽ پرهيزگاريءَ جي حالت اها هوندي هئي جو) جڏهن ڪو شخص پاٽي پڙهائڻ لاءِ آڻيندو هو تہ ان پاٽيءَ ۾ آڱر وجهي، سوره فاتحه پڙهي ان تي دم ڪندا هئا ۽ ان کي ڏيندا هئا. پوءِ ان جي پاٽيءَ سان جيڪا آڱر آلي ٿيندي هئي، ان تي بہ پاٽيءَ جي مالڪ کان معذرت ڪندا ۽ معافي وٺندا هئا.

* جيتوڻيڪ کين سمورا ذڪر ۽ اوراد مثلاً تلقين، ذڪر، فڪر، دعوت، رياضت، مجاهدو، مراقبو الله رب العالمين جي بارگاهہ اقدس مان سڌيءَ طرح عطا ٿيندا هئا. ان جي باوجود رسول الله ﷺ جن جي سنت سڳوريءَ جي پيروي مطابق ڪلمه لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ جي تلقين ڪندا هئا.

شعر

باذن الاهي اوراد جمله مامورند
ولي بگفت ازان لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ
پيروي رسالت دقيقه نگذاشت
زان نمود که بخوان لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ
بہ بين که داعي خلق آمد
بجانب حق بحجت لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ
بظاهر مطلق محو آمد ولي ز ڪمال
بخلق گفت بدان لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ

[الله تعاليٰ جي حڪم سان پاڻ سيني وردن، وظيفن جي تلقين ۽ تاڪيد ڪرڻ تي مقرر ٿيل آهن ليڪن انهن مان لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ جي ذڪر لاءِ چوندا هئا، لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ جي تلقين ڪرڻ، ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جي سنت سڳوري جي پيروي ۾ ڪابہ ڪسر نہ ڇڏيائون. جڏهن لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ پڙهندا آهن تہ ائين معلوم ٿيندو آهي تہ خلق کي دعوت ڏيندڙ الله جي طرفان لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ جي دليل سان آيو آهي، بظاهر پاڻ پنهنجي محبوب جي ياد ۾ بلڪل محو ۽ گم هوندا آهن، پر پنهنجي ڪمال جي ڪري مخلوق کي لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ جي ڪلمي جي تلقين ڪندا آهن.]

اي منهنجا عزيز! رسول الله ﷺ جن ڪلمه لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ جي تلقين

حضرت علي رضي الله عنه کي فرمائي ۽ پاڻ سڳورن پنهنجي پالڻهار پاڪ جي درگاه مان ان جي تلقين حاصل ڪئي، جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي:

فَاعْلَمْ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ[1]

[پوءِ تون پڪ ڄاڻ تہ الله کان سواءِ ٻيو ڪو معبود برحق نہ آهي.]

۽ حديث ۾ آهي:

بُعِثْتُ بِقَوْلِ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ

[مون کي لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي قول جي تلقين لاءِ موڪليو ويو آهي.]

* هڪ ڀيري فرمايائون تہ هن فقير فقط هڪ ڀيري پوري عمر ۾ بغير ڪنهن واسطي جي ڏاڙهي عورت سان ڳالهايو ۽ هڪ ڀيرو سوال ڪيو ۽ دل ۾ هڪڙي طمع پيدا ٿي. پڇيو ويو تہ سائين! اها ڪيئن؟ فرمايو تہ هڪ ڀيري مسجد جي دروازي تي آيس. هڪ عورت ويٺي هئي، انهيءَ پريشانيءَ جي حالت ۾ پڇيو تہ، هن ٻار کي ڦٽ ڦرڙي جي ڪري جيڪا تڪليف آهي، اها ختم بہ ٿيندي يا نہ؟ مون چيو تہ هائو ختم ٿي ويندي ۽ سوال هي آهي تہ هڪڙي دفعي مون کي بخار آيو. جيڪو گهريلو غلام هو، ان کي چيم تہ اي فلاڻا! اسين بہ خدا جا ٻانها ۽ توهان بہ خدا جا ٻانها آهيو. الله تعاليٰ جي حڪمت جي تقاضا اها آهي تہ توهان کي اسان جي حوالي ڪيو اٿس ۽ توهان جو اسان تي حق آهي تہ توهان کي کارايون پياريون ۽ ڪپڙا پارايون ۽ اسان جو توهان تي حق هي آهي تہ توهان اسان جي جي خدمت چاڪري ڪريو. اسين هن وقت اٿي نٿا سگهون، پيئڻ لاءِ پاڻيءَ آڻي ڏي. طمع هيءَ هئي تہ هڪ ڀيري هن فقير جي گهر ۾ مڇي ترجي رهي هئي. منهنجي دل ۾ خواهش پيدا ٿي تہ، جيڪر مان بہ اتان کاوان، پر نہ کاڌم.

* پاڻ پنهنجن سچن، جان نشين پٽن کي فرمايائون تہ حضرت رب العالمين جي بارگاه اقدس ۾ عرض ڪيم تہ غربت ۽ فقيري جي حالت زياده ٿي ويئي آهي تڏهن خواب ڏٺم تہ هڪ شاندار تخت وڇايل آهي اڪثر اولياءَ الله، ان جي هيٺان ويٺا آهن. ان تخت جي مٿان خير

---

[1] سوره محمد آيت: ١٩

الخلائق، افضل الرسل محمد مصطفيٰ ﷺ جن تاج پائي وِيٺا آهن. اسان جو پير دستگير پڻ انهيءَ تخت جي مٿئين پاسي کان پاڻ سڳورن جي پر ۾ ويٺو آهي. (جڏهن بيدار ٿيا ته) فرمايائون ته اي فلاڻا! اها بزرگي ۽ سعادت جيڪا اسان کي حاصل ٿي آهي، اها رسول الله ﷺ جن جي اطاعت ۽ تابعداريءَ سان حاصل ٿي آهي ۽ (ياد رک! ته) اطاعت ۽ تابعداريءَ جي ڪري سرمايو فقيري ۽ درويشي آهي انهيءَ ڪري فقيري اختيار ڪر جيئن چيو ويو آهي.

بيت

درويشي و فقر بادشاهي است
تجريد ميان نشان گواهي است
هر چند که اغنياءَ لطيف اند
درويشي لطيفهُ الاهي است
که فقر علت علامت نيست
باطل و هستي حق است

[درويشي ۽ فقيري بادشاهي آهي، فقيرن جي جيڪا تجريد ۽ تنهائيءَ واري زندگي آهي، اها هن ڳالهه جي گواهي آهي. جيتوڻيڪ شاهوڪار ماڻهو لطيف يعني سهڻا ۽ چڱا نظر اچن ٿا، پر جيڪي فقير فقراءَ آهن، اهي ”لطيفهء الاهي“ يعني قدرت جو شان آهن. ڇاڪاڻ ته فقيري باطل جي نه، پر حق جي علامت ۽ سبب هوندي آهي.]

درويشي کن که اين غنا، چيزي نيست
در دست فقر بخر، فنا چيزي نيست
فاني اگر فنا شوي، در کونين
داني بجز بقا، دگر چيزي نيست

[درويشي اختيار ڪر ڇاڪاڻ ته اها غنا ۽ مالداري ڪا به شيءِ نه آهي. پنهنجي هٿ سان فقيري خريد ڪر ته پوءِ تنهنجي ڪا شيءِ فنا نه ٿيندي، جيڪڏهن ٻنهي جهانن ۾ فنا کان به فاني ٿيندين، ته پوءِ تون ڄاڻندين ته بقا کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نه آهي.]

ولايت جا جيڪي درجا ۽ جيڪي ڪرامتون حضرت صاحب

جن جي نظر ڪيميا اثر وسيلي ظاهر ٿينديون هيون. ان جو هي حال هو تہ جيڪاشيءِ چاهيندا هئا، هڪدم سندن خواهش مطابق اها پوري ٿيندي هئي. پاڻ ان جي مناسبت سان قرآن جون آيتون بہ پڙهندا هئا، هرهڪ شخص جي حال ۽ عقل مطابق ڳالهہ ڪندا هئا. ماڻهن جي باطن کي، پاڪ صاف ۽ منور ڪندا هئا ۽ قرآن مجيد جي متشابه ۽ مفصل آيتن جو تفسير اهڙي نموني بيان ڪندا هئا، جو عالم ۽ قاري بہ سندن تقرير يا تحرير کان عاجز ۽ حيران رهجي ويندا هئا.

* نقل آهي تہ هڪ ڀيري انهيءَ زماني جا عالم سندن خدمت ۾ گڏ ٿيا. ظاهر ۾ انهن عالمن ڪا آيت نہ پڙهي، پر اسان جي مرشد رح انهن آيتن جي معنيٰ بيان ڪري ڇڏي. انهن عالمن ڪي متشابہ آيتون بہ دل ۾ سوچيون ۽ خادم کي چيائون تہ هاڻي مخدوم صاحب کي چؤ تہ انهن جو ڪجهہ تفسير بيان فرمائين. تڏهن پاڻ فرمايائون تہ اهي علماءَ جيڪي ڪجهہ چون ٿا، اسين ٻڌون ٿا، پوءِ عالمن اصرار ڪيو تہ توهان ڪجهہ ارشاد ۽ ڪجهہ اسرار ظاهر فرمايو. آخرڪار جيڪي آيتون انهن جي دل ۾ هيون، حضرت صاحب جن اعوذ بالله من الشيطان پڙهي انهن جو تفسير بيان ڪيو. تفسيري ڪتابن ۾ جيڪي معنائون بيان ٿيل آهن، اهي ذڪر ڪندي فرمايائون تہ اهي معنائون شريعت مطابق آهن. پوءِ ڪجهہ ٻيون معنائون بيان ڪندي فرمايائون تہ اهي معنائون معرفت مطابق آهن. تفسيري معنائون عالمن کي سمجهہ ۾ اچي ويون، پر ڪين اها حقيقت سمجهہ ۾ نٿي آئي تہ حضرت صاحب جن کي ايتريون معنائون ڪيئن معلوم ٿيون؟ غرض تہ اهي سندن معتقد ۽ مريد ٿي اتان اٿيا.

* حضرت صاحب جن جو مريد، هڪ درويش بہ اتي موجود هو. انهيءَ چيو تہ اي اسان جا شيخ ۽ اي حضرت صاحب! منهنجي دل ۾ هڪ معنيٰ هيءَ بہ اچي ٿي، فرمايائون تہ اها معنيٰ فلاڻي تفسير ۾ بيان ٿيل آهي. انهيءَ درويش سوچيو تہ حضرت صاحب جن ٻيون بہ ڳچ معنائون بيان ڪندا. تنهن ڪري فوراً هٿ ۾ تسبيح ڪڻي ذڪر ۾ مشغول ٿي ويو. حضرت صاحب جن ان جي تفسير بيان ڪندا رهيا ۽ فقير تسبيح جو هڪ مڻيو پڙهندو رهيو. جڏهن ٣٦٥ تسبيحون پڙهي پوريون ڪيائين (تہ

حضرت صاحب جن ايترين ئي معنائون بيان فرمائي چڪا هئا) تڏهن عالمن کي اچي حيرت ورتو ۽ اهي تعجب ۾ پئجي ويا. چوڻ لڳا تہ سبحان الله! هڪ بشر بہ انهن آيتن جون ايتريون تفسيري معنائون بيان ڪري سگهي ٿو. پاڻ فرمايائون تہ. ڪن فقيرن کي الله تعاليٰ ايترو علم عطا ڪري ٿو جو جيڪڏهن اهي پوري عمر الحمد لله جو تفسير بيان ڪندا رهن تڏهن بہ ان جو تفسير ختم ڪري نہ سگهن.

* شاه رڪن الدين علوي جي محبن ۽ عقيدتمندن مان هڪ درويش نالي رڪن الدين هو. اهو چوي ٿو تہ هڪ ڏينهن مسجد مبارڪ ۾ سماع هو. ساٿي وجد ۾ اچي ويا. هڪ مريد رقص ڪندي پتين سان مٿو هٽڻ لڳو. فقيرن ان کي ڏاڍي منع ڪئي پر نہ مُڙيو. جڏهن حد ٿي ويئي تہ هڪ فقير ان جي سامهون ديوار جي اوٽ ۾ ٿي بيٺو. جڏهن رقص ڪندڙ درويش ديوار جي ويجهو پهتو تہ (منع ڪندڙ) فقير ان درويش کي پاڪر پائي، ڌڪو ڏنو ۽ جيڪو مصلو ان جي مٿي تي هو اهو پَٽَ تي اڇلائي ان کي زمين تي دسي ڇڏيائين. درويش ڪجهہ دير بيهوشيءَ جي حالت ۾ رهيو. جڏهن هوش ۾ آيو تہ مٿي تي مصلو رکي اعليٰ حضرت جن جي سامهون اچي فرياد ڪرڻ لڳو. حضرت مرشد صاحب جن ڪنهن کي موڪلي واسطيدار فقير کي طلب فرمايو. جڏهن اهو خدمت اقدس ۾ اچي حاضر ٿيو تہ پاڻ فرمايائون تہ هن کي تو ڇاجي ڪري دسيو ۽ ان جو مٿو اگهاڙو ڪيئي؟ انهيءَ سندن سامهون پوري صورتحال بيان ڪئي، پاڻ مسڪرائي فرمايائون تہ فلاڻا! عالمن، ڪاملن جي موجودگيءَ ۾ اهڙيون غير سنجيده حرڪتون ڪرڻ نہ گهرجن.

* مخدوم ڪرم الله سندن هڪ مخلص مريد هو انهيءَ هڪ خط لکي حضرت صاحب جن جي مخلص خادم ڏانهن موڪليو تہ مرشد کي آگاه ڪريو تہ شاه رڪن الدين اڪثر توهان جي پريُت گلا ڪندو رهي ٿو ۽ ان ۾ پوري تفصيل لکت ۾ آندائين. جڏهن انهيءَ واقعي جي خبر درويش رڪن الدين کي پئي تہ انهيءَ پنهنجي خاص مريد جي ذريعي ڪپڙن جو جوڙو ۽ بہ سؤ درهم نقد ڏئي حضرت صاحب جن جي مريد خاص ڏانهن موڪليا. سندس خادم اچي عرض ڪيو تہ اهي ملا ڪرم

الله موڪليا آهن تان تہ مون ڏانهن حضرت صاحب جن جنهن فقير کي موڪلڻ جو ارادو فرمايو آهي تہ ان کي نہ روڪيو وڃي. هوڏانهن انهيءَ درويش .سڳوري پاڻ ڇا ڪيو جو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڏو نوڙهو وجهي پنهنجي هڪ عقيدتمند کي نوڙهو هٿ ۾ ڏنائين تہ مون کي گهلي حضرت صاحب جي خدمت اقدس ۾ وٺي هل! جڏهن هئي اتي پهتا تہ حضرت صاحب جن جي ساڳئي خادم خاص سندن خدمت ۾ اچي عرض ڪيو تہ فلاڻو درويش رڪن الدين هن حالت ۾ اچي درگاه تي پهتو آهي. پاڻ فرمايائون تہ پوءِ ڇا جي ڪري فلاڻي مريد اجايو لڪيو آهي تہ فلاڻو شخص اسان جي برائي بيان ڪري ٿو؟ پوءِ پاڻ بنفس نفيس اٿيا. ان جي ڳچيءَ مان رسي ڇوڙيائون ۽ ان تي گهڻي مهربان ڪندي فرمايائون تہ توهان کي تہ اسان سان ڏاڍي وابستگي ۽ عقيدت آهي، توهان جي آمدنيءَ جو ڪهڙو ذريعو آهي؟ انهيءَ عرض ڪيو تہ سائين سڳورا! معاش جي ڪشادگيءَ لاءِ دعا فرمايو. پاڻ ڪيس خير برڪت جي دعا ڏنائون. جڏهن گهر واپس پهتو تہ ڇا ٿو ڏسي تہ هڪ مينهن جيڪا ويامڻ واري بہ نہ هئي، انهيءَ تي ڦر صبح ۽ ٿي ڦر شام جو ڏنا. اهڙي ريت ان جي گذران جي ذريعي ۾ آساني پيدا ٿي.

* نقل آهي تہ مخدوم اسماعيل سومري جو گذر بسر ڏاڍو تنگ ٿيندو هو. هڪ پيري ٻج پوکي رهيو هو تہ ان جي والد ڪيس چيو تہ اهو ٻج حضرت مخدوم نوح صاحب وٽ کڻي وڃ ۽ ان کان فاتحه پڙهائي پوءِ پوکي ڏس تہ ان ۾ ڪيئن برڪت پوي ٿي. انهيءَ ائين ڪيو جنهن جي ڪري ان مان اناج جو وڏو ڍڳ پيدا ٿيو ۽ ان جي رزق جي تنگي ختم ٿي ويئي . اهڙي ريت مخدوم ساهڙ رح کي بہ روزگار جي تنگي ۽ آل اولاد جي گهڻائي هئي. هڪ ڏينهن اسان جي پير دستگير حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جي خدمت ۾ رزق جي ڪشادگيءَ لاءِ دعا جي درخواست ڪيائين. حضرت صاحب جن کان دعا وٺي پنهنجي ڳوٺ وڃي رهيو هو تہ رستي ۾ ڪيس ڪي مالوند ماڻهو مليا. انهن درويشن کي ڏسي چيو تہ اي جماعت درويشن جي! اسان وٽ هڪ وڇ آهي، جيڪا بيمار آهي گهر تائين هلي نہ سگهندي توهان ان کي ذبح ڪري کائو تہ ڀلي اوها وٺو.

مخدوم ساهڙ سائين کي چيو تہ يارؤ! اها وني گهر ڪاهي هلون تا چاڪاڻ تہ اسان جي مرشد مخدوم نوح صاحب جن مون کي ڍور ڍارڻ ۽ پالڻ جي اجازت ۽ ان ۾ برڪت جا دعا ڏني آهي. پاڻ فرمائي ٿو تہ: اها وڇ جڏهن وڏي ٿي تہ انهيءَ گهٽ وڌ ٻہ سؤ ڍر ڏنا.

* هڪ ڀيري مخدوم اسماعيل جي خلف الرشيد مخدوم بجير، مرشد ۽ پير دستگير جي خلف الصدق مخدوم محمد امين ڏانهن درخواست موڪلي تہ اسان جي علائقي ۾ پاڻيءَ جي ڪوٽ آهي، گهڻو ٻج پوکيو آهي، پر ضايع ٿيڻ جو خطرو آهي. اسان جي طرفان قبله سائين مخدوم نوح صاحب جن کي ان ڏس ۾ درخواست عرض ڪريو تہ وڏي عنايت ٿيندي. پوءِ جيڪو شخص اهو پيغام کڻي وٽن آيو پاڻ ان کي فرمايائون تہ فلاڻي شخص اسان کي دعا جي درخواست ڪئي آهي. توهان جي لاءِ هڪ ڪوڏر خريد ڪري واه کوٽيان ٿو قادر ڪريم ڪارساز آهي، دعا قبول فرمائيندو ۽ درياءَ جي پاڻيءَ کي توهان ڏانهن وهائيندو. ائين چئي انهيءَ پاسي هڪ نالي کوٽيائون، جيڪا ان علائقي ڏانهن وهڻ لڳي ۽ اڄ ڏينهن تائين جاري آهي. اهو واقعو مون کي مخدوم اسماعيل سومري جي هڪ خاص خادم ويٺل ڳوٺ آگهم ٻڌايو تہ مخدوم بجير انهيءَ مقصد لاءِ مون کي مخدوم محمد امين جي خدمت ۾ موڪليو هو.

* هڪ ڀيري حضرت صاحب جن جي هڪ معتقد ۽ بزرگ کي نانگ ڏنگي وڌو. ان جي گهر ۾ روڄ راڙو مچي ويو ۽ نانگ کاڌل مرڻينگ حالت ۾ پهچي ويو. ان جا گهر وارا مايوسيءَ جي حالت ۾ حضرت صاحب جي خدمت ۾ آيا ۽ واقعو عرض ڪيائون. حضرت صاحب جن مسڪرائڻ لڳا، جنهن تي انهن کي ڏک ٿيو تہ سائين! اسان جو ياتي مرڻ وارو آهي ۽ توهان کلي رهيا آهيو. پاڻ فرمايائون تہ نانگ جو کاڌل نہ فقط جيئرو آهي، پر اهو چئن پٽن ۽ ٻن ڌيئرن جو پيءُ ٿيندو. اها ڳالهہ ٻڌي ان جي ماءُ خوشيءَ وچان جلدي جلدي گهر موٽي آئي ۽ ڏٺائين تہ جنهن کي اسان فوت سمجهي چڪا هئاسون، اهو الله جي فضل ۽ ٻاجهہ سان جيئرو آهي. ان کان پوءِ ڪافي عرصو جيئرو رهيو ۽ ان کي ايترا ئي پٽ ۽ ڌيئرون ڄايون، جيترين حضرت صاحب جن ٻڌايون هيون. ان مان معلوم ٿيو تہ

پاڻ الله جا وڏا پهتل ٻانها هئا. الله جي صفتن سان نوازيل ۽ اخلاق سان سينگاريل هئا، جيڪا ڳالهه چوندا هئا تہ ڪنهن جي مجال نہ هوندي هئي جو ڪو ان تي پڪڙ ڪري يعني ان کي ڪوڙ ثابت ڪري سگهي.

* چون ٿا تہ اسان جي حضرت پير مرشد جي پيدائش کي ست ڏينهن گذريا تہ هڪ ڏينهن جڏهن مؤذن نماز لاءِ آذان ڏئي فارغ ٿيو تہ حضرت صاحب جن بہ صاف ۽ چٽي آواز ۾ فرمايو تہ:

لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَلَا نَعْبُدُ اِلَّآ اِيَّاهُ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ

[الله کان سواءِ ٻيو ڪو معبود برحق نہ آهي، اسان فقط ان جي عبادت ڪريون ٿا، ان لاءِ دين کي خالص ڪندي.]

* جڏهن پاڻ ڄاوا تہ سندن ناڙو ڪپڻ لاءِ دائيءَ کي ڳولا جي باوجود ڇري نہ پئي ملي. هڪ ڀيري پاڻ (محفل ۾) فرمايائون تہ اسان جي پيدائش وقت ناڙي کي ڪپڻ لاءِ ڇري ڳولي ڳولي ٿڪجي پيا، پر اها انهن کي نہ ملي. سوچيوسون تہ ٻڌايون تہ ڇري فلاڻي هنڌ پئي آهي، پر پوءِ دل ۾ خيال آيو تہ خبر نہ آهي تہ ماڻهو ان جو مطلب ڪهڙو وٺندا، تنهن ڪري انهن کي نہ ٻڌايوسون. اها ڳالهہ اسان کي هڪ عالم دين ٻڌائي.

* هڪ ڀيري اسان جي پير دستگير ارشاد فرمايو تہ، عالم ارواح ۾ جتي سڀ روح گڏ هئا اتي پهرئين صف نبين سڳورن جي روحن جي هئي ۽ ٻي صف اوليائن جي روحن جي هئي. اولياءَ الله نبين سان گڏ هن طرح بيٺا هئا جو هرهڪ نبي جي روح جي پاسي ۾ هڪ وليءَ جو روح هو. هن فقير جو روح حضرت نبي ﷺ جن جي روح جي پرسان ۽ حضرت امام غزاليءَ جو روح حضرت عيسىٰ جي روح سان گڏ ۽ شخ بهاءَ الدين زڪريا جو روح، حضرت سليمان عليه السلام جي روح سان گڏ هو. اهڙي طرح، هر نبيءَ جي روح سان گڏ ان جي امت جي وليءَ جو روح هو. هو هڪ عالم کي بارگاه رب العالمين مان هر وقت خطاب ٿيندو رهندو آهي. حضرت امام غزاليءَ رح (حضرت صاحب جن کان) پڇيو تہ جڏهن الله تعالىٰ چيو هو تہ:

اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ[1]

[ڇا مان توهان جو رب نہ آهيان؟]

ان وقت مون "هائو" چيو هو يا نہ؟ پاڻ جواب ڏنائون تہ هائو! توهان ائين چيو هو اهڙي ريت انهيءَ عالم دين جو شڪ ختم ٿي ويو.

* هڪ درس ڏيندڙ (مولوي صاحب) پنهنجي زماني ۾ (ڪافي مشهور) هو. سدائين (پيرن فقيرن تي) اعتراض ۽ انهن جو انڪار ڪندو رهندو هو. هڪ ڏينهن حضرت مخدوم نوح رح جي هڪ جماعت انهيءَ مسجد ۾ اچي ترسي جتي اهو درس ڏيندو هو. حضرت صاحب جي مريدن ۽ يارن کي ڏسي چوڻ لڳو تہ: "فلاڻي جا يارو! ڪيترن ماڻهن کي گمراه ڪري چڪا آهيو؟" ان جماعت جي خليفي ۽ امير تير هٿ ۾ کنيو ۽ ارادو ڪيائين تہ سسي ان جي تن بدن تان جدا ڪري، پر پوءِ (صبر کان ڪم وٺي) ان وٽ ويو. ان کي چيائين تہ: مولوي صاحب! توهان مسلمان آهيو؟ انهيءَ چيو تہ الحمد لله! مسلمان آهيان. چيائينس تہ الله جي ڪتاب ۾ تو پڙهيو آهي تہ ناحق مسلمان کي رنجائڻ ڪيڏو گناه جو ڪم آهي؟ مولوي صاحب چيو تہ معاذ الله! اهو تہ وڏو گناه جو ڪم آهي. درويش چيس تہ اسان کي مؤمن ۽ مسلمان سمجهين ٿو؟ انهيءَ چيو تہ هائو! درويش چيو تہ:

قُلُوْبُ الْمُؤْمِنِيْنَ عَرْشُ اللهِ تَعَالىٰ[2]

[ايمان وارن جون دليون الله تعاليٰ جو عرش عظيم آهن.]

کي مڃين ٿو؟ چيائين تہ: مڃيان ٿو. درويش چيو تہ تو پنهنجي انهيءَ دشمني واري ڪلام سان عشق جا ڏهہ دروازا خراب ڪري مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيا آهن. ڇا خدا کان نٿو ڊڄين تہ اسان جو پير دستگير جيڪو هر روز بيشمار ماڻهن کي هدايت جي واٽ تي هلائي ٿو انهن کي الله سان ملائي ٿو. تون ان جي خلاف زبان درازي ڪرين ٿو؟ حالانڪ چيو ويو آهي

---

[1] الاعراف آيت: ١٧٢

[2] حديث جي صحاح سته يعني حديث جي ڇهن صحيح ڪتابن، مسانيد ثمانيه (اٺن مسندن)، رجال ۽ تفسير جي سمورن ڪتابن ۾ هيءَ حديث ڪونہ ٿي ملي. ظاهر ٿيو تہ اها حديث نہ پر ڪنهن جو قول آهي.

تہ جنهن جو شيخ ۽ مرشد نہ آهي، ان جو مرشد ۽ شيخ، شيطان آهي. ۽ تون اهڙيون اندر ساڙيندڙ ڳالهيون ڪرين ٿو ڇا توکي معلوم نہ آهي تہ واضح حديث آهي تہ:

حَقُّ الْمُسَافِرِ عَلَى الْمُقِيْمِ

[مقيم تي، مسافر جو حق هوندو آهي]

۽ حديث آهي تہ:

وَاَكْرِمُوا الضَّيْفَ وَلَوْكَانَ كَافِرًا[1]

[۽ مهمان جي عزت ڪريو، جيتوڻيڪ ڪافر هجي.]

ڇا تو اهي سڀ حق ادا ڪيا آهن؟ علم جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ "علم" سڌي واٽ وٺائيندو آهي. پر معلوم نٿو ٿئي تہ تو ڪهڙي هدايت حاصل ڪئي آهي؟ درويش جي انهن ڳالهين انهيءَ عالم جي دل ۾ وڏو اثر ٿيو. اهو اٿيو ۽ انهيءَ درويش جو هٿ جهليائين ۽ چيائين تہ: مون کان غلطي ٿي آهي، هاڻي مون کي معاف ڪر ۽ پنهنجي پير جي ورد وظيفي جي تلقين ڪر.

درويش چيس تہ جيڪڏهن واقعي تون انهيءَ ۾ مخلص آهين تہ اسان جي پير دستگير جي خدمت ۾ پاڻ حاضر ٿيءُ، ان کان فيض ۽ تلقين حاصل ڪر، ان جي عقيدتمندن جي صف ۽ ارادتمندن جي حلقي ۾ داخل ٿيءُ، ان جي صحبت حاصل ڪر، اهو توکي دنيا ۽ جيڪي ان ۾ آهي، انهن سڀني شين جي لڳ لاڳاپن کان ٽوڙي، الله سان واصل ڪندو. انهيءَ عالم سندس نصيحت تي عمل ڪيو ۽ ڪجهہ مدت جي اندر حضرت صاحب جن جي فيض مان وڏو پاڳو پرايائين.

❋ حضرت صاحب جن جي گهرواري رستي ۾ هڪ بزرگ رهندو

---

[1]عن ابن عباس اكرموا الضيف واقروا... (مهمان جي عزت ڪريو ۽ ان کي پاڻ وٽ ٽڪايو) الفردوس بماثور الخطاب ص ٦٨ ج ١، ڪشف الخفاء ص ٨٣ ص ١٩٦ ج ١، ان ۾ ولو كان كافرا جا الفاظ نہ آهن، بلڪ هڪ صحيح حديث ۾ هي الفاظ آهن تہ لاتطعم طعامک الا الاتقيا (عون المعبود ص ١٢٣ ج ٣، تحفط الاحوذي ص ٧٤ ج ٧) (تنهنجو کاڌو فقط متقي ماڻهو کائي).

هو جيڪو ظاهري ۽ باطني علم سان نوازيل هو. اتان اسان جي پير مرشد جو هڪ درويش لنگهندو هو. هڪ ڏينهن انهيءَ درويش کي چيو تہ منهنجا مخدوم! توهان فلاڻي شخص (يعني مخدوم نوح) وٽ گهٽي اچ وڃ رکو ٿا؟ فرمايائون تہ هائو! هر شخص کي پنهنجي فائدي پرائڻ لاءِ وڌ ۾ وڌ ڪوشش ڪرڻ گهرجي. انهيءَ چيو تہ توهان کي ان مان ڪهڙو فائدو ۽ فيض حاصل ٿيو آهي؟ انهيءَ جواب ڏنو تہ جيڪو فيض ۽ فائدو مون کي پهتو آهي، الله تعاليٰ توهان کي بہ اهو عطا ڪري. پوءِ چيائين تہ: حديث ۾ آهي تہ:

اَلْمُسْلِمُ مَنْ سَلِمَ الْمُسْلِمُوْنَ مِنْ لِّسَانِہٖ وَيَدِہٖ[1]

[مسلمان اهو آهي، جنهن جي زبان ۽ هٿن کان مسلمان محفوظ رهن ٿا.]

۽ تون ماڻهن جي دل آزاري ڪرين ٿو؟ اهو بزرگ هڪدم هوشيار ٿي ويو. درويش کي چيائين تہ: چڱو پلا مون کي پنهنجي پير مرشد جو ڪو فرمان ٻڌاءِ انهيءَ چيو تہ مان ان جو ڪهڙو فرمان توکي ٻڌايان؟ انهيءَ اصرار ڪيو تہ تڏهن بہ ڪجھہ نہ ڪجھہ ٻڌاءِ. درويش چيو تہ جيڪڏهن توکي سندن ڪو فرمان ٻڌائيندس تہ توکي سمجھہ ۾ نہ ايندو. پر سندس حد کان وڌيڪ زور بار وجهڻ تي درويش چيو تہ چڱو! توکي هڪ ڏيڏر جو مثال ڏئي سمجهايان ٿو. هڪ ڏينهن ڏيڏر کوهہ مان نڪري سمنڊ ۾ داخل ٿيو پوءِ وري موٽي کوهہ ۾ آيو. کوهہ کيس چيو تہ ڪاڏي ويو هئين؟ انهيءَ جواب ڏنو تہ سمنڊ ۾ ويو هيس. کوهہ پڇيس تہ سمنڊ ڇا هوندو آهي؟ ڏيڏر چيس تہ پاڻيءَ جو اڻ ڪٿ مقدار آهي. کوهہ چيو تہ ڪيترو وڏو مقدار آهي؟ ڏيڏر چيو تہ اها ڳالھہ تنهنجي سمجھہ ۾ اچي نہ سگهندي، مان سمنڊ جي وڏي هجڻ جي ڪهڙي صفت ۽ ڪئين بيان ڪري سگهان ٿو؟ اسان جي پير مرشد جو بہ اهو ئي حال آهي آخرڪار اهو بزرگ اسان جي پير و مرشد

---

[1] صحيح مسلم حديث: ۴۰ – صحيح بخاري حديث: ۱۱ – سنن الترمذي حديث: ۲۵۰۴– سنن الدارمي حديث: ۲۷۱۲– مجمع الزوائد ص ۵۴ ج۱– سنن ابوداؤد حديث ۲۴۸۱– السنن الكبري حديث: ۸۷۰۱– المعجم الاوسط حديث: ۲۳۲– مسند احمد حديث: ٦۵۱۵– المعجم الكبير حديث: ۳٦۹– شعب الايمان حديث: ۸۰۱۵– الترغيب والترهيب حديث: ۳۸٦۱– فتح الباري ص۴۴۵ ج ۱۰– فيض القدير ص ۴۸ ج۲)

جي خدمت اقدس ۾ آيو سندن دست بوسي ڪيائين. پاڻ ارشاد فرمايائون تہ هيءُ فقير ڇا ٿو ڪري سگهي. جڏهن تہ قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُوْنَ [1]

[الله توهان کي بہ خلقيو ۽ توهانجن ڪمن کي بہ خلقيو آهي.]

چون ٿا تہ حضرت مخدوم صاحب جن انهيءَ آيت جون ستر يا اسي معنائون پڙهيون، پوءِ اها معنيٰ سندس دل ۾ ويهجي ويئي . سبحان الله! ڪين ڪيترو علمي فضل ۽ ڪمال حاصل هو. پاڻ فرمايايو اٿن تہ:

عَلَّمَنِيْ رَبِّيْ [2]

[مون کي منهنجي رب تعليم ڏني آهي.]

* هڪ ڏينهن هڪ رڻ پٽ ۾ هئا. اتي مادي تتر اچي فرياد ڪئي. پاڻ خادم کي حڪم فرمايائون تہ هن دعويدار جي (ڏوهي) جوابدار کي سڏي اچ. خادم انهيءَ سان گڏجي روانو ٿيو. جنهن ان کي هڪ ڪاري نانگ وٽ وڃي بيهاريو. خادم نانگ کي چيو تہ هل! توکي خدا تعاليٰ جي طرفان مقرر ٿيل حضرت غوث پاڪ جن سڏين ٿا. تان تہ توهان ٻنهي جو فيصلو حق سان فرمائي. نانگ خادم سان گڏجي حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. پاڻ تتر کي فرمايائون تہ پنهنجي جوابدار (نانگ) جي خلاف پنهنجي فرياد پيش ڪر! انهيءَ عرض ڪيو تہ سائين! هن منهنجا سمورا ٻچا کائي ڇڏيا ۽ منهنجي آکيري تي بہ قبضو ڪري ويٺو آهي. حضرت صاحب جن نانگ کان پڇيو تہ ڇا اها صحيح چوي ٿي؟ انهيءَ چيو تہ هائو سائين! ان جو بيان درست آهي. پاڻ نانگ کي مخاطب ڪري ٿي فرمايايون تہ: خدا جا دشمن! توکي الله جو خوف نہ ٿيو جو

---

[1] سورة الصافات آيت: ٩٢

[2] اشارو آهي حضرت يوسف عليه السلام جي قول ڏانهن، پاڻ پنهنجي قيدي سائين کي فرمايائون تہ: اهو علم مون کي منهنجي رب سيکاريو آهي. (سوره يوسف آيت: ٣٧) يا وري ان حديث ڏانهن اشارو آهي، جنهن ۾ نبي سائين ﷺ جن ارشاد فرمائين ٿا تہ: انا عبد لااعلم الا ما علمني ربي (العظمة ص ١٤٦٨ ج ٤، فيض القدير ص ١٢ ج ٣، دلائل النبوة للاصبهاني ص ١٣٧ ج ١) مان هڪ ٻانهو آهيان، مان اهوئي ڄاڻان ٿو جيڪو مون کي منهنجو رب سيکاري ٿو.

تو ان تي ايڏو وڏو ظلم ڪيو آهي؟ اها چڙٻ ۽ جهٽڪ ٻڌي نانگ پاڻ کي زمين تي سٽي ماري وڌو. تانجو ڦتڪي ڦتڪي مري ويو. خادم خدمت ۾ اچي عرض ڪيو تہ قبلا! نانگ پاڻ کي زمين تي سٽي ماري وڌو آهي. ارشاد فرمايائون تہ چڱو ٿيو جو آخرت جي عذاب کان بچي ويو.

* هڪ ڏينهن حضرت غوث الحق جن باجماعت نماز تي آيا خادم سندن تلاش ۾ نڪتا ڪين قبرستان ۾ لڌائون (نماز جي قضا ٿيڻ جو اطلاع ڏنائون) پاڻ يارهن ڄڻن جو نالو وٺي انهن کي سڏيائون اهي قبرن مان نڪري آيا ۽ حضرت صاحب جن انهن سان گڏجي نماز باجماعت پڙهي پوءِ شهر واپس آيا ۽ اهي بہ ساڻن گڏجي هليا. خادمن عرض ڪيو تہ سائين! چا هاڻي, اهي سدائين جيئرا رهندا, ارشاد فرمايائون تہ اهو قدرت جو هڪ راز آهي, پوءِ اهي پنهنجي مسڪن (قبرن) ڏانهن موٽي هليا ويا.

* هڪ ڏينهن حضرت صاحب جا مريد, هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا تہ اولياءَ الله جيڪي تي گذريا آهن, انهن وڏيون وڏيون ڪرامتون ڏيکاريون آهن. جيڪر اسان بہ حضرت صاحب جن کي اهڙي ڪرامت ڏيکارڻ جي درخواست ڪريون. اهو سوچي سندن خدمت ۾ آيا اهو اڳاري جو ڏينهن هو جڏهن پاڻ مسجد ۾ چاشت پڙهي ٻن چئن يارن سان گڏجي جهنگ جهر ۾ وچڻ لاءِ ٻاهر نڪتا. ڪجهہ پنڌ جي مفاصلي تي هڪ وڏو شهر ڏنائون. جڏهن اتي پهتا تہ ان جي هيٺيان بہ وڏا درياءَ وهي رهيا هئا, جن جو پاڻي ازحد صاف, شفاف, پاڪ هو درياءَ جي ٻنهي ڪنارن تي هر قسم جا باغ, محلات ۽ اهڙيون نعمتون هيون, جيڪي حياتي بخشي رهيون هيون ۽ جن جو ذڪر ڪرڻ بہ مشڪل آهي. پاڻ فرمائي ٿو تہ: جڏهن مان اتي پهتس تہ مون ڏٺو تہ ماڻهو جمعي جي نماز پڙهڻ جي تياري ڪري رهيا آهن. مون بہ انهيءَ درياءَ مان غسل ڪري جمعي جي تياري ڪئي, جڏهن درياءَ مان وهنجي سهنجي شهر ۾ داخل ٿيس تہ سامهون تمام سهڻا سہاجهڙا, طبيعت جا سگهورا ماڻهو نظر آيا. محلات ۽ ماڙيون بہ شاندار هيون. دڪان ۽ بازارون بہ پرپل هيون, هر طرف خوشي ئي خوشي موجون هڻي رهي هئي. انهيءَ حالت ۾ آءٌ مسجد پهتس. جڏهن نماز پڙهي فارغ

ٽيس تہ اتي هل هنگامو برپا ٿي ويو. امير ڪبير، عام خاص، ننڍا وڏا، بادشاهہ ۽ رعيت ۽ شريف ۽ غير شريف هجوم ڪري مون ڏانهن اڳتي وڌيا. منهنجا هٿ چمڻ لڳا ۽ بيعت ڪري مريد ٿيڻ لڳا ۽ تحفا تحائف پيش ڪرڻ لڳا. ڪجهہ ڏينهن مون کي مهمان رکيائون ۽ نٿي چاهيائون تہ هتان هليو وڃان هڪ هفتو اتي رهي مون انهن کان موڪلايو. ان شهر جي بادشاهہ موتين سان ڀريل هڪ ڳوٿري سوکڙيءَ طور پيش ڪئي. اتان ٻاهر مس نڪتس ڇا ٿو ڏسان تہ اسان جي شهر ۽ هن شهر جي درميان هڪ وڏو سونو جبل آهي، آءُ ان تي سوار ٿيس. هيرن جواهرن ۽ موتين سان ڀريل اڳا ڳوٿري بہ انهيءَ جبل تي پکيڙي ڇڏيم. ان جبل تان هيٺ لٿس تہ هڪدم پنهنجو شهر اچي ويو. اتي پهتس تہ اهو ساڳيو ئي ڏينهن هو، جنهن ڏينهن اتان نڪتو هيس.

* هڪ ڏينهن ڳوٺ ۾ هڪ بزرگ هو. اتي ان کي هن فقير جي پير دستگير (مخدوم نوح رح) جا بہ ٽي مريد مليا. انهيءَ بزرگ انهن مريدن کي چيو تہ هڪ ڳالهہ منهنجي دل ۾ آهي، جيڪا توهان سان بيان ڪريان ٿو جيڪڏهن توهان جي مرشد کي ان جو اطلاع ٿي وڃي تہ مان ان جو مريد ٿي ويندس. اهو بزرگ اڃا اتي ئي ويٺو هو تہ اسان جي پير مرشد ان ڏانهن نگاهہ فرمائي تہ اهو اتي جو اتي سندن فقير ٿي. سندن خدمت ۾ بيعت لاءِ اچي حاضر ٿيو.

* هڪ ڀيري ڏارئي ملڪ جو بادشاهہ وڏي فوج وٺي ان ملڪ تي ڪاهہ ڪري آيو جتي حضرت صاحب جن رهندا هئا. ماڻهن ۾ ڏاڍو هراس ۽ خوف ڦهلجي ويو. حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ اچي ماجرا عرض ڪيائون تہ، ڌاريو بادشاهہ وڏي فوج وٺي اچي رهيو آهي، ماڻهن ۾ ڏاڍي وحشت ۽ گهٻراهٽ آهي، وڏي تباهي ۽ بربادي مچڻ کان اڳ ڪجهہ بندوبست فرمايو. فرمايائون تہ الله خير فرمائيندو. جڏهن اهو لشڪر شهر ۾ اچي پهتو تہ فوجين ماڻهن جو قتل عام ۽ فساد عظيم شروع ڪري ڏنو. ماڻهن وري سندن خدمت ۾ اچي عرض ڪيو تہ سڳورا سائين! دشمن شهر اندر ڦهري ڪارروائيون ڪري رهيو آهي ۽ فتني ۽ فساد تي لاهي پاهي پيو آهي. هر طرف روج راڙو ۽ گهل گهوڙا متل آهي، انهن جي خلاف ڪجهہ

انتظام فرمايو. فرمايائون تہ مون کي مٿي آٽيو ڏيو. ان مان هڪ مٺ ڪٽي دشمن جي لشڪر ڏانهن اڇلائڻ کان اڳ هيءَ هي دعا پڙهيائون:

اَللّٰهُمَّ لَكَ الْحَمْدُ وَاِلَيْكَ الْمُشْتَكٰى وَاَنْتَ الْمُسْتَعَانُ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ ① وَصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى خَيْرِ خَلْقِهٖ مُحَمَّدٍ وَّ اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ اَجْمَعِيْنَ بِرَحْمَتِكَ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ

ائين چئي پاڻ مٽيءَ اڇلايائون. اهي سڀ هڪدم پنهنجو بيشمار مال ملڪيت ڇڏي پنهنجي ملڪ وٺي ڀڳا ۽ رستي ۾ ڪرندا ويا ۽ هلاڪ ٿيندا ويا.

* هڪ ڏينهن، پنهنجي هڪ مريد ڏانهن نهاري ارشاد فرمايائون تہ فلاڻا! الله تعاليٰ اسان کي حڪم "ڪُن فيڪُن" سان ولايت ۽ ڪرامت جا ۱۴ مرتبا عطا فرمايا آهن. سبحان الله! ولايت جو اهو آخري مرتبو آهي، جيڪو "ڪن فيڪون" جي ذريعي سان حاصل ٿيندو آهي، ان کي اهو ئي سمجهي سگهندو آهي، جيڪو انهيءَ مرتبي تي فائز هجي.

* هڪ ڀيري، سندن محفل ۾ سندن هڪ مريد ويٺو هو جيڪو سوچي رهيو هو تہ ماشاءَ الله اسان جي پير مرشد جو ايڏو وڏو درجو ۽ مرتبو آهي جو جيڪڏهن نبي ڪريم ﷺ جن کان بعد نبوت جو دروازو کليل هجي ها تہ پاڻ پيغمبر هجن ها. هڪدم ارشاد فرمايائون تہ فلاڻا! ڪن اولياءَ الله کي الله تعاليٰ وٽ اهو درجو حاصل آهي جو نبي سڳورا عليهم السلام بہ انهن درجن جي اميد ڪندا آهن پوءِ ارشاد فرمايائون تہ ڪٿي نبوت ۽ ڪٿي ولايت جو مرتبو. پر اهو هڪ عظيم راز آهي، جيڪو هر

---

(1) حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ حضرت جبريل امين عليه السلام مون کي هڪ دعا سيکاري آهي. ڇا توکي اها دعا نہ سيکاريان، جيڪا حضرت موسيٰ ان وقت گهري هئي، جڏهن بني اسرائيل کي وٺي درياءَ مان پار پيو هو؟ مون چيو تہ: هائو منهنجا ماءُ پيءُ توهان تي قربان وڃن، ضرور سيکاريو! پوءِ پاڻ مٿي بيان ٿيل دعا سيکاريائون. (مجمع الزوائد ص ۱۸۳ ج ۱۰- معجم الاوسط ص ۳۵٦ ج ۳، معجم الصغير ص ۲۱۱ ج ۱۰- معجم الشيوخ ص ۳۳۹ ج ۱، الفردوس بماثور الخطاب ص ۴۴۴ ج ۱).

کو سمجهي نٿو سگهي سواءِ ان جي جيڪو ان ڪُن واقف هجي. پڻ فرمايائون تہ نبين سڳورن جو مثال (بادشاه جي) اميرن جو ۽ اوليائن جو مثال سندن خدمتگارن جو آهي، جيڪي سدائين انهن وٽ حاضر رهندا آهن ۽ ڪين جيڪا بہ دولت ۽ سعادت حاصل هوندي آهي، اها نبي ڪريم ﷺ جن جي تابعداريءَ جي ڪري حاصل ٿيندي آهي.

* ڪن ماڻهن چيو تہ حضرت مخدوم نوح ڪي حضرت خضر عليه السلام کان سڌي طرح علم حاصل ٿيو آهي. جڏهن اها ڳالهہ ٻڌائون تہ ارشاد فرمايائون تہ نہ مون ڪيترا ڀيرا سندن خدمت ۾ حاضري ڏني آهي، پر ڪيترا ڀيرا ائين ٿيو جو پاڻ هن فقير کي نماز پڙهائڻ لاءِ اڳتي ڪيائون تہ توهان اسان کي بہ نماز پڙهايو.

* هڪ ڀيري مسلمانن جي جماعت ۾ سندن هڪ معتقد ويٺو هو، انهيءَ ٻڌايو تہ هڪ رات اسان جو حضرت پير مرشد مون وٽ آيو. هيءُ فقير ستل هو. اچانڪ سندن روشنيءَ جو عڪس ظاهر ٿيو. خاڪسار سجاڳ ٿيو ۽ پوءِ حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. سندن خدمت ۽ عزت بجا آندم ۽ مون سان صحبت ڪيائون.

* هڪ بزرگ عرض ڪيو تہ ڪن مريدن جا ڪي ڪم اهڙا ۽ اهڙا آهن، يعني غلط هوندا آهن. پاڻ ارشاد فرمايائون تہ الله تعاليٰ سندن غلطيون سندن فقر ۽ تنگدستيءَ جي ڪري معاف فرمائي ڇڏيون آهن. انهيءَ بزرگ عرض ڪيو تہ توهان اسان جي مريدن جو احوال ڄاڻو ٿا، انهن مان گهڻا دنيا وارا آهن. غير شرعي ڪم ڪندا آهن. توهان الله رب العالمين جي درگاه ۾ سندن (بخشش جي) دعا فرمايو. ارشاد فرمايائون تہ انشاءَ الله تعاليٰ دعا ڪنداسون. جڏهن اهو بزرگ اٿي وڃڻ لڳو تہ ڏاڍي معذرت ڪيائين تہ حضرت مخدوم نوح جن پنهنجي جاءِ تان اٿڻ جي تڪليف نہ فرمائين. پنهنجي جاءِ تي ويٺا رهن. پاڻ ويهي رهيا. انهيءَ بزرگ آداب بجا آندا ۽ روانو ٿي ويو.

* حضرت صاحب جن پنهنجي هڪ نقيرن وٽ آيا. جيڪو ڪنهن ڪم ڪار ۾ مشغول هو. انهيءَ چيو تہ ڪير آهين؟ ارشاد فرمايائون تہ "مخدوم نوح!" پوءِ فرمايائون تہ فلاڻا! هن مرد (بزرگ) ٽي

سجاڻين ٿو؟ فقير چيو تہ نہ سائين! ارشاد فرمايائون تہ هن بزرگ کي ماٺهو "وڏو بزرگ" (يعني پيران پير شيخ عبدالقادر جيلاني رح) مڃين ٿا. فقير کي تعجب ٿيو تہ حضرت مخدوم صاحب جو ايڏو وڏو مقام ۽ مرتبو آهي جو وڏا اولياءَ الله بہ وٽن (زيارت ڪرڻ لاءِ) اچن ٿا. پوءِ بہ پاڻ بنفس نفيس فقيرن وٽ اچن وڃن ٿا. فرمايائون تہ فلاڻا! ان ڳالهہ تي تعجب نہ ڪر. شيخ جو تعلق سيني اولياءَ الله سان هوندو آهي ۽ سڀ اولياءَ الله، فقيرن وٽ ايندا رهندا آهن، تہ جيئن انهن تي بنده نوازي ۽ ڪرم ڪن، بلڪ هتي تہ نبي سڳورا بہ ايندا آهن.

* هڪ بزرگ اسان جي پير دستگير جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو عرض ڪيائين تہ سائين! جيڪڏهن توهان جي ڪنهن مريد کان ڪوتاهي ٿي وڃي تہ توهان ڇا ڪندا آهيو؟ ارشاد فرمايائون تہ پهرئين غلطي معاف ڪندا آهيون. ٻي غلطي ٿيندي آهي تہ ان لاءِ دعا ڪندا آهيون تہ الله تعاليٰ ان کي نيڪي جي توفيق ڏي ۽ برائي کان بچائي. جيڪڏهن ٽين غلطي ڪندو آهي تہ اسان ان کي پنهنجي نظر ڪيميا وسيلي سرڪار دوعالم ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ پهچائيندا آهيون. پوءِ سندس صحبت ۽ فيض سان اهو ان لائق ٿي ويندو آهي جو وري ڪڏهن غلطي نہ ڪندو آهي. انهيءَ بزرگ اٿي حضرت مخدوم نوح جا هٿ چميا ۽ عرض ڪيائين تہ سائين! اهو ڪمال اسان کي حاصل نہ آهي، دعا فرمايو تہ الله تعاليٰ اسان کي بہ ان جي لائق ڪري.

* هڪ ڀيري مسجد جي مؤذن کان نماز پڙهائڻ ۾ سستي ٿي ويئي. پڇا ڪيائون تہ مؤذن ڇا ٿو ڪري؟ عرض ڪيائون تہ سائين! ان جو ڪمرو ننڍڙو آهي، ان جي نئين سر اڏاوت ۾ مشغول آهي تہ جيئن وڏيڪ ويڪرو ٿئي. فرمايائون تہ جنهن ڏينهن اسان جو فرزند محمد امين ڄائو هو ان جي مبارڪباد ڏيڻ لاءِ چوويهہ هزار فرشتا انهيءَ ڪمري ۾ آيا هئا. جيڪي اتي ماپي ويا هئا ۽ اهو هڪڙو ڇڙو ماپي نٿو سگهي؟

* هڪ ڀيري مسجد جي دروازي تي هڪ شخص نظر آيو. جيڪو وڏي ڪمال ۽ جلال جو صاحب هو. حضرت صاحب جن اٿي سندس استقبال ڪيو. گهڙي سواءِ اهو شخص ساڻن ويهي صحبت ڪري اٿي هليو

ويو. بعد ۾ ماڻهن عرض ڪيو تہ سائين! هي ڪير صاحب هو جنهن جي توهان ايڏي عزت ۽ پليڪار ڪئي؟ فرمايائون تہ يوسف عليه السلام هو.

* هڪ ڀيري حضرت صاحب جن جا ٻہ مريد مسجد ۾ الله جي ذڪر ۽ عبادت ۾ مشغول هئا. ٿوري رات گذري تہ حضرت خضر عليه السلام آيو ۽ دريءَ وٽان نبي ﷺ جن بہ اچي بيٺا. جڏهن تهجد جو وقت ٿيو تہ ماڻهو تهجد جي لاءِ گڏ ٿيا تہ اهي ٻئي بزرگ هستيون هليون ويون. صبح جو مخدوم صاحب جن فجر نماز لاءِ مسجد ۾ آيا تہ ٻنهي مريدن اهو واقعو بيان ڪندي عرض ڪيو تہ اسان جي دل ۾ تہ وڏو خطرو پيدا ٿي پيو آهي (توهان تہ وڏا بزرگ ٿي ويا آهيو جو، حضرت خضر عليه السلام آيو ۽ نبي ﷺ جن توهان وٽ اچن ٿا. مهرباني فرمائي اسان جي رهبري فرمايو. حضرت صاحب جن فرمايو تہ واقعي توهان ٻنهي انهن کي سڃاتو؟ انهن چيو تہ هائو سائين! فرمايائون تہ واقعي اڄڪلهہ انهن جي اچ وڃ گهٽي آهي. هاڻي بہ آيا هئا، پر ڪمري ۾ سندن اچڻ جو وقت نہ هو. ان ڪري واپس هليا ويا. ٿي سگهي ٿو تہ منهنجو الله سائين سان ملاقات جو وقت ويجهو آيو هجي.

* هڪڙي درويش عرض ڪيو تہ فقير جي دل ۾ خيال پيدا ٿئي ٿو تہ الله تعاليٰ، حضرت محمد ﷺ جن جي امت سان ڪهڙو معاملو ڪندو؟ فرمايائون تہ اهو سوال ڪندڙ شخص ڪير آهي؟ عرض ڪيائين تہ ڏوراهين مسافت کان درويش آيو آهي، جيڪو اصرار ڪري ٿو تہ حضرت مخدوم رح کان ان سوال جو جواب معلوم ڪري ڏيو. فرمايائون تہ اها وڏي ڳجهي ڳالهہ آهي، اڄ تائين ڪنهن اهو سوال نہ پڇيو آهي ۽ نہ وري اهو سوال ڪرڻ گهرجي. اهو فقير ڪيترا ڏينهن ساڳيو سوال پڇندو رهيو پاڻ جواب کان پاسو ڪندا رهيا. آخر درويش هڪ ڏينهن گريہ زاري ڪندي چيو تہ منهنجي دل ۾ ان سوال جي ڪري تنگي آهي. الله ۽ رسول جو واسطو اٿوَ مون کي ان جو جواب عنايت فرمايو. تان تہ دل کي تسلي ٿئي. تڏهن ارشاد فرمايائون تہ فلاڻي گهڙيءَ ۾ منهنجيون اکيون ڍڪي پيون. سلطان الانبياءِ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن تيمارداري ڪرڻ آيا. فرمايائون تہ فلاڻا! مون تنهنجي لاءِ تندرستي آندي آهي، هاڻي تون

منهنجي اُمت جي (بخشش) لاءِ دعا گهر. پاڻ فرمائين ٿا تہ پوءِ مون پنهي جهانن جي سردار جي حڪم مطابق پالڻهار پاڪ جي درگاہ ۾ سجده نياز ادا ڪيو ۽ امت محمدي جي بخشش لاءِ دعا گهري. جڏهن امت محمديه ﷺ کي پوريءَ طرح نجات حاصل ٿي ۽ مون سڌيءَ طرح الله بادشاه جو هي ڪلام ٻڌو تہ اسان امت محمديه کي بخشي ڇڏيو آهي تہ سجدي مان سر مٿي کڻي وري شڪر جي سجدي ۾ ڪري پيس.

* هن فقير حقير ([2]) هڪ سرڪاري قاضيءَ جي زباني ٻڌو تہ سندس پيءُ بہ مخدوم نوح رح جي عقيدتمندن ۾ شامل هو. هڪ ڏينهن، پنهنجي پيءُ سان گڏجي آءُ بہ حضرت جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. ان وقت جي ظاهري بادشاه هڪ شخص کي سندس ڏوهہ سبب قيد ڪري رکيو هو. ان جي ماءُ پنهنجن ٻن ٻارن سميت حضرت مخدوم جي خدمت ۾ آئي ۽ عرض ڪيائين تہ مون کي بادشاه ڏانهن سفارش جا ٻہ ٽي اکر لکي ڏيو مگر پاڻ انڪار ڪيائون. جڏهن ان جي گريہ زاري حد کان وڌي ويئي تہ سندس ضعيفيءَ تي ترس ڪندي فرمايائون تہ مجلس ۾ ڪو لکندڙ آهي تہ هن کي سفارش جا ٻہ اکر لکي ڏئي. سندن خادم عرض ڪيو تہ: سائين! فلاڻي قاضيءَ جو پٽ مجلس ۾ موجود آهي، جيڪو لکڻ پڙهڻ ڄاڻي ٿو. پاڻ مون کي حڪم فرمايائون تہ بابا! ان کي ٻہ ٽي اکر لکي ڏي. مون عرض ڪيو تہ سائين سڳورا! لکڻ تہ ايندو آهي پر بزرگن جي زباني بادشاهن ڏانهن لکڻ جي لائق آءُ نہ آهيان. فرمايائون تہ بس تون لکي ڏي، تنهنجي لکت قبول پوندي. سندن فرمان مطابق مون ان عورت جي قيديءَ پٽ جي آزاديءَ جي درخواست لکي ان کي ڏني. ان کانپوءِ جڏهن آءُ ملڪ جو قاضي مقرر ٿيس تہ مون ڪيترا ڀيرا اهو تجربو ڪيو تہ ڪڏهن بہ منهنجي لکت رد نہ ٿي ۽ جيڪي ڪجهہ لکندو آهيان، اهو مقبول ۽ منظور ٿيندو آهي. تانجو ڪيترا ڀيرا ائين ٿيو جو پنهنجي ڪم سانگي پاڻ ويندو آهيان تہ منهنجو اهو ڪم نہ ٿيندو آهي، حالانڪ اهو مشڪل ڪم نہ هوندو آهي، پر جڏهن ان کي لکت جي وسيلي پورو ڪرڻ

---

([2]) مخدوم فتح محمد – مؤلف رساله فتحيه

جي ڪوشش ڪندو آهيان تہ منهنجي مراد پوري ٿي ويندي آهي.

* ننڍپڻ ۾ مدرسي ۾ قرآن مجيد پڙهندا هئا. هڪ ڀيري تختي (فرحي) ڌوئڻ لاءِ مٽي تي پاٽي جو برتن ڀري ڪٽي آيا ۽ تختي ڌوئي اس ۾ سڪڻ لاءِ رکيائون ۽ پاڻ هڪ وڻ جي پاڇي ۾ سمهي پيا. هڪ شخص اتان لنگهيو جنهن ڏٺو تہ سج لڙي چڪو آهي پر وڻ جو پاڇو اڃا مخدوم صاحب جن جي مٿان برقرار آهي، اهو ڏيک ڏسي ڏاڍو حيران ٿيو. ماڻهن کي ٻڌايائين تہ فلاڻي شيخ نعمت الله جي فلاڻي پٽ کي، مون هن حالت ۾ ڏٺو آهي.

* حضرت صاحب جن جي دور ۾ هڪ وڏو بزرگ هو جنهن وٽ ننڍپڻ ۾ مسجد ۾ قرآن پڙهڻ ويندا هئا. هڪ ڀيري پاڻ قرآن مجيد جي ڪن آيتن جو تفسير بيان ڪيائون تہ انهيءَ شيخ ٻڌي چيو تہ هن ٻار کي ڏسو جيڪو ڳالهائي بہ نٿو سگهي ۽ لڳو آهي قرآن جو تفسير بيان ڪرڻ! ان دوران انهيءَ بزرگ ان شخص جو بيان بہ ٻڌو جنهن ڏٺو هو تہ چانو نہ هجڻ جي باوجود وڻ مٿن ڇانو ڪري بيٺو آهي، جيئن واقعو مٿي بيان ٿيو. انهن ڳالهين جي ڪري اهو بزرگ، حضرت جن سان غيرت (ساڙ) ۽ ريس ڪرڻ لڳو. خير پنجاه، سٺ سالن کان پوءِ اهو بزرگ وصال ڪري ويو. هڪ ڀيري اسان جي شيخ صاحب فرمايو تہ هي فقير سير لاءِ مٿي ويو. جڏهن چوٿين آسمان تي پهتو تہ فلاڻي بزرگ جي روح کي اتي بيٺل ڏٺم اتان مٿي وڃڻ جي ڪيس اجازت نہ هئي. فرشتا ان کي روڪي بيٺا هئا ۽ چئي رهيا هئا تہ تو فلاڻي وقت مخدوم نوح سان غيرت ۽ ريس ڪئي هئي؟ جڏهن انهيءَ بزرگ هن فقير کي ڏٺو تہ ڏاڍي گريہ زاري شروع ڪيائين ۽ معافي وٺڻ لڳو ۽ چيائين تہ: فلاڻي وقت مون توهان سان ريس ڪئي هئي. انهيءَ ڪري مون کي هتان مٿي چڙهڻ جي اجازت نہ آهي، مون تي مهرباني فرمايو. مون، الله جل جلاله جي بارگاه ۾ درخواست ڪئي تہ همسايگيءَ جو مون تي حق آهي، هن جي ڪوتاهي معاف فرماءِ! جواب مليو تہ هن، توسان غيرت ۽ ريس ڪئي آهي ان ڪري ڪيس روڪيو ويو آهي.

* مخدوم صاحب جن جي مريد، ملان يوسف جو نقل آهي تہ

هڪ ڏينهن آءٌ حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ ويٺو هيس. وقت جو هڪ وڏو عالم سندن عقيدتمنديءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ حاضر ٿيو. ان جا ڪي سوال ۽ ڪي خيال هئا جيڪي سمجهڻ ۽ معلوم ڪرڻ آيو هو. سندس سوالن جي هڪ جواب ۾ حضرت مخدوم الاعظم جن فرمايو تہ هڪ ڏينهن رسول الله ﷺ جن پنهنجي امت مرحومه جي رهڻ جون جايون (ملڪ ۽ علائقا) ورهائي امت جي اوليائن ۽ اصفيائن کي امانت ۾ ڏنا. هن فقير کي بہ وسيع مملڪت امانت طور عطا ٿي. انهيءَ عالم جي دل ۾ خيال آيو تہ انهيءَ ورهاست مان مراد، ولايت جي مملڪت ۽ رعايا مان مراد، اوليائن جا مريد ۽ معتقد آهن يا عام ماڻهو بہ مراد آهن. پاڻ پنهنجي ولايت جي عمل دخل سان سندس دل جو خيال معلوم ڪري ارشاد فرمايائون تہ تابعدار ۽ عقيدتمند، بطريق اوليٰ نجات لهندڙ جماعت ۾ شامل آهن، پر جيڪي بہ ماڻهو انهن علائقن ۾ رهن ٿا، اهي پڻ انهيءَ وليءَ جي حوالي آهن. تڏهن انهيءَ عالم جي دل ۾ خيال آيو تہ ان مان مراد سچا ۽ مخلص مسلمان هوندا، گنهگار ۽ ظالم ان ۾ شامل نہ هوندا. تہ پوءِ حضرت صاحب جن فرمايو تہ هائو! جيڪي تابعدار ۽ معتقد نہ آهن، اهي بہ پڌري حديث مطابق نجات لهندڙ فرقي ۾ داخل آهن. جيئن نبي ﷺ جن فرمائن ٿا تہ:

سَابِقُنَا سَابِقٌ وَمُقْتَصِدُنَا نَاجٍ وَظَالِمُنَا مَغْفُوْرٌ (1)

[اسان مان جنهن اسلام آڻڻ ۾ اڳرائي ڪئي، اهو اڳرائي ڪندڙ آهي، اسان مان جنهن وچولي واٽ ورتي، اهو نجات لهندڙ آهي ۽ اسان مان جيڪو ظالم آهي اهو بخشيل بخشايل آهي.]

انهيءَ ڪري انهن علائقن ۾ جيڪي بہ ماڻهو موجود آهن. اهي هر هڪ وليءَ جي حوالي آهن. انهيءَ عالم جي دل ۾ وري خيال پيدا ٿيو تہ اها ورهاست ۽ اها سعادت مسلمانن جي باري ۾ هوندي، منافقن جي باري

---

(1) قرطبي ص 346 ج 14، ڪتاب السنن ص 152 ج 2، الفردوس بماثور الخطاب ص 335 ج 2، فيض القدير ص 79 ج 4، ميزان الاعتدال ص 430 ج 5، الضعفاءِ ص 443 ج 3، حديث ضعيف آهي. (تهذيب التهذيب حديث 518 ص 253 ج 8).

۾ اها سعادت نہ هوندي. حضرت مخدوم صاحب جن، هن خادم ڏانهن منهن ڪري فرمايو تہ هائو! انهن علائقن ۾ جيڪي بہ ماڻهو رهن ٿا، چاهي مسلمان هجن يا منافق اهي هر هڪ وليءَ جي زيرنگراني آهن. ان سلسلي ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

لَا يَنْفَعُ الشَّفَاعَةُ إِلَّا مَنْ أَذِنَ لَهُ الرَّحْمٰنُ وَرَضِيَ لَهُ قَوْلًا[1]

[شفاعت ان لاءِ فائدو ڏيندي، جنهن لاءِ الله پاڇهارو اجازت ڏيندو پڻ الله تعاليٰ شفاعت ڪندڙ جي ڳالهہ کان راضي بہ ٿئي.]

پوءِ ٻئي دليل مطابق عالم جي دل ۾ خيال پيدا ٿيو تہ ڪافران ۾ شامل نٿا ٿي سگهن. تڏهن حضرت صاحب جن سندس وسوسي کي ختم ڪرڻ لاءِ هي آيت پڙهي:

وَآخَرُونَ مُرْجَوْنَ لِأَمْرِ اللّٰهِ إِمَّا يُعَذِّبُهُمْ وَإِمَّا يَتُوبُ عَلَيْهِمْ[2]

[۽ ٻيا اهي ماڻهو آهن، جيڪي الله جي حڪم سان روڪيا ويا آهن، جيڪڏهن چاهيندو تہ انهن کي عذاب ڪندو ۽ جيڪڏهن چاهيندو تہ انهن تي پاڇهہ سان موٽندو.]

وري عالم جي دل ۾ خيال آيو تہ اها آيت ايمان وارن جي باري ۾ آهي نہ ڪافرن جي باري ۾. پاڻ فرمايائون تہ اسلام جا جيڪي ظاهري علماءَ آهن انهن پنهنجين تفسيرن ۾ ان آيت جي اها ئي معنيٰ بيان ڪئي آهي، پر جيڪي صحيح علماءَ راسخين آهن ۽ جن جي معنوي اولاد ۽ جن جا پونير آهن، اهي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان سڌيءَ طرح ان جي معنيٰ اها نقل ڪن ٿا. جيڪا ظاهري عالمن جي سمجهہ ۾ نٿي اچي. ڇاڪاڻ تہ، انهن کي باطني علم حاصل نہ آهي. پوءِ فرمايائون تہ انهيءَ آيت جي معنيٰ هن گهڙيءَ، هن فقير رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان پڇي آهي. پاڻ ٿي پيرا ارشاد فرمايائون تہ سوره توبه جي اها آيت اجمالي آهي، جنهن جي تفصيل، ٻيون مخلتف

---

[1] سوره طه_ آيت ١٠٩

[2] سورة التوبه آيت: 106

آيتون بيان ڪن ٿيون، جن مان ڪي هي آهن:

١- اٰيٰتٌ مُّحۡكَمٰتٌ هُنَّ اُمُّ الۡكِتٰبِ وَاُخَرُ مُتَشٰبِهٰتٌ ۙ[1]

[انهن مان ڪي محڪم ۽ مضبوط آيتون آهن، جيڪي ڪتاب الله جو اصل ۽ روح آهن ۽ ٻيون متشابه آيتون آهن.]

2- سوره توبه ۾ ارشاد ٿئي ٿو تہ:

وَالسّٰبِقُوۡنَ الۡاَوَّلُوۡنَ مِنَ الۡمُهٰجِرِيۡنَ وَالۡاَنۡصَارِ وَالَّذِيۡنَ اتَّبَعُوۡهُمۡ بِاِحۡسَانٍ رَّضِىَ اللّٰهُ عَنۡهُمۡ وَرَضُوۡا عَنۡهُ[2]

[مهاجرن ۽ انصارن مان اڳرائي ڪندڙ ۽ جن احسان سان سندن پيروي ڪئي، الله انهن کان راضي ٿيو ۽ اهي ان کان راضي ٿيا.]

3- وَاٰخَرُوۡنَ اعۡتَرَفُوۡا بِذُنُوۡبِهِمۡ خَلَطُوۡا عَمَلًا صَالِحًا وَّاٰخَرَ سَيِّئًا ؕ عَسَى اللّٰهُ اَنۡ يَّتُوۡبَ عَلَيۡهِمۡ[3]

[۽ ٻيا اهي آهن جن چڱا ۽ گناه جا ڪم گڏي ڪيا آهن. ويجهو آهي تہ الله انهن کي معاف ڪري ڇڏي بيشڪ الله غفور رحيم آهي].

4- وَاٰخَرُوۡنَ مُرۡجَوۡنَ لِاَمۡرِ اللّٰهِ اِمَّا يُعَذِّبُهُمۡ وَاِمَّا يَتُوۡبُ عَلَيۡهِمۡ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌ حَكِيۡمٌ[4]

[۽ ٻيا جيڪي الله جي حڪم سان روڪيا ويا آهن. الله چاهي تہ مٿن ٻاجهہ سان موٽي ۽ چاهي تہ انهن کي عذاب ڪري ۽ الله ڄاڻندڙ حڪمت وارو آهي.]

ان جي ابتڙ سوره فاطر ۾ تفصيل هن طرح آيل آهي: تہ جيڪي پاڻ تي ظلم ڪندڙ آهن" ۽ آخر ۾ فرمايو ويو تہ "جيڪي نيڪين ۾ اڳرائي ڪندڙ آهن." جڏهن غوث الحق والدين جو ڪلام انهيءَ هنڌ تي

---

[1] سوره آل عمران آيت: 7

[2] سورة التوبه آيت: 100

[3] سورة التوبه آيت: 102

[4] سورة التوبه آيت: 106

پهتو تہ هن عبارت کي نقل ڪندڙ راقم ڏٺو تہ انهيءَ عالم کي ڏڪٽي وٺي ويئي. ڇڻ تہ ان جو ساه نڪري رهيو آهي. ڇڻ تہ ان جي دل تي زلزلو ڪريو آهي، ان دوران نماز جو وقت ٿي ويو. اذان آئي تہ حضرت مخدوم جن نماز ۾ مشغول ٿي ويا ۽ اهو عالم سندن هٿ تي بيعت ڪري سندن مريد ٿي پنهنجي وطن موٽيو يعني سندن بيان ڪيل معنيٰ کي دل جان سان قبول ڪيائين.

هڪ ڀيري سندن اولاد مان ڪو بيمار ٿي پيو. بيماري جي غلبي جي ڪري مريض پنهنجي جاءِ تان اٿي نہ ٿي سگهيو ۽ ڪنهن ٻئي شهر جو رهاڪو هو. انهيءَ ڪوشش ڪئي تہ ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ پاڻ کي حضرت صاحب جن جي آستاني جي ويجهو آڻي، هن اميد سان تہ اهڙي طرح ڪيس تندرستي حاصل ٿي ويندي. سندس هڪ پٽ بہ بيمار هو جيڪو ڪمزوري جي ڪري پنهنجي جاءِ تان چُري نٿي سگهيو. اهي ٻئي پاڻ کي ٻيڙيءَ ذريعي ڪٽائي حضرت صاحب جن جي درگاهہ ڏانهن اچڻ جي ارادي سان گهران نڪتا. طوفاني هوائن جي ڪري درياءَ کي پار ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هو. لاچار رات درياءَ جي ڪناري تي ترسي پيا تہ من درياءَ جون موجون ختم ٿين ۽ اڪري پار پون. پر هوائڻ جي سرسراهٽ ۽ موجن جي شور بيمار کي سمهڻ نہ ڏنو. انهيءَ حالت ۾ توري دير لاءِ سندس اک لڳي ويئي. خواب ۾ ڇا ٿو ڏسي تہ حضرت مخدوم نوح جن پنهنجي جمال ۽ ڪمال سان سندن پرسان اچي بيٺا آهن. بيمار کي ڪجهہ عرض ڪرڻ جي مجال نہ هئي، بس! حيرت ۽ حسرت سان کين ڏسندو رهيو. پاڻ ارشاد فرمايائون تہ اي پٽ! مايوس نہ ٿيءُ تنهنجو ڪم آساني تي چڪو آهي. توکي تندرستي نصيب ٿيندي. پوءِ پاڻ درياءَ ڏانهن نهاريائون ۽ پنهنجي ٻيڙي منهنجي پويان آڻي بيهاريائون تہ تون هن ۾ سولائيءَ سان سوار ٿيءُ. ان ٻيڙيءَ ۾ هڪ فقير بہ موجود هو. بيمار چوي ٿو تہ ان ڪانپوءِ منهنجي اک کلي. سجاڳ ٿيڻ ڪانپوءِ مون اتي هڪ ٻيڙي ڏٺي، ان ۾ موجود فقير کي اهو خواب ٻڌايم. انهيءَ چيو تہ انشاءَ الله، تنهنجي بيماري سگهوئي تندرستي ۾ تبديل ٿي ويندي. پوءِ اسان ٻيڙي وسيلي درياءَ کي پار ڪيو. درياءَ ۾ نہ ڪا موج، مستي هئي ۽ نہ هوائن جي سرسراهٽ! مون انهيءَ فقير کان

پڇيو ته اسين ٻئي ڪناري تي پهتا آهيون يا نه؟ انهيءَ چيو ته بلڪل! درياءَ ٽپي آيا آهيون ۽ ٽپي پار چو نه ٿينداسون. حالانڪ توکي حضرت مخدوم نوح رح اڳواٽ اها خوشخبري ڏني آهي. آخرڪار جڏهن حضرت صاحب جي خدمت ۾ اچي پهتو ۽ سندن زيارت ڪيائين. مقبري ۽ چبوتري تي هٿ رکيائين ۽ روضي ۾ ٿوري چهل قدمي ڪيائين ته سندس بيماري ۽ ڪمزوري به هڪدم هلي ويئي ۽ اڳي وانگر تندرست ۽ توانو ٿي ويو.

* هڪ پيري خادم ننڊ ۾ ڏاڍيان چيو ته "الصلوٰةُ (نماز پڙهو!) ماڻهو حيران ٿي ويا ته فقط ايتري چوڻ تي حضرت صاحب جن هڪدم سجاڳ ٿي مسجد ۾ آيا. سندن عام معمول هو ته جيستائين خادم نماز جي وقت ٿيڻ جو اطلاع نه ڪندو هو. تيستائين نماز لاءِ نه ايندا هئا. خير، نماز ادا ڪري، پاڻ گهر آرامي ٿيا. ان کان پوءِ سندن خلف الرشيد سندن جاءِ تي آيو ڏٺائين ته پاڻ آرام ۾ آهن. مگر ماڻهن دير ٿيڻ سبب باجماعت نماز پڙهي ڇڏي. پر اهو خادم نهارڻ لڳو ته ڪڏهن ٿا پاڻ ٻاهر نڪرن. سندس دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته حضرت جن ته ڪڏهن به نماز قضا نه ڪئي آهي، اڄ ڪهڙي ڳالهه آهي جو اڃا پاڻ نماز لاءِ نه آيا آهن. تڏهن پاڻ ٻاهر آيا ۽ ارشاد فرمايائون ته فلاڻا! ڳالهه اها ئي آهي، جيئن تون سوچي رهيو آهين. يعني اسان نه اڳ نماز قضا ڪئي ۽ نه وري اڄ قضا ڪئي آهي. خادم چوي ٿو ته مون کي اها ڳالهه ڏاڍي ڏکي لڳي ته منهنجي ته تڪبير اوليٰ به ڪڏهن نه ڇٽي هئي. اڄ ته منهنجي جماعت به نڪري ويئي آهي. شهر جي سيني مسجدن ۾ نماز باجماعت ٿي چڪي آهي، هاڻي مان ڇا ڪريان؟ انهيءَ پڇتاءَ ۾ هيس ته پاڻ مون کي وٺي شهر کان ٻاهر قبرستان ڏانهن آيا. ارشاد فرمايائون ته وڃ قبرستان مان ڏهن ڄڻن کي سڏي اچ. انهن سان گڏجي باجماعت نماز ادا ڪر. مون سندن حڪم مطابق ائين ڪيو. اچانڪ ڏهه ڄڻا مون وٽ پهتا. جن جا لباس اڇا هئا ۽ سندن تن بدن مان اهڙي غير معمولي خوشبو وسي رهي هئي، جنهن جي ڪيفيت بيان کان ٻاهر آهي. مون سندن خدمت ۾ عرض ڪيو ته هي حضرات به حاضر ٿي رهيا آهن. فرمايائون ته اچڻ ڏين. جڏهن قبرستان کان ڪجهه پرڀرو شهر جي ويجها پهتاسون ته مون وري عرض ڪيو ته

سائين سگورا! هي همراه بہ گڏ اچي رهيا آهن. انهن ڏانهن منهن مبارڪ ڪري فرمايائون تہ منهنجي مرضي آهي تہ توهان کي بہ شهر ۾ پنهنجي درگاه تي وٺي هلان. پر اها ڳالهہ شريعت جي خلاف آهي، ان ڪري توهان پنهنجين قبرن ۾ وڃي آرامي ٿيو. پوءِ پاڻ انهن جي حق ۾ دعا ڪيائون تہ. شال الله تعالي انهن کي وڏ ۾ وڏ درجا، رحمتون ۽ برڪتون عطا فرمائي.

* هڪ پيري سندن خلف الرشيد جي گهر واري سخت بيمار ٿي پئي. ان جي بيماري، سڪرات جهڙي هئي. سندس سوٽ سخت ڳڻتيءَ ۽ پريشانيءَ جي حالت ۾ کڻائي ڪيس درگاه شريف تي آندو. درگاه شريف جا مجاور، نور محمد، سليمان ۽ ٻيا سڀ مسجد ۾ عشا نماز پڙهڻ ويا هئا. درگاه خالي هئي. هڪ طرف تنهائي ۽ گهپ اونده، ٻئي طرف عورت ذات، ٽئين طرف بيماري ۽ چوٿين طرف سياري جون سخت هوائون. وري اهي رات جي وڳڙي ۾ گهر مان ٻاهر نڪرنديون بہ نہ هيون. پر اڄ مجبوري هئي. انهن حالتن سبب اها سخت گهبراهٽ ۽ ڳڻتيءَ جي حالت ۾ هئي. جڻ تہ سندس جان نڪري رهي آهي. ٿوري دير ۾ حضرت جن انهيءَ سائنڻ جي سامهون آيا. ان کي آٿت ڏيندي فرمايائون تہ، توں نہ گهبراءِ، خوف خطري ۽ ڳڻتيءَ جي ڪا ڳالهہ نہ آهي، اسان توهان سان گڏ آهيون. اطمينان ڪر تہ مريض کي تندرستي حاصل ٿيندي، اڃو هي توهان جو ڳوٺ اچي ويو آهي. جڏهن پنهنجي گهر آيا تہ مريضياڻي مڪمل نموني تندرستي تي چڪي هئي. ان جي جيڪا عزيزياڻي سڪرات جي سرحد تي پهچي چڪي هئي، اها بہ درگاه شريف تان چڱي ڀلي ٿي آئي.

* هڪ پيري سندن هڪ عزيزه "تاج المستورات" سندن خدمت اقدس ۾ آئي. ارشاد فرمايائون تہ ڪير آهي؟ عرض ڪيائين تہ "بي بي مريم آهيان" فرمايائون تہ ڪهڙي بي بي مريم؟ اها ڏاڍي حسرت ۽ ڳڻتيءَ وچان روئڻ لڳي. روئندي روئندي چوڻ لڳي تہ بابا! آءٌ توهان جي اولاد آهيان. توهان اڄ اسان کي هتي نٿا سڃاڻو تہ سڀاڻي آخرت ۾ جيڪو سخت ڏکوئيندڙ ڏينهن هوندو تڏهن اسان کي ڪيئن سڃاڻندا ۽ اسان جي ڪيئن مدد ڪندا؟ ارشاد فرمايائون تہ انشاءَ الله تعالي، الله تعالي توهان اولاد، امجاد، محبن، پوئيرن ۽ واسطيدارن جي حفاظت فرمائيندو.

توهان کي قيامت جي هولناڪيءَ کان بچائيندو ۽ جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائيندو. ڇاڪاڻ تہ قرآن مجيد ۾ وعدو فرمايو ويو آهي تہ:

وَمَنْ صَلَحَ مِنْ اٰبَآئِهِمْ وَاَزْوَاجِهِمْ وَذُرِّيّٰتِهِمْ وَالْمَلٰٓئِكَةُ يَدْخُلُوْنَ عَلَيْهِمْ مِّنْ كُلِّ بَابٍ [1]

[۽ انهن جي ابن ڏاڏن ۽ زالن، مڙسن ۽ اولاد مان اهي بہ ساڻن داخل ٿيندا. جيڪي صالح هوندا ۽ انهن وٽ فرشتا هر دروازي کان ايندا.]

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو تہ:

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَاتَّبَعَتْهُمْ ذُرِّيَّتُهُمْ بِاِيْمَانٍ اَلْحَقْنَا بِهِمْ ذُرِّيَّتَهُمْ وَمَآ اَلَتْنٰهُمْ مِّنْ عَمَلِهِمْ مِّنْ شَيْءٍ [2]

[۽ جن ماڻهن ايمان آندو ۽ انهن جي اولاد بہ ايمان ۾ سندن تابعداري ڪئي هوندي تہ اسين انهن جي اولاد کي بہ ساڻن گڏ ملائينداسون ۽ سندن عمل مان ڪا ڪمي ڪوتاهي نہ ڪنداسون.]

* هڪ ڏينهن مخدوم صاحب جن جو هڪ درويش، ڪنهن ڪم ۾ مشغول هو. پاڻ سندس اکين جي آڏو اوچتو پنهنجي گودڙيءَ مان نڪري ويا ۽ گودڙي خالي رهجي ويئي. اها حالت ڏسي درويش کي ڏاڍي ڇڪتي ٿي ۽ حيرت ۾ پئجي ويو تہ خدا معلوم ڪهڙو معاملو آهي؟ ٿوري دير کان پوءِ پاڻ ساڳيءَ طرح پنهنجي گودڙيءَ ۾ اچي ويا. جيئن اڳ ۾ ان مان نڪتا هئا. اها حالت ڏسي درويش جي ڇڪتي ختم ٿي، پر سندس حيرت، حد کان وڌي چڪي هئي ۽ پنهنجي ڪم ۾ مشغول ٿي ويو. مگر دل ۾ برابر اهو خيال ايندو رهيس تہ آخر ان جو سبب ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ مگر انهيءَ خيال کي ظاهر ڪرڻ جي منجهس مجال نہ هئي. انهيءَ دوران حضرت صاحب جن فرمايو تہ فلاڻا! مخدوم معظم کي الله تعاليٰ جي طرفان هڪ وڏي خلعت ۽ درجو نصيب آهي. اهو ئي سبب آهي، جو اسان اها گودڙي لاهي، نئين گودڙي پاتي ۽ پوءِ وري ان کي بہ لاهي ساڳي گودڙيءَ

---

[1] سوره طور آيت:21

[2] سورة الرعد آيت: 23

۾ آياسون.

❋ عرس واري معرڪي ۽ مقابلي جي دوران، هن فقير جو پير دستگير حضرت قطب الاقطاب هنگامي جي وچ ۾ ويٺو هو. روضه مطهر جي سامهون هڪ درويش هٿ ٻڌي بيٺو هو. هن فقير، حقير ڏٺو تہ ڏاڍو عجيب ۽ حيرت ۾ وجهندڙ ڏيک آهي. درويش جي اها حالت ڏسي آءُ سندس سامهون اچي ويهي رهيس. انهيءَ درويش ڪجهہ گهڙين کان پوءِ هن حقير کي چيو تہ فلاڻا! هن روضي جي سامهون حضرت قبله پير صاحب جن ويٺا آهن ۽ حڪم فرمائي رهيا آهن تہ طالبان حق جا درجا ۽ مرتبا وڌايا وڃن. سندن حڪم مطابق سندن خلف الصدق عرض ڪيو تہ سائين! مون طالبن جا درجا وڌائي لکي ڇڏيا آهن، پر جيڪي ماڻهو تماشو ڏسي رهيا هئا، انهن جي باري ۾ ڪهڙو حڪم آهي؟ فرمايائون تہ انهن جا اهي گناه نہ لک. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ اسان جي ولايت ۾ رهندڙ (گنهگارن) جا گناه اڳ ۾ ئي معاف ڪري چڪو آهي.

❋ شيخ عبدالقدوس هڪ رات، حضرت غوث الحق قدس سره العزيز جي فرزند ارجمند حضرت ميران محمد جي خدمت ۾ حاضر هو. اهو چوي ٿو تہ مون سندس پيشانيءَ تي هٿ گهمائي ڏٺو تہ سندس پيشاني ٿڌي هئي. پوءِ سندن جسم تي هٿ رکي ڏٺم تہ مون کي سندس جسم ۾ جان محسوس نہ ٿي. مون سمجهيو تہ پاڻ مري چڪا آهن. ويجهو هو تہ منهنجي رڙ نڪري. پاڻ هڪدم پنهنجي پيشانيءَ تي هٿ گهمائي هن فقير کي فرمايائون تہ فلاڻا! حديث ۾ آهي تہ:

مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَـمُوْتُوْا (1)

---

(1) حديث جو محقق ۽ بخاري شريف جو شارح حافظ ابن حجر فرمائي ٿو تہ حديث ثابت نہ آهي. ملا علي قاري چوي ٿو تہ اهو صوفين جو ڪلام آهي (ڪشف الخفاءِ ص ٣٨٤ ج ٢، المصنوع ص ١٩٨ ج ١) پر تحفة الاحوذي (ص ٥١٥ ج ٦) ۾ آهي تہ اهڙي ہي حديث صحيح سند سان ثابت آهي تہ وعد نفسک في اهل القبور و في رواية مع الموتيٰ. رسول الله ﷺ جن حضرت عبدالله بن عمر رضہ کي فرمايو تہ دنيا ۾ اجنبي ۽ مسافر وانگر زندگي گذار ۽ پاڻ کي قبر وارن مان ۽ ٻي روايت مطابق مئن ۾ شمار ڪر. تحقيق ۽ تفصيل لاءِ ڏسو: ترمذي ص ٥٦٧ ج ۴، مجمع الزوائد ص ٢٢٧ ج ١٠، ابن ماجه ص ١٣٧٨

**[موت جي اچڻ کان اڳ ۾، ڀاڻ مرو.]**

۽ جيڪي واصل بالحق آهن، تن جي اها ئي حالت هوندي آهي. اسان انهيءَ فرمان مطابق پاڻ کي ماري چڪا آهيون ۽ جيڪو بہ سندن حال احوال کان واقف هوندو ان کي انهيءَ ڳالهہ تي ويساه ٿيندو. هڪ ڏينهن مڪليءَ جي قبرستان ويا. سواريءَ تي رڪيل ڪجاوي ۾ ئي جان، الله جي حوالي ڪري ڇڏيائون، تانجو جيڪي خدمتگار موجود هئا، انهن محسوس ڪيو تہ منجهن حياتيءَ جا نشان موجود نہ آهن. وري جڏهن منجهن حياتي موٽي آئي تہ ارشاد فرمايائون تہ قبرستان جي دوستن ۽ ساٿين منهنجو آدرياءُ ڪيو تنهن ڪري انهن وٽ ويا هئاسون.

هڪ ڀيري هڪ شخص جي تنگي ۽ مسڪينيءَ جي حالت وڌي ويئي. حضرت مخدوم نوح رح جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيائين تہ مسڪينيءَ جي ڪري قرضي ٿي پيو آهيان. ڪجهہ مال، دولت عنايت فرمايو تہ قرض لهي وڃي. انهيءَ شخص ڏاڍي عاجزي ۽ زاري ڪئي تہ پوءِ حڪم فرمايائون تہ چڱو ڀلا پتر ڪٽي اچ، ان تي فاتحه پڙهي دم ڪيائون تہ خالص سون جو ٿي پيو. فرمايائون تہ وڃ پنهنجي حاجت پوري ڪر. اهو شخص گهر هليو ويو ۽ پوءِ حضرت مخدوم صاحب جن جي ديکاديکي، پاڻ بہ پتر ڪٽي انهن تي فاتحه پڙهڻ لڳو جنهن جو ظاهر آهي تہ ڪو نتيجو نہ نڪتو. آخرڪار خدمت اقدس ۾ اچي عرض ڪيائين تہ سائين! توهان جي فاتحه سان پتر سونو ٿي پيو پر اسان تہ فاتحه پڙهي پڙهي ٿڪجي پيا آهيون ۽ ڪو ڪڙ تيل نٿو نڪري، ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ فرمايائون تہ جنهن شخص جي دل ۾ سون ۽ چانديءَ جي محبت نہ آهي (يعني مخدوم مدظله جن پاڻ) ۽ جنهن جي دل ۾ سون ۽ چانديءَ جي هوس ۽ حرص موجود آهي، (يعني مخاطب) اهي ٻئي برابر ڪيئن ٿا ٿي سگهن ۽ ٻنهي جي فاتحه برابر ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ پوءِ فرمايائون تہ نند‌پڻ ۾ مون کي سون ۽ پتر ۾ فرق معلوم ٿيندو هو يعني پتر کي سون کان

---

ج ٢، مصنف ابن ابي شيبه ص ٧٥ ج ٧، احمد ص ٤١ ج ٢، المعجم الڪبير ص ٤١٧ ج ١٢، فتح الباري ص ٢٣٤ ج ١١. غرض تہ حديث صحيح آهي.

گهٽ ڄاڻندا هئاسون، پر هاڻي الله تعاليٰ جي فضل ۽ فيض سان ٻنهي کي برابر سمجهون ٿا.

* هڪ ڀيري فرمايائون ته اسين زندگيءَ جي ڀيٽ ۾ موت کي وڌيڪ پيارو رکندا هئاسون، ڇاڪاڻ ته فرمايو ويو آهي ته:

اَلْمَوْتُ جِسْرٌ يُوْصِلُ الْحَبِيْبَ اِلَى الْحَبِيْبِ (1)

[موت هڪ پُل آهي، جنهن تي چڙهي، حبيب پنهنجي حبيب سان ملندو آهي.]

پر هاڻي ٻنهي کي هڪجهڙو سمجهون ٿا.

* هڪ ڀيري ارشاد فرمايائون ته مون نه ڪڏهن ڏؤ ڪري ڪاڏو ڪاڏو آهي ۽ نه وري ڪڏهن ڏؤ ڪري پاڻي پيتو آهي.

* هڪ مريد، سندن ڪوزو (ڪرو) هٿ ۾ کڻي درياءَ تان پاڻي ڀرڻ پئي ويو. رستي ۾ هڪ بظاهر مجذوب به هن سان گڏ هليو. پيالو ڀري پاڻي پيئڻ لڳو. ڪي ٻيا ماڻهو به اتي پاڻي پيئڻ لاءِ موجود هئا. تن کي ڏسي بيان ڪيل مريد چيو ته پيالو مون کي ڏي ته پاڻي پيئان. انهيءَ کيس پيالو ڏنو پر مريد پاڻي پي نه سگهيو. اهو مريد، جڏهن حضرت صاحب جن وٽ واپس آيو ته اها ڳالهه سندن خدمت ۾ بيان ڪيائين. ارشاد فرمايائون ته "ديوانن" ۽ مجذوبن وٽ نه وڃڻ گهرجي. انهن کان دنياوي مقصد کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ حاصل نه ٿيندي آهي.

* هڪ ڀيري سندن هڪ مريد، پنهنجي پٽ کي وٺي سندن خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو. جنهن جو نالو محمود هو. انهيءَ دور ۾ سخت

---

(1) حديث نه آهي، پر ڪنهن جو قول آهي. (ابجد العلوم ص ٢٦٦ ج ٣) اهو حبان بن اسود جو قول آهي. (فيض القدير ص ٢٣٣ ج ٣) هڪ ضعيف روايت ۾ آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته شوق الحبيب الي الحبيب. (فيض القدير ص ٥٢١ ج ٣، لسان الميزان ص ٣٩١ ج٣، سيراعلام النبلاءِ ص ٢٣٠ ج ١) آءُ چوان ٿو ته صحيح حديث مان ثابت آهي ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته: مؤمن موت کي پسند نٿو ڪري، حالانڪ موت مؤمن لاءِ فتنن کان ڇڱو ۽ ضروري آهي (ابن ڪثيرص٤٩٣ج٢-ڪشف الخفاءِ ص٨٨ج١- السنن الواردة في الفتن ص٤٨ج١- مصنف ابن ابي شيبه حديث:٣٥٤٨١- حلية الاولياءِ ص٩ج١- نوادر الاصول ص٢٣٢ج٢- صفوة الصفوة ص٤٠ج١

ڏڪر هو. چوڪر جي دل ۾ خيال آيو تہ جيڪڏهن اسان جو حضرت پير، دستگير توجه فرمائي تہ جيڪر اهو ڏڪر دور ٿي وڃي، ڇاڪاڻ تہ هر گهر، هر شهر، هر گهٽي، هر بازار، بلڪ جهنگ جهر ۾ بہ کائڻ پيئڻ جي ڪا شيءِ نہ آهي، جيڪا ماڻهو ڪائي سگهن. هڪدم ارشاد فرمايائون تہ فلاڻا! پنهنجي پٽ کان پڇ تہ ڇا ٿو چوي. جڏهن انهيءَ مريد پنهنجي پٽ ڏانهن منهن ڪيو تہ حضرت شيخ صاحب جن فرمايو تہ جيڪڏهن تون ان ڳالهہ جي ضمانت ڏئين تہ ماڻهو فتنو ۽ فساد نہ مچائيندا، بغاوت ۽ سرڪشي ڇڏي ڏيندا تہ الله تعاليٰ ائين ڪري سگهي ٿو جيئن تنهنجي دل سوچي رهي آهي. يعني قحط ختم ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ تہ آفت ۽ ڏُڪر قادر مطلق جي حڪمت ۽ دانائيءَ هيٺ هن ڪري ايندو آهي جو ماڻهو شر ۽ فساد ۾ ڪاهي پوندا آهن. جيئن خود خدا تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَلَوْ بَسَطَ اللَّهُ الرِّزْقَ لِعِبَادِهِ لَبَغَوْا فِي الْأَرْضِ[1]

[جيڪڏهن الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن جو رزق ڪشادو فرمائي تہ پڪَ اهي زمين ۾ بغاوت ۽ سرڪشي ڪندا.]

* حضرت صاحب جن جي الله تعاليٰ سان استغراق ۽ محويت جي جيڪا حالت هوندي هئي، ان جي ڪري کين نہ ڏينهن ۽ رات جي خبر پوندي هئي ۽ نہ سردي ۽ گرميءَ جي، بلڪ ظاهري جسم ۾ تڪليف ٿيندي هئي تہ اها بہ محسوس نہ ٿيندي هئي. هڪ ڀيري اکين ۾ سور ٿين، ماڻهو سندن اکين تي مرهم رکڻ لڳا. پڇيائون تہ ڇا ڪري رهيا آهيو؟ چيائون تہ سائين جن کي اکين ۾ سور آهي، ان جو علاج ڪري رهيا آهيون؟ فرمايائون تہ ڇا منهنجين اکين ۾ تڪليف آهي؟ چيائون تہ هائو سائين! ٿوري دير کان پوءِ فرمايائون تہ هاڻي اها تڪليف ختم ٿي آهي يا نہ؟

* هڪ ڀيري عشا پڙهي گهر روانا ٿيا. مسجد جي اڱڻ ۾ پهتا تہ بلند آواز سان الله جو نالو ورتائون. خادم چيو تہ سائيو! مخدوم صاحب کي وڇونءَ ڏنگيو آهي. ڏٺائون تہ واقعي هڪ پير ۾ ڪجهہ آلائڻ آهي، ڪا شيءِ گرم ڪري ان تي ٻڌائون، پر مخدوم صاحب جن کي خبر نہ پئي تہ ڇا آهي؟

---

[1] سورة الشوريٰ آيت: 27

❊ هڪ ڀيري وقت جي حاڪم ماڻهن تي وڏو جرمانو (ڏنڊ) لاڳو ڪيو، جنهن جي ادائيگيءَ جي ماڻهن ۾ مجال ۽ همت نہ هئي. نجات جي ڪا صورت ۽ سبيل بہ نہ هئي. اهو حال ڏسي مخدوم صاحب جي خدمت ۾ ٻار ٻچا ميڙ ڪري آيا ۽ آه زاريون ڪرڻ لڳا تہ مهرباني ڪري بادشاه سان ملي اهو ڏنڊ معاف ڪرايو. پاڻ ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي دارالحڪومت روانا ٿيا. منزلن مٿان منزلون طي ڪندا رهيا. پري پري کان ماڻهو اچي سندن زيارت ڪرڻ لڳا. هجوم جي ڪري ڏاڍو هل هنگامو هو. پر مخدوم صاحب جن استغراق ۽ محويت جي ڪيفيت ۾ هئا، جنهن ڪري ڪين ڪجهہ بہ محسوس نہ ٿيو تہ ڇا ٿي رهيو آهي؟ ستن، يا اٺن، يا ٻارهن ڏينهن کان بعد هڪ غير آباد جاءِ تي منزل ڪيائون. ٻيڙيءَ کي ڪناري تي بيهاريو ويو ۽ پاڻ منجهس مراقبي ۾ مشغول ٿي ويا. خادم حاضر ٿي عرض ڪيو تہ سڳورا سائين! عصر جو وقت ٿي ويو آهي، جيڪڏهن نماز پڙهڻ فرمايو تہ ٻيڙيءَ مان ٻاهر اچو. پاڻ ٻيڙيءَ تان لٿا. وضو ڪري نماز لاءِ مسجد ڏانهن وڃڻ لڳا تہ ٻانهن ۾ ڪا شيءِ اچي لڳي. پڇيائون تہ بابا! ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ خادم چيو تہ سائين! ماڻهن جو هجوم آهي. (ڪا شيءِ اچي لڳي هوندي.) فرمايائون تہ ڇا ماڻهن جو ميڙ اسان سان مسجد ۾ نماز لاءِ هلي رهيو آهي؟ خادم چيو تہ قبلا، هائو! هي اهي ماڻهو آهن، جيڪي توهان سان ٻيڙي ۾ سوار آهن ۽ جن جي ڪم سانگي توهان وقت جي بادشاه ڏانهن وڃي رهيا آهيو. فرمايائون تہ چڱو! پوءِ جڏهن گهر موٽي آيا تہ گهر جا ڀاتي اهو ڏسي حيران رهجي ويا تہ سندن سفر لاءِ جيڪو ڪاڌو تيار ڪيو ويو هو اهو جيئن جو تيئن پيو آهي. عرض ڪيائون تہ سائين! ڇا توهان ايترن ڏينهن جي مسافريءَ تي ڪاڌو بلڪل نہ ڪاڌو آهي! فرمايائون تہ نہ. پوري سفر ۾ مون ڪجهہ بہ نہ ڪاڌو آهي، انهن تعجب ڪيو تہ تڏهن بہ توهان ڪافي تازا، توانا ۽ ٿلها نظر اچو ٿا. توهان تي ڪنهن بہ قسم جي ڪمزوري ظاهر نہ آهي. فرمايائون تہ جيڪڏهن بلڪل ڪاڌو استعمال نہ ڪريان تہ ويتري وڌيڪ ٿلهو ٿي وڃان، هي ٿورو گهڻو ڪاڌو هن مقصد لاءِ استعمال ڪندو آهيان تہ جيئن معمول مطابق توهان وانگر نظر اچان. گهر جي ڀاتين کي ڏاڍي حيرت ٿي تہ حضرت مخدوم صاحب جن کي کاڌي پيتي جي ڪا ضرورت محسوس نہ ٿيندي آهي. پڇيائون تہ سائين سڳورا! ڇا توهان کي بلڪل اڃ ۽ بک ڪو نہ لڳندي آهي؟ فرمايائون تہ نہ! بلڪ جڏهن کو ڪاڌو تيار ڪرڻ جي تڪليف ڪندو آهي تہ اسان کي تڪليف ٿيندي آهي. عرض ڪيائون تہ پوءِ ڀلا توهان ڇا کائيندا آهيو؟ فرمايائون تہ منهن ۾ الله تعاليٰ جي طرفان هڪ مستقل

نعمت عطا ٿيندي رهندي آهي، جنهن جي حقيقت اهو ئي ڄاڻي سگهي ٿو جنهن کي اها نعمت عطا ٿي هجي.

ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ﴿٥٤﴾[1]

[اهو الله جو فضل آهي، جنهن کي چاهيندو آهي عطا ڪندو آهي ۽ الله ڪشادي فضل وارو آهي.]

* هڪ ڀيري فرمايائون ته هڪ دفعو عرش عظيم کان ايترو مٿي ويم، جو اتي ڏيئي جيتري روشني نظر آئي. انهيءَ هنڌ ذات پاڪ حق جو نيري قسم جو نور ڏٺم. بس پوءِ انهيءَ نور ۾ خلط ملط ٿي ويس. ان کان پوءِ، اها حالت آهي جو اکين جي بصارت ۽ قلب جي بصيرت ۾ به ڪا شيءِ ڏسڻ ۾ نٿي اچي ۽ هميشه ان جي لذت ۽ حظ حاصل ٿي رهيو آهي. ان وقت اها حالت هئي ته جيڪڏهن ذات حق ڏانهن اک کڻي نهاريان ها ته هوندَ سڙي رک ٿي وڃان ها. هاڻي الله جي ڪرم ۽ ٻاجهه سان اها دولت ۽ سعادت سدائين حاصل رهي ٿي. ڪنهن به گهڙيءَ اها ختم نٿي ٿئي. اهو ئي سبب آهي ته جڏهن ٻانهو الله جي محويت ۽ ياد کان غافل ٿي ويندو آهي ته ان کي وڏو نقصان ۽ خسران پوئڻو پوندو آهي. الله تعالى فرمائي ٿو ته:

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُلْهِكُمْ اَمْوَالُكُمْ وَلَآ اَوْلَادُكُمْ عَنْ ذِكْرِ اللّٰهِ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ[2]

[اي ايمان وارو! توهان جا مال ۽ توهان جا اولاد، توهان کي الله کان غافل نه ڪن ۽ جيڪو ائين ڪندو ته پوءِ اهي ئي نقصان وارا آهن.]

يعني ارشاد آهي ته اي ذڪر ڪرڻ وارو! توهان جي ڪا مشغوليت ۽ ڪنهن قسم جو ڪم ڪار توهان کي الله جي ياد کان غافل نه ڪري ۽ جيڪڏهن ڪو ائين ڪندو ته اهو ئي نقصان وارو آهي. اي ڪم ڪرڻ وارو! توهان جو ڪو عمل توهان کي الله کان غافل نه ڪري ۽ جيڪو ائين ڪندو ته پوءِ يقيناً اهو ئي نقصان وارو آهي. اي محنت ڪرڻ وارو! توهان جي ڪا محبت توهان کي الله کان غافل نه ڪري ۽ جيڪو ائين ڪندو ته پوءِ اهو ئي نقصان وارو آهي. اي عاشقو! توهان جو ڪنهن

[1] سورة المائدة آيت: 54
[2] سوره منافقون آيت: 9

سان بہ عشق توهان کي الله کان غافل نہ ڪري ۽ جيڪو ائين ڪندو تہ پوءِ اهو ئي نقصان وارو آهي. اي قرب ۽ ويجهڙائي ماڻ وارو! توهان جو ڪو قرب ۽ ڪا ويجهڙائي توهان کي الله کان غافل نہ ڪري ۽ جيڪو ائين ڪندو تہ پوءِ يقيناً اهو ئي نقصان وارو آهي. اي وصال حاصل ڪرڻ وارو! توهان جو ڪو وصال ۽ ميل ميلاپ توهان کي الله کان غافل نہ ڪري ۽ جيڪو ائين ڪندو تہ پوءِ يقيناً اهو ئي نقصان وارو آهي. اي رحمت، شهود ۽ وحدت وجود وارو! توهان جو ڪو اتحاد توهان کي الله کان غافل نہ ڪري ۽ جيڪو ائين ڪندو تہ پوءِ يقيناً اهو ئي نقصان وارو آهي.

* هي فقير حضرت پير دستگير مخدوم رحمة الله عليه جي فضيلتن جي باري ۾ وڌيڪ عرض ڪري ٿو تہ جيئن حضرت عيسيٰ عليه السلام جن کي فقر، فاقو ۽ تنهائيءَ سان گهڻو شغف هوندو هو ساڳيءَ طرح، اسان جي حضرت مخدوم نوح رحہ جن کي بہ فقر فاقو ۽ ظاهري ۽ باطني تنهائي ڏاڍي پسند هوندي هئي. جيڪي سندن مريد ۽ معتقد آهن، انهن تي بہ اها خاصيت غالب هوندي آهي، پر جيئن تہ سيد الانبياءِ حضرت مصطفيٰ ﷺ جن کي هن دنيا سان ٿوري گهڻي وابستگي ۽ لڳ لاڳاپو هوندو، انهيءَ ڪري اسان جي پير، دستگير، حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جن بہ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي پيرويءَ ۽ متابعت ۾ انهيءَ سنت تي عمل ڪيو. مثلاً نبي سائين جن جي حديث مبارڪ آهي تہ:

حُبِّبَ إِلَيَّ مِنْ دُنْيَاكُمْ ثَلَاثٌ اَلنِّسَاءُ وَالطِّيبُ وَجُعِلَتْ قُرَّةُ عَيْنِيْ فِي الصَّلٰوةِ (1)

[توهان جي دنيا مان منهنجي لاءِ ٽي شيون پسند ڪيون ويون آهن: 1 ـ گهر واريون ٢- خوشبوءِ ٣- ۽ منهنجي اکين جو ٺار نماز آهي.]

---

(1) قرطبي ص ٥٦ ج١٠، ابن ڪثير ص ٣٦٣، مسند ابي يعلي ص ٢٣٧ ج٦، طبقات الڪبري ص ٣٩٨، تلخيص الحبير ص ١١٦ ج ٣، سنن بيهقي الڪبري ص ٧٨ ج ٧، المصنوع ص ٨٩ ج١، ڪشف الخفاءِ ص ٤٠٥ ج ١).

حضرت پير، دستگير جن فرمائين ٿا تہ نبي سڳوريﷺ جي انهيءَ سنت جي ڪري اسان جو هن جسماني دنيا سان ٿورو گهڻو واسطو ۽ لاڳاپو آهي نہ تہ عالم ارواح ۾ هئڻ جي ڪري، اسان کي انهن شين جي ڪا ضرورت نہ هوندي آهي.

* هڪ ڀيري هن فقير حضرت صاحب جن کان پڇيو تہ حبيب ۽ خليل ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ فرمايائون تہ خليل جو ڌيان ۽ توجه دوست ڏانهن هوندو آهي تہ دوست کي حڪم فرمائي تہ ان جي حڪم جي تعميل ۽ تڪميل ڪجي، مگر حبيب جو اهڙو ڪو ڌيان نہ هوندو آهي بلڪ محبوب ۽ دوست هن خيال ۾ رهندو آهي تہ حبيب ڪا شيءِ گهري تہ آءٌ ان جي خواهش پوري ڪريان. جڏهن اها حقيقت بيان ڪيائون تہ هٿ ڇنڊي، ارشاد فرمائون تہ ڀلا! دوست پنهنجي حبيب کان، ان کان سواءِ ٻي ڪهڙي شيءِ طلب ڪري سگهي ٿو؟ ان کان سواءِ ان جو ٻيو ڪهڙو مقصد ٿي سگهي ٿو؟

* هڪ شخص عرض ڪيو تہ سائين سڳورا! نفس ۽ روح ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ ارشاد فرمايائون تہ اهو سوال ڪندڙ ڪير آهي؟ عرض ڪيائون تہ هڪ طالب علم اهو سوال پڇيو آهي. فرمايائون تہ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب کي ارشاد فرمايو آهي تہ:

يَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ الرُّوْحِ قُلِ الرُّوْحُ مِنْ اَمْرِ رَبِّيْ[1]

[توکان روح جي باري ۾ سوال ڪن ٿا، فرماءِ تہ روح منهنجي رب جو حڪم آهي.]

يعني روح هن مادي ۽ جسماني دنيا جي شيءِ نہ آهي، جيڪا بيان ڪري سگهجي، بلڪ روح عالم امر يعني الله جي حڪمن احڪامن واري جهان سان واسطو رکي ٿو. تنهن هوندي بہ جيڪو شخص پنهنجي مرشد کان افضل الذڪر لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ جي تلقين وٺندو، هر وقت ۽ هر وڙ ٽڙ، هر پٽر ۽ هر شيءِ وٽ اهو ذڪر ڪندو رهندو تہ ان کي روح ۽ نفس جي حقيقت سمجهہ ۾ اچي ويندي.

[1] بني اسرائيل آيت: ٨٥

ان ڏس ۾ پڻ فرمايائون ته هر هنڌ، هر حال ۾، جيڪو به ڪم ڪار ڪجي، جيڪا به مشغوليت هجي، هر گهڙيءَ ۾ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ پڙهندو رهي، هڪ گهڙي به حق تعاليٰ جي ياد کان غافل نه هجي. شريعت جا جيڪي به حڪم احڪام آهن، تن تي عمل ڪري، جن ڪمن جي منع آهي، تن کان پاڻ کي روڪي، دل جي نور سان تمتار ۽ پريل رهي، جسم جا سڀ عضوا، الله جي اطاعت جي نور سان مُنوّر هجن. ان جي ظاهري ۽ باطني حواسن ۾ سندس نورانيت جا جلوا موجود هجن. فرضن سان گڏ نفلن جي ادائيگيءَ جي ذريعي الله تعاليٰ جي رضا جو طالب رهي. جڏهن اهڙيءَ طرح زندگي گذاريندو ته پوءِ کيس الله تعاليٰ جي محبت حاصل ٿيندي ۽ ان جي حالت اها ٿي ويندي، جيڪا صحيح حديث ۾ هن طرح بيان ڪئي وئي آهي ته:

وَمَا تَقَرَّبَ اِلَيَّ عَبْدِيْ بِشَيْءٍ اَحَبُّ اِلَيَّ مِمَّا افْتَرَضْتُ عَلَيْهِ (1)

[۽ جيڪي ڪم مون پنهنجي ٻانهي تي فرض ڪيا آهن، انهن کان وڌيڪ پياري شيءِ سان اهو منهنجو قرب حاصل ڪري نٿو سگهي.]

---

(1) پوري حديث هن طرح آهي: رسول الله ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو: جيڪو منهنجي وليءَ سان دشمني ڪندو منهنجو ان جي خلاف اعلان جنگ آهي ۽ جيڪي ڪم مون فرض ڪيا آهن، انهن کانسواءِ ٻانهو منهنجو قرب حاصل ڪري نٿو سگهي. پڻ نفلن ذريعي منهنجو قرب حاصل ڪندو رهندو آهي، تانجو آءٌ ان سان محبت ڪندو آهيان. پوءِ جڏهن ان سان محبت ڪندو آهيان ته ان جو ڪَن ٿيندو آهي، جنهن سان ٻڌندو آهي، ان جون اکيون ٿيندو آهيان جنهن سان ڏسندو آهي، ان جا هٿ ٿيندو آهيان، جن سان جهليندو آهي، ان جا پير ٿيندو آهيان، جن سان هلندو آهي ۽ جيڪڏهن مون کان ڪا شيءِ گهرندو آهي ته کيس عطا ڪندو آهيان ۽ مون کان پناه وٺندو آهي ته کيس پناه ڏيندو آهيان ۽ مون کي ڪنهن ڪم جي ڪرڻ ۾ ڪا ڳڻتي نه ٿيندي آهي، سواءِ ان جي جو مؤمن ٻانهي جو روح قبض ڪندو آهيان ته ان کي اها ڳالهه نه وڻندي آهي ۽ مون کي اها ڳالهه پڻ پسند نه هوندي آهي، جنهن کي مؤمن پسند نه ڪندو آهي. (قرطبي ص ١٣٥ ج٦، ابن ڪثير ص ٥٨٠ ج ٢، بخاري حديث: ٦١٣٧، ابن حبان حديث: ٣٤٧، بيهقي حديث: ٦١٨٨، فتح الباري ص ٣٤٤ ج ١١، حلية الاولياءِ ص ٤ ج١، نووي ص ١٥١ ج ٥، تحفة الاحوذي ص ٩٧ ج ١٠).

يعني پوءِ اهو محرم راز ۽ اسرارن جو ڄاڻو ٿي ويندو آهي. جيڪي ڪجهه ٻڌندو آهي، حق جي طرفان ٻڌندو آهي، جيڪي ڪجهه چوندو آهي، حق جي طرفان چوندو آهي ۽ انا اقول وانا اسمع (۽ مان چوان ٿو ۽ مان ٻڌان ٿو) جي حقيقت کان واقف ٿي ويندو آهي. جڏهن قرب جي انهيءَ منزل تي پهچندو آهي ۽ فرضن جي قربت جو درجو بہ ماڻيندو آهي، يعني پاڻهو پنهنجي ذات کي، (الله جي) ذات ۾ فنا ڪري ڇڏيندو آهي تہ انهيءَ وقت پاڻهو پاڻ کي علمي اعتبار سان بہ ۽ مشاهدي جي اعتبار سان بہ فاني ۽ معدوم ڏسندو ۽ ڄاڻندو آهي. جڏهن ذات حق جي علم ۾ (فاني) ٿيندو آهي تہ سندس صفات جو مشاهدو ڪندو آهي، ان وقت سندس ڪيفيت اها هوندي آهي تہ لا ذاڪر و لا مذڪور ولا مشهود ولا ناظر ولا منظور الا الله (الله کان سواءِ نہ ڪنهن جو ذڪر ڪندڙ هوندو آهي ۽ نہ ڪا شيءِ ذڪر جوڳي هوندي آهي، نہ ڪا هستي ڏسڻ جي لائق هوندي آهي ۽ نہ ڪو ڏسندڙ هوندو آهي ۽ نہ ڪو منظور هوندو آهي.)

الله سندن قبر کي منور فرمائي، پوءِ ارشاد فرمايائون تہ جيڪو شخص انهيءَ مرتبي تي پهچندو آهي، اهو نور جي مرتبي تي پهچندو آهي. پڻ روح بہ حق تعاليٰ جو نور آهي ۽ جنهن کي نور جو مشاهدو ٿيندو آهي، ان کي "نفخت من روحي" جي حقيقت نصيب ٿيندي آهي، اهو ڄاڻندو آهي تہ روح ڪنهن شيءِ جي حاضر ٿيڻ جو نالو آهي، پر معاذ الله! جيڪڏهن معاملو ان جي ابتڙ هجي يعني اهو شريعت جا فرض، واجبَ، سنتون، مستحب ۽ ادبَ ادا نہ ڪري تہ متس غفلت ۽ وسر غالب ٿيندي آهي. ان وقت سندس جسم جا سڀ عضوا ۽ حواس ظلمت ۽ اونده سان پرجي، ڪارا ٿي ويندا آهن ۽ اهو انهيءَ انڌي انسان وانگر ٿي ويندو آهي، جنهن کي ڪجهہ نظر نہ ايندو آهي، اهو شيطان ۽ نفس جي مرتبي ۾ فرق ڪري نہ سگهندو آهي. اونداهي متس غالب هوندي آهي ۽ اها صفت خودپسندي ۽ رياڪاري جو سبب آهي، جيڪا تڪبر ۽ وڏائي پيدا ڪندي آهي، جنهن جو نتيجو ٻنهي جهانن ۾ نقصان ۽ محروميءَ کان سواءِ ڪجهہ نہ هوندو آهي، سواءِ ان جي جو قولي ۽ عملي اعتبار سان ڪيس مرڻ گهڙيءَ وقت ڪلمو پاڪ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ نصيب ٿئي.

ان کان پوءِ سائل پڇيو تہ ڇا ڪڏهن ذاڪر، ذڪر کان فارغ ٿيندو آهي؟ فرمايائون تہ هائو! جڏهن اهو فڪر ۾ هوندو آهي. پوءِ پڇيائين تہ فڪر کان ڪيئن فارغ ٿيندو آهي؟ فرمايائون تہ فڪر جي منزل قلب ۽ مشاهدي جي منزل روح آهي، پر جڏهن ڪو شخص "عيان" جي مرتبي تي هوندو آهي تہ ان وقت مشاهدي مان معائني جي منزل تي پهچندو آهي، جيڪا غور ۽ تدبر جي هڪ ڪيفيت آهي. پڇيائين تہ ڇا "تدبر" ۽ تامل کان بہ فارغ ٿيندو آهي؟ فرمايائون تہ هائو! جڏهن دوئي يعني جدائيءَ جا حجاب هٽي ويندا آهن تہ تدبر ۽ تاَمّل جي حالت ختم ٿي ويندي آهي. وڌيڪ فرمايائون تہ ان وقت سڀ واسطا، وڙا ختم ٿي ويندا آهن. پوءِ سالڪ مشاهدو ۽ معائنو ڪندو آهي تہ ڄاڻندو آهي تہ خالق ۽ مخلوق ۾ ڪو فرق ۽ ڪا دوئي نہ آهي. ان ڪي روح ۽ نفس جي حقيقت معلوم ٿي ويندي آهي ۽ مٿس هر شيءِ ظاهر ٿي ويندي آهي. ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ، اهائي وڏي ڪاميابي آهي. (سورة الصف آيت: ١٢) الله تعاليٰ اسان ڪي بہ ۽ توهان ڪي بہ اها دولت عطا فرمائي.

هڪ طالب علم جي دل ۾ خيال آيو تہ "حقيقت" ڇا آهي؟ فرمامايائون تہ "حقيقت" هيءَ آهي تہ جيڪي بہ خيالَ دلين ۾ اچن ٿا يا اچي سگهن ٿا. الله تعاليٰ انهن سيني کان پاڪ آهي. پڻ فرمايائون تہ "حقيقت" هيءَ آهي تہ الله تعاليٰ ڪي نہ ڪو زمين ۾ ڄاڻي سگهي ٿو ۽ نہ ڪو آسمانن ۾ ڄاڻي سگهي ٿو نہ اڳ ۾ ڪيس ڪنهن ڄاتو آهي ۽ نہ پوءِ ڪو ڪيس ڄاڻي سگهندو. ان ڪي نہ ساڄي پاسي کان ڪو ڄاڻي ٿو ۽ نہ کاٻي پاسي کان ڪو ڄاڻي ٿو. انهيءَ شخص جي دل ۾ خيال آيو تہ (آخر الله تعاليٰ جي باري ۾) ڪهڙو تصور رکجي؟ هڪدم فرمايائون تہ مؤمن جي دل الله جو عرش آهي ۽ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو:

اَلرَّحْمٰنُ عَلَى الْعَرْشِ اسْتَوٰى [1]

[الله عرش تي قائم آهي.]

۽ ان جو دليل هيٺين حديث ۾ آهي:

---

(1) سورة طٰه آيت: ٥

اِنَّ فِي جَسَدِ الْاٰدَمِ لَمُضْغَةٌ وَفِي الْمُضْغَةِ فُوَادٌ وَفِي الْفُوَادِ قَلْبٌ وَفِي الْقَلْبِ رُوحٌ وَفِي الرُّوحِ سِرٌّ وَفِي السِّرِّ خَفِيٌّ وَفِي الْخَفِيِّ الْاَخْفَاءُ وَفِي الْاَخْفَاءِ اَنَا.

[بيشڪ انسان جي جسم ۾ گوشت جو هڪ ٽڪر آهي، گوشت جي ٽڪر ۾ دل آهي، دل ۾ روح آهي، روح ۾ سر آهي، سر ۾ خفي آهي، خفي ۾ اخفا آهي ۽ اخفا ۾ انا آهي.] (1)

هڪ شخص جي دل ۾ خيال پيدا ٿيو تہ اها ڪهڙي ڳالھہ آهي، جو آسمان، ڪرسي، عرش الهي جيڏيون وڏيون شيون دل جيتري ننڍڙي عضوي ۾ سمائجي وڃن. فرمايائون تہ جيئن ماڻهن جي نظر ۾ آسمان وڏو ۽ ويڪرو آهي، اهائي حالت اهل صفا جي انهيءَ وقت هوندي آهي، جڏهن انهن جي دل تي، الله تعاليٰ تجلي فرمائيندو آهي.

هڪ شخص پڇيو تہ سائين "طي" جو مطلب ڇا آهي (يعني اک ڇنڀ ۾ ڪائنات جو مفاصلو طي ڪرڻ، لفظي معنيٰ ويڙهڻ) ۽ "نشر الزمان" ڇا کي چوندا آهن؟ فرمايائون تہ: ١- پهريون مقام "طي ارضي" يعني زمين کي طي ڪرڻ جو آهي، جڏهن ماڻهو سبحان الله چوندو آهي تہ سموري زمين تان گذري ويندو آهي. ٢- ٻيو مقام "طي لساني" جو آهي. ٣- ٽيون مقام "طي مڪاني" جو آهي. گهڙيءَ ۾، اهو مقام ڪيترن هنڌن تان طي ڪري سگهجي ٿو. مثلاً هڪ ئي وقت ۾ الله جو ذڪر بہ ڪري تہ رسول الله ﷺ جن تي درود ۽ سلام بہ پڙهي. ڪعبي جو طواف بہ ڪري تہ عرش عظيم جو طواف بہ ڪري. اتي جو اتي ننڊ بہ ڪري ۽ اتي جو اتي ماڻهن سان ڪلام بہ ڪري. هڪ طرف پنهنجي زال

---

(1) صحيح حديث جا الفاظ فقط هي آهن: الا وان في الجسد مضغة اذا صلحت صلح الجسد كله واذا فسد فسدت الجسد كله الا وهي القلب (جسم ۾ گوشت جو هڪ ٽڪر آهي، جڏهن اهو صحيح هوندو آهي تہ پورو جسم صحيح هوندو آهي ۽ جڏهن اهو خراب هوندو آهي تہ پورو جسم خراب هوندو آهي. ڏسو: (١) بخاري ص ٢٨ ج حديث: ٥٢- مسلم حديث: ١٥٩٩- قرطبي ص ١٨٨ ج ١، ص ٦١ ج ١٤، ص ٣١٤ ج ١٥- ابن حبان ص ٥٣٢ ج ١- مسند ابي عوانه ص ٣٩٧ ج ٣، دارمي ص ٣١٩ ج ٢، بيهقي ٢٦٤ ج ٥- ابن ماجه حديث نمبر: ٣٩٨٤- مسند بزار ص ٢٢٤ ج ٨- احمد ٢٧٠ ج ۴- نووي ص ٢٨ ج ١١. باقي لفظ ماڻهن جا وڌايل آهن.

سان مشغول ٿئي ۽ قرآن جي تلاوت بہ ڪري. الله سندس مرقد کي منور ڪري. پوءِ فرمايائون تہ وليءَ جو گهٽ ۾ گهٽ درجو هي آهي تہ هڪ گهڙيءَ ۾ پندرهن (منزلون) طي ڪري ۽ وڌيڪ جي ڪا حد ۽ ڪو حساب نہ آهي.

هڪ شخص عرض ڪيو تہ شيخ بايزيد بسطامي رح جو قول آهي تہ خدا بايزيد جو محتاج آهي ۽ بايزيد خدا جو محتاج آهي. جواب ڏنائون تہ جڏهن لوهار لوه مان ڪا شيءِ جوڙي تيار ڪندو آهي تہ ان کان پوءِ آئيني ۾ پنهنجو چهرو ڏسندو آهي يعني انسان، ذات خداوند قدوس جو آئينو آهي. هڪ ڀيري سندس مجلس ۾ سلطان العارفين بايزيد جو ذڪر نڪتو تہ انهيءَ ٻارهن هزار ڀيرا الله تعاليٰ جو مشاهدو ڪيو آهي. فرمايائون تہ جيڪي اهل الله آهن، انهن مان ڪن فقرائن کي ڏينهن رات ۾ ايتري قدر بيحد، حساب الله جي زيارت نصيب ٿيندي آهي، جو نہ ان جو ڪو ڳاڻاٽو هوندو آهي نہ ڪاٿو ۽ اندازو. وري فرمايائون تہ ڀلا! ڳاڻاٽي جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي، جيڪڏهن اک ڇنڀ ۾ حق تعاليٰ جو مشاهدو ٿئي تہ انسان سڙي رک ٿي وڃي. پر انهن فقيرن کي اِها عظيم دولت بہ عطا ٿيندي آهي. اسلام جي شروعاتي زماني ۾ انهيءَ واٽ وارا گهڻا اهل الله گذري چڪا آهن.

* فرمايائون تہ پاڻ کي لاحول ولا قوة الا بالله العظيم ۾ مشغول رکندو آهيان. ڇاڪاڻ تہ اهو سبحاني مشاهدو ۽ اها رحماني رحمت آهي ۽ انهيءَ وسيلي حق تي استقامت ۽ ثابت قدمي حاصل ٿيندي آهي. جيڪڏهن دل ۾ شيطان جو فتنو ۽ وسوسو ايندو آهي تہ اهو وسوسو لا حول ولا قوة الا بالله العظيم پڙهڻ سان هڪدم دفع ٿي ويندو آهي، پر اها دولت ۽ سعادت بہ الله تعاليٰ جي اڻ کٽ مهرباني ۽ ڪرم جو نتيجو آهي. الحمد لله! اسان جي هميشه اها حالت رهندي آهي ۽ سدائين الله سائين جو فيض ۽ فضل حاصل رهندو آهي، بلڪ هر گهڙيءَ ان ۾ ترقي ٿيندي رهي ٿي.

* فرمايائون تہ هر وقت استغفر الله پڙهجي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ

جي بخشش حاصل ڪرڻ لاءِ ان کان وڌيڪ ڪو جامع ڪلمو نہ آهي، جيئن نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي. اهو بہ الله جو فضل آهي، جنهن کي چاهيندو آهي، عطا ڪندو آهي ۽ الله عظيم فضل وارو آهي. منهنجا عزيز! اها عظيم سعادت ۽ دولت ڪنهن کي بجليءَ وانگر حاصل ٿيندي آهي، يعني ٿوري دير ۾ ان جي دل کي اها توفيق حاصل ٿيندي آهي، ڪنهن کي اک ڇنڀ ۾ نصيب ٿيندي آهي، ڪنهن کي گهڙي سوا ۾ حاصل ٿيندي آهي، ڪنهن کي ان کان وڌ گهٽ وقت ۾ نصيب ٿيندي آهي، پر جن ماڻهن کي اها دولت هميشه حاصل هوندي آهي، اهي نادر يعني اڻ لڀ آهن.

* چون ٿا تہ هڪ ڀيري شيخ ابو سعيد. ابوعلي دقاق جي مجلس ۾ موجود هو. شيخ ابوعلي تجليءَ جي مقام تي هو. انهيءَ حالت ۾ هڪ ڳالهہ ڪيائين. شخ ابوسعيد جوان هو، جنهن تي رقت جو غلبو هو. انهيءَ اتي چيو تہ ويهہ! خدا ڪري ائين نہ ٿئي. انهيءَ شخص ٻيهر چيو تہ اي شيخ! شال سدائين توهان کي اها دولت حاصل ٿئي. شيخ ابو عليءَ ڪيس چيو تہ ويهہ! خدا ڪري ائين نہ ٿئي، ٿيون ڀيرو بہ اتي چيائين تہ جيڪڏهن ائين ٿيو تہ ڏاڍو مشڪل معاملو ٿي پوندو. اهو ٻڌي شيخ ابوسعيد نعرو هنيو ۽ اتي ٻيهي نچڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ اها دولت ڏاڍي اڻ لڀ آهي ۽ جيڪڏهن الله تعاليٰ جي فضلِ عظيم ۽ لڳاتار ڪرم نوازيءَ جي ڪري اها سعادت ۽ اها دولت حاصل ٿئي تہ ان کي درجن جي مٿان درجا ۽ مرتبن جي مٿان مرتبا حاصل ٿيندا رهندا ۽ اهو سدائين محويت جي حالت ۾ رهندو جيئن اسان جي پير دستگير، سلطان العارفين، مرشد المريدين، هادي المضلين جي حالت هوندي هئي، جو پاڻ ڪڏهن هڪ گهڙي لاءِ بہ استغراق ۽ محويت جي حالت کان جدا نہ هوندا هئا. سندن آڏو مخلوق نہ هوندي هئي، پر فقط خالقِ اڪبر سندن سامهون هوندو هو. اهائي وڏي ڪاميابي آهي.

بيت

بفضل ايزد متعال دائم اين دولت
شيخ صاحب ما لاحق ست زائل نيست
اگر دليل طلب مي كني ازين معني
بگوش دل بشنو بہ ازين دلائل نيست
بقول وفعل همه نيک آمده است درست
كه جز شريعت بيضا رسول تحايل نيست
ز شاهراه طريقت چنان بود آگاه كه
در ظهور وبطون غير دوست قائل نيست
غريق بحر حقيقت چُنان درين عالم كه
هيچ گاه جز از دار ملک ساحل نيست
بذات مطلق محو آمد ولي ز گمان
دليل را خدا شد بخلق شاغل نيست
به هيچ وقت نہ ديدم كه دست دولت دوست
بگردن دل و جان وتنش حمائل نيست
بچشم ظاهر باطن هميشه حق ديده
ازين بغير خداوند خويش مائل نيست
هر آنكه دست ارادت گرفت زين صاحب
ز دشمن بہ برد و ز دوست غافل نيست
شها! تو اي كه رسيده گداي درگاهت
بسلطنت كه بدان شاه را تقابل نيست
مريد درگه دولت سرائۓ تو "فقيري"
همه همت عالي بغير تو شاغل نيست

[اسان جي شيخ صاحب کي اها دولت سدائين حاصل رهندي آهي، ڪڏهن ختم نہ ٿيندي آهي. جيڪڏهن ان جي باري ۾ دليل طلب ڪندين تہ دل جي ڪَنَ سان ٻڌي ڇڏ تہ اهڙن معاملن ۾ دليل نہ هلندا آهن. اهي بزرگ قول هجي يا فعل، هميشه نيڪيءَ جي واٽ تي هلندا آهن. پاڻ شريعت بيضا ۾، رسول اڪرم ﷺ جن جي پيروي کان وار برابر منهن

نہ موڙيندا هئا. طريقت جي راه کان ايتري قدر آگاه هئا جو ظاهر ۽ باطن ۾ غير دوست، يعني الله جي ذات کان سواءِ ٻئي ڪنهن جا ٻہ قائل نہ هئا. حقيقت جي سمنڊ ۾ سدائين غرق رهندا هئا، جو انهيءَ ملڪ جو ڪو ڪنارو نہ آهي. پاڻ ذات مطلق ۾ محو ۽ مشغول رهندا هئا. تڏهن بہ، نہ خدا تعاليٰ جي رستي کان جدا هوندا هئا ۽ نہ مخلوق ۾ مشغول هوندا هئا. مون ڪڏهن نہ ڏٺو تہ دوست جي دولت جو هٿ، سندس دل ۽ جان ۽ جسم کان روڪيل هجي. پاڻ هميشه ظاهر ۽ باطن جي اڪين سان حق کي ڏسندا هئا. پنهنجي خدا کان سواءِ، ڪنهن شيءِ ڏانهن مائل ۽ متوجه نہ ٿيندا هئا. جيڪو بہ حضرت صاحب جن جي ارادتمنديءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سندن بيعت ڪندو هو ان کان سندس دشمن ڀڄندو هو ۽ دوست ان کان غافل نہ ٿيندو هو. بادشاه! تون ٺي پنهنجي گدا (فقير) کي پنهنجي درگاه تي پهچائين ٿو. انهيءَ بادشاه يعني الله تعاليٰ جي بادشاهيءَ جو تہ ڪو مقابلو ئي نہ آهي. هي "فقير" تنهنجي نيڪ ۽ مقدس درگاه جو مريد آهي ۽ تنهنجي عالي همت جي ياد کان سواءِ ٻي ڪا مشغولي نٿو رکي.]

## حضرت مخدوم نوح رح جا ڪي نادر فقهي مسئلا ۽ سندن ڪي الهامي نالا

هڪ ڀيري هڪ شخص پنهنجي زال کي "بدبخت !" چيو. جيڪڏهن اها عورت واقعي بدبخت نہ هجي تہ مڙس تي ائين چوڻ سان ظاهري علماءَ جي فتوي مطابق ڪجهہ لازم نٿو اچي. باطني علم رکندڙ عالمن حضرت مخدوم مدظله العاليه کان اهو مسئلو پڇيو. پاڻ ارشاد فرمايائون تہ ڪنهن مسلمان کي"بدبخت" نٿو چئي سگهجي، البتہ ڪافر کي"بدبخت"چئي سگهجي ٿو. ان جو مطلب اهو ٿيوتہ جيڪو بدبخت آهي اهو ڪافر آهي. انهيءَ شخص پنهنجي زال کي "بدبخت" چئي، دراصل ان کي ڪافر قرار ڏنو آهي، ان عورت کي گهرجي تہ عدت ۾ ويهي ۽ اهو مرد ٻيو نڪاح ڪري، پوءِ پاڻ هي آيت پڙهيائون:

يَوْمَ يَأْتِ لَا تَكَلَّمُ نَفْسٌ إِلَّا بِإِذْنِهِ فَمِنْهُمْ شَقِيٌّ وَّسَعِيْدٌ ﴿١٠٥﴾ فَأَمَّا الَّذِيْنَ

شَقُوْا فَفِي النَّارِ لَهُمْ فِيْهَا زَفِيْرٌ وَّشَهِيْقٌ ﴿١٠٦﴾ خَالِدِيْنَ فِيْهَا مَا دَامَتِ السَّمٰوٰتُ وَالْاَرْضُ اِلَّا مَا شَآءَ رَبُّكَ اِنَّ رَبَّكَ فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيْدُ ﴿١٠٧﴾ وَاَمَّا الَّذِيْنَ سُعِدُوْا فَفِي الْجَنَّةِ خَالِدِيْنَ فِيْهَا مَا دَامَتِ السَّمٰوٰتُ وَالْاَرْضُ اِلَّا مَا شَآءَ رَبُّكَ عَطَآءً غَيْرَ مَجْذُوْذٍ ﴿١٠٨﴾[1]

[جڏهن اهو ڏينهن ايندو تہ ان جي اجازت کان سواءِ ڪو جيءَ ڳالهائي نہ سگهندو. ان ڏينهن ڪي بدبخت هوندا تہ ڪي خوش بخت هوندا. پوءِ جيڪي ماڻهو بدبخت ٿيا تہ اهي دوزخ ۾ ويندا. جتي انهن جون رڙيون ۽ هينگون هونديون ۽ اهي انهيءَ ۾ سدائين رهندا. جيستائين آسمان ۽ زمين باقي رهندا. مگر جيڪي تنهنجو رب گهري. بيشڪ تنهنجو رب جيڪي ڪجهہ چاهي ٿو ڪري ٿو ۽ باقي رهيا اهي ماڻهو جيڪي نيڪ بخت ٿيا تہ اهي جنتي آهن، اهي ان ۾ سدائين رهندا مگر جيڪي تنهنجو رب چاهي. انهن لاءِ اڻ کٽ بدلو آهي.]

پڻ هڪ شخص پنهنجي زال کي چيو تہ جيڪڏهن تون ٻيهر ديڳڙيءَ کي ڇٽيندينءَ تہ تنهنجي لاءِ طلاق جو قسم کڻان ٿو. انهيءَ عورت ائين ڪيو. ظاهري عالمن جي فتويٰ موجب ان عورت کي طلاق اچي ويئي جڏهن اهو مسئلو حضرت مخدوم مدظله العاليه جن وٽ پيش ٿيو تہ ارشاد فرمايائون تہ انهيءَ طريقي سان طلاق واقع نہ ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ مرد چيو هو تہ جيڪڏهن تون ديڳڙيءَ کي ڇٽيندينءَ. حالانڪ انهيءَ عورت پنهنجو هٿ ڇٽيو آهي، ديڳڙيءَ نہ ڇٽي اٿس.

هڪ شخص شهر جو حاڪم هو پاڪباز ۽ صالح انسان هو. هڪ عورت سان ان جي محبت ٿي ويئي. ان جي ساٿين ڪوشش ڪئي تہ ان عورت سان نڪاح ڪرڻ جي لاءِ ڪيس قائل ڪن. انهيءَ صاف انڪار ڪيو جنهن جي ڪري ان مرد جي عشق جي ڪيفيت تيز ٿي ويئي. ماڻهن ڪوشش ڪئي تہ ڪنهن نموني سان انهن ٻنهي کي ويجهو آڻجي، شايد قريب اچڻ کان بعد مرد جو عشق گهٽجي وڃي، پر جيئن تہ

[1] سوره هود آيت : 105_106_107_108

نيڪ صالح انسان هو انهيءَ ڪري ڏارئي عورت جي ويجهو اچڻ کي پسند نہ ڪيائين. مگر جيئن پوءِ تيئن سندس عشق ويو وڌندو. ماٿهو مسئلي جي حل لاءِ حضرت مخدوم رح جن جي خدمت ۾ آيا. جڏهن اهو محبت جو مريض سندس ويجهو اچي ويٺو تہ پاڻ ارشاد فرمايائون تہ. الله تعاليٰ ايمان وارن کي دنيا ۾ چئن شادين جي اجازت ڏني آهي، ليڪن شرط آهي تہ انهن سيني زالن ۾ انصاف ڪري. جيڪڏهن ائين نٿو ڪري سگهي تہ پوءِ ان کي هڪ زال جي اجازت آهي. پوءِ هي آيت پڙهيائون:

وَإِنْ خِفْتُمْ أَلَّا تُقْسِطُوا فِي الْيَتَامَىٰ فَانْكِحُوا مَا طَابَ لَكُمْ مِنَ النِّسَاءِ مَثْنَىٰ وَثُلَاثَ وَرُبَاعَ فَإِنْ خِفْتُمْ أَلَّا تَعْدِلُوا فَوَاحِدَةً أَوْ مَا مَلَكَتْ أَيْمَانُكُمْ ذَٰلِكَ أَدْنَىٰ أَلَّا تَعُولُوا ۝٣ وَآتُوا النِّسَاءَ صَدُقَاتِهِنَّ نِحْلَةً فَإِنْ طِبْنَ لَكُمْ عَنْ شَيْءٍ مِنْهُ نَفْسًا فَكُلُوهُ هَنِيئًا مَرِيئًا ۝٤ [1]

[۽ جيڪڏهن توهان کي خوف هجي تہ توهان يتيم (نياڻين) سان انصاف نٿا ڪري سگهو تہ انهن مان جيڪي توهان کي پسند اچن ٻہ ٻہ، ٽي ٽي، چار چار پنهنجي نڪاح ۾ آڻيو پر جيڪڏهن توهان کي خوف هجي تہ انهن ۾ عدل ڪري نہ سگهندا، تہ پوءِ هڪ زال ۽ جيڪي توهان جون ٻانهيون آهن، اهي ڪافي آهن. اها ڳالهہ هن جي ويجهي آهي تہ توهان نا انصافيءَ کان بچو ۽ زالن کي سندن مهر خوشيءَ سان ڏيو. جيڪڏهن اهي توهان کي ان مان ڪجهہ خوشيءَ سان ڏين تہ مزي سان کائو.]

پڻ هيٺين آيت پڙهي ان جو تفسير بيان ڪيائون تہ:

وَالَّذِينَ هُمْ عَنِ اللَّغْوِ مُعْرِضُونَ ۝٣ وَالَّذِينَ هُمْ لِلزَّكَاةِ فَاعِلُونَ ۝٤ وَالَّذِينَ هُمْ لِفُرُوجِهِمْ حَافِظُونَ ۝٥ إِلَّا عَلَىٰ أَزْوَاجِهِمْ أَوْ مَا مَلَكَتْ أَيْمَانُهُمْ فَإِنَّهُمْ غَيْرُ مَلُومِينَ ۝٦ فَمَنِ ابْتَغَىٰ وَرَاءَ ذَٰلِكَ فَأُولَٰئِكَ هُمُ الْعَادُونَ ۝٧ [2]

[جيڪي اجاين ڪمن کان پاسو ڪرڻ وارا آهن ۽ جيڪي

---

[1] سورة النساءِ آيت: ٣-٤

[2] سورة المؤمنون آيت: ٣-٤-٥-٦-٧

زڪوة ڏيندڙ آهين ۽ جيڪي پنهنجين اگهڙن جي حفاظت ڪرڻ وارا آهن، سواءِ پنهنجين زالن ۽ ٻانهين جي، پوءِ بيشڪ ان ڏس ۾ انهن کي ملامت نہ ڪبي ۽ جيڪو ان کان سواءِ ٻيو رستو ڳوليندو تہ پوءِ اهي ئي ماڻهو حدون اورانگهيندڙ آهن.]

انهن آيتن جو تفسير ٻڌي، انهيءَ شخص جي دل مان ڏارئي عورت جي محبت ختم ٿي ويئي ۽ افضل الذڪر لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي تلقين وٺي، حضرت صاحب جن جو مريد ٿي، گهر موٽيو.

نقل آهي تہ سندن درگاه جا ٻہ ٽي مريد قبر ۾ قيامت جي سختين ۽ سورن جي ڪري، ڏاڍو پڇتائي رهيا هئا تہ خبر نہ آهي تہ ان کان نجات ڪيئن ملندي؟ سندن گفتگو ٻڌي حضرت صاحب جن فرمايو تہ ڇا ٿا چئو؟ عرض ڪيائون تہ سائين جن تي اها ڳالهہ روشن آهي. فرمايائون تہ چڱو منهنجي ويجهو اچو! انهن کي هٿ کان وٺي وَالضُّحٰى وَاللَّيْلِ اِذَا سَجٰى آخر تائين پڙهيائون ۽ پوءِ هٿ ڇڏي، چيائون تہ توهان ۾ جيڪو بہ تنهنجو هٿ پڪڙيندو، آخرت جي سخت عذاب کان نجات لهندو.

## نالا ۽ مدح ختم الاولياءِ سلطان الاتقياءِ غوث الحق مخدوم قدس سره العزيز

ولي، وصي، غوث، قطب، عارف، عالماً، عاملاً، ڪاملاً، فاضلاً، عاقلاً، صادقاً، سالماً، حامداً، قاسماً، ثابتاً، قائماً، ناصحاً، ناطقاً، واعظاً، نافعاً، حراً، مراراً، شاهداً، خواصاً، باب، وجه، برهان، حجة، دليلاً، جامعاً، داعياً، واصلاً، ناظراً، حاظراً، حافظاً، سراجاً، شمساً، قمراً، طاهراً، مطهراً، قانعاً، راضياً، شفيقاً، شافعاً، معيناً، موحداً، مبيناً، مؤتمناً، صدراً، عادلاً، متوسطاً، نصيراً، ناصراً، فقيراً، غنياً، فيضاً، فياضاً، جمالاً، ڪمالاً، جلالاً، خليلاً، جميلاً، ملياً، خطيباً، نَجيباً، شريفاً، عزيزاً، لبيباً، لطيفاً، بشيراً، سراجاً، منيراً، منوراً، نوراً، محبوباً، معشوقاً، مطلوباً، مخصوصاً، محظوظاً، مسعوداً، معصوماً، منظوراً، مذڪوراً، مقبولاً، هاديًا مهديًا، فخريًا، قريشيًا، صديقيًا، مرشد المريدين، هادي المضلين، ارشاد الطالبين، بدرقة السالڪين، دليل المتحيرين، غياث المستغيثين، سلطان العارفين، شمس الواصلين، بدرالموحدين، صدر الدنيا والدين، ضياءِ

العالمين، مقبول حضرت رب العالمين، محبوب سيد المرسلين، مخدوم نوح ولي الله، مخدوم نوح حبيب الله، مخدوم نوح باب الله، مخدوم نوح لطف الله، مخدوم نوح نعمت الله، مخدوم نوح فتح الله، مخدوم نوح فيض الله، مخدوم نوح حجة الله، مخدوم نوح عطاءِ الله، مخدوم نوح ظل الله، مخدوم نوح هادي الي حضرت الله، مخدوم نوح محو في رضاءِ الله، مخدوم نوح، فنا في الله، مخدوم نوح اهل الله، مخدوم نوح عبدالله، مخدوم نوح لسان الله، مخدوم نوح نور الله وصلي الله علي خير خلقه محمد وآله اجمعين.

پاڻ نائين صدي هجريءَ ۾ پيدا ٿيا. سندن عمر ٨٨ سال هئي، سندن وفات ٩٨٩ هجريءَ ۾ ٿي.

قصيدو

مُطلع انوار عرفان وصفا،
مخزن اسرار الطاف وعطا،
مظهر لطف وكرم وفضل الله،
منبع فيض وعنايات الله
برسر روئ زمين و در زمان،
معدن اذكار و ارشاد و هدي،
از طرف ايزد تعالي آمده،
هادي مرشد دليل و رهنما،
مرشد بالارث و استحقاق شد،
قدوه علماءِ، زبده اتقياءِ،
قطب اقطاب دوكون، فيض حق،
غوث جن وانس ختم الاولياءِ،
قبله گاه آگهان، ومقبلان،
پيشوا اتقياءِ واصفياءِ،
چون نبوت ختم بر محمد صہ است،
هكذا ختم اولياءِ شد شيخنا،
محو ذات و پاک ذات و صفات،
در ضمير اندر ندارد ماسوا،

قلزم وحدت محیط معرفت،
لجهء توحید و عرفان، و دل آگاه،
هم وجود وهم عدم و فقر وغنا،
شیخ عالم که چون عرش عظیم،
شد محیط عالم ارض و سما،
مهر سپهر شیخنا آمد درجهان،
شمس گردون ولایت پُر ضیا،
سایهء لطف و عنایت ایزدي،
آمده بر فرق عالم گوئیا،
سایهء مهرش جهان را تازه کرد،
چون چمن پر فیض از لطف بینوا،
مر خلائق را نگر در هر دو کون،
رحمت ولطف وکرم و نعمت خدا،
برگدا، گر افگند نظر، سلطان کند،
سایهء دولت وجودش چون هما،
شهسوار مرکب میدان دین،
راسخ آمد بر سر شرع متین،
وارث کامل محمد مصطفي ﷺ،
در صدق اندر آل صدیق اگر است،
افضل و اکمل ز خیل اولیاءِ،
فخر فخر الدین محمد مصطفي صہ،
داعيء خلق آمد چون انبیاءِ،
شیخ عالي قدر ما مخدوم نوح،
غوث حق شیخ المشائخ شیخنا،
چون سفینهء نوح ماه من در کشف،
گشت عالم را ز طوفان بلا،
ما مرید و مسترشد ومخلص ویم،
پیر مرشد مهربان مخدوم ما،

اي اثير الدين خدا را همتي،
بر نه مسکين و بيدل وبينوا.
از دل جان من مريد و بنده ام،
شيخ صاحب دستگيري ما شما.
من ز گمراهي بسي حيران شدم،
دستگيري کن خدا را اي مرشدا!،
برندارم از دست سر ز آنگه او
سجده گاه و قبله و ملجي ما،
اي احمد خُلقي وي عيسي دمي،
وي کليم کلامت با خدا،
يک نظر عالي و اقدس مهر تو
برمن کافي است در هر دو سرا،
لطف فرما بر مريدان اي پير ما.

[معرفت ۽ صدق ۽ صفا جي انوارن جو ڄاڻو ۽ داناءُ الهي اسرارن ۽ عطائن جو خزانو آهي. الله جي لطف، ڪرم، فضل ۽ ٻاجھ جو مظهر، خدا تعاليٰ جي فيض ۽ عنايت جو سرچشمو آهي، روءِ زمين تي پوري زماني ۾ هادي ۽ رهنمائيءَ جو دليل آهي. ذڪر اذڪار ۽ هدايت جي کاڻ يعني بنياد آهي. موروثي لحاظ سان بہ مرشد آهي، ۽ مرشد ٿيڻ جي منجهس سگهہ ۽ استحقاق بہ آهي. عالمن جو رهنما، زاهدن جو اڳواڻ، ٻنهي جهانن ۾ قطب اقطاب، حق جو فيض آهي. انسانن ۽ جنن جو غوث ۽ ختم الاولياءِ آهي. معرفت آگاه ماڻهن جو قبلو، اتقياءَ ۽ اصفياءَ جو پيشوا آهي. جيئن نبوت حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن تي ختم آهي، تيئن اسان جي شيخ، مرشد تي ولين جي ولايت ختم آهي. الله تعاليٰ جي ذات ۾ گم، لغزشن کان پاڪ، پنهنجي ضمير ۾ الله کانسواءِ ڪنهن جي محبت ۽ طلب نٿو رکي. وحدت جو اٿاه سمنڊ ۽ معرفت جو احاطو ڪندڙ توحيد ۽ معرفت جي موج ۽ دل آگاه آهي. وٽس وجود ۽ عدم فقيري ۽ شاهوڪاري، ٻئي مقام، هڪ جهڙا آهن. دنيا جو شيخ يعني مرشد جنهن دنيا کي ائين گهيري رکيو آهي جيئن عرش عظيم آسمان ۽ زمين کي گهيريو آهي. دنيا ۾ مشيخيت ۽ مرشدي جو

سچ ۽ ولايت جو نوراني آفتاب تي آيو الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ ٻاجهہ جي چانو تي آيو ڇڻ تہ جهان ۾ مهر ۽ قهر کي جدا ڪري ڇڏيائين. ان جي مهربانيءَ جي پاڇي دنيا کي تازو ڪري ڇڏيو جيئن باغ. الله تعاليٰ جي ٻاجهہ سان مهڪندو آهي. ٻنهي جهانن ۾ مخلوق کي بيشڪ ڏس! تہ خدا تعاليٰ جي انهيءَ لطف ۽ ڪرم جي هُما جي وجود جي ڇانوَ جيڪڏهن گدا تي پوي تہ ان کي بادشاه ڪندو. دين جي ميدان جو شهسوار آهي. شريعت ۽ هدايت تي يقين رکندڙ اسلامي شريعت کان هڪ قدم بہ هيڏي هوڏي نہ هٽندڙ. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جو ڪامل وارث. سچائي ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جو اولاد. اوليائن جي سردار کان وڏيڪ افضل ۽ ڪامل. فخرالدين. محمد سروري جو فخر. مخلوق کي نبين وانگر دعوت ڏيندڙ اسان جو وڏن درجن وارو شيخ مخدوم نوح آهي. اسان جو شيخ المشائخ حق جو غوث آهي، ڪشف، ڪرامت ۾ ڇڻ تہ نوح عليه السلام جي ٻيڙي آهي، جنهن، مصيبتن جي طوفان کان ماڻهن کي نجات ڏني. اسين سندس مريد ۽ معتقد ۽ مخلص آهيون. اسان جو مرشد ۽ مخدوم صاحب اسان تي ڏاڍو مهربان آهي، اي دين جا داعي ۽ رهبر! خدا جي واسطي اسان تي مهرباني ڪر جو اسين مسڪين ۽ نڌڻڪا آهيون، دل ۽ جان سان تنهنجا مريد ۽ ٻندا آهيون. شيخ صاحب! اسان جي رهنمائي ڪر، اسين گمراهيءَ جي ڪري ڏاڍا حيران آهيون. الله ڪارڻ اسان جي دستگيري ڪر، توکان سواءِ اسان جو ڪو مرشد نہ آهي. تون ئي اسان جو سجده گاه. قبلو ڪعبو ۽ پناه جي جاءِ آهين. اي اخلاق ۾ حضرت احمد ﷺ وانگر! ۽ اي دم ۽ دارونءَ ۾. عيسيٰ عليه السلام وانگر! ۽ الله سان ڪلام ڪرڻ ۾ موسيٰ عليه السلام وانگر! خدا جي واسطي مهرباني واري مبارڪ ۽ مٺانهين نگاه فرماءِ! ٻنهي جهانن ۾ اها منهنجي لاءِ ڪافي آهي. هي ٻانهو تنهنجو "فقير" ۽ سچو مريد آهي، پنهنجن مريدن تي اي اسان جا پيرا مهرباني فرماءِ. صلي الله علي نبينا و عليٰ آله وسلم.

## مخدوم نوح عليه الرحمة والغفران جي پيدائش، عمر ۽ رحلت جي باري ۾ غزل

غرق دريائ شهادت محو مطلق وبس شان
پاڪ ز آلائ قساوت، نوح مخدوم انس جان
آمدي كه در برائ مرده جاني غافلي
ذاكري و زنده دل گشتي ز فيض در زمان
قرب و قربت در حضور حق كه آن مخدوم داشت
كس نہ ديده درجهان لوح و قلم شاهد بران
بويزيد بوسعيد و بشر حافي و جُنيد
در مراتب در مناقب كم زيور نعمت دان
كم كسي ديده است آن اطوار او شاهد برآن
برهان ولايت ختم شد بر افتخار اهل فخر
چون نبوت ختم شد بر مفتخر آخر زمان
بود آن كه نهصد وهم زياده بود فزون،
سال، تاريخ ولادت آن ولايت كيش دان،
مدة عمر كه رفتي آن گرامي مايه را،
جمله هشتاد وهزده (٨٨) سال بود درجهان،
سال فوت غوث حق پُرسيده باشد،
از خرد از سر حسرت فغان،
سنه نهصد وهشتاد وهزده وقت صبح،
بيست هفتم در شنبه پنج شنبه ذي القعده دان،
وصف فرزندان او كه اخيار عالم اند،
من چه باشم تا بگويم عقل كل حيران دران،
شرع را نوع شعاري خوش كرده اند آن فريق،
كه ز بدعت نہ بيني هرگز اندر شان،
برسر راه طريقت بس كه روز شب روند،
آگاه اندَ از مراحل و مرسوم آن بي گمان،

طالبان اُو که از احصار حصر آمد فزون،
چون ستاره هر یک از ایشان قلاد درجهان،
جوق در جوق طالبان او چون در هفت چرخ،
صف صف اندر صبح و شام از جان و دل الله خوان،
در لباس فقر وفاقه بس که خرم خاطر اند،
در نظر شان یکسان اطلس و خار اي خان،
شانه و مسواک، کوزه و صوم صلوة،
وهم صلوة رخت اسباب جهان،
شان این شغل و کار این ساکنان،
هشت خلد از شوق اشواق،
تمام بر در حق دائمًا بودند مستدعي بجان،
کار الاهي صحبت پر فیض آن مخدوم ملک درمیان،
جنت از لطف کرم بنما عیان.

[سدائين وحدت شهود جي درياءَ ۾ غرق رهندڙ دل جي نجاستن کان پاڪ رهندڙ انسانن ۽ جنن جو مخدوم. دنيا ۾ انهيءَ لاءِ آيا تہ جيئن ماڻهن کي پنهنجي فيض سان ذاڪر ۽ زنده دل ڪن. جيڪي غافل ۽ مرده جان آهن. مخدوم نوح رح کي، حق تعاليٰ جي بارگاه ۾ جيڪو قرب ۽ ويجهڙائي حاصل هئي. اها ڪنهن ۾ نظر نہ آئي، ان حقيقت تي لوح ۽ قلم شاهد آهن. بايزيد، ابو سعيد، بشر حافي ۽ جنيد بغدادي رحمهم الله عليهم کي جيڪي مرتبا ۽ فضيلتون حاصل آهن، اهي سڀ منجهس موجود هيون ۽ جيڪي گهڻ ماڻهن کي حاصل ٿينديون آهن. پاڻ ان تي شاهد آهن. هائو! ٻڌو پاڻ اهل فخر لاءِ فخر جو سبب آهن. مٿن ولايت ائين ختم ٿي، جيئن نبي آخر الزمان تي نبوت ختم ٿي. پاڻ نائين صدي شروع ٿيڻ کان ڪجهہ بعد ۾ پيدا ٿيا ۽ هن ولايت جي صاحب جو سال ۽ تاريخ اها ئي ڄاڻ. هن گرامي قدر هستيءَ جي حياتي مبارڪ جي مدت اٺاسي سال هئي، عقل کان انهيءَ غوث حق جي وصال جو سال پڇيو ويو جنهن وڏي حسرت سان جواب ڏنو تہ ٻڌو! ذوالقعده مهيني جي، تاريخ ٢٧، ڏينهن خميس جي رات سن ٩٨٩ ۾ وصال ڪيائون. سندن مشهور اهل علم

فرزندن جو بيان مان ڪيئن ڪري سگهان ٿو جو عقل ڪل ان ڏس ۾ حيران آهي. شريعت کي پنهنجو شعار اهڙيءَ طرح بنايائون جو بدعت کان بلڪل پاڪ هئا. رات ڏينهن طريقت جي واٽ تي هلندا هئا. طريقت جي سيني مرحلن، منزلن کان آگاه هئا. سندن طالبن جو تعداد ستارن وانگر ڳاڻاٽي کان ٻاهر آهي. انهن مان هر هڪ، دنيا وارن لاءِ ڳچيءَ جو هار آهي، سندن طالب هر هنڌ، تولين جي صورت ۾ صفون ٻڌي، صبح شام دل ۽ جان سان "الله الله" ڪندا هئا. فقيريءَ واري لباس ۾ بہ سندن دليون خوش خرم هونديون هيون. انهن جي نظر ۾ ريشم ۽ ڪنڊا هڪجهڙا هئا. سندن دنيا جو سامان ڦٽي، مسواڪ پاڻيءَ جو ڪوزو (ڪرو). روزو نماز ۽ درود شريف هو. اٺن بهشتن ۾، رهندڙ بهشتين جا سدائين اهي ئي شغل ۽ اهي ئي ڪم آهن، جن کي اهي دل ۽ جان سان سرانجام ڏيندا آهن، مخدوم الملڪ جي پُر فيض صحبت جي ڪري، ماڻهن کي الله جي ذڪر ۾ مشغوليت جي سبب، جنت ۽ الله تعاليٰ جي ڪرم ۽ احسان واري روشن واٽ نصيب ٿي آهي.]

حضرت مخدوم نوح عليه الرحمة جون فضيلتون ۽ مناقب بيشمار ۽ عظيم آهن جيڪي نہ ڳڻي سگهجن ٿا ۽ نہ شمار ۾ اچي سگهن ٿا، ان ڪري ايتري بيان کي ڪافي سمجهجي ٿو.

## حضرت مخدوم نوح رح جي فرزندن ۽ مريدن جو بيان:

حضرت صاحب جن پاڻ ارشاد فرمايو تہ، سندن هڪ سچو جانشين فرزند هو (جنهن جي ڪرامت جو حال هي هو تہ) ٿوري دير کان پوءِ ان کي فرمايائون تہ اٿي تہ اندر هلي ويهون ٿا. اڃان اتان اٿي اندر مس وينا تہ بارش شروع ٿي ويئي.

سندن هڪ بزرگ پر پاسي جي ڪنهن ڳوٺ ۾ رهندو هو ان کي ڪنهن ڪم سانگي موڪليائون. پر اهو بزرگ ڪنهن ٻئي ڪم ۾ مشغول ٿي ويو ان ڪري جيڪو ڪم ڪيس پاڻ چيائون ان ۾ ان کان سستي ۽ دير ٿي ويئي. پاڻ فرمايائون تہ توکي جنهن ڪم لاءِ چيوسون، تو نہ ڪيو ۽ تو اسان جو اهو حڪم قبول نہ ڪيو پوءِ شايد تون سدائين

هيڏي هوڏي اچ وڃ ۾ لڏ پلاڻ واري حالت ۾ گذاريندين. پوءِ ٿيو به ائين، ان کان پوءِ اهو شخص جيستائين جيئرو رهيو ان کي ڪنهن به جاءِ تي ڪجهه ڏينهن به ٽڪاءُ نصيب نه ٿيو ڪڏهن ڪٿي رهندو هو ته ڪڏهن ڪٿي.

حضرت صاحب جن جو هڪ پٽ هڪ ڀيري چوڻ لڳو ته مون بهشت ڏٺو آهي، جتي شاندار محلات ۽ ماڙيون، خوبصورت ڪنيزون ۽ حور، غلمان هئا، اهي اسان کي پنهنجي طرف سڏي رهيا هئا، پر هن فقير انهن ڏانهن ڌيان نه ڏنو.

هڪ ڀيري پاڻ ننڊ ۾ هئا ته ماڻهن سندن زبان مبارڪ مان "انا الحق" "وهو الحق" جي صدا ٻڌي.

سندن هڪ ٻئي پٽ هڪ ڀيري فرمايو ته اسان کي الله تعاليٰ جي عنايت ۽ فضل سان معراج نصيب ٿيو آهي، پوءِ هيءَ حديث ارشاد فرمايائون:

رَاَيْتُ رَبِّيْ فِيْ لَيْلَةِ الْمِعْرَاجِ عَلٰى صُوْرَةِ اَمْرَدِ شَابٍ قَطَطٍ

[مون پنهنجي رب کي، ان نوجوان ڇوڪر جي صورت ۾ ڏٺو جنهن کي ڏاڙهي مڇ نه هجي ۽ ان جي مٿي جا وار گهنگهريالو هجن].

سندن هڪ ٻيو پٽ هو جنهن کي "اڌ ٿاني" چوندا هئا. اهو اهل وعيال جي ڪثرت ۽ مال اسباب جي قلت جي باوجود الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ ايترو محو ۽ مشغول رهندو هو. جو ڪنهن ڪم جي ڪيس خبر نه هوندي هئي.

پنهنجي هڪ پٽ کي موڪليائون ته قيدين کي ڇڏائي اچي. (هن ڪتاب جو ليکڪ) هيءُ فقير به ساڻن گڏ هو. جڏهن اسان انهيءَ شهر ۾ پهتاسون جتي جيل هو اتي ٻه ٽي راتيون ترسياسون. سندن ساٿي، معتقد ۽ مريد به گڏ ٿيا. وقت جي حاڪم به چيو ته ڀلي اچو ۽ جيل مان قيدين کي ڇڏائي وڃو. انهيءَ دوران هڪ ڏينهن روضه منوره جي ڀريان هڪ بزرگ عالي شان نڪتو ۽ حضرت صاحب جن جي فرزند سان ملاقاتي ٿيو. پوءِ ڇا ٿيو؟ پاڻ قيدين کي ڇڏائڻ جي بجاءِ سڌا گهر روانا ٿيا. فرمايائون ته هن بزرگ مون کي فرمايو آهي ته "انهن قيدين کي ڪجهه

ڏينهن اجا جيل ۾ رهڻ ڏيو تان تہ پنهنجن ڪرتوتن جي سزا پوري ڪن. پوءِ آسانيءَ سان آزاد ٿي ويندا، توهان تڪليف نہ ڪريو ۽ گهر وڃو. پر هن فقير عرض ڪيو تہ جيڪر انهن قيدين سان ملاقات ڪجي. تڏهن پاڻ فرمايائون تہ اسان ڪي مخدوم المعظم هتان ٿي روانو ٿيڻ جو حڪم فرمايو آهي. ان ڪري پنهنجي ڳوٺ روانا ٿيون ٿا. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ شهر جو نئون حاڪم مقرر ٿيو ڪيس اڳوڻي حاڪم جو حڪم ڏيکاريو ويو. جنهن سيني قيدين کي آزاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

هڪ ڏينهن مسجد ۾ ويٺا هئاسون. ٻہ ٽي مسافر آيا. عصر پڙهي آءُ ٻہ اتي ويهي رهيس. انهن مان هڪ شخص چيو تہ سائين! مون کي ڪاڏو ٻہ ڪارايو ۽ پاڻي ٻہ پياريو. ان کي فرمايائون تہ ويهي رهہ. جيڪو تنهنجو نصيب هوندو، سو توکي ملندو پر هيءَ وظيفي پڙهڻ جو وقت آهي، ان ڪري خاموش ٿي ويهہ. ڪيس گهڻو ئي سمجهايائون. ايلاظ منٿ ٻہ ڪيائون. تسلي ٻہ ڏنائون پر همراه ڪا ڳالهہ سمجهڻ لاءِ تيار نہ هو. اٿلندو گهل گهوڙا شروع ڪيائين. زبان تي نامعقول گفتا آندائين. حضرت صاحب جن جي هڪ پٽ شيخ جلال الدين ڪيس چيو تہ شور ڇو ٿو مچائين؟ حضرت صاحب جن توکي ضرور راضي ڪندا. پر ان تي اثر نہ ٿيو. خاموش نہ ٿيو. آخرڪار، شيخ ميان جيو فرمايو تہ هيءُ شخص تہ هرويرو شور ٿو مچائي؟ هن وٽ تہ ڪافي سون چاندي آهي، ائين چئي ان جي ڪمر ۾ هٿ وڌائون تہ خالص چانديءَ جا درهم ۽ سون هيٺ ڪريو. تنهن تي پاڻ مذاق ۾ فرمايائون تہ هاڻي سيني فقيرن کي گڏ ڪري انهن کي ڪاڏو کاراءِ. نيٺ سندس آه و زاريءَ سبب ان کي سندس سون واپس ڪيو ويو.

هڪ مريد چوي ٿو تہ آءُ ڪنهن (ڏارئي) شيخ جي زيارت لاءِ ويس، جنهن خاڪدان مان پتر ڪٽي پنهنجي منهن تي مليو. عرض ڪيم تہ خدا جي واسطي منهنجي ڪجهہ مدد ۽ رهبري فرمايو. تہ جيئن حق جي واٽ لهان. رات جو ننڊ ۾ ڏٺم تہ حضرت مخدوم رح جو هڪ فرزند آيو. مون کي فرمايائين تہ توکي سلطان ابراهيم گهرايو آهي، سجاڳ ٿي شهر پهتس، هڪدم ماڻهن کان ٻڌم تہ سلطان ابراهيم آيو آهي. جيئن ئي مان

ان وٽ پهتس، هڪدم چوڻ لڳو تہ فلاڻا! (افسوس آهي جو) الله جي واٽ وٺڻ لاءِ ٻين کان مدد ٿو طلب ڪرين. مون هڪدم توبه ڪئي ۽ حضرت مخدوم نوح رح کان فيض حاصل ڪرڻ ۾ لڳي ويس.

حضرت مخدوم رح جو هڪ مريد چوي ٿو تہ آءُ هڪ ڏينهن ننڊ واري جاءِ تي هيس تہ منهنجي وجود ۾ تحريڪ شروع ٿي وئي. سموري زمين ۽ جيڪي ڪجهہ روءِ زمين ۾ درياءَ، جبل، وڻ ٽڻ، حيوان، نباتات وغيره آهن، سي منهنجي آڏو اچي ويا. وري منهنجي اندر ۾ حرڪت پيدا ٿي. زمين ۽ آسمان جي درميان جيڪي بہ شيون آهن، انهن کان گذري، ستن آسمانن، ڪرسي، عرش عظيم جو سير ڪيم. سڀ مَلَڪَ مَلَڪُوتَ، جبرُوتَ منهنجي سامهون پيش ٿيا ۽ مان مَالڪ المُلڪ ٿي ويس.

پاڻ، هڪ ڏينهن درياءَ جي ڪپ تي آيا، ٻيڙي موجود نہ هئي. رات ٿيڻ لڳي تہ دوستن چيو تہ سائين! سياري جي رات آهي هن ويران جڳهہ تي هلاڪ ٿي وينداسون. بچاءَ لاءِ ڪا تدبير ۽ فڪر ڪرڻ گهرجي. تڏهن هڪدم ڪنهن واڪو ڪري چيو تہ ٻيڙي حاضر آهي. درياءَ جي ٻئي پاسي وڃڻ گهرو ٿا تہ سوار ٿيو. جڏهن درياءَ کي پار ڪري ٻئي پاسي پهتاسون تہ ڏٺوسون تہ نہ ڪا ٻيڙي آهي ۽ نڪو ٻيڙيءَ کي هلائڻ وارو.

هڪ ڀيري حضرت مخدوم رح جن جو هڪ بزرگ مريد، ڪنهن جو مهمان هو. هڪ ٻئي بزرگ جو مريد بہ اتي دعوت تي حاضر هو. ميزبان مخدوم رح جو معتقد هو. ٻئي مريد ساڙ وچان ميزبان کي چيو تہ فلاڻا! ڪهڙو سبب آهي جو سڀ ان جي خدمت ڪن ٿا ۽ اسان جي خدمت ۾ سستي ڪن ٿا. ان جو پير تہ اسان جي پير جو مريد آهي. جڏهن اسان جي پير، دستگير جي مريد سندس اها شوخي ۽ شوبازي ٻڌي تہ ان کي ڏاڍي تڪليف ۽ اذيت ٿي. انهيءَ چيو تہ حضرت مخدوم رح جن سان گڏجي جيڪا نماز مون دل جي حضوريءَ سان پڙهي آهي، مون کي اميد آهي تہ اها الله تعاليٰ جي بارگاه صمديت ۾ ضرور قبول ٿيندي. اها تہ مون کي ڪٿي بہ حاصل نہ ٿي آهي، تانجو جڏهن تنهنجي پير جو مريد هوندو هيس تہ ان ۾ ڪابہ شيءِ نہ ڏٺم. پوءِ منهنجو پير، تنهنجي پير جو مريد ڪيئن ٿيندو؟

حضرت مخدوم نوح رح جي مريدن جي هڪ جماعت سندن زيارت ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڳوٺ کان نڪتي، رستي ۾ سندن ڪنهن ٻئي مرشد سان ملاقات ٿي، جنهن وٽ مهمان ٿيا ۽ ان جي گهر لٿا. اچانڪ گهر جي پٺين مان ذڪر جو آواز اچڻ لڳو. ڪي اڌورا طالب جن اجا طريقت جي سمنڊ مان ڪجهه نه چکيو هو ۽ نه وري حضرت مخدوم نوح رحمه الله کي ڏٺو هئائون، اهي چوڻ لڳا ته هاڻي هتي ترسي هن پير جي بيعت ڪريون ٿا.

انهيءَ جماعت جو خليفو حضرت صاحب جن جي ولايت کان آگاه هو ۽ انهيءَ راز کان به واقف هو. انهيءَ چيو ته نه، هر چمڪندڙ شيءِ سون هوندي آهي ۽ نه هر گدا صحيح معنيٰ ۾ فقير هوندو آهي. درياءَ جي ڪناري تي کوه کوٽڻ مان ڪهڙو فائدو؟ آخر اتان رخصت ٿي پنهنجي پير جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي فيض حاصل ڪيائون.

سندن خدمت اقدس ۾ هڪ شخص عرض ڪيو ته جيڪڏهن هي ماڻهو پري ٿي وڃن ته اسين توهان کان الله جي باري ۾ ڪجهه پڇون. پاڻ فرمايائون ته جيڪي پڇڻو اٿئي سو پڇ، جيڪڏهن اهي اهل هوندا ته تنهنجي ڳالهه سمجهي ويندا. جيڪڏهن نااهل هوندا ته پوءِ پڪ ڄاڻ ته ڄڻ اهي گهر جي پٺين وانگر آهن. انهيءَ وري ساڳي ڳالهه ڇيڙي. پوءِ پڇڻ لڳو ته هينئر سدرة المنتهيٰ تي ڪهڙو ولي مقرر آهي؟ پاڻ ارشاد فرمايائون ته تون ته وڻ جي باري ۾ پڇي رهيو آهين، حالانڪ تو چيو هو ته خدا جي باري ۾ سوال پڇندس. تو کي ته خالق ۽ مخلوق جو فرق به معلوم نه آهي! آخرڪار پاڻ غيرت ۽ ندامت وچان سبحان الله پڙهندي چوڻ لڳو ته واقعي طالب ائين نه ٿيندا آهن جو سوال خدا جي باري ۾ پڇي پر احوال وڻ جو معلوم ڪري؟ پوءِ حضرت صاحب جن فرمايو ته هاڻي هيءَ فقير جيڪو تنهنجي سامهون ويٺو آهي، جيڪڏهن ميدان "العاشقين" ۾ ساه نه ڪڍي ته جيڪر سڙي رک ٿي وڃي. تنهن تي اهو سائل پڇڻ لڳو ته سائين سڳورا! اهو "ميدان العاشقين" ڪٿي آهي؟ ارشاد فرمايائون ته هتان آسمانن جو مفاصلو ست هزار سالن جو آهي ۽ آسمانن کان مٿي ڪرسيءَ تائين ستر هزار سالن جي واٽ آهي. عرش ۽ ڪرسي جي درميان به لک سالن جو

مفاصلو آهي. عرش جي مٿان ٻہ لک ست هزار سالن جي مفاصلي تي باه جو گولو آهي. اُتان ٻہ لک ست هزار سالن جي مفاصلي تي هوا آهي. پوءِ ٻہ لک ست هزار سالن جي مفاصلي تي اونداهيون آهن. "ميدان العاشقين" انهن سيني جي مٿان آهي، جيڪي ماڻهو عاشق آهن، اهي اوستائين پرواز رکن ٿا.

هڪ بزرگ جي زباني ٻڌم تہ آءٌ، حضرت مخدوم رح جي سچي جانشين وٽ پهتس. منهنجي دل ۾ خيال پيدا ٿيو تہ شايد پاڻ غوث آهي. هڪدم فرمايائين تہ دنيا ۾ غوث فقط هڪ هوندو آهي، پر جيڪڏهن ڪو گهري ٿو تہ غوث سان ملاقات ڪري، ان کي گهرجي تہ پنهنجي پير ۽ مرشد سان وابستگي اختيار ڪري.

هڪ ڀيري، هن فقير جي پير دستگير جي خدمت ۾ ڪنهن شخص بيان ڪيو تہ مريد کي گهرجي تہ چراغ ۾ تيل رکي ۽ هميشه مرشد وٽ روشنيءَ جو بندو بست ڪري. اسان جي حضرت پير مرشد جن فرمايو تہ اها وري ڪهڙي قسم جي مريدي آهي؟ فلاڻو شخص جيڪو هن بندي سان وابسته آهي، چوٿين آسمان تي رهي ٿو ۽ اهي سڀ شيون اُهوئي تيار ڪري پيش ڪندو آهي. ٻئي ڪنهن شخص ۾ انهن شين جي انتظام ڪرڻ جي سگهہ نہ آهي. جڳائي تہ مهمان ٿانو وغيره پنهنجي گهران آڻي، پاڻ ڪاڏو تيار ڪري، پنهنجن ٿانو ۾ وجهي، پوءِ مهمان، ميزبان جي سامهون پنهنجو ڪاڏو پيش ڪري تان تہ مهمان کائي.

## ذڪر فڪر ۽ ٻيا نقل

جڏهن هن سلسله عاليه جي وظيفي کان فارغ ٿيندا هئا تہ هيءَ تسبيح پڙهندا هئا: سبحان الله و الحمد لله جڏهن اها تسبيح پڙهندا هئا تہ ڪين معراج نصيب ٿيندو هو. پوءِ ٻين بزرگن کان جيڪي ذڪر جي محفل ۾ شريڪ ٿيندا هئا، اها ڳالهہ پڇيم تہ انهيءَ جي حقيقت ڇا آهي، يعني ڪيتري تسبيح پڙهجي جو معراج نصيب ٿئي؟ انهن چيو تہ اسان تہ ڪڏهن نہ پڇيو آهي پاڻ فرمايائون تہ الله جي عنايت سان مون کي

تسبيحون پڙهڻ جي درميان ئي معراج ٿيندو آهي.

هڪ ڀيري پاڻ دوستن جي جماعت سان گڏجي سير وتفريح لاءِ نڪتا. اتي سنو ڪاڏو گهڻو موجود هو پر پيئڻ لاءِ پاڻي نہ هو. دوست ويهي اڃ جي سختيءَ سبب العطش العطش (هاءِ اڃ ! هاءِ اڃ!) پڪارڻ لڳا ۽ حضرت صاحب کي چيائون تہ مهمان توهان جا آهيون. جيئن ڪاڏو ڪارايو اٿوَ تيئن پاڻي بہ پياريو. فرمايائون تہ پاڻي ڪٿان آڻيان؟ چيائون تہ جتي بہ هجي پاڻي جو انتظام فرمايو. پاڻ ساڳيو ئي جواب ڏنائون تہ پاڻي ڪٿان آڻيان؟ مريدن وري اصرار ڪيو ۽ چيائون تہ فلاڻي هنڌ ڪجهہ درويش آهن، انهن جو حال هيءُ آهي تہ انهن وٽ مٺو ۽ پاڪ پاڻي نہ هو. ڏنڊڻ، سندن هٿن ۾ هئا، پياسا بہ هئا. دعا ڪيائون تہ رب سائين! جڏهن بارش ٿيندي تہ اسان انهيءَ پاڻيءَ سان ڏنڊڻ ۽ وضو ڪري، تنهنجي عبادت ۾ مشغول ٿينداسون. پوءِ هڪدم وسڪارو شروع ٿيو. انهن جيئن چيو، تيئن ڪيائون (يعني وضو ڏنڊڻ ڪري، نماز پڙهيائون.) اسان انهن کي توهان کان وڌيڪ چاڻون ٿا. عرض ڪيائون تہ پنهنجي خدا کان دعا گهُرو تہ بارش وسائي نہ تہ هلاڪ ٿي وينداسون. پاڻ لاچار ٿي ارشاد فرمايائون تہ چڱو ! فاتحه پڙهي رب العزة کان بارش جي دعا گهرو جڏهن فاتحه پڙهي فارغ ٿيا تہ اوچتو آسمان تي ڪڪر ظاهر ٿيو. ڏسندي ڏسندي بارش شروع ٿي ويئي. پاڻي پيتائون، وضو ۽ غسل ڪيائون ۽ ڪجهہ ڏينهن اتي ئي الله جي عبادت ۾ مشغول ٿي ويا.

حضرت صاحب جن جي هڪ مريد چيو تہ مون خواب ڏٺو آهي تہ الله تعاليٰ جو ظهور هڪ تخت تي ٿيو آهي. سمورا نبي ۽ ولي هٿ ٻڌي سر جهڪائي حيران ۽ پريشان بيٺا آهن. هن فقير پڻ بيهي اهو مشاهدو ڪيو.

هڪ ٻئي مريد پڻ، هن فقير کي ٻڌايو تہ مون آسمان مان نوراني تخت هيٺ لهندي ڏٺو تہ حق تعاليٰ جي نور جون تجليون انهيءَ تخت تي ڇانئجي ويون، ڏسندي ئي ڏسندي پوري ڪائنات جي هر شيءِ تي نور ۽ سرور ڇانئجي ويو.

حضرت صاحب جن جي هڪ مريد ڪنهن شخص جي اڳيان منت سماجت ڪئي، جنهن سندس اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي، اٽلندو بي

ادبيءَ وارا الفاظ زبان تي آندائين. خير، جڏهن ٻنهي هڪ ٻئي کان جدا ٿي پنهنجي پنهنجي واٽ ورتي تہ گستاخي ڪندڙ جي پٽ کي پيٽ ۾ سور پيو. ماڻهو ڊوڙندا سندس مدد لاءِ پهتا. آخرڪارحضرت صاحب جن جي ساڳئي مريد کي ڏاڍي منت سماجت ڪيائون. جيڪو اٿ، انهيءَ (گستاخ) جي سواريءَ لاءِ آندو هئائون. اهويہ پيش ڪيائون. پاڻ پنهنجي ٽوپي لاهي انهن کي ڏيئي ارشاد فرمايائون تہ جنهن کي سڀ کان وڌيڪ دوست رکو ٿا. تنهن کي پارايو. توهان جو مريض شفاياب ٿي ويندو.

هڪ درويش جي گهر واري بي اولاد (سنڍ) هئي. ان جي سهري کيس چيو تہ ٻي شادي ڪر تان تہ اولاد ٿئي. سَسُ بہ درويش کي چيو تہ فلاڻا! تنهنجو سهرو گهري ٿو تہ ٻيو نڪاح ڪر. پڇيائين تہ ائين ڇو ٿو چوي؟ جواب ڏنائين تہ چوي ٿو تہ تنهنجي اها گهر واري سنڍ آهي ٻي گهر واري آڻ تان تہ آل اولاد پيدا ٿئي. درويش چيو تہ هيءُ مرد، هن زال مان پُٽ جو اولاد نٿو گهري، بلڪ چاهي ٿو تہ مان پاڻ پٽ ڄڻيان. ڪجهہ ڏينهن گذريا تہ انهيءَ درويش کي پيٽ ۾ اولاد ٿيڻ جون نشانيون نظر آيون، جيڪي ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳيون. پاڻ ڏاڍو پريشان ٿيو پنهنجن عزيزن قريبن کي گڏ ڪيائين. ڏاڍي آه. زاري، معافي ۽ منت سماجت ڪيائين. آخرڪار حضرت صاحب جن وٽ آيو. پاڻ ان جي پيٽ تي هٿ رکي ڪجهہ پڙهي دم ڪيائون. انهيءَ گهڙي يا ڪجهہ دير بعد ڪا شيءِ پيٽ مان ٻاهر نڪتي ۽ کيس ان مصيبت مان نجات نصيب ٿي، ماڻهو حيرت ۾ پئجي ويا.

مريدن جي هڪ جماعت سفر تي رواني ٿي، انهيءَ هنڌ هنداڻا گهڻا ٿيندا هئا. انهن کي بهترين هنداڻا نظر آيا. هڪ مريد عرض ڪيو تہ جيڪر هنداڻا ڪارايو. خليفي فرمايو تہ خريداريءَ لاءِ پيئسا نہ آهن، توهان کي هنداڻا ڪيئن ڪارائي سگهان ٿو. انهي مريد زور ڀريو تہ ضرور هنداڻا ڪارايو. ٻين ساٿين بہ هاڪار ۾ زور ڏنو. آخرڪار، خليفو انهيءَ درويش کي هٿ کان جهلي هڪ پاسي وٺي ويو. ڇا ٿا ڏسن تہ هڪ جاءِ تي پئسن جا ڍير پيا آهن. درويش گهريو تہ اتان هڪ پيسو کڻي. خليفي فرمايو تہ نہ! پر ڇهہ پيسا کڻي ڇهہ هنداڻا خريد ڪري اچ تان تہ سڀ ساٿي کائين.

هڪ ڏينهن هڪ فقير حضرت صاحب جي مريدن سان گڏجي ڪنهن سفر تي وڃي رهيو هو. رستي ۾ هڪ هنڌ ترسياسون. هڪ مريد، خيلفي کي چيو تہ حضور! هتي هنداڻا ڏاڍا مٺا ۽ سٺا ٿين ٿا. ڇهہ پيسا ڏيو تہ هنداڻا خريد ڪري اچان. حضرت صاحب جن جو هڪ مريد ڏاڍيان ذڪر ڪري رهيو هو. هڪ شخص ان کي چيو تہ ڇا هوريان ذڪري نٿو ڪري سگهين. هڪدم انهي ويچاري آهستي ذڪر ڪرڻ شروع ڪيو. غيب مان بزرگ ظاهر ٿيو انهيءَ چيو تہ بلڪ ڏاڍيان ذڪر ڪر. جڏهن تون ذڪر ڪندو آهين، آءُ ان کي ٻڌڻ ايندو آهيان. انهيءَ درويش، بزرگ کان نالو ۽ مقام پڇيو. انهيءَ چيو تہ منهنجو نالو فريد ۽ مقام ملتان آهي چيائين تہ توهان مخدوم شيخ فريد شڪر گنج آهيو. چيائين تہ هائو!

حضرت صاحب جن جي هڪ مريد کي مجازي حسن وجمال حاصل هو. درگاه شريف جو هڪ مريد ان تي عاشق هو. عاشق معشوق گڏ رهندا هئا. اتي هڪ ٻيو عاشق بہ آيو. اها ڳالهہ حضرت صاحب جن کي ڏکي لڳي. پاڻ ان کي گهڻو سمجهايائون، ڪڏهن منت سماجت بہ ڪيائون تہ ڪڏهن تنبيه ۽ جهڻڪ بہ ڏنائون تہ درگاه کان ٻاهر وڃ! پر اهو عاشق ويچارو پنهنجي معشوق کي ڇڏي نہ سگهيو. جڏهن سڀ حيلا بهانا بيڪار ويا تہ حڪم فرمايائون تہ فلاڻا! اتي فلاڻي جاءِ تي رسول خدا ﷺ جن تشريف فرما آهن. زيارت ڪري اچ. جڏهن اهو اتي ويو. ڏٺائين تہ واقعي الله جو رسول پاڪ اتي موجود آهي. پاڻ سڳورن جي زيارت ڪري، اهو شخص واپس آيو ۽ حضرت صاحب جن جو سچو پڪو مريد ٿي ويو.

هڪ ڏينهن ڪي مريد رستي تان گذري رهيا هئا. جماعت ۾ هڪ پيرزادو يعني سندن هڪ پٽ بہ ساڻ هو. اهو فرزند ارجمند واٽ تي هڪ هنڌ هٽ ٻڌي بيهي رهيو. ٿوري دير کان بعد انهن کان پڇيو ويو تہ ڪهڙي ڳالهہ هئي؟ فرمايائين تہ حضرت صاحب جن جو خلف صدق (سچو جانشين) آيو. فرمائڻ لڳو تہ اسان جو پٽ اچي رهيو آهي، ٿوري دير بيهي ان جي آڌر ڀاءُ ڪريو.

حضرت صاحب جن سان هڪ هنڌ مهمان هئاسون. ڪاڏو حاضر

ٽيو تہ پاڻ مانين جا ڍيا ڍيا جدا جدا ڪري رکيائون ۽ ڪجھ وات ۾ بہ وڌائون. ميزبان کي حيرت وٺي ويئي. انهيءَ پنهنجي زال کي چيو تہ ڇڻ تہ ماني ڪچي پڪي آهي جو ڪچي مانيءَ جا ٽڪر جدا فرمايا اٿن. انهيءَ عورت چيو تہ فلاڻا! حقيقت حال اها ئي آهي تہ پچائڻ مهل ڪي مانيون ڪچيون پڪيون رهجي ويون هيون. تنهن ڪري پاڻ ڪچي ماني جدا ڪري رکي اٿن تہ جيئن پڪل ماني کائڻ ۾ آساني ٿئي.

حضرت صاحب جن جو هڪ مريد گذاري ويو. ان جي ڪفن دفن وقت هڪ ڍيرو وڻ تي ويٺو هو. ان مريد جي وفات جي غم ۾ اهو ڍيرو بہ وڻ تان زمين تي ڪري مري ويو. پاڻ ان ڍيري کي بہ انهيءَ مريد جي پاسي ۾ دفن ڪرڻ جو حڪم فرمايائون.

سندن هڪ مريد، ان وقت سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو جڏهن پاڻ وضو فرمائي رهيا هئا. ان مريد جي دل ۾ تڙپ پيدا ٿي تہ جيڪر حضرت صاحب جن جي وضوءَ جو پاڻي پيئڻ جو شرف حاصل ڪري، پر جيڪو مريد وضوءَ جو تانءُ جهلي بيٺو هو ان جي ڪري ائين ڪرڻ ممڪن نہ هو. ان کي ڏاڍو افسوس ۽ ارمان ٿيو. دل ۾ سوچڻ لڳو تہ سبحان الله! ڪيڏو نہ ڪم نصيب آهيان. اها حسرت دل ۾ کڻي واپس هليو ويو. رات جو ننڊ ۾ ڏٺائين تہ حضرت صاحب جن فرمائين ٿا فلاڻا! اسان جي وضوءَ جو ڪريل پاڻي پيئڻ گهرين ٿو؟ عرض ڪيائين تہ حضور جن تي اها حقيقت روشن آهي. ارشاد فرمايائون تہ چڱو اڳتي وڌي اچ! پوءِ پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ ان جي منهن ۾ وڌائون. اهو مريد چوي ٿو تہ، مون اهڙي تہ مٺاڻ ۽ خوشبو محسوس ڪئي، جيڪا بيان کان ٻاهر آهي. انهيءَ خوشبو ۽ ۽ مٺاس جي ڪري هاڻي نہ کائڻ پيئڻ جي ضرورت محسوس ڪريان ٿو نہ ننڊ جي حاجت!

هڪ شخص حج تان واپسيءَ وقت حضرت صاحب جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو. ڪجھ ڏينهن درگاه شريف ۾ ترسيو. هڪ ڏينهن مسجد جي امام کي چوڻ لڳو تہ توهان جي مسجد، قبلي جي رخ کان ڦريل آهي. امام صاحب ان کي ڀهريائين کو جواب نہ ڏنو پر جڏهن ان جو اصرار حد کان لنگهيو تہ امام صاحب ان اعتراض ڪندڙ شخص

کي اتان اٿاري، هڪ ڪنڌ ۾ آيو. اتي انهيءَ اعتراض ڪندڙ حاجي صاحب کي ويهاري قبلو سامهون ڏيکاري امام صاحب چيو تہ هاڻي ٻڌاءِ تہ مسجد قبلي جي رخ کان هٽيل آهي يا صحيح سمت ۾ آهي؟ انهيءَ اکين سان ڏسي چيو تہ واقعي مسجد شريف جو رخ قبلي ڏانهن درست آهي.

حضرت صاحب جن جي هڪ جماعت مسافريءَ تي هئي. اهي بک ۽ اڃ جي ڪري رستي ۾ هڪ هنڌ ڪري پيا. جنهن ۾ جماعت جو خليفو يا امير بہ شامل هو. لاچار جماعت جي خليفي هڪ مريد کي چيو تہ اهو سامهون جيڪو وڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ان جي هيٺان هڪ بزرگ جي قبر آهي، ان کي اسان جو سلام پهچاءِ ۽ چؤ تہ فقراءِ جي هڪ جماعت هتي ترسيل آهي، جنهن جي حالت ڏاڍي هيٺي آهي، جيڪڏهن ڪا مدد ڪري سگهو ٿا تہ مهرباني فرمايو. سلام ڪلام ڪانپوءِ قبر جي اندران آواز آيو تہ اڳيرو هڪ ڳوٺ نالي "انيڪ آباد" آهي، اتي ڪي ماڻهو ڪاڏو تيارڪري ويٺا آهن توهان جي انتظار ۾ آهن. توهان وڃو ۽ اتي پنهنجي اڃ ۽ بک مٽايو. اها جماعت اٿان اٿي ڏسيل ڳوٺ ۾ اچا مس پهتي تہ ڳوٺ کان ٻاهر ماڻهن سندن سٺو استقبال ڪيو ۽ انهن کي مهمان بنائي، سندن چڱي خدمت ڪيائون.

اهڙوئي هڪ واقعو فقيرن جي هڪ ٻي جماعت جو بہ آهي اهي مسافري ڪندي هڪ اهڙي هنڌ پهتا، جتي آباديءَ جو پري پري تائين نالو بہ نہ هو. بک ۽ اڃ وگهي بيهوش ٿي هڪ هڪ ٿي ڪرندا ويا. انهن مان هڪ درويش چيو تہ دوستو! هاڻي تہ موت جي ڪنڌيءَ تي پهچي چڪا آهيو. جماعت جي خليفي سمجهايو تہ اهڙي ڳالهہ نہ آهي تسلي ڪريو اچي آباديءَ جي ويجهو پهتا آهيو. درويش چيو تہ توهان ڏاڍيون تسليون ڏنيون آهن، هاڻي تہ اسان ۾ اڳتي قدم وڌائڻ جي همت بہ نہ آهي. توهان پاڻ اڳتي وڃي ڪاڌي پيتي جو انتظام ڪري اچو. اهو خليفو اٿيو پر ڪري پيو. لاچار انهيءَ درويش چيو تہ چڱو! ڀلا ٿورو اتي زمين تہ کوٽي ڏسو. زمين کوٽيائون ڇا ٿا ڏسن تہ هڪ سونو ٿالهہ تازي ڪاڌي ۽ ٿڌي وٽندڙ پاڻيءَ جي ٿانو سميت اتي رکيل آهي، سيني الله جو شڪر بجا آندو ۽ ڪاڌي پي ڍؤ ڪيائون.

هڪ ڀيري درگاه جي ٻن مريدن جي شيخ بهاؤالدين دلق پوش ۽ شاه اسماعيل بخاريءَ سان ملاقات ٿي. مريدن انهن بزرگن کي عرض ڪيو تہ ڪهڙي ڳالهہ آهي جو توهان اسان جي پير دستگير وٽ گهٽو نٿا اچو؟ انهن جواب ڏنو تہ جيتوڻيڪ اسان بظاهر گهٽ ايندا آهيون. پر باطني طرح اسان جي اچ وڃ اڪثر ٿيندي رهندي آهي. ياد ڪريو تہ هڪ ڏينهن حضرت مخدوم نوح جن ماڻهن جي ميڙ ۾ ويٺا هئا. اچانڪ چار بزرگ ظاهر ٿيا. انهن حضرت صاحب جن جي دست بوسي ڪئي، جهٽ پل اتي ويٺا. جڏهن اٿي روانا ٿي ويا تہ ماڻهن عرض ڪيو تہ سڳورا سائين! اهي ڪير حضرات هئا؟ ارشاد فرمايائون تہ اهي اسان جا چار مقرب ملڪ آهن، جيڪي زيارت لاءِ آيا هئا. ماڻهن کي ڏاڍي خوشگوار حيرت ٿي.

هن فقير جي پير دستگير جي هڪ درويش کي، سائين چيو تہ فلاڻي علائقي ۾ سير تفريح ڪرڻ لاءِ هلو. اتي ڪافي خوشحالي آهي ماڻهو بہ طبيعت جا ڀلارا آهن ۽ سير گاه بہ سٺي آهي. پر اتي باغين جو قبضو آهي، جيڪي ماڻهن جا مال متاع لٽيندا رهن ٿا. بزرگ جواب ڏنو تہ آءُ اهڙي هنڌ وڃي پاڻ کي گنهگار نٿو ڪري سگهان. سائين چيو تہ اهو وري ڪيئن؟ چوڻ لڳو تہ اتي ويندس تہ ظاهر ڳالهہ آهي شڪي مال، بلڪ حرام لقمو کائڻو پوندو. جنهن جي اسلامي شريعت ۾ منع آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي دعوت نہ کائيندس تہ اها ڳالهہ ”حقيقت بيضا“ يعني طريقت جي طرفان ڏوراپي جوڳي آهي، تنهن ڪري چڱو اهو آهي تہ اتي ئي صبر سان رهو.

حضرت صاحب جن جو هڪ درويش، وقت جي راجا جي ڌيءَ جي محبت ۾ مبتلا هو. شهزاديءَ کي بہ ان سان پيار هو. نيٺ راجا کي ان مسئلي جو ٻيو ڪو علاج هن ڪانسواءِ نظر نہ آيو تہ انهيءَ درويش ۽ شهزاديءَ سان شادي ڪرائي ڇڏجي. آخرڪار انهيءَ درويش ڏانهن پيغام موڪليائين تہ الله جي واسطي اچي معاملي جي اصلاح فرمائي، اسان محتاجن جي مدد فرمايو. خير، درويش ڪجهہ سائين سان گڏ اتي پهتو. راجا ان جي ڏاڍي آدرياءُ ڪئي ۽ ان کي جوڳي عزت احترام سان نوازيائين. جڏهن شهزاديءَ جي ڀائرن کي اها خبر پئي تہ اسان جي ڀيڻ

جي شادي هڪ فقير سان ڪئي وڃي ٿي تہ اهي ڏاڍا ناراض ٿيا. پيءُ کي چيائون تہ ڇا ڪڏهن ڪا شهزادي ڪنهن فقير ۽ صوفيءَ سان شادي ڪندي آهي؟ راجا حقيقت حال کان آگاه هو. انهن کين گهڻو سمجهايو تہ مسئلي جي نزاڪت جي اهائي گهر آهي، پڻ اسان جي ملڪ ۾ ڏڪر آهي اسان کي بارش جي ضرورت آهي، تان تہ ملڪ ۾ سڪار اچي ۽ عوام وڏيڪ مصيبتن ۽ آفتن کان نجات حاصل ڪن. انهيءَ مقصد لاءِ اسان کي الله لوڪ ماڻهن جي دعائن جي ضرورت آهي، جن جي وسيلي سان الله تعاليٰ جي رحمت دنيا وارن تي نازل ٿيندي آهي. ائين ڪرڻ سان ملڪ بہ سکيو ستابو ٿيندو. تنهن ڪري جيڪڏهن قوم ۽ ملڪ جي ڀلائيءَ لاءِ توهان پنهنجي ڀيڻ جي رشتي جي قرباني ڏيو تہ اها ڪا ايڏي وڏي ڳالهہ نہ آهي. شهزادن پنهنجي پيءُ جي ڪا دليل بازي تسليم نہ ڪئي ۽ زور ڏنائون تہ ملڪ ۾ جيڪا ڏڪار جي حالت آهي ان جو ڪو ٻيو حل ڪيو. ڇا ڪڏهن شهزادي بہ فقير کي نڪاح ۾ ڏبي آهي؟ راجا چيو تہ چڱو مان هاڻي توهان جي ڀيڻ ڏانهن اهو پيغام اماڻيان ٿو تہ جيڪڏهن انهيءَ درويش جي دعائن جي برڪت سان اسان جي ملڪ ۾ بارش ٿيندي تہ پوءِ بيشڪ آءٌ ملڪ ۽ قوم لاءِ قربانيءَ جي جذبي سان تنهنجي ان سان شادي ڪرائيندس، نہ تہ آءٌ ۽ تنهنجا ڀائر توهان ٻنهي کي قتل ڪرائي ڇڏينداسون. درويشن کي جڏهن اها خبر پهتي تہ اهي ڏاڍا حيران پريشان ٿيا. انهن پنهنجي خليفي کي چيو تہ جيڪڏهن اڄ ملڪ ۾ بارش نہ وسندي تہ راجا مجرجي پوندو ۽ اسان جي درويشن کي قتل ڪرائي ڇڏيندو تنهن ڪري، ڌٽي در ٻاڏايو ۽ دعا ڪريو تہ اهڙو ناخوشگوار واقعو پيش نہ اچي. تنهن ڪري، خليفي دعا لاءِ هٿ مٿي ڪنيا. ڏسندي ئي ڏسندي، بارش وسڪارا ڪري ڏنا. سانده ست ڏينهن مينهن وسندو رهيو. پنهنجي زندگيءَ کان مايوس ماڻهو وري گڏ ٿيا ۽ درويش کي عرض ڪيائون تہ هاڻي اسان جا جانور مري رهيا آهن. ۽ گهر ڊهي رهيا آهن خدا جي واسطي دعا گهرو تہ وڌيڪ بارش نہ پوي. پوءِ ان جي دعا ۽ الله تعاليٰ جو حڪم سان مينهن بند ٿي ويو ۽ ملڪ اهڙو سکيو ستابو ٿي ويو جو

اڳ ڪڏهن بہ اهڙي خوشحالي ڏسڻ ۾ نہ آئي هئي. راجا ۽ عوام، ان کان ڏاڍا راضي ٿيا ۽ ان جي خدمت ۾ بيشمار تحفا تحائف پيش ڪيائون.

حضرت صاحب جن جي فرزند مان هڪ فرزند، ڪنهن ڪم سانگي ملڪ جي حاڪم وٽ ويو. حاڪم، ان ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. حضرت صاحب جي فرزند ارجمند فرمايو تہ هيءَ شخص هن ملڪ تي حڪومت ڪرڻ جو اهل نہ آهي. فلاڻي ملڪ جو حاڪم چڱو ماڻهو آهي. ان کي گهرجي تہ هن ملڪ تي اچي قبضو ڪري ۽ هن شخص کي حڪومت کان محروم ڪري، ٿن مهينن جي مدت کانپوءِ الله جي قدرت سان ائين ئي ٿيو جيئن پاڻ ارشاد فرمايو هئائين.

حضرت صاحب جي هڪ ڏهٽي جي پوک، هڪ شخص جا جانور ڀيلي ويا. زمين جي ڪمدار مال جي مالڪ کي تنبيه ڪئي، پر مالڪ پنهنجي ڏنار کي نصيحت ڪرڻ جي بجاءِ ان جي پٺڀرائي ڪئي، بلڪ بي ادبي ۽ گستاخيءَ سان پيش آيو. جڏهن شور حد کان وڌي ويو تہ حضرت صاحب جي ڏهٽي کيس بددعا ڏني تہ خدا ڪندو تہ توهان جو مال چور ڪاهي ويندا ۽ مال جي مالڪ کي قتل ڪري ڇڏيندا. ڪجھ ڏينهن مس گذريا تہ انهيءَ شخص جي واڙي تي چورن ڪاهہ ڪئي، مالڪ مقابلي ۾ مارجي ويو ۽ مال چور ڪاهي رمندا رهيا.

حضرت صاحب جن جي اولاد مان ڪنهن جي هڪ بہ مينهن چور ڪاهي ويا. حضرت شيخ امين الدين جيڪو سندن جانشين هو انهي پنهنجي هڪ مريد کي مينهن حاصل ڪرڻ لاءِ چورن جي علائقي موڪليو ۽ ارشاد فرمايو تہ، حرام خور چورن جي ملڪ ۾ ڪا بہ شيءِ وٺي نہ ڪائجانءِ. سندن اهو مريد ٻارهن ڏينهن تائين مال هٿ ڪرڻ لاءِ چورن جي جوءِ ۾ رهيو ۽ ڪجھ بہ نہ کاڌائين، آخرڪار، پنهنجو مال وٺي گهر پهتو.

هڪ بزرگ فرمائي ٿو تہ مون چوٿين آسمان جو سير ڪيو اتي هڪ جماعت نظر آئي جيڪي جَهرِي ذڪر ۾ مشغول هئا. آءٌ بہ انهن سان ذڪر ۾ شريڪ ٿيس فارغ ٿيڻ کانپوءِ انهن کي چيم تہ ذڪر جو هي طريقو تہ حضرت نوح مد ظله العالي جو لڳي ٿو. انهن چيو تہ هائو! اسان انهن جي ئي طريقي تي آهيون، ان کان ذڪر جي تلقين ورتي اٿئون. جڏهن

انهيءَ آسماني سير ۽ ذڪر جي محفل مان فارغ ٿيس تہ حضرت مخدوم نوح رح جو چمڪندڙ چهرو مبارڪ سامهون نظر آيو. مسڪرائي فرمايائون تہ فلاڻا! ڪٿان ٿو اچين؟ عرض ڪيم تہ توهان تي اها حقيقت چڱيءَ ريت روشن آهي. پنهنجو هٿ مبارڪ اڳتي وڌايائون. مون، سندن دست بوسي ڪئي ۽ ذڪر جي تلقين وٺي، سندن عقيدتمندن ۾ شامل ٿي ويس.

مٿئين مريد جو معمول هو تہ نماز دوران پوئين پيرين واپس ٿيندو هو. هڪ ڏينهن هڪ شخص پڇيو تہ يا حضرت! نماز ۾ پوئين پيرين هٽڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ ارشاد فرمايائين تہ فلاڻا! اها تہ اسان کي بہ خبر آهي تہ نماز دوران ڪا حرڪت ڪرڻ، اها نماز کي فاسد ڪري ڇڏيندي آهي، پر ڇا ڪريان جنهن جاءِ تي سجدو ڪندو آهيان، ان جاءِ تي ڪعبو شريف اچي بيهندو آهي، جنهن جي ڪري سجدو ڪرڻ لاءِ پوئتي هٽڻو پوندو آهي.

حضرت مخدوم مدظله جن هڪ پيري مسجد ۾ ويٺا هئا، فرمايائون تہ اسين هينئر خراسان جي ولايت کان واپس موٽيا آهيون، اتي هڪ بزرگ آيو جنهن سلام عرض ڪيو.

هڪ ڏينهن انهيءَ مٿي بيان ڪيل ولايت جو ساڳيو درويش مسجد شريف ۾ آيو. حضرت مخدوم مد ظله جي دست بوسي ڪرڻ کانپوءِ هيٺان شعر چئي واپس هليو ويو.

غزل

حضرت مخدوم نوح عارف کون و مکان
آنکه دمد چون مسیح در بدن دمیده جان
صادق اصل یقین سالک رویٔ زمین
آنکه از اطوار وي آمد عالي مکان
سر خفي و جلي هر دم ازو سرزند
آنچه تصور کند پیش از وي آمد عیان
بنده چه گوید حقیر در صفت کبیر
از کرامت دستگیر تا بکنم ذکر آن.

[حضرت مخدوم نوح ڪون ۽ مڪان جو عارف آهي. جيڪو مسيح عليه السلام وانگر مثل انسان جي بدن تي دم ڪندو آهي تہ ان جي تن بدن ۾ روح پئجي ويندو آهي. اهل يقين وٽ صادق ۽ روئي زمين ۾ سڀ کان وڏو سالڪ آهي. جيڪو پنهنجن اخلاقن، عادتن ۾ وڏي مرتبي جو مالڪ آهي. ظاهري ۽ باطني راز هميشہ ان کان ظاهر ٿيندا رهندا آهن. جن ڳالهين جو ڪو بہ شخص، جيڪڏهن هن جي اڳيان تصور ڪري تہ اهي، ان تي اڳ ئي روشن ٿينديون آهن. هي حقير ڀانهو اهڙي وڏي بزرگ جي صفتن ۽ پير دستگير جي ڪرامتن جو ذڪر ڪيئن ڪري سگهندو؟]

جڏهن مسجد مان ٻاهر نڪتا تہ، حضرت صاحب جن، مريدن کي فرمايو تہ هيءُ بزرگ موجوده وقت جي سموري ولايتي اوتادن جو صاحب آهي. ماڻهن جي دلين ۾ خيال پيدا ٿيو تہ خدا ڄاڻي تہ اهو اوتاد ڪهڙي پير مرشد جو مريد آهي؟ هڪدم پنهنجي ولايت جي تصرف وسيلي ماڻهن جي خيال جي خبر ڪين پئجي ويئي. ارشاد فرمايائون تہ، اهو هن فقير جي معتقدن ۽ مريدن منجهان آهي.

نقل آهي تہ هن فقير جي پير دستگير جي درگاه عاليہ جو هڪ مريد، ماڻهن کان مرضيءَ سان يا زوريءَ ٻڪريءَ جو ڪير، ڪٽڪ جي ماني ۽ ڏهي وٺي مريدن کي کارائيندو هو. هڪ فقير جيڪو حضرت صاحب جن جي عقيدتمندن مان هو انهيءَ کيس چيو تہ اها ڳالهہ چڱي نہ آهي جو ماڻهن کان زور زبردستيءَ سان اهي شيون حاصل ڪجن. البتہ جيڪڏهن ڪو رضا خوشيءَ سان پاڻ ڏي تہ خير، بلڪ رضا خوشيءَ سان ملن، تڏهن بہ وٺڻ نہ گهرجن. چاڪاڻ تہ اسان جو پير ان کان راضي نہ هوندو آهي. سندن جواب ۾ فرمايائون تہ فلاڻا! هڪ ڏينهن نبي ﷺ جن فلاڻي هنڌ آيا. اصحابي سڳورا ۽ ننڍا وڏا اولياءَ الله بہ گڏ هئا. هي فقير بہ حاضر هو. اسان جو پير دستگير ۽ سندن خلف الصدق يعني سچو جانشين شيخ محمد امين جن بہ انهيءَ مجلس ۾ حاضر هو. هيءُ فقير، پري کان انهيءَ ڏيک کي پنهنجي اکين سان ڏسي رهيو هو پر اتي مجلس ۾ پهچڻ جي سگهہ نہ هئي. جڏهن پيرزاده صاحب موصوف جن اسان کي حيران، پريشان ڏٺو تہ

پاڻ هڪدم اٿي، مون ڏانهن آيا. مون کي هٿ کان وٺي حضرت نبي
ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ آڻي حاضر ڪيائين. عرض ڪيائين تہ اي
الله جا رسول سڳورا! هي فقير حضرت مخدوم نوح رحہ جي محبن ۽
مريدن مان آهي. پاڻ سڳورن مون کي ارشاد فرمايو تہ فلاڻا! تون هن علائقي
جي ماڻهن کان ونڊ (ماني) وٺي فقيرن جي خدمت ڪندو ڪر ڇاڪاڻ تہ
انهن ماڻهن جي ڀلائي ان ۾ ئي آهي. تنهن ڪري حضرت محمد مصطفيٰ،
احمد مجتبيٰ ﷺ جن جي حڪم مطابق اهو ڪم ڪريان ٿو جنهن ۾
ڪنهن بہ قسم جي اعتراض جي گنجائش نہ آهي.

## باب تيرهون

# فتح بابت انسان

قَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ لَمَّا خَلَقَ اللّٰهُ آدَمَ عَلَيْهِ السَّلَامُ فَاَوْحَى اللّٰهُ تَعَالٰى اِلَيْهِ فَقَالَ مَنْ اَنْتَ؟ فَقَالَ يَا رَبِّ! لَا اَعْرِفُ نَفْسِيْ فَقَالَ يَا آدَمُ اَنْتَ الْاِنْسَانُ فَقَالَ آدَمُ مَا الْاِنْسَانُ؟ قَالَ اللّٰهُ تَعَالٰى مَنْ كَانَ فِيْهِ خَمْسُ خِصَالٍ: اَلتَّوَاضُعُ وَالسَّخَاوَةُ وَالشَّفْقَةُ وَحُسْنُ الْاَخْلَاقِ وَبَشَاشَةِ الْوُجْهِ [1]

[جڏهن الله تعاليٰ آدم کي پيدا فرمايو تہ ارشاد فرمايائين تہ اي آدم! تون ڪير آهين؟ انهيءَ عرض ڪيو تہ مان نٿو ڄاڻان. الله تعاليٰ ارشاد فرمايو تہ اي آدم! تون انسان آهين. آدم چيو تہ اي الله! انسان ڪير آهي؟ الله تعاليٰ ارشاد فرمايو تہ انسان اهو آهي، جنهن ۾ پنج صفتون هجن. ١- عاجزي، ٢- سخاوت،٣- مهرباني، ۴- سهڻا اخلاق، ۵- ڪلمک هجڻ]

قَالَ النَّبِيُّ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اِنَّ اللّٰهَ تَعَالٰى خَلَقَ الْاِنْسَانَ مِنْ اَرْبَعَةِ اَشْيَاءٍ مِنْ مَّاءٍ وَنَارٍ وَطِيْنٍ وَرِيْحٍ فَاِنْ كَثُرَ مَاءُهٗ فَهُوَ لَبِيْبٌ وَعَاقِلٌ وَاِنْ كَثُرَ نَارُهٗ فَهُوَ مَرِيْضٌ وَاِنْ كَثُرَ طِيْنُهٗ فَهُوَ كَسْلَانٌ وَاِنْ كَثُرَ رِيْحُهٗ فَهُوَ مُتَكَبِّرٌ وَكَذَّابٌ

[نبي ﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ انسان کي چئن شين مان پيدا فرمايو آهي: ١-پاڻي ٢-باه ٣- مٽي ۴- هوا . جيڪڏهن ان جو پاڻي وڌيڪ هوندو تہ اهو عقلمند ۽ سمجهدار هوندو. جيڪڏهن ان جي باه گهٽي هوندي تہ حريص هوندو. جيڪڏهن ان جي مٽيءَ وڌيڪ هوندي تہ سست هوندو. جيڪڏهن ۾ ان هوا وڌيڪ هوندي تہ متڪبر ۽ ڪوڙو هوندو].

(واضح هجي تہ) انسان ستن شين مان پيدا ڪيو ويو آهي: ١- بدن،٢- نفس،٣-عقل،۴-قلب،۵- روح،٦- سر،٧- خفي، جيئن الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

---

[1] هي پئي حديثون ثابت نہ آهي.

مَا لَكُمْ لَا تَرْجُوْنَ لِلّٰهِ وَقَارًا ﴿۱۳﴾ وَقَدْ خَلَقَكُمْ أَطْوَارًا ﴿۱۴﴾[2]

[يعني نوح عليه السلام پنهنجي قوم کي فرمايو تہ ڪهڙي ڳالهہ آهي جو توهان عزت ۽ احترام سان الله جي واٽ ڏانهن واپس نٿا ورو؟ حالانڪ الله تعاليٰ توهان کي مختلف دورن ۽ طريقن ۾ پيدا فرمايو آهي.]

انهن سيني شين جو ذڪر قرآن مجيد ۾ موجود آهي.

بدن يا جسم جي باري ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْإِنْسَانَ مِنْ سُلَالَةٍ مِنْ طِيْنٍ ﴿۱۲﴾[1]

[بيشڪ اسان انسان کي مٽيءَ جي سَتَ مان پيدا ڪيو آهي.]

بدن نوس يا نهري جسم جو نالو آهي.

نفس جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

يَا أَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ﴿۲۷﴾ ارْجِعِي إِلَىٰ رَبِّكِ رَاضِيَةً مَرْضِيَّةً ﴿۲۸﴾[2]

[اي مطمئن نفس! پنهنجي رب ڏانهن رضا خوشيءَ سان موٽ .]

جسم جي عضون ۾ نفس ائين آهي، جيئن کير ۾ ٿري ۽ بادام ۾ مغز هوندو آهي. دل جي باري ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

أُولَٰئِكَ كَتَبَ فِي قُلُوبِهِمُ الْإِيمَانَ[3]

[اهي ئي ماڻهو آهن جن جي دلين ۾ الله تعاليٰ ايمان لکي ڇڏيو آهي.]

دل نفس جي اندر آهي ۽ ان کان وڌيڪ لطيف ۽ روشن آهي. سر (ڳجهہ) جي باري ۾ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

فَإِنَّهُ يَعْلَمُ السِّرَّ وَأَخْفَى ﴿۷﴾[4]

[الله تعاليٰ ڳجهي شيءِ کي بہ ڄاڻي ٿو تہ ان کان وڌيڪ لڪل شيءِ کي بہ ڄاڻي ٿو.]

---

[2] سوره نوح آيت: ۱۳-۱۴

[1] سورة المؤمنون آيت: ۱۲

[2] سورة الفجر آيت: ۲۷-۲۸

[3] سورة المجادله آيت: ۲۲

[4] سور طـه آيت : ۷

سر روحاني نور يا روشني آهي ۽ اها نفس سان وابسته رهي ٿي، ڇاڪاڻ تہ نفس پاڻ کي ڪم ڪري نٿو سگهي، نہ وري ان کي ڪا شيءِ فائدو ڏئي سگهي ٿي، جيستائين سر ان سان ساڻ نہ هجي. روح جي باري ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

وَيَسْـَٔلُونَكَ عَنِ الرُّوحِ قُلِ الرُّوحُ مِنْ أَمْرِ رَبِّي[1]

[۽ توکان روح جي باري ۾ پڇن ٿا، چئو تہ روح منهنجي رب جي حڪم مان آهي.]

روح پڻ روحاني روشني يا نور آهي، جيڪو نفس سان وابسته رهي ٿو. بدن ۾ زندگي بہ ان وقت تائين قائم رهندي آهي، جيستائين نفس ۾ روح موجود هوندو آهي. رهيو خفي تہ ان کي "اخفيٰ" بہ چون ٿا ۽ اها ئي ڳالهہ وڌيڪ صحيح آهي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو جيئن مٿي گذريو تہ الله سر کي بہ ڄاڻي ٿو تہ ان کان وڌيڪ ڳجهي شيءِ کي بہ ڄاڻي ٿو. اهو لفظ "خفي" کان اسم تفضيل جو صيغو آهي ۽ معنيٰ جي اعتبار سان وڌيڪ ڪامل آهي، ڇاڪاڻ تہ نفس، قلب ۽ روح جي ڀيٽ ۾ اخفيٰ ۾ نورانيت وڌيڪ آهي. اهو حقيقت جي جهان کي بہ وڌيڪ ويجهو آهي. الله جي طرفان نفس لاءِ اخفيٰ دربان جي حيثيت رکي ٿو. جڏهن نفس، قلب ۽ روح ۾ بي پرواه بادشاه، الله تعاليٰ کان لاپرواهي پيدا ٿيندي آهي تہ انهيءَ وقت اخفيٰ پنهنجين ڳجهين تجلين وسيلي انهن تي غضبناڪ ٿيندو آهي، جنهن جي ڪري اهي جسماني عضوا هوشيار ٿي ويندا آهن ۽ الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪندا آهن. اها تنبيه جيڪا الله تعاليٰ جي طرفان اخفيٰ جي وسيلي ٿيندي آهي ۽ اهو رجوع يا وصال جيڪو پالڻهار پاڪ ڏانهن ٿيندو آهي، عام اوليائن ۽ ايمان وارن جو شان هوندو آهي، مگر نبين سڳورن ۽ وڏن وڏن اوليائن جو شان هي هوندو آهي تہ اهي گهٽ، مٿانهن درجن کان هيٺين مقامن ڏانهن رجوع ڪندا آهن. انهن جي باري تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

---

[1] سوره بني اسرائيل آيت: ٨٥

وَلَا يَخْشَوْنَ اَحَدًا اِلَّا اللّٰهَ[2]

[اهي الله كان سواءِ ڪنهن كان بہ ڊڄندا آهن.]

خاص ماڻهن جو روح وڌيڪ لطيف هوندو آهي. اهو هرهڪ کي نصيب نہ ٿيندو آهي. جيئن الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو:

يُنَزِّلُ الْمَلٰٓئِكَةَ بِالرُّوْحِ مِنْ اَمْرِهٖ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖٓ[1]

[الله پنهنجن ٻانهن مان جنهن تي گھرندو آهي، پنهنجي حڪم سان روح القاءُ ڪندو آهي.]

اهو روح، عالم قدرت ۽ عالم حقيقت جو مشاهدو ڪندو آهي، مخلوق ڏانهن ڏيان نہ ڏيندو آهي. اسان جي پير، دستگير حضرت مخدوم نوح رح کان پڇيائون تہ روح ڇا آهي؟ فرمايائون تہ روح هڪ روحاني رمز آهي، جيئن الله تعاليٰ فرشتن کي فرمايو هو تہ وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ . يعني جڏهن آدم جي خاڪي مجسمي ۾ آءٌ پنهنجو روح ڦوڪيان تہ ان لاءِ سجدي ۾ ڪري پئو. پاڻ فرمايائون تہ روح هڪ عظيم راز آهي ۽ ظاهري طرح ان کي بيان ڪرڻ جي شريعت ۾ منع آهي. اهو ئي سبب آهي تہ ان جي باري ۾ ڪنهن بہ نبيءَ ڪجھ ارشاد نہ فرمايو آهي. نہ وري معرفت وارن ان جي باري ۾ ڪا وضاحت بيان ڪئي آهي . جڏهن قريش نبي ﷺ جن کان روح جي باري ۾ سوال ڪيو تہ هيءَ آيت سڳوري نازل ٿي:

قُلِ الرُّوْحُ مِنْ اَمْرِ رَبِّيْ[2]

[چئُ تہ روح منهنجي رب جو حڪم آهي.]

يعني اي محمد! ﷺ توهان فرمايو تہ اهو عظيم راز آهي، ان جي باري ۾ ڳالهائڻ جي منع آهي. پر جنهن تي الله تعاليٰ جي ٻاجھ ۽ خاص فضل ٿيندو آهي، اهو ان کي ڄاڻندو آهي تہ روح ڇا آهي ۽ ڪهڙي شيءِ آهي؟ مثلاً جيڪو شخص الله پاڪ جي شريعت ۾ منع ڪيل ڪمن کان پاڻ کي روڪي، جن

---

[2] سورة الاحزاب آيت: ٣٩

[1] سوره غافر آيت: ٢

[2] سوره بني اسرائيل آيت:٨٥

ڪمن ڪرڻ جو حڪم آهي انهن تي عمل ڪري. نبي ﷺ جن جي آندل شريعت ۽ ملت جي مڪمل پيروي ڪري ۽ هر وقت الله جي ذڪر ۾ مشغول رهي، اهو ذڪر جنهن جي باري ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

فَإِذَا قَضَيْتُمُ الصَّلَاةَ فَاذْكُرُوا اللَّهَ قِيَامًا وَقُعُودًا وَعَلَىٰ جُنُوبِكُمْ [1]

[پوءِ جڏهن نماز پڙهي چڪو تہ اٿندي، ويهندي ۽ ليٽندي هر وقت الله کي ياد ڪريو.]

يعني ڏينهن رات هجي، يا سفر ۽ حضر ۾ هجو. سُک تي هجو يا ترڪيءَ ۾ هجو ظاهر ۾ هجو يا باطن ۾ هجو. هر وقت الله تعاليٰ کي ياد ڪريو ۽ انهيءَ ڏس ۾ نبي ﷺ جن فرمائين ٿا تہ:

اُذْكُرِ اللَّهَ عِنْدَ كُلِّ حَجَرٍ وَشَجَرٍ [2]

[هر پٿر ۽ هر وڻ وٽ الله کي ياد ڪر.]

قرآن ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

فَاذْكُرُونِي أَذْكُرْكُمْ [3]

[مون کي ياد ڪريو تہ آءُ توهان کي ياد ڪريان.]

هن جاءِ تي فرمايو ويو تہ ٻانهو ٻن ذڪرن جي درميان آهي يعني الله تعاليٰ کي ياد ڪندو تہ الله بہ ان کي ياد ڪندو. غرض تہ ذڪر حق، شريعت جي متابعت، اسلامي حڪمن احڪامن جي پيروي ڪرڻ ۾ آهي ۽ منع ڪيل ڪمن (نواهي) کان باز رهڻ سبب، انسان جي دل ۾ نورانيت پيدا ٿيندي آهي. دل جي روشني جسم جي سيني عضون ۾ پکڙجي ويندي آهي. ان ڪانپوءِ دل جنهن کي گهرندي آهي اها شيءِ روشن ٿي ويندي آهي. ان وقت باطن ۽ ظاهر

---

[1] سورة النساءِ آيت: ١٠٣

[2] مجمع الزوائد ص٢١٨ ج٤- مصنف ابن ابي شيبه حديث :٣٤٣٢٥- المعجم الكبير حديث: ٣٣١- شعب الايمان حديث: ٥٤٨- كتاب الزهد لابن ابي عاصم ص٢٦ ج١- الترغيب والترهيب حديث: ٤٧٥٥- الزهد لهناد حديث: ١٠٩٢- البيان والتعريف ص١٠٣ ج٢- فيض القدير ص٣٣٢- ج٤- حلية الاولياءِ ص٢٤١ ج١- تاريخ بغداد ص٤٣٥ ج٨- معجم الصحابة ص٦٧ ج١- كشف الخفاءِ ص١١٤ ج١.

[3] سورة البقرة آيت: ١٥٢

جي هر هڪ شيءِ نوراني ٿي وينلي آهي. انهيءَ نورانيت کان بعد ڪا ظلمت ۽ اونداهي باقي نہ رهندي آهي. ان وقت ٻانهو ذات ۽ صفات باري تعاليٰ جي حقيقت کي پهچندو آهي ۽ ٻي ڪا شيءِ ان کي نظر نہ ايندي آهي. تڏهن کيس معلوم ٿي ويندو آهي تہ روح ڇا آهي ۽ ڪهڙي شيءِ آهي؟ اها ٻي ڳالهہ آهي تہ جيڪا ڳالهہ انسان پنهنجي وجدان ۾ لهي، ضروري نہ آهي تہ اها بيان نہ ڪري سگهي. بلڪ روح جي باري ۾ بيان ڪرڻ جي شريعت ۾ منع ٿيل آهي، ڇاڪاڻ تہ ان کي ڪو سمجهي نٿو سگهي، پر جنهن کي الله گهري.

ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿٢١﴾[1]

[اهو الله جو فضل آهي، جنهن کي گهرندو آهي عطا ڪندو آهي ۽ الله وڏي فضل وارو آهي.]

شعر

جمله يک روح است مطلق درنظر صاحب دلان
گر مقيد گشت در اقسام اجسام جهان
گر برين معنيٰ تيقن مي کني بر ظاهر است
وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ تو در قرآن بخوان
آن دمي حق جمله عالم را محيط و شامل است
واگرفته رطب يابس عرض و جوهر اين دان
جمله عام را گرفته هم چون سکه اندر لين دان
دمي حق گشت يکسان در زمين و زمان نيست خالي زان
دمي برخورست در عالم همه شور و شررهائ
وهوئ ذوق و شوق و عشق بازي عاشقان
اين جا دم مزن زنهار، در حقيقت امر رب
گرچه گشتي واقف اسرار روح و کفه آن
گر طلب داري که گردي واقف اسرار دوجهان
دم مزن، "فقيري" درميان جسم و جان.

[جيڪي صاحب دل يعني اهل الله آهن، انهن وٽ سموري ڪائنات،

---

[1] سورة الحديد آيت : ٢١

هڪ ذات مطلق يا روح وانگر آهي. جيتوڻيڪ اها ذات مختلف شين، مختلف جسمن ۽ مختلف قسمن ۾ ورهايل آهي، جيڪڏهن انهيءَ معنيٰ تي ويساه ڪرين تہ اها ئي حقيقت ظاهر آهي، قرآن مجيد جي آيت سڳوري وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ پڙهہ، الله تعاليٰ جو اهو دم (يعني ڦوڪ ڏيڻ) پوري ڪائنات جي شين کي شامل آهي، چاهي اهي شيون تر هجن يا سڪل، عرض هجن يا جوهر، سيني جهانن کي ائين سمجهہ جيئن تيلهيءَ ۾ مخلتف سڪا هوندا آهن. الله تعاليٰ جي دم ۾ زمين ۽ زمانا سڀ هڪ جهڙا آهن. ان جي دم (ڦوڪڻ) کان هڪ شيءِ بلڪ هڪ ذرڙو بہ خالي نہ آهي. عرش کان فرش (زمين) تائين جيڪا بہ مخلوق آهي ان جو اهو ئي حال آهي. اهو ئي دم هن جهان جي شور شرابي، هاءِ هو ۽ عاشقن جي عاشقي ۽ ذوق ۽ شوق ۾ جاري ۽ ساري آهي. جيڪڏهن تون، روح جي اسرارن ۽ رموزن جي حال کان واقف هجين تہ خبردار تي! رب تعاليٰ جي حڪم جي باري ۾ اهڙو دم نہ هڻ يعني اظهار نہ ڪر. جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ ٻنهي جهانن جي اسرارن کان آگاه ٿئين تہ پوءِ پنهنجي جسم ۽ جان جي فقر فقيريءَ جي هام نہ هڻ.]

جيئن روح جي حقيقت معلوم ڪرڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهہ آهي تيئن اخفيٰ جي حقيقت تائين پهچڻ بہ نهايت مشڪل ڪم آهي. هڪ ڏينهن حضرت پير دستگير جن فرمايو تہ: رُوْحُ الْإِنْسَانِ عَيْنُهٗ (انسان جو روح، سندس اصل آهي ۽ روح وانگر انسان منهنجو راز آهي ۽ مان اُن جو راز آهيان.

حديث نبوي آهي تہ:

إِنَّ اللهَ خَلَقَ آدَمَ عَلٰى صُوْرَتِهٖ[1]

[بيشڪ الله تعاليٰ آدم کي پنهنجي صورت مطابق پيدا فرمايو آهي.]

---

[1] نبي ﷺ جن هڪ شخص وٽان گذريا، جيڪو پنهنجي ڀانهي جي منهن تي ڌڪ رهيو هو ڪيس نصيحت ڪندي فرمايائون تہ ان جي منهن تي ڌڪ نہ هڻ ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ آدم کي پنهنجي صورت تي پيدا فرمايو آهي: قرطبي ص٣٩٢ ج٥- مسلم حديث: ٢٦١١- صحيح ابن حبان حديث: ٥٧١٠- مصنف عبدالرزاق حديث: ١٧٩٥٠، ١٧٩٥٢- المعجم الاوسط حديث: ٧٨٥- مسند احمد حديث: ٧٣١٩- مسند الحميدي حديث: ١١٢٠اعتقاد اهل السنة ص٤٢٣ ج٣- فتح الباري حديث: ص١٨٣ ج٥ التمهيد لابن عبدالبر ص١٤٧ ج٧.

پاڻ فرمايو اٿن تہ آدم کي انوار الاهي مان پيدا ڪيو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته انسان انوار الاهي جو مطلع، اڻ کٽ اسرارن جو خزانو، حق جو مظهر ڪل، مطلق، وحدت جي باغ جو طائوس ۽ مٺيون مٺيون موجون هڻندڙ بارگاه رب العالمين جي درگاه جو خاص الخاص ٻانهو عبادت ۽ عبوديت جو تاجدار دل جي پيشاني تي وحدانيت جو داغ لڳائيندڙ پنهنجي جان جي ڳچيءَ ۾ وحدت ۽ وحدانيت جو هار پائيندڙ آهي. جيڪڏهن ان کي معلوم هجي تہ الله تعاليٰ وٽ ان جو ڪيڏو وڏو مقام ۽ مرتبو آهي تہ هوندَ پنهنجو پاڻ کي سڀ کان مٿانهون بادشاه ڄاڻي. جيئن حديث قدسيءَ ۾ آهي تہ:

لَوْعَرَفَ الْاِنْسَانُ مَنْزِلَتَهٗ يَقُوْلُ كُلَّ نَفْسٍ مِنَ الْاَنْفَاسِ اَنَا مَلِكُ الْمُلُوْكِ لَا مُلْكَ الْيَوْمَ

[جيڪڏهن انسان کي معلوم هجي تہ ان جو مون وٽ ڪيڏو وڏو مقام ۽ مرتبو آهي تہ هر گهڙي اها دعا ڪري تہ مان ئي بادشاهن جو بادشاه آهيان، مون کان سواءِ ٻيو ڪو بادشاه نہ آهي.]

قصيدو

غلام از جان جانانم که تا جان بدن دارم
به بين داغ که ازجانان بروئ جان و تن دارم
بہ بندگي شاهنشاهي شاهم ولي آن همه
متاع بادشاهي خود بداغ او رهن دارم
چون خورشيد جهان آرا بر آمد از نهاد من
نہ پروائ مه مهر نہ شمع انجمن دارم
نظر بر عارضش کردم چون گل شگفت خاطر من
که سرتا پاي گل گشتم چه پروائ چمن دارم
برنگ و بوئ محفوظ که من زان گل بدن دارم
نہ مانده آرزو يا رب! مرا بر شيريني شيرين،
مَراق جان دل شيرين ازان شيرين سخن دارم
بر خود بيرون همي جُستم دلارام بناداني
من آخر يافتم دلبر که در دل خويشتن دارم

چرا در كنج تاريكي و تنهائي افتادم بر نمي آيم
كه وسعت گاه عالمها چون در خاطر صحن دارم
چون در خانه مرا طائوس رنگين جلوه مي دارد
كجا بيرون نظر بر صورت زاغ و زغن دارم
ز گوهر بيكران قميت جواهر دارم اندر دل
چه پرواه دارم از جوهر خود دريا و وعدن دارم
چون در بتخانه وكعبه نمي آيم چه غم دارم
نگه خلوت دارم اندر دل نه ميل انجمن دارم
اگرچه درد مندام چه شد تا زنده اَم بندم
بيا "فقري" تماشا كن نظر بُروي ز ما كن
نظر بر انوار بيضا كن ازان دلبر من دارم.

[جيستائين جسم ۾ جان آهي، ان وقت تائين محبوب جي جان جو غلام آهيان، منهنجا اهي داغ ڏس، جيڪي پنهنجي جان ۽ جسم تي لاتا اٿم. شهنشاهن جي شاه (مالڪ الملڪ الله جل جلاله) جي بندگي جي ڪري مان پاڻ، بادشاه تي ويو آهيان، پر مون پنهنجي انهيءَ شاهي متاع کي انهيءَ داغ جي بدلي ۾ گِروي رکي ڇڏيو آهي، جڏهن منهنجي وجود مان ئي دنيا جهان کي روشن ڪندڙ سج نڪري نروار ٿئي ٿو تہ پوءِ مون کي نہ سج ۽ چنڊ جي ضرورت آهي ۽ نہ وري انجمن ۽ محفل جي شمع ٻيڻ جي خواهش. جڏهن مون محبوب جي رخ انور ۽ جمال تي نظر وڌي تہ منهنجي دل جو گل ٽڙي پيو. آءُ تہ ننهن کان چوٽيءَ تائين گلاب جو گل ٿي پيو آهيان، هاڻي مون کي باغ جي ڪھڙي تمنا ٿيندي؟ جڏهن محبوب جي رخ روشن تي، منهنجي نظر آهي تہ باغ جي مٿان منهنجي نظر ڪيئن اٽندي؟ آئون سندس رنگ ۽ خوشبوءِ کان لطف اندوز ٿي رهيو آهيان، ڇاڪاڻ تہ مون کي گل گلاب جهڙي بدن رکندڙ محبوب جو وصال حاصل آهي. رب منهنجا! مون کي ڪنهن بہ مٽي شيءِ جي ڪا آرزو نہ آهي. مون کي تہ ان کان بہ وڌيڪ، دل ۽ جان کان پياري (محبوب) جي وصال جو شربت حاصل آهي، مون پنهنجي وجود جي ٻاهر پنهنجي محبوب کي گهڻو ئي تلاش ڪيو پر آخر، مون کي دلبر پنهنجي دل جي

اندر ئي ملي ويو. تون اونداهي ۽ تنھائيءَ جي ڪنڊ ۾ ڇا جي ڪري پيو آهين، جڏهن تہ دنيا جهان جي ڪشادگي دل ۾ ائين لھان ٿو ڄڻ تہ گهر جو اڱڻ آهي. جڏهن منھنجي گهر ۾ رنگين مور پڪي موجود آهي تہ پوءِ ٻاهر ڪانون ڪٻرين تي نظر ڪيئن وجهندس؟ جڏهن دل جي اندر املھہ موتي لھان ٿو تہ پوءِ ڪنھن درياءَ ۽ نھر جي مون کي کھڙي پرواه ٿي سگهي ٿي؟ جيڪڏهن بتخاني يا ڪعبي ۾ نٿو اچان تہ مون کي ان جو کھڙو غم؟ ڇاڪاڻ تہ دل ۾ نہ ڪنھن سان خلوت ۽ صحبت ڪرڻ جو شوق آهي نہ ڪنھن مجلس ۾ رونق ٿيڻ جو ذوق. جيتوڻيڪ دردمند آهيان، پوءِ بہ ڇا ٿيو جيڪڏهن مرڻ گهڙيءَ تائين ٻانهو ٿي رهان، پنھنجي واڳ جان ڪان پياري (محبوب) جي هٿ ۾ ڏني اٿم. دلبر ڪان جيڪي انوار اسان کي حاصل آهن انهن جو نظارو ڪر. اڇ! فقرفاقي جو مشاهدو ڪر، اسان جي ڇھري تي نگاه وجھہ.]

روءِ زمين تي انسان هڪ عظيم راز آهي، جيڪو ان کي سڃاڻندو اهو الله تعاليٰ کي سڃاڻندو ، ارشاد فرمائي ٿو تہ: اعرف نفسک تعرف ربک (پنھنجي نفس کي سڃاڻ تہ پنھنجي رب کي سڃاڻيندين.)

چوندا آهن تہ انسان جو شرف سندس ڳالهائڻ سان، ڳالهائڻ جو شرف عقل سان، عقل جو شرف، علم سان، علم جو شرف عمل سان، عمل جو شرف اخلاص سان، اخلاص جو شرف تقوي سان، تقوي جو شرف ادب سان، ادب جو شرف معرفت سان، معرفت جو شرف الله تعاليٰ جي توفيق سان نصيب ٿيندو آهي. پوءِ ڄاڻ تہ انسان، عارف کي ۽ انسانيت، معرفت کي چئجي ٿو. جنھن کي معرفت نہ آهي، ان کي انسان نٿو چئي سگهجي، جيئن فرمائي ٿو تہ: الانسان سري وانا سره (انسان منھنجو ڳجھہ آهيءِ مان ان جو ڳجھہ آهيان) پڻ فرمائي ٿو تہ: ما ظهرت في شيءِ كظھوري في الانسان (آءٌ جيئن انسان ۾ ظاهر ٿيو آهيان تيئن ٻي ڪنھن شيءِ ۾ ظاهر نہ ٿيو آهيان) يعني ظاهري ۽ باطني اعتبار سان انسانيت خدائي صفتن جو مظھر آهي. نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ انسان، زمين ۾ الله جو راز آهي. حديث قدسيءَ ۾ آهي تہ انسان منھنجو راز آهي، مان ان جو راز آهيان. پڻ فرمايائون تہ آدم کي رحمن جي صورت تي پيدا ڪيو ويو آهي. سندن ٻيو

فرمان متي گذري چڪو تہ بيشڪ الله، آدم کي پنهنجي صورت تي پيدا فرمايو. ۽ جيڪا معرفت انسان کي نصيب آهي، اها ٻي ڪنهن شيءِ کي حاصل نہ آهي. اهو ئي سبب آهي تہ انسان، الله تعاليٰ جو خاص مظهر آهي. فرمائي ٿو تہ:

جَعَلْتُ الْإِنْسَانَ مَطِيَّتِيْ وَجَعَلْتُ سَائِرَ الْاَكْوَانِ مَطِيَّةً لَهٗ

[مون انسان کي پنهنجي سواري بنايو آهي ۽ سيني جهانن کي ان جي سواري بنايو آهي. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جو خاص مظهر انسان آهي.]

الله جي ذات جو اظهار انسان جي وسيلي ئي ٿئي ٿو. جڏهن تہ خود انسان، ڪائنات جو مظهر آهي، تنهن ڪري انسان ذات جي حيثيت ۾ مربوب خاص يعني خاص پالنا ورتل ٻانهو يا مخلوق آهي ۽ ڪائنات جي حيثيت ۾ رب (پاليندڙ) آهي يعني انسان رب بہ آهي تہ مربوب بہ آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

خَلَقْتُ الْعَالَمَ لِاَجْلِكَ وَخَلَقْتُكَ لِاَجْلِيْ

[مون دنيا کي، تنهنجي لاءِ ۽ توکي پنهنجي لاءِ خلقيو آهي.]

پڻ فرمائي ٿو تہ:

نِعْمَ الطَّالِبُ وَنِعْمَ الْمَطْلُوْبُ اِنْسَانٌ

[ڏاڍو ڀلارو طالب ۽ ڏاڍو ڀلارو مطلوب آهي انسان.]

پڻ حق تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

خَلَقْتُ الْمَلٰئِكَةَ مِنْ نُوْرِ الْاِنْسَانِ وَخَلَقْتُ الْاِنْسَانَ مِنْ نُوْرِيْ

[مون فرشتن کي، انسان جي نور مان ۽ انسان کي، پنهنجي نور مان پيدا ڪيو آهي.]

يعني الله تعاليٰ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي نور کي "احديت" جي تجليءَ مان خلقيو ۽ سندن نور مان مخلوق پيدا ٿي. الله تعاليٰ سندن نور تي محبت جي نظر وڌي، جنهن مان ٻہ صفتون پيدا ٿيون: هڪ لطافت، ٻي ڪثافت. لطافت تي نظر وڌائين تہ ان مان حضرت خير البشر ﷺ جن جو روح پيدا فرمايائين ۽ سندن دم (ڦوڪڻ) مان نبين سڳورن، اوليائن، عارفن ۽ عام انسانن جا روح پيدا ٿيا. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

مَا اَكَلَ الْاِنْسَانُ شَيْئًا وَلَا يَشْرِبُ وَلَا يَقُوْمُ وَلَا يَقْعُدُ وَلَا يَنْطِقُ وَلَا يَصِيْتُ وَلَا يَفْعَلُ فِعْلًا مِنَ الْاَفْعَالِ وَ مَا يَتَوَجَّهُ بِشَيْءٍ وَ مَا غَابَ بِشَيْءٍ اِلَّا اَنَا فِيْهِ مُكَوِّنٌ وَ مُحَرِّكٌ

[انسان جيڪا بہ شيءِ کائي، پيئي تو اٿي، ويھي تو ڳالھائي تو ۽ خاموش رھي ٿو جيڪو بہ ڪم ڪري ٿو جنھن بہ شيءِ ڏانھن توجه ڪري ٿو ۽ جنھن بہ شيءِ کان غائب رھي ٿو ان جو سبب ۽ ان جو محرڪ يعني منجھس چرپر پيدا ڪندڙ آءٌ آھيان.]

پڻ فرمائي ٿو تہ:

جِسْمُ الْاِنْسَانِ وَ نَفْسُهٗ وَ رُوْحُهٗ وَقَلْبُهٗ وَ سَمْعُهٗ وَ لِسَانُهٗ وَ يَدُهٗ وَ رِجْلُهٗ وَ كَذٰلِكَ مَا ظَهَرْتُ لَهٗ نَفْسَهٗ اِلَّا لِنَفْسِيْ مَا هُوَ غَيْرِيْ اِلَّا اَنَا وَلَا اَنَا غَيْرُهٗ اِلَّا هُوَ

[انسان جو جسم، سندس نفس، سندس روح، سندس قلب، سندس ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جون صلاحيتون، سندس زبان، سندس ھٿ، سندس پير اھڙيءَ ريت ان لاءِ جيڪي ڪجھہ پيدا فرمايو اٿم، اھو منھنجي لاءِ آھي، نہ اھو منھنجو غير آھي، نہ آءٌ سندس غير آھيان.]

واضح ھجي تہ جيڪڏھن انسان کي ڄاڻ ھجي تہ الله تعاليٰ وٽ سندس ڪيڏو وڏو مقام ۽ مرتبو آھي تہ جيڪر پاڻ کي سڀ کان وڏو بادشاہ ڄاڻي، جيئن مٿي انھيءَ مضمون جي روايت بيان ٿي.

ڄاڻڻ گھرجي تہ الله تعاليٰ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي نور کي پنھنجي "احديت" جي تجليءَ مان خلقيو جنھن مان ٻہ صفتون پيدا ڪيائين: ١- لطافت، ٢- ڪثافت. وري لطافت تي نظر وڌائين تہ ان مان حضرت خير البشر ﷺ جو روح پيدا فرمايائين. ان مان اولوا العزم رسولن جا روح، انھن مان نبين سڳورن جا روح، انھن مان اوليائن جا روح، انھن مان عارفن جا روح، انھن مان زاھدن جا روح، انھن مان عابدن جا روح، انھن مان عام ايمان وارن جا روح، انھن مان ڪافرن جا روح، انھن مان منافقن جا روح پيدا ٿيا. منافقن جي روحن مان فرشتن جا روح پيدا ٿيا.

واضح ھجي تہ انساني روح، حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي روح

مان پيدا ڪيا ويا آهن، جيئن مٿي حديثون گذريون، جڏهن انسان پنهنجي ذاتي صفتن کي خيرباد چوندو آهي ۽ پنهنجي ذات کي الله تعاليٰ جي ذات ۾ گم ڪندو آهي، ان وقت کيس انسانيت حاصل ٿيندي آهي.

شعر

زهي سعادت انسان که چون شود نابود
خداش ياد کند با کمال هستي خويش
کِرا ز حضيض تن آيد باوج جان عزيز
بر در عرش عظيم متاع پستي خويش.

[واه انسان جي اها ڪيڏي نه سعادت آهي، جو جڏهن پاڻ کي نابود ڪندو آهي ته الله تعاليٰ پنهنجي وجود جي ڪمال جي باوجود، ان کي ياد ڪندو آهي. زمين تي پنهنجي تن جي پستي جي بدلي ۾، پنهنجي جان عزيز جي بلندي حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي پستيءَ جي متاع سان عرش عظيم جي در تي پهتو آهي.]

اي عزيز! پڪ ڄاڻ ته رب العالمين آسمان ۽ زمين ۾ ڪا به شيءِ بغير سبب جي پيدا نه فرمائي آهي. ڪائنات ۾ جيڪا به شيءِ ۽ جيڪو به ذرو آهي، الله تعاليٰ جي قدرت ڪامله جي ڇانوَ هيٺ پلجي رهيو آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

مَا خَلَقْنَا السَّمَآءَ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا لٰعِبِيْنَ ﴿١٦﴾ [1]

[اسان آسمانن ۽ زمين ۾ ۽ جيڪي انهن جي درميان آهي، انهن کي راند روند لاءِ پيدا نه ڪيو آهي]

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو ته:

اَفَحَسِبْتُمْ اَنَّمَا خَلَقْنٰكُمْ عَبَثًا وَّاَنَّكُمْ اِلَيْنَا لَا تُرْجَعُوْنَ ﴿١١٥﴾ [1]

[ڇا توهان ڀانيو ٿا ته اسان توهان کي اجايو پيدا ڪيو آهي ۽ هي ته توهان، اسان ڏانهن نه موٽايا ويندا؟]

---

[1] سورة الانبياءِ آيت: ١٦

[1] سورة المؤمنون آيت: ١١٥

انهيءَ آيت جو هي مطلب بيان ڪيو ويو آهي تہ دنيا جي سيني شين کي الله تعاليٰ هڪ خاص مقصد ۽ خاص رنگ ۾ رنگي ڇڏيو آهي. الله تعاليٰ حڪم فرمائي ٿو تہ:

صِبۡغَةَ اللّٰهِ ۚ وَمَنۡ اَحۡسَنُ مِنَ اللّٰهِ صِبۡغَةً [2]

[الله جو رنگ اختيار ڪريو ۽ الله کان وڌيڪ سهڻو رنگ ڪنهن جو ٿي سگهي ٿو]

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو تہ:

اَعۡطٰى كُلَّ شَىۡءٍ خَلۡقَهٗ ثُمَّ هَدٰى ۝ [3]

[هر هڪ شيءِ کي خلقيائين، پوءِ ان کي واٽ ڏيکاريائين.]

يعني ڪا بہ شيءِ مقصد، مصلحت، غرض غايت ۽ نتيجي کان سواءِ پيدا نہ فرمائي وئي آهي، جيتوڻيڪ ضروري نہ آهي تہ جنهن مقصد لاءِ مخلوق پيدا ڪئي وئي آهي، اُهو پورو بہ ٿئي (مثلاً انسانن ۽ جنن کي الله تعاليٰ پنهنجي عبادت لاءِ پيدا فرمايو آهي، پر اڪثر الله تعاليٰ جي عبادت نٿا ڪن.) پر تنهن هوندي بہ

فِعۡلُ الۡحَكِيۡمِ لَا يَخۡلُوۡعَنِ الۡحِكۡمَةِ

[داناءَ جو ڪو فعل دانائيءَ کان خالي نہ هوندو آهي.]

انسان، جيڪو ڪائنات جو خلاصو ۽ هن جهان جو سَتَ آهي، ان جي پيدائش جو اصل مقصد زمين ۾ خلافت جي نظام کي قائم ڪرڻ آهي. جيئن هيٺين آيتن سڳورين مان ظاهر ٿئي ٿو: اِنِّىۡ جَاعِلٌ فِى الۡاَرۡضِ خَلِيۡفَةً (بيشڪ آءٌ زمين ۾ پنهنجو خليفو مقرر ڪرڻ وارو آهيان.) وَهُوَ الَّذِىۡ جَعَلَكُمۡ خَلٰٓئِفَ الۡاَرۡضِ (اهو الله ئي آهي، جيڪو توهان کي زمين ۾ هڪ ٻئي جو جانشين بڻائي ٿو.)

اها ئي اها امانت آهي، جنهن جي بار کڻڻ جي ڪنهن ۾ بہ سگهہ نہ هئي، پر انسان انهيءَ بار جي ذميواري پنهنجي سر تي کنئي. جيئن

---

[2] سورة البقرة آيت: ١٣٨

[3] سوره طٰه آيت: ٥٠

الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

إِنَّا عَرَضْنَا الْأَمَانَةَ عَلَى السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَالْجِبَالِ فَأَبَيْنَ أَنْ يَحْمِلْنَهَا وَأَشْفَقْنَ مِنْهَا وَحَمَلَهَا الْإِنْسَانُ إِنَّهُ كَانَ ظَلُومًا جَهُولًا ﴿٧٢﴾ [1]

[بيشڪ اسان امانت کي آسمانن ۽ زمين تي پيش ڪيو پوءِ انهن ان جي کڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ ان کي انسان کنيو بيشڪ انسان ظالم ۽ جاهل آهي.]

هن آيت سڳوريءَ ۾ انسان جي ساراهه آهي ۽ انسان جا ٻہ قسم بيان ڪيا ويا آهن: ١- نفساني انسان (يعني جنهن تي نفساني خواهش جو غلبو هجي) ٢- روحاني انسان (يعني جنهن تي روحانيت جو غلبو هجي.)

**نفساني خواهشون:** مثلاً حسد، وڏائي، رياڪاري، غُرور، حرص، هوس، وڏيون وڏيون دنياوي خواهشون ڪرڻ، فاني دنيا جي محبت. انهن اخلاقي بيمارين مان هر هڪ جو علاج جدا جدا آهي. رياڪاريءَ جو علاج اخلاص آهي، رياڪار شخص گهرندو آهي تہ ماڻهو ان کي بزرگ ۽ وڏي مرتبي وارو سمجهن. رياڪاريءَ جو علاج هي آهي تہ انسان پنهنجي اندر پڪو پختو ويساهه پيدا ڪري تہ مخلوق کي مسخر ڪرڻ واري ذات قادر ڪريم جي آهي ۽ چڱي طرح سمجهي تہ جيئن جمادات ڪنهن نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن، تيئن انسان بہ رنج ۽ راحت رسائڻ جو ڪو اختيار نٿا رکن. جڏهن دل ۾ اهو اعتقاد راسخ ٿي ويندو، تڏهن پاڻهو رياڪاريءَ کان آجو ٿي ويندو. ساڳيءَ طرح جيڪڏهن مخلوق کي پاڻ تي وس وارو ۽ پاڻ کي انهن کان هيٺو ڄاڻندو تہ ان جو اهو روڳ بہ ختم ٿي ويندو. عُجَبَ (خود پسندي) جو علاج هي آهي تہ پنهنجي هر ڪم کي الله تعاليٰ جي توفيق جو نتيجو ڄاڻي. تڪبر جو علاج عاجزي، حسد جو علاج خير خواهي، ساڙ ۽ ڪيني جو علاج قضا تي راضي رهڻ، ڊگهين اميدن جو علاج موت کي ياد رکڻ، دنيا جي محبت جو علاج، دنيا کان بي رغبتي اختيار ڪرڻ، موت کي ياد رکڻ ۽ پنهنجي اندر نفس جي معرفت

---

[1] سورة الاحزاب آيت: ٧٢

پيدا ڪرڻ آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ:

اَلْحَسَدُ دَاءٌ وَدَوَاءُهُ مَعْرِفَةُ النَّفْسِ

[حسد هڪ بيماري آهي ۽ ان جو علاج، نفس جي معرفت پيدا ڪرڻ آهي.]

هي بہ چيو ويو آهي تہ:

اَلْحَاسِدُ مُعْتَرِضٌ عَلَى اللّٰهِ وَالْكِبْرُ دَاءٌ وَدَوَاءُهُ مَعْرِفَةُ النَّفْسِ

[حسد ڪندڙ شخص، الله تي اعتراض ڪندڙ آهي ۽ وڏائي هڪ بيماري آهي ۽ ان جو علاج، پنهنجي نفس جي معرفت پيدا ڪرڻ آهي.]

وَالْحِرْصُ دَاءٌ وَدَوَاءُهُ مَعْرِفَةُ الْقِسْمَةِ

[حرص هڪ بيماري آهي ۽ ان جو علاج قدرت طرفان رزق جي ورهاست جي باري ۾ سڃاڻپ پيدا ڪرڻ آهي.]

جنهن انسان ۾ اهي سڀ برائيون هونديون اهو ناقص ۽ اڻپورو هوندو. ان جي علاج جو طريقو هي آهي تہ ڪنهن عطر جي دڪاندار وٽ وڃي، ان کان خوشبو وٺي پنهنجي جسم تي مالش ڪري، تان تہ سندس جسم مان خوشبو ٻهڪڻ لڳي. ظاهر آهي تہ اهو غلط طريقو آهي ۽ صحيح طريقو هي آهي تہ پهريائين گندگي کي ڌوئي، پوءِ مختلف شين سان جسم ۾ صفائي سٿرائي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، جڏهن ائين ڪندو تہ پوءِ ڪامل ۽ اڪمل انسان ٿيندو. جنهن جي باري ۾ سوره ياسين والقرآن نازل ٿي آهي. انسان ڪامل مان مراد اهو شخص آهي، جنهن ۾ سهڻيون صفتون هجن ۽ جيڪو خراب عادتن کان پاڪ صاف هجي، انساني وصفن جي معراج ۽ ڪمال حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تي ختم آهي ۽ پاڻ سڳورن انهن سهڻن اخلاقن جي انسانيت کي تعليم ڏني آهي. مثلاً ايمان، يقين، احسان، اخلاص، سچائي، ٻانهپ، توڪل، قناعت، رضا، شرعي حڪمن جي اڳيان سر نوائڻ، عاجزي، ٻين سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ، بردباري، ماڻهن کي نفعو پهچائڻ، محبت، حق تعاليٰ جو ذڪر، صبر، شڪر، سخا، ادب، انصاف، ڪرم نوازي ڪرڻ، معاف ڪرڻ.

1) **ايمان:** جو بيان هن ڪتاب جي بعض شعرن ۾ اچي چڪو آهي، اتي ڏسجي.

2) **يقين:** ٽن قسمن جو آهي: ١- علم اليقين، يعني ٻانهي کي يقين هجي تہ حق تعاليٰ ئي رازق ۽ رب آهي، جنهن ۾ ان جو ڪو بہ شريڪ نہ آهي، اهو مثل، مثال ۽ نموني کان سواءِ آهي. يعني ان جي حقيقت ڄاڻڻ کان انسان عاجز آهي. عارف انسان، الله تعاليٰ کي معرفت ۽ علم جي وسيلي سڃاڻي سگهي ٿو.

3) **عين اليقين** هي آهي تہ ٻانهو ڪائنات ۾ مالڪ الملڪ جي بادشاهيءَ کي ڏسي ۽ ان کان سواءِ ڪا جاءِ خالي نہ ڏسي ۽ ان کي هر شيءِ جي حقيقت، الله جي ذات کان سواءِ ڪجهہ نظر نہ اچي. نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ شيون جيئن نظر اچن ٿيون، تيئن آهن.

4) **حق اليقين** هي آهي، جيئن چيو اٿن تہ يقين مؤمن جي دل ۾ حقيقت جو نور پيدا ڪندو آهي، ڪشف جي وقت بشري رازن جو ظهور ٿيندو آهي ۽ اهو ئي حق تعاليٰ جو مشاهدو ۽ ذوق آهي. جنهن کي عقل ۽ نقل جي ذريعي سمجهي نٿو سگهجي. ان کان وڌيڪ مقصود نہ آهي جيئن حضرت علي رضي الله عنه فرمائي ٿو:

لَوْ كُشِفَ الْغِطَاءَ مَا ازْدَدْتُ اِلَّا يَقِيْنًا

[جيڪڏهن غيب جو پردو هٽايو وڃي تہ بيشڪ منهنجو يقين وڌي ويندو.]

چون ٿا تہ ايمان ۽ يقين جو نور ساڳيو ئي آهي. انهن ٻنهي نورن کي "ايمان" چيو ويندو آهي. هي اهو ئي نور آهي، جيڪو حجابن جي پويان هوندو آهي، جنهن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

يُؤْمِنُوْنَ بِالْغَيْبِ [1]

[ڳجهہ تي ايمان رکن ٿا.]

حجاب پري ٿيڻ کان پوءِ يقين ايمان وانگر نور هوندو آهي. جيئن سج اڀرڻ کان اڳ فجر جي روشني ظاهر ٿيندي آهي. يقين جو مثال سج جي اڀرڻ وانگر آهي، جنهن سان قلب کي شڪ جي بيماريءَ ۽ جهالت کان عافيت ملندي آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

---

[1] سورة البقرة آيت: ٣

وَاعْبُدْ رَبَّكَ حَتّٰى يَاْتِيَكَ الْيَقِيْنُ ﴿٩٩﴾ [1]

يعني الله جي عبادت ڪر، تانجو توکي يقين يعني موت اچي.

جڏهن ٻانهي کي يقين جي دولت حاصل ٿيندي آهي، ان وقت اهو عبادت ۽ عبوديت جي جهان کي پار ڪندو آهي. احسان جي باري ۾ نبي ﷺ جن فرمايو آهي ته:

اَلْاِنْسَانُ عَبْدُ الْاِحْسَانِ

[انسان، احسان جو ٻانهو آهي.]

۽ قرآن ۾ آهي ته:

اَحْسِنْ كَمَآ اَحْسَنَ اللّٰهُ اِلَيْكَ [2]

[يعني قارون کي ماڻهن چيو ته جيئن الله توسان احسان فرمايو آهي، تيئن تون به ماڻهن سان احسان ڪر.]

الله تعاليٰ انسان تي هن طرح احسان فرمايو آهي، جو ان کي عدم مان وجود بخشيائين، تنهن ڪري اي ٻانها! تون هن طرح احسان ڪر جو پاڻ کي معدوم ڄاڻ ۽ فقط حق تعاليٰ کي موجود ڄاڻ ۽ ماجد سمجهه. پنهنجي وجود کي ڪجهه به نه سمجهه ۽ نه وري ان کان سواءِ ڪجهه ڏس ۽ نه ان کان سواءِ ڪنهن کي مڃ. فقط الله تعاليٰ کي مڃ. جيڪو سڀ شيءِ کي وجود عطا ڪري ٿو. پڻ چيو ويو آهي ته معاف ۽ درگذر ڪرڻ ۽ برائيءَ جو بدلو ڀلائي سان ڏيڻ جو نالو احسان آهي، جيئن سفيان ثوري چوي ٿو ته احسان هي آهي ته تون ان سان ڀلائي ڪر، جيڪو توسان برائي ڪري، چاڪاڻ ته احسان، ان شخص کي اجر ڏياريندو آهي، جيڪو ٻئي تي احسان ڪندو آهي، جيئن ڪو شخص بازار ۾ سڪا ڪٽي ويندو آهي ته ان جي بدلي ۾ ڪا شيءِ خريد ڪندو آهي. حسن بصري چوي ٿو ته احسان هي آهي ته هر ڪنهن سان ڀلائي ڪر، اهو عام هجي يا خاص ۽ ان کي ڪنهن سان مخصوص نه ڪر. جيئن سج، هوا ۽ مينهن مان هر

---

[1] سورة الحجر آيت: ٩٩

[2] سورة القصص آيت: ٧٧

ڪنهن کي فائدو پهچندو آهي. رسول الله ﷺ جن جي حديث آهي ت:

اَلْاِحْسَانَ اَنْ تَعْبُدَ اللّٰهَ كَاَنَّكَ تَرَاهُ فَاِنْ لَّمْ تَكُنْ تَرَاهُ فَاِنَّهٗ يَرَاكَ[1]

[احسان هي آهي ت الله جي عبادت ائين ڪر ڄڻ تون ان کي ڏسين ٿو پوءِ جيڪڏهن اهو توکي نٿو ڏسي ت تون ت ان کي ڏسين ٿو.]

ڇيو ويو آهي ت عام ٻانهن جو سلوڪ، اسلام جو نور آهي. زاهدن جو سلوڪ ايمان جو نور آهي ۽ صوفين جو سلوڪ، احسان جو نور آهي. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمائي ٿو:

رَأَيْتُ الْاِحْسَانَ بِتَرْكِ الْمَنِّ

[مون احسان کي ائين سهڻو ڪيو جو احسان جتائڻ کي ڇڏي ڏنم.]

الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

اِنَّ اللّٰهَ لَا يُضِيْعُ اَجْرَ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٢٠﴾[2]

[الله تعاليٰ احسان ڪرڻ وارن جو اجر ضايع ن ڪندو آهي.]

شيخ حسن چوي ٿو ت:

لَيْسَ بِصَادِقٍ فِيْ دَعْوَاهُ مَنْ لَّمْ يَصْبِرْ عَلٰى ضَرْبِ مَوْلَاهُ

[اهو شخص پنهنجي دعوي ۾ سچو ن آهي، جيڪو پنهنجي موليٰ جي مار تي صبر ن ڪري.]

شيخ شفيق چوي ٿو ت:

لَيْسَ بِصَادِقٍ فِيْ دَعْوَاهُ مَنْ لَّمْ يَتَلَذَّذْ بِضَرْبِ مَوْلَاهُ

[اهو شخص پنهنجي دعوي ۾ سچو ن آهي، جيڪو پنهنجي موليٰ جي مار جي لذت ن چکي.]

مالڪ چوي ٿو ت:

---

[1] تفسير قرطبي ص٤١٥ ج١- ابن ڪثير ص٤٢٣ ج٢- ٣٠٥ ج٤- صحيح مسلم ص٣٧ ج١- ابن حبان حديث : ١٥٩، ١٦٨- المسند المستخرج علي صحيح الامام مسلم حديث : ٧٤- موارد الظمان. حديث : ١٦- ترمذي حديث ٢٦١٠٠

[2] سورة التوبه آيت: ١٢٠

لَيْسَ بِصَادِقٍ فِيْ دَعْوَاهُ مَنْ لَمْ يَشْكُرْ عَلٰى ضَرْبِ مَوْلَاهُ

[اهو شخص پنهنجي دعوي ۾ سچو نہ آهي، جيڪو پنهنجي مولي جي مارتي شڪر نہ ڪري.]

رابعه بصري رح چوي ٿي تہ بلڪ هن طرح چوڻ گهرجي تہ

لَيْسَ بِصَادِقٍ فِيْ دَعْوَاهُ مَنْ لَمْ يَنْسَ اَلَمَ الضَّرْبِ فِيْ مُشَاهِدَةِ مَوْلَاهُ

[اهو شخص پنهنجي دعوي ۾ سچو نہ آهي، جيڪو پنهنجي مولي جي مار جي درد کي نہ وساري.]

پڻ چيو ويو آهي تہ:

لَيْسَ بِصَادِقٍ فِيْ دَعْوَاهُ مَنْ لَمْ يَشَأْ ضَرْبَ مَوْلَاهُ وَ لَيْسَ بِصَادِقٍ فِيْ دَعْوَاهُ مَنْ لَمْ يَخْطُرْ فِيْ قَلْبِهٖ دُوْنَ مَوْلَاهُ

[اهو پنهنجي دعوي ۾ سچو نہ آهي، جيڪو پنهنجي مولي جي مار نہ چاهي يا اهو پنهنجي دعوي ۾ سچو نہ آهي، جنهن جي دل ۾ الله کانسواءِ ڪنهن ٻئي جو لاڙو پيدا ٿئي.]

صديق اهو آهي، جنهن وٽ جيڪي بہ هجي، سو الله جي راہ ۾ لٽائي ۽ سندس محبت ۾ گم ۽ غرق هجي. چاڪاڻ تہ سالڪ کي الله جي محبت کانسواءِ ڪا شيءِ نظر نہ ايندي آهي ۽ نہ ڪنهن شيءِ جي ان وٽ ڪا اهميت هوندي آهي يا صديق اهو آهي، جيڪو حق تعالي جي ياد کان هڪ گهڙي بہ غافل نہ رهي يا صديق اهو آهي، جنهن جو ڪو ساه ۽ دم الله جي ياد کانسواءِ نہ اندر وڃي، نہ ٻاهر اچي. خدا تعالي بي حجاب هوندو آهي ۽ صديق بہ بي حجاب هوندو آهي، چاڪاڻ تہ چيو ويو آهي تہ:

لَا حِجَابَ اِلَّا وُجُوْدُكَ وَلَا غَيْبَ اِلَّا شُهُوْدُكَ

[تنهنجي وجود کان سواءِ ڪو حجاب نہ آهي ۽ تنهنجي شهود کان سواءِ ڪو غيب نہ آهي.]

شعر

يکي بي خود درخود سفر کن
يا بي خويش را از خود گذر کن
چون احوال که مي بيني ز يک دو
بچشم هوش يک را يک نظر کن
اگر خواهي خدا باشي تو بشنو که
خطره خويشتن از خود بدر کن.

[بي خود ۽ اڪيلو ٿي، پنهنجي وجود ۾ سفر ڪر، يا پاڻ کي هر شيءِ کان پري ڪر. هڪ کان وڌيڪ شين جو جيڪو حال احوال تون ڏسين پسين ٿو، انهن سڀني کي هوش جي نظر سان هڪ خيال ڪر. جيڪڏهن گهرين ٿو تہ خدا ٿئين تہ پوءِ ٻڌي ڇڏ تہ پنهنجي وجود مان پنهنجائپ جو خوف ۽ خطرو ڪڍي ڇڏ.]

عبوديت جي حقيقت متن شعرن ۾ بيان ٿي چڪي.

## توڪل، قناعت ۽ رضا

رسول الله ﷺ جن عرض ڪيو تہ:

اِلٰهِيْ !اَيُّ الْاَعْمَالِ اَفْضَلُ عِنْدَكَ؟ قَالَ اللهُ تَعَالٰى لَيْسَ شَيْءٌ اَفْضَلُ عِنْدِيْ مِنَ التَّوَكُّلِ عَلَيَّ وَرِضًى عَلٰى مَاقَسَمْتُ لَهٗ (1)

[اي الله! تو وٽ سڀ کان افضل عمل ڪهڙو آهي؟ الله تعاليٰ فرمايو تہ مون وٽ سڀ کان وڌيڪ افضل عمل، مون تي توڪل ڪرڻ ۽ ٻانهي جو سندس باري ۾ منهنجي ورهاست تي راضي رهڻ آهي.]

---

(1) لفظي فرق سان حوالا ڏسو: حليه الاولياءِ ص٢٧ج٤- دارمي حديث٣٦٢-الزهد لابن المبارڪ حديث :٥٣٣ ۽ توڪل جي فضيلت لاءِ ڏسو: تفسير الجلالين ص٢٢٧ ج١- مسلم حديث: ٢١٨، ٢٢٠- بخاري حديث: ٥٣٧٨، ٥٤٢٠- صحيح ابن حبان حديث: ٧٢٦، ٦٠٨٤- المستدرڪ علي الصحيحين حديث: ٨٢٧٨، ٨٧٢١- سنن الترمذي حديث: ٢٤٤٦- مجمع الزوائد ص ١٠٩ ج٥- مسند احمد ص٢٧١ ج١- مسند ابي يعلي ص٢٣٢ ج٩- المعجم الڪبير ص٥٦ ج٤- جامع العلوم والحڪم ص٢٨ ج١- فتح الباري ص٤٠٨ ج١١.

پڻ چيو ويو آهي تہ:

اَلتَّوَكُّلُ اِظْهَارُ الْعِجْزِ عَنِ النَّفْسِ وَعَدَمُ الْاِعْتِمَادِ عَلٰى غَيْرِهٖ

[توڪل هي آهي تہ پنهنجي نفس کي عاجز سمجهجي ۽ پنهنجي غير تي ڀروسو نہ ڪجي.]

توڪل جو اصل مادو "وڪل" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪنهن ڪم کي ڇڏي ڏيڻ. انهيءَ ڏس ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو:

فَعَلَيْهِ تَوَكَّلُوْٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّسْلِمِيْنَ۝۸۴ [1]

[پوءِ الله تي توڪل ڪريو، جيڪڏهن توهان مسلمان آهيو.]

شيخ المشائخ ابونجيب رح چوي ٿو تہ:

اَلتَّوَكُّلُ الْاِعْتِمَادُ عَلَى اللهِ وَتَرْكُ الطَّمَعِ غَيْرَ مَاسِوَاهُ

[توڪل، الله تي ڀروسو ڪرڻ ۽ غير الله مان طمع ختم ڪرڻ آهي.]

شيخ ابو تراب بخشي چوي ٿو تہ:

اَلتَّوَكُّلُ طَرْحُ الْبَدَنِ فِي الْعُبُوْدِيَّةِ وَتَعَلُّقُ الْقَلْبِ بِالرُّبُوْبِيَّةِ

[توڪل بدن کي الله جي ٻانهپ ۾ وجهڻ ۽ دل جو تعلق ربوبيت سان قائم ڪرڻ آهي.]

شيخ ذوالنون مصري فرمائي ٿو تہ، توڪل هي آهي تہ مخلوق مان پنهنجي طمع ختم ڪري ڇڏجي. شيخ ابو محمد رقيم چوي ٿو تہ:

اَلتَّوَكُّلُ الثِّقَةُ بِاللهِ فِيْ كُلِّ مَا ضَمَنَ

[توڪل هي آهي تہ هر شيءِ، جيڪا تنهنجي وس ۽ حفاظت ۾ هجي، ان جي باري ۾ الله تي ڀروسو ڪر.]

شيخ سري سقطي فرمائي ٿو:

اَلتَّوَكُّلُ تَرْكُ تَدْبِيْرِ النَّفْسِ

[توڪل نفس جي تدبير ۽ انتظام کي ڇڏڻ آهي.]

يعقوب نهرجوري چوي ٿو تہ حقيقي متوڪل اهو آهي، جيڪو مخلوق مان رنج سهي ۽ ان جي ڪنهن وٽ شڪايت نہ ڪري ۽ نہ

[1] سوره يونس آيت: ۸۴

ڪنهن سان خيانت ڪري. شيخ حسين نوري چوي ٿو تہ قضا ۽ تقدير جي هر فيصلي تي دل جي خوشيءَ سان راضي رهڻ جو نالو توڪل آهي. يعني پڪو ويساه رکجي تہ جيڪي ڪجھ پيش اچي ٿو، سو حق تعاليٰ جي ارادي کان سواءِ نہ آهي ۽ اهو ڪم ڪرڻ عين ثواب ۽ برحق آهي.

مثنوي

هرچه حق کرده آن همه حق است
کرده حق را مگو که ناحق است
خير وشر من الله است و بر رسيدن
آن هردو خوشحال و شاد بايد بود
که خيريت خود دران داند و دران هست
و جز آن از خلق طلب مکند
اگر در صحت تن و با شدت عيش دارد
صحت تن فراخي و عيش نہ طلبد
و اگر در صحت تن و فراخي عيش بدارد
زحمت وتنگي نہ خواهد کشد
هر رنگي که مي دارد خداوند
بجان و دل بدان مي باش خورسند
اگر در ملک شاهانت شمارد
و اگر در حلقه درويشانت گمارد
اگر در زحمت و راحت گزارد
وگر در رنج و زحمت هم بدارد
ذکر بآتش هجرت گزارد
بوصل او خرم و شادان بماند
اگر مغموم دارد و کند شاد
بجان و دل همين بايد رضا داد
ولي جز دوست در دل خويش زنهار
خيال و وهم و خطر هيچ مگذار

[الله تعاليٰ جيڪي ڪجھہ ڪري ٿو اهو ئي حق آهي. حق تعاليٰ جي ڪيل ڪم کي ناحق نہ چؤ خير هجي يا شر، ٻئي الله تعاليٰ جي طرفان آهن. ٻنهي حالتن ۾ خوش رهڻ گهرجي ۽ پڪ ڄاڻجي تہ ان ۾ خيريت آهي ۽ ان ۾ ئي خيريت هوندي ۽ ان کان سواءِ ڪا ٻي شيءِ مخلوق کان طلب نہ ڪر. صحتمندي، رزق جي ڪشادگي ۽ عيش طلب نہ ڪر. پر جيڪڏهن صحتمندي، رزق جي ڪشادگي ۽ عيش حاصل آهي تہ ان کي هٿ کان وڃڻ نہ ڏي. هرويرو رنج ۽ تڪليف نہ پوڻ الله تعاليٰ جنهن حال ۾ رکي ان ۾ خوش رهہ. ان تي دل سان راضي برضا رهڻ گهرجي. بادشاه آهي تہ بادشاهيءَ تي، درويش آهي تہ درويشيءَ تي قناعت ڪري. آرام ۽ راحت حاصل آهي تہ ان تي الله تعاليٰ جو شڪر ڪري، رنج ۽ مصيبت ۾ آهي تہ ان تي صبر ڪري. هجر ۽ فراق جي باه کي بہ ياد رکي تہ محبوب جي وصال تي پلي خوش ٿئي. غم رسي تہ دل ۾ ان تي خوش ٿئي، دل ۽ جان سان قضا قدر جي رضا تي راضي رهي. دل ۾ دوست کان سواءِ ڪنهن کي جاءِ نہ ڏي ۽ ان کان سواءِ، دل ۾ ٻيو ڪو خيال نہ آڻي.]

حضرت امام غزالي رحمة الله عليه لکي ٿو تہ ترڪل هي آهي تہ الله تعاليٰ قادر ڪريم تنهنجي قسمت ۾ جيڪي ڪجھہ لکي ڇڏيو آهي، ان تي ڪامل ڀروسو رک ۽ يقين رک تہ دنيا جي جيڪا بہ مخلوق آهي، اها سموري ملي، تنهنجي قسمت کي مٽائڻ گهري تہ اها تنهنجي قسمت کي هرگز بدلائي نہ سگهندي. پڻ لکي ٿو تہ جيڪي ڪجھہ تنهنجي لاءِ تقدير ۽ قسمت ۾ لکيل آهي چاهي تون ڪيتري ڪوشش ڪرين، تو کي ان کان وڌيڪ نہ ملندو ۽ جيڪي تو وٽ نہ آهي، تون ڪيترو بہ پاڻ پتوڙين اهو توکي ڪڏهن بہ ملي نہ سگهندو. انهيءَ ڪري هر حالت ۾ قناعت ڪر ۽ الله تي ڀروسو رک، الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَجَبَتْ كَمَالُ مَحَبَّتِيْ لِلْمُتَوَكِّلِيْنَ عَلَيَّ

[جيڪي ماڻهو مون تي ڀروسو ڪن ٿا، انهن جي لاءِ منهنجي محبت جو ڪمال واجب ٿي چڪو.]

توڪل جي معنيٰ هيءَ آهي تـ دل ۾ الله تعاليٰ تي مڪمل ويساه رکجي ۽ ذري برابر بـ ان جي خلاف ڳڻتي ۽ پريشاني نـ آڻجي. رضا، توڪل جو آخري مقام آهي. نقل آهي تـ هڪ درويش پاڻي ۾ ٻڏندي مرڻينگ حالت ۾ ڪناري تي پهتو. ان کي چيو ويو تـ ڇا گهرين ٿو تـ پنهنجي، جان بچائين؟ ان شخص چيو تـ نـ! چيو ويو تـ گهرين ٿو تـ هلاڪ ٿئين؟ چيائين تـ نـ! چيو ويو تـ پوءِ ڇا ٿو گهرين؟ چيائين تـ حق تعاليٰ جي جيڪا رضا هجي، اها ئي گهران ٿو.

جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام کي باه جي آڙاه ۾ ساڙڻ لاءِ، منجنيق وسيلي اڇلايو پئي ويو، تڏهن وٽس جبرئيل عليه السلام آيو ۽ ان کان پڇيائين تـ:

هَلْ لَكَ حَاجَةٌ ؟قَالَ اَمَّا اِلَيْكَ فَلَا فَقَالَ جِبْرِيْلُ عَلَيْهِ السَّلَامُ سَلْ رَبَّكَ قَالَ حَسْبِيْ سُوَالِيْ عِلْمُهٗ بِحَالِيْ[1]

[ڇا توکي ڪا ضرورت آهي؟ ابراهيم عليه السلام فرمايو تـ مون کي تنهنجي مدد جي ضرورت نـ آهي. جبرئيل عليه السلام فرمايو تـ پوءِ پنهنجي رب کي سوال ڪر. ابراهيم عليه السلام جواب ڏنو تـ الله تعاليٰ منهنجي حال کان چڱيءَ طرح واقف آهي.]

اها توڪل ۽ الله جي رضا تي راضي رهڻ جي انتها آهي. پوءِ الله تعاليٰ باه کي حڪم فرمايو تـ:

يٰنَارُ كُوْنِيْ بَرْدًا وَّسَلٰمًا عَلٰٓى اِبْرٰهِيْمَ ﴿٦٩﴾[2]

[اي باه! ابراهيم تي ٿڌي ۽ سلامتيءَ واري ٿي پئو.]

---

[1] قرطبي ص ٤٠٠ ج ٥، ص ٣٠٣ ج١١– ابن جرير طبري ص ٤٥ ج ١٧– ابن ڪثير ص ١٨٥ ج٣– جامع العلوم والحڪم ص ٤٤٠ ج ١ – شعب الايمان ص ٢٩، ١٠٤ ج ٢– نوادر الاصول في احاديث الرسول ص ٢٧٦ ج٢ – ص ١٠٩ ج١، ص ٢٩٢ ج٢، ص ٧٨ ج٤، ص ٢٩٩ ج٥– حلية الاولياء ص ٢٠ ج١– ذڪر الامام احمد ص ١٢٢ ج ٣– تهذيب الاسماء ص ١١٤ ج١ – تاريخ الطبري ص ١٤٨ ج١

[2] سورة الانبياءِ آيت: ٦٩

تڏهن اها باهه، ان لاءِ باغ بهار ٿي ويئي، ڇو تہ جنهن کي رضا ۽ توڪل جو مقام عطا ٿيندو آهي، ان لاءِ باه بہ بهشت ٿي پوندي آهي.

بيت

شعار شيوه خود کن توکل را بجان و دل
خليل را آسان شد گلشن که برخود داشتي گلخن

[دل ۽ جان سان، توڪل کي پنهنجو شعار بناءِ. ڏس ابراهيم خليل لاءِ باه بہ، باغ بهار ٿي وئي.]

اسان جي پير، دستگير جن جي خدمت اقدس ۾ تحفا، تحائف ۽ هديا گهڻا ايندا هئا. هڪ ڀيري پاڻ ارشاد فرمايائون تہ فلاڻا ! الله تعاليٰ کي توڪل جو مقام ڏاڍو پيارو آهي، اسان جي سامهون ڪا شيءِ اچي يا نہ اچي، اسان لاءِ ٻئي ڳالهيون برابر آهن.

رضا نالو آهي پنهنجي نفس جي چاهت کي ڇڏي ڏيڻ ۽ الله تعاليٰ جي رضا تي راضي رهڻ جو. ڇاڪاڻ تہ ارشاد فرمايو ويو آهي تہ:

رَضِيتُ بِمَا قُسِمَ لِيُ

يعني جيڪي ڪجهہ محبوب جي طرفان اچي، محب فقط ان کي ئي ڏسي(1) جيئن چيو ويو آهي تہ:

مَا يَفۡعَلُ الۡمَحۡبُوۡبُ مَحۡبُوۡبٌ وَتَفۡوِيۡضٌ

[جيڪي ڪجهہ محبوب ڪندو آهي، اهو اسان کي بہ محبوب آهي، ان جي آڏو اسين ڪنڌ نوايون ٿا.]

(1) قرآن مجيد ۾ اهو مضمون هن طرح آيو آهي تہ وَلَو اَنهم رضوا ما آتاهم الله و رسوله. يعني جيڪڏهن اهي (منافق ماڻهو) الله ۽ ان جي رسول جي بخشش تي راضي رهن ها تہ اها انهن لاءِ چڱي ڳالهہ هئي) رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ رضيت بما رضي الله تعاليٰ لي ولامتي (مون پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي امت لاءِ اهو ئي پسند ڪيو آهي، جيڪو منهنجي لاءِ ۽ منهنجي امت لاءِ الله تعاليٰ پسند فرمايو آهي) پوري حديث ڏسو: مجمع الزوائد ص ٢٩٠ج ٩. ان ڏس ۾ حضرت علي سائين رضي الله عنه جو مشهور شعر آهي تہ رضينا بقسمة الجبار فينا۔ لنا علم و للجهال مال (يعني اسين پنهنجي باري ۾ الله جليل جبار جي ورهاست تي راضي آهيون اسان لاءِ علم ۽ جاهلن لاءِ مال آهي) مطلب تہ اها ئي ايمان جي گهر آهي تہ ٻانهو الله جي لکئي تي راضي رهي.

ڇاڻڻ گهرجي تہ پاڻ کي، ۽ پنهنجي هر شيءِ کي الله تعاليٰ جي حوالي ڪرڻ جو نالو آهي مڪمل توڪل، جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

بِسْمِ اللهِ آمَنْتُ بِاللهِ رَبِّيَ اللهُ حَسْبِيَ اللهُ تَوَكَّلْتُ عَلَى اللهِ وَاعْتَصَمْتُ بِاللهِ وَاُفَوِّضُ اَمْرِيْ اِلَى اللهِ لَاحَوْلَ وَلَاقُوَّةَ اِلَّا بِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ[1]

[مون هن ڪم کي الله جي نالي سان شروع ڪيو مون الله تي ايمان آندو منهنجو رب الله آهي، منهنجي لاءِ الله ڪافي آهي، مون الله تي ڀروسو ڪيو مون الله جي رسيءَ کي مضبوطي سان پڪڙيو نيڪي ڪرڻ جي سگهہ ۽ برائي کان باز رهڻ جي طاقت، فقط الله تعاليٰ جي توفيق ۽ حڪم سان ئي آهي.]

جڏهن انسان انهن عظيم الشان لفظن جي معنيٰ تي عمل ڪندو ۽ پنهنجي ذات ۽ پنهنجي هر ڳالهہ ۽ پنهنجي هر فعل کي الله تعاليٰ جي رضا جي مطابق ڪندو ۽ هميشه لاءِ سندس رضا ۾ فنا ٿي ويندو تڏهن ان کي اهو مقام نصيب ٿيندو جنهن کي "فنا في الله" ۽ "بقا بالله" چئبو آهي. يعني اهڙو شخص الله جي رضا حاصل ڪري، هميشه جي لاءِ امر ٿي ويندو آهي. الله تعاليٰ، اصحابن سڳورن جي شان ۾ فرمائي ٿو تہ:

وَمَا زَادَهُمْ اِلَّآ اِيْمَانًا وَّتَسْلِيْمًا[2]

---

[1] قرآن ۽ حديث جي مختلف دعائن کي ملايو ويو آهي ۽ سڀ ثابت آهن. مثلاً نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو چار قسم جا ڪلمات چوندو چئن قسمن جي خطرن کان امن ۾ رهندو: ١-جنهن ماشاءَ الله لا قوة الله بالله چيو سو نظر لڳڻ کان امن ۾ رهندو ٢- جنهن حسبنا الله ونعم الوڪيل چيو سو شيطان جي شر ۽ مڪر کان محفوظ رهندو ٣- جنهن افوض امري الي الله چيو سو ماڻهن جي مڪر ۽ حيلي کان ،من ۾ رهندو ۴- ۽ جنهن لا اله الا انت سبحانک اني ڪنت من الظالمين چيو سو غم کان امن ۾ رهندو. ٻي روايت ۾ فرمايائون تہ لا حول ولا قوة الا بالله جنت جو خزانو يا جنت جا خزانا آهن: قرطبي ص۴٠٧ج١٠- ساڳئي تفسير ۾ ۽ ساڳئي صفحي تي ٻيا بہ وظيفا آهن. اهڙيءَ طرح ٻين بہ گهڻن ڪتابن مان اهي وظيفا ثابت آهن. پر انهن جي ترتيب اها نہ آهي، جيڪا هن ڪتاب جي مصنف متن ۾ ڏني آهي. (مترجم)

[2] سورة الاحزاب آيت:٢٢

[جڏهن ايمان وارن، ڪافرن جا لشڪر ايندي ڏٺا تہ سندن ايمان ۽ اطاعت گذاريءَ جو جذبو اڃا ب وڌي ويو.]

يعني الله تعاليٰ جيڪو بہ معاملو فرمائي، چاهي اهو ٻاجھہ ۽ مهرباني فرمائي، تڏهن بہ ٻانها لبيڪ چوندا آهن، چاهي قهر فرمائي، تڏهن بہ لبيڪ چوندا آهن. اهي قدرت جي قضا جي هر حڪم جي سامهون ڪنڌ جهڪائيندا آهن. ڪنهن بہ قسم جي ڇا ۽ ڇو؟ نہ ڪندا آهن. سندن رضا، الله تعاليٰ جي رضا ۽ تقدير مطابق هوندي آهي ۽ اهو ئي عين ايمان آهي. صبر ۽ شڪر انهن جي زندگي جا بنيادي اصول آهن، جيئن رسول الله ﷺ جن فرمائين ٿا تہ:

اَلْاِيْمَانُ نِصْفَانِ نِصْفُهٗ صَبْرٌ وَنِصْفُهٗ شُكْرٌ (1)

[ايمان جا ٻہ حصا آهن، ان جو اڌ صبر آهي تہ اڌ شڪر آهي.]

هڪ اعرابي يعني ٻوٽاٽو شيخ حسن بصري رح جي خدمت ۾ آيو ۽ پڇڻ لڳو تہ سائين سڳورا! صبر ڇا آهي؟ ارشاد فرمايائين تہ صبر جا ٻہ قسم آهن. ١- مصيبت ۽ آزمائش تي صبر ڪرڻ ٢- هر انهيءَ شيءِ تي صبر ڪرڻ، يعني ان کان باز رهڻ جنهن کان الله تعاليٰ روڪيو آهي. ٻوٽاٽي چيو تہ توهان وڏا زاهد يعني دنيا کان بي رغبتي رکندڙ آهيو. مون توهان کان وڌو ڪو زاهد ۽ صابر نہ ڏٺو آهي. شيخ موصوف فرمايو تہ منهنجي زاهدي دنيا کان بي رغبتي ۽ منهنجو صبر، آہ زاري ڪرڻ آهي. اعرابيءَ چيو تہ مون کي واضح ڪري ٻڌايو ڇاڪاڻ تہ اها ڳالھہ منهنجي سمجھہ ۾ نٿي اچي. شيخ موصوف فرمايو تہ مشڪل حالتن ۽ مصيبتن ۾، الله تعاليٰ جي اطاعت تي قائم رهڻ ئي منهنجو صبر آهي. خدا تعاليٰ جي

---

(1) تفسير قرطبي ص٧٩ ج١۴ ۾ آهي تہ اهو قول شعبي جو آهي. ساڳيو قول مغيره بن شعبه جو بہ آهي: تفسير ابن جرير ص٨۴ ج٢١- ڪي چون ٿا تہ ايمان جا ٻہ حصا آهن: دل سان تصديق ڪرڻ ۽ ظاهري طرح ايمان وارا ڪم ڪرڻ: (شرح نووي ١٠١ ج٣) فيض القدير ص ٣١ ج٦ ۾ آهي تہ دين جا ٻہ حصا آهن: ١- برائي کي ڇڏڻ ٢- نيڪيءَ جا ڪم ڪرڻ. اهڙا ٻيا بہ گهڻا قول آهن. البت عبد الله بن مسعود جي حديث ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ صبر ڪرڻ اڌ ايمان آهي ۽ يقين ڪرڻ پورو ايمان آهي: مسند الشهاب ص١٢٦ ج١.

خوف سبب دوزخ جي باه کان ڊڄان تو ۽ اها ئي عاجزي آهي ۽ منهنجي زاهدي هيءَ آهي تہ دنيا ۾ رهي، آخرت جي رغبت رکان ٿو. اها رغبت آهي، زاهدي نہ آهي. پوءِ نيڪ بخت اهو شخص آهي، جيڪو دنيا ۾ رهي پنهنجي لاءِ (آخرت جو) نصيب حاصل ڪري، يعني نيڪيون ڪمائي تان تہ اڳئين جهان ۾ الله تعاليٰ کان اجر حاصل ڪري. مون کي پنهنجي تن، بدن جي محبت ۽ آرام لاءِ ٻئي جهانَ بہ گهربل نہ آهن. ٻانهي جي زاهدي، الله تعاليٰ لاءِ هجي، نہ ٻنهي جهانن جون نعمتون يا بهشت حاصل ڪرڻ جي لاءِ ۽ اها ئي ڳالهہ اخلاص جي صحيح هجڻ جي نشاني آهي.

# سهڻن اخلاقن جي فضيلت

**تواضع:** ڄاڻ گهرجي تہ تواضع ۽ عاجزي اهو شخص اختيار ڪندو آهي، جيڪو ڀلارو ۽ سگهوري صفت وارو هوندو آهي. تواضع جي تعريف هن طرح ڪئي آهي:

١۔ صَاحِبُ التَّوَاضُعِ صَاحِبُ الْجَاهِ فِي الدَّارَيْنِ

[عاجزي ۽ تواضع جو صاحب، ٻنهي جهانن ۾ مانُ، مرتبو ماڻيندو آهي.]

٢۔ مَنْ تَوَاضَعَ فَقَدْ كَرُمَ طَبْعَهٗ وَمَنْ تَكَبَّرَ فَقَدْ اَخْبَرَ عَنْ رَذَالَةِ نَفْسِهٖ

[جيڪو شخص عاجزي اختيار ڪندو آهي، اهو پنهنجي طبيعت جي شرافت جو اظهار ڪندو آهي ۽ جيڪو وڏائي ڪندو آهي، اهو پنهنجي طبيعت جو تڪبر ۽ نفس جي رذالت ظاهر ڪندو آهي.]

٣۔ بحير بن معاذ چوي ٿو تہ:

اَلتَّوَاضُعُ حَسَنٌ وَلٰكِنْ فِي الْاَغْنِيَاءِ اَحْسَنُ وَالتَّكَبُّرُ قَبِيْحٌ فِي الْخَلْقِ وَلٰكِنْ فِي الْفُقَرَاءِ اَقْبَحُ

[تواضع هڪ سهڻي صفت آهي، پر . شاهوڪارن لاءِ وڌيڪ چڱي شيءِ آهي ۽ تڪبر عام ماڻهن لاءِ هڪ خراب صفت آهي، پر خاص ڪري فقير ماڻهو تڪبر ڪري تہ سڀ کان وڌيڪ خراب شيءِ آهي.]

4۔ شيخ ذوالنون مصري رح فرمائي ٿو تہ:

ثَلٰثَةٌ مِنْ عَلَامَاتِ النَّفْسِ اَلتَّوَاضُعُ وَتَصْغِيْرُ النَّفْسِ وَالْمَعْرِفَةُ بِالْعَيْبِ وَتَعْظِيْمُ النَّاسِ

[ٽي ڳالهيون نفس لاءِ (فائديمند) آهن: ١- عاجزي ٢- پاڻ کي گهٽ ڄاڻڻ ٣- پنهنجا عيب ڄاڻڻ ۽ ماڻهن کي پاڻ کان وڌيڪ سمجهڻ.

5- وَاَيْضًا حُرْمَةٌ وَقُبُوْلُ الْحَقِّ وَالنَّصِيْحَةِ مِنْ كُلِّ اَحَدٍ مِّنْهَا

[پڻ تواضع جي تعريف هيءَ ڪئي ويئي آهي تہ توحيد کي محترم سمجهي ۽ حق ڳالهہ ۽ هر هڪ جي نصيحت کي قبول ڪري.]

6- رسول الله ﷺ جن فرمائين ٿا تہ:

مَنْ تَوَاضَعَ لِلّٰهِ رَفَعَهُ اللّٰهُ وَمَنْ تَكَبَّرَ وَضَعَهُ اللّٰهُ (1)

[جيڪو الله لاءِ عاجزي ڪندو الله ان جو درجو بلند ڪندو ۽ جيڪو وڏائي ڪندو الله ان کي ذليل ڪندو.]

**ادب:** ادب جي تعليم الله تعاليٰ جي طرفان عطا ٿيندي آهي، جيئن نبي اڪرم ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي تہ:

اَدَّبَنِيْ رَبِّيْ فَاَحْسَنَ تَأْدِيْبِيْ (2)

[منهنجي رب، مون ۾ ادب سيکاريو پوءِ ڏاڍو سهڻو ادب سيکاريائين.]

---

(1) تفسير قرطبي ص ٣٢٨ ج ١٤- صحيح ابن حبان ص ٤٩١ ج ١٢- مجمع الزوائد ص ٨٢ ج ٨- مصنف ابن ابي شيبه ص ١٢٠ ج ٧- مسند احمد ص ٧٦ ج ٣- مسند ابي يعلي ٣٨٥ ج ٢- الترغيب و الترهيب ص ٢٩٩ ج ٤- فتح الباري ص ٤٩١ ج ١٠ ص ٣٤٧ج ١١ ص ١٢٥ ج ١٣. تواضع جي فضيلت ۾ ڪيتريون آيتون آهن، جن مان هڪ هيءَ آهي: وبشر المخبتين (۽ عاجزي ڪندڙن کي بشارت ڏي).

(٢) تفسير قرطبي ص ٢٢٨ ج ١٨ في تفسير وانک لعليٰ خلق عظيم- فيض القدير ص ٢٢٤ ج ١- ساڳئي ڪتاب جو مصنف ص ٢٢٥ ج ١ ۾ بحواله زرڪشي فرمائي ٿو تہ: اها حديث معنيٰ جي اعتبار سان صحيح، پر حديث جي ڪنهن صحيح طريقي سان ثابت نہ آهي، ابن جوزي ان کي "بي بنياد" شمار ڪري ٿو. ڪشف الخفاءِ ٧٢ ج١ ۾ آهي تہ ان حديث جي سند ڏاڍي ضعيف آهي. ابن حجر ان کي سند جي لحاظ سان پنهنجن ڪن فتوائن ۾ "غريب" ڄاڻايو آهي، پر معنيٰ جي اعتبار سان روايت صحيح آهي، اها ئي ڳالهہ ابن اثير "النهايه" جي مقدمي ۾ ڄاڻائي آهي. سمعانيءَ منقطع سند سان انهن لفظن سان ملندڙ روايت ابن مسعود رضہ جي بيان ڪئي آهي. عرض ڪري ٿو راقم الحروف تہ قرطبي پنهنجي تفسير ۾ اها حديث هن طرح بيان ڪئي آهي: وقد روي عنه (۽ نبي ﷺ جن کان روايت بيان ڪئي وئي آهي) يعني مجهول صيغي سان بيان ڪئي آهي ۽ جيڪا روايت اهڙن لفظن سان بيان ڪئي ويندي آهي، اها ضعيف هوندي آهي (والله اعلم بالصواب).

چاڻ گهرجي تہ سهڻو اخلاق هي آهي، جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

إِنَّ هٰذِهِ الْأَخْلَاقِ مِنَ اللهِ فَإِذَا أَرَادَ اللهُ بِعَبْدٍ خَيْرًا مَنَحَهُ مِنْهَا خُلُقًا [1]

[بيشڪ اهي سهڻا اخلاق الله تعاليٰ جي طرفان وڏي نعمت آهن. جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي سان ڀلائي ڪرڻ گهرندو آهي تہ ان کي سهڻن اخلاقن مان بهرو عطا فرمائيندو آهي.]

إِنَّمَا بُعِثْتُ لِأُتَمِّمَ مَكَارِمَ الْأَخْلَاقِ [2]

[بيشڪ مون کي بهترين اخلاقن جي تڪميل لاءِ موڪليو ويو آهي.]

إِنَّ لِلّٰهِ عَزَّوَجَلَّ مِائَةً وَّسَبْعَةَ عَشَرَ خُلُقًا مَنْ أَتَاهُ وَاحِدًا مِنْهَا دَخَلَ الْجَنَّةَ [3]

[بيشڪ الله تعاليٰ جون هڪ سئو سترهن خصلتون آهن. جنهن کي بہ انهن مان هڪ بہ خصلت عطا ڪئي ويئي، اهو جنت ۾ داخل ٿيندو.]

واسطي فرمائي ٿو تہ:

اَلْخُلُقُ الْعَظِيْمُ أَنْ لَا يَخْتَصِمُ وَلَا يُخَاصَمُ

[عظيم اخلاقن جو صاحب اهو آهي، جيڪو نہ ڪنهن سان وڙهي ۽ نہ ڪو ان سان وڙهي.]

ابن عطار رح فرمائي ٿو تہ:

اَلْخُلُقُ الْعَظِيْمُ أَنْ لَا يَكُوْنُ لَهُ إِخْتِيَارٌ فَيَكُوْنُ تَحْتَ الْحُكْمِ مَعَ فَنَاءِ النَّفْسِ وَفَنَاءِ الْوَفَاةِ

---

[1] الترغيب والترهيب ص ٢٧٧ ج ٣- فيض القدير ٤٧٢ ج ٢- مجمع الزوائد ص ٢٠ ح ٨- المعجم الاوسط ص ٢٧٥ ج ٣.

[2] قرطبي ص ١٩٧ ج ٤١، ابن ڪثير ص ٤٠٤ ج ٤، مجمع الزوائد ص ١٨٨ ج ٨، احمد ص ٣٨١ ج ٢، فتح الباري ص ٥٧٥ ج ٦. بيهقي ص ١٩١- ١٩٢ ج ١٠، فيض القدير ص ١٦٤ ج ٥، موطا مالڪ ص ٩٠٤ ج ٢، ڪشف الخفاءِ ص ٢٤٤-٢٤٥ ج ١.

[3] مڪارم الاخلاق ص ٢٤ ج ١، مجمع الزوائد ص ٣٦، ج١، مسند الطيالسي ص ١٤ ج١، لسان الميزان ص ٨٠ ج ٤، علل دارقطني ص ٣٢ ج ٣، العلل المتناهية ص ٩٣٣ ج ٢.

[عظيم اخلاق هي آهي تہ پانهي جو ڪو اختيار نہ هجي ۽ نفس ۽ دنيا جي سمورين پيارين شين کي فنا ڪري، الله ۽ سندس رسول ڪريم ﷺ جي حڪم هيٺ زندگي گذاري.]

شيخ علي ڪرمي فرمائي ٿو تہ تصوف سهڻن اخلاقن جو نالو آهي. شيخ ابو محمد مرتعش فرمائي ٿو تہ تصوف سٺن اخلاقن جو نالو آهي. امام محمد بن حسين فرمائي ٿو تہ تصوف سهڻي اخلاق جو نالو آهي، پوءِ جيڪو توهان کي اخلاق ۾ وڌائي، تنهن کي نوهان تصوف ۾ وڌايو.

ان ڏس ۾ رسول الله ﷺ جن جا ڪجهہ فرمان مبارڪ هي آهن :

حُسْنُ الْخُلُقِ خُلُقِ اللهِ تَعَالَى الْأَعْظَمُ (1)

[سهڻو اخلاق الله تعاليٰ جو عظيم خلق آهي.]

مَنْ أُعْطِيَ حَظَّهُ مِنَ الرِّفْقِ فَقَدْ أُعْطِيَ حَظَّهُ مِنَ الْخَيْرِ وَمَنْ حُرِمَ حَظَّهُ مِنَ الرِّفْقِ فَقَدْ حُرِمَ حَظَّهُ مِنَ الْخَيْرِ (2)

[جنهن کي نرميءَ مان ڀاڱو مليو تنهن کي ڀلائيءَ جو حصو مليو ۽ جيڪو نرميءَ کان محروم ٿيو اُهو ڀلائيءَ کان محروم ٿيو.]

خَيْرُ النَّاسِ مَنْ يَّنْفَعُ النَّاسَ وَشَرُّ النَّاسِ مَنْ يَّضُرُّ النَّاسَ (3)

[سڀ کان ڀلارو شخص اهو آهي، جيڪو ماڻهن کي فائدو ڏئي ۽ سڀ کان بڇڙو انسان اهو آهي، جيڪو ماڻهن کي نقصان ڏئي.]

پڻ فرمائين ٿا تہ:

لَا شَيْءَ أَفْضَلُ مِنْ إِيْمَانٍ بِاللهِ وَالنَّفْعِ لِلْمُسْلِمِيْنَ وَلَا شَيْءَ أَخْبَثُ مِنَ الشِّرْكِ بِاللهِ وَالضَّرَرِ لِلْمُسْلِمِيْنَ

---

(1) الفردوس بماثور الخطاب ص ۱۴۰ ج ۲، فيض القدير ص ۳۸۴ ج ۳، ميزان الاعتدال ص ۲۷٦ ج۲. لسان الميزان ص ۲۵۷ ج ۲، ڪشف الحثيث ص ۹۴ج۱.

(2) سنن بيهقي الڪبري حديث ۲۰۵۸۷- ترمذي ص ۳۷٦ج۴، مجمع الزوائد ص ۱۵۳ ج ۸، مسند احمد ص ۱۵۹ ج٦، فتح الباري ص ۴۵۹ ج ۱۰، فيض القدير ص ۷۵ ج ٦، شعب الايمان ص ۲۳۸ ج ٦، الترغيب والترهيب ص ۲۲۸ ج ۳، حلية الاولياء ص۱۵۹ج۹- مصنف ابن ابي شيبه ص ۲۰۹ ج۱۰، مسند حميدي ص ۱۹۳ ج ۱.

(3) حديث ۾ اهي الفاظ نہ آهن، پر مضمون قرآن ۽ حديث مان ثابت آهي. (مترجم)

[ايمان بالله ۽ مسلمانن کي فائدي پهچائڻ کان وڌيڪ ڪا شيءِ افضل نہ آهي ۽ الله سان شرڪ ڪرڻ ۽ مسلمانن کي ايذائڻ کان وڌيڪ ڪا شيءِ بڇڙي نہ آهي.]

پڻ مشهور حديث آهي تہ

اَلْحَيَاءُ مِنَ الْاِيْمَانِ[1]

[حياءُ ايمان جو حصو آهي.]

جيڪو ايمان وارو هوندو، اهو ڪڏهن خالق جي نافرماني نہ ڪندو ۽ هرگز خدا جي خلق کي نہ ايذائيندو.

**ادب:** هر هنڌ ۽ هر ڪم ۾ باادب هئڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ آدمي ڪڏهن بہ بي ادب نہ هوندو آهي ۽ ادب، انسان جي اکين ۾ حيا ۽ نور رانگر آهي، جنهن شخص ۾ ادب نہ آهي، سمجهو تہ اهو آدمي نہ آهي. چيو ويو آهي تہ:

مصرعو

درميان فرق همين آدم و حيوان، ادب است

[حيوان ۽ آدميءَ ۾ فرق ادب جو ئي آهي.]

**عدل:** ڄاڻڻ گهرجي تہ حق ۽ باطل کي انصاف جي لحاظ سان برابر نٿو رکي سگهجي، ڇاڪاڻ تہ باطل ۽ عدم کي (فنا) ۽ حق کي دوام (بقا) حاصل آهي، تنهن ڪري باطل کي مڃيندڙ ماڻهو بي انصاف ۽ جاهل آهي.

**سخاوت:** ڄاڻڻ گهرجي تہ:

---

[1] هڪ شخص پنهنجي ڀاءُ کي نصيحت ڪري رهيو هو تہ تون تہ ڪو ڏاڍو لڄارو آهين، هروڀرو حياءُ ٿو ڪندو وتين، نبي ڪريم ﷺ جن سندس اها ڳالهہ ٻڌي ڪيس فرمايو تہ ڇڏيس، بيشڪ حياءُ ايمان جو حصو آهي. صحيح بخاري حديث: ٥٧٦٧- المسند المستخرج علي صحيح الامام مسلم حديث: ١٤٩- ابو دائود حديث: ٤٧٩٥- السنن الڪبري حديث: ١١٧٦٤- سنن النسائي المجتبي حديث: ٥٠٣٣- موطا مالڪ حديث: ١٦١١- المعجم الاوسط حديث: ٤٩٣٢- مسند احمد حديث: ٥١٨٢، ٦٣٤٠- المعجم الصغير ص٤٠ ج٢- مسند ابي يعلي ص٣٠٢ ج٩- مسند عبد بن حميد ص٢٣٨ ج١- المعجم الڪبير ص١٩٦ ج١٠- شعب الايمان حديث: ٧٧١١.

اَلسَّخِيُّ حَبِيْبُ اللهِ وَلَوْكَانَ فَاسِقًا وَالْبَخِيْلُ عَدُوُّ اللهِ وَلَوْكَانَ زَاهِدًا (1)

[سخي الله جو دوست آهي، چاهي فاسق هجي ۽ بخيل الله جو دشمن آهي، چاهي عبادت گذار هجي.]

يا ائين چئجي تہ سخي اهو آهي، جيڪو پنهنجي ذات ۽ دنيا جي هر شيءِ سان سخاوت ڪري ۽ ان جي ٻاجھہ ۽ ڪرم نَوازيءَ جي تقاضا آهي تہ الله تعاليٰ ڪانسواءِ نہ پاڻ ڪي ڏسي ۽ نہ ڪنهن فاني شيءِ ڪي ڏسي.

**امانت:** ڄاڻڻ گهرجي تہ مؤمن امانتدار ۽ مشرڪ خيانت ڪندڙ هوندو آهي. امانتدار مؤمن اهو آهي، جيڪو ناحق، ڪنهن ٻئي جي ذره برابر شيءِ ۾ بہ طمع ۽ لالچ نہ رکي.

**قناعت:** ڄاڻڻ گهرجي تہ قناعت اهڙي شيءِ آهي، جيڪا انسان کي عزتدار ۽ مالدار بنائي ٿي. چيو ويو آهي تہ درويشيءَ کان وڌيڪ چڱو ڪو مقام نہ آهي ۽ قناعت جي بادشاهيءَ کان وڌيڪ چڱي ڪا بادشاهي نہ آهي. قانع (قناعت ڪندڙ) اهو شخص آهي، جيڪو مالڪ الملڪ رب العالمين جي لاءِ (يعني سندس رضا ۽ خوشنودي جي واسطي) قناعت ڪري، نڪي پنهنجي ذات ۽ پنهنجي مال ۽ ملڪيت جي باري ۾. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

اِنَّ اللهَ تَعَالٰى يُحِبُّ الْهِمَمَ الْمَعَالِيَّةَ وَيُبْغِضُ الْهِمَمَ اللَّئِيْمَةَ

---

(1) حديث ۾ "ولو ڪان فاسقا" جا الفاظ نقل ۽ عقل ٻنهي لحاظ سان نٿا ٺهڪن. قرآن مجيد ۾ فاسقن کي گهٽو نِنديو ويو آهي، مثلاً: ان الله لا يهدي القوم الفاسقين. وليخزي الفاسقين وغيرهما. ترمذيءَ ۾ اها حديث لفظن جي فرق سان موجود آهي، ان ۾ الفاظ آهن: والجاهل السخي احب الي الله عزوجل من عابد بخيل (جاهل سخي، عابد بخيل کان، الله کي وڌيڪ پيارو آهي) ترمذي فرمائي ٿو تہ: هن حديث ۾ غرابت آهي يعني مُبهم ۽ پيچيده آهي: (ترمذي ص ٣٤٢ج ۴) مجمع الزوائد ص ١٢٧ ج٣ ۾ آهي تہ: حديث ضعيف آهي. المعجم الاوسط ص ٢٨ ج ٣، شعب الايمان ۾ بہ اهڙي حديث آهي، جنهن کي امام بيهقي بہ ضعيف ڄاڻائي ٿو: ڏسو ص ۴٢٧ ج ٧ ۽ پڻ الترغيب والترهيب ص ٢٥٨ ج ٣) غرض تہ حديث ضعيف هجڻ کان سواءِ انهيءَ ۾ اهي لفظ نٿا ملن تہ "چاهي سخي فاسق هجي."

[بيشڪ الله تعاليٰ ان شخص کي پسند ڪري ٿو جيڪو بلند همت هجي ۽ ڪمينه صفت انسان کي دشمن رکي ٿو.] (1)

بلند همت اهو شخص آهي، جيڪو پنهنجي نفس کي ٻنهي جهانن جي شين ۾ نه ريجهائي ۽ نه رولي. ڪم ظرف انسان اهو آهي، جيڪو پنهنجي نفس کي ٻنهي جهانن جي شين جي پويان رلائي ۽ ريجهائي. الله تعاليٰ اهڙي کي دشمن رکندو آهي، ڇاڪاڻ ته انسان جو جسم ۽ جان هجي، يا ان جو قلب هجي، سڀ ان جا آهن، جيئن فرمايو ويو آهي ته روح انسان جو عين آهي.

غزل

توئ در جان من! جانان تُوئ
در چشم من چون جان تُوئ
جسم است جان وتن تُوئ
هرچه هست توئ برآمد از دلم دلبر
و نشسته چون جان و در جاءِ قلب اندر
که آن اخفيٰ است از من آن تصور کردم
زيرا که اين موجود ماجد را است
ونحن اقرب ز جان وتن مرا بر بود
جانب خود که رفتم از خود جائ خود
عجب دارم ز حالت خود که من او گشت او شُد من
يکي خوانم يکي جويم يکي دانم يکي پويم
که در وحدت دو چون گويم يکي دانم يکي پويم

---

(1) اسان کي حديث جا هي الفاظ ڪتابن ۾ ملن ٿا: عن حسين بن علي قال قال رسول الله ﷺ ان الله يحب معالي الامور و اشرافها و يکره سفسافها و في رواية: معالي الاخلاق يعني الله بلند هستيءَ وارن اخلاقن ۽ عزت وارن ڪمن کي پسند ڪري ٿو ۽ خسيس ڪمن کي پسند نٿو ڪري: (معجم الڪبير ص ١٣١ ج ٣، ايضا ص ١٨١ ج ٦، مسند الشهاب ص ١٥٠ ج ٢، تاويل مختلف الحديث ص ٢٧٠ ج ١، مڪارم الاخلاق ص ١٩ ج ١، الزهد لهناد ص ٤٢٣ ج ٢، فيض القدير ص ٢٢٦ ج ٢، ايضاً ص ٢٩٥ ج٢، حلية الاولياءِ ص ٢٩ ج ٥).

که در وحدت دو چون گويم نہ من بي او نه او بي من
دويئ در قلزم وحدت تصوريست که اين خلقت
چون اورا است در کثرت و لي نابود در بودن
بہ بين "فقيري" که در عشق تو گويئ سوخته آتش
ولي در دل ازان دوزخش گلخن گشت خوش گلشن.

[تون ئي منهنجي جان ۾ آهين! تون ئي منهنجو محبوب آهين. تون ئي منهنجين اکين ۾ منهنجي جان وانگر آهين، منهنجي نظر ۾ تون ئي انسان آهين، جسم ۽ جان ۽ بدن تون ئي آهين، دلبر منهنجي دل مان نڪتو آهي ۽ جان وانگر بيٺو آهي، قلب ۾ ويٺو آهي، جيڪو مون کان اخفيٰ ۾ آهي، خيال ڪريان ٿو تہ آءٌ ئي اهو سڀ ڪجهہ آهيان، ڇاڪاڻ تہ انسان جو شان هي آهي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ اسين ان کي ان جي ساه جي رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون. پنهنجي جاءِ تان اٿي، محبوب جي وٽ ويس تہ پنهنجي حالت تي تعجب ٿيو، جو مان خود اُهوئي آهيان ۽ اهُو خود، مان آهيان. ان کي هڪ ڇوان ٿو هڪ ڳوليان ٿو هڪ ڄاڻان ٿو هڪ لهان ٿو ڇاڪاڻ تہ وحدت ۾ سڀ هڪ ئي آهن. نہ آءٌ ان کان سواءِ آهيان ۽ نہ اهو مون کان سواءِ آهي. وحدت جي سمنڊ ۾ ٻيائي فقط هڪ خيال آهي. ڇاڪاڻ تہ هيءَ مخلوق ائين ئي آهي، جيئن ڪثرت ۾ روح گڏ هجن. جيڪي (الله جي) هستيءَ ۾ نابود ٿي ويا هجن، هن فقير کي ڏس تہ آءٌ ڪيئن انهيءَ (الله) جي عشق ۾ سڙي رکَ ٿي ويو آهيان، پر منهنجي دل جي دوزخ، ائين باغ بهار لڳي پيئي آهي، جيئن ابراهيم عليه السلام لاءِ باه، باغ بهار ٿي هئي.]

**جلال ۽ جمال:** ڄاڻڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ جي صفت جلال جون تجليون، انوار ۽ روشنيون آهن، جيڪي قهر جي جهان سان واسطو رکن ٿيون، اهي قهر جون تجليون هر شيءِ کي فنا ڪري ڇڏينديون آهن، ان جي تشريح کان قلم ۽ زبان عاجز آهي. قهر جي صفت جي سڀ کان اڳ جيڪا تجلي ظاهر ٿي، ان جي خاصيت اها هئي تہ

لَا تُبۡقِي وَلَا تَذَرُ ﴿٢٨﴾[1]

[اها دوزخ نہ ڪنهن کي باقي رکندي ۽ نہ ڪنهن کي ڇڏي ڏيندي.]

سَت ئي دوزخ، الله جي انوارن جا پاڇا ۽ اولڙا آهن. جلال جي مقابلي ۾ الله پاڪ جي ٻي صفت جمال آهي، جيڪا الله تعاليٰ جي ٻاجھہ ۽ مهربانيءَ سان واسطو رکي ٿي ۽ ڪائنات ۾ نورانيت پکيڙي ٿي ۽ مخلوق کي نوازي ٿي. الله تعاليٰ جي صفت قهر جو نتيجو هي آهي تہ سندس طالبن ۽ مشتاقن جي دل ۽ جان ۾ جڏهن جلال ظاهر ٿيندو آهي، تڏهن اهي الله جي جلالي شان جي عظمت کي نہ ڄاڻندا آهن ۽ سندن دلين ۾ اها ڳالهہ نہ هوندي آهي تہ اهو الله ڪيڏو عظيم آهي ۽ ٻيون شيون ان کان ڪيتريون گهٽ درجي جون آهن. اها ڪفر جي حالت ۽ حد آهي، پر ڪين ويساه هوندو آهي تہ همه اوست، يعني جيڪي ڪجهہ آهي، سڀ اهو ئي آهي، ان کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو الله "اللطيف" آهي ۽ لطيف اها هستي هوندي آهي، جيڪا هر هنڌ ۽ هر مخلوق ۾ اثر ۽ عمل دخل ڪري ۽ هر وقت موجود هجي. الله تعاليٰ جي هڪ صفت "عظيم" آهي. عظيم اهو هوندو آهي، جيڪو هر هنڌ ۽ هر وجود جو عين يعني اصل هجي، بلڪ هر اها شيءِ جيڪا مڪان، مڪين ۽ امڪان ۽ تصور ۾ بہ اچي نہ سگهي، الله تعاليٰ ان کي بہ پنهنجي ڪمال، حڪمت ۽ دانائيءَ سان وجود ۾ آڻي سگهي ٿو. ان جي ذات پاڪ کان سواءِ ڪو بہ ممڪن الوجود يعني عدم کي وجود عطا ڪندڙ نہ آهي ۽ جيڪا شيءِ جائز الوجود هوندي آهي، يعني جنهن جو وجود ممڪن هوندو آهي، ان جو وجود پنهنجو نہ هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ جيئن جنت جي نعمتن جي صفت رسول ڪريم ﷺ جن بيان فرمائي آهي تہ مَالَاعَيۡنٌ رَاَتۡ يعني الله تعاليٰ جنتين لاءِ اهي نعمتون تيار ڪري رکيون آهن، جن کي ڪنهن اک بہ نہ ڏٺو آهي.]

تنهن ڪري چيو ويو آهي تہ الله تعاليٰ ڳجهو خزانو آهي، جنهن جو ظهور ان جي حڪمت ۽ دانائيءَ هيٺ ٿيندو رهي ٿو. پر اهو اهڙو غيب

---

[1] المدثر آيت: ٢٨

۽ ڳجهه آهي، جنهن کي معلوم نٿو ڪري سگهجي. جيڪا شيءِ معلوم ۽ محسوس ڪري سگهجي ٿي، عقل ۽ شعور جي گهيري يا گهرائي ۾ اچي سگهي ٿي، ان کي "ظهور" چوندا آهن. ظاهر هجي يا باطن. الله تعاليٰ جي سامهون سڀ ڪجهه ظاهر آهي. اهو ئي سندن حقيقت به ڄاڻي ٿو ۽ پنهنجي ذات ۽ پنهنجين صفتن کي به پاڻ سڃاڻي ٿو پيو ڪو الله جي گهرائي ۽ حقيقت کان آگاه نه آهي.

ڄاڻڻ گهرجي ته الله تعاليٰ جي عظمت، ڪبريائي، جاه، جلال، ڪنهن انسان جي سمجهه ۾ نٿو اچي سگهي ته اهو عظيم ڪيئن آهي ۽ ڪيترو عظيم آهي؟ ڇاڪاڻ ته سندس ذات پاڪ ڪيفيت، ڪميت ۽ ماهيت کان پاڪ ۽ بلند آهي. وڏا وڏا بزرگ، جن جي دلين ۾ عرش کان فرش يعني زمين تائين پوري ڪائنات ماپي ٿي، سندس عظمت ۽ ڪبريائي نٿا ڄاڻي سگهن. حالانڪ انهن ڪامل ولين جو شان هي بيان ڪيو ويو آهي ته ماڻهن مان ڪي اهڙا آهن، جيڪي الله اڪبر چوندا آهن ته الله تعاليٰ جي عظمت ۽ ڪبريائي ۾ غائب ٿي ويندا آهن.

انهن جو باطن نور سان ڀريل هوندو آهي ۽ پوري ڪائنات سندن سيني جي وسعت ۾ ائين هوندي آهي، جيئن ڪنهن وڏي رڻ پٽ ۾ منڍي پيل هجي. پڻ سندن شان ۾ چيو ويو آهي ته جيڪڏهن عرش ۽ ان جي چوڌاري جيڪي ڪجهه آهي ۽ هڪ روايت مطابق ان جي ڀرپاسي واري جيڪا به مخلوق آهي، سا عارف انسان جي دل ۾ اچي تڏهن به ان کي ڪا عزت جوڳي ڳالهه محسوس نه ڪندو آهي.

## عارف جي فضيلت

قَالَ النَّبِيُّ ﷺ فَيُنَادِيْ مُنَادِ رَبَّهٗ تَعَالٰى فَيَقُوْلُ اِلٰهِيْ! لِكُلِّ مَلِكٍ خَزَائِنْ فَاَيْنَ خَزَائِنُكَ؟ قَالَ اللّٰهُ تَعَالٰى خَزَائِنِيْ اَعْظَمُ مِنَ الْعَرْشِ وَاَوْسَعُ مِنَ الْكُرْسِيِّ وَاَطْيَبُ مِنَ الْجَنَّةِ وَاَزْيَنُ مِنَ الْمَلَكُوْتِ وَاَرْضُهَا الْمَعْرِفَةُ وَ ثِمَارُهَا الْاِيْمَانُ وَ شَمْسُهَا الشَّوْقُ وَ قَمَرُهَا الْمَحَبَّةُ وَنُجُوْمُهَا الْخَوَاطِرُ وَ سِحَابُهَا الْعَقْلُ وَ مَطَرُهَا الرَّحْمَةُ وَ اَشْجَارُهَا الطَّاعَةُ وَاَنْهَارُهَا الْاِخْلَاصُ وَاَجْدَارُهَا الْيَقِيْنُ وَمَكَانُهَا

الْهِمَمُ وَلَهَا أَرْبَعَةُ أَرْكَانٍ اَلتَّوَكُّلُ وَالتَّفَكُّرُ وَالْأُنْسُ وَالذِّكْرُ وَلَهَا أَرْبَعَةُ أَبْوَابٍ اَلْعِلْمُ وَالْحِلْمُ وَالصَّبْرُ وَالرِّضَا وَهِيَ قَلْبُ الْعَارِفِ (1)

[نبي ﷺ جن فرمايو تہ هڪ پڪاريندڙ پنهنجي رب وٽ عرض ڪيو تہ اي الله! هر بادشاه جا خزانا هوندا آهن، تنهنجا خزانا ڪٿي آهن؟ الله تعاليٰ فرمايو تہ منهنجا خزانا عرش کان وڏا، ڪرسيءَ کان ڪشادا، جنت کان پاڪ، ملائڪن کان وڌيڪ زينت وارا ۽ خوبصورت آهن. انهن جي زمين معرفت، انهن جا ميوا ايمان، انهن جو سج شوق، انهن جو چنڊ محبت، انهن جا ستارا دليون، انهن جا ڪڪر عقل، انهن جو مينهن رحمت، انهن جا وڻ اطاعت، انهن جون نهرون اخلاص، انهن جون ٻتيون انس ۽ محبت ۽ ذڪر آهي. ان جا چار دروازا آهن: علم، حلم، صبر، رضا ۽ اها آهي عارف انسان جي دل.]

عرش عظيم سميت انهيءَ "عالم ڪبير" يعني وڏي جهان کان سواءِ اسي هزار جهان آهن.جن جي پيٽ ۾ اهو عالم ڪبير ائين آهن جيئن ڪنهن رڻ پٽ ۾ اٺن جي قطار هجي، جن مان هر هڪ تي صندوق هجي، ان کان سواءِ ريگستان جو درياءُ هجي، جتي واريءَ جي هر هڪ ذري ۾ مٿي بيان ڪيل سمورا جهان موجود هجن. انهن جي ٻاهر نڪرڻ ۽ داخل ٿيڻ جي جاءِ ڪنهن کي معلوم نہ آهي. انهن جي حقيقت الله عالم الغيب والشهادة کان سواءِ ڪو نٿو ڄاڻي. سمورا جهان، الله تعاليٰ لاءِ ائين آهن، جيئن نون جو نقطو يا ريگستان جي پيٽ ۾ واريءَ جو هڪ ذرڙو تنهن ڪري اهي عارف پڻ الله تعاليٰ جي جلال، عظمت ۽ وڏائي ۾ حيران ۽ عاجز رهندا آهن.

شعر

چه آدمي چه فرشته حوريان چه پري
همه در وصف جلال تو بجان حيرانند
يا رب! اين شاه جهان دار چه عالي قدر است
كه گدايان درش جمله جهان پناه اند

(1) حديث جي ڪنهن بہ ڪتاب ۾ اها حديث موجود نہ آهي، ڪنهن شخص جو قول آهي، جنهن کي حديث جي حوالي سان بيان ڪيو ويو آهي، والله علي ما نقول وڪيل.

با تو هر جا که نشينم دلم آباد است
بي تو هر هشت بهشت و دو جهان ويرانند
عاشقان بر شکر آستان تو مي آيند
ليک دور با شان درت چون مگسان ميرانند
ديده ناديده بديده دل و جان مشتاقند
روز و شب بجلالت بدل و جان نگرانند
مگر آن جان جهان هست دلارام
در دو جهان راه روان جانانند
در غم دوست اگر "فقيري" مير دبيرست
ز آنکه آن را کشد بمير جهان برسانند

[آدمي هجي يا فرشتو حور هجي يا پري، هر هڪ تنهنجي صفت جلال ۾ دل جان سان حيران آهي. اي رب منهنجا! هن جهان جا مالڪ ۽ مولي! تون ڪيڏو نه عظيم آهين، جو تنهنجي در جي فقيرن وٽ سمورن جهانن وارا اچي پناه پنن ٿا. تو سان گڏ جتي به ويهان ٿو منهنجي دل آباد ۽ شاد رهي ٿي ۽ تو کان سواءِ اٺ بهشت ۽ ٻئي جهان به ويران آهن. عاشق، تنهنجي آستاني تي شڪر ڪرڻ اچن ٿا، پر تنهنجي درگاه جي فرمانروائيءَ جو شان ڏسي، ماکيءَ جي مکين وانگر ڀڄن ٿا. ڏسن يا نه ڏسن، دل ۽ جان جي نگاهن سان تنهنجا مشتاق آهن. ڏينهن رات تنهنجي جلال ۾ پريشان ۽ حيران رهن ٿا. پر اها حيراني ۽ اها پريشاني هن جهان وارن جي جان آهي. ان سان دل کي آرام ملي ٿو. ٻنهي جهانن جي زندگي ۾ خوشي نصيب ٿئي ٿي. دوست جي غم ۾ جيڪڏهن هيءُ "فقير" بادشاه جي در جو گدا ٿي ويٺو آهي، يعني پير ۽ مرشد جو در جهلي ويٺو آهي ته هن ڪري ته جيئن، ان کي مالڪ الملڪ تائين رسائي حاصل نصيب ٿئي.]

هن واٽ جا سالڪ ۽ عارف، روحانيت جي سير سفر ۾ ائين مشغول هوندا آهن، جو انهن کي نه رات جو قرار نصيب هوندو آهي ۽ نه ڏينهن جو آرام ميسر هوندو آهي. هر گهڙي جيڪا به واٽ طئي ڪندا آهن، پنهنجي خدا جي ۽ پنهنجي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪندا آهن. ٻيو

کو انھيءَ ڳجھہ ۽ انھيءَ راز کي سمجھي نہ سگھندو آھي. پر باوجود ھن جي جو اھي ھر گھڙي، حق جي تلاش ۾ رھندا آھن. الله تعاليٰ جي عظمت ۽ وڏائي جي انتھا ۽ ڇيھہ کي سمجھي نہ سگھندا آھن. مگر فقط ايتري قدر جيترو سير دوران سندن سامھون ايندو آھي.

ھڪ ڀيري ھن فقير جي پيرد ستگير کان طالبن انھيءَ ڳجھہ جي باري ۾ سوال ڪيو. فرمايائون تہ ائين سمجھو تہ ھڪ شخص عظيم سمنڊ ۾ آھي، جنھن جو ڪو ڇيھہ ۽ ڪا انتھا نہ آھي ۽ نہ ئي ان جو ڪنارو ۽ طرف آھي ۽ اھو ھميشه ان ۾ رھي ٿو. اھو ويچارو انھيءَ سمنڊ جي ڪنارن ۽ پاسن کي ڪيئن ڄاڻي سگھندو؟ اھڙي شخص کي تہ فقط ايترو ئي حال معلوم ٿي سگھي ٿو جيتري قدر ان کي گھمڻ ۽ ڏسڻ ۾ ايندو. ظاھر آھي تہ اھو شخص انھيءَ عظيم سمنڊ ۾ فقط عاجز ۽ پريشان ئي رھندو. اھڙيءَ طرح الله تعاليٰ کي بہ ڪو شخص عقل ۽ سمجھہ جي وسيلي سمجھي نٿو سگھي، ڇاڪاڻ تہ چيو ويو آھي تہ:

بيت

چونست جلال و کبريائ و عظمت حق؟
درينجا واقفان حيران بجانند، اگرچه يافتند

[حق تعاليٰ جي عظمت ۽ ڪبريائي ڪيئن ڄاڻي سگھجي ٿي؟ ھن مقام تي، واقف ۽ ڄاڻ رکندڙ بہ اندر ۾ حيران ۽ پريشان آھن، جيتوڻيڪ کين ڪجھہ حاصل بہ ٿيو آھي.]

تنھن ڪري چيو ويو آھي تہ ان جي حقيقت ڄاڻڻ کان عاجزي ظاھر ڪرڻ بہ ان جي ڄاڻ آھي. غرض تہ انوار الھي جا واقف بہ سندس شان عظمت، شان جلال ۽ شان ڪبريائيءَ ۾ دل جان سان حيران ۽ پريشان رھن ٿا. جيتوڻيڪ واحديت ۽ احديت جي سلطنت ۽ صمديت جي اقليم ۾ سير سياحت ڪندا رھن ٿا. تڏھن بہ سندس وڏائي، بزرگي ۽ جاه وجلال جي باري ۾ نٿا ڄاڻن. ان حقيقت جو اظھار سلطان الانبياءِ حضرت محمد ﷺ جن ھن طرح فرمايو آھي:

سُبْحَانَكَ مَا عَرَفْنَاكَ حَقَّ مَعْرِفَتِكَ سُبْحَانَكَ مَا عَبَدْنَاكَ حَقَّ عِبَادَتِكَ

سُبْحَانَكَ مَاشَكَرْنَاكَ حَقَّ شُكْرِكَ سُبْحَانَكَ مَا ذَكَرْنَاكَ حَقَّ ذِكْرِكَ. (1)

[تون پاڪ آهين، تنهنجي معرفت جو جيترو حق آهي، اوترو اسان توکي سڃاڻي نٿا سگهون، تون پاڪ آهين، تنهنجي عبادت جو جيترو آهي اسان تنهنجي اوتري عبادت ڪري نٿا سگهون، تون پاڪ آهين، تنهنجي شڪر ڪرڻ جو جيڪو حق آهي، اوترو شڪر اسين ڪري نٿا سگهون، تون پاڪ آهين، تنهنجي ذڪر ڪرڻ جو جيترو حق آهي، اوترو ذڪر اسان ڪري نٿا سگهون.]

پوءِ پلا ٻئي ڪي ڪهڙي طاقت تي سگهي ٿي؟ رهيو اهو سوال تہ عارف ۽ سالڪ الله تعاليٰ جي باري ۾ ڇا ڇا ڄاڻن ۽ ڇا ڇا سڃاڻن؟ ان جو جواب عرض ڪيو ويو تہ الله پاڪ جي عظمت ۽ جلال جو اندازو ڪو نٿو ڪري سگهي. البت پنهنجي معرفت حاصل ڪري سگهجي ٿي ۽ اها بہ

---

(1) فيض القدير ص ۴۱۰ ج۲ ۽ ڪشف الظنون ص ۸۷۲- ۸۹۲ ج ۱ مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان وظيفي تي اعتراض ڪندڙن جي خلاف ۽ ان جي حق ۾ مستقل رسالا لکيل آهن، اسان جي تحقيق مطابق ائين چوڻ بيشڪ جائز آهي. پر اهو وظيفو يا اها دعا بهرحال نبي ﷺ جن کان ثابت نہ آهي، قرآن ۽ حديث جي مختلف فرمانن کي ڏاهي ان جي نسبت نبي سائين ﷺ جن ڏانهن ڪئي وئي آهي، مثلاً: ۱. جابر بن زيد جي روايت آهي تہ الله تعاليٰ هڪ فرشتو پيدا فرمايو جنهن جو مٿو ستين آسمان تي ۽ پير هيٺئين زمين تي ۽ عرش عظيم جو ڪجهہ حصو سندس ڪلهن تي آهي، اهو چوي ٿو تہ سبحان الله! تنهنجو شان ڪيڏو عظيم آهي (مسند الربيع ص ۳٦۵ ج ۱، اهڙي ئي روايت لاءِ ڏسو: مجمع الزوائد ص ۱۳۳ ج ۸، المستدرک ص ۳۳۰ ج ۴) ۲. جابر رضي الله عنه جي روايت ۾ آهي تہ آسمانن تي هر هنڌ فرشتا سجدي ۾ آهن، اتي هڪ هٿ ۽ هڪ گرانٺ جيتري جاءِ بہ خالي نہ آهي. قيامت قائم ٿيندي تہ اهي چوندا تہ تون پاڪ آهين، تنهنجي عبادت جو جيترو حق آهي، سو اسان کان ادا ٿي نہ سگهيو: مجمع الزوائد ص ۳۸۵ ج ۱۰، ابن ڪثير ص ۴۴٦، ۴۴۷ ج ۴، المستدرک ص ٦۲۹ ج ۴، المعجم الاوسط ص ۴۴ج ۴، المعجم الڪبير ص ۱۸۴ ۲. جامع العلوم والحڪم ص ۲۱۷ ج ۱. العظمة ۱۰۱۵ ج ۳، الترغيب والترهيب ص ۲۳۰ ج ۴. تعظيم قدر الصلوة ص ۲٦۳ ج۱) ۳. نبي سائين ﷺ جن هيءَ دعا گهرندا هئا تہ آءٌ تنهنجي ساراهہ جو حق ادا ڪري نٿو سگهان، تون ائين ئي آهين، جيئن تو پنهنجي تعريف پاڻ فرمائي آهي: ابن ڪثير ص ۴۵۲ج۳- مسلم حديث :۴۸٦-ابودائود حديث:۸۷۹- قرآن ۾ آهي: وما قدروا الله حق قدره (الانعام: ۹۱) يعني انهن ڪما حقه الله جو قدر نہ سڃاتو.

الله جي ذات، صفات، ڪائنات ۽ ان ۾ موجود شين جي ڪثرت جي عظيم نشاني آهي.

شعر

که واقف است بگو بر جلال عاليشان
مگر بعظمت خود يافته است خويش نشان
فراگرفته بذات قديم عرش عظيم
چنان که عرش معين است بر زمين و زمان
ذات ماجد موجود جمله ذات صفات
در نگر بکثرت امواج بحر بي پايان

[ڀلا ته ان جي جلال ۽ بلند شان کان ڪير واقف ٿي سگهي ٿو؟ ها! پر پنهنجي عظمت جو شان پاڻ لهي ٿو. ذات قديم يعني الله تعاليٰ، عرش عظيم کي پنهنجي احاطي ۽ گهيري ۾ ورتو آهي. تنهن ڪري عرش، زمين ۽ زمان جو يار ۽ مددگار آهي. ماجد يعني وجود بخشيندڙ الله جي ذات سموري مخلوق جي ذات ۽ صفات ۾ موجود آهي. ڪثرت جي اڻ ڪٿ سمنڊ ۾، بي حد موجن جو مشاهدو ته ڪر.]

الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو ته جيڪڏهن اڳئين ۽ پوئين مخلوق هڪ هنڌ گڏ ٿئي ۽ انهن مان هر هڪ مون کان اٺ، ڀيو سورهن، ٽيون ٻتيهه بهشت گهري ۽ اهڙيءَ طرح هر هڪ پنهنجي پنهنجي مرضي مطابق، گهري ۽ هر هڪ کي ان جي گهرج مطابق بهشت عطا ڪريان، تڏهن به منهنجي عظمت، جلال ۽ بزرگيءَ مان فقط ايترو مقدار گهٽ ٿيندو جيترو وڏي سمنڊ ۾ سئيءَ جي ڇهنب ٻوڙڻ، ٻاهر ڪڍي ڏسجي ته ان ۾ ڪيترو پاڻي آيو آهي.

اي عزيز! الله تعاليٰ جي عظمت، وڏائي ۽ شان ڪبريائي جي باري ۾ اها سموري ساراه ڪا حقيقت نٿي رکي. ان جي عظمت کي عقل ۽ سمجهه سهيڙي نٿي سگهي.

بيت

بفهم اندر نمي آيد جلال و عظمت آن اعظم
مگر آن هم بداند خود بزرگي خويش آن اعظم

[الله جي جلال ۽ عظمت کي ڪو بہ سمجهي نٿو سگهي، البت الله تعاليٰ پنهنجي عظمت ۽ شان ڪبريائيءَ کي پاڻ سمجهي سگهي ٿو.]

## حسن ۽ جمال

جمال دوست روز افزون چه گويم وصف زان احسن
دل مجروح هر ذي روح مي باشد ازان احسن
نه مجروحست زين خنجر دل تنهائي ذوالارواح
که باشد کل شيءِ واله و حيران ازان احسن
چون خرامد کاشانه بدين طلعت که او دارد
گل و پروانه و شمع حيران ازان احسن
درون جان و دل شخصي خرد رعشه است از حيرت
ازان تاباني که جلوه بوالعجب افتاده ازان احسن
چون ديدم چهره دلبر تنم چون خسرو خاور
ز همه يک چشم شد بنگر که بينم روئ آن احسن
تني دور گم هوشست و در جان آرزو نيست
تيرگي نہ پذيرد کام من يا رب ! که مي باشم بدان احسن
دلم چون بلبل نالان، تنم پروانه سوزان
بعشق شمع قد دلجوئ گل و رخسار آن احسن
اگر آن ماه عالم حسن چون خود جلوه گر کرده
سپارم جان چون شمع ته اقدام آن احسن
نہ سر ماند نہ پا درجست جانان نه جان
هنوزم هيچ اشاري نه شد پيدا چه شد يا رب ازان احسن
بجائ مرهم و ترياق و شادي و راحت انگارم
جراحت و زهر غم محبت اگر باشد ازان احسن
نه ميل اين جهان کرده نه پرواه آن جهان دارم
نه خود را ياد مي آرم ز شوق رؤيت آن احسن
حرامم باد بر ديده نظر از جلوه جانان
اگر در منظرم باشد دگر چيزي جز آن احسن

بيا ”فقيري“ تماشا کن اگر آئ ز بيرون
به خود در خود کني افزون جمال و حسن آن احسن

[منھنجي دوست جو حسن ۽ جمال ڏينھون ڏينھن وڌندڙ آھي ۽ اُنھيءَ حسن جي کھڙي وصف بيان ڪريان. ھر روح ۽ ساھواري جي دل، انھيءَ حسين جي ڪري زخمي آھي. نہ صرف سڀ ارواح انھيءَ حُسن جي خنجر سان زخمي ٿيل آھن، پر ھر شيءِ انھيءَ حُسن کان حيران آھي. جڏھن اُنھيءَ ننڍڙي گھر يعني روح جي نور مان تجلي نمودار ٿيندي آھي تہ اُنھيءَ حُسن جي ڪري گل، پروانو ۽ شمع سڀ حيران ٿي ويندا آھن. انھيءَ حسين ھستيءَ جي عجيب روشني جي تجلي جي ڪري ھر شخص جي دل ۽ جان حيرت وچان ڏکي رھي آھي. جڏھن مون پنھنجي دلبر ڏانھن نھاريو تہ اک ڇنڀ ۾ منھنجو جسم سڄ وانگر چمڪڻ لڳو تنھن ڪري انھيءَ حسين چھري ڏانھن نھاريان ٿو جو منھنجو جسم ۽ ھوش ان ۾ گم آھي. دل ۾ ڪا آرزو نہ آھي. اي منھنجا رب! منھنجي تمنا ۽ مراد ھرگز قبول نہ ڪر تہ جيئن آءٌ بہ انھيءَ دلبر جي ڪري حسين ٿي وڃان. منھنجي دل، بلبل وانگر درد جي دانھن ڪري ٿي. جسم، پرواني وانگر سڙي ٿو. شمع جي عشق يعني انھيءَ حسين جي خوشنوديءَ جي خاطر ٿڌل آھيان. جيڪڏھن حسن جي جھان جو اھو چنڊ پنھنجو جلوو ڏيکاري تہ پرواني وانگر آءٌ بہ سندس قدمن ۾ پنھنجي جان گھوري ڇڏيان. (پر افسوس!) نہ منھنجو مٿو محبوب جي قدمن ھيٺان آھي ۽ نہ پير! اي منھنجا رب! کھڙي ڳالھہ آھي، اجا تہ محبوب طرفان ڪو اشارو ئي نہ ٿيو آھي؟ جو مرھم، ترياق، خوشي ۽ راحت ماڻڻ جي بجاءِ ڪو ٻيو گمان ڪريان. جيڪڏھن اِھو حَسين زخم ۽ محبت جي غم جو زھر پياري تہ اھو بہ منظور آھي. نہ ھن جھان يعني دنيا جي محبت آھي، نڪي انھيءَ جھان يعني آخرت جي ڪا پرواہ آھي ۽ نہ ئي انھيءَ حَسين جي ديدار جي شوق جي ڪري پاڻ کي ياد رکان ٿو. جيڪڏھن ٻي شيءِ جو ڏيک سامھون رکان تہ پوءِ منھنجي نظر تي دلبر جو جلوو حرام آھي. اي فقير! اچي تماشو ڏس، جيڪڏھن خودپرستي جي خول مان ٻاھر اچين تہ انھيءَ حَسين جي حُسن جي ڪري، تنھنجو حُسن ۽ جمال بہ وڌي ويندو.]

ڄاڻڻ گھرجي تہ قادر مطلق ڪائنات ۾ پنھنجي ڪمال، جمال حسن ۽ جلال جو غيب مان جلوو ظاھر ڪندو رھي ٿو. اھو ئي سبب آھي تہ الله جي رسول ﷺ جن فرمايو آھي تہ:

إِنَّ اللّٰهَ جَمِيْلٌ وَيُحِبُّ الْجِمَالَ (1)

[الله تعاليٰ خوبصورت آھي ۽ خوبصورتي کي پسند ڪري ٿو.]

ھيءَ عاشقيءَ ۽ معشوقي، ھي محبوب، محبت ۽ محب، رغبت ۽ راغب، مرغوب سڀ ڪجھ انھيءَ سبب جي ڪري آھي، جيڪڏھن ائين نہ ھجي ھا تہ پرواني کي شمع مان ۽ بلبل کي گل مان ڪھڙو فائدو ٿئي ھا؟ پر ھر مجاز جي، ھڪ اندروني حقيقت ھوندي آھي، جيتوڻيڪ مجاز ظاھري صورت ۾ ھوندو آھي، پر ان جي باطني حقيقت ٻي ھوندي آھي.

رباعي

ھر دلبر زيبا که ترا رخ نمود
ماجد زجمال خويش کرده موجود
زنھار مدان ھيچ دگر غير خدا
که غير خدا، ھيچ نيامد بوجود.

[ھر حسين شيءِ جيڪا توکي نظر اچي، تنھن کي الله تعاليٰ پنھنجي جمال مان وجود عطا ڪيو آھي. خبردار! ڪنھن شيءِ کي خدا کان سواءِ ھرگز نہ سمجھ، ڇاڪاڻ تہ خدا کان سواءِ ڪنھن جو وجود نہ آھي.]

كُنْتُ كَنْزًا مَخْفِيًا فَاَحْبَبْتُ لِاُعْرَفَ فَخَلَقْتُ الْخَلْقَ لِاَجَلِيْ (2)

---

(1) تفسير قرطبي ص ٢٩٦ج١، ١٩٧ ج ١٠٣-٧ ٢٠، ابن ڪثير ص ٤٠٣ ج ٣، صحيح مسلم ص ٩٣ ج ١- صحيح ابن حبان ٢٨٩ ج ١٢- المستدرک علي الصحيحين ص ٢٠١ ج ٤٠ مسند ابي عوانه ص ٣٩ ج ١، ترمذي ص ٣٦١ ج ٤، مجمع الزوائد ص ٩٨ج ١، ص ٢١٤ج٢، ص ١٣٢- ١٣٣- ١٣٤ ج ٥، ص ١٨٨ج ٨، المعجم الاوسط، مسند احمد، مسند الروياني، مسند الشامين، مسند ابي يعلي، المعجم الڪبير، مسند الشھاب، شعب الايمان ص ١٥٧، ١٦١، ١٦٣ج٥، ص ٢٧٩.

(2) ھيءَ حديث صوفي صاحبن جي ڪتابن ۾ عام ملي ٿي پر حديث جي ڪنھن ڪتاب ۾ نٿي ملي. ابن تيميه، زرڪشي ۽ سخاوي فرمائي ٿو تہ: ان حديث جو بنياد نہ آھي. (المصنوع ص ١٤١ ج ١) ساڳي ڳالھ حافظ ابن حجر "اللالي" ۾ ۽ علامه سيوطي تدريب الراوي ۾ بہ چوي ٿو. ملا علي قاري چوي ٿو تہ معنوي اعتبار سان اھا ڳالھ صحيح آھي. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: وما خلقت

[ آءٌ ڳجهو خزانو هيس، پوءِ مون اها ڳالهہ پسند ڪئي تہ منهنجي معرفت حاصل ڪئي وڃي، پوءِ مون پنهنجي لاءِ خلق کي پيدا ڪيو.]

يقين ڪر تہ سڀ ڪجهہ اهو الله آهي، جنهن پاڻ کي پنهنجي لاءِ باطن مان ظاهر ڪيو آهي، نہ تہ مجنون ڪيئن چوي ها تہ "مان پاڻ ليليٰ ۽ ليليٰ مان آهيان" ۽ سندس ديدار جي سگهہ ڪنهن کي ٿئي ها! جو باوجود هن حقيقت جي تہ مجنون جو جسم جدا ۽ ليليٰ جو جسم جدا هو. ظاهري اعتبار سان هڪ ٻئي کان جدا هئا ۽ جدا جدا جاءِ تي رهندا هئا ۽ ممڪن نہ هو تہ ٻنهي جو جسم هڪ ٻئي ۾ داخل ٿئي، تڏهن بہ ليليٰ پنهنجي گهر ۾ پنهنجي جسم مان رت ڪيڍرايو تہ رڻ پٽ ۾ رهندڙ مجنون جي جسم مان زور سان رت وهڻ لڳو. مون پاڻ هڪ عاشق کي ڏٺو جنهن جي معشوق جي پير ۾ ڪنڊو لڳو تہ اهو ڪنڊو انهيءَ عاشق، پنهنجي پير مان ڪڍي ورتو. ان ڏس ۾ ڪنهن هيءَ رباعي چئي آهي.

رباعي

عاشق و معشوق ديدم در جهان
هر دو يڪجا بودند در مڪان
ناگهان معشوق را خاري خليد
عاشق از پائ خود خار ڪشيد

[عاشق ۽ معشوق کي دنيا ۾ ڏٺم. ٻئي هڪ هنڌ هڪ جاءِ تي گڏ هئا. اوچتو معشوق کي ڪنڊو لڳو. عاشق اهو ڪنڊو پنهنجي پير مان ڪڍي ورتو.]

مگر ظاهر آهي تہ اهو ڪم الله تعاليٰ، پنهنجي ڪمال ۽ قدرت سان انهيءَ مريد مطلق کان ڪرائيندو آهي، جنهن لاءِ چاهيندو آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي تہ:

---

الجن والانس الا ليعبدون. مون جنن ۽ انسانن کي رڳو پنهنجي عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي (ڪشف الخفاءِ ص ١٧٣ ج ٢) ڪشف الظنون ص ١٠٤٠ ج ٢ ۾ آهي تہ ان "حديث" جي تشريح ۾ شيخ بالي صوفي (جنهن جو سن وفات ٩٥٠هہ کان پوءِ آهي) هڪ ڪتاب لکيو آهي ۽ مخالفن جورد لکيو آهي.

إِنَّ اللَّهَ يَفْعَلُ مَا يُرِيدُ ۝ إِنَّ اللَّهَ يَحْكُمُ مَا يُرِيدُ ۝[1]

[الله تعاليٰ جيڪو بہ ارادو ڪندو آهي سو ڪندو آهي ۽ جيڪو بہ چاهيندو آهي، اهو فيصلو ڪندو آهي.]

بس مريد کي چڱيءَ طرح ڄاڻڻ گهرجي تہ سمورا وجود واحد آهن ۽ ڪائنات ۾ هي جيڪو حسن، جمال ۽ ناز نياز نظر اچي ٿو اهو سڀ الله بي نياز بادشاه جو (پيدا ڪيل) آهي. ان، الله جي ذات کان وڌيڪ ڪو اجمل ۽ احسن نہ آهي. هن جهان ۾ جيڪا بہ سهڻي صورت ۽ سهڻي شڪل توهان کي نظر اچي، فقط ان جي ظاهري صورت ۽ شڪل کي نہ ڏسو بلڪ ان جي معنيٰ ۽ حقيقت تي غور ڪريو. هر صورت ۽ هر نقش جي بنيادي ۽ حقيقي معنيٰ ان جي پيدا ڪندڙ الله تعاليٰ جي محبت آهي ۽ هر قسم جي صورت ۽ نقش جو وجود عين ممڪن آهي ۽ ان جو ٺاهيندڙ الله تعاليٰ آهي، جيڪو واجب الوجود يعني هميشه آهي ۽ هميشه رهندو. جنهن پاڻ کي مخلوق جي صورت ۾ ظاهر ڪيو آهي. پوءِ يقين ڄاڻ تہ جنهن بہ شيءِ جو وجود آهي، سا واجب الوجود يعني الله تعاليٰ جي حڪم سان آهي، تنهن ڪري پنهنجي دل کي هر وڻندڙ تصوير جي حوالي ڪرڻ نہ گهرجي ۽ نہ وري ڪنهن سهڻي دلبر کي دل ڏيڻ گهرجي. بلڪ قلب ۽ نظر ان جي پيدا ڪندڙ يعني الله تعاليٰ جي حوالي ڪرڻ گهرجي، جيئن چيو ويو آهي.

رباعي

هر نقش كه در صورت هستي پيدا است
اين صورت آن كس است كه اين نقش بيآر است
دريائ كُهن كه بر زند موج نو
موجش خوانند حقيقت درياست

[دنيا جي هن زندگي ۾ جيڪو وجود جي صورت ۾ ظاهر آهي، اها صورت اُنهيءَ جي آهي، جنهن اُن کي سينگاريو آهي. قديم سمنڊ، جيڪو لهرون هڻي ٿو سو تون ئي آهين. انهيءَ کي موجون (لهرون) چون ٿا،

---

[1] بہ جدا جدا آيتون آهن: ان الله يفعل ما يريد لا ڏسو سورة الحج آيت:١٤- ۽ ان الله يحكم ما يريد لاءِ ڏسوسورة المائدة آيت:١.

پر اها سمنڊ جي حقيقت آهي، يعني تنهنجي ذات مطلق آهي.]

مولانا رومي چوي ٿو:

در خم اين دائره نقش بند
چند شوي نقش بهر نقش بند
نقش رها کن، سوئ نقاش رو
ديده بر نقش چه داري کزو
نقش چون پرده است تو
ز افسردگي است مائل بر پرده شد
از پردگي است بر فگن
از پره که اين پرده را کرم کن
از وي دل افسرده را رستن
زين پرده که بر جان تست
بي مدد پير نہ امکان تست.

[هن جهان جي چرخي ۾ ڪجھ نقش ۽ صورتون آهن، جيڪي پنهنجي وجود کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ان جي تاهيندڙ پاڻ جوڙيون آهن. ظاهري جسماني قيد کان آزادي حاصل ڪر ۽ وجود عطا ڪندڙ (خلقڻهار) ڏانهن اچ. انهن ظاهري شڪلن ۽ صورتن سان تنهنجو ڪهڙو واسطو؟ پردي تي نظر ايندڙ انهن سهڻين صورتن کي ڏسي حيران، پريشان ڇو ٿو ٿئين؟ اڳتي وڌ ۽ تنهنجي جان تي جيڪو (جسماني) پردو آهي، ان کي ڦاڙي ڦٽو ڪر ۽ درياءِ وحدت ۾ گم ٿيءُ. تنهنجي دل جي حيراني ۽ پريشاني خودبخود ختم ٿي ويندي. پر اهو ڪم پنهنجي پير جي مدد کان سواءِ ڪري نہ سگهندين.]

يعني ڪائنات ۾ جيڪو بہ نقش يا صورت نظر اچي ٿـ، ان کي نقاش (خلقڻهار) جي رنگ ۾ ڏسڻ ۽ سمجھڻ گهرجي، جيئن حضرت علي رضي الله عنه جو قول آهي تـ:

صبيح الوجه مراة فيها جمال الله
فنعم العبد و المولي يقال الله تعالي

[منهنجو حسن هڪ آئينو آهي، جنهن ۾ الله جو جمال ۽ حسن نظر اچي ٿو پوءِ ڪهڙو نہ چڱو ٻانهو ۽ ڪهڙو نہ چڱو مولي آهي، جنهن کي الله تعالي چئجي ٿو.]

نبيﷺ جن فرمايو آهي:

رَاَيْتُ رَبِّيْ لَيْلَةَ الْمِعْرَاجِ (1)

[مون معراج جي رات پنهنجي رب کي ڏٺو.]

پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

اِيَّاكُمْ وَالنَّظَرَ اِلَى الْاَمَارِدِ فَاِنَّهٗ لَوْنُهَا كَلَوْنِ اللّٰهِ (1)

---

(1) رؤيت باري تعاليٰ جو مسئلو اصحابين سڳورن کان اختلافي آهي. ڪي حضرات ان جو انڪار ڪن ٿا, ڪي حضرات اقرار ڪن ٿا. حضرت عائشه رضي الله عنها ان جو انڪار ڪري ٿي ۽ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما ان جو اقرار فرمائي ٿو. سوره نجم جي تفسير ۾ حافظ ابن ڪثير امام بيهقيءَ جي حوالي سان لکي ٿو تہ حضرت عائشه, ابو هريره ۽ ابن مسعود فرمائين ٿا تہ نبي ڪريم ﷺ جن معراج جي رات, الله تعاليٰ کي نہ پر حضرت جبريل امين کي ڏٺو. سندن دليل مسلم شريف ۾ ابوذر غفاري رضي الله عنه جي حديث آهي تہ مون نبي ڪريم ﷺ کان پڇيو تہ ڇا توهان پنهنجي رب ڪريم کي ڏٺو؟ فرمايائون تہ: نور انيٰ رآه وفي رواية رايت نورا (نور ئي نور هو, مان ڪٿي ٿو ڏسي سگهان ۽ ٻي روايت مطابق فرمايائون تہ مون هڪ نور ڏٺو.) جيڪي حضرات ان جا قائل آهن انهن جو دليل هيءَ حديث آهي: رايت ربي في احسن صورة (حوالن لاءِ ڏسو: الاصابه ص ٣٢١ ج٤. ايضاً حديث: ٨٠٤٠٥- تفسير طبري ص ٤٨ ج ٢٧- مجمع الزوائد ص ١٧٦ ج ٧. ص ٧٨ ج١. ص ٢٣٧ ج ١. السنة لابن ابي عاصم ص ٢٠٤ج ١. مسند احمد ص ٢٨٥ ج ١. ص ٢٩٠ ج ١. مسند ابي يعلي ص ٤٧٥ ج ٤. علل الدارقطني ص ٥٤ ج ٤. پڻ فرمايو اٿن تہ مون پنهنجي رب کي عرفات ۾ ڳاڙهي اٺ تي ڏٺو اها روايت گهڙيل آهي (لسان الميزان ص ٢٣٨) هڪ روايت ۾ آهي تہ مون ان کي منيٰ ۾ ماٿهن جي اڳيان خاڪي رنگ جي اٺ تي ڏٺو. ان کي جبو پاتل هو. اها حديث جڙتو آهي. (ملا علي قاري كذا في الدلائل) ابن عباس رضي الله عنه جي روايت ۾ آهي تہ مون ان کي نوجوان ڇوڪر جي صورت ۾ ڏٺو جنهن کي سائو وڳو پاتل هو. (ميزان الاعتدال ص ٣٦٣ ج ٢- العلل المتناهية ص ٢٦ ج ١)

**فائدو:** مشهور محدث رجال ۽ سند جو پارکو علامه ذهبي سير اعلام النبلاءِ ص ١١٤ ج ١٠ ۾ فرمائي ٿو تہ: هن مسئلي جي ثبوت ۽ نفي ٻنهي جي باري ۾ دليل آهن. پر ٻئي ڳالهيون ثابت ڪرڻ ڏکيون آهن. وڌيڪ دليل هن طرف آهن تہ نبي سائين جن کي رؤيت باري تعاليٰ نہ ٿي آهي. ٿي هجي تہ بہ امڪان آهي, تنهن ڪري دين ايمان جي سلامتيءَ جي تقاضا آهي تہ نہ انڪار ڪجي ۽ نہ اقرار ڪجي, بلڪ چئجي تہ والله اعلم.

(1) حديث ثابت نہ آهي, پڻ عربيءَ جا الفاظ بہ صحيح نہ آهن. (مترجم)

[پاڻ کي بچايو، خوبصورت ڇوڪرن ڏانهن نهارڻ کان. پوءِ بيشڪ سندن رنگ الله جي رنگ جهڙو آهي.]

وَاِنَّ فِي الْجَنَّةِ لَسُوْقًا يُبَاعُ فِيْهِ الصُّوَرُ (2)

[بيشڪ جنت ۾ هڪ بازار آهي، جتي تصويرون وڪرو ٿينديون.]

هڪ روايت ۾ آهي ته پاڻ سڳورا دعا گهرندا هئا ته:

وَاَرِنِي الْاَشْيَاءَ كَمَا هِيَ (3)

[اي الله! مون کي شيون ائين ڏيکار جيئن اهي حقيقت ۾ آهن.]

پوءِ پڪ ڄاڻ ته شين جي حقيقت اها ئي آهي ته الله کان سواءِ ڪجهه به موجود نه آهي، تنهن ڪري جيڪا به شيءِ ۽ جيڪا به صورت توکي نظر اچي. ان جي باري ۾ پورو ويساه رک ته ان کان سواءِ ڪجهه به نه آهي ۽ جيڪو به مجازي حُسن ۽ جمال توکي نظر اچي ٿو. پڪ ڄاڻ ته اهو الله رب العالمين جي حقيقي جمال ۽ حسن کانسواءِ ممڪن نه آهي.

رباعي

همان جمال حقيقي که جلوه گر گشته

---

(2) لفظن ۾ معمولي درستي هن طرح آهي: عن علي رضي الله عنه قال قال رسول الله ﷺ: ان في الجنة لسوقا ما فيها بيع ولا شراءُ الا صور من الرجال و النساءِ فاذا اشتهي الرجل الصورة دخل فيها (جنت ۾ هڪ بازار آهي جتي ڪا شيءِ نه خريد ٿيندي، نه وڪامبي، اتي مردن ۽ عورتن جون تصويرون هونديون، جڏهن ڪنهن جنتيءَ کي ڪا تصوير وڻندي ته اهو انهيءَ تصوير ۾ داخل ٿي ويندو يعني اها تصوير هوبهو ان جي ٿي ويندي. (ترمذي: ص ٦٨٦ ج ٤- مجمع الزوائد ص ١٢٥ ج ٥، ص ١٤٩ ج ٨، المعجم الاوسط ص ١٨ ج ٦، مسند بزار ص ٢٨٢ ج ٢، تذكرة الحفاظ ص ٤٩٨ ج ٢، سير نبلاءُ الاعلام ص ٣٩٧ ج ١١، مسند ابي يعلي ص ٢٣٢ ج١، الزهد لابن مبارڪ ص ٥٢٣ ج ١، مسند احمد ص ١٥٦ ج١).

(3) سند ۽ حوالي کان بغير اها روايت لکن ٿا، پر حديث جي ڪتاب ۾ نٿي ملي. ان سان ٺهڪندڙ هيءَ حديث تفسير ۽ حديث جي ڪتابن ۾ ملي ٿي: اللهم ارني الهدي هدي و ارني الضلالة ضلالة (الجامع الصغير للسيوطي ص ٩٠ ج ١) ارني في العدو ثاري (تاويل مختلف الاحاديث ص ٨٤ ج ١) ارني الحق حقا وارزقني اتباعه و ارني الباطل باطلا وارزقني اجتنابه (ابن ڪثير ص ٢٥٢ ج ١).

بدان جمالِ مجازي است زوست عکس پذير
اگر نبود چنان کي بر آمدي بيرون
چنين لطيف صدائِ نغمهء زير و بم

[اهو سڀ ڪجهه تجليءَ سان نمودار ٿيو آهي، سوئي حقيقي جمال آهي، جيڪو باطن مان ظاهر ٿيو آهي. هي مجازي جمال ان جو ئي عڪس ۽ اولڙو آهي. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ پلا اهو (باطني نور ۽ حسن ۽ جمال) ٻاهر ڪيئن نڪري نروار ٿئي ها؟ ۽ هي سهڻا، سريلا آواز ۽ نغما ٻڌڻ ۾ ڪيئن اچن ها؟]

اي عزيز! يقين ڄاڻ تہ ڪائنات ۾ جيڪو بہ حسن ۽ جمال نظر اچي ٿو اهو فقط انهيءَ احسن ۽ اجمل ذات يعني الله تعاليٰ جي حسن جي سج جو اولڙو ۽ عڪس آهي. جنهن، ڪائنات جي هر ذري کي روشن ڪري رکيو آهي.

نظم

در عهد ماهتاب جمال تو فيض بخش
هر ذره آفتاب شد از روزگار حسن
خوش شد دماغ جان جهان جهانيانٰ
از بوي نازِ ناف و خوش مشک بهار حسن
بلبل هزار دوستي نمودي ز رنگ تو
گلهاءِ لاله راز تويي نوبهار حسن
سيمرغِ دل ز پنجره قالبم رميد
تاديد از دريچه خوش مرغِ زار حسن
هرجا که بود دل همه را صيد کرده برد
در کوئ عشق خويشتند آن شه سوار حسن
نعمتي دو کون دادم از دست خويشتن
تا شود مرور خاطر من در دريا حسن
نعمت دو کون دادم از دست خويشتن
تا شود مرور خاطر من در دريا حسن
داد از خيال خاطر من نعمت دو کون
تا شود سرور ديده و دل در ديار حسن

مستم چنان که از سرتا پایٔ عریان است
تا خورده ام ز جام مي خوشگوار حسن
آن بادشاه عزيزي ملک عرب عجم
مفتوح کرد این هم با ذوالفقار حسن
هر چند عاشقان جهان مبتلا دیدند
پرواه کس نهي کنند از بیشمار حسن
باد بہ کویٔ عشق تو مقبول در فيض مند
"فقيري" کشته شو از دل و جان جان نثار حسن

[تنهنجي جمال ۽ حسن جي چنڊ جي زماني ۾ فيض بخشيءَ جو حال هي آهي جو ڪائنات جي هر ذري کي، سج وانگر روشن ڪري رکيو آهي، تنهنجي حسن جي ناز جي ناف جي وٽندڙ بهار واري خوشبوءِ، جهان وارن جي جان ۽ دماغ مهڪائي ڇڏيو آهي. بلبل گل ڦلن سان ڪيتري بہ دوستي ظاهر ڪري تنهنجي حسن جي بهار جي ڪري ئي گلن ڦلن کي رنگ ۽ خوشبو حاصل آهي، منهنجي دل جو سيمرغ (پکي) منهنجي جسم جي قالب مان تاه ڪائي وٺي پکو تانجو دل جي دريءَ مان ان کي سهڻو باغ نظر آيو. عشق جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ دل جتي بہ آهي ۽ جنهن جي بہ دل آهي، حسن جي انهيءَ شهنشاه انهن سيني جو شڪار ڪري ورتو آهي. مون ٻنهي جهانن جون نعمتون هن مقصد لاءِ ڇڏي ڇڏيون، تان تہ منهنجي دل ديار حسن ۾ وڃي آباد ٿئي. منهنجي خيال ۽ دل ۾ ٻنهي جهانن جون جيڪي بہ نعمتون اچي سگهن ٿيون، مون اهي گهوري ڇڏيون آهن تان تہ ديار حسن ۾ منهنجي دل ۽ نظر کي فرحت ۽ خوشي نصيب ٿئي. جڏهن کان، تنهنجي حُسن ۽ جمال جي خوشگوار مَي جو پيالو پيتو اٿم، تڏهن کان ايتريقدر تہ مست آهيان جو مٿي کان پيرن تائين ظاهري لباس کان بي خبر آهيان. اُنهيءَ، عرب و عجم مُلڪ جي پياري بادشاه (يعني حضور عليه الصلوٰة والسلام) اها سموري سلطنت، حُسن جي "ذوالفقار" سان فتح ڪئي. جيتوٽيڪ جهان جي عاشقن کي پنهنجي عشق ۾ مبتلا ڏنائين پر پنهنجي بي شمار حسن جي ڪري ڪنهن ڏانهن بہ توجهہ نہ ڏنائين ٿي سگهي ٿو تہ تنهنجي عشق

جي گهٽيءَ ۾ توکي مقبوليت ملي ۽ فيض حاصل ٿئي. اي "فقير!" تون (ان جي) حسن ۽ سونهن تي پاڻ کي دل ۽ جان سان فدا ڪري ڇڏ ۽ بس!.]

جيڪو سچو عاشق ۽ محب مخلص هوندو آهي، اهو دنيا جي ظاهري حسن ۽ جمال جي فريب ۾ نہ ايندو آهي. پر ان جي اصل حقيقت تي نظر رکندو آهي ۽ ان ظاهري حسن جمال جي پيدا ڪندڙ سان لونءِ لڳائيندو آهي ۽ ان کي راضي ڪرڻ لاءِ اهو ٻنهي جهانن جون نعمتون بہ قربان ڪري ڇڏيندو آهي.

غزل

من هزار جان مبتلا گشته بجمال تو محسن
شاهد خوش لقا بيا تا برهم ز بلائ خويش
مهر تو گشت برائ من همچون ماه بر چمن
بنده نوازي کن شاه جهان بگدائ خويش
نعمت هر دو کون ظاهر کردي، بده وي را همت
و اميد ز او مرا لطف کن برضائ خويش
قدرت شمع در انجمن روئ تو چون گل در چمن
بر جان و دل رحم بکن بهر خداي، خدائ خويش
ماه خجل ز عارضت گل حيرت از رخت ز سنبل
شمع بسوخت از قوت باز مدار لقائ خويش
جمله دماغ انس و جان بلکه جهان و جهانيان
کرد به باز بوئ خوش ز سنبل مشکائ خويش
شاهد گل عزار گو! تا بہ کنيم دوائ خويش
اشک گواه گشت من عشق که سرنوشت من
ورنه همي نهفت من مهر تو در قضائ خويش
خان، مان و جان تن، جمله جهان فدائ بکن
تا تو بجائ خويشتن يابي خوش خدائ خويش
لاله زار ساخت زمانه را چون موسم نوبهار
آن شاهد گلعذار از مهر ماه برضائ خويش

[اي منهنجا مُحسن! آءٌ هزارين جانين سان، تنهنجي حُسن ۽ جمال ۾ مبتلا آهيان. اي حسين چهرو رکندڙ محبوب! اچ تہ پنهنجي عشق جي درد جي بلا کان ڇوٽڪارو حاصل ڪريان جو منهنجي مٿان ائين مهربان ٿيءَ جيئن، باغ ۾ رات جي چانڊوڪي هوندي آهي. اي جهانن جا بادشاه! پنهنجي در جي هن فقير تي بنده نوازي ڪر. تو ٻنهي جهانن جون نعمتون ظاهر فرمايون آهن، مهرباني ڪري انهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ منهنجي اندر پنهنجي رضا ۽ همت پيدا ڪر. تنهنجو چهرو ائين آهي، جيئن انجمن ۾ شمع يا باغ ۾ گلاب جو گل. منهنجي جان ۽ دل! خدا ڪارڻ مون تي رحم ڪر. توکي تنهنجي خدا جو واسطو آهي، تنهنجي ڳل تي حسن جو جيڪو چنڊ شرمائي رهيو آهي. پنهنجي هيٺائيءَ جي ڪري گل بہ ان تي حيرت ۾ آهي. شمع بہ ملاقات جي قوت حاصل نہ هئڻ سبب سڙي ۽ ڳوڙها ڳاڙي رهي آهي. سيني انسانن، جنن، بلڪ جهان ۽ جهان وارن جي دماغن ۾ پنهنجي محبت جي مشڪ جو واس ڏئي ڇڏيائين! اي مهڪندڙ خوشبوءِ وارا محبوب! اي موسم بهار! اي ساقي! خوشگوار مَي جا صاحب! اوهين سڀ ڇئو ۽ سنبت ڪريو تہ اسان پنهنجو علاج ڪريون. منهنجين اکين جا ڳوڙها گواه آهن تہ آءٌ فطري طرح عاشق مزاج آهيان، نہ تہ آءٌ تنهنجي قضا ۽ تقدير جو لڪايل اهو ئي چنڊ آهيان. اي عاشق! پنهنجو گهر ٻار، تن، من، بلڪ پنهنجي ڪل ڪائنات ان تي قربان ڪري ڇڏ. تان تہ پاڻ کي لهڻ جي بجاءِ خوشي سان پنهنجي خدا کي لهين. انهيءَ سهڻي محبوب (الله تعاليٰ) پنهنجي ڪرم ۽ مهرباني جي چنڊ جي وسيلي، زماني کي ائين گل ۽ گلزار ڪري ڇڏيو آهي، ڄڻ نئين نئين موسم بهار آهي.]

# باب چوڏهون

## فتح بابت محويت

چاٽڻ گهرجي تہ جڏهن عالم قدسي کان چڪَ ۽ ڪَشَش ٿيندي آهي تہ بسيط جوهر يعني نفس انساني، پنهنجي جسماني گندگين ۽ طبعي لذتن جي محبت کان پاڪ ٿي، بصيرت ۽ باطني روشنيءَ جي وسيلي حقيقي جمال جو مشاهدو ڪندو آهي. ان وقت پرواني وانگر پنهنجي هستي کي فنا ڪري، الله تعاليٰ جي اڻ کٽ ۽ لازوال تجلين ۽ انوار ۾ مشغول ڪري ڇڏيندو آهي. تانجو آخري مقام، ”مقام وحدت“ تي وڃي پهچندو آهي. پنهنجي انتهائي ۽ آخري مرتبي تي پهچڻ جي باوجود، ان جي بدن جون قوتون ان کي جمال حقيقي جي مشاهدي کان باز نہ رکنديون آهن. انهيءَ ڪري اها سعادت ۽ نيڪ بختي، جيڪا ٻين کان اڳئين جهان يعني آخرت ۾ ملندي، اها ان کي هن دنيا ۾ ئي نصيب ٿي ويندي آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪي ماڻهو پاڻ کي محبت الـهي ۾ گم ڪري ڇڏيندا آهن، انهن جو مقصد فقط حق تعاليٰ ۾ محويت ۽ مستي هوندو آهي. اهي مخلوق مان ٻي ڪنهن بہ شيءِ ۾ پاڻ کي نہ ريجهائيندا آهن ۽ نہ مشغول ڪندا آهن. اهي پنهنجيون سموريون بشري ضرورتون مٽائي، امڪاني حد تائين الله تعاليٰ جي رضاجوئي ۾ پاڻ کي مصروف رکندا آهن. تانجو پنهنجو پاڻ کي بہ وساري ويهندا آهن. ان کي ”محويت“ چوندا آهن. محويت يا فنا ڪرڻ جو مطلب هي آهي تہ ١-انسان پنهنجي بشري صفتن کي الله جي ذات ۾ گم ڪري ڇڏي ٢- پنهنجي ذات کي ان جي ذات ۾ گم ڪري يا ٣- ذات بحت (يعني خالص ذات) ۾ گم ٿي وڃي، يا ۴- سلوڪ جي ڪنهن مقام ۾ پاڻ کي گم ڪري ڇڏي. يعني جز مان ڪل، يا ڪل مان جز ٿي وڃي ۽ ان کي ڪا بہ خبر نہ پوي. ان کي ”مقام لا انا ولا غيري“ چوندا آهن.

رباعي

محويت حاصل کن اي عارف کامل  
تا محو شوي هر چه سوئ الله تعاليٰ است  
آن کس که بهشت است وجود وصفت  
لاشبه و لاريب ز خود رفت و خدا راست

[اي عارف ڪامل! محويت حاصل ڪر، تانجو تون جيڪي ڪجهہ الله تعاليٰ وٽ آهي، ان ۾ مَحو ٿي وڃين. جنهن جي وجود جي صفت، بهشت آهي، اُهو بيشڪ بغير ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي، پنهنجي وجود مان نڪري ويو ۽ خدا جي ذات ۾ فنا ٿيو.]

اهو مقام نبين ۽ ڪامل اوليائن کي ملندو آهي، جيڪي سڀ کان افضل ۽ اڪمل آهن. بلڪ چون ٿا تہ جيڪڏهن تو کي آدم عليه السلام جي صفت صفي الله، ابراهيم عليه السلام جي صفت خليل الله، موسيٰ عليه السلام جي صفت ڪليم الله ۽ عيسيٰ عليه السلام جي صفت روح الله ملي تہ ان تي بہ ڪفايت نہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ انهن کان بلند مقام بہ آهن. يعني ڪنهن بہ مڪان ۽ ڪنهن بہ مقام تي قناعت ۽ ڪنهن بہ شيءِ تي ڪفايت نہ ڪر ۽ ان تي راضي نہ ٿيءُ، سواءِ الله تعاليٰ جي محويت جي. بلڪ هن فقير جو پير، دستگير حضرت مخدوم نوح رح فرمائيندو هو تہ الله پاڪ جي محويت کان سواءِ هر شيءِ ۾ سراسر نقصان ۽ خسران آهي، جيئن قرآن مجيد مان اهڙي رهنمائي ملي ٿي:

يَاۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لَا تُلۡهِكُمۡ اَمۡوَالُكُمۡ وَلَاۤ اَوۡلَادُكُمۡ عَنۡ ذِكۡرِ اللّٰهِ ۚ وَمَنۡ يَّفۡعَلۡ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الۡخٰسِرُوۡنَ ۝۹ [1]

[اي ايمان وارو! توهان کي توهان جا مال ۽ توهان جو اولاد الله جي ياد کان غافل نہ ڪن ۽ جيڪو ائين ڪندو تہ پوءِ اهي ئي نقصان وارا آهن.]

هن آيت جون پيون معنائون مٿي بيان ٿي چڪيون. اسان جو پير، مرشد مخدوم نوح رحمة الله عليه ذڪر ڪندڙن، مجاهدو ڪندڙن، عالمن، طالبن، محبن، عاشقن، مشاهدو ڪندڙن، قرب ماڻيندڙن، وصال حاصل ڪندڙن، وحدت جي مقام تي پهچندڙن کي بہ نقصان ۾ شمار ڪندو هو ۽ فرمائيندو هو تہ اصل مقام محويت جو آهي، جيڪو سيني مقامن کان بلند ۽ مٿانهون آهي، بلڪ اهو ئي "لامڪان" آهي ۽ ان کي ئي "هويت حق" چون ٿا. يعني الله ئي حق آهي ۽ "هويت حق" لاءِ هرگز، هرگز مڪان ۽ مڪين، انا ۽ انت جي ضرورت نہ هوندي آهي، ڇاڪاڻ تہ

---

[1] سورة المنافقون آيت: ۹

الله الواحد القهار جي ذات کان سواءِ ڪا شيءِ نہ مطلق هئي، نہ آهي ۽ نہ ٿيندي. بس اهو ئي اول بہ آهي، اهوئي آخر بہ آهي، اهوئي باطن بہ آهي ۽ اهوئي وجود، جز، ڪل، ممڪن، خوب، مقيد ۽ مطلق بہ آهي. الله کان سواءِ ڪا بہ شيءِ نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ هر شيءِ، آخرڪار الله ۾ محو ۽ گم ٿئي ٿي. تنهن ڪري، حقيقت اها ئي آهي تہ لَاهُوَفِيْ شَیْءٍوَّلَاشَیْءٌفِیْهِ، يعني نہ اهو ڪنهن شيءِ ۾ آهي ۽ نہ ڪا شيءِ انهيءَ ۾ آهي.)

شعر

همون ظاهر هم او باطن چون الحق
نہ باشد هيچ باطل شد محقق
چون واجب هست ممکن نيز از
وي است حقيقت از مقيد هست مطلق
بيا بنگر بچشم دل خود که
يابي با جزائ مقيد کل مطلق
چون هم موجود هم ماجد يکي شد
خلائق هم ازو که اوست خالق
چون از ذات و صفات خويش رسي
شود آن گاه ذات، ذات مطلق
کسي چون محو ذات خود بذاتش
همي يابي که مي باشد هو الحق

[اهو ئي ظاهر ۽ اهو ئي باطن آهي، بيشڪ حق هڪ الله آهي. اها ڳالھ مڃيل آهي تہ، حق وانگر باطل هميشه رهندڙ نہ آهي. الله واجب الوجود آهي، تنهن ڪري هر پيدا ٿيندڙ شيءِ بہ ان جي ڪري وجود ۾ اچي ٿي. حقيقت مقيد کان مطلق آهي. اچ، دل جي اک کولي ڏس تہ ڇا مقيد ۽ مطلق کان سواءِ ڪا ٻي شيءِ لهين ٿو؟ شيون ۽ انهن کي وجود ڏيندڙ (خالق اڪبر) هڪ آهن، ڇاڪاڻ تہ مخلوق بہ درحقيقت سندس آهي، جو اهو ئي خالق آهي. جڏهن پنهنجي ذات ۽ صفات کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندين، تڏهن تنهنجي ذات، ذات مطلق ٿيندي. جڏهن ڪو پنهنجي ذات کي الله جي ذات ۾ گم ۽ محو ڪندو تڏهن کيس معلوم ٿيندو تہ الله برحق آهي.]

# باب پندرهون

## فتح بابت هستي، نيستي، وجود، عدم، بقا ۽ فنا

ڄاڻڻ گهرجي تہ وجود چار آهن. ١- واجب الوجود (جنهن جو هر گهڙيءَ موجود هجڻ لازمي آهي ۽ اهو الله آهي) ٢- جائز الوجود (جنهن جو موجود هجڻ جائز آهي ۽ اها مخلوق آهي) ٣- ممڪن الوجود (جنهن جي وجود جو امڪان هجي، يعني مخلوق جيڪا ڪڏهن بہ پيدا ٿي سگهي ٿي.) ۴- ممتنع الوجود (جنهن جو وجود ممڪن ئي نہ آهي ۽ اهو غير الله آهي، يعني الله کان سواءِ ڪو ٻيو معبود هجڻ.)

1) واجب الوجود مان مراد الله تعاليٰ جي ذات پاڪ آهي، اهو موجود بہ آهي ۽ شين کي وجود بہ عطا ڪري ٿو ان کي زوال نہ آهي، سدائين قائم آهي، هميشه ۽ هر وقت قائم رهندو آهي.
2) ڪائنس سواءِ جيڪي شيون ڪائنات ۾ آهن، تن جو وجود جائز آهي.
3) ۽ جيڪي شيون موجود نہ آهن، پر انهن جي وجود جو امڪان آهي. انهن کي ممڪن الوجود چئبو آهي.
4) جيئن تہ الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفات جهڙي ڪا هستي هجڻ ممڪن ئي نہ آهي، نہ ٿي آهي ۽ نہ وري آئنده ڪڏهن ٿيندي، تنهن ڪري ان کي ممتنع الوجود چئجي ٿو.

شعر

فاذا وجب وجود عدم ما سواه فان الذي ظن انه سواه
ليس سواه انه تنزه من اين يكون غير سواه

[جڏهن سندس وجود واجب ٿيو تہ لازم آهي تہ سندس غير عدم ٿيو. جيڪو شخص ويساه رکي ٿو تہ ان جهڙو ڪو ٻيو نہ آهي، سو دراصل الله جي هن ڳالهہ سان پاڪائي بيان ڪري ٿو تہ ان کان سواءِ ڪو موجود نہ آهي.]

مثال طور نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

لَا تَسُبُّوا الدَّهْرَ فَإِنَّ الدَّهْرَ هُوَ اللهُ [1]

[زماني کي گاريون نہ ڏيو ڇاڪاڻ تہ الله ئي زمانو آهي.]

معلوم ٿيو تہ زماني جو وجود الله جو ئي وجود آهي، ڇاڪاڻ تہ دنيا جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ فقط حق تعاليٰ هو ۽ دنيا جي ظاهر ٿيڻ کان پوءِ بہ حق تعاليٰ ئي آهي، جيئن صوفين جي اصطلاح ۾ چوندا آهن تہ العالم هو الحق، يعني عالم ئي حق آهي، يا جيئن چيو ويو آهي تہ الله کان سواءِ، ڪا بہ شيءِ موجود نہ آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ ٻنهي جهانن ۾ الله کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ موجود نہ آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ اهو الله، نہ ڪنهن شيءِ ۾ آهي ۽ نہ ڪا شيءِ منجهس آهي. نہ ان جي اندر ۾ آهي ۽ نہ ان کان ٻاهر آهي.

ڇاڻ گهرجي تہ هڪ شيءِ، ٻي شيءِ ۾ داخل ٿي سگهي ٿي ۽ ڪا بہ شيءِ ان الله کان سواءِ نہ آهي. شيون هڪ ٻئي مان جڙي سگهن ٿيون ۽ هڪ ٻئي ۾ داخل ٿي سگهن ٿيون، پر الله جو شان ان کان مٿانهون آهي، ڇاڪاڻ تہ ان جو وجود بہ آهي ۽ اهو وجود بخشيندڙ يعني خلقڻهار بہ آهي. جڏهن تہ مخلوق ۾ اها صفت نہ آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو آهي تہ شيون ائين ئي آهن، جيئن اهي نظر اچن ٿيون. جيڪو بہ شين جي ڪيفيت جي حقيقت تائين پهتو، سو در حقيقت حق تائين پهتو. نبي اڪرم ﷺ جن فرمائين ٿا تہ:

مَنْ عَرَفَ نَفْسَهُ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهُ [1]

[جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو.]

واضح هجي تہ سڀ مخلوق الله تعاليٰ جي پيدا ڪيل آهي ۽

---

[1] تفسير قرطبي ص ١٧١ ج ١٦، بخاري باب لا تسبوا الدهر حديث نمبر ٥٨٢٧، بيهقي سنن ڪبري ص٣٦٥ ج٣، مسند احمد ٣٩٥ ج٢، مسند ابي يعلي ص ٤٥٢ ج ١٠، مسند الشهاب ص ٧٩ ج ٢، شعب الايمان ص ٣١٦ ج ٤، فتح الباري ص ٥٦٤ ج ١٠، التمهيد لابن عبدالبر ص ١٥٣- ١٥٥ ج ١٨.

[1] امام نوري چوي ٿو تہ حديث ثابت نہ آهي: (ڪشف الخفاءِ ص ٣٤٣) ابن تيميه چوي ٿو تہ حديث موضوع آهي: (المصنوع ص ١٨٩ ج ١) ساڳيءَ طرح مٿئين حديث: الاشياءُ الخ بہ ثابت نہ آهي. (مترجم)

محسوس ٿيندڙ موجوده (شين) کي "عالم ملڪ" چئبو آهي ۽ ادراڪ، عقل ۾ ايندڙ خيالن کي، "عالم ملڪوت"چئبو آهي ۽ جيڪي شيون، عملاً ۽ بالقوة موجود آهن، انهن کي "عالم جبروت" چوندا آهن ۽ جيڪي موجود شيون انهن ٽنهي جهانن کان مٿي آهن، انهن کي "عالم لاهوت" چوندا آهن.

"عالم ملڪ" جي لطيفن کي "عالم ملڪوت" سان ڪا نسبت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ "عالم ملڪوت" گهڻو لطيف آهي. وري "عالم ملڪوت" کي "عالم جبروت" سان ڪا نسبت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو لطيف کان بہ وڌيڪ لطيف آهي، وري "عالم جبروت" کي "عالم لاهوت" سان ڪا نسبت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اها الله جي ذات آهي ۽ حق تعاليٰ جي ذات لطيف، لطيف کان بہ وڌيڪ لطيف ۽ عظيم، عظيم کان بہ وڌيڪ عظيم آهي. "عالم ملڪ"، "عالم جبروت" جو ڪو بہ ذرڙو اهڙو نہ آهي، جنهن کي "ذات حق" سان ڪا مناسبت هجي، ڇاڪاڻ تہ الله جي ذات بابرڪات جو نہ ڪو ڇيھ آهي، نہ ڪا انتها آهي، نہ وري ان کي ڪو ڄاڻي سگهي ٿو. جيئن فرمائي ٿو:

وَهُوَ اللَّطِيفُ الْخَبِيرُ ﴿١٤﴾[1]

[اهو الله ئي لطيف، خبر رکندڙ آهي.]

الله لطيف مطلق آهي ۽ لطيف مطلق، محيط مطلق هوندو آهي. يعني هر شيء ان جي گهيري ۽ دائري جي اندر هوندي آهي، اهو عظيم بہ آهي، يعني هر شيء ۽ هر جاء جنهن جو وجود آهي، اهو خود پاڻ آهي، پر پنهنجي عظمت ۽ جلال جي ڪمال جي ڪري خود پردي ۾ هڪ راز آهي.

رباعي

اين لطافت در هر مكان سرايت اوست
پس جلالش بنگر كه خود مكين و مكان
عيان شده آمد چون مهر در مظاهره
ولي ز غايت اظهار خود بخود پنهان

---

[1] سورة الملڪ آيت: ١٤

[الله تعاليٰ جي لطافت جو عمل دخل هرهنڌ جاري ساري آهي، سندس عظمت ۽ جلال ڏس! پاڻ ئي مڪين ۽ پاڻ ئي مڪان آهي، پاڻ ئي سج، چنڊ ۽ ٻين ظاهري شين جي صورت ۾ ظاهر ٻه آهي، پر پنهنجي انتهائي اظهار جي ڪمال سبب خود بخود لڪل ٻه آهي.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ وحدت ۽ هيڪڙائي جي اعتبار سان ملڪ، ملڪوت، جبروت، لاهوت جي جهان ۾ ڪو امتياز ۽ فرق نہ آهي، جو وجود سڀ هڪ آهن، گهڻا وجود هڪ هجن تہ انهن جي مجموعي وجود کان سواءِ ڪا شيءِ نظر نہ ايندي آهي. جيتوڻيڪ ظاهري اعتبار سان گهڻائي جي ڪري، گهڻا نظر ايندا آهن، پر جڏهن غور ڪبو تہ انهن سيني شين جو مجموعو هڪ "وحدت" ڏسڻ ۾ ايندي.

بيت

چون نيک بنگري همه واحد وجود هست
در صورت ار چه بود نمودش بکثرتست

[جيڪڏهن چڱيءَ طرح ڏسندين تہ سڀ هڪ نظر ايندا، جيتوڻيڪ ڪثرت جي ڪري انهن جي صورت ۽ شڪل جدا جدا ڇو نہ هجي.]

**انساني حياتي جو مثال:** اي عزيز! سمورا عالمَ، يعني عالم ملڪ، عالم ملڪوت، عالم جبروت، عالم لاهوت تنهنجي اندر موجود آهن. تَنَ بَدَنَ کي عالم ملڪ، سيني کي عالم ملڪوت، دل کي عالم جبروت ۽ روح کي عالم لاهوت سمجهہ. ان جو سبب هي آهي تہ انسان جي حقيقت الله تعاليٰ جي راز جو اظهار آهي. بلڪ سڀ شيون جن کي "موجودات" چون ٿا، اهي رب العالمين جي ربوبيت جي ظهور جو واسطو ۽ سبب آهن. جڏهن، الله رب العالمين گهريو تہ مان پاڻ کي غيب جي خزاني مان ظاهر ڪريان تہ "موجودات" کي جن کي "ممڪن الوجود" بہ چوندا آهن، انهن کي خلقيائين. اهي موجودات جن جو ذڪر ٿيو پنهنجي وجود ۾ اچڻ لاءِ بہ ۽ پنهنجي وجود کي برقرار رکڻ لاءِ بہ پنهنجي خالق جون محتاج آهن. انهيءَ ڪري فرمايو ويو آهي تہ الله کان سواءِ ڪا بہ شيءِ موجود نہ آهي ۽ نہ ئي سندس ذات کان سواءِ ڪي صفتون آهن ۽ نہ ئي الله جي ذات کان سواءِ ڪا ٻي ذات موجود آهي.

انهيءَ لحاظ سان ڪا بہ شيءِ اهڙي موجود نہ آهي، جيڪا الله جل جلاله جي پيدا ڪرڻ کان سواءِ وجود ۾ اچي سگهي، تنهن ڪري اصل خلقڻهار يعني الله جي ذات ڪي نہ ميڻ ۽ مخلوق جي وجود ڪي نہ ميڻ انڌن ۽ ڪوتاه انديشن جو ڪم آهي. ڇاڪاڻ تہ هر شيءِ الله وٽان آهي، هر شيءِ کي ان جي طرفان سمجهڻ گهرجي ۽ ان جي طرفان ڏسڻ گهرجي. پاڻ سڳورا دعا گهرندا هئا تہ مون کي شيون انهيءَ طرح ڏيکار جيئن اهي آهن. يعني شين جي حقيقت کي ان جي خالق جي حوالي سان سڃاتو اٿم ۽ مخلوق جي حقيقت اها ئي آهي تہ خالق کان سواءِ ڪنهن جو وجود نہ آهي ۽ خالق ۽ مخلوق هڪ آهي ۽ بس! البت ڇوڻ ۾ مفعول ۽ فاعل ۽ فعل ايندو آهي. جيئن نبي ڪريم ﷺ جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ کي فرمايو تہ:

مَا رَاَيْتُ شَيْئًا اِلَّا وَرَاَيْتُ اللهَ قَبْلَهٗ (1)

[مون جيڪا بہ شيءِ ڏٺي، ان کان اڳ ۾ الله کي ڏٺم.]

شعر

هيچ کس نيست در سرائ وجود
که بجز ماجد آمد موجود
نيک بنگر که جمله موجودات
جز مشيت خدا نہ شد موجود
هر چه هست آن همه بقدرت اوست
بلکه خود عين اوست شاهد و مشهود
غير حق نيست ظاهر و باطن
ز آنکه او بود هست خواهد بود
لمن الملک گفت عز و جل

(1) حديث جي ڪنهن بہ ڪتاب مان ان حديث جي ثابتي نٿي ملي. البت ان سان ملندڙ جلندڙ قول تفسير قرطبي ۾ عامر بن عبدالقيس جو نقل ڪيو ويو آهي تہ: ما نظرت شيئا الا رايت الله علي اقرب منه. يعني مون جيڪا بہ شيءِ ڏٺي. ان ڪان مٿان، ان جي ويجهو الله کي ڏٺو: (قرطبي ص ١٧٦ج ١، نوادر الاصول في احاديث الرسول ص ٧٤ ج ١) ساڳيءَ طرح روايت: ارني الاشياءَ الخ بہ ثابت نہ آهي.

که مر او را است ملک و مال وجود
کيست جز حق که گفت سبحاني
هرچه هست آن همه ازو موجود
خلق دارد ز خالق آمد و شد
نيک بنگر که مي شود محمود
در حقيقت نگر تو اي "فقيرا"
يک وجود است ماجد و وجود

[هن وجود جي ڪائنات ۾ ماجد يعني خالق اڪبر کان سواءِ ڪنهن بہ وجود جي جاءِ نہ آهي. چڱي طرح ڏس تہ ڇا ڪا شيءِ، الله تعاليٰ جي مرضيءَ کان سواءِ پيدا ٿئي ٿي؟ پوءِ جيڪي ڪجهہ بہ آهي، سڀ الله جي قدرت سان آهي. بس! شاهد بہ (الله) آهي ۽ مشهود بہ اهو ئي آهي، اهوئي عين آهي. ظاهر ۽ باطن ۾ حق کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ اها ئي شيءِ وجود ۾ اچي ٿي، جيڪا الله چاهي ٿو. (قيامت ۾) الله عزوجل فرمائيندو تہ اڄ بادشاهي ڪنهن جي آهي؟ ڇو تہ مُلڪ هجي، يا مَال هجي، انهن سڀني جو وجود فقط الله جو ئي آهي. الله کان سواءِ ڪير آهي، جيڪو چوي تہ آءٌ ساراهيل آهيان؟ جيڪي بہ شيون موجود آهن، اهي سڀ سندس پيدا ڪيل آهن. ظاهر آهي تہ خلقَ، خالق جي پيدا ڪرڻ سان ئي پيدا ٿيندي آهي. چڱيءَ طرح غور ڪر تہ اهو الله ئي ساراهيل آهي. اي "فقيرا" حقيقت جي نظرن سان ڏس تہ خالق هجي يا مخلوق، انهن جو وجود هڪ ئي آهي.]

ڇاڻ گهرجي تہ هستي، بقا، وجود، ذات، نيستي، فنا ۽ عدم جو اطلاق صفات تي ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ صفات جو دارومدار ذات تي آهي ۽ ذات اصل کان موجود هوندي آهي. جيتوڻيڪ صورت ۽ شڪل جي اعتبار سان صفتون جدا جدا هونديون آهن. پر انهن جي معنيٰ ۽ اصليت ذات سان وابسته هوندي آهي. الله تعاليٰ جون صفتون بہ ان جي ذات سان وابسته آهن، ڇاڪاڻ تہ ذات باري تعاليٰ کان سواءِ انهن صفتن جو ڪو وجود نہ آهي. الله جي هستيءَ ۾ وجود، بقا، جوهر ۽ عرض پيدا ڪرڻ جي خاصيت موجود آهي، تنهن ڪري جيڪا بہ شيءِ پيدا ٿي آهي يا آئنده

پيدا ٿيندي, اها ان جي ذات جي ڪري آهي. فرمايو اٿن تہ ذات سان صفات جي نسبت اها ئي آهي, جيڪا موج جي پاڻي سان ۽ حرفن جي مس سان هوندي آهي. موج ۾ پاڻي کان سواءِ ۽ حرفن ۾ مس کان سواءِ ڪجھ نہ هوندو آهي. صفتن ۾ بہ ذات کان سواءِ ڪجھ نہ هوندو آهي.

اي منهنجا عزيز! ذات اول آهي ۽ صفتون بعد ۾ آهن. ذات باطن آهي ۽ صفتون ظاهر آهن. ذات قديم آهي ۽ صفتون حادث يعني نئون وجود رکندڙ آهن, پر جيئن تہ الله تعاليٰ اول ۾ بہ آهي تہ آخر ۾ بہ آهي. باطن ۾ بہ آهي تہ ظاهر ۾ بہ آهي ۽ جيڪي ڪجھ بہ آهي, سو اهو ئي آهي, تنهن ڪري ان جي ذات ۽ ان جون صفتون بہ اول ۽ آخر, ظاهر ۽ باطن سڀ هڪ آهن, ڇاڪاڻ تہ تصرف ۽ عمل دخل جي لحاظ سان ذات مطلق جو اطلاق, مقيد صفتن تي ڪندا آهن. جو حقيقت جي جهان ۾ اڪيلي الله, خالق اڪبر جي وجود کان سواءِ ڪنهن جو بہ وجود نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ ان جي باري ۾ نٿو چئي سگهجي تہ هن هنڌ آهي ۽ هُن هنڌ نہ آهي, بلڪ اهو هر هنڌ آهي. دنيا هجي چاهي آخرت, هر زمان ۽ هر مڪان ۾ موجود آهي. خالق, مخلوق کان جدا ٿي نٿو سگهي ۽ نہ ئي انهن ۾ ٻيائي ۽ جدائي جو خيال ڪري سگهجي ٿو ڇاڪاڻ تہ جدائي ۽ ٻيائي ٻن شين ۾ ٿيندي آهي, پر الله تہ اهو پاڻ لاشيءِ آهي ۽ پاڻ موجود آهي. اهو پاڻ منظور حق ۽ ناظر مطلق جي نظر ۾ آهي. چار ئي وجود گڏجي هڪ وجود آهن.

مثنوي

آنکه حق موجود غالب يافته
جائز و ممکن چو واجب يافته
چونکه جز حق نيست در هر دو جهان
پس کجا باطل بود نزد اهل جان
هر که او بسته است ديده از ماسوا
در دل او نيست چيزي جز خدا
کرده حق از جمله بي باک آمده
و از همه چون و چرا پاک آمده
نيست فرق اندر ميان اين و آن

پس نہ بايد کرد فرق اندر ميان
اي که کردي فرق در خلق خدا
نيست مخلوقات از خالق جدا
اين مقيد کل مطلق آمده
در همه اجزا هو الحق آمده
اي که چيزي را تو باطل ديده
تا دل کج کور و غافل ديده
چشم باطل پوش ديده حق کشا
تا نہ بيني غير حق در هر کجا
ماجد و موجود ايجاد و وجود
هر که بيند نيک بيند يک وجود.

[اهو حق، جيڪو موجود ۾ غالب آهي، اهو واجب الوجود وانگر جائز بہ آهي تہ ممڪن بہ آهي. جيئن تہ ٻنهي جهانن ۾ حق کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي، پوءِ اهل جان وٽ باطل ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ جنهن، غير الله کان سواءِ پنهنجيون اکيون ٻوٽي ڇڏيون، تنهن جي دل ۾ خدا کان سواءِ ڪا بہ شيءِ نہ هوندي آهي. جيڪي بہ شيون وجود رکن ٿيون، اهي الله جي پيدا ڪرڻ سان ٿيون آهن ۽ هر قسم جي چون و چرا يعني ڇو ڇا جي ڪري ۽ هن ۽ هُن جي فرق کان پاڪ ٿي وجود ۾ آيون آهن، تنهن ڪري انهن ۾ ڪو بہ فرق نہ آهي. اي شخص! تون جيڪو خدا تعاليٰ جي خلق ۾ فرق ڪرين ٿو تہ ڇاڻ تہ مخلوق، خدا کان جدا نہ آهي. هي مقيد ڪل مطلق آيو آهي. سيني جزن ۾ اهو حق ٿي آيو آهي. اي اهي شخص! جيڪو ڪائنات جي ڪنهن شيءِ کي باطل سمجهي ٿو، تون انڌي ۽ غافل دل سان ڏسين ٿو. باطل جي اک کي پوري ڏس، حقيقت جي اک کي کولي ڏس، توکي الله کان سواءِ ڪجهہ بہ نظر نہ ايندو. جتي بہ مخلوق ڏسندين اتي، ان جو وجود ۾ ان جي خالق کي ڏسندين. جيڪو بہ نيڪ نظر ڪندو ان کي هڪ ئي وجود، يعني الله جي ذات نظر ايندي.]

واضح هجي تہ جيڪي شيون پنهنجو وجود خود نٿيون رکن، تن کي جدا شيءِ ڇئي سگهجي ٿو ڇاڪاڻ تہ اهي (مختلف وقتن ۾) پيدا

ٿينديون آهن يا موجود ٿينديون آهن. مخلوق جون اهي سڀ صورتون ممڪن آهن. (پر اهي سڀ شيون عارضي آهن.) هميشه هجڻ ۽ هميشه رهڻ, فقط الله تعاليٰ جي صفت آهي. جيئن فرمايو ويو آهي:

بيت

هستي تو بذات ما بتو هست نما
الله الله! چه تفاوت ز كجا تا كجا
تو غني مطلق وي خلق گدا
ز تو وجود و از خويش فنا

[تنهنجو وجود ذاتي آهي, اسين تنهنجي پيدا ڪرڻ سان وجود ۾ آيا آهيون. الله الله! ڪيڏو نه وڏو ۽ ڪٿان ڪان ڪٿي جو فرق آهي. تون غني مطلق يعني بلڪل بي پرواه ۽ اسين مخلوق تنهنجي در جا گدا آهيون. سيني کي تو ئي وجود عطا ڪيو ۽ توکان سواءِ سڀ فاني آهن.]

## بقا ۽ فنا

ڄاڻڻ گهرجي ته الله جي ذڪر کي بقا ۽ غير الله جي ذڪر کي فنا چوندا آهن. حديث شريف ۾ آهي ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

أَنَا جَلِيْسٌ مَنْ ذَكَرَنِيْ(1)

(1) روايت جا الفاظ اڳتي پوئتي آهن, جيڪي درست ڪيا ويا. پڻ اها حديث نه, پر تابعي ڪعب احبار جا الفاظ آهن, جيڪو اڳ ۾ يهودي عالم هو ۽ مسلمان ٿيڻ جي باوجود توريت جون روايتون بيان ڪندو هو جن مان ڪي صحيح ته ڪي غير صحيح آهن. البت هن روايت سان ملندڙ هڪ صحيح حديث آهي, تفصيل ڏسو: عن الكعب الاحبار قال, قال موسيٰ عليه السلام يا رب! اقريب انت فاناجيک؟ ام بعيد فاناديک؟ قال الله يا موسيٰ انا جليس من ذكرني: (ڪعب احبار چوي ٿو ته موسيٰ عليه السلام عرض ڪيو ته اي رب منهنجا! تون ويجهو آهين ته توکي رازداريءَ سان پڪاريان, پري آهين ته توکي ڏاڍيان پڪاريان. الله فرمايو ته اي موسيٰ! جيڪو مون کي ياد ڪندو, مان ان جو ساٿي آهيان : قرطبي ص ٣١١ ج ۴, مصنف ابن ابي شيبه ص ١٠٨ ج١, ص ٧٣ ج ٧, الجامع الصغير ص ٣٠۴ ج١, شعب الايمان ص ۴۵١ ج ١, فيض القدير ص ٢١۴ ج ١, حلية الاولياء ص ۴٢ ج ٦, كشف الخفاء ص ٢٣٢ ج ١, ديلمي ۾ اها روايت ام المؤمنين عائشه جي حوالي سان, پر بغير سند جي آهي: (كشف الخفاء ص ٢٣٢) ان سان ملندڙ جلندڙ صحيح حديث جا

[جيڪو مون کي ياد ڪندو تنهن جو آءُ ساٿي آهيان.]

الله ڪريم قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو:

فَاذْكُرُونِيْٓ اَذْكُرْكُمْ[1]

[پوءِ مون کي ياد ڪريو ته آءُ توهان کي ياد ڪريان.]

اي منهنجا عزيز! جيڪو حق سان ويهندو ۽ حق کي ياد ڪندو رهندو ان کي بقا حاصل ٿيندي، يعني اهو حق تعاليٰ سان بقا حاصل ڪندو. فرمايو ويو آهي ته پاڻ کان فاني ٿيڻ جي معنيٰ آهي پاڻ کي باقي رکڻ.)

يعني ياد رک! تون فاني آهين ۽ حق تعاليٰ باقي آهي، جيڪڏهن تون پنهنجي مراد کي ان سان باقي نه رکندين ته قيامت جي ڏينهن فاني نه ٿيندين ۽ جڏهن حق تعاليٰ جي تصرف سان مراد حاصل ڪندين ته قيامت جي ڏينهن باقي رهندين. انهيءَ ڪري فرمايو ويو آهي ته جڏهن ٻانهو پنهنجين صفتن کي الله جي رضا لاءِ فنا ڪري ڇڏيندو آهي، تڏهن ان سان بقا ماڻيندو آهي. ان ڏس ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته :

مَا عِنْدَكُمْ يَنْفَدُ وَمَا عِنْدَ اللّٰهِ بَاقٍ[2]

[جيڪي توهان وٽ آهي، سو ختم ٿي ويندو ۽ جيڪي الله وٽ آهي، سو باقي رهندو.]

جيئن ته هيءُ سمورو جهان اول کان آخر تائين فاني آهي ۽ آخرت وارو جهان، جيڪو اڳ ۾ موجود نه هو پر پوءِ وجود ۾ آيو ۽ هاڻي ڪڏهن به فنا نه ٿيندو ڇاڪاڻ ته ان کي حق تعاليٰ سان بقا حاصل ٿي آهي ۽ ان سان ئي هميشه باقي رهندو ۽ ڪڏهن به ختم نه ٿيندو. ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ جو وجود هميشه کان آهي ۽ هميشه رهندو ۽ ان جي ذات ۽ صفات قديم آهن.

---

الفاظ هي آهن: انا عند ظن عبدي بي و انا معک اذا ذکرتني (مان پنهنجي ٻانهي جي گمان مطابق معاملو ڪندو آهيان ۽ اي ٻانها! جڏهن تون مون کي ياد ڪندين ته مان توسان گڏ هوندس: (المستدرک علي الصحيحين ص ۶۷۴ ج ۱).

[1] سورة البقرة آيت: ۱۵۲

[2] سورة النحل آيت: ۹۶

**فنا ۽ بقا جو بيان:** "بقا" مان مراد وجود جو دوام ۽ هميشگي آهي. پر الله جي وجود جي اندر ڪو شخص يا ڪا شيءِ شريڪ نٿي ٿي سگهي ۽ نہ وري ٿي سگهندي. جو سندس صفتن ۾ شريڪ ٿي سگهي. فاني ٿيڻ جو علم هي آهي تہ ماڻهو پڪ ڄاڻي تہ هيءَ دنيا فاني آهي ۽ بقا جو علم هي آهي تہ ڄاڻي تہ آخرت باقي رهندي. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَالْاٰخِرَةُ خَيْرٌ وَّاَبْقٰى ﴿١٧﴾ [1]

[۽ آخرت چڱي ۽ باقي رهندڙ آهي.]

مگر حال جو باقي رهڻ يا فنا ٿيڻ، هن طرح آهي تہ جڏهن بندو فاني ٿيندو آهي تہ بيشڪ علم باقي رهندو آهي ۽ جڏهن بندو علم حاصل ڪندو آهي ۽ اطاعت ڪندو آهي ۽ سندس غفلت ختم ٿي ويندي آهي. يعني جڏهن ٻانهو حق تعاليٰ کي ڄاڻندو يا سندس معرفت حاصل ڪندو آهي تہ ان سان باقي ٿيندو آهي. غرض تہ پهريائين حق جي بقا نصيب ٿيندي آهي، پوءِ ان جي عبادت ڪبي آهي. شيخ ابوسعيد فرمائي ٿو تہ فنا هيءَ آهي تہ ٻانهو پنهنجي ٻانهپ جي ڏسڻ کان فاني ٿئي، بقا هيءَ آهي تہ ٻانهو الله تعاليٰ جي الوهيت جي مشاهدي سان باقي رهي.

ٻانهو بندگي جي حقيقت کي انهيءَ وقت پهچندو آهي، جڏهن پنهنجي فعل جي ڏسڻ کان فاني ٿيندو آهي ۽ حق تعاليٰ جي فعل يعني ڪائنات جي مشاهدي ۾ غرق ٿيندو آهي. جيئن تہ سيني ڪمن جي نسبت الله تعاليٰ ڏانهن آهي، پوءِ جڏهن ٻانهو پنهنجن ذاتي تعلقات ۽ لاڳاپن کان فاني ٿي ويندو آهي، تڏهن الله جي جمال سان باقي ٿيندو آهي. انهيءَ وقت ان کي پنهنجي فنا ۽ حق جي بقا جو درجو حاصل ٿيندو آهي ۽ اهو جملي ذات ۽ صفات کي، هڪ وجود ڏسندو آهي، ڇاڪاڻ تہ پنهنجي ذات ۽ صفات بہ الله تعاليٰ جي ذات اقدس جي حوالي ڪري ڇڏيندو آهي ۽ وجود جو عين ۽ اصل هڪ ٿي ويندو آهي. اهو هڪڙو وجود، مشاهدي کان سواءِ فقط چوڻ ۽ ٻڌڻ سان ڪنهن جي سمجھ ۾ نہ ايندو آهي. مگر توهان لاءِ هتي ان جو ذڪر ڪيو ويو آهي. خواجه بهاؤ

[1] سورة الاعليٰ آيت: ١٧

الدين دلق پوش هن فقير جي پير، مرشد جو مريد هو پاڻ فرمائي ٿو تہ هڪ ڏينهن مون کي ڪا تڪليف پهتي. مون پنهنجي جسم جي ڪيفيت کي الله جي تقدير ۽ سندس فضل جي حوالي ڪري ڇڏيو. پوري زمين ۽ جيڪي منجهس آهي، سي سڀ منهنجي سامهون اچي ويا ۽ منهنجو عزم ۽ منهنجي پرواز بلند کان بلند ٿيندي وئي. پوءِ زمين کان دنيا جي آسمان تائين جيڪي ڪجهہ آهي، اهي سڀ سامهون اچي ويا. پوءِ هڪ آسمان کان ٻئي آسمان تائين ۽ اهڙي طرح ستن آسمانن کان مٿي ڪرسي ۽ عرش ۽ انهن جي درميان جيڪي بہ شيون آهن، تانجو ڪول، بلڪ ذرڙي جيتري شيءِ بہ سامهون ايندي وئي، مون کي محسوس ٿيو تہ اهو سڀ منهنجي وجود ۾ آهي، ائين سڀ ملڪ، ملڪوت، جبروت گھميس ۽ آخر لاهوت ۾ مالڪ الملڪ جي فضل سان پهتس. اتي لڳي ٿي تہ مون جيڪي چاهيو ٿي سو ٿئي پيو اي عزيز، واحد وجود جي معنيٰ مطلب اهوئي آهي، ليڪن جيئن چيو اٿن:

اما ذوق اين مي نشناسي بخد اتانعجشي

يعني اهو پرو تڏهن پوندو جڏهن اهو ذائقو چکندين.

مطلب تہ وجود جيڪو جملہ موجودات جو اصل آهي، ان کي سڃاڻ تہ جيئن هر موجود شيءِ جي حقيقت معلوم ڪري سگهين، پوءِ جڏهن موجودات جي حقيقت کي رسندين تہ ڏسندين تہ وجود جي حقيقت هڪ آهي، انڪري جڏهن هڪڙي حقيقت جو انڪشاف ٿيو تہ پاڻ کي بہ واحد وجود لهندين.

مثنوي

خود عين وجود واحد آمد
گو بر دل خويش شاهد آمد
آنکس کہ زکنہ خويش بازماند
از يافت حقيقت بار ماند
هرکس کہ شناخت خويتشن را
گم کرده يافت خويشتن را

انکس کہ وجود خود عدم کرد
کوئي کہ عزيمت قدم کر
داني کہ فنائي توچہ باشد
فاني کہ شود زخود بقا يابد
باقي کہ شود بخود فنا يافت
تاضلن نبري کہ من چہ چيزم

اي عزيز، جيئن تہ صفات ذات کانسواءِ ناهن، تنهنڪري اجايو پريشان نہ ٿي، تون هن جي صفتن تائين پهچڻ جي ڪر، ۽ صفتن کان پوءِ ذات مطلق ڏانهن وڌ تڏهن توکي حظ حاصل ٿيندو اهي مڙئي صفتون هڪ وجود رکن ٿيون، پر جن وٽ انهن جو وجود ناهي، انهن لاءِ صفت يا وجود جو قيد جيڪو موجود لاءِ آهي، ذات مطلب لاءِ ڪا معنيٰ نٿو رکي.

## باب سورهون

# فتح سلوڪ بابت

اي عزيز، سلوڪ دل جي سير ڪي چون ٿا. ان ڪري جسم جو سير عالم ناسوت آهي، روح جو سير ملڪوت ۽ جبروت آهي، اهڙيءَ طرح مسافر سير و سفر ڪندو منزلن ۽ مقامن کان گذري ٿو. يعني جيئن هڪ مسافر ماڻهو ملڪن جا ملڪ گهمي ڦري، سير سياحت ڪري سمورا مشاهدا ڪندو آهي، تيئن سالڪ بہ مقامات طي ڪندو آهي. ملڪ مان ملڪوت ۾، ملڪوت مان جبروت ۾، جبروت مان لاهوت ۾ پهچندو آهي. ان جو نالو "سير سلوڪ" آهي. جنهن ۾ ٻانهو دنيا، آخرت، بلڪ پنهنجي ذات، بلڪ پنهنجي محبوب کان سواءِ جيڪا بہ شيءِ هوندي آهي، ان کي ڇڏي ڏيندو آهي، يا وري "سلوڪ" جي معنيٰ آهي ظاهر ۽ باطن کي ڇڏي ڏيڻ. ظاهر کي ڇڏڻ هي آهي تہ جن ڳالهين کان منع ڪئي ويئي آهي، پاڻ کي انهن (نواهي) کان پري رکي، يعني پنهنجن حواسن (ڏسڻ، ٻڌڻ، کائڻ، پيئڻ وغيره صلاحيتن ۽ قوتن) کي نفس جي گندگين کان پاڪ ڪري، تانجو انسان جو ڪو بہ عضوو الله تعاليٰ سان بغاوت ۽ سرڪشيءَ جي جرئت نہ ڪري سگهي، جيئن حديث ۾ آهي تہ

اُقْتُلُوا اَنْفُسَكُمْ بِسُيُوْفِ الْمُجَاهِدَاتِ وَالْمُخَالِفَاتِ (1)

---

(1) هن حديث جو حوالو نٿو ملي البت قرآن ۽ حديث جا گهڻا فرمان ان مضمون جا ملن ٿا. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: ١. بيشڪ نفس برائيءَ جو حڪم ڪري ٿو (پ١٣) ٢. بيشڪ اسان انسان کي خلقيو ۽ ڄاڻون ٿا تہ ان جو نفس ان کي ڪهڙا ڪهڙا وسوسا وجهي ٿو. (سوره ق) ٣. بيشڪ اهو شخص ڪامياب ٿيو جنهن پنهنجي نفس کي پاڪ ڪيو. هتي ابوالفرج عبدالرحمن حنبلي جي جامع العلم و الحڪم ص ١٩٦ ج١، مان ڪجهہ حديثون ۽ اقوال پيش ڪجن ٿا: ١. نبي ﷺ جن فرمايو تہ مجاهد اهو آهي، جيڪو الله جي رضا لاءِ پنهنجي نفس جي خلاف جهاد ڪري. ٢. عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان ڪنهن شخص جهاد جي باري ۾ پڇيو. فرمايائين تہ پهريائين پنهنجن نفس جي خلاف جهاد ۽ جنگ ڪر. ٣. ابراهيم بن ادهم فرمائي ٿو تہ: اسان کي هڪ معتبر ماڻهو حضرت علي رضہ جو قول ٻڌايو تہ توهان سڀ کان پهريائين پنهنجن نفسن

[پنهنجن نفسن کي مجاهدن ۾ مخالف ڪمن جي وسيلي ماري ڇڏيو.]

جيڪو شخص انهيءَ طريقي سان مجاهدا ڪري، نفس اماره کان نجات حاصل ڪندو انهيءَ سير سلوڪ ماڻيو ۾ روحانيت حاصل ڪئي. ترڪ باطن هي آهي ته پاڻ کي خدا ۾ بلڪل فنا ڪري ڇڏي. نبي ﷺ جن فرمايو آهي ته جسم کي لذتن کان، نفس کي شهوتن کان، قلب کي وسوسن کان، روح کي خطاب کان پاڪ ۽ صاف ڪريو ۽ اهي سڀ شيون تنهنجي ذات ۾ موجود آهن.

اي منهنجا عزيز! سالڪ جو سير انهيءَ حد تائين آهي. هن کان اڳ ان جو اڪثر ذڪر ٿي چڪو آهي.

مصرعو

نزديکان را پيش بود حيراني

[جيڪي الله جا مقرب ٻانها آهن، اهي حيرانيءَ ۾ غرق هوندا آهن.]

اهو حيرت جو مقام آهي، جڏهن ڪو واٽ وچايل انسان مقام قرب جي ويجهو ايندو آهي ته اهڙي حيرانيت ۾ گم ۽ گرفتار ٿي ويندو آهي، جنهن جو ڪو ڇيهه ۽ ڪا انتها نه هوندي آهي. اتي هو پاڻ کي خدا تعاليٰ ۾ ايتري قدر وساري ويهندو آهي جو "انا ولا غيري" جو نعرو هڻندو آهي يعني فقط آءُ ئي آءُ آهيان ۽ مون کان سواءِ ٻيو ڪو به نه آهي. جڏهن

---

جي خلاف جهاد کان انڪار ڪندا. ٥. ڪي ماڻهو جنگ تان موٽيا ته ابراهيم بن علقمه کين چيو ته: توهان ننڍي جهاد تان موٽي وڏي جهاد ڏانهن وڃي رهيا آهيو. پڇيائون ته وڏو جهاد ڪهڙو آهي؟ چيائين ته: قلب سان جهاد ڪرڻ. ٦. اهڙي مرفوع حديث جابر رضه کان به ثابت آهي، پر ان جي سند ضعيف آهي. ٧. سعد بن انس نبي ﷺ جن جي حديث بيان ڪري ٿو ته تنهنجو (اصل) دشمن اهو (ڪافر) نه آهي، جيڪو توکي قتل ڪري ته تون شهيد ٿي جنت ۾ داخل ٿئين ۽ جيڪڏهن تون ان کي قتل ڪرين ته تنهنجي لاءِ نور ٿئي، پر توهان جو سڀ کان سخت دشمن اهو نفس آهي، جيڪو تنهنجي ٻن پاسيرين جي درميان آهي. ٨. حضرت ابوبڪر رضه، حضرت عمر رضه کي خليفو مقرر ڪرڻ وقت نصيحت ڪئي ته تنهنجو پهريون نمبر دشمن تنهنجو نفس آهي، جيڪو تنهنجين ٻن پاسيرين جي درميان آهي. دراصل نفس، شيطان کان به انسان جو وڏو دشمن آهي. ڇاڪاڻ ته حضرت آدم کي ته بيشڪ شيطان گمراه ڪيو پر خود شيطان کي ڪنهن گمراه ڪيو؟ جواب آهي ته ان جي نفس.

سالڪ, انهيءَ مقام تي پهچندو آهي، تہ سندس ڪو مذهب ۽ ڪا ملت نہ هوندي آهي. جيئن فرمايو ويو آهي تہ صوفي جو ڪو مذهب نہ آهي. ان کان پوءِ بہ جيڪڏهن منهن موڙيندو تہ حقيقت جي اسرارن کان محروم ٿيندو جنهن وقت فقر پورو ٿيندو آهي، ان وقت نہ وجود باقي رهندو آهي نہ موجود. سواءِ واحد يعني الله تعاليٰ جي ذات جي. جيئن چيو ويو آهي تہ جڏهن فقر جو مقام پورو ٿيندو آهي تہ اهو ئي الله آهي. اتي سلوڪ جو مقام پورو ٿيندو آهي.

**سالڪ جون صفتون:** سالڪ اهو آهي، جيڪو پنهنجو منهن حق ڏانهن ڪري. ڪتاب الله کي ساڄي پاسي، سنت رسول الله ﷺ کي کاٻي پاسي ۽ انهن ٻنهي جي سامهون روشني رکي، سڌي واٽ کي طي ڪري. پڻ سالڪ لاءِ هيٺيون چار شيون انتهائي ضروري آهن. جن کان سواءِ چارو نہ آهي: ١- علم، جيڪو کيس سڌيءَ واٽ تي هلڻ ۾ مدد ڏي. ٢- ذڪر، جيڪو ان جو مونس ٿئي تہ جيئن تنهائيءَ جي ڪري کيس وحشت نہ ٿئي. ٣- تقويٰ ۽ پرهيزگاري، جيڪا ان کي گناهن کان پاڪ ڪري. ۴- مجسم يقين هجي، جيئن پنهنجن ساٿين کان پري نہ ٿئي. سالڪ کي گهرجي تہ پنهنجي اندر هيٺيون چار وصفون بہ پيدا ڪري تہ جيئن فقر جي مرتبي تي پهچي: ١- ”اڇو موت“ يعني بک. ٢- ڪارو موت يعني مصيبتن تي صبر ڪرڻ. ٣-ڳاڙهو موت يعني نفس جي مخالف ڪرڻ. ۴- سائو موت يعني نئين پوشاڪ جي بجاءِ پراڻن سراٽن ڪپڙن تي قناعت ڪرڻ.

جڏهن, سالڪ تي ادارڪ جي تجلي ٿيندي آهي تہ ان جي ڪا مخصوص صورت نہ هوندي آهي. جتان بہ حق تعاليٰ جي تجلي ٿئي، ان کي غنيمت ڄاڻي. جيئن موسيٰ عليه السلام کي وڻ مان آواز آيو تہ:

إِنِّيٓ أَنَا ٱللَّهُ [1]

[بيشڪ آءٌ ئي الله آهيان.]

وڻ خدا نہ هو پر ان جي اندر الله جي تجلي ظاهر ٿي هئي. جڏهن ٻانهو ملڪ ۽ ملڪوت يعني فرشتن ۽ ملڪوتي قوتن وانگر ڳجهو

---

[1] سوره طٰه آيت: ١۴

رهندو آهي تہ فاني ٿي ويندو آهي ۽ جڏهن سالڪ جي هستي ڳجهي رهندي آهي تہ ان کي فنا مٿان فنا نصيب ٿيندي رهندي آهي. پوءِ جڏهن سالڪ پنهنجي هستي کي نيست ۽ نابود سمجهندو آهي، يعني سندس هستي ۽ نيستيءَ جو شعور اهڙي طرح ختم ٿي ويندو آهي، جو کيس ذات ۽ صفات جو احساس باقي نہ رهندو آهي، سلوڪ ۽ سالڪ جون سموريون ڪيفيتون گم ٿي وينديون آهن، انهيءَ وقت کيس فنا در فنا نصيب ٿيندي آهي. ان وقت ڪنهن بہ شيءِ، ڪنهن بہ نالي، ڪنهن بہ نشان جو اتو پتو نہ پوندو آهي. سواءِ ان جي جو الله جي اخلاقن سان موصوف ٿيندو آهي. جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

تَخَلَّقُوْا بِاَخْلَاقِ اللّٰهِ (1)

[پنهنجي اندر الله جا اخلاق پيدا ڪريو.]

---

(1)التعريفات ص ٢١٦ ج ١، التعاريف ص ٥٦٤ ج ١، پڻ قرآن مجيد ۾ بہ ان طرف اشارو آهي تہ: صبغة الله و من احسن من الله صبغة (الله جو رنگ اختيار ڪريو ۽ الله جي رنگ کان بهترين رنگ ڪنهن جو ٿي سگهي ٿو. (سوره بقره پ:١) پر تفسير وارا ان مان مراد الله جو دين وٺن ٿا، ڏسو: مٿئين آيت جي تفسير ۾ قرطبي، ابن ڪثير، ابن جرير، جلالين.

## باب سترهون

# فتح بابت معرفت نفس

ڄاڻڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ جي معرفت کانپوءِ پنهنجي نفس جي معرفت حاصل ڪرڻ کان وڌيڪ اشرف ۽ افضل ڪو بيو مقام نہ آهي. "معرفت نفس" هر شيءِ جي وجود جو ذريعو آهي، ماڻهن ان جون گهڻيون معنائون بيان ڪيون آهن. ڪي چون ٿا تہ نفس مان مراد روح آهي، ڪي چون ٿا تہ ان مان مراد مروت آهي، ڪن وٽ مراد نفساني حسد ۽ ساڙ آهي، ڪي حيواني روح کي "نفس" چون ٿا. ڪي انساني جسم جي رت کي نفس چون ٿا. پر محقق چون ٿا تہ انهن مان ڪا بہ شيءِ نفس نہ آهي، البت هن ڳالهہ تي انهن جو اتفاق آهي تہ "نفس" مان مراد بديءَ جي اها قوت آهي، جيڪا انسان کان گناه ڪرائيندي آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ نفس جي ذريعي چڱا اخلاق بہ ظاهر ٿين ٿا ۽ خراب اخلاق بہ! طريقت وارن وٽ نفس، بخارن جي مجموعي جو نالو آهي، جيڪو انساني جسم جي سمورن عضون تي غالب هوندو آهي، جيئن روح غالب هوندو آهي. جيئن: ڪير جي لطافت منهن ۾ محسوس ٿيندي آهي، تيئن نفس جا بخار يا ان جي ٻاڦ سموري بدن تي غالب هوندي آهي، انهيءَ ٻاڦ جي اثر هيٺ انسان برائي ڪندو آهي ۽ ان ٻاڦ جو مرڪز دل آهي. نفس بڇڙيون صفتون پيدا ڪندو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

إِنَّ النَّفْسَ لَأَمَّارَةٌ بِالسُّوءِ (1)

---

(1) جڏهن زليخا سيني جي سامهون يوسف عليه السلام جي پاڪدامنيءَ جو اعلان ڪيو تہ انهيءَ سڳوري نبيءَ اعلان فرمايو تہ: مان پنهنجي نفس جي پاڪدامني بيان نٿو ڪريان. بيشڪ نفس برائيءَ جو حڪم ڪندڙ آهي (سوره يوسف آيت: ٥٣ پ ١٣) هر شخص سوچي سگهي ٿو تہ حضرت يوسف جهڙو عظيم انسان بہ پنهنجي نفس کي پاڪدامن نٿو چوي تہ پوءِ توهان ۽ اسان جي نفس جي خباثت ۽ سرڪشيءَ جو ڪهڙو حال هوندو؟ خود نبي سائين ﷺ جن دعا گهرندا هئا تہ: اللهم آت نفسي تقواها وزكها انت خير من زكاها انت وليها ومولاها (اي الله! منهنجي نفس کي پرهيزگاري عطا ڪر ۽

[بيشڪ نفس برائي جو حڪم ڪندڙ آهي.]

**روح ۽ نفس جو بيان:** دراصل انساني جسم روح ۽ نفس ٻنهي جو مجموعو آهي. پوءِ معرفت ئي اها چابي آهي. جنهن جي وسيلي انسان حق تعاليٰ جي سڃاڻپ ڪري سگهي ٿو ۽ دل ئي اهو خزانو آهي، جتان معرفت ۽ اسرارن جا چشما ڦٽن ٿا. ان ڪري ئي ان جي معرفت حاصل ڪرڻ بہ عين فرض آهي. طالبن کي گهرجي تہ الله کان سواءِ هر شيءِ کان غافل ۽ فاني ٿين تہ جيئن کين ذات باري تعاليٰ جي محويت حاصل ٿئي. جڏهن مريد، ڪامل مرشد جي تلقين موجب ذڪر ۾ هميشگي ڪندو آهي، تہ سندس دل صاف ۽ صيقل ٿي ويندي آهي ۽ کيس نفس جي حقيقت معلوم ٿي ويندي آهي. جڏهن پنهنجي نفس کي سڃاڻندو آهي تہ ان وقت پنهنجي رب کي سڃاڻندو آهي، ڇاڪاڻ تہ خودشناسي، دراصل خدا شناسيءَ جو مقام آهي، جيئن فرمايو ويو آهي تہ جنهن پنهنجي رب کي سڃاتو، انهيءَ بيشڪ پنهنجي رب کي سڃاتو ۽ جنهن کي اها ڄاڻ حاصل ٿي تہ سندس قوت ۽ ڪوشش کان سواءِ رزق حاصل ٿيندو تنهن پنهنجي رب کي خالق ۽ رازق ڄاتو.

چون ٿا تہ هڪڙي نبي سڳوريءَ ڏانهن الله تعاليٰ وحي ڪئي تہ:

كَيْفَ عَرَفْتَنِيْ وَكَيْفَ عَرَفْتَ نَفْسَكَ؟ قَالَ يَا رَبِّ ! قَدْ عَرَفْتُكَ بِالْقُدْرَةِ وَالْقُوَّةِ وَالْبَقَاءِ وَعَرَفْتُ نَفْسِيْ بِالْعِجْزِ وَالضُّعْفِ وَالْفَنَاءِ. فَقَالَ اللهُ تَعَالٰى : اَلْاٰنَ قَدْ عَرَفْتَنِيْ وَمَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ وَمَنْ جَهِلَ نَفْسَهٗ فَقَدْ جَهِلَ عَنْ رَبِّهٖ وَيَا اِنْسَانُ اَعْرِفْ نَفْسَكَ تَعْرِفُ رَبَّكَ فَاِذَا عَرَفْتَ نَفْسَكَ هٰكَذَا عَرَفْتَ اللهَ (1)

---

ان کي پاڪ ڪر تون ئي ان کي پاڪ ڪري سگهين ٿو. تون ئي ان جو سائين ۽ مولي آهين: مسلم حديث: ٢٧٢٢.

(1) اها روايت باطل آهي (تدريب الراوي ص ١٧٦ ج ٢) روايت موضوع آهي. (ابن تيميه) روايت ثابت نہ آهي. (نووي) رسول الله ﷺ جن جي حديث نہ پر يحيٰ بن معاذ رازي جو قول آهي. ابن عرس نووي جو مٿيون قول نقل ڪري چوي ٿو تہ صوفين جي ڪتابن ۾

[مون کي تو ڪيئن سڃاتو ۽ پاڻ کي ڪيئن سڃاتئي؟ چيائين تہ: رب منهنجا! تو کي تنهنجي قدرت، قوت ۽ هميشه باقي رهڻ سبب سڃاتم ۽ پنهنجي نفس کي عاجزي، ضعيفي ۽ فاني ٿيڻ سبب سڃاتم. الله تعاليٰ فرمايو، هاڻي تو مون کي سڃاتو پوءِ جيڪو شخص پنهنجي نفس کي سڃاڻندو، اهو پنهنجي رب کي سڃاڻندو ۽ جيڪو پنهنجي نفس کان اڻ واقف هوندو، اهو پنهنجي رب کان بہ اڻ واقف هوندو. اي انسان! پنهنجي نفس کي سڃاڻ تہ پنهنجي رب کي سڃاڻندين. اهڙي طرح ئي الله کي سڃاڻي سگهين ٿو.]

اي منهنجا عزيز! پهريائين پنهنجي نفس کي سڃاڻ تہ جيئن الله تعاليٰ جي سڃاڻپ ٿئي. درحقيقت، الله تعاليٰ توکي توکان بہ وڌيڪ قريب آهي. پاڻ فرمائي ٿو:

وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ ﴿١٦﴾ [2]

[۽ اسان ان کي سندس نڙگهٽ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون.]

ٻئي هنڌ آهي:

وَفِيْٓ اَنْفُسِكُمْ اَفَلَا تُبْصِرُوْنَ ﴿٢١﴾ [1]

[۽ توهان جي نفسن ۾ بہ نشانيون آهن، ڇا توهان نٿا ڏسو.]

بيت

اي نزديک تر ز تو به تو يار شد

حجاب تو بر تو پندار شد

[جيڪو الله توکي تنهنجي ساه جي رڳ کان بہ ويجهو آهي، تون ان جو يار ٿيءُ. تنهنجو حجاب ئي تنهنجي لاءِ اصل روڪ ۽ رڪاوٽ آهي.]

---

اها روايت اڪثر ملي ٿي. "جامع صغير" للسيوطي جو شارح شيخ حجازي واعظ چوي ٿو تہ شيخ محي الدين ابن عربي چوندو هو تہ جيتوڻيڪ روايت جي طريقي سان هيءَ حديث ثابت نہ آهي، پر اسان وٽ ڪشف جي اعتبار سان ثابت آهي. (ڪشف الخفاءِ ص ٣٤٣ ج ٢).

[2] سوره ق آيت: ١٦

[1] سورة الذاريات آيت: ٢١

پڻ فرمايو ويو آهي تہ جيڪو الله کي سڃاڻندو، تنهن تي ڪا بہ شيءِ ڳجهي نہ رهندي. يعني خدا کي خدا سان ئي سڃاڻي سگهين ٿو. جيڪو الله کي الله سان سڃاڻندو، اهو هر شيءِ کي سڃاڻندو ۽ جيڪو هر شيءِ کي سڃاڻندو، سو سلامت رهندو. ڇاڪاڻ تہ چوندا آهن تہ سلامتي، تنهائي ۾ آهي ۽ تنهائي ذات وحدت ۾ آهي ۽ وحدت ان شخص کي حاصل ٿيندي، جنهن جي دل ۾ الله کان سواءِ ٻئي جو خيال نہ ماپندو. اها تنهائي ظاهري شڪل، صورت ۾ نہ پر باطني ڪيفيت سان حاصل ٿيندي آهي. پڻ فرمايو ويو آهي تہ پنهنجي قلب جي حفاظت ڪر. يعني هميشه ۽ هر وقت دل جي سار سنڀال لهندو رهہ تہ ڏاريو (شيطان) ان ۾ داخل نہ ٿئي.

هڪ درويش، الله تعاليٰ کي ٻاڏائي رهيو هو تہ اللهم اشغلنا بک من سواک (اي الله! اسان کي ٻين جي بجاءِ پنهنجي ذات ۾ مشغول رک.) ڪنهن شخص پڇيو تہ جڏهن الله پاڪ جو غير بہ ان کان جدا نہ آهي تہ پوءِ انهيءَ دعا جي معنيٰ ڪهڙي ٿيندي؟ چيائين تہ "بک" ۾ ڪاف خطاب جو صيغو الله ڏانهن راجع آهي ۽ "سواک" مان مراد نفس آهي. يعني اسان کي غير جي ذات جي بجاءِ پنهنجي ذات ۾ مشغول رک. "ذات" يعني اسماءَ، صفات ۽ افعال جو مجموعو آهي. يعني اي الله! اسان کي پنهنجي ذات تي ايمان جي تجلي ۽ پنهنجين صفتن ۽ افعالن مان روشني عطا فرماءِ.

بيت

"فقيري" تو اگر طالب ذات حمدي

در جمله صفت، فعل اثر نام بر بند

[اي فقيرا جيڪڏهن تون الله تعاليٰ جي ذات جو طالب آهين تہ ان جي تمام صفتن ۽ فعلن سان اثر وٺ. چيو ويو آهي تہ جيڪو شخص پاڻ کي نٿو سڃاڻي، حالانڪ ٻين سيني شين جي پيٽ ۾ سندس نفس ان کي ويجهو آهي تہ پوءِ ٻئي کي ڪيئن سڃاڻندو. شيخ محمد بن علي ترمذي رح فرمائي ٿو تہ جيستائين تنهنجي اندر نفس باقي آهي، تيستائين تون حق کي سڃاڻي نہ سگهندين. جڏهن تون پنهنجي نفس کي ئي نٿو

سچائي سگهين تہ پوءِ تون ٻئي کي ڪيئن سڃاڻندين؟ سيد الطائفه جنيد بغدادي رح فرمائي ٿو تہ ڪفر جو بنياد هن ڳالهہ تي آهي تہ تون نفس جي مراد ۽ خواهش کي پوري ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙين. شيخ بايزيد بسطامي رح فرمائي ٿو تہ نفس، هڪ اهڙي عادت ۽ صفت آهي، جيڪا باطل شين سان قرار ۽ سڪون وٺندي آهي ۽ پاڻ کي هرگز حق جي حوالي نہ ڪندي آهي. شيخ ذوالنون مصري چوي ٿو تہ سخت ترين حجاب پنهنجي نفس کي ڏسڻ يعني خودپرستي ڪرڻ ۽ نفس جي اصلاح جي تدبيرن کي ڇڏي ڏيڻ آهي. يعني هر حالت ۾ نفس جي مخالفت ڪجي ۽ نفس کي راضي ڪرڻ لاءِ حق جي مخالفت ۾ جيڪا بہ ڊڪ ڊوڙ ٿئي ٿي، ان کي ٻنجو ڏجي. شيخ سليمان داراني رح چوي ٿو تہ نفس، امانت جي ادائيگي ۾ خيانت ڪندڙ ۽ رب تعاليٰ جي رضا کان منع ڪندڙ آهي ۽ سڀ کان افضل عمل هي آهي تہ ماڻهو نفس جي مخالفت ڪري. خاتم الاولياءِ هن فقير جو حضرت پير، دستگير فرمائيندو هو تہ نفس جي مراد پوري نہ ڪجي. عرض ڪيو ويو تہ سائين سڳورا! نفس مان مراد ڇا آهي؟ فرمايائون تہ پنهنجي ڪيل نيڪيءَ کي نہ ڏسجي. عرض ڪيائون تہ پنهنجي ڪيل نيڪي ڏانهن ڪيئن نہ نهاريو. فرمايائون تہ لا حول ولا قوة الا بالله العلي العظيم جي حقيقت تي نظر رکجي، يعني هميشه ويساه رکجي تہ نيڪي ڪرڻ ۽ برائي کان باز اچڻ، فقط الله تعاليٰ جي مهرباني سان ئي ممڪن آهي. جيڪو شخص انهيءَ حقيقت تائين پهچندو اهو پاڻ کي ۽ پنهنجي نيڪ عمل کي ڪا اهميت نہ ڏيندو.

اي منهنجا عزيزا! جيڪو بہ شخص پنهنجي نفس کي جدا خيال ڪري ٿو ۽ ان جي پيروي ڪري ٿو اهو نفس جي بلا ۽ مصيبت جو قيدي آهي ۽ جنهن انهيءَ بلا کان نجات لڌي، انهيءَ غير کان نجات لڌي. انهيءَ وٽ روح، دل، نفس، جسم ۽ ٻي جيڪا بہ شيءِ آهي، سڀ هڪ وجود آهي. الله فرمائي ٿو:

وَنَهَى النَّفْسَ عَنِ الْهَوٰى ﴿٤٠﴾ فَإِنَّ الْجَنَّةَ هِيَ الْمَأْوٰى ﴿٤١﴾[1]

---

[1] سورة النازعات آيت: ٤٠-٤١

[۽ جنهن شخص پنهنجي نفس کي خواهشن کان روڪيو تنهن جو ٺڪاڻو جنت آهي.]

يعني دنيا ۾ پنهنجي نفس کي شريعت جي منع ڪيل ڪمن کان روڪيو تہ توهان کي آخرت ۾ بهشت نصيب ٿئي، يا پنهنجي نفس کي دنيا ۾ غير الله جي وصال کان روڪيو تہ خدا تعاليٰ جو وصال حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو يا پنهنجي نفس کي هر قسم جي ذات ۽ صفات جي خيال، سمجهہ خطري کان باز رکو تہ توهان کي واجب الوجود يعني الله تعاليٰ جو فيض حاصل ٿئي ۽ ٻنهي جهانن جي مصيبت کان نجات لهو ۽ اها ڳالهہ انهيءَ وقت تائين ناممڪن آهي،جيستائين پنهنجي نفس جي خواهشن کان پاڻ کي نہ بچائجي ۽ الله کان سواءِ هر شيءِ کي ڇڏي ڏجي ۽ اها ڳالهہ فقط الله جي فضل ۽ ٻاجهہ سان ئي حاصل ٿيندي آهي.

بيت

قومي را مبين، گر تو اهل يقين
وحده واحد بين، بيش مکن

[جيڪڏهن تون يقين وارن مان آهين تہ ماڻهن تي نظر نہ رک، فقط الله وحده لاشريڪ له جي هيڪڙائي کي ڏس، ان کان وڌيڪ نہ ڏس.]

تنهنجي نفس جون خواهشون، توکي غير الله ڏانهن ڇڪي توکي مشرڪ نہ بنائين. هن طرح جو تون، الله جي بجاءِ پاڻ کي ڏسين. الله تعاليٰ حديث قدسي ۾ فرمائي ٿو تہ:

يَا بْنَ آدَمَ طَلَبْتَ الرِّفْعَةَ فَوَجَدْتُّهٗ فِي التَّوَاضُعِ وَطَلَبْتَ الرِّيَاسَةِ فَوَجَدْتُّهٗ فِي النَّصِيْحَةِ وَ طَلَبْتَ الْمُرُوَّةَ فَوَجَدْتُّهٗ فِي التَّوَاضُعِ وَطَلَبْتَ الْفَخْرَ فَوَجَدْتُّهٗ فِي الْفَقْرِ وَ طَلَبْتَ النَّسَبَ فَوَجَدْتُّهٗ فِي التَّقْوٰى وَطَلَبْتَ الشَّرْفَ فَوَجَدْتُّهٗ فِي الْقِنَاعَةِ وَطَلَبْتَ مَعْرِفَةَ اللهِ تَعَالٰى فَوَجَدْتُّهٗ فِي الْفَقْرِ وَطَلَبْتَ الرَّاحَةَ فَوَجَدْتُّهٗ فِي الزُّهْدِ وَطَلَبْتَ مَعْرِفَةَ اللهِ تَعَالٰى فَوَجَدْتُّهٗ فِيْ مُخَالِفَةِ النَّفْسِ (1)

(1) اهو ڪنهن جو قول آهي، جنهن کي حديث مشهور ڪن ٿا، حديث، تفسير، رجال ۽ مسانيد جي ڪنهن بہ ڪتاب ۾ ان جو وجود نٿو لڀي. والله علي ما نقول وڪيل (مترجم)

[اي آدم جا اولاد! تو بلندي طلب ڪئي تہ ان کي عاجزي ۾ لڌئي، تو رياست طلب ڪئي تہ ان کي نصيحت ۾ لڌئي، تو مروت طلب ڪئي تہ ان کي سچائي ۾ لڌئي. تو فخر طلب ڪيو تہ ان کي فقيري ۾ لڌئي. تو نسب طلب ڪيو تہ تو ان کي تقوي ۾ لڌئي. تو شرف طلب ڪيو تہ ان کي قناعت ۾ لڌئي، تو راحت طلب ڪئي تہ ان کي زهد ۾ لڌئي. تو الله تعاليٰ جي معرفت طلب ڪئي تہ ان کي نفس جي مخالفت ۾ لڌئي.]

**نفس جا قسم:** اي عزيز! اسرار ۽ رموز جا جيڪي واقف حال آهن، انهن جي قول مطابق دل چئن قسمن جي آهي: ١- جيڪا دل ذات ۽ صفات جي چڪر ۾ قاتل هجي. ٢- عبرتناڪ دل، جيڪا عشق، عاشقي، معشوق، دنيا جي تجلي کان خالي هجي. ٣- صنوبري دل، جيڪا خدا تعاليٰ جي صفتن، لطيفه رباني ۽ نمونه يزدانيءَ جي جامع هجي. ٤- نيلوفري دل، جيڪا نفساني خواهشن ۽ هر قسم جي معنائن جو خزانو هجي. طبيعت ۾ جيڪي لاها چاڙها ايندا آهن ۽ بڌتر جي جيڪا ڪيفيت پيدا ٿيندي آهي، سا ان دل جي ڪري ٿي ٿيندي آهي. بيان ڪيل دل جي انهن چئني قسمن کي چار نفس چئجي ٿو جيڪي هي آهن:

١- نفس اماره (اهو نفس جيڪو برائيءَ جو حڪم ڪري) الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَمَآ أُبَرِّئُ نَفْسِيٓ إِنَّ ٱلنَّفْسَ لَأَمَّارَةٌۢ بِٱلسُّوٓءِ إِلَّا مَا رَحِمَ رَبِّيٓ[2]

[۽ آءٌ پنهنجي نفس کي پاڪ نٿو چوان، بيشڪ نفس برائي جو حڪم ڪري ٿو مگر جيتري قدر الله رحم فرمائي.]

٢- ملامت ڪندڙ نفس، جنهن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

لَآ أُقْسِمُ بِيَوْمِ ٱلْقِيَٰمَةِ ① وَلَآ أُقْسِمُ بِٱلنَّفْسِ ٱللَّوَّامَةِ ②[1]

[آءٌ قيامت جي ڏينهن جو قسم نٿو کڻان ۽ نڪي ملامت ڪندڙ نفس جو قسم کڻان ٿو.]

[2] سوره يوسف آيت: ٥٣
[1] سورة القيامة آيت: ١-٢

اهو نفس خود پسندي ۽ خودپرستي جون ڪيفيتون پيدا ڪندو آهي. سالڪ کي گهرجي تہ ان جو چيو نہ مڃي ۽ ان کان خبردار رهي.

٣-جنهن نفس ڏانهن الهام ٿيندو هجي، جنهن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَنَفْسٍ وَّمَا سَوّٰىهَا ۞ فَاَلْهَمَهَا فُجُوْرَهَا وَتَقْوٰىهَا ۞[2]

[۽ قسم آهي نفس جو ۽ ان جي جوڙجڪ جو. پوءِ ان ۾ گناه ۽ تقوي جو الهام ڪيائين.]

اهو نفس، ظاهر جون خبرون باطن ۽ باطن جون خبرون ظاهر ۾ پهچائيندو آهي. ان جي ڪا مستقل حالت نہ هوندي آهي. ڪڏهن نيڪ بخت هوندو آهي تہ ڪڏهن بدبخت هوندو آهي.

٤- اطمينان حاصل ڪندڙ نفس، جنهن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

يٰۤاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ۞ ارْجِعِیْۤ اِلٰى رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ۞[3]

[اي مطمئن نفس، رضا خوشيءَ سان پنهنجي رب ڏانهن موٽي اچ.]

انهيءَ نفس جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ الله تعاليٰ جي ويجهو ۽ ان جي رضا تي راضي رهندڙ آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ اهو منهنجي رب وٽ هڪ ڪلمه، يعني سندس حڪم آهي. ان جا افعال ۽ احڪام انسان کي عزت عطا ڪن ٿا، ڇاڪاڻ تہ محبوب جو فعل بہ محبوب هوندو آهي.

انهن ڇئن نفسن مان چار خطرا پيدا ٿين ٿا: ١-شيطاني خطرو ٢- نفساني خطرو. ٣- ملڪي خطرو. ٤- روحاني خطرو. روحاني خطري کي رحماني خطرو بہ چوندا آهن.

شيطاني خطرو نيلوفر دل ۽ نفس اماره جي ڪري پيدا ٿيندو آهي. اهو سڀ کان هيٺيون مقام آهي. جتان گمراهي، باطل، جهالت ۽ نقصان جون ڳالهيون ظاهر ٿينديون آهن. گهرجي تہ اهڙي نفس کي سدائين رياضتن ۽ مجاهدن سان مارجي ۽ ان کي اَشْهَدُ اَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ

[2] سورة الشمس آيت: ٧-٨

[3] سورة الفجر آيت: ٢٧-٢٨

وَاَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهٗ وَرَسُوْلُهٗ جي تلقين هيٺ رکجي ته ان جي شر کان نجات حاصل ٿئي. ٢- نفساني خطرو صنوبري دل جي ڪري پيدا ٿيندو آهي، جنهن کي "نفس لوامه" به چيو ويندو آهي. صنوبري دل يا نفس لوامه جا ڪي افعال شيطان جي زير اثر ته ڪي افعال "نفس ملهمه" جي زير اثر هوندا آهن. وري ڪي افعال پنهنجي اختيار سان انجام ڏيندو آهي. ان کان هميشه هوشيار رهڻ جي ضرورت آهي. اهڙي نفس وارو شخص جڏهن پنهنجي اصلاح ڏسي ته انهيءَ وقت ان نفس کان ڪم وٺي ۽ پنهنجي اصلاح ۾ ترقي ڪندو رهي. هرگز پاڻ کي ٻئي کان افضل نه سمجهي. حب مال ۽ حب ماه کان پاسو ڪري. بزرگن جي خلاف شڪايت، انهن تي لعن طعن نه ڪري. ڪنهن کي برحق نه سمجهي. پاڻ کي ماڻهن جي سامهون نرم رکي ۽ انهن جي پويان پاڻ کي ممتاز ۽ سخت نه رکي. هرگز بيهوده ڳالهيون نه ڪري. شب بيداري ڪرڻ، گهٽ کائڻ، گهٽ سمهڻ، ماڻهن جي صحبت کان پري رهڻ ۽ وڌ ۾ وڌ نفل پڙهڻ جي عادت وجهي ۽ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللهِ جو ورد جاري رکي. ٣- خطره ملڪي، نفس ملهمه جي ڪري پيدا ٿيندو آهي. ان جو مقام بلندي تي آهي. ان جا ڪي افعال نفساني خطري سان موافقت ۽ مناسبت رکن ٿا ته ڪي نفس مطمئنه جي خطري سان موافقت رکن ٿا. خطره مَلَڪي، هن جي ڪري پيدا ٿيندو آهي جو ڪي فرشتا طبيعت جا آتشي آهن ته ڪي نوراني. سندن حقيقت جي مناسبت سان ٻنهي جا جدا جدا جهان آهن. جتي انهن جو ڪو اختيار نه آهي، جيڪا به ڳالهه ڪتاب (لوح محفوظ) ۾ ڏسندا آهن، اها چوندا آهن ۽ اهوئي ڪم ڪندا آهن. جڏهن انهن تي نار جي نسبت غالب ٿيندي آهي ته ناري خصلت پيدا ٿيندي آهي ۽ جڏهن مٿن نورانيت غالب ٿيندي آهي ته نوراني وصف پيدا ٿيندي آهي ۽ عالم نور مان الهام ڪندا آهن. جيڪڏهن سالڪ گهري ٿو ته انهن ٻنهي ڪيفيتن کان نجات حاصل ڪري، ته پوءِ گهرجي ته نفس کي هرگز آزاد نه ڇڏي ۽ هميشه نفس جو احتساب ۽ مؤاخذو ڪري، ان کي نصيحت ڪري ۽ ان تي ڪنٽرول ڪندو رهي. هميشه هن وظيفي ۾ مشغول رهي:

سُبْحَانَ ذِی الْمُلْكِ وَ الْمَلَكُوتِ سُبْحَانَ ذِی الْعِزَّةِ وَ الْعَظَمَةِ وَ الْهَيْبَةِ وَالْقُدْرَةِ وَالْكِبْرِيَآءِ وَالْجَبَرُوتِ سُبْحَانَ الْمَلِكِ الْحَيِّ الَّذِی لَا يَنَامُ وَلَا يَمُوتُ اَبَدًا اَبَدًا (1)

(پاڪ آهي اها ملڪ ۽ ملڪوت وارو الله، پاڪ آهي، عزت، عظمت، هيبت، قدرت، ڪبريائي ۽ جبروت جو مالڪ، پاڪ آهي. اهو بادشاه جيڪو سدائين زنده آهي، ڪڏهن به نه مرندو) ته جيئن الله جي فضل سان نفس ان نسبت جي بچڙين خصلتن کان باز اچي ۽ پنهنجي اندر سهڻيون وصفون پيدا ڪري. ۴- روحاني خطرو نفس مطمئنه ۾ پيدا ٿيندو آهي. ان جو مقام اعليٰ عليين ۾ آهي. جيڪي صفتون مقيد هونديون آهن. اهي آزاد ٿي ويندئون آهن ۽ مجاز جي هيٺاهين کان حقيقت جي روح جي بلندين تائين پرواز ڪندو آهي. ان جو ڪم مشاهدو ڪرڻ آهي. امڪاني صفتن سان موصوف ٿي حقيقت جو روپ اختيار ڪندو آهي ۽ پنهنجي حقيقت کان آگاه ٿيندو آهي. انساني حقيقت ان سان ئي قائم آهي. اهو ئي رب روحي ۽ رب الارباب آهي. خطره روحاني، عين خطره رحماني آهي، جيڪو ذاتي خطرو آهي. انساني روح جيڪو رب روحي آهي، انهيءَ مان جيڪا به حالت ۽ مناسبت پيدا ٿيندي آهي، ان کي "روحاني خطرو" چوندا آهن. جڏهن ان تي تجلي ظاهر

---

(1) تفسير ابن جرير ص ٢١٠ ج ١ ۾ آهي ته حضرت جبريل امين عليه السلام نبي ﷺ جن وٽ آيو چيائين ته: اي الله جا نبي ﷺ توهان کان عمر رضه پڇي ٿو ته آسمان وارن جي نماز ڪهڙي آهي؟ فرمايائون ته: هائو! چيائين ته: (اسان جي طرفان) عمر رضه کي سلام چئو ۽ ٻڌايو ته پهرئين آسمان وارا فرشتا قيامت تائين بارگاه الاهيءَ ۾ سجدي ۾ رهندا ۽ چوندا رهن ٿا ته سبحان ذي الملك والملكوت، ٻئي آسمان وارا فرشتا قيامت تائين رڪوع جي حالت ۾ رهندا ۽ چوندا رهن ٿا ته سبحان ذي العزة والجبروة، ٽئين آسمان وارا قيامت تائين قيام يعني بيٺل حالت ۾ رهندا ۽ چوندا رهن ٿا ته سبحان الحي الذي لايموت. هن حديث جي ٻين روايتن ۾ الفاظ وڌيڪ آهن. ڏسو: تفسير ابن ڪثير ص ١٤٨ ج٢، ٤٨٤ ج ٣، ٤٤٧ ج ٤، العظمة حديث ص ٧٨٠ ج ٢، ٨٣٠ ج ٣، ساڳيو ڪتاب حديث: ٤٨٩، ٥٣٤، ٩٠٦١٣، حلية الاولياءِ ص ٢٧٧ ج ٤، تعظيم قدر الصلوة ص ٢٦٤، ٢٦٥ المستدرک ص ٩٣ ج ٣، مسند بزار ص ٣٣٥ ج ٧).

ٿيندي آهي تہ حضور، غيب، قبض، بسط، تلوين، عيان، بيان، ظاهر، باطن، سيني جو مڪاشفو ۽ مشاهدو ڪندو آهي. ذوق ۽ شوق ۾ واڌارو انهي جي ڪري ئي ٿيندو آهي. ان حالت ۾ هي وظيفو پڙهڻ گهرجي:

لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ الْمُبِيْنُ(1)

[الله کانسواءِ ڪو معبود نہ آهي، اهو ئي برحق بادشاه ۽ پڌرو مالڪ آهي.]

لَيْسَ كَمِثْلِهٖ شَيْءٌ ۚ وَّهُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ ⑪(2)

[ان جو ڪو مثال نہ آهي ۽ اهو ئي ٻڌندڙ ڏسندڙ آهي.]

رب روحي "رب الارباب" سان تعلق رکي ٿو. جڏهن سالڪ بشري وصفن کان آجو ٿيندو آهي، ان وقت منجهس روحاني وصفون پيدا ٿينديون آهن. ان وقت مٿي بيان ڪيل چئني قلبن جو حسن ۽ جمال هڪ فرد، چارئي نفس هڪ وصف، چارئي خطرا هڪ حقيقت ۽ سڀ انسان هڪ قلب تي ويندا آهن. پوءِ ان جي صفت هيءَ ٿي ويندي آهي، جو مؤمن جي دل الله جو عرش ٿي ويندي آهي. رسول الله ﷺ جن ارشاد فرمايو:

قَلْبُ الْمُؤْمِنِ بَيْنَ الْاِصْبَعَيْنِ مِنْ اَصَابِعِ الرَّحْمٰنِ (3)

[مؤمن جي دل رحمان جي ٻن آڱرين جي وچ ۾ آهي.]

اهو ئي قبوليت ۽ اهو ئي رؤيت جو مقام آهي. ڄاڻڻ گهرجي تہ حق تعالٰي کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي، نہ روح آهي. نفس ۽ دل، ڪجهہ بہ نہ آهي. سڀ هڪ وجود آهن ۽ اهو دراصل الله جو وجود آهي. واجب الوجود

---

(1) نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ جيڪو شخص هر روز سئو ڀيرا لااله الاالله الملک الحق المبين پڙهندو فقر فاقي ۽ قبر جي عذاب کان محفوظ رهندو. دارقطني چوي ٿو تہ حديث ضعيف آهي، پر ساڳي روايت ٻئي سند سان بہ آيل آهي، والله اعلم (لسان الميزان ٢٨٣ ج ٦).

(2) سورة الشوري آيت: ١١

(3) ٻي حديث ثابت آهي پر ان ۾ "قلب المؤمن" جي بجاءِ "قلوب بني آدم کلها" آهي. پوري حديث هن طرح آهي: عبدالله بن عمرو بن عاص رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ان قلوب بني آدم کلها بين اصبعين من اصابع الرحمن کقلب واحد يصرفه حيث يشاءُ (مسلم حديث نمبر ٢٦٥٤) سيني انسانن جون دليون الله پاڪ جي ٻن آڱرين ۾ هڪ انسان جي دل وانگر آهن، جنهن پاسي چاهيندو آهي انهن کي ڦيرائيندو آهي.

الله تعاليٰ جي ذات آهي. ان جو دليل هي آهي تہ الله کان سواءِ نہ ڪو پيدا ڪندڙ آهي ۽ نہ ڪنهن شيءِ جو وجود آهي. پڻ چاڻ گهرجي تہ دل نيلوفر، نفس اماره، خطره نفساني ۽ روح سُفلي اهي چار ئي شيون ناسوتي آهن. جن جو شريعت سان تعلق آهي ۽ شريعت ظاهري شيءِ آهي. ٻي شيءِ آهي دل صنوبري، نفس لوامه، خطره شيطاني ۽ روح عُلوي. اهي چار شيون ملڪوتي آهن، جن جو طريقت سان تعلق آهي ۽ طريقت باطني شيءِ آهي. ٽين شيءِ عبرت حاصل ڪندڙ دل، الهام حاصل ڪندڙ نفس، روحاني خطرو ۽ روح قدسي آهي. اهي چارئي شيون جبروتي آهن، جن جو تعلق حقيقت سان آهي ۽ حقيقت مشاهداتي عمل آهي. چوٿين شيءِ قلب مدور (گول دل)، نفس مطمئنه، خطره رحماني ۽ روح سماوي آهي. اهي چار ئي شيون لاهوتي آهن، جن جو تعلق معرفت سان آهي ۽ معرفت معائني يعني نظر ۾ ايندر عمل آهي. ڄاڻڻ گهرجي تہ "ناسوت" جسماني جهان، "ملڪوت" صفاتي جهان "جبروت" روحاني جهان ۽ "لاهوت ذات جو جهان آهي. صفات ڪي روح ۽ نفس ٻئي ڏسن ٿا.

چار عناصر، چئن جوهرن سان تعلق رکن ٿا:

١_ هوا جو تعلق روح سان ٢_ پاڻي جو تعلق عقل سان ٣_ باه جو تعلق عشق سان ٤_ مٽي جو تعلق نفس سان آهي.

جسم يا بدن بہ چار آهن:

١_ جسم لطيف ٢_ جسم ڪثيف ٣_جسم بقا جو ٤_ جسم فنا جو.

روح بہ چار چيا وڃن ٿا :

١_روح سُفلي ٢_ روح عُلوي ٣_ روح قُدسي ٤_روح سماوي.

نفس بہ چار آهن:

١_ نفس اماره ٢_ نفس لوامه ٣_ نفس ملهمه ٤_ نفس مطمئنه.

دل بہ چار آهن:

١_ دل مُدور ٢_ عبرت حاصل ڪندڙ دل ٣_ دل صنوبري ٤_ دل نيلوفري.

خطرا بہ چار آهن:

١_ نفساني خطرو ٢_ شيطاني خطرو ٣_ روحاني خطرو ٤_ رحماني خطرو.

مگر جيڪي بيتاب ۽ رازن جا داناءَ آهن، تن وٽ سموريون شيون

هڪ شيءِ کان وڌيڪ نہ آهن ۽ اهي سڀ شيون"روح قدسي" جو اولڙو يا عڪس آهن. جهانن ۽ جهانن وارن ۾ اهو روح قدسي، هڪ ئي آهي.

اي عزيز! ڄاڻ تہ انساني جسم ۾ نفس، خراب صفتن جو مرڪز آهي، جيئن روح سهڻين صفتن جو مرڪز آهي، تيئن نفس جي اوگڻن يعني بڇڙين صفتن جي ڪا انتها ۽ ڇيهہ نہ آهي. جن کي زبان ۽ قلم بيان ڪرڻ کان عاجز آهي، پر الله تعاليٰ بنده نواز ۽ ڪارساز آهي، چاهي تہ هن عاجز ۽ پنهنجن سيني ٻانهن کي نفس جي شرارتن ۽ وسوسن کان محفوظ رکي. جيتوڻيڪ نفس جون بڇڙيون صفتون بي انت ۽ بيشمار آهن، پر انهن مان ڪي خراب صفتون، حد کان وڌيڪ ڪنيون ۽ بڇڙيون آهن. جن مان ڪي هي آهن: ١-نفس پرستي. انساني نفس، هميشه گهرندو آهي تہ ان جون جائز ۽ ناجائز خواهشون ۽ لذتون پوريون ٿينديون رهن. تانجو ماڻهو ان جي ائين اطاعت ۽ تابعداري ڪن، جيئن الله جي تابعداري ۽ اطاعت ڪندو آهي. ان حقيقت کي الله تعاليٰ هن طرح بيان فرمائي ٿو تہ:

اَفَرَاَيۡتَ مَنِ اتَّخَذَ اِلٰهَهٗ هَوٰىهُ[1]

[ڇا تو انهيءَ شخص کي ڏٺو جنهن پنهنجي نفس کي، پنهنجو معبود ٺاهيو آهي.](216)

جيستائين ماڻهو انهيءَ خراب صفت کان پاڻ کي پاڪ نٿو ڪري، تيستائين الله جي محبت حاصل ڪري نٿو سگهي. ٢- نفس جي ٻي بڇڙي صفت نفاق آهي. يعني انسان جي ظاهر ۽ باطن ۾ يڪسانيت نہ هجي. ماڻهن جي سامهون پاڻ کي چڱو ثابت ڪري، پر ان جي اندروني حالت ۾ فتنو فتور ۽ فساد هجي. انهيءَ خراب صفت جو ازالو ان وقت ٿي سگهي ٿو جڏهن ماڻهو سچ ۽ سچائي جي رستي تي هلي. ٣- نفس جي ٽين بڇڙي صفت اڳواڻي ۽ رياست جي ريس ۽ محبت آهي. نفس سدائين گهرندو آهي تہ پاڻ کي، ماڻهن ۾ محترم، مشهور، مَانَ وارو ۽ انهن جو سائين ثابت ڪري. جيتوڻيڪ الله وٽ ڪريل ۽ نُڪرايل ڇو نہ هجي. مثلاً مال ۽

---

[1] سورة الجاثية آيت : ٢٣

دولت تي فخر جي ذريعي، ساڙ ۽ حسد جي ذريعي، ظلم ۽ ڏاڍ جي ذريعي. اهڙو انسان اُهي ڪم ڪندو آهي، جيڪي ماڻهن ۾ بڇڙا ليکيا ويندا آهن ۽ ڳجهه ۾ اُهي ڪم ڪندو آهي، جيڪي الله کي پسند نه هوندا آهن. مثلاً فقر، فاقي ۽ مسڪينيءَ جي زندگي گذارڻ کي عيب سمجهندو آهي. انهيءَ خراب عادت کان جان تڏهن ڇٽي سگهي ٿي، جڏهن ڪائنات جي هر شيءِ کي خسيس ۽ بي قدر سمجهي.

چيو ويو آهي ته نفس هر حالت ۾ رياڪار اڪثر حالتن ۾ منافق ۽ بعض حالتن ۾ مشرڪ هوندو آهي. ڄاڻڻ گهرجي ته رياڪار نفس جو مثال باه وانگر آهي. باه، پنهنجي چڱي وصف، يعني روشنيءَ کي ظاهر ڪندي آهي ۽ پنهنجي خراب خصلت يعني ساڙڻ جي صلاحيت کي لڪائيندي آهي. پر ان جي اها عياري ۽ چالاڪي محققن کان ڳجهي نه رهندي آهي. ڪي چون ٿا ته نفس جو مثال انهيءَ صاف ۽ شفاف پاڻي وانگر آهي، جيڪو بيٺل هجي. جيڪڏهن اهو پاڻي حرڪت ڪري، يعني جاري ٿئي ته ان جي هيٺان جيڪا گپ چڪ هوندي آهي، سا ظاهر ٿي پوندي آهي. نفس جي برائي ظاهر هجي يا ڳجهي، پر جيڪي ڪوتاه نظر ماڻهو هوندا آهن ۽ جن جي نظر ۾ قصور ۽ فتور هوندو آهي ۽ جيڪي ٻاراڻي طبيعت وارا هوندا آهن، اهي نفس جي خراب حرڪتن کان واقف نه هوندا آهن، پر صاحب نظر شخص جي اڳيان نفس جون خراب صفتون ڳجهيون نه هونديون آهن. انهن کي سندس خرابيون، چڱيءَ طرح نظر اينديون آهن. ان کي هڪ مثال سان سمجهي سگهجي ٿو. نقلي وارن جي چُڳ (جنهن کي وگ به چوندا آهن) ۽ خسيس قسم جو فيشني لباس، بظاهر حسن ۽ زينت جي نشاني سمجهي ويندي آهي. ٻاراڻي (۽ شوبازيءَ واري) شوم ۽ نحس طبيعت رکندڙن کي اها شيءِ ڏاڍي وڻندي آهي. اُهي ان کي حسن ۽ جمال جي علامت سمجهندا آهن، ليڪن جيڪي عقلمند ۽ بالغ نظر هوندا آهن، اهي انهيءَ (شوبازيءَ) جي حقيقت کان چڱي طرح واقف هوندا آهن. اُهي، ان کي رياڪاري سمجهندا آهن ۽ انهن کي معلوم هوندو آهي ته اهڙا ماڻهو پاڻ کي ماڻهن جي نگاهن ۾ سهڻو ثابت ڪرڻ لاءِ

اهڙيون حرڪتون ڪن ٿا ۽ مخلوق کان پنهنجا عيب لڪائين ٿا. اهڙن ئي ماڻهن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي ته رياڪار شخص، پنهنجيون چڱايون ماڻهن کي ڏيکاريندو آهي ۽ ملامتي ماڻهو پنهنجيون چڱايون لڪائيندا ۽ پنهنجا عيب ظاهر ڪندا آهن.(1)

ٻنهي قسمن جا ماڻهو الله کان بيخبر هوندا آهن. خدا تعاليٰ جي ويچاري مخلوق، انهن جي چڪرن ۾ قاتل ۽ خالق اڪبر کان بيخبر ۽ گمراه رهي ٿي ۴۰- نفس جي چوٿين خراب صفت الوهيت يعني رب سڏائڻ جي خواهش آهي. ڇاڪاڻ ته نفس پاڻ کي، الله تعاليٰ جي مقابلي ۾ آڻي، انسان کان پنهنجي هر ڳالهه مڃائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. مثلاً نفس گهرندو آهي ته خلق خدا، ان جي ساراه ڪري، ان جا حڪم احڪام بجا آڻي. جن ڳالهين کان اهو روڪي، انهن کان باز اچي. مخلوق کان ڊڄي، هر وقت هر حالت ۾ ماڻهن جي اندر طمع رکي. اها ئي ڳالهه آهي، جنهن جي تقاضا حق تعاليٰ پنهنجن ٻانهن کان ڪندو آهي ۽ اها ئي الوهيت جي دعويٰ آهي. انهن ٻنهي قسمن جي ماڻهن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي ته رياڪار پنهنجيون چڱايون مخلوق جي سامهون پڌريون ڪندو آهي ۽ مخلوق کي خدا کان جدا سمجهندو آهي ۽ خيال ڪندو آهي ته خلق، خالق کان سواءِ ۽ ان جي غير آهي ۽ هن حقيقت جي معنيٰ تائين نه پهچندو آهي ته الله کانسواءِ ڪا ٻي شيءِ موجود ئي نه آهي. پوءِ جيڪي رياڪار آهن ۽ جيڪي پنهنجيون نيڪيون لڪائيندا آهن، اهي ٻئي الله وٽ برابر آهن، ڇاڪاڻ ته ڳالهه ڳجهي هجي يا ظاهر، الله جي اڳيان هر شيءِ آشڪار ۽ پڌري آهي. هڪ درويش چوي ٿو:

**بيت**

خوش آنکه لباس و هم عاشق مي بينم
حق را همه خلق و خلق را هم حق مي بينم

---

(1) "ملامتي" ملامت مان ورتل آهي. صوفين جو هڪ فرقو آهي، جنهن جو عقيدو آهي ته نيڪيون لڪائي ڪجن ۽ ظاهر ۾ برا ڪم ڪجن ته جيئن ڏسندڙ ماڻهو ملامت ۽ لعن طعن ڪن. ماڻهن جي ملامت ۽ نفرت جيتري وڌندي، اوتري الله جي رضا حاصل ٿيندي.

[خوش آهيان جو عاشق ۽ سيني کي هڪ لباس ۾ ڏسان ٿو حق کي سموري مخلوق ۾ مخلوق کي حق ڏسان ٿو.]

ان لحاظ سان عارفن وٽ رياڪار ۽ ملامتي، ٻنهي قسمن جا ماڻهو مشرڪ آهن. نفس جون اهي ٻئي صفتون تڏهن ختم ٿي سگهن ٿيون، جڏهن باطن تي الله تعاليٰ جي تجلي ٿيندي رهي. ۵- نفس جي هڪ صفت خودپرستي ۽ خودپسندي آهي. اهڙي شخص کي هر وقت پنهنجي تعريف ۽ پنهنجيون چڱايون ظاهر ڪرڻ جو شوق هوندو آهي. هر حالت ۾ پاڻ کي پسند ڪرائيندو ۽ پنهنجي تعظيم ڪرائيندو آهي. جيڪڏهن ٻئي سان ٿورو به احسان ڪندو آهي ته ان تي احسان جتائيندو آهي ۽ سڄي عمر ان کي پنهنجو احسانمند سمجهندو آهي ۽ سالن جا سال انهيءَ معمولي ڀلائي کي به ڳائيندو رهندو آهي، پر جيڪڏهن ٻيو ساڻس وڏي ۾ وڏي ڀلائي به ڪندو آهي ته ان کي ڪا اهميت نه ڏيندو آهي ۽ ان کي وساري ڇڏيندو آهي، جيڪا هاڃيڪار صفت آهي. جيئن نبي ﷺ جن فرمايو آهي:

ثَلَاثٌ مُهْلِكَاتٌ شُحٌّ مُطَاعٌ وَهَوًى مُتَّبَعٌ وَاِعْجَابُ الْمَرْءِ بِنَفْسِهٖ (1)

[ٽي ڳالهيون هلاڪ ڪندڙ آهن: ١- سخت قسم جي بخيلي ٢- خواهشن جي غلامي ٣- خودپسندي يا خودپرستي.

ابوبڪر واسطي رح چوي ٿو ته:

اَلنَّفْسُ صَنَمٌ وَالنَّظْرُ اِلَيْهَا شِرْكٌ وَالنَّظْرُ فِيْهَا عِبَادَةٌ (1)

[نفس هڪ بت آهي، ان ڏانهن نهارڻ شرڪ ۽ ان جي باري ۾ غور فڪر ڪرڻ عبادت آهي.]

نفس جي انهيءَ رذيل صفت کي، انهيءَ وقت ختم ڪري

---

(1) تفسير قرطبي ص ١٦٧ ج ١٦، تفسير طبري ص ١٨ج ٢٥، مجمع الزوائد ص ٢٣٩ ج۵، شعب الايمان ص ٤٧١ ج ١، لسان الميزان ص ٢٦٣ ج ٢، ص ٤٣٧ ج ٤، فيض القدير ص ۵٦١ ج ٣، حلية الاولياءِ ص ١٠٦ ج ٢، معجم الصحابة ص ٢٠٦ ج ٢، ڪشف الخفاءِ ص ٣٨٦ ج ١، مصنف ابن ابي شيبه ص ۵٠٣ ج ٧.

(1) اهوئي قول ذوالنون مصري رح جو به آهي. (ڏسو امام بيهقي جو ڪتاب الزهد الڪبير ص ١۵٦ ج ٢) ۽ حلية الاولياءِ ص ٢٠١ ج ١٠ ۾ اهو قول سهل بن عبدالله ڏانهن منسوب آهي.

سگهجي ٿو. جڏهن ماڻهو صحيح معنيٰ ۾ نفس جي حقير ۽ خسيس هجڻ جي سڃاڻپ ڪري. نفس جي ڇهين صفت بخيلي ۽ مال ملڪيت جو خرچ نہ ڪرڻ آهي، يعني مال، ملڪيت، سامان سڙو جيڪي بہ مرغوب ۽ پسنديده شيون هٿ ۾ هجن، انهن کي روڪي رکڻ ۽ هٿ کي تنگڻ، دل کي مڪمل طرح انهن شين سان ريجهائڻ ۽ انهن کان ٻاهر نہ نڪرڻ. تانجو انسان جي سموري سوچ ويچار جو مرڪز مال دولت جو ميڙڻ هوندو آهي، ان تي فخر ڪندو آهي يا فقيري ۽ تنگدستي کان ڊڄندو آهي. جڏهن نفس جي اها صفت سگهاري هوندي آهي تہ ان مان حسد جي صفت پيدا ٿيندي آهي. يعني حاسد جنهن وٽ بہ ڪا نعمت ۽ چڱائي ڏسندو آهي، ان جي زائل ٿيڻ جي تمنا ڪندو آهي. پڻ ٻئي جي مال ۾ بہ بخيلي ڪندو آهي، يعني پسند نہ ڪندو آهي تہ ڪو شخص مسڪين، مفلس ۽ محتاج ماڻهو کي ڪا شيءِ ڏئي.[2]

جڏهن ماڻهو ۾ حسد وڌي ويندو آهي تہ ان جي اندر حقد يعني ٻين جي خلاف نفرت ۽ ساڙ پيدا ٿيندو آهي ۽ جنهن کي بہ پنهنجي برابر ڏسندو آهي يا ان جي فضيلت تي نظر پوندي اٿس، يا ٻئي کي پاڻ کان ممتاز يا وڌيڪ نعمت وارو ڏسندو آهي، ان جي زوال ۽ هلاڪت جو طالب ٿي ويندو آهي. اهڙو شخص، ماڻهن جي مال ۾ طمع رکندو آهي. ياد رکجي تہ ساڙ ۽ بخيلي جي خسيس صفت کي فقط يقين جي نور جي غلبي سان ختم ڪري سگهجي ٿو. ٧ - نفس جي ستين خراب صفت حرص ۽ هوس آهي، يعني نفس سدائين شهوتن، ظاهري لذتن، جماع، کائڻ، پيئڻ، پائڻ، سمهڻ وغيره جو عادي هوندو آهي. وڌ ۾ وڌ مال جمع ڪرڻ جي ڳڻتي ۾ ڳرندو آهي. عزت، جاه ۽ مرتبي جو طالب هوندو آهي. جڏهن ان کي ڪا

---

[2] قرآن مجيد ۾ ان حقيقت کي هن طرح بيان ڪيو ويو آهي: ولا يحض علىٰ طعام المسكين (سوره ماعون پ ٣٠) (اهو يتيم جي کارائڻ تي رغبت نہ ڏياريندو آهي.) سوره نساءِ پ ٥ ۾ آهي: الذين يبخلون ويامرون الناس بالبخل (سوره النساءِ پ ٥) (بيشڪ الله آڪڙ ۽ فخر ڪندڙن کي پسند نہ ڪندو آهي، جيڪي بخيلي ڪندا آهن ۽ ماڻهن کي بخيليءَ جو حڪم ڪندا آهن).

مادي شيءِ حاصل نہ ٿيندي آهي تہ ٻُڙٻُڙ شروع ڪري ڏيندو آهي. هڪ گهڙي بہ قناعت نہ ڪندو آهي. ان جو مثال پرواني جو آهي. جيڪو شمع جي روشني کي ڪافي نہ سمجهندو آهي ۽ باه جي ساڙڻ کان نہ ڊڄندو آهي. آخر پاڻ کي باه ۾ ساڙي ڇڏيندو آهي. اهڙو ماڻهو جيتوڻيڪ ڪيترن ئي حادثن ۽ مصيبتن ۾ ڦاسندو آهي، پر هميشه ظاهري، مادي لذتن کي حاصل ڪرڻ جي هوس ۽ حرص ۾ ڪِرندو ۽ مرندو آهي، تانجو هلاڪت جو منهن ڏسندو آهي. نفس اماره جي اها خراب خصلت تقوي ۽ پرهيزگاريءَ سان ختم ٿي سگهي ٿي. ٨- نفس جي اٺين خراب صفت، ڪاوڙ ڪرڻ آهي، جنهن کي "طيش" چوندا آهن، يعني نفس کي ڪنهن بہ طرح چين ۽ سڪون نصيب نہ ٿيندو آهي. پنهنجين خواهشن ۽ لذتن جي تڪميل، قول ۽ فعل جي تعميل ۾ جلد بازي ڪندو آهي ۽ جهٽ پل بہ دير برداشت نہ ڪندو آهي. گهرندو آهي تہ هڪدم ان جون خواهشون پوريون ٿين. پنهنجي مراد جي پوري ٿيڻ لاءِ هر قسم جي حرڪت ۽ هر ڪم ڪندو آهي. ڪن دانائن "طيش" (ڪاوڙ) جو مثال هن طرح ڏنو آهي تہ جيئن بال وانگر ڪو لسو پٿر هجي، جيڪو ڪنهن هموار ۽ سنئين سڌي سرزمين تي رکيو وڃي. اهو ڪڏهن بہ هڪ حالت تي نہ بيهندو ۽ لڳاتار ڇرپر ۾ رهندو. نفس جي اها خراب صفت صرف صبر سان ختم ٿيندي آهي. ٩- نفس جي نائين خراب صفت جلد رنج ٿيڻ آهي. جڏهن ان کي ڀلائي پهچندي آهي تہ خوش ٿيندو آهي، جڏهن ان جي بجاءِ ڪا مصيبت ڏسندو آهي تہ جلد مايوس ۽ غمگين ٿي ويندو آهي ۽ ڪڙهڻ لڳندو آهي تہ مون کي جيڪا پهريائين نعمت حاصل هئي، ان جي بجاءِ منهنجي مٿان مصيبت ڇاجي ڪري آئي؟ ڇاڪاڻ تہ بعد واري حالت کي پهرئين حالت تي قياس ڪندو آهي، حالانڪ حالتون هميشه هڪجهڙيون نہ هونديون آهن ۽ ان جي بي صبري جو پيمانو پرجي ويندو آهي ۽ دل مان قرار ۽ چين ختم ٿي ويندو آهي. نفس جي انهيءَ اوگڻ جو علاج هي آهي تہ شڪر جا وظيفا پڙهندو رهي. ١٠- نفس جي ڏهين صفت سستي آهي. جيئن تہ نفس جي خواهش هوندي آهي تہ ان جون لذتون ۽ شهوتون هڪدم پوريون ٿين، تنهن ڪري انهن کي پورو ڪرڻ ۾ اهڙو

مشغول ۽ رڌل رهندو آهي، جو پنهنجين ذميوارين جي ادا ڪرڻ ۽ اطاعت ڪرڻ ۾ بہ سست ٿي ويندو آهي. نفس جي اها خراب عادت سخت قسم جي مجاهدن ۽ رياضتن سان ئي پوري ٿيندي آهي. جڏهن لڳاتار رياضتون ۽ مجاهدا ڪندو تہ نہ صرف ان جي عملي سستي ۽ ڪوتاهي، پر ان جي جبلي ۽ فطري سستي بہ، جيڪا انسان جي ٻي عادت ٿي ويندي آهي، تبديل ٿي ويندي ۽ انهن رياضتن جي برڪتن سان منجهس ايتري چستي اچي ويندي جو الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي حڪمن ۽ احڪامن جي بجاآوريءَ ۾ سرگرم ٿي ويندو آهي. اُن جو مثال جانورن جي سڪل کل يا چم آهي. جڏهن ان کي نرم ڪبو آهي تہ پوءِ ان مان مختلف شيون ٺاهي سگهبيون آهن. قرآن مجيد جي نص يعني پڌري بيان ۾ ان حقيقت کي هن طرح بيان ڪيو ويو آهي:

ثُمَّ تَلِيْنُ جُلُوْدُهُمْ وَقُلُوْبُهُمْ اِلٰى ذِكْرِ اللّٰهِ [1]

[پوءِ الله جي ذڪر لاءِ انهن جو وجود ۽ سندن دليون نرم ٿي ونديون آهن.]

نفس جي انهيءَ بيماري جو علاج نبين سڳورن ۽ انهن جي پيروي ڪندڙ اوليائن ڪرامن جي صحبت اختيار ڪرڻ ۾ آهي، جيڪي نفس جي هر بيماري جو علاج ڪن ٿا.

جيئن اڳ ۾ عرض ڪيو ويو تہ نفس جون خراب صفتون گهٽيون ئي آهن. جن ۾ بيان ڪيل اهي ڏهہ وڌيڪ اهم ۽ خطرناڪ آهن. ٻيون نفساني بيماريون انهن مان پيدا ٿينديون آهن. بهرحال نفس جون بيماريون ۽ برائيون اصولي هجن، يا فروعي يعني وڏيون هجن يا ننڍيون، انهن سڀني برائين جو بنياد چئن قسمن جي طبيعتن تي آهي، جيڪي هي آهن: ١-حرارت (گرمي)، ٢-برودت (ٿڌاڻ)، ٣- رطوبت (تري يا آلاڻ)، ۴- يبوست (خشڪي) هر خراب خصلت جي علاج جو دارومدار انهن چئني وصفن تي آهي. جڏهن نفس جي معرفت حاصل ٿي وڃي تہ پوءِ الله جي معرفت حاصل ڪرڻ گهرجي. رب تعاليٰ جي معرفت کان پوءِ، پنهنجي نفس جي معرفت کان وڌيڪ فائديمند ۽ اشرف

---

[1] سورة الزمر آيت: ٢٣

ٻي ڪا شيءِ نہ آهي. بالخصوص هن ڪري بہ تہ معرفت الاهي جو دارو مدار خود انسان جي پنهنجي نفس جي معرفت حاصل ڪرڻ تي آهي. جيئن حديث قدسيءَ ۾ آهي تہ جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو. هتي "نفس" مان مراد "حقيقت" آهي. يعني پنهنجي ذات ۽ حقيقت کي سمورين صفتن سان سڃاڻي. انسان وجود تي اثر ڪندڙ شيطاني، ملڪوتي، روحاني ۽ نفساني سيني قوتن جي معرفت حاصل ڪري ۽ انهن جو مشاهدو ڪري. سموري مخلوق ۽ عالم صغير يعني انسان جي نسبت عالم ڪبير ڏانهن ڪري اهو هن طرح تہ جزوي قلب، جزوي نفس، جزوي عقل کي ذات جي ماتحت رکيل سمجهي. جيڪو روح اعظم ۽ قلب اعظم يعني عرش اعظم سان وابستہ آهي ۽ "نفس ڪل" ۽ "عقل ڪل" کي ذات واحد جي ماتحت سمجهي. ڪائنات ۾ جيڪي ٻيون ذاتيون آهن. انهن مان ڪا ذات انهيءَ صفت سان موصوف نہ هوندي آهي. سواءِ انساني ذات جي، پوءِ انسان جي معرفت حاصل ڪرڻ دراصل الله تعاليٰ جي معرفت لاءِ دليل ۽ روشني آهي. پر جيڪڏهن ان مان مراد نفس ناطقه وٺجي، جيئن حديث مان ظاهر ٿئي ٿو تہ بہ ممڪن آهي. تنهن ڪري جيڪو شخص پنهنجي حقيقت عبديت جو شعور رکندو لازمي ڳالهہ آهي تہ اهو پنهنجي رب جي ربوبيت جي حقيقت حاصل ڪندو تہ بندگيءَ جو حقيقي حقدار فقط الله رب العالمين آهي. جنهن ۾ ڪو بہ ڀاڱي ڀائيوار نہ آهي. عظمت، ڪبريائي، وڏائي، شان جبروتي، شان قهاري، عزت، صمديت، بي پرواهي ۽ قدرت فقط الله تعاليٰ سان خاص سمجهي، جيڪي ظالم ۽ مشرڪ اهي صفتون غير الله ڏانهن منسوب ڪندا آهن. انهن جي دعوائن جي ڪري الله تعاليٰ انهن صفتن کان خالي نٿو ٿي سگهي:

وَقُلْ جَآءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ ۚ إِنَّ الْبَاطِلَ كَانَ زَهُوقًا ﴿٨١﴾ [1]

[چئو تہ حق آيو ۽ باطل ڀڄي ويو ۽ باطل آهي ئي ڀڄڻ وارو.]

ان حقيقت جو اعلان هن طرح بہ ڪيو ويو آهي تہ نور غالب ٿيو ۽ ڪوڙ ڀڄي ويو.

هتي هڪ عجيب ۽ عظيم نُڪتو سامهون رکڻ گهرجي، جيڪو

---

[1] سوره بني اسرائيل آيت: ٨١

شخص پنهنجي نفس جي صفت ٻانهپ ۾ الله تعاليٰ جي صفت ربوبيت کي سڃاڻي ٿو. اهو اِجا حقيقت جي گهرائيءَ تائين ناهي پهتو ۽ ان لاءِ شرڪ جو خطرو آهي ۽ جيڪو انهن ٻنهي صفتن کان ٻاهر اچي ويو اهو خالص موحد آهي.

بيت

تاکه مشرک نيست، در شرک خفي هست

چون شود مشرک، موحد خاص شد

[جيستائين "مشرڪ" نہ آهي اهو ڳجهي شرڪ ۾ مبتلا آهي جڏهن "مشرڪ" ٿيو تہ. خاص موحد ٿيندو يعني وحدت وجودي اُهو آهي، جيڪو "خالص موحد" آهي. جيڪڏهن مرد حق ۽ يقين رکندڙ مؤمن آهين تہ فنا کان فاني ٿيءُ، پوءِ تون "خالص موحد" ٿيندين.]

جنهن وقت الله تعاليٰ پنهنجين صفتن مان ڪنهن صفت جي نفس تي تجلي ڪندو آهي تہ ان وقت نفس جي باطل صفت جي دعوي ختم ٿي ويندي آهي ۽ منجهس عاجزي، فقيري، مسڪيني، نوڙت، پاڻ کي اڻ ڄاڻ سمجهڻ جون ذاتي صفتون پيدا ٿينديون آهن. مثال طور، جيڪڏهن الله تعاليٰ ڪنهن شخص جي نفس تي پنهنجي عظمت جي صفت جي تجلي فرمائيندو تہ ان جو نفساني غرور ختم ٿي ويندو ۽ منجهس عاجزي جي صفت پيدا ٿيندي. جيڪڏهن الله تعاليٰ پنهنجي شاهي صفت جي تجلي فرمائي تہ ان جي نفس جي دعويداري جي صفت ختم ٿي ويندي ۽ پنهنجي اندر ۾ عاجزي ۽ ميڄتا جي ڪيفيت لهندو. جيئن رسول الله ﷺ جن کان ثابت ٿيل ڪن دعائن ۾ آهي تہ:

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِیْ تَوَاضَعَ کُلُّ شَیْءٍ لِعَظَمَتِهٖ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِیْ ذَلَّ کُلُّ شَیْءٍ لِعِزَّتِهٖ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِیْ خَضَعَ کُلُّ شَیْءٍ لِمُلْکِهٖ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِی اسْتَسْلَمَ کُلُّ شَیْءٍ لِقُدْرَتِهٖ(1)

(1) مجمع الزوائد ص ٩٦، ١٢٥ ج ١٠، المعجم الكبير ص ٢٢٤ ج ١٢، ص ١٢ ج ٢٥، الترغيب والترهيب ص ٢٨٩ ج ٢).

[سڀ ساراه الله جي آهي، جنهن جي عظمت جي آڏو هر شيءِ عاجز آهي، سڀ ساراه الله جي آهي، جنهن جي عزت جي آڏو هر شيءِ ذليل آهي، سڀ ساراه الله جي آهي، جنهن جي حڪومت جي سامهون هر شيءِ بي وس آهي، سڀ ساراه الله جي آهي، جنهن جي طاقت جي اڳيان، هر شيءِ جهڪي ٿي.]

اهڙي طرح الله تعاليٰ جون سموريون صفتون، جنهن، جنهن شخص جو نفس حقدار هوندو آهي، ان تي تجلي ڪنديون آهن. عارف بالله انسان، سندس هر صفت کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ پنهنجي نفس ۾ ان جي معرفت حاصل ڪندو آهي. پر جنهن صفت جي معرفت ان طريقي سان حاصل نہ ٿيندي آهي. اها علمي اعتبار سان حاصل ڪندو آهي. يعني معائني ۽ مشاهدي سان ان جي حقيقت حاصل ڪندو آهي. حضرت ذوالنون مصري رح کان پڇيو ويو تہ پنهنجي رب کي ڪهڙي شيءِ سان سڃاتئي؟ چيائين تہ جڏهن بہ اندر ۾ برائي جو ارادو پيدا ٿيندو آهي. الله جو جاه جلال ۽ عظمت ياد ايندي آهي ۽ سندس صفت جباري اندر ۾ ظاهر ٿيندي آهي پوءِ الله کان شرم ڪندي، برائي جو ارادو ڇڏي ڏيندو آهيان. يعني حضرت ذوالنون مصري رح جي اندر ۾ الله تعاليٰ جي جلال ۽ عظمت جي صفت جي اثر سبب حيا ۽ شرم پيدا ٿيندو هو. اها معرفت اصولي آهي، جنهن ۾ غلطيءَ جو امڪان نہ هوندو آهي. اها ڪشف ۽ عنايت جو نتيجو هوندي آهي. خبر ۽ برهان جو نتيجو نہ هوندي آهي. قلب ۾ انهن خدائي صفتن جي پيدا ٿيڻ جو هڪ ٻيو سبب هي هوندو آهي تہ جيئن تہ انساني قلب ۾ الله جي شان ربوبيت ۽ پنهنجي شان عبوديت يعني پاڻهپ جو اعتقاد موجود هوندو آهي، تنهن ڪري منجهس الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ جي رغبت پيدا ٿيندي آهي. جيئن اصحابن سڳورن جي سيرت مان معلوم ٿئي ٿو جو قرآن مجيد انهن جي صفت بيان فرمائي ٿو تہ:

رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ [1]

---

[1] سورة المائدة آيت: ١١٩

[الله انهن کان راضي ٿيو ۽ اهي ان کان راضي ٿيا.]

پوءِ جيڪڏهن، پنهنجي اندر محبت الاهي جي صفت ۽ جذبو موجود لهي، پڪ ڄاڻي ته الله جي محبت ان ڏانهن متوجه ٿي رهي آهي. جيئن قرآن مجيد ۾ آهي: يُحِبُّهُمْ وَيُحِبُّوْنَهُۥٓ اهو انهن سان محبت ڪندو ۽ اهي ان سان محبت ڪندا. ان آيت ۾ مٿين حقيقت ڏانهن اشارو آهي شاعر چوي ٿو ته:

اطال شوق الاحباب الي لقائي
و اني الي لقائهم لاشد شوقا

[منهنجي ملاقات لاءِ دوستن جو شوق ڏاڍو وڌي ويو آهي ۽ بيشڪ آءٌ پاڻ به سندن ملاقات جو ڏاڍو شوق رکان ٿو.]

هن شعر ۾ به مٿي بيان ڪيل حقيقت لاءِ دليل آهي ته ٻانهو جيڪڏهن پنهنجي اندر الله تعالى جي ياد لهي ته ڄاڻي ته انهيءَ مقدار يا اعتبار سان الله تعالى جي ويجهو آهي. جيئن فرمايو ويو آهي ته:

فَاذْكُرُوْنِيٓ اَذْكُرْكُمْ [1]

[پوءِ مون کي ياد ڪريو ته آئون توهان کي ياد ڪريان.]

الله جي ڪلام پاڪ ۾ ذڪر جا ٻه مرتبا بيان ڪيا ويا آهن. يعني الله تعالى جي ياد جي شروعات يا ته ٻانهي جي طرفان هوندي، جيئن هن آيت ۾ آهي ته "توهان مون کي ياد ڪريو." اتي ذڪر جي نسبت ٻانهي ڏانهن آهي. يا وري ان جي شروعات الله جي طرفان ٿيندي آهي (جيئن سوره توبه پ ۱۱ آيت: ۱۱۸ ۾ فرمايو ويو آهي ته پوءِ الله انهن تي ٻاجهه سان موٽيو ته جيئن اهي به پنهنجي رب ڏانهن موٽن.[2]

---

[1] سورة البقرة آيت: ۱۵۲

[2] پئي هنڌ الله تعالى انهيءَ حقيقت کي هن طرح صاف صاف بيان فرمايو آهي: پوءِ جيڪو گهري ته الله ڏانهن واٽ وٺي ۽ توهان ڇا گهرندا. جيستائين الله نه گهري. (سوره الدهر آيت: ۲۹ـ ۳۰) پڻ سوره يونس ۾ ان کان به وڌيڪ واضح آهي ته ڪنهن نفس لاءِ

بهرحال جيڪا بہ صورتحال هجي، وڏيڪ اهميت هن ڳالهہ جي آهي تہ الله ٻانهي کي ياد رکي، ڇاڪاڻ تہ جيستائين الله تعاليٰ ٻانهي کي ياد نٿو فرمائي، ان وقت تائين ٻانهي کي الله تعاليٰ جي ياد جي توفيق نصيب نہ ٿي ٿئي. جيڪڏهن ٻانهو پاڻ ذڪر ڪندو تڏهن بہ اهو الله رب العزت جي توفيق جو نتيجو آهي.

جيڪڏهن "ذڪر" الله جي طرفان هجي تہ پوءِ اها ان تي الله تعاليٰ جي ذات ۾ مهرباني آهي.[3]

امير المؤمنين علي مرتضيٰ رضي الله عنه انهيءَ مناسبت سان ذڪر کي ٻن ذڪرن جي درميان بيان فرمايو آهي.

جيڪو شخص گهري ٿو تہ ڄاڻي تہ الله وٽ سندس قدر قيمت ڪيتري آهي، اُن کي گهرجي تہ پهريائين هن ڳالهہ جو تعين ڪري تہ سندس دل ۾ الله تعاليٰ جو مانُ، مرتبو ۽ شان ڪيتري قدر آهي؟ انهيءَ اعتبار سان پاڻ کي پرکي، پوءِ پاڻ کي حق تعاليٰ جي ويجهو خيال ڪري، جيئن حديث شريف ۾ آهي تہ:

مَنْ كَانَ يُحِبُّ اَنْ يَعْلَمَ مَنْزِلَتَهٗ عِنْدَ اللهِ فَلْيَنْظُرْ كَيْفَ مَنْزِلَةُ اللهِ عِنْدَهٗ فَاِنَّ اللهَ تَعَالٰى يُنَزِّلُ الْعَبْدَ مِنْهُ حَيْثُ اَنْزَلَهٗ مِنْ نَفْسِهٖ [1]

[جيڪو پسند ڪري ٿو تہ ڄاڻي تہ الله وٽ ان جو ڪهڙو مرتبو آهي، اهو ڏسي تہ الله جو وٽس ڪهڙو مرتبو آهي. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ ٻانهي کي انهيءَ مان مرتبي تي لاهيندو آهي، جنهن جو لائق هوندو آهي.]

---

ممڪن ئي نہ آهي تہ ايمان آڻي، مگر الله جي اجازت ۽ توفيق سان) نہ صرف ايترو بلڪ وڏا وڏا نبي بہ اهو چئي ويا تہ منهنجي توفيق تہ فقط الله جي مهرباني سان آهي.

[3] ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ الله جو توهان کي ياد ڪرڻ، توهان جي طرفان الله کي ياد ڪرڻ کان افضل آهي: تفسير قرطبي، طبري، ابن ڪثير آيت: ولذڪر الله اڪبر، ڪتاب الدعاءِ ص ٢٢٧ ج١، شعب الايمان ص ٤٤٩ ج ١).

[1] حديث صحيح آهي: حاڪم ص ٢٧١ ج١،ڏسو: مجمع الزوائد ص ٧٧ج ١٠، معجم الاوسط ص ٦٧ ج ٣، مسند ابي يعلي ص ٣٩٠ ج ٣، ١٠٦ ج ٤، مسند عبد بن حميد ص ٣٣٣ ج١، شعب الايمان ص ٣٩٨ ج ١١٤، ١ج٦، الترغيب ص ٢٦١ ج ٢، فيض القدير ص ٤٩ ج ٦، ميزان الاعتدال ٢٥٣ ج ٥، نوادر الاصول في احاديث الرسول ١٢٦ ج ٢.

جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

اَنَاعِنۡدَظَنِّ عَبۡدِیۡ بِیۡ[2]

[مان پنهنجي ٻانهي جي گمان مطابق معاملو ڪندو آهيان.]

هن فقير جي پير دستگير جو فرمان آهي تہ ٻانهي جو الله کي ياد ڪرڻ، الله تعاليٰ جي ٻن ذڪرن جي درميان ۾ آهي. پهريون ذڪر هي تہ اول الله، عليم عالم جو ڏٺي، عزوجل ٻانهي کي پاڻ ياد ڪندو آهي. پوءِ ان جي موت ۾ بندو الله جو ذڪر ڪندو آهي. اهو ٻيو ذڪر ٿيو. والله تعاليٰ اعلم.[3]

---

[2] جنهن حديث جي باري ۾ نبي ﷺ فرمائي تہ "الله تعاليٰ فرمائي ٿو ان کي "حديث قدسي" چئبو آهي. هيءَ حديث درست آهي (قرطبي ص ٨٠ ج ٦، بخاري ص ٢٦٩٤، ٢٦٩٤، ٢٧٢٥ج٦، مسلم ص ٢١٠٢- ٢٠٦٧، ٢٠٦١ ج٤، احمد ص ٢٥١- ٣١٥ ج ٢، ابن ماجه ص ١٢٥٥ ج ٢، شعب الايمان ص ٨ ج٢، ڪشف الخفاءِ ص ٢٣٤- ٢٨٥ ج ١، مجمع الزوائد ص ٣١٨- ٣١٩ ج ٢، ترمذي ص ٥٨١ ج ٥، فتح الباري ص ٥١٣ ج ١٣، فيض القدير ص ٤٩٠ ج ٢، ٤٩٠، ٤٩١، ٤٩٢، ٤٩٦ ج ٤، ابن حبان ص ٤٠١، ٤٠٢.

[3] هي مطلب بہ ٿي سگهي ٿو تہ جڏهن ٻانهو الله کي پنهنجي نفس ۾ ياد ڪري تہ الله، ان کي پنهنجي نفس ۾ ياد ڪري ۽ جڏهن ٻانهو الله کي ماڻهن جي مجلس ۾ ياد ڪري تہ الله تعاليٰ، ان کي ان کان وڌيڪ ڀلاري فرشتن جي جماعت ۾ ياد ڪري، جيئن گهڻين حديثن ۾ اهو مضمون آيل آهي. (بخاري حديث: ٦٩٧٠، مسلم حديث: ٢٦٧٥، قرطبي ص ٢٨٩ ج١، ابن ڪثير ص ١٩٧ ج١، طبري ص ١٦٧ ج ٩، جلالين ص ٣١ ج ١، مجمع الزوائد وغيره) ساڳيءَ طرح، جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي سان محبت ڪندو آهي تہ پهريائين ان جو ذڪر، جبريل امين سان ڪندو آهي، اهو ٻين فرشتن کي ٻڌائيندو آهي، اهي وري ٻين فرشتن کي اها ڳالهہ ٻڌائيندا آهن. پوءِ اها ڳالهہ، هڪ آسمان کان ٻئي آسمان تائين، تانجو دنيا وارن تائين پهچي ويندي آهي. هن مضمون جي حديثن لاءِ ڏسو آيت : سيجعل الرحمن ودا (سوره مريم پ ١٦ جي تفسير ۾ آيل حديثون، جيڪي قرطبي، ابن ڪثير، طبري، جلالين، کان سواءِ بخاري، مسلم، مجمع الزوائد وغيرها ۾ آهن. اهڙيءَ طرح اهي ٿي ذڪر ٿيا.

## باب ارڙهون

# فتح بابت حقيقت روح

اي منهنجا عزيز! انساني جسم ۾ روح جي جوڙجڪ، نورانيت مان ٿئي ٿي. اهو نور پوري جسم تي ڇانيل ۾ سڀني سهڻين صفتن ۾ ڇڱن لڇڻن جو سرچشمو آهي، جيئن انساني بدن ۾ روح، خير جو مرڪز هوندو آهي. تيئن نفس، شر جو مرڪز آهي، فرمايو ويو آهي: روح مڪمل ڀلائي جو سرچشمو ۽ نفس مڪمل برائي جو سرچشمو آهي.

روح، دل کي حياتي بخشي ٿو ته نفس، دل کي مماتي بخشي ٿو. مگر جنهن کي الله رکي ان کي ڪير چکي؟ الله تعاليٰ پنهنجي ڪمال قدرت سان جنهن کي بچائڻ گهري ته پوءِ ڪنهن جي مجال ٿي سگهي ٿي ته دل کي ايذائي، سندس ٻاجهه سان عين ممڪن آهي ته نفس اماره جو ڏنگيل انسان به زنده تابنده ٿئي ۽ سندس دل ۾ الله تعاليٰ جو عشق ۽ محبت جي شمع روشن ٿئي ۽ غفلت ۽ روحاني موت جا ڪارا ڪڪر هٽي وڃن ٿا. يحيٰ بن معاذ رح (1)جو قول آهي ته حڪمت آسمان تان لهندي آهي، جيڪا ڪنهن اهڙي دل ۾ قرار نه وٺندي آهي. جنهن ۾ چار خصلتون هجن. ١- دنيا ڏانهن ميل محبت، ٢- سڀاڻي جي ڳڻتي، ٣- پنهنجي ڀاءُ سان ساڙ ۴- شرف ۽ فضيلت جي محبت، اهڙي شخص جي

(1) به بزرگ انهيءَ نالي سان مشهور آهن: ١- يحيىٰ بن معاذ رازي صوفي ٢- يحيىٰ بن معاذ تستري محدث. هتي پهريون صاحب مراد آهي. سن ٢٠٦ ۾ وفات ڪيائين. (الفهرست ٢٦٠ج١) سندس هڪ ڪتاب جو ذڪر"ڪتاب المريدين" جي نالي سان، ڪتابن ۾ ملي ٿو پر ليي نٿو. سندس گهڻا قول رساله قشيريه ۾ ۽ ڪي قول تفسير ۽ حديث جي بعض معتبر ڪتابن ۾ به لڀن ٿا، مثلاً تفسير قرطبي، بيهقيءَ جي ڪتاب شعب الايمان ۽ الزهد الڪبير، تذڪرة الحفاظ، حلية الاولياء وغيره ۾. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته پنهنجي وقت جو وڏو بزرگ هو. مٿيون قول معمولي فرق سان حلية الاولياء ٣٢٦ ج١٠، ۾ آهي، پر اتي نالو ڪنهن ٻئي بزرگ جو آهي.

دل ۾ حڪمت بي اثر ثابت ٿيندي آهي، جيستائين اهي چار خصلتون دل مان ٻاهر نہ ڪڍي. حڪمت، معرفت الاهي ڪي ڇئي سگهجي ٿو.]

يعني دل ۾ دنيا ۽ آخرت جي معمولي ميل ۽ محبت بہ هوندي تہ الله تعاليٰ جي معرفت حاصل نہ ٿيندي. جيڪڏهن الله تعاليٰ جي اڻ ڪٿ ٻاجهہ ۽ فضل شامل حال ٿئي تہ پوءِ دل ڪنهن جي بہ هجي، رب تعاليٰ جو عشق ۽ ان جي محبت ان ۾ قرار وٺي سگهي ٿي. ان شاءَ الله تعاليٰ، ڇاڪاڻ تہ الله ڪائنات ڪي صرف پنهنجي قدرت جي اظهار ۽ انسان کي پنهنجي معرفت جي لاءِ پيدا فرمايو آهي. بس ٻانهيءَ تي فرض عين آهي تہ هر حال ۾ الله جي معرفت حاصل ڪري تہ جيئن انسان ڪامل ٿئي ۽ حيواني صفتن کان پاڪ صاف ٿئي.

رباعي

انسان معنوي بکند قصد معرفت
تا از کمال لطف شود کامیاب او
آن کس که کامیاب شد از معرفت خدا
او را بدان که گردد در فنائیت مناب او

[معنوي روحاني انسان اهو آهي، جيڪو معرفت حاصل ڪرڻ جو ارادو ڪري، جيئن الله جي ڪرم ۽ مهر جي ڪمال سان ڪامياب ٿئي. جيڪو شخص خدا تعاليٰ جي معرفت حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو ان جي باري ۾ ڄاڻ تہ اهو الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪرڻ سبب فنائيت ۾ مستحڪم ٿيو.]

عارف بالله جعفر خلديءَ کان پڇيو ويو تہ عارف ڪير آهي؟ چيائين تہ اُهي اِهي نہ آهن، جيڪڏهن اِهي، اُهي ئي آهن تہ پوءِ اهي بلڪل نہ آهن. بلبان قدس سره چوي ٿو تہ الله جي معرفت حاصل ڪريو، جيڪڏهن الله تعاليٰ جي معرفت حاصل نٿا ڪريو تہ پنهنجي معرفت بہ حاصل نہ ڪريو. پڻ فرمائي ٿو تہ: خدا سان (سچا) ٿيو جيڪڏهن خدا سان (مخلص ۽ سچا) نٿا ٿيو تہ پوءِ پاڻ سان بہ سچا نہ ٿيندا، ڇاڪاڻ تہ

جيڪڏهن توهان پاڻ نہ هوندا تہ پوءِ خدا هوندو. شيخ ابوسعيد کان پڇيو ويو تہ فلاڻو شخص، پاڻي ۾ گهمي ٿو. فلاڻو هوا ۾ اڏري ٿو. چيائين تہ اهو ڏاڍو آسان ڪم آهي. ڪانوَ ڪبريون، مکيون ۽ مڇر پڻ هوا ۾ اڏرندا آهن. چيائون تہ فلاڻو درويش هڪ گهڙيءَ ۾ هڪ شهر کان ٻئي شهر پهچي ٿو. چيائين تہ اهو ڏاڍو آسان ڪم آهي. شيطان بہ هڪ ساهہ ۾، اوڀر کان اولهہ پهچي ٿو. اهميت ۽ قدر قيمت انهن شين جي نہ آهي. مرد تہ اهو آهي، جيڪو ماڻهن ۾ رهي زندگي گذاري ۽ انهن سان انصاف ڪري. شادي ڪري ۽ ماڻهن سان ميل جول رکڻ جي باوجود پنهنجي خدا کان گهڙي پل لاءِ بہ غافل نہ رهي. پاڻ کي مخلوق جي شر ۽ نفس جي شر کان محفوظ رکي. شيخ الاسلام فرمائي ٿو تہ تنهنجي صحبت هئڻ سبب، حسرت جي ڳوڙهن جي جيڪا لذت حاصل ٿئي ٿي، ان کان وڌيڪ ٻانهي کي ڇا گهرجي.

اي عقلمند عزيزا جيڪي بہ صورتون ۽ جيڪي بہ حقيقتون آهن، الله تعاليٰ جي ڪمال قدرت سان پيدا ٿيل آهن ۽ انهن جو پنهنجو ڪو ذاتي وجود نہ آهي. ڄاڻڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ جي ذات بہ آهي تہ ان جون صفات بہ آهن تہ سندس اسماءَ بہ آهن تہ سندس افعال بہ آهن. سندس ذات جي حقيقت اڻ کٽندڙ نور آهي. سندس اسماءَ مثلاً الله، رحمٰن وغيره. پر تنهنجي اندر انهن مان هر هڪ اسم جو جلوو ان وقت ظاهر ٿيندو جڏهن حقانيت جي سمنڊ ۾ پاڻ کي غرق ڪندين، بلڪ منجهس گم ٿي ويندين.

**شعر**

چون بحر حُقانيت آيد با اوج
بطالت شود محو چون موج موج
چون دريائ وحدت ندارد کنار
هم کثرت از وي شود آشکار
وليکن چون اماره گردد خراب
شود يک وجود آن زمان سنگ و آب
اگر در حقيقت کني روئ خويش
بيابي کل جزو از کوئ خويش

[جڏهن حقانيت جو سمنڊ جوش ۾ ايندو آهي تہ عارف بہ انهيءَ ۾ دليريءَ سان لهرن وانگر مَحو ۽ غرق هوندو آهي، جيئن تہ وحدت جي درياءَ جو ڪو ڪنارو نہ آهي، تنهن ڪري سموري ڪثرت ان مان ظاهر ٿيندي آهي، پر جڏهن برائي جو حڪم ڪندڙ نفس خراب ٿي ويندو آهي، ان وقت هڪ وجود پٿر ۽ پاڻي ٿي ويندو آهي، پر جيڪڏهن حقيقت ڏانهن منهن ڪندين تہ پنهنجي ئي گهٽيءَ مان ڪل ۽ جزو (جي حقيقت) کي لهندين.]

پر افسوس هزار افسوس! جو انسان فاني دنيا جي واسطن ۽ لاڳاپن جي وسيلي نيستي ۽ عدم جي قيد خاني ۾ بند آهي ۽ عالم بقا ۽ عُلوي مطلق کان، جيڪا عين هستي ۽ عين وجود آهي، تنهن کان محروم، مردود ۽ مهجور يعني پري آهي. پوءِ جيڪڏهن پنهنجي خوديءَ جي قيدخاني مان نجات لهندين تہ پنهنجي حقيقت تائين پهچندين.

شعر

داني که بجز بقا، دگر چيز نيست اما چه بايد کرد
مگر کرم و فضل الهي دستگير ي فرمايد

[پڪ ڄاڻ تہ بقا کان سواءِ ٻي ڪا بہ شيءِ نہ آهي، پر ڇا ڪجي؟ (جو ماڻهو اها حقيقت نٿا سمجهن) پر جيڪڏهن الله تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ٻاجھ سان رهنمائي ۽ دستگيري فرمائي تہ اها ٻي ڳالهہ آهي.]

نظم

اگر فضل خدا دست بگيرد
نمايد باطل آنکه مر ترا حق
تو کرا ز قيد حق يابي رهائئ
نيز دستت هم مقيد گشت است مطلق
مبر اگر شوي از نفس خود
ز ذاتت مي شوي ظاهر انا الحق
چون محو آيد صفات و ذات در ذات
ترا روشن شود آنکه هو الحق

[جيڪڏهن الله جو فضل ساٿ ڏئي ته باطل، جيڪو توکي بظاهر حق نظر اچي ٿو سو توکي ان جي اصل صورت ڏيکاري. تون ڪيئن ٿو پاڻ کي حق جي قيد کان آزاد ڪري سگهين؟ تنهنجو هٿ جيڪو پڻ مقيد هو سو به مطلق ٿي ويو آهي. جيڪڏهن پنهنجي نفس کان آزاد ٿئين ته تنهنجي ذات مان "انا الحق" جي صدا بلند ٿيندي. جيڪڏهن پنهنجين صفتن ۽ پنهنجي ذات کي الله جي ذات ۾ گم ڪندين ته پوءِ تنهنجي سامهون اها حقيقت روشن ٿيندي ته اهو الله ئي الحق يعني معبود برحق آهي.]

ڄاڻ ته ڪي نفس نيڪ بخت آهن ته ڪي بدبخت آهن، جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

فَرِيْقًا هَدٰى وَفَرِيْقًا حَقَّ عَلَيْهِمُ الضَّلٰلَةُ[1]

[هڪ گروه کي هدايت ڏنائين ۽ هڪ گروه اهو آهي، جنهن تي گمراهي مسلط ٿي چڪي.]

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو ته:

ثُمَّ اَوْرَثْنَا الْكِتٰبَ الَّذِيْنَ اصْطَفَيْنَا مِنْ عِبَادِنَا فَمِنْهُمْ ظَالِمٌ لِّنَفْسِهٖ وَمِنْهُمْ مُّقْتَصِدٌ وَّمِنْهُمْ سَابِقٌۢ بِالْخَيْرٰتِ بِاِذْنِ اللّٰهِ[2]

[پوءِ اسان پنهنجن ٻانهن مان جن ماڻهن کي چونڊيو انهن کي ڪتاب جو وارث ڪيوسون، جن مان ڪو پاڻ تي ظلم ڪندڙ آهي ته ڪي وچٽري واٽ تي هلندڙ آهن ۽ ڪي الله جي حڪم سان ڀلائين ۾ اڳرائي ڪندڙ آهن.]

نبي ﷺ جن فرمايو آهي ته:

كَمَا تَعِيْشُوْنَ تَمُوْتُوْنَ وَكَمَا تَمُوْتُوْنَ تُبْعَثُوْنَ وَكَمَا تُبْعَثُوْنَ تُحْشَرُوْنَ[1]

[جيئن توهان زنده ڪيا ويو ٿا، تيئن توهان کي ماريو ويندو ۽

---

(1) سورة الاعراف آيت: ٣٠

(2) سوره فاطر آيت: ٣٢

(1) ڪنهن حديث ۾ اهي الفاظ نه آهن. البت قرآن مجيد ۾ اهي الفاظ مختلف آيتن ۾ مختلف ملن ٿا. مثلاً ڏسو سوره مؤمنون (پ ١٨) آيت ثم انكم بعد ذ لک لميتون وغيرها.

جيئن توهان کي ماريو وڃي ٿو تيئن توهان کي جياريو ويندو ۽ جيئن توهان کي جياريو ويندو تيئن توهان کي ميدان حشر ۾ گڏ ڪيو ويندو.]

سڀ کان بدبخت نفس، اهو نفس اماره آهي، جنهن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

فَأَمَّا مَنْ طَغَىٰ ﴿٣٧﴾ وَآثَرَ الْحَيَاةَ الدُّنْيَا ﴿٣٨﴾ فَإِنَّ الْجَحِيمَ هِيَ الْمَأْوَىٰ ﴿٣٩﴾ (2)

[پوءِ جنهن سرڪشي ڪئي ۽ دنيا جي زندگي کي ترجيح ڏنائين، تنهن جو ٽڪاڻو دوزخ آهي.]

ٻئي هنڌ آهي:

لَا يَصْلَاهَا إِلَّا الْأَشْقَى ﴿١٥﴾ الَّذِي كَذَّبَ وَتَوَلَّىٰ ﴿١٦﴾ (3)

[دوزخ ۾ اهو ئي پهچندو جيڪو سڀ کان وڌيڪ بدبخت هوندو جيڪو الله (جي آيتن کي) ڪوڙو ڪري ٿو ۽ (انهن کان) منهن موڙي ٿو.]

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته :

حُفَّتِ الْجَنَّةُ بِالْمَكَارِهِ وَحُفَّتِ النَّارُ بِالشَّهَوَاتِ (4)

[جنت کي اڻ وڻندڙ ڳالهين سان ۽ دوزخ کي شهوتن سان سينگاريو ويو آهي.]

ڄاڻ ته آخرت جي واٽ وٺڻ وارا ٻه گروهه آهن. ١- نيڪ بخت ۽ ٢- بدبخت . هرهڪ گروه پنهنجي پنهنجي واٽ تي هلي رهيو آهي ۽ هر هڪ جي پڇاڙي سندس عقيدي ۽ عمل مطابق جدا ٿيندي. نيڪ بخت خاص هجن يا عام. اُهي اِهي ماڻهو آهن، جيڪي نفساني خواهشن ۽ لذتن جي قدم قدم تي مخالفت ڪن ٿا. شريعت جي تابعداري ۽ پاسداري ۽ رسول الله ﷺ جن جي سنت جي فرمانبرداري ۾ زندگي گذارين

---

(2) سورة النازعات آيت ٣٧ تا ٣٩

(3) سورة اليل آيت ١٦- ١٧

(4) مسلم حديث نمبر ٢٨٢٦، بخاري حديث ٤١٢٢، قرطبي ص ٢٨ ج ٤، ١٢٥ ج ١١، ابن حبان ص ٤٩٢، ٤٩٤ ج٢، ترمذي ص ٦٩٣ ج ٤، دارمي ص ٤٣٧ ج ٢، مسند بزار ص ١٧٤ ج ٨، احمد ص ٣٨٠ ج ٢، مسند ابي يعلي ص ٣٣ ج ٥، مسند عبد بن حميد ص ٣٩١ ج ١، شعب الايمان ص ١٤٧ ج ٧، فتح الباري ص ٣٢٠ - ٣٢١ ج ١١، فيض القدير ص ٣٧٣ ج ٣).

تا. اهڙن ماڻهن جو ٺڪاڻو بهشت آهي ۽ اهي بلند درجا ماڻيندا، جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

وَأَمَّا مَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهِ وَنَهَى النَّفْسَ عَنِ الْهَوَىٰ ﴿٤٠﴾ فَإِنَّ الْجَنَّةَ هِيَ الْمَأْوَىٰ(1)

[پوءِ جنهن شخص الله جو خوف ڪيو ۽ نفس کي خواهشن جي پيروي ڪرڻ کان روڪيائين تہ بيشڪ جنت سندس ٺڪاڻو آهي.]

(اهو عام ماڻهن جو مقام آهي) خاص ماڻهو اهي آهن، جن جو شان هن طرح بيان ڪيو ويو آهي:

يُحِبُّهُمْ وَيُحِبُّونَهُ (2)

[الله انهن کي پسند ڪري ٿو ۽ اهي الله کي پسند ڪن ٿا.]

۽ اهي سچائي واري مقام تي هوندا، جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

إِنَّ الْمُتَّقِينَ فِي جَنَّاتٍ وَنَهَرٍ ﴿٥٤﴾ فِي مَقْعَدِ صِدْقٍ عِنْدَ مَلِيكٍ مُقْتَدِرٍ ﴿٥٥﴾ (3)

[بيشڪ، جيڪي پرهيزگار آهن اهي طاقتور بادشاه وٽ باغن ۽ وهندڙ دريائن وٽ سچي مقام تي هوندا.]

بدبختن جا بہ ڪيترائي قسم آهن، ڪي هميشه بدبخت آهن. يعني ڪافر، مشرڪ ۽ منافق ۽ ڪي نافرمان بدبخت آهن يعني گنهگار مسلمان آهن. جيڪي نفس پرستي جا غلام آهن ۽ حق جي مخالفت تي سندرو ٻڌي بيهندا آهن. ۽ رات ڏينهن لذتن ۽ شهوتن ۾ گم ۽ غرق ٿي گذارين ٿا. انهن جي عاقبت ۽ پڇاڙي هي آهي تہ اهي دوزخ جو ٻل ٿيندا.

فَأَمَّا مَنْ طَغَىٰ ﴿٣٧﴾ وَآثَرَ الْحَيَاةَ الدُّنْيَا ﴿٣٨﴾ فَإِنَّ الْجَحِيمَ هِيَ الْمَأْوَىٰ ﴿٣٩﴾ (1)

[پوءِ جنهن سرڪشي ڪئي ۽ دنيا جي زندگي کي ترجيح ڏني تہ ان جو ٺڪاڻو دوزخ آهي) رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي: دوزخ شهوتن

---

(1) سورة النازعات آيت ٤٠-٤١

(2) سورة المائدة آيت : ٥٤

(3) سورة القمر آيت:٥٥

(1) سورة النازعات آيت ٣٧ تا ٣٩

سان سينگاريو ويو آهي جيئن متي حوالا ۾ تفصيل گذريا.]

پڻ فرمائين ٿا:

أَكْثَرُ مَا يَدْخُلُ أُمَّتِي النَّارَ الْجُوفَانِ الْفَمُ وَالْفَرْجُ [2]

[منهنجي امت جا گهڻا ماڻهو حرام کائڻ ۽ حرام طريقي سان شهوت پوري ڪرڻ سبب دوزخ ۾ ويندا.]

سڀ کان وڌيڪ بدبخت ڪافر ۽ منافق آهي، جنهن جي زندگي جو مقصد دنيا ۽ ان جا مادي مفاد آهن، جيڪو هميشه شهوتن ۽ خواهشن ۾ مشغول رهندو آهي، تانجو ان مقصد لاءِ پنهنجي دنيا ۽ آخرت کي ناس ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙن ماڻهن کي "دنيا پرست" بہ چوندا آهن. ڇاڪاڻ تہ آخرت جي باقي رهندڙ نعمتن جي بدلي ۾ دنيا جي عارضي ۽ فاني فائدن تي ريجهيل ۽ انهن ۾ رڌل ۽ غرق رهي ٿو جنهن جي ڪري ان کي آخرت ۾ ڪو ڀاڱو ۽ بهرو حاصل نہ ٿيندو جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

مَنْ كَانَ يُرِيدُ حَرْثَ الْآخِرَةِ نَزِدْ لَهُ فِي حَرْثِهِ وَمَنْ كَانَ يُرِيدُ حَرْثَ الدُّنْيَا نُؤْتِهِ مِنْهَا وَمَا لَهُ فِي الْآخِرَةِ مِنْ نَصِيبٍ [3]

[جيڪو آخرت جي پوک گهرندو تہ ان جي اهڙي پوک ۾ اضافو ڪنداسين پر جيڪو دنيا جي پوک گهرندو تنهن کي دنيا مان ئي عطا ڪنداسون ۽ آخرت ۾ ان جو ڪو ڀاڱو ۽ نصيب نہ آهي.]

انهيءَ حالت کان، الله پاڪ جي پناه پنون ٿا.

شقي (بدبخت) ۽ اشقيٰ (سڀ کان وڏو بدبخت) ۾ فرق هي آهي تہ بدبخت کي جيتوڻيڪ ان جو نفس، الله تعاليٰ جي مخالفت ۽ نافرماني جي بدبختي ۾ ڦاسائي ٿو تنهن هوندي بہ ان جي دل ايمان ۽ اتحاد جي سعادت قبول ڪرڻ جي لائق هوندي آهي. پوءِ جيڪڏهن اهو زبان سان لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ جو اقرار ڪري ۽ دل ۾ ان جي تصديق ڪري تہ پوءِ جيتوڻيڪ

---

(2) مستدرڪ للحاڪم ص ٣٦٠ ج۴، قرطبي ص ٢٢٨ ج ١٨، ابن ڪثير ص ٢٥٠ ج ٣، ابن حبان ص ٢٢۴ج، موارد الظمآن ص ۴٧٥ ج١، ترمذي ص ٣٦٣ ج ۴، احمد ٢٩١ ج٢، شعب الايمان ٣٦١ ج۴، الترغيب ٢٧١ ج ٣، ابن ماجه حديث: ۴٢۴۴).

(3) سورة الشوري آيت: ٢٠

شريعت جا ارڪان ۽ فرائض ادا نہ ڪري، تڏهن بہ (انت) حق تعاليٰ جي ڪيل وعدي مطابق دوزخ مان ٻاهر نڪرندو جيئن فرمائي ٿو:

فَأَمَّا الَّذِينَ شَقُوا فَفِي النَّارِ لَهُمْ فِيهَا زَفِيرٌ وَشَهِيقٌ ﴿١٠٦﴾ خَالِدِينَ فِيهَا مَا دَامَتِ السَّمَاوَاتُ وَالْأَرْضُ إِلَّا مَا شَاءَ رَبُّكَ إِنَّ رَبَّكَ فَعَّالٌ لِمَا يُرِيدُ ﴿١٠٧﴾ وَأَمَّا الَّذِينَ سُعِدُوا فَفِي الْجَنَّةِ خَالِدِينَ فِيهَا مَا دَامَتِ السَّمَاوَاتُ وَالْأَرْضُ إِلَّا مَا شَاءَ رَبُّكَ عَطَاءً غَيْرَ مَجْذُوذٍ ﴿١٠٨﴾[1]

[پوءِ باقي رهيا اهي، جيڪي بدبخت آهن، اهي دوزخي آهن جتي رڙيون ۽ هينگون ڪندا. اتي هميشہ رهندا، جيستائين آسمان ۽ زمين باقي هوندا، سواءِ ان جي جو تنهنجو رب ڪجھ گهري، بيشڪ تنهنجو رب، جيڪي چاهيندو آهي ڪندو آهي ۽ باقي رهيا اهي ماڻهو جيڪي نيڪ بخت آهن تہ اهي جنتي آهن. ان ۾ هميشہ رهندا جيستائين آسمان ۽ زمين باقي آهن. سواءِ ان جي جو جيڪي ڪجھ تنهنجو رب گهري. انهن لاءِ اڻ ڪٽندڙ بخشش آهي.]

باقي رهيو ڪلمه لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ ۽ شفاعت محمد رسول الله ﷺ تہ ان جو ذڪر هتي نٿا ڪريون. خلاصو هي آهي تہ گنهگار مسلمان آخرڪار دوزخ ۾ سزا ڀوڳي، جنت ۾ ويندا، ڇاڪاڻ تہ اهي ڪلمي پاڪ جي سبب ايمان جي دولت سان مالامال هوندا آهن ۽ پڻ اسلام جا ارڪان بہ بجا آڻيندا آهن. اشقيٰ (سڀ کان وڏو بدبخت) اهو ڪافر آهي، جيڪو سدائين دوزخ ۾ رهندو. ڇاڪاڻ تہ منجهس ڪلمه لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جو نور نہ هوندو آهي. جو ان ڪلمي جي برڪت سبب دوزخ مان نجات لهي ۽ حضرت محمد ﷺ جي شفاعت سان جنت جو حقدار ٿئي.

منهنجا عزيز! ان بابت قرآن ۽ حديث ۾ سخت تنبيهون ۽ ڌمڪيون آيل آهن. پر الله ارحم الراحمين، احڪم الحاڪمين جي ڪرم ۽ رحم کان اها ڳالھ پري نہ آهي تہ جيڪو شخص سندس مشيت ۾ ٿي سڀ کان بدبخت لکيل هجي، ان کي بہ الله پاڪ هميشہ هميشہ جي لاءِ

(1) سورة هود آيت: 106_108

دوزخ ۾ رهائي، ڪنهن عدل ۽ انصاف ڪندڙ جي شان جي باري ۾ اها ڳالهه سوچي بہ نٿي سگهجي. هڪڙي ڏينهن هن فقير جي بزرگ چاچي فرمايو تہ جيڪڏهن الله تعاليٰ حقيقي انصاف فرمائي تہ آخر ڪار ڪافرن کي بہ دوزخ کان نجات ملي ويندي.(1)

سلطان المحققين اسان جو حضرت پير دستگير فرمائيندو هو تہ ڪافرن تي عذاب، انهن جي ڪفر جي لحاظ سان ٿيندو. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَيَوْمَ يُعْرَضُ الَّذِينَ كَفَرُوا عَلَى النَّارِ أَذْهَبْتُمْ طَيِّبَاتِكُمْ فِي حَيَاتِكُمُ

---

(1) اهڙو ئي قول حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جو بہ آهي تہ آخرڪار الله تعاليٰ دوزخ کي حڪم ڪندو تہ دوزخين کي کائي ختم ڪري ڇڏ. ابن مسعود فرمائي ٿو تہ جڏهن بيشمار زمانا گذرندا تہ الله تعاليٰ دوزخ جا دروازا پيجي ڇڏيندو ۽ منجهس ڪو باقي نہ رهندو. (ابن جرير آيت: مادامت السماوات) پر قرطبي ابن مسعود رضي الله عنه جو قول نقل ڪندي لکي ٿو تہ دوزخين کي فنا ڪري وري کين جيارينندو ويندو. (قرطبي ص١٠٠، ج٩) ابو مامه رضي الله عنه جي حديث ۾ بہ ساڳي ڳالهہ آهي (المعجم الڪبير ٢٤٧١ ج ٨) پر ان جي سند ضعيف آهي. (مجمع الزوائد ص ٣٦٩ ج ١٠) اهوئي قول عبدالله بن عمرو رضي الله عنه جو بہ آهي. (مسند بزار ص ٤٤٢ ج ٦) ابن قيم جهڙو سخت نقاد بہ مٿئين قول جي آذار تي جهنم جي ختم ٿيڻ جو قائل آهي، پر اهو قول شڪي آهي. (فيض القدير مٿيون حوالو) هڪ روايت ۾ آهي تہ ڪو انسان دوزخ ۾ باقي نہ رهندو پر ان جي سند ۾ ڪلام آهي. (ميزان الاعتدال ص ١٣٣ ج ٢) حسن بصري چوي ٿو تہ روايت منڪر آهي. (تهذيب التهذيب ص ٤٩ ج ١٢) تابعي شعبي چوي ٿو تہ آخرت ۾ جيڪا شيءِ سڀ کان اول خراب ٿيندي، اها دوزخ آهي. تابعي ابومجلز جو قول آهي تہ جڏهن الله گهرندو تہ دوزخين تان عذاب ختم ڪري ڇڏيندو. ابن جرير ص ١١٨ ج ١٢) دوزخ جي ختم ٿيڻ جي باري ۾ امير المؤمنين عمر بن خطاب، ابن عباس، ابن مسعود، ابو هريره، عبدالله بن عمرو جابر، ابو سعيد رضي الله عنهم ۽ ابومجلز، شعبي، عبدالرحمن بن زيد بن اسلم، اسحاق بن راهويه جا قول نقل ڪيا وڃن ٿا، جنهن ۾ ڪا صداقت نہ آهي (ابن ڪثير ص ٦٠٥ ج ٢) سدي چوي ٿو تہ آيت الاما شاءَ ربڪ (هود آيت: ١٠٧) کي آيت "خالدين فيها ابدا منسوخ ڪري ڇڏيو. پڻ ان آيت جي تاويل ۽ ٻين آيتن سان مطابقت بہ ناممڪن آهي يعني آخرڪار گنهگار مؤمن دوزخ مان ڪڍيا ويندا ۽ ڪافر هميشه دوزخ ۾ رهندا اهوئي امت جو عقيدو آهي.

الدُّنْيَا وَاسْتَمْتَعْتُمْ بِهَا فَالْيَوْمَ تُجْزَوْنَ عَذَابَ الْهُوْنِ بِمَا كُنْتُمْ تَسْتَكْبِرُوْنَ فِي الْأَرْضِ بِغَيْرِ الْحَقِّ وَبِمَا كُنْتُمْ تَفْسُقُوْنَ[1]

[ان ڏينهن ڪافرن کي دوزخ تي پيش ڪيو ويندو چيو ويندو تہ توهان پنهنجيون پاڪ شيون دنياوي زندگي ۾ ضايع ڪري ڇڏيون ۽ ان مان فائدو وٺندا رهيا. پوءِ زمين ۾ توهان جيڪا ناحق وڏائي ۽ برائي ڪندا هئا. اڄ ان جي بدلي ۾ توهان کي ذلت وارو عذاب ڏنو ويندو.]

وَيَوْمَ يُعْرَضُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا عَلَى النَّارِ أَلَيْسَ هٰذَا بِالْحَقِّ قَالُوْا بَلٰى وَرَبِّنَا قَالَ فَذُوْقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْفُرُوْنَ[2]

[ان ڏينهن ڪافرن کي دوزخ جي سامهون پيش ڪيو ويندو چيو ويندو تہ ڇا عذاب جو هي وعدو سچو نہ آهي؟ چوندا تہ هائو! اسان جي رب جو قسم! فرمائيندو تہ پوءِ جيڪي ڪفر توهان ڪندا هئا. ان جي بدلي ۾ عذاب چکو.] [3]

اي منهنجا عزيزا! جيڪي ڪجھ حق تعاليٰ طرفان آهي، اهو عين عدل ۽ انصاف آهي، جيتوڻيڪ بظاهر ظلم نظر اچي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جي باري ۾ سوچي بہ نٿو سگهجي تہ ظلم ڪندو. جيئن فرمائي ٿو تہ :

إِنَّ اللّٰهَ لَا يَظْلِمُ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ[4]

[بيشڪ الله تعاليٰ ذري جيترو بہ ظلم نہ ڪندو آهي.]

۽ حديث قدسي ۾ آهي تہ:

مَنْ سَعِدَ سَعَادَةَ الْأَزَلِ فَطُوْبٰى لَهٗ لَمْ يَكُنْ مَخْذُوْلًا بَعْدَ ذٰلِكَ وَمَنْ شَقٰى

(1) سورة الاحقاف آيت : ٢٠

(2) سورة الاحقاف: ٣۴

(3) هن هنڌ سورة الاحقاف جي آيت ٢٠- ٣۴ ٻئي خلط ملط ٿي ويون آهن. اسان ٻنهي کي جدا ڪري لکيو آهي.

(4) سورة النساءِ آيت: ۴٠

شَقَاوَةَ الْاَزَلِ فَوَيْلٌ لَّهٗ لَمْ يَكُنْ مَقْبُوْلًا بَعْدَ ذٰلِكَ قَطُّ [1]

[جيڪو شخص ازل کان نيڪ بخت آهي، ان کي خوشخبري هجي، جو اڄ کان پوءِ اهو ذليل ۽ خوار نہ ٿيندو ۽ جيڪو شخص ازل کان بدبخت آهي، ان لاءِ ويل آهي جو اڄ کان پوءِ ان جو ڪو عمل مقبول نہ ٿيندو.]

اها حقيقت هڪ ڀيرو وري ياد رکڻ گهرجي تہ جيڪو نيڪي ڪري ٿو الله جي توفيق ۽ ارادي سان ڪري ٿو ۽ جيڪي ڪجهہ ان کان ظاهر ٿئي ٿو اهو الله تعاليٰ جي قدرت، مشيت ۽ علم مطابق ظاهر ٿئي ٿو. ورنہ ان جي باري ۾ ڪنهن ۾ اهڙي طاقت آهي؟ ڇاڪاڻ تہ هر شخص لاءِ اطاعت ۽معصيت تقدير ۾ لکيل آهي تہ فلاڻو نيڪي ڪندو يا فلاڻو بدي ڪندو. بس! نيڪي جي سگهہ ۽ برائي کان بچڻ جي طاقت، عظيم الله جي توفيق سان ئي ممڪن آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

قُلْ كُلٌّ مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ [2]

[چئو تہ سڀ ڪجهہ الله تعاليٰ جي طرفان آهي.]

يعني الله ڪريم هن ڳالهہ تي سگهہ وارو آهي تہ پنهنجي ٻانهي تي عذاب ڪري يا ڪيس بخشي. جيئن (قرآن ڪريم حضرت عيسيٰ عليه السلام جو قول نقل) فرمائي ٿو:

اِنْ تُعَذِّبْهُمْ فَاِنَّهُمْ عِبَادُكَ وَاِنْ تَغْفِرْ لَهُمْ فَاِنَّكَ اَنْتَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ [3]

[جيڪڏهن تون کين عذاب ڪندين تہ تنهنجا ٻانها آهن ۽ جيڪڏهن کين بخشيندين تہ تون غالب دانائي جو صاحب آهين.]

اي منهنجا عزيز! جيڪڏهن الله تعاليٰ سيني کي بخشڻ گهري تہ ان جي قدرت ۽ رحمت کان پري نہ آهي. فرمائي ٿو:

---

(1) ساڳيو حوالو ملي نہ سگهيو. قرطبي ص ٣١١ ج ١٥ ۾ لفظن جي معمولي اختلاف سان اهڙو قول موجود آهي. پڻ اتي وضاحت آهي تہ، جڏهن ٻانهن جا اعمال توريا ويندا، انهيءَ وقت اعلان ڪرڻ وارو مٿيون اعلان ڪندو.
(2) سورة النساءِ آيت: ٧٨
(3) سورة المائدة آيت: ١١٨

لَا تَقۡنَطُوۡا مِنۡ رَّحۡمَةِ اللّٰهِ اِنَّ اللّٰهَ يَغۡفِرُ الذُّنُوۡبَ جَمِيۡعًا اِنَّهٗ هُوَ الۡغَفُوۡرُ الرَّحِيۡمُ ﴿۵۳﴾ [1]

[الله جي رحمت کان مايوس نہ ٿيو اهو سڀ گناه معاف فرمائي ٿو.]

ڇاڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ هن ڳالهہ تي وس وارو آهي تہ مرڻ کان پوءِ هڪ ڏينهن انسانن کي جياري پاڻ وٽ آڻي، جيئن فرمائي ٿو:

اِنَّ اِلَيۡنَاۤ اِيَابَهُمۡ ﴿۲۵﴾ ثُمَّ اِنَّ عَلَيۡنَا حِسَابَهُمۡ ﴿۲۶﴾ [2]

[بيشڪ اسان ڏانهن انهن سڀني جو موٽڻ آهي ۽ بيشڪ اسان تي ئي انهن جو حساب آهي.]

ٻئي هنڌ آهي تہ:

كَمَا بَدَاَكُمۡ تَعُوۡدُوۡنَ ﴿۲۹﴾ [3]

[جيئن توهان کي پهريون ڀيرو پيدا ڪيائين، تيئن توهان کي پاڻ وٽ موٽائيندو.]

پڻ انسان جي نفس کي مخاطب ٿي فرمائي ٿو:

يٰۤاَيَّتُهَا النَّفۡسُ الۡمُطۡمَئِنَّةُ ﴿۲۷﴾ ارۡجِعِىۡۤ اِلٰى رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرۡضِيَّةً ﴿۲۸﴾ [4]

[اي مطمئن نفس! پنهنجي رب ڏانهن رضا خوشيءَ سان موٽ.]

اتي مراد انسان جي ذات، روح، دل سڀ ڪجهہ آهي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ انسان جي پيدائش وقت هر شيءِ ٺاهي، ان کان پوءِ جسد خاڪي ۾ روح ڦوڪڻ جو هن طرح ذڪر ڪيو ويو آهي تہ:

وَنَفَخۡتُ فِيۡهِ مِنۡ رُّوۡحِىۡ [5]

[۽ ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيان.]

معلوم ٿيو تہ اصل شيءِ روح آهي. دل، نفس وغيره ان جون

---

(1) سورة الزمر آيت: ۵۳

(2) سورة الغاشية آيت: ۲۵-۲۶ پ۳۰

(3) سورة الاعراف آيت ۲۹

(4) سورة الفجر آيت: ۲۷- ۲۸

(5) سوره ص آيت ۷۲

شاخون آهن. الله تعاليٰ، انسان کي "نفس" فرمائي ٿو. ذات کي بہ نفس چئبو آهي، جيئن چيو ويو آهي تہ نفس الشيءِ وذاته. يعني ڪنهن شيءِ جو نفس ۽ ان جي ذات ساڳي ڳالهہ آهي. الله تعاليٰ پاڻ کي بہ "نفس" فرمائي ٿو: سوره مائده ۾ حضرت عيسيٰ جو قول نقل فرمايو ويو آهي تہ پاڻ سڳورو قيامت جي ڏينهن رب ڪريم جي بارگاه اقدس ۾ عرض ڪندو:

تَعْلَمُ مَا فِيْ نَفْسِيْ وَلَآ اَعْلَمُ مَا فِيْ نَفْسِكَ (1)

[جيڪي ڪجهہ منهنجي نفس ۾ آهي، تنهن کي تون ڄاڻين ٿو ۽ تنهنجي نفس ۾ جيڪي ڪجهہ آهي، آءٌ تنهن کي نٿو ڄاڻان.]

اي منهنجا عزيز! انساني تخليق جي شروعات ۾ روحن جون چار صفون هيون: صحيح حديث ۾ آهي تہ:

اِنَّ الْاَرْوَاحَ جُنُوْدٌ مُّجَنَّدَةٌ (2)

[بيشڪ روح پاڻ ۾ ڳتيل لشڪر آهن.]

١- پهرين صف سڌيءَ طرح نبين سڳورن ۽ خاص الخاص اولياءَ الله جي روحن جي صف آهي. ٢- ٻي صف، خاص اوليائن ۽ عام ماڻهن جي روحن جي صف آهي. ٣- ٽين صف، عام مؤمنن ۽ خاص گنهگارن جي روحن جي صف آهي. ٤- چوٿين صف، عام گنهگارن، منافقن ۽ ڪافرن جي روحن جي صف آهي. انهيءَ اعتبار کان، چوٿين صف جا روح، ٽين صف جي روحن تائين نٿا پهچن ۽ ٻي صف جا روح، ٽين صف جي روحن تائين نٿا پهچن ۽ پهرين صف جا روح جيڪي بغير ڪنهن واسطي جي آهن، اهي الله تعاليٰ جي صفتن جي نورانيت مان سڌي طرح پالنا وٺن

(1) سورة المائدة آيت: ١١٦

(2) ابن ڪثير ص ٧٥ ج ٣، مسلم حديث نمبر: ٢٦٣٨، بخاري حديث ٣١٥٨، ابن حبان ص ٤٢ ج ١٤، مجمع الزوائد ص ٤٠٣١، ج٢، مسند بزار ص ١١٦ ج٧، المعجم الاوسط ص ١٦١ ج٢، ابوداؤد ص ١٦ ج ٣، مسند احمد ص ٢٩٥ ج ٢، المعجم الڪبير ص ٢٦٤ ج ٦، مسند الشهاب ص ١٨٥ ج١، شعب الايمان ص ٤٩٦ ج ٦، فيض القدير ص ١٧٤ ج ٣، مسند ابي يعلي ص ٣٤٤ ج٧، فتح الباري ص ٣٦٩، ٣٩٠ ج ٦، عون المعبود ص ١٢٤ ج ١٣، حلية الاولياءِ ص ١٩٨ ج ١، لسان الميزان ص ٣٣٩ ج ١، التمهيد ابن عبدالبر ص ٤٣٣ ج ١٧.

تا، تنهن ڪري الوهيت جي جذبن جا حقدار آهن تہ جيئن بشريت جي جهان مان جدا ٿي، روحانيت جي مقام تان خدا تعاليٰ جي صفتن جي جهان ۾ پهچن. ڪافرن جي روحن جي پالنا باھ مان ٿئي ٿي، جيڪي ان جي شعلن جي اثر کي قبول ڪندا آهن، تانجو جيڪڏهن ڪنهن جاءِ تي ڪنهن شعلي کي، يا لوھ تي ڪو پٿر اڇلائيندا آهن تہ باھ ڀڙڪا ڪائيندي آهي، يعني اهي دنيا ۾ اچي، فتني فساد جي باھ ڀڙڪائيندا آهن ۽ اهڙا عمل ڪندا آهن، جن جو نتيجو دوزخ آهي. تانجو اهي ڪعبة الله شريف جي سرحد ۽ پاڇي جي هيٺان رهڻ جي باوجود، ايمان جي نور کان بہ محروم رهندا آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن کي الله تعاليٰ جي تائيد ۽ توفيق نصيب نہ هوندي آهي. پر جن ماڻهن جي روحن کي ازل ۾ سعادتمندي نصيب هوندي آهي، اهي الله تعاليٰ جي اڻ ڪٿ ٻاجھ ۽ مهرباني سان، الله جي موڪليل رسولن جي آندل هدايت مان فيض وٺندا آهن. انهن ئي ماڻهن جي باري ۾ حديث ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

سَبْعَةٌ يُّظِلِّهُمُ اللهُ فِيْ ظِلِّهٖ يَوْمَ لَاظِلَّ اِلَّا ظِلَّهٗ (1)

[ست ڄڻا آهن، جن کي الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن پنهنجي پاڇي جي هيٺان جاءِ ڏيندو جڏهن ان جي پاڇي کان سواءِ ڪو پاڇو نہ هوندو.]

فرمايو ويو آهي تہ:

جَذْبَةٌ مِنْ جَذْبَاتِ الْحَقِّ تُوَازِيْ عَمَلَ الثَّقْلَيْنِ (2)

[حق جي جذبن مان هڪ جذبو بہ ثقلين يعني سڀني انسانن ۽ جنن جي عملن جي برابر آهي.]

ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن سمورا وڏا وڏا فرشتا ۽ جنّ ۽ انسان ۽ ٻي

---

(1) ابن ڪثير ص ٤٨٩ ج٣، مسلم حديث نمبر: ١٠٣١ بخاري حديث نمبر: ٦٢٩، ابن حبان ص ٣٣٨، ١٠، ابن خزيمه ص ١٨٥ ج ١، ترمذي ص ٥٩٨ ج ٤، السنن الڪبريٰ ص ٤٦١ ج ٣، موطا مالڪ ص ٩٥٢ ج ٢، مسند احمد ص ٤٣٩ ج ٢، شعب الايمان ص ٤٠٥ ج١، فتح الباري ص ١٤٤ ج ٢، فيض القدير ص ٩١ ج ٤، سير اعلام النبلاءِ ص ٣٧٤ ج ١٦.

(2) مشهور ائين ئي آهي. (ڪشف الخفاءِ ص ٣٩٧ ج ١، حديث: ١٠٦٩) شرح ابن ماجه ص ٢٧١ ج١ ۾ شيخ الاسلام انصاري جي حوالي سان ان جو قول نقل ٿيل آهي.

سموري مخلوق گڏجي ڪوشش ڪري، تڏهن بہ هڪ ٻانهي ڪي بہ الله تعاليٰ جي تجلي تائين پهچائي نٿا سگهن، پر حق تعاليٰ جو جذبو جيڪو دل ۾ پيدا ٿيندو آهي، اهو ان جي ڪايا پلٽ ڪري ڇڏيندو آهي.

اي منهنجا عزيز! فنا في الله ۾ صوفي هر گهڙي نئون وجود وٺندو آهي ۽ الله تعاليٰ جي طرفان جذبي جي سبب محو ۽ گم هوندو آهي ۽ ڪيس هر دم محويت ۽ فنائيت حاصل ٿيندي آهي تہ هر وقت اثبات ۽ بقا بہ نصيب ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان کي هڪ ساه ۾ ٻہ خوشيون ملنديون آهن: ١- محويت ۽ فنائيت جي خوشي، ٢- اثبات ۽ بقائيت جي خوشي، لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جو اهو مقام نفي ۽ اثبات سان واسطو رکي ٿو. جيڪڏهن ان کي "روح الله" ۽ "ڪلمة الله" چئجي، تڏهن بہ درست ٿي سگهي ٿو.

(روحن جون) مٿيون صفون، جن کي قدرت طرفان عظيم سعادت ۽ دولت حاصل آهي، هيٺين درجن وارن صفن مان انهن تائين اهي روح بہ پهچي ويندا آهن، جيڪي ڪمال کان محروم هوندا آهن، پر پنهنجاڻپ جي مقام تي پالنا وٺي، بعد ۾ ڪمال تائين پهچي ترقي ڪندا آهن. شروع ۾ اهو مقام انهن کي نصيب نہ هوندو آهي، ان جو مثال داڻي جو آهي، جيڪڏهن ان کي پوکبو تہ ان مان ايڪويهہ داڻا ڦٽندا آهن، بلڪ سئو داڻا بلڪ ست سئو داڻا بہ ڦٽندا آهن. (جيئن قرآن ۾ آهي تہ ان جو مثال هڪ داڻي وانگر آهي، جنهن مان ست سنگ ڦٽن، هر سنگ ۾ سئو داڻا هجن. (البقره پ ٢) اهڙي طرح، روحن جي هر صف ۾، اهڙا سعادتمند ۽ ڀاڳ وارا آهن، جيڪي پنهنجي پنهنجي سهٽي لياقت ۽ بهترين قابليت سبب ترقي ڪري مٿانهين صف ۾ مقام ماٽيندا آهن. انس رضي الله عنه جي صحيح حديث ۾ آهي تہ هڪڙي ڳوٺاڻي عرض ڪيو تہ سڳورا سائين! قيامت ڪڏهن قائم ٿيندي؟ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ تو ان لاءِ ڪهڙي تياري ڪئي آهي؟ انهيءَ عرض ڪيو تہ الله ۽ ان جي رسول سڳوري ﷺ سان محبت رکان ٿو. ارشاد فرمايائون تہ جنهن سان تون محبت ڪرين ٿو، ان سان گڏ هوندين. هڪ روايت جا لفظ آهن تہ:

## اَلْمَرْءُ مَعَ مَنْ اَحَبَّ(1)

[ماڻهو ان سان گڏ هوندو، جنهن سان محبت ڪري ٿو.]

جيئن روحن جي جهان ۾ چار صفون آهن، ساڳي طرح انساني جهان ۾ بہ نفس جا چار مرتبا آهن: ١- نفس اماره (برائي جو حڪم ڪندڙ نفس) ٢- نفس لوّامه (ملامت ڪندڙ نفس) ٣- نفس ملهمه (الهام ڪندڙ نفس) ۴- نفس مطمئنه (مطمئنَه نفس) پهرين صف وارن کي "نفس مطمئن"، ٻي صف وارن کي "نفس ملهمه"، ٽين صف وارن کي "نفس لوامّه" ۽ چوٿين صف وارن کي "نفس امّاره" نصيب ٿيندو آهي. پهرئين صف جي روحن کان سواءِ ڪنهن بہ صف وارو ٻي صف ۾ داخل نٿو ٿي سگهي، مگر جنهن کي الله گهري. جيڪڏهن ڪو سوال ڪري تہ جڏهن سڀ روح هڪ هنڌ ۾ هڪ مقام تي رهن ٿا تہ پوءِ ان جو ڪهڙو فائدو ۽ ڪهڙو سبب آهي؟ ان جو جواب آهي تہ انهن ۾ ڪي نيڪ بخت هوندا آهن تہ ڪي بدبخت هوندا آهن. انهيءَ حقيقت کي قرآن مجيد ۾ هن طرح بيان ڪيو ويو آهي:

وَالْعَصْرِ ① اِنَّ الْاِنْسَانَ لَفِيْ خُسْرٍ ② اِلَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَتَوَاصَوْا بِالْحَقِّ وَتَوَاصَوْا بِالصَّبْرِ ③(1)

[زماني جو قسم تہ انسان نقصان ۾ آهي، سواءِ انهن جي جيڪي ايمان آڻين ٿا ۽ چڱا ڪم ڪن ٿا.]

ان جو مثال داڻي وانگر آهي، جيڪو زمين ۾ پوکبو آهي. جيڪڏهن خراب ٻج پوکبو تہ ان مان خراب ٻوٽو ڦٽندو. جيڪڏهن ان جي

---

(1) ڪيترن اصحابين سڳورن کان متواتر حديث آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان، ان شخص جي باري ۾ پڇيو ويو جيڪو ڪنهن قوم سان محبت رکي ٿو پر انهن سان ناهي مليو فرمايائون تہ ماڻهو جنهن سان محبت ڪندو انهن سان ئي شامل ٿيندو. (تفسير ابن ڪثير ص ۵٢۴ ج ١، بخاري حديث: ۵٨١٧ مسلم حديث: ٢٦٣٩ ترمذي حديث: ٣۵٣۵ شعب الايمان حديث: ۴٦١ احمد ٣٧١٨، ابن ڪثير ص ٢٧٣ ج٢، مجمع الزوائد ص ٢٨٠ ج ١٠، ابوداٸود ص ٣٣٣ ج ۴، السنن الڪبري ٣۴۴ ج ٦، ابن ابي شيبه ص ۴۵۴ ج ٧).

(1) سورة العصر آيت: ١- ٣

صحيح طرح رکوالي ڪبي تہ زمين جي شر ۽ خرابين يعني گاھہ گند مان بچي سگھندو. (مثلاً ٻير ڦٽي تہ ان کي وڍي ڇڏجي) نہ تہ ھڪ وڻ وڏي ويجھي ٻن سون يا ست سون تائين نہ پھچندو. جيڪڏھن ٻج صحيح ھجي، پر ٻوڪي صحيح نہ ٽئي، يا ان جي سار سنڀال نہ لھجي تہ نہ ان مان ڪو ٻوٽو ڦٽندو ۽ نہ وري وڏي وڏو ٿيندو ۽ نہ ان مان ڪو ميوو حاصل ٿيندو.

اي منھنجا عزيزا ظالم نفس لاءِ ڄاڻڻ گھرجي تہ ان تي اھو نالو ھن ڪري پيو جو اھڙا ماڻھو خاص نور ايمان جي دولت حاصل ھئڻ جي باوجود بہ ڪفر جا ڪم ڪن ٿا ۽ پڻ گناہ جا ڪم ڪري، ان کي ظلم سان ڍڪي ڇڏين ٿا ۽ پنھنجن نفسن تي ظلم ڪن ٿا ۽ اطاعت کان وڌيڪ گناہ ڪن ٿا. سياڻي جڏھن قيامت قائم ٿيندي ۽ سندن عملَ توريا ويندا تہ انھن جي گناھن جو پڙ نيڪين کان وزني ثابت ٿيندو. جنھن ڪري اھي دوزخ جا حقدار ٿيندا. جيئن قرآن مجيد، انھيءَ حقيقت کي ھن طرح بيان فرمائي ٿو تہ:

وَأَمَّا مَنْ خَفَّتْ مَوَازِينُهُ ﴿٨﴾ فَأُمُّهُ هَاوِيَةٌ ﴿٩﴾ وَمَا أَدْرَاكَ مَا هِيَهْ ﴿١٠﴾ نَارٌ حَامِيَةٌ ﴿١١﴾ (1)

[باقي رھيو اھو جنھن جون نيڪيون ھلڪيون ٿيون تہ ان جو ٽڪاڻو دوزخ آھي.]

ياد رکجي تہ قيامت جي ڏينھن ماڻھن جون ڪي صفون ساڄي پاسي ھونديون، تہ ڪي کاٻي پاسي ھونديون ۽ ڪي وچ ۾ ھونديون.

”ساڄي پاسي وارا“ اُھي آھن، جن جي روحانيت جيتوڻيڪ ڪمال درجي تي پھتل ھوندي، پر اھي نقصان بہ نہ ڏسندا. انھن تي مَلَڪي صفت غالب ھوندي. اُھي اطاعت ڪندڙ مؤمن آھن. جيتوڻيڪ انھن کان گناہ بہ ٿيا ھوندا پر پنھنجي ازلي سعادت ۽ خوش قسمتيءَ جي ڪري جنت جا حقدار ٿيندا ۽ روحانيت جي مقام تي خوشي جي زندگي گذاريندا. ٢- ”کاٻي پاسي وارا“ اُھي انسان آھن، جن جي روحانيت جو ٻج، جيتوڻيڪ ضايع نٿو ٿئي، پر پنھنجي غلط ڪمن ۽ گناھن جي بدبختي

(1) سورة القارعة آيت: ٨-١١

سبب دوزخ جا حقدار ٿيندا. جتي انهن کي مختلف طبقن ۾ ساڙي سندن گناهن جي ناپاڪي ۽ گندگي ختم ڪئي ويندي. تانجو آخرڪار اتان نڪري پنهنجي اصلي مقام يعني جنت ۾ ايندا. ٣- نيڪين ۾ اڳرائي ڪندڙن مان مراد، اُهي جنتي آهن، جن دنيا ۾ پنهنجي روحانيت جي ٻج جي صحيح معنيٰ ۾ پالنا ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ هڪ نيڪي جو اجر ڏهن کان ست سون تائين ڪمايائون. انهن اڳرائي ڪندڙن جا ٻہ قسم آهن: ١- جن تي شروع کان آخر تائين روحاني صفتون غالب رهيون، جيڪي ڪڏهن بہ نافرماني جي گندگي ۾ ملوث نہ ٿيندا آهن. سندن باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

إِنَّ الَّذِينَ سَبَقَتْ لَهُم مِّنَّا الْحُسْنَىٰ أُولَٰئِكَ عَنْهَا مُبْعَدُونَ ﴿١٠١﴾[1]

[بيشڪ جن ماڻهن جي باري ۾ اسان جي طرفان ڀلائي ثابت ٿي چڪي آهي، اُهي ان دوزخ کان پري هوندا.]

اهڙا ماڻهو نفس ۽ خواهشن جي پيرويءَ کان پري ۽ پاڪ هوندا آهن. ٢- انهن مان ٻيو طبقو اهو آهي، جيڪي بشري تقاضائن سبب جيتوڻيڪ نفساني خواهشن جي ماڙيءَ ۾ بہ ڪڏهن قدم رکندا آهن پر اُتان، الله تعاليٰ جي فضل ۽ ٻاجھ سبب پوئتي موٽندا آهن ۽ حيوانيت ۽ بهيميت جي صفتن کي ڇڏي، شريعت مطابق عمل ڪندا آهن ۽ الله تعاليٰ جي ٻانهپ مطابق زندگي گذاريندا آهن. اهڙن ماڻهن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ :

فَأُولَٰئِكَ يُبَدِّلُ اللَّهُ سَيِّئَاتِهِمْ حَسَنَاتٍ[2]

[پوءِ الله انهن جي گناهن کي نيڪين ۾ بدلائي ڇڏيندو.]

انهن ٻنهي طبقن جي ماڻهن کي سلوڪ جي قدم مطابق پنهنجي پنهنجي مقام ڏانهن واپسي نصيب ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جي مشيت ۽ اڳرائي ڪندڙ رحمت سبب اهي "ساڄي پاسي وارا" لکيل هوندا آهن. اهو ئي سبب آهي تہ هن فقير جو پير دستگير فرمائيندو هو تہ اسان جي

---

(1) سورة الانبياءِ آيت: ١٠١
(2) سورة الفرقان آيت ٧٠

حياتي يا مماتي ٻئي هڪجهڙيون آهن. جيئن نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

سِيْرُوْا سَبَقَ الْمُفَرِّدُوْنَ[3]

[تکڙا هلو الله کي وڏ ۾ وڏ ياد ڪندڙ اڳتي نڪري ويا.]

"نفس لوامه" وارا ساڄي پاسي وارا، هن ڪري آهن جو سندن اطاعت سندن نافرمانيءَ جي ڀيٽ ۾ غالب آهي، جنهن ڪري نجات لهندا آهن. سندن باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

فَاَمَّا مَنْ ثَقُلَتْ مَوَازِيْنُهٗ ۝ فَهُوَ فِيْ عِيْشَةٍ رَّاضِيَةٍ ۝[1]

[باقي رهيا اُهي، جن جا اعمالناما ڳرا ثابت ٿيندا، اهي رضا خوشي واري زندگي گذاريندا.]

کاٻي پاسي وارا اُهي آهن جن جي اطاعت تي، معصيت ۽ نافرماني غالب هوندي آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي دنيا ۾ نفس پرستي ۽ خواهش پرستي ڪن ٿا، تنهن ڪري دوزخ ۾ ويندا. ان جو سبب هي آهي تہ جڏهن الله تعاليٰ، دل کي پيدا فرمايو تہ عقل کي ان جي ساڄي پاسي، نفس کي ان جي کاٻي پاسي ۽ عشق کي اڳيان رکيو. ساڄي پاسي وارن عقل جي، کاٻي پاسي وارن نفس جي ۽ نيڪين ۾ اڳرائي ڪندڙن (السابقون) بہ عقل جي پيروي ڪئي. تنهن ڪري عقل، عقلمندن کي جنت ۾ ۽ نفس پرستي، نفس پرستن کي دوزخ ۾ ۽ عشق، عاشقن کي پنهنجي معشوق وٽ پهچائيندو. جيڪڏهن رب ڪريم جو فضل ۽ سندس ٻاجهہ چاهيندي آهي تہ مرڻ مهل هڪ گهڙي سوا بہ اڳ نافرمان ۽ گنهگار انسان کي توبه جي توفيق عطا ٿيندي آهي. سندن گناه بخشيا

---

(3) پوري حديث هن طرح آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن مڪي جي هڪ رستي تان گذري رهيا هئا. "جمدان" نالي جبل وٽ پهتا تہ ٻہ ڀيرا ارشاد فرمايائون تہ، هيءُ جمدان جبل اچي ويو. جلدي هلو مفردون اڳتي نڪري ويا. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ "مفردون" مان ڪير مراد آهن؟ فرمايائون تہ الله کي سڀ کان وڌيڪ ياد ڪندڙ مرد ۽ الله کي سڀ کان وڌيڪ ياد ڪندڙ عورتون. (ابن ڪثير ص ۴۸۹ ج ۳- مسلم ص ۲۰۶۲ ج ۴، ابن حبان ص ۱۴۰ ج ۳- مستدرڪ ص ۶۷۳ ج ۱، ترمذي ص ۵۷۷ ج ۵، مجمع الزوائد ص ۷۵ ج ۱۰، احمد ص ۳۲۳ ج ۲، شعب الايمان ص ۳۸۹ ج ۱.

(1) سورة القارعة آيت ٦-٧

ويندا آهن. پوءِ اهو الله جي مقبول ۽ انهن ۽ محبن مان ٿيندو آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

إِنَّ ٱللَّهَ يُحِبُّ ٱلتَّوَّٰبِينَ وَيُحِبُّ ٱلْمُتَطَهِّرِينَ ﴿٢٢٢﴾[2]

[بيشڪ الله تعاليٰ پسند ڪري ٿو توبه ڪندڙن کي ۽ پسند ڪري ٿو وڏ ۾ وڏ پاڪ صاف رهندڙن کي.]

نفس لوامه. جيتوڻيڪ عالم ارواح ۾ ٽين صف ۾ آهي، پر جڏهن انهن مان ڪنهن کي الله تعاليٰ پنهنجي رحمت سبب شراب طهور پياريندو آهي تہ اهو بہ مالامال ٿي ويندو آهي ۽ ان جي قسمت جاڳي پوندي آهي:

وَسَقَاهُمْ رَبُّهُمْ شَرَابًا طَهُورًا ﴿٢١﴾[1]

[۽ کين سندن رب، شراب طهور پياريندو.]

اهڙي طرح ڪيس نبين، رسولن سڳورن، خاص ولين جي صف ۾ آڻي، پنهنجي جمال جو مشاهدو ڪرائيندو. جيڪڏهن شراب طهور جو چُڪو عوام الناس کي بہ پياري تہ دنيا جي خرابات يعني شهوتن، لذتن ۽ خواهشن ۾ مست ۽ مدهوش رهڻ جي باوجود، جيئن تہ اُهي اطاعت جو ذوق بہ رکن ٿا، تنهن ڪري قيامت جي ڏينهن کين بہ آرام ۽ سڪون جي زندگي نصيب ٿيندي.

انهن جي مقابلي ۾ اهي بي خبر ماڻهو آهن. جيڪي دنياوي جي زندگي ۾ پاڻ کي غافل ۽ مغرور رکن ٿا ۽ ڪجهہ ڏينهن جي عارضي زندگي تي راضي ٿين ٿا ۽ سندن نفس، حياتي جي فاني نعمتن تي ريجهي ويهن ٿا. جن جو حال هن طرح بيان ڪيو ويو آهي تہ:

وَرَضُوا بِالْحَيَاةِ الدُّنْيَا وَاطْمَأَنُّوا بِهَا وَالَّذِينَ هُمْ عَنْ آيَاتِنَا غَافِلُونَ ﴿٧﴾[2]

[جيڪي دنياوي زندگي تي راضي ۽ مطمئن آهن ۽ جيڪي اسان جي آيتن کان غافل آهن، اهڙا ماڻهو هميشه لاءِ دوزخ جو ڪاچ ٿيندا رهندا.]

---

(2) سورة البقرة آيت: ٢٢٢

(1) سورة الدهر آيت: ٢١

(2) سوره يونس آيت ٧

انهن جي پيٽ ۾ اهي ماڻهو آهن، جن جي حالت هيءَ آهي تہ:

خَلَطُوْا عَمَلًا صَالِحًا وَّاٰخَرَ سَيِّئًا [3]

[جن نيڪ ۽ خراب گاڏڙ ساڏڙ عمل ڪيا.]

پر جڏهن دنياوي شهوتن جي شراب خاني ۾ ويهي گناهن جو پيالو پيئندا آهن تہ سندن نفس لوامه کين ملامت ڪندو آهي ۽ انهن کي آخرت جي يادگيري ڏياريندو آهي تہ جيئن الله تعاليٰ جي اڻ کٽ عنايتن سان مالا مال ٿين. انهن جي باري ۾ فرمان آهي تہ:

عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّتُوْبَ عَلَيْهِمْ [4]

[ويجهو آهي تہ الله انهن تي ٻاجھ سان موٽي.]

آخرڪار انهن تي پنهنجي مهر ڪندي الله تعاليٰ کين توبه جو شوق ڏيئي، گناهن کان پاڪ صاف ڪندو ۽ پنهنجي محبت جي تعلق ۾ شامل فرمائيندو.

اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ التَّوَّابِيْنَ [1]

[بيشڪ الله توبه ڪندڙن سان محبت ڪندو آهي.]

الله تعاليٰ اهڙن ماڻهن جي "نفس لوامه" جو قسم کڻي فرمائي ٿو تہ:

لَآ اُقْسِمُ بِيَوْمِ الْقِيٰمَةِ ① وَلَآ اُقْسِمُ بِالنَّفْسِ اللَّوَّامَةِ ② [2]

[آءٌ قيامت جي ڏينهن جو قسم کڻان ٿو ۽ نفس لوامه جو قسم کڻان ٿو.]

نفس ملهمه جي باري ۾ آهي تہ :

كَيْفَ تَكْفُرُوْنَ بِاللّٰهِ وَكُنْتُمْ اَمْوَاتًا فَاَحْيَاكُمْ ۚ ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ ثُمَّ يُحْيِيْكُمْ [3]

[توهان الله جو ڪفر ڪيئن ٿا ڪريو؟ حالانڪ توهان بي جان هئا، پوءِ توهان کي جيئرو ڪيائين، پوءِ توهان کي ماريندو پوءِ وري توهان کي جياريندو. پوءِ توهان کي ان ڏانهن موٽڻو آهي.]

---

(3) سورة التوبه آيت ١٠٢
(4) سورة التوبه آيت: ١٠٢
(1) سورة البقرة آيت: ٢٢٢
(2) سورة القيامه آيت: ١-٢
(3) سورة البقرة آيت: ٢٨

نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا [4]

[موت جي اچڻ کان اڳ پاڻ کي ماري ڇڏيو.]

نفس ملهمه يعني اهو نفس، جنهن ڏانهن الله تعاليٰ وحي فرمايو ۽ جنهن کي هي مرتبو حاصل آهي تہ الله سائين ان جو قسم کڻي فرمائي ٿو :

وَنَفْسٍ وَّمَا سَوّٰىهَا ۝ فَاَلْهَمَهَا فُجُوْرَهَا وَتَقْوٰىهَا ۝ [1]

[۽ قسم آهي نفس جو جنهن ۾ ڀلائيءَ جو ۽ برائيءَ جو الهام ڪيائين.]

روحن جي جهان ۾ نفس ملهمه. ٻي صف ۾ آهي ۽ قرآن ۾ ٻہ ٻئي نمبر تي آهي:

فَمِنْهُمْ ظَالِمٌ لِّنَفْسِهٖ وَمِنْهُمْ مُّقْتَصِدٌ [2]

[پوءِ انهن مان ڪو پنهنجي نفس تي ظلم ڪندڙ آهي تہ ڪو وچولي واٽ تي هلندڙ آهي.]

جيئن تہ اهڙو شخص انصاف جي واٽ تي هلندڙ آهي، تنهن ڪري ان جي وصف سابق بالخيرات آهي، يعني نيڪين ۾ اڳرائي ڪندڙ آهن. ان جي ڀيٽ ۾ نفس تي ظلم ڪندڙ آهن. اهي عام، خاص، عوام ۽

---

(4) حافظ ابن حجر فرمائي ٿو تہ حديث ثابت نہ آهي. (المصنوع ص ١٩٨ ج ١) ملا علي قاري چوي ٿو تہ اهو صوفين جو ڪلام آهي. (ڪشف الخفاء ص ٣٨٤ ج٢) آءٌ عرض ڪريان ٿو تہ پر اهوئي مضمون ٻين لفظن سان حديث مان ثابت آهي. نبي سائين ﷺ جن حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کي فرمايو تہ: .... وعد نفسک في اهل القبور (پاڻ کي قبر وارن ۾، ۽ ٻي روايت جي لفظن ۾، مئن ۾ شمار ڪر. (ترمذي حديث: ٢٣٣٣، مجمع الزوائد ص ٢٢٧ ج ١٠، ابن ماجه حديث: ٤١٤، ابن ابي شيبه ٤٣٣٠٤، مسند احمد حديث: ٥٠٠٢، شعب الايمان حديث: ١٠٢٤٦، المعجم الڪبير حديث: ١٣٣٥٧، فتح الباري ص ٢٣٤ج ١١، فيض القدير ٥٥١ ج ٢) جنهن ۾ مٿئين روايت ڏانهن اشارو آهي. (تحفة الاحوذي ص ٥١٥ ج ٦) يعني ان کان اڳ جو توهان جو احتساب ٿئي، پاڻ پنهنجو محاسبو ڪريو جيئن حضرت عمر رضہ جو قول آهي تہ حاسبوا قبل ان تحاسبوا (ان کان اڳ جو توهان جو حساب ڪيو وڃي. پنهنجو پاڻ محاسبو ڪريو) (ابن ڪثير ص ٢٦ ج ١، ترمذي حديث: ٢٤٥٩، ابن ابي شيبه حديث: ٣٤٤٥٩).

(1) سورة اليل آيت: ٧-٨

(2) سورة فاطر : آيت: ٣٢

اولياءُ الله آهن، جن کي واسطي سان حق تعاليٰ جي طرفان الهام جو شرف نصيب ٿيندو آهي. عالم ارواح ۾ اُهي نبين سڳورن ۽ خاص ولين سان هوندا آهن ۽ دنيا ۾ اچي پهرين صف جي روحن جي ذريعي الله تعاليٰ جو فيض ۽ رضا ماڻيندا آهن. پهرين صف يعني نبين ۽ رسولن جو اولڙو يا عڪس ٻي صف تي پوندو آهي، جن کان اُهي پنهنجو نصيب حاصل ڪندا آهن ۽ حجاب جي واسطي سان الله تعاليٰ سان مخاطب ٿيڻ جو ذوق شوق رکندا آهن. هن دنيا ۾ اچي جيتوڻيڪ نفس اماره جا ڏنگيل هوندا آهن، پر جيئن تہ فطرت ۾ انهن لاءِ حق ۽ سچائي جو فيض لکيل هوندو آهي ۽ ازل ۾ الله انهن کي خطاب فرمائيندو آهي تہ:

اَلَسۡتُ بِرَبِّكُمۡ [(3)]

[ڇا آءٌ توهان جو رب نہ آهيان؟]

تنهن ڪري انهيءَ مخاطبت جي شوق سبب منجهن روحانيت موجود هوندي آهي. انهن جي دل، فاني جهان جي اسفل السافلين ۾ رُڌل هوندي آهي، پر سندن طبيعت ۾ عبادت ڪري، اعليٰ عليين تائين پهچڻ جو جذبو هوندو آهي، تنهن ڪري اهڙا ماڻهو نفس جو تزڪيو يعني پاڪائي ڪندا آهن ۽ ازل کان روحانيت جو جيڪو ٻج سندن اندر وديعت يعني رکيل هوندو آهي، ان جي پالنا جي ڪري چڱا ڪم ڪندا آهن. شريعت ۽ طريقت جي واٽ تي هلندا آهن، جنهن جي نتيجي ۾ نفس اماره جي اونداهين تي شريعت جو نور غالب ايندو آهي، تڏهن، سندن اندر جي وجود جو حجاب، ڪجهہ هٽي ويندو آهي. پوءِ عبادت جي ڪشادي ۽ پر فيض ميدان ۾ ساهہ کڻندا آهن ۽ نفس جي قيدخاني مان نجات وٺي ڪاميابي ماڻيندا آهن. الله تعاليٰ انهن جي باري ۾ فرمائي ٿو تہ: قَدۡ اَفۡلَحَ مَنۡ تَزَكّٰى (بيشڪ، ڪامياب ٿيو اهو شخص، جنهن پنهنجي نفس کي پاڪ ڪيو.) ان کي "نفس لوامه" چوندا آهن، ڇاڪاڻ تہ اهڙا ماڻهو گناهن جي زندگي تي راضي ۽ مطئمن ٿي نہ ويهندا آهن. پر ان کي تبديل ڪري، نيڪي ۽ فلاح جي رستي تي هلندا آهن. پنهنجي حالت ۽ هلت کي

---

(3) سورة الاعراف آيت: ١٧٢

مَتائيندا آهن. جنهن جي ڪري ازلي تاثير منجهن هر گهڙي عبادت جو روح ڦوڪيندي رهندي آهي. هر وقت انهن جو عشق وڌندو رهندو آهي. پنهنجي شوق ۽ ذوق ۽ رغبت جي ڪثرت سبب مجاهدن ۽ رياضتن ۾ مشغول ٿي ويندا آهن ۽ شريعت جي قانون مطابق جيڪا بہ چرپر ڪندا آهن. ان جي نتيجي ۾ منجهن نئون نور ظاهر ٿيندو آهي ۽ انهن جي ايماني قوت وڌندي آهي، جيئن فرمائي ٿو تہ:

لِيَزْدَادُوٓا اِيْمَانًا مَّعَ اِيْمَانِهِمْ[1]

[جيئن اُهي ايمان مٿان ايمان ۾ وڌن.]

پڻ فرمائي ٿو تہ:

ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ ثُمَّ يُحْيِيْكُمْ ثُمَّ اِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ۝٢٨[2]

[پوءِ توهان کي ماريندو، وري توهان کي جياريندو، پوءِ توهان کي ان ڏانهن موٽڻو آهي.]

عبادت جي وڻ ۾ هر گهڙي نئين تازگي پيدا ٿيندي رهندي آهي ۽ عبادت گذار انسان عالم سُفلي کان، عالم عُلوي ڏانهن ترقي ڪندو رهندو آهي، جيئن داڻي مان پورو وڻ ڦٽي ٻاهر نڪري ايندو آهي. وَكُنْتُمْ اَمْوَاتًا فَاَحْيٰكُمْ (۽ توهان بي جان هئا، پوءِ توهان کي زندگي عطا ڪري ٿو.) ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ (پوءِ توهان کي ماري ٿو.) يعني داڻو مڪمل طرح وڻ ۾ بدلجي وڃي ٿو. ثُمَّ يُحْيِيْكُمْ (پوءِ توهان کي جياريندو) يعني الله تعاليٰ وري انهيءَ داڻي کي شگوفي جي شڪل ڏيئي، وڻ مان ڦٽائي ٻاهر آڻيندو آهي، جيتوڻيڪ اهو داڻو وڻ جي شڪل اختيار ڪندو آهي، مگر انهيءَ وڻ مان جيڪي داڻا يا ميوا ڦٽندا آهن، اُهي بہ تہ اُن پهرئين داڻي جي ترقي ورتل صورت ئي آهن. پوءِ جڏهن وڻ جو ميوو پچي تيار ٿي ويندو آهي تہ ان پهرين داڻي جو هڪ قدم، وڻ جي صورت ۾ ۽ ٻيو قدم ٻن داڻن يا ميون جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو آهي. انهيءَ حالت ۾ وڏو خطرو بہ سامهون ايندو آهي. جو معمولي آفت يا جهولو ۽ ساڙو بہ، ان کي ناس ڪري سگهندو آهي.

(1) سورة الفتح: آيت ۴

(2) سورة البقرة آيت: ۲۸ پ۱

”نفس سابق“ مان مراد ”نفس مطمئنه“ آهي، جنهن کي مخاطب ٿي، الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

يَاأَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ﴿٢٧﴾ ارْجِعِي إِلَىٰ رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ﴿٢٨﴾ فَادْخُلِي فِي عِبَادِي ﴿٢٩﴾ وَادْخُلِي جَنَّتِي ﴿٣٠﴾[1]

[اي مطمئن نفس! پنهنجي رب ڏانهن رضا خوشي سان موٽي اچ. پوءِ منهنجن (سچن) ٻانهن ۾ داخل ٿيءُ ۽ منهنجيءَ جنت ۾ داخل ٿيءُ.]

اي عزيز! ڄاڻ تہ ”نفس مطمئنه“ نبين، ولين ۽ خاص اوليائن جا هوندا آهن، جيڪي ازل ۾ انهيءَ ڏينهن پهرين صف ۾ هئا، جڏهن الله تعاليٰ، انسان ذات کان پنهنجي ٻانهپ جو عهد ۽ اقرار ورتو هو. جيتوڻيڪ نبين ۽ ولين سڳورن مان، اطمينان ۽ يقين ۾ هر هڪ جو پنهنجو پنهنجو درجو آهي، جيئن ساڄي پاسي وارن ۽ کاٻي پاسي وارن مان، هر هڪ جو پنهنجو پنهنجو مقام ۽ درجو آهي. جيڪي ماٺهو نفس اماره جي مقام کان نفس لوامه جي مقام تي ۽ نفس لوامه جي مقام کان نفس ملهمه جي مقام تي ۽ نفس ملهمه جي مقام کان، نفس مطمئنه جي مقام تي پهچندا آهن، اهي حق تعاليٰ جي تصرف ۽ جذبه کان سواءِ، نہ پهچندا آهن ڇاڪاڻ تہ شريعت شريفه جو عام اصول اهو ئي آهي تہ:

إِنَّ النَّفْسَ لَأَمَّارَةٌ بِالسُّوءِ[1]

[بيشڪ، نفس برائيءَ جو حڪم ڪري ٿو.]

نبي ۽ ولي ڪامل کان سواءِ شروع ۾ سيني جا نفس برائيءَ جو حڪم ڪندڙ هوندا آهن پوءِ شريعت جي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪري سندن نفس ”نفس مطمئنه“ ٿيندا آهن، جيڪو انسانيت جي ڪمال جو سڀ کان مٿانهون مقام آهي. انهيءَ وقت اهي نفس هن لائق ٿي ويندا آهن تہ انهن کي اِرجِعِي جو خداوندي حڪم ٿيندو آهي.

عالم ارواح ۾ شروع ۾ روح جو جسم سان تعلق هوندو آهي،

---

(1) سورة الفجر آيت: ٢٧ تا ٣٠

(1) سوره يوسف آيت: ٥٣

جنهن جي ڪري اهي روح، فرشتن، مَلَڪوتي طاقتن، آسمانن، ستارن وغيره وٽان گذري "اسفل السافلين" جي درجي ۾ پهچندا آهن. جيڪو انساني مرتبو آهي، الله پاڪ فرمائي ٿو ته: ثُمَّ رَدَدْنَاهُ أَسْفَلَ سَافِلِينَ يعني پوءِ اسان ان کي سڀ کان هيٺاهين درجي ۾ موٽائيندا آهيون. آخرڪار ايماني نور ۽ نيڪ عملن جي نتيجي ۾ ان کي هي مقام نصيب ٿيندو آهي ته: إِلَّا الَّذِينَ آمَنُوا وَعَمِلُوا الصَّالِحَاتِ يعني سواءِ انهن ماڻهن جي جيڪي ايمان آڻين ٿا ۽ چڱا ڪم ڪن ٿا. يعني اهي هيٺاهين درجي کان مٿانهين درجي ڏانهن موٽندا آهن. پر جيستائين کين يَا أَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ۝ ارْجِعِي إِلَىٰ رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ۝ يعني اي مطمئن نفس! رضا خوشيءَ سان پنهنجي رب ڏانهن موٽي اچڻ جو خطاب نٿو ٿئي. انهيءَ وقت تائين ائين ٿيڻ ناممڪن آهي جو منجهس ايماني نور ۽ عمل صالح جي طاقت پيدا ٿئي. پڻ نفس کي اهو معلوم نه ٿيندو آهي ته، اهو خداوندي خطاب ڪڏهن ٿيندو؟ بلڪ نفس اماره انسان کي ڊيڄاريندو آهي ته اها حق ۽ صداقت جي جيڪا واٽ تون هلين ٿو، تنهن جا نتيجا هاڃيڪار نڪرندا. تانجو الله تعاليٰ پنهنجو حڪم جاري فرمائي، جيئن ابراهيم عليه السلام جي باري ۾ باهه کي خطاب ٿيو ته:

يَا نَارُ كُونِي بَرْدًا وَسَلَامًا عَلَىٰ إِبْرَاهِيمَ ۝[1]

[اي باهه! ابراهيم تي ٿڌي ۽ سلامتي واري ٿيءُ.]

حالانڪ باهه جي خاصيت ساڙڻ آهي. پر جڏهن ان کي الله جل جلاله جو حڪم ٿيندو آهي ته ان جي اها صفت ختم ٿي ويندي آهي. ساڳيءَ طرح، نفس ۾ گناه ڪرڻ جي جيڪا خراب وصف هوندي آهي جڏهن الله تعاليٰ، ان کي خطاب فرمائيندو آهي ته ان جي اها منفي صفت به ختم ٿي ويندي آهي ۽ اهو نيڪيون ڪري، الله جي خاص ٻانهن ۾ شامل ٿي ويندو آهي ۽ جنت جو حقدار ٿي ويندو آهي ۽ اها جنت اها هوندي آهي، جنهن کي ٻين جنتن تي اهڙي فضيلت ۽ شرف حاصل آهي، جنهن جو خيال ۽ تصور ڪرڻ به مشڪل آهي ۽ ان کي ڪا ظاهري شيءِ

(1) سورة الانبياءِ آيت: ٦٩

محسوس بہ ڪري نہ سگهندي آهي، جيئن حديث ۾ آهي تہ الله پاڪ فرمائي ٿو تہ:

اَعْدَدْتُّ لِعِبَادِيَ الصَّالِحِيْنَ مَا لَا عَيْنٌ رَاَتْ وَلَا اُذُنٌ سَمِعَتْ وَلَا خَطَرَ عَلٰى قَلْبِ بَشَرٍ (2)

[مون پنهنجن نيڪ ٻانهن لاءِ اهي نعمتون تيار ڪيون آهن، جن کي نہ ڪنهن اک ڏٺو آهي، نہ ڪنهن ڪن ٻڌو آهي ۽ نہ ڪنهن انسان جي قلب ۾ ان جو خيال آيو آهي.]

نفس جي امارگي (برائي) جي حقيقت هن طرح آهي تہ نفس پوري انساني جسم يا خاڪي مجسمي جو امير يعني مٿس حڪم هلائيندڙ آهي. "اماره" مبالغي جو صيغو آهي، يعني حڪم هلائيندڙ انساني نفس، انساني جسم جي مملڪت ۾ پنهنجي خواهشن مطابق ڪم هلائندو آهي ۽ سيني جسماني عضون کي، حق تعاليٰ جي حڪمن جي برخلاف هلائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. جڏهن تہ انسان جي دل گهرندي آهي تہ، انساني جسم تي الله تعاليٰ جا حڪم احڪام هلن. نفس جي انهيءَ سرڪشيءَ ڪري جسم جي ممڪلت ۾ فساد پيدا ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ هڪ مملڪت ۾ ٻہ بادشاه هوندا تہ لازمي ڳالهہ آهي تہ اتي فتنو ۽ فساد پيدا ٿيندو جيئن ان ڏس ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

لَوْ كَانَ فِيْهِمَآ اٰلِهَةٌ اِلَّا اللّٰهُ لَفَسَدَتَا (1)

---

(2) بخاري حديث: ۴۵۰۱، ۳۰۷۲، ۷۰۵۹ من حديث ابي هريرة. احمد حديث: ۸۸۱۳، ۹۲۶۸، ۹۳۸۰، مسلم حديث:۲۸۲۴، ترمذي حديث: ۳۱۹۷، سنن ڪبري حديث: ۱۱۰۸۵، ابن ماجه حديث: ۴۳۲۸، قرطبي ص ۷۷ ج۱، ص ۱۳ ج ۱۷، ابن جرير ص ۲۱٦ ج ۴، ابن ڪثير ص ۳۵۳ ج۱، ۴۴۳ج۱، مجمع الزوائد ص ۱۸۲ ج ۳، من حديث انس، ومن حديث ابن مسعود ص ۹۰ ج ۷، ومن حديث ابن عباس ص ۳۹۷ ج ۱۰، ومن حديث ابي سعيد ص ۴۱۲ ج ۱۰، حاڪم من حديث سهل بن سعد حديث: ۳۵۴۹، ومن حديث ڪعب ص ۳۳۴ج ۴.

(1) سورة الانبياءِ آيت: ۲۲

[جيڪڏهن زمين ۽ آسمانن ٻنهي ۾، الله کان سواءِ ڪي ٻيا معبود هجن ها تہ ضرور انهن ٻنهي ۾ فساد پيدا ٿئي ها.]

اي منهنجا عزيزا الله تعاليٰ ئي حقيقي معبود ۽ حقيقي موجود آهي، تنهن ڪري نفس کي، پنهنجو معبود بڻائڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ اهو معنوي شرڪ آهي. تنهن ڪري هر حالت ۾ شرڪ کان بچڻ گهرجي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "۽ الله کان سواءِ ٻيا معبود نہ بڻايو." يعني نفس کي پنهنجو معبو نہ بڻايو. جيستائين نفس پنهنجين خراب خواهشن کان باز نٿو اچي، الله تعاليٰ جي هدايت واري واٽ نٿو وٺي، ۽ شريعت جي پيروي ڪري پنهنجي صفت امارگيءَ يعني شرپسندي کي ختم نٿو ڪري، تيستائين ان جي ڪا ڳالهہ نہ مڃجي. اهو ئي ڪاميابي جو راز آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَنَهَى النَّفْسَ عَنِ الْهَوٰى ﴿٤٠﴾ [2]

[يعني جنهن پنهنجي نفس کي خواهشن کان روڪيو اهو ئي ڪامياب ٿيو.]

نفس جون اهي ٻئي صفتون يعني الله تعاليٰ جي اطاعت ۽ سندس امارگي هڪ ٻئي جي بر خلاف وصفون آهن. نفس، جيستائين حڪم هلائيندڙ ٿيندو، ان وقت تائين ممڪن ئي نہ آهي تہ الله عزوجل جي حڪم تي بہ هلي ۽ جڏهن مامور يعني الله جو مطيع ٿيندو انهيءَ وقت ان جي "امارگي" خوبخود ختم ٿي ويندي.

## فلسفين جي غلطي

هن مقام تي فلسفين کان هڪ زبردست غلطي ٿي آهي. اهي چون ٿا تہ نفس اماره جون بڇڙيون صفتون، حيواني وصفون آهن ۽ سهڻن اخلاقن جي پيدا ڪرڻ ۽ نفس کي خراب صفتن جي ڇڏڻ سبب ڏاڍي تڪليف ٿيندي آهي، تنهن ڪري اسان کي انسان ۾ سهڻن اخلاقن جي پيدا ڪرڻ لاءِ نبين جي شريعت ۽ ولين جي طريقت تي هلڻ جي ضرورت

---

(2) سورة النازعات آيت: ٤٠

نہ آهي، حالانڪ اهي هدايت واري رستي جا رهبر آهن. اهي چون ٿا تہ اسان انهيءَ مقصد لاءِ عقل کان ڪم وٺي اهڙا طريقا اختيار ۽ ايجاد ڪنداسون، جن سان نفس جي اصلاح بہ ٿيندي ۽ نفس جي حيواني خواهشن تي بہ ڪو فرق نہ پوندو. اهڙي طرح شيطان، انهن کي دوزخ ڏانهن گهلي ٿو. انهن کي حقيقي ايمان جو نورحاصل نہ آهي، تنهن ڪري عقليت کان ٻاهر ڪنهن شيءِ ڏانهن اک کڻي نٿا نهارين ۽ طبيعت جي حجابن کان ٻاهر نٿا نڪرن. چاهي نفس جي اصلاح جا، عقلي اعتبار سان هزارين رستا ڪڍيا وڃن، پر نفس (پنهنجي شرارت ۽ شيطانيت جا) هزارين بهانا ڪڍندو آهي. توهان جيڪڏهن، بعض طبعي حجابن کي هٽائي ڇڏيندا تہ نفس پنهنجن سيني حجابن کي مضبوط ڪري ڇڏيندو ۽ پنهنجي ڪدورت يعني اندر جي ميراڻ ۽ انڌائي کي وڌيڪ مستحڪم ڪري ڇڏيندو. ڇاڪاڻ تہ نفساني خواهشن جي موجودگي ۾ نورانيت جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. پوءِ طالب ڪٿان روشني حاصل ڪندو؟ حقيقي طالب اهو ئي آهي جيڪو پنهنجي اندر جي انڌائپ کي ختم ڪري، جو اهو ئي حجاب اعظم آهي ۽ اهو مقام ۽ مرتبو رڳو صاحبدل انسان کي ئي نصيب ٿيندو آهي. جنهن کي الله تعاليٰ جي تائيد، توفيق ۽ ايماني نور نصيب هجي، جيئن حديث ۾ آهي تہ:

اِتَّقُوْا مِنْ فِرَاسَةِ الْمُؤْمِنِ فَاِنَّهٗ يَنْظُرُ بِنُوْرِ اللهِ (1)

[مؤمن جي فراست ۽ بصيرت کان ڊڄو پوءِ بيشڪ اهو الله جي نور سان ڏسندو آهي.]

(1) تفسير ابن ڪثير ص ٣٢٦ ج ١، قرطبي ص ٤٣، ج ١٠، ترمذي ص ٢٩٨ ج٥، مجمع الزوائد ص ٢٦٨ ج ١٠، المعجم الاوسط ص ٣١٢ ج ٣، المعجم الڪبير ص ٢١ ج ٨، مسند الشهاب ص ٣٨٧ ج١، الزهد الڪبير ص ١٦٩ ج ٢، فتح الباري ص ٣٨٨ ج ١٢، تحفة الاحوذي ص ٤٤١ ج ٨، شرح سنن ابن ماجه ص ٢٩٣ ج ١، فيض القدير ص ١٨٦ج١، ٥٥٨ ج ٢، التاريخ الڪبير ص ٣٥٤ ج ٧، حلية الاولياء ص ١١٨ ج ٦، ٢٨٢ ج ١٠، ميزان الاعتدال ص ٣١١٠ ج ٦، لسان الميزان ص ٣٥١ ج ٥، ڪشف الخفاءِ ص ٤٢ ج ١- ٤٣ ج ١.

يعني اهو حقيقت جي نور سان ڏسندو آهي. ڄاڻ گهرجي تہ جن ماڻهن جي طبيعت اسفل هوندي آهي، انهن جو نفس شريعت جي برخلاف هوندو آهي ۽ جنهن کي شريعت جو نور يعني حق تعاليٰ جو جذبو ان جي رحمت ۽ راضپو نصيب ٿيندو آهي، ان جي نفس جي امارگي يعني شريسندي ختم ٿيندي آهي. جيئن سوره يوسف جي آيت ٥٣ ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو يوسف عليه السلام چيو تہ إِلَّا مَا رَحِمَ رَبِّيٓ يعني نفس برائي جو حڪم ڪندڙ آهي، مگر جنهن تي منهنجو رب رحم فرمائي. هن مقام تي (اهو ڄاڻ ضروري آهي تہ) حق جي هدايت جو ايماني نور نصيب هوندو تہ الله تعاليٰ جي عنايت ٻانهي کي اسفل طبيعت مان ڇڪي، بلند درجي تي پهچائيندي. جنهن کي سوره فجر پ ٣٠ ۾ هن طرح بيان فرمايو ويو آهي تہ اي مطمئن نفس رضا خوشي سان پنهنجي رب ڏانهن موٽ يعني پنهنجي رب ڏانهن رجوع ڪر. "رجوع الي الله" يعني الله ڏانهن موٽڻ جون حالتون مختلف آهن، جيڪو شخص شروعاتي حالت ۾ هوندو آهي، اهو شروعاتي درجي تي ۽ جيڪو آخري حالت ۾ هوندو آهي، اهو بلند درجي تي هوندو آهي. انهيءَ مناسبت سان چيو ويو آهي تہ حڪمت ۽ دانائي تڏهن عطا ٿيندي آهي جڏهن سٺ هزار ۽ ٽن سو جهانن جو مطالعو ڪيو وڃي. بلڪ انهن سيني جهانن جو مطالعو ڪرڻ گهرجي، جن جي تعداد کي الله تعاليٰ کان سواءِ ڪو نٿو ڄاڻي ۽ "ڪنجيءَ واري جهان" کي جيڪو هر ٻئي جهان ۾ پهچڻ جو ذريعو ۽ وسيلو آهي، ان کي پنهنجي هٿ ۾ وٺجي ۽ ان ۾ جيڪي اسرار سمايل آهن انهن کي ڄاڻڻ گهرجي ۽ سمجهڻ گهرجي . ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

وَعَلَّمَ آدَمَ الْأَسْمَاءَ كُلَّهَا[1]

[۽ الله پاڪ آدم کي سڀ نالا سيکاري ڇڏيا.]

روحانيت جي شروعات ۾ ڪليات جو جهان هوندو آهي. اُن جون جزئيات نہ هونديون آهن. اهو غيب جو جهان هو ان جو ظاهر نہ هو جڏهن انسان، هن جهان ۾ خدا تعاليٰ جي خلافت جا فرض سرانجام ڏيڻ لاءِ

(1) سورة البقرة آيت: ٣١

اچي پالنا وٺڻ شروع ڪئي ته ان وقت ان جي سامهون ڳجهه ۽ ظاهر جا راز نڪري نروار ٿيندا ويا. ڇاڪاڻ ته عالم ارواح ۾، ان کي الله تعاليٰ جي خلافت جا معاملا سرانجام ڏيڻ جي سگهه نه هئي. اها سگهه ۽ قدرت ان کي هتي هن دنيا ۾ اچي حاصل ٿئي ٿي، جنهن جي ڪري خلافت جي ڪمال جي درجي تي مقرر ٿيندو آهي.

اي عزيز! ڇاڻ ته هن خاڪي عالم جي خاصيت، جيڪا نفس جي عبادت آهي، سيني ظلمتن (اونداهين) ڪدورتن (ميراڻ) ثقل (سختي) جو موجب آهي. ظلمت ۽ جهالت جي خاصيت مان انڌائپ پيدا ٿيندي آهي، "ڪدورت" يعني ميراڻ ۽ مٽي جي خاصيت جو نتيجو آهي جو انسان هر شيءِ سان تعلق جوڙي ٿو يا ان کان جدا ٿئي ٿو. "ڪثافت" يعني گندگي مان بيرحمي ، ڪنور پن ۽ سنگدلي پيدا ٿيندي آهي. "ثقل" مان طبيعت جي سختي، هلڪو پن، بي همتي، خواري، سستي ظاهر ٿيندي آهي. سالڪ، انهن خراب صفتن کان پاڪ صاف ٿيندو آهي. ڪرم، مروت، نهٺائپ، بلند همتي، همدردي، رحمت، شفقت، علم، يقين، دينداري،پاڪائي، صفائي، سچائي، اطمينان قلب، نرمي، نورانيت، هلڪائي، وغيره سيني سهڻين صفتن جو روح سان تعلق هوندو آهي ۽ اهي ڳجهي جهان سان لاڳاپو جوڙيندا آهن. بس ڄاڻڻ گهرجي ته خاڪي مقام کان ٻاهو ان وقت تائين گذري نٿو سگهي، جيستائين مٿي بيان ڪيل انهن خراب صفتن ۽ اوگڻن کان، جن جو تعلق مٽيءَ سان آهي. پاڻ کي پاڪ صاف نٿو ڪري ۽ انهن سهڻين صفتن سان جن جو تعلق روح سان آهي، پاڻ کي موصوف نٿو ڪري. جڏهن انهن خراب صفتن کي رد ڪري، انهن جي چار مان ٻاهر ايندو آهي ته پوءِ کيس خلافت جي سلطنت ملندي آهي الله تعاليٰ جي جانشيني ۽ نيابت جي خلعت پهريندو آهي ۽ ڳجهه ۽ ظاهر جي سيني شين ۽ مملڪتن جي اڳواٽي حاصل ڪندو آهي ۽ مملڪلت جي اختيارن جون واڳون سندس هٿن ۾ اچي وينديون آهن. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ[1]

[چؤ اي الله! ملڪ جا بادشاھ!.]

پوءِ جڏهن اهو ملڪن جو بادشاه تي ويندو آهي ۽ پنهنجن شاهي اختيارن مطابق عمل دخل ڪندو آهي تہ ڳجهہ ۽ ظاهر جي سيني جهانن تي ڪيس حق تعاليٰ جي طرفان خلافت ملندي آهي ۽ توحيد جي ماڙيءَ ۾ ڪيس قرار نصيب ٿيندو آهي.

غزل

تا خاک راه کوئ توام توتيا شده
کحل الجواهر از گوهر اشک شده
تا ريخته نفخت چون اکسير بر تنم
خاک وجود ما هم چون کيميا شده
فرموده يار دلبر فَاَحَببت زان دلم
بسرمايه محبت و عشق ولا شده
تا سايهء عنايت يارم بفرق ماست
بنگر که خاصيت سايهء ما چون هما شده
تا شمع دل بنور محبت تو روشن است
بر نار موئ قالب ما پُر ضيا شده
ماهتاب حسن جمالت ظهور گردد
خورشيد گوشه ءگير ز شرم و حيا شده
خوشبو زلف يار بمن رسيده
زان جمله ء وجود ما به چُنان مشک شده
هر ذره زمين و زمان آشنا ز ما است
تا يار آشنا قديم آشنا شده
چون يار يافتم بخدا از کرم خدا
نظرم بطالبان خدا را رهنما شده
چون راه يافتم بخدا بتطلف خدا

(1) سوره آل عمران آيت: ٢٦

ازان من با طالبان حضرت راهنما شده
سلطان روزگار شدم من ز دولتش
چون فضل کردگار بحال این گدا شده
چون سلطنت گدائ درت ديده
شاه نشين از آرزوئ ملوکيت گدا شده
اي راح روح و جان و دل من! نگر مرا
مقصود از دو کون رضا و لقا شده

[جڏهن محبوب جي گهٽي جي مٽيءَ جو سرمو ٺيندين، تڏهن موتين وارو سرمو ٺيندين، جيڪو اکين لاءِ جوهر ۽ نور ٺيندو آهي. جڏهن انساني جسم تي "نفخت" جو مرحلو آيو يعني الله تعاليٰ ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيو تڏهن اسان جي وجود جي مٽي بہ ڪيميا ٿي وئي. منهنجو دلبر فرمائي ٿو تہ پوءِ مون پسند ڪيو تہ جيڪا ڳالهہ منهنجي دل ۾ آهي، ان کي ظاهر ڪريان، تنهن ڪري اهو (انسان جيڪو مظهر خدا آهي) محبت ۽ عشق جي سرمائي جو والي ٿي ويو. جڏهن کان مون تي منهنجي يار جي مهر جو پاڇو ٿيو آهي، ڏس تہ اسان جي پاڇي ۾ اها خاصيت پيدا ٿي وئي آهي، جو اهو جنهن تي پوي ٿو اهو "هما" پکي وانگر مبارڪ ٿئي ٿو جيستائين منهنجي دل جي شمع، تنهنجي محبت جي نور سان روشن آهي، اسان جي جسم جو انگ انگ روشن ٿي ويو آهي. جڏهن کان تنهنجي روشن چنڊ جي جمال ۽ حسن جا جلوا ظاهر ٿيا آهن، تڏهن کان سج بہ شرم ۽ حيا جي ڪري گوشه نشين ٿي ويو آهي. يار جي زلف جي خوشبو مون تائين ڇا پهتي آهي، بس! منهنجو سمورو وجود، مشڪ عنبر سان مهڪجي ويو آهي. زمين ۽ زماني جو هر ذرو اسان جو آشنا آهي،ڇاڪاڻ تہ يار، جيڪو ازل ۾ آشنا هو، سو اڄ آشنا ٿي ويو آهي. جڏهن کان پنهجي يار کي لڌو اٿم، الله جو قسم! الله جي فضل سان منهنجي نظر خدا جي طالبن لاءِ رهنمائي ٿي وئي آهي. الله جي ٻاجهہ سان جڏهن کان الله جي واٽ لڌي اٿم، آئون الله جي ڪرم نوازيءَ سان طالبن لاءِ رهبر ٿي ويو آهيان. جڏهن کان، هن فقير سان پالڻهار جو فضل شامل حال ٿيو آهي، تڏهن کان، سندس فضل ۽ ٻاجهہ جي ڪري زماني جو

بادشاه تي ويو آهيان. جڏهن ڪان، تنهنجي در جي گدا جي بادشاهي ڏني آهي، تڏهن ڪان،بادشاهہ بہ تنهنجي بادشاهي جي گدا ٿيڻ جي آرزو رکي ٿو. اي منهنجا روح ۽ جان ۽ دل جا روح روان! ڏس تہ مون ڪي ڪهڙي جهانن جي رب جي رضا ۽ ملاقات نصيب ٿي آهي.]

پڻ فرمايو ويو آهي تہ جڏهن انساني روح، الله تعاليٰ جل جلاله سان قلبي تعلق ۽ ڳانڍاپو قائم ڪندو آهي، تڏهن ان کي سيني فرشتن ۽ سيني جهانن تي عبور حاصل ٿي ويندو آهي ۽ جيڪي بہ مختلف جهان آهن اهي ان تي ظاهر ٿي ويندا آهن. نفعي ۽ نقصان جي هر شيءِ مٿس روشن ٿي ويندي آهي. هزارين روحاني ۽ جسماني جهان، ان جي قلب سان جُڙيل ويندا آهن. تانجو دل تي ستر هزار نوراني ۽ ظلماتي حجاب اچي ويندا آهن. انهن حجابن جي واسطي سان عالم ملڪوتي جو مطالعو ۽ جمال احديت جو مشاهدو ڪندو رهندو آهي. جنهن ڪري حق تعاليٰ جي خطاب ۽ قربت جي شرف کان محروم(1) رهجي ويندو آهي. طبيعت ۾ اسفل السافلين جي جيڪا ڪيفيت هوندي آهي، سا اعليٰ عليين سان جڙجي ويندي آهي. اهي مختصر ڏينهن، جڏهن جسم سان ان روح پاڪ جو تعلق قائم ٿي ويندو آهي، جنهن کي ڪيترائي هزار سال خاص خلوت ۾ بغير واسطي جي قربت جو شرف نصيب ٿيندو آهي. پوءِ ان تي ڪي حجاب اهڙا چڙهي ويندا آهن جو هو پنهنجي ان سموري سعادت ۽ شرف کي وساري ويهندو آهي. اهڙن ماڻهن جي باري ۾ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

وَلَا تَكُونُوا كَالَّذِينَ نَسُوا اللَّهَ فَأَنْسَاهُمْ أَنْفُسَهُمْ(1)

[۽ انهن ماڻهن وانگر نہ ٿيو جن الله کي وساريو.]

اڄ اهو شخص ڳڻتي ۾ هوندو ان پاڪ جهان کان ڪا (مبارڪ) هوا وٽس نہ ايندي. جيڪڏهن اها بدبختي انهن حجابن جي ڪري هجي ها تہ سدائين الله کي نہ وساري ها، (راحت جي بجاءِ) سندس حالت وحشت ۾ نہ بدلجي ها ۽ هرگز هن غير حقيقي جهان جي جهنجهٽن ۾ گم نہ ٿئي ها

---

(1) شايد ڪاتب جي غلطيءَ سان لفظ "نہ" رهجي ويو آهي. (والله اعلم بالصواب).

(1) سورة الحشر آيت١٩

۽ قربت حق جي ياد ۽ انس کي هرگز نہ وساري ها ۽ الله تعاليٰ کيس هن طرح خطاب نہ ڪري ها تہ الله کي وساريندڙ انسانو! اهي انس ۽ محبت وارا ڏينهن ياد ڪريو. الله تعاليٰ موسيٰ ، مٿس الله جون، سندس فرشتن، سندس نبين ۽ سمورن ماڻهن جو رحمتون هجن، فرمائي ٿو تہ:

وَذَكِّرْهُمْ بِأَيَّامِ اللَّهِ [2]

[۽ انهن کي ياد ڏيار الله جا ڏينهن.]

يعني جيڪي دنياوي ڪمن ۾ مشغول آهن، ان کي چئو تہ. الله تعاليٰ کي ياد ڪن تہ جيئن کين الله جي قربت نصيب ٿئي، جنهن سان سندن دل ۾ رب ڪريم جي محبت ۽ مهر پيدا ٿينلي، ۽ پيهر کيس پنهنجو اصلي وطن ۽ حقيقي منزل حاصل ٿيندي. لَعَلَّهُمْ يَتَفَكَّرُونَ (شايد اهي فڪر ڪن) لَعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُونَ (شايد اهي نصيحت وٺن) لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُونَ (شايد اهي موٽن) جيڪڏهن پنهنجي اصلي وطن جي سندن دل ۾ تحريڪ پيدا ٿئي تہ پوءِ پڪ اها ئي ايمان جي عين حقيقت آهي، ڇاڪاڻ تہ فرمايو ويو آهي تہ:

حُبُّ الْوَطَنِ مِنَ الْإِيمَانِ [3]

[وطن جي محبت ايمان مان آهي.]

پر ان جي ابتڙ جيڪڏهن اها محبت ۽ ڀاجھہ واري ڪيفيت منجهس پيدا نٿي ٿئي، ان جي اندر پنهنجي حقيقي وطن ڏانهن موٽڻ جي رغبت نہ آهي. سندس دل هن فاني جهان تي ريجهيل ۽ ان ۾ رُڌل آهي تہ پوءِ اها بي ايماني جي نشاني آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَلَوْ شِئْنَا لَرَفَعْنَاهُ بِهَا وَلَٰكِنَّهُ أَخْلَدَ إِلَى الْأَرْضِ وَاتَّبَعَ هَوَاهُ فَمَثَلُهُ

---

(2) سوره ابراهيم آيت:۵

(3) حديث جي عالمن وٽ اها حديث ثابت نہ آهي: المصنوع ص ۹۱ ج ۱، صغاني چوي ٿو تہ حديث موضوع آهي. "المقاصد" ۾ آهي تہ آءُ هن حديث کان واقف نہ آهيان، پر معنوي اعتبار سان حديث صحيح آهي، مگر ملا علي قاري ان تي اعتراض ڪندي چوي ٿو تہ اهو چوڻ تہ معنوي اعتبار سان حديث صحيح آهي، عجيب قول آهي، ڇاڪاڻ تہ ضروري نہ آهي تہ جتي وطن جي محبت هجي اتي ايمان بہ هجي. (ڪشف الخفاءِ ص ۴۱۳- ۴۱۴ ج ۱)

كَمَثَلِ الْكَلْبِ[1]

[۽ جيڪڏهن گهرون ها تہ سندس درجا بلند ڪريون ها، پر دنيا پرستي ۽ پنهنجي نفس جي پيروي ڪيائين، پوءِ ان جو مثال ڪتي وانگر آهي.]

اي منهنجا سمجهدار عزيزا! جڏهن ٻار ڇمندو آهي تہ سندس حجاب مضبوط نہ هوندا آهن. ان جي اندر الله تعاليٰ جي محبت ۽ انس جو ذوق موجود هوندو آهي. جڏهن پنهنجي ماءُ جي پيٽ مان ٻاهر نڪرندو آهي تہ ان وقت، انهيءَ جهان مان جدائي سبب ڪيس رنج ٿيندو آهي ۽ الله تعاليٰ جي محبت جي غلبي سبب هر گهڙيءَ رڙندو ۽ آه وزاري ڪندو رهندو آهي، جنهن جي ڪري سندس دل ۽ جان ڳڻتي ۾ مبتلا هوندي آهي. ڄڻ تہ پنهنجي زبان حال سان الله ذوالجلال والاڪرام کي چوندو آهي تہ اي الله! هيءَ منهنجي دل تنهنجي عشق ۽ محبت ۾ سڙي پچي رهي آهي. ۽ فرياد ڪري رهي آهي، پر جيئن تہ هن جهان ۾ هر گهڙي ان ٻار کي نت نئين شيءِ جو حسن ۽ خوشي محسوس ٿيندي آهي، تنهن ڪري اهو انهن فاني شين ۾ مشغول ٿي ويندو آهي تانجو پنهنجي حقيقي ۽ شاندار جهان کي وساري ڇڏيندو آهي ۽ هن خسيس جهان تي ريجهي ويهندو آهي. مگر ٿوري وقت کان پوءِ ڪيس انهيءَ مٿانهين جهان جي سڪ لڳندي آهي، جنهن ڪري ان جي مهربان ماءُ ڪيس هنج ۾ کڻي وات ۾ ٻبو ڏيندي آهي ۽ ٻار کير پيئندو آهي. آهستي آهستي کير جو چسڪو ۽ چوس ان کي ايتري تہ وٺي ويندي آهي جو ان لاءِ ماءُ جي کير کان وڌيڪ ٻي ڪا شيءِ پياري نہ هوندي آهي. اهڙي طرح انهيءَ حقيقي جهان جي محبت کي آهستي آهستي وساري ڇڏيندو آهي. وري جڏهن ڪجهہ وڏو ٿيندو آهي تہ ڪائڻ ۽ پيئڻ جي شين ڏانهن منجهس رغبت پيدا ٿيندي آهي. جڏهن ڪجهہ سمجهہ پريو ۽ شعور وارو ٿيندو آهي تہ ماءُ، پيءُ، ڀاءُ، ڀيڻ ۽ ماحول جي محبت ان جي دل ۾ گهر ڪري ويندي آهي ۽ اهڙي طرح ان جي دل ۾ دنيا جي ٻين شين سان واسطو ۽ وابستگي مضبوط ٿيندي ويندي آهي. وڏو ٿيندو آهي تہ زال مال ۽ اهل عيال، نوڪري چاڪري، عهدي ۽ منصب، عزيزن، دوستن جي

(1) سورة الاعراف آيت: ١٧٦

محبت، پراين ۽ دشمنن جي دشمني جا جذبا زور وٺندا آهن ۽ اهڙي ريت عالم سفلي ۾ جيڪي بہ شيون محسوس ٿينديون آهن، نظر ۽ عقل ۾ ايندون آهن. ڀلائي ۽ برائي جون جيڪي بہ وصفون آهن، اهي منجهس پيدا ٿينديون آهن ۽ آهستي آهستي عالم علوي کان پري ٿيندو ويندو آهي. جيئن تہ باطن جي عالم مقدس کان غافل هوندو آهي ۽ مڪمل نموني عالم سفلي ۾ موجود هوندو آهي ۽ هن فاني جهان جي شين سان ڪامل وابستگي رکندو آهي ۽ عالم علويءَ کي دل مان بلڪل وساري ويهندو آهي. رات ڏينهن دنيا پرستي ۽ نفس پرستي ۾ مشغول هوندو آهي، هن فاني جهان جي سامان ۽ لذتن ۾ غرق هوندو آهي. ڪيس سدائين عارضي فائدو ڏيندڙ شين جي ميڙڻ جو جنون ۽ انهن کي نقصان پهچڻ جو خدشو ۽ خطرو مسلط هوندو آهي، تنهن ڪري ان جي مٿان ظلمات جا حجابن مٿان حجاب چڙهي ويندا آهن. هاڻي جيڪڏهن ڪو شخص انهيءَ عالم علوي جون ڳالهيون ياد بہ ڏياريندو آهي تہ انهن کي قبول نہ ڪندو آهي. انهن تي ايمان نہ آڻيندو آهي، عالم علوي يا عالم آخرت جي اميد بہ ان مان ختم ٿي ويندي آهي. ان جي دل جا دروازا بلڪل بند ٿي ويندا آهن. جنهن ڪري ڪفر مان نڪري، ايمان ۾ اچڻ ان لاءِ ممڪن نہ هوندو آهي: الا ما شاءَ الله. انهيءَ حالت وارن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

سَوَآءٌ عَلَيۡهِمۡ ءَاَنۡذَرۡتَهُمۡ اَمۡ لَمۡ تُنۡذِرۡهُمۡ لَا يُؤۡمِنُوۡنَ ۞ خَتَمَ اللّٰهُ عَلٰى قُلُوۡبِهِمۡ وَعَلٰى سَمۡعِهِمۡ وَعَلٰٓى اَبۡصَارِهِمۡ غِشَاوَةٌ(1)

[برابر آهي تہ انهن کي ڊيڄارين يا نہ ڊيڄارين، اهي ايمان نہ آڻيندا. الله سندن دلين تي مهر هڻي ڇڏي ۽ سندن ڪنن ۽ اکين تي پردا آهن.]

البت هڪڙو گروهہ، جنهن تي الله تعاليٰ جي ڪرم جي نظر هوندي آهي ۽ جنهن جي دل ۾ الله تعاليٰ جي الفت ۽ انسيت جو اثر موجود هوندو آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ گروهہ جي ماڻهن کي پاڻ بہ اها ڳالهہ معلوم نہ هوندي آهي، پر جيئن نبي ڪريم ﷺ جن، انهن جي باري ۾ خبر ڏني آهي تہ، جيڪي روح، عالم ارواح ۾ پاڻ ۾ ملندا آهن دنيا ۾ بہ انهن ۾

(1) سورة البقرة آيت: ٦-٧

لاڳاپو قائم ٿيندو آهي ۽ هڪ ٻئي کي هتي ٻه سڃاڻيندا آهن. سچائي جي انهيءَ اثر هيٺ، اهي حق ڳالھ کي ٻڌڻ ۽ سمجھڻ لاءِ تيار هوندا آهن. حق ۽ حقيقت جي تصديق ڪندا ۽ ايمان آڻيندا آهن. ڪي ٻانها اهڙا هوندا آهن، جن جا حجاب، الله تعاليٰ از خود هٽائي ڇڏيندو آهي ته جيئن اهي سمورا جسماني ۽ روحاني مقام، جيڪي عبور ڪري آيا آهن، انهن کي ڏسن وائسن. ڪڏهن ائين ٿيندو آهي ته، جڏهن روح جو جسم سان تعلق قائم ٿيندو آهي. ان وقت ڪن کي ويسر کان محفوظ رکيو ويندو آهي ته جيئن، الله تعاليٰ جي قدرت جو اظهار ۽ ان جي حجت جو اثبات ٿئي. ڇهريون مقام يعني عالم ارواح ۽ جيڪو تعلق ان جو سموري مخلوق جي روحن سان هوندو آهي، انهن وٽان گذري دنيا ۾ ايندا آهن.

ڪي ٻانها اهڙا هوندا آهن، جن جا حجاب الله تعاليٰ ازخود هٽائي ڇڏيندو آهي ته جيئن اهي سمورا جسماني ۽ روحاني مقام، جيڪي عبور ڪري آيا آهن، انهن کي وري ڏسن، وائسن. ڪڏهن ائين ٿيندو آهي ته جڏهن، روح جو جسم سان تعلق قائم ٿيندو آهي، ان وقت ڪن کي ويسر ۽ غفلت کان پري رکيو ويندو آهي ته جيئن الله تعاليٰ جي قدرت ظاهر ۽ سندس حجت ثابت ٿئي. سندس ڇهرئين مقام يعني عالم ارواح ۾ سموري مخلوق جي روحن سان جيڪو تعلق هوندو آهي، انهن وٽان گذري، پوءِ ماءُ ۽ پيءُ جي صلب يا تخم ۾ ايندو آهي ۽ انهن جي واسطي سان هن جهان ۾ ايندو آهي. اهي سڀ ڳالهيون يا مرحلا، ڪيس دل ۾ ياد هوندا آهن. جيئن شيخ محمد ڪوفي، شيخ علي مؤذن جي باري ۾ فرمائي ٿو ته مون کي اها ڳالھ هينئر به ياد آهي ته جڏهن مون کي، الله تعاليٰ جي قربت کان پري هن عالم سُفلي ڏانهن آندو ٿي ويو ته آسمان جي فرشتن کي، مون تي رئڻ آيو ۽ اهي افسوس ڪرڻ لڳا ته هن ويچاري کي مقام قرب کان، مقام بعد ڏانهن پري موڪليو وڃي ٿو اعليٰ مقام کان، اسفل مقام ڏانهن روانو ڪيو وڃي ٿو عزت جي مقام تان لاهي دنيا جي قيدخاني ڏانهن منتقل ڪيو وڃي ٿو. اهڙي موقعي تي الله تعاليٰ جي طرفان کين خطاب ٿيندو آهي ته، هن روح کي دنيا ۾ هن ڪري نٿو موڪليو وڃي جو ان کي خوار ڪرڻ مطلوب آهي. مون کي پنهنجي شان

خداوندي جو قسم آهي، جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي پوري عمر هن دنيا ۾ گذاري ۽ ان دوران هڪ پيرو بہ ڪوهہ مان پاڻي جو دلو ڀري. ان مان پاڻي جو پيالو ڀري، ڪنهن پوڙهي عورت جي مدد ڪري تہ اها ڳالهہ هن کان بهتر آهي تہ ان شخص جو روح حظيره قدسيءَ ۾ رهي عبادت ۾ مشغول رهي. (اي فرشتؤ!) توهان سڀني جو حال هي آهي تہ:

كُلُّ حِزْبٍ بِمَا لَدَيْهِمْ فَرِحُوْنَ ﴿٣٢﴾[1]

[هر گروه پنهنجن پنهنجن ڪمن ۾ خوش آهي.]

منهنجي خدائي ڪمن ڪي، منهنجي لاءِ ئي ڇڏي ڏيو ڇاڪاڻ تہ:

اِنِّيْٓ اَعْلَمُ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٣٠﴾[2]

[بيشڪ جيڪي آءٌ ڄاڻان ٿو ان کي توهان نٿا ڄاڻو.]

پڻ هڪ ڀيري هن فقير جي پير مرشد قدس الله سره جن فرمايو تہ، جڏهن روز ازل ۾ الله جل جلاله جي بارگاه اقدس ۾ روح صفون ٻڌي بيٺا هئا تہ پهرئين صف ۾ نبين سڳورن عليهم السلام ۽ خاص الخاص ولين جا روح هئا. هر هڪ نبي سڳوري جي پرسان يا پويان هڪ ولي جو روح بيٺل هو. پڻ اها وضاحت فرمايائون تہ، فلاڻي ولي جو روح فلاڻي نبي جي پاسي ۾ هو. خير، جڏهن الله تعاليٰ آواز ڏئي پڇيو تہ اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ ڇا آءٌ توهان جو رب نہ آهيان؟ ان وقت، امام غزالي رح جو روح مٿان هيٺ لهي آيو، ڪن روحن جواب ڏنو تہ هائو! تون اسان جو رب آهين ۽ ڪي خاموش هئا. ان دوران امام غزالي جي روح هن فقير جي روح کان پڇيو تہ آءٌ بہ هائو چوان يا نہ چوان؟ هن فقير چيو تہ ضرور هائو چئو غرض تہ الله جي ولين مان ڪن کي ان موقعي کان اڳ ۽ پوءِ جون ڳالهيون ياد هونديون آهن ۽ ظاهري وجود ۾ اچڻ کان پوءِ بہ ياد رهنديون آهن. جيئن هن فقير جي پيردستگير هن ظاهري جهان ۾ اچڻ کان پوءِ بہ، مثال طور ڪن ماڻهن جا احوال بيان فرمائيندو هو جن جي سچائي جي باري ۾ دل ۾ ڪو شڪ شبهو نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ، انسان کي ڪمال جي مرتبي تي پهچڻ کان پوءِ، ڪرامت سان هر

---

(1) سورة الروم آيت:32
(2) سورة البقرة آيت ٣٠

قسم جي عمل دخل جو شرف عطا فرمائي ٿو.

غزل

اشرف الاشهاد انسان آمد
نويد عالم همه ايشان شدند
مرکز پرکار دوران آمد
آنکه زنده عالم و اشرف دوکون
از خلائق جمله انسان آمد
اولياءَ الله را به نگر که چون
بر آدمي ظل سبحان آمد
زان که سايهء مهر حق بر فرق اوست
در دو عالم بين که انسان آمده
کاملان اين جهان و آن جهان
واقفان اين و آن هم آمد
مرشد و داعي دليل و راهنما
توشه و همراه و برهان آمد
غوث و قطب و عارف و معروف هم
در جهان بہ نگر که انسان در آمد
با صفات اربعه که موصوفست
و بس از تمام خلق انسان آمد
معلع ملکوتيت اگر دارد اطلاع وهم
وقوف برصفات و ذات حق انسان آمد
مطلع ملکوت وجبروت است
ملک هم بر لاهوت انسان آمد
از عنايت حق تو "فقيري" را نگر
در جهان هم جنس انسان آمد

[سڀ کان وڏي شرف وارو شاهدي ڏيندڙ انسان دنيا ۾ آيو جنهن جي خوشخبري جو اعلان سيني جهانن ۾ ٿيو. زماني جي دائري جو

مرڪزي ڪردار اچي ويو. مرحبا جا نعرا لڳي ويا تہ ٻنهي جهانن جي مخلوق ۾ سڀ کان وڌيڪ علم ۽ وڌيڪ شرف وارو انسان اچي ويو آهي. الله جي ولين کي ڏس! ڇڻ تہ ماڻهن تي الله جو پاڇو اچي ويو. ٻنهي جهانن ۾ هن جهان يعني دنيا ۽ انهيءَ جهان يعني آخرت ۾ سڀ کان ڪامل و اڪمل ۽ اُنهن يعني دنيا وارن ۽ هِنن يعني فرشتن ۽ سيني جو واقف ڪار انسان اچي ويو. اهو انسان، جيڪو مرشد بہ آهي، داعي بہ آهي، حُجت ۽ رهبر بہ آهي (سفر آخرت جو) سامان بہ آهي تہ ساٿي ۽ رهبر بہ آهي، سو اچي ويو. غوث ۽ قطب بہ آهي ۽ عارف ۽ معروف بہ. هن جهان ۾ ڏس تہ انسان اچي ويو. سندس چار صفتون آهن (جيڪي ٻين ۾ نہ آهن) بس! ائين سمجهہ تہ سموري مخلوق کان افضل ۽ اشرف يعني انسان اچي ويو. جيڪڏهن مَلَڪوتي جهان کان آگاه آهي تہ، الله تعاليٰ جي صفتن ۽ ذات جو علم بہ رکي ٿو. جيڪڏهن عالم مَلَڪوت ۽ عالم جبروت کان آگاه آهي تہ، عالم مَلَڪوتي ۽ عالم لاهوتي کان بہ با خبر انسان اچي ويو. جيڪڏهن توهان کي حق تعاليٰ جي عنايت حاصل آهي تہ هن فقير کي ڏس! هن دنيا ۾ انسان جو هم جنس اچي ويو.]

جيئن تہ نفس جي معرفت حق تعاليٰ جي معرفت جي چاٻي آهي. تنهن ڪري ان نفس کي سڃاڻڻ گهرجي تہ جيئن الله تعاليٰ جي شناخت ٿئي. نفس کي سڃاڻڻ جو مطلب اهو نہ آهي تہ، انسان جا هٿ پير، مٿو اکيون، ڪن، نڪ وات، زبان، ڪائڻ پيئڻ، خواهش نفساني، ڪاروبار ۽ معمولات سرانجام ڏيڻ جي ڄاڻ حاصل ڪجي، بلڪ حڪم آهي تہ:

مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ (1) بِالْعِجْزِ وَالْفَنَاءِ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ بِالْقُدْرَةِ وَالْبَقَاءِ

(1) صوفي صاحبن جي ڪتابن ۾ هن قول کي اڪثر دهرايو ويو ۽ ان کي حديث باور ڪرايو ويو آهي. جيئن هن ڪتاب ۾ بہ آهي. اسان بيان ڪري چڪا آهيون تہ سَندَ ۽ حوالي سان اصل کان اها حديث ثابت ئي نہ آهي، بلڪ عام شخص جو قول آهي، جنهن جي ناجائز نسبت الله جي رسول پاڪ ﷺ ڏانهن ڪئي وئي آهي. هتي ان جي علمي تحقيق پيش ڪريون ٿا: تفسير بغوي ص ١١٧ ج ١ ۾ بغير سند جي اهو قول ذڪر ڪري، هڪ اسرائيلي روايت تائيد ۾ آڻي ٿو تہ الله تعاليٰ دائود عليه السلام ڏانهن وحي ڪئي تہ "پاڻ کي سڃاڻ تہ مون کي سڃاڻندين." عرض ڪيائين تہ يا رب پاڻ کي

[جنهن پنهنجي نفس کي عاجزي ۽ قناعت سان سڃاتو ان پنهنجي رب کي قدرت ۽ بقا سان سڃاتو.]

يعني انسان، پنهنجي وجود ۽ قدرت کي ڪجهه به نه سمجهي. ڇاڪاڻ ته سندس وجود ۽ قدرت، الله رب العزة واجب الوجود جي قدرت ۽ حڪم سان آهي ۽ سندس حڪم سان رهندو. اهڙي طرح انسان جو قول، فعل، حرڪت يعني چرڻ، ساڪن رهڻ، جسم، جان، جند، بلڪ هر شيءِ الله تعاليٰ جي پيدا ڪيل آهي. جيئن سوره الصافات آيت ٩٦ ۾ ارشاد فرمائي ٿو: وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُوْنَ (۽ الله تعاليٰ توهان کي به پيدا ڪيو ۽ جيڪي ڪم توهان ڪريو ٿا انهن کي به پيدا ڪيو آهي.)

پڻ فرمائي ٿو:

سَنُرِيْهِمْ اٰيٰتِنَا فِي الْاٰفَاقِ وَفِيْٓ اَنْفُسِهِمْ حَتّٰى يَتَبَيَّنَ لَهُمْ اَنَّهُ الْحَقُّ [1]

[سگهوئي ڪين جهانن ۾ ۽ سندن نفسن ۾ به پنهنجون نشانيون ڏيکاريندا سون، تانجو انهن لاءِ ظاهر ٿئي ته الله ئي حق آهي.]

ٻئي هنڌ آهي ته:

اَوَلَمْ يَكْفِ بِرَبِّكَ اَنَّهٗ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدٌ [1]

---

ڪيئن سڃاڻان؟ فرمايائين ته "پاڻ کي عاجزي، ضعيفي، فنا سان ۽ مون کي قوت، قدرت ۽ بقا سان سڃاڻ." پر ان قول جو ماخذ ۽ حوالو بيان نٿو ڪري. تفسير ابي السعود ۾ ص ١٧٥ ج ٩ ۾ اهو قول بغير حوالي جي آهي. تفسير ثعالبيءَ ص ٢٨٧ ج ۴ ۾ بغير سند جي بيان ڪري تائيد ۾ علي بن ابي طالب رضي الله عنه جو قول آڻي ٿو ته: اعرف نفسک تعرف ربک ۽ من لم يعرف نفسه لم يعرف ربه. پر ان جو ماخذ به بيان نٿو ڪري. بيضاوي ص ٣٥٦ ج ١ ۾ اها روايت "قيل" سان آهي. يعني خبر نه آهي ته ڪنهن جو قول آهي؟ ابن تيميه فرمائي ٿو ته اها نبي ﷺ جن جي حديث نه آهي: (فتاوي ابن تيميه في التفسير ص ٣۴٩ ج ١٦) تفسير روح المعاني ص ١٦۴ ج ١٥ ۾ ان کي "قيل" سان بيان ڪري ٿو. يعني "چيو ويو آهي" پر چوندڙ ڪير آهي؟ جواب ندارد!!! ص ٧٩ ج ١ ۾ بغير حوالي جي بيان ڪري ٿو. ص ١٧٥ ج ٣٠ ۾ آهي ته اهو يحيٰ بن معاذ رازيءَ جو قول آهي. ماٿهو ڀانئين ٿا ته حديث آهي. پر ثابت نه آهي، جيئن نووي چوي ٿو. ساڳيو مفسر ص ١٢۴ ج ٢١ ۾ فرمائي ٿو ته اهو ابوبڪر رازيءَ جو ڪلام آهي.

(1) سوره فصلت آيت: ٥٣

(1) سوره فصلت آيت ٥٣

[ڇا تنهنجي رب جي باري ۾ اها ڳالهه ڪافي نہ آهي، تہ اهو هر شيءِ کي ڏسندڙ آهي.]

اَلَآ اِنَّهُمْ فِيْ مِرْيَةٍ مِّنْ لِّقَآءِ رَبِّهِمْ[2]

[ٻڌو! اهي پنهنجي رب جي ملاقات جي باري ۾ شڪ ۾ آهن.]

اَلَآ اِنَّهٗ بِكُلِّ شَيْءٍ مُّحِيْطٌ ﴿٥٤﴾[3]

[ٻڌو! انهيءَ الله هر شيءِ کي گهيري ۾ ورتو آهي.]

اي عزيز! ڄاڻ تہ انسان جي اندر ڏهہ حواس آهن. پنج ظاهري، پنج باطني. ظاهري حواس هي آهن: ٻڌڻ، ڏسڻ، سنگهڻ، چکڻ ۽ ڇهڻ. باطني حواس هي آهن: خيال، وهم، فڪر، ياد رکڻ، مٽي، هوا، باهہ. انسانن جون چار طبيعتون هي آهن. رطوبت (تري)، يبوست (خشڪي)، برودت (ٿڌاڻ)، حرارت (گرمي)، انسان ۾ اندر چار جوهر هي آهن: روح، عشق، عقل نفس. انسان فانوسي وانگر آهي، جنهن ۾ روشني هجي ۽ روح نباتاتي جگر ۾ شيشي وانگر آهي ۽ روح حيواني دل ۾ ڪپڙي جي وٽ وانگر آهي، جيڪا تيل ۾ هوندي آهي ۽ جنهن سان ڏيئو ٻرندو آهي. پڻ روح دماغ ۾ تيل وانگر آهي. الله تعالىٰ فرمائي ٿو:

اَللّٰهُ نُوْرُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ مَثَلُ نُوْرِهٖ كَمِشْكٰوةٍ فِيْهَا مِصْبَاحٌ اَلْمِصْبَاحُ فِيْ زُجَاجَةٍ اَلزُّجَاجَةُ كَاَنَّهَا كَوْكَبٌ دُرِّيٌّ يُّوْقَدُ مِنْ شَجَرَةٍ مُّبٰرَكَةٍ زَيْتُوْنَةٍ لَّا شَرْقِيَّةٍ وَّلَا غَرْبِيَّةٍ يَّكَادُ زَيْتُهَا يُضِيْٓءُ وَلَوْ لَمْ تَمْسَسْهُ نَارٌ نُوْرٌ عَلٰى نُوْرٍ يَهْدِي اللّٰهُ لِنُوْرِهٖ مَنْ يَّشَآءُ وَيَضْرِبُ اللّٰهُ الْاَمْثَالَ لِلنَّاسِ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿٣٥﴾[4]

[الله، آسمان ۽ زمين جو نور آهي، سندس نور جو مثال انهيءَ فانوسي وانگر آهي، جنهن ۾ ڏيئو هُجي، ڏيئو شيشي ۾ هجي، شيشو ڄڻ تہ روشن ستارو آهي، جنهن کي زيتون جي مبارڪ وڻ جي تيل سان ٻاريو وڃي جيڪو نہ ايرندي پاسي هجي، نہ الهندي پاسي. ويجهو آهي تہ ان جو تيل ٻري، توڙي ڪٽي ان کي باهہ نہ ڏجي. نور جي مٿان نور آهي، الله جنهن

(2) سوره فصلت آيت: ٥۴
(3) سوره فصلت آيت: ٥۴
(4) سورة النور آيت ٣٥

ڪي گهري ٿو نور واري واٽ وٺائي ٿو. (الله ماڻهن لاءِ) مثال بيان ڪري ٿو ۽ الله هر شيءِ جو علم رکندڙ آهي.]

يعني الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمينن جو حق آهي. هين لفظن ۾ الله ڪريم تي زمين ۽ آسمانن جي هر شيءِ ظاهر آهي, يا حضرت محمد ﷺ جن, جهانن جو ظهور آهن. اهي سڀ صفتون انسان ۾ جمع آهن. جنهن ڇاتو تنهن ڄاتو ۽ ان کان سواءِ انساني جسم ۾ ڪي ظاهري چڱايون آهن, مثلاً هٿ, پير, مٿو اکيون, ڪن, نڪ, وات, زبان ۽ ڪي چڱايون منجهس باطني آهن. مثلاً دل, دماغ جگر, گردا, معدو آنڊا, رڳون, هڏيون وغيره, اهي سڀ شيون الله تعاليٰ, حڪيم, خبير جي حڪمت کان خالي نہ آهن. فعل الحكيم لا يخلو عن الحكمة (داناءَ جو ڪم حڪمت کان خالي نہ هوندو آهي) اهي سڀ شيون انسان جي فائدي, آسائش ۽ آرام لاءِ آهن. انهن جي مجموعي کي ”نفس مربوب“ بہ چوندا آهن. يعني پاليل نفس. جيڪو ڪاڏو انسان کائيندو آهي, ان جون ٽي سو سٺ صفتون آهن. جڏهن ڪاڌو تنهنجي سامهون ايندو آهي تہ پهريائين تنهنجي دل ۾ ان جي رغبت پيدا ٿيندي آهي تہ ڪاڌو کاءُ. جڏهن ڪاڌو معدي ۾ پهچندو آهي تہ اتان دل ۾, اتان دماغ ۾, ان جو اثر پهچندو آهي. دماغ مان رڳن ۾ ۽ رڳن مان طاقت ۽ قوت ملندي آهي, پوءِ انسان حرڪت ۾ ايندو آهي. اهڙي طرح انساني جسم جو هر حصو ڪاڌي ۾ شريڪ ٿيندو آهي. هٿن سان ماني پورا پورا ڪري وات ۾ وجهندو آهي. ڏند, گرهہ کي چٻاڙيندا آهن, زبان ان کي نڙي کان هيٺ پهچائيندي آهي, اهو گرهہ لعاب سميت معدي ۾ ويندو آهي, اتان جگر تائين غذا پهچندي آهي, جنهن ۾ ڪجهہ غذا مان ڳاڙهي رنگ جي رت ٺهندي آهي. ماڻهو کي ان غذا جو سواد يا ٽيسٽ محسوس ٿيندو آهي. فالتو غذا آنڊن ۾ پهچندي آهي, جنهن جو رنگ ڦڪو هوندو آهي, جنهن کي ”صفراءُ“ چوندا آهن ۽ اهڙي طرح غذا هضم ٿي انساني بدن جو جزو ٿيندي آهي. جڏهن رت, جگر مان ٻاهر ايندي آهي تہ سخت ۽ بغير قوام جي هوندي آهي, پوءِ گردو ان ۾ پاڻي ملائيندو آهي, جيئن رت, صفراءَ ۽ سوداءَ کان سواءِ جسم جي رڳن ۾ آساني سان پهچي. اهڙي ريت غذا سٺن عضون مان گذري, انسان کي طاقت ۽ قوت ڏيندي

آهي. انهن مان هڪ قوت باطني آهي، جيڪا مرد جي پٺي ۾ ۽ عورت جي سيني ۾، رت مان اڇي رنگ جو ”ماده منويه“ تيار ڪندي آهي. استعمال ٿيل غذا جو ردي حصو آنڊن جي رستي ٻاهر ايندو آهي تہ ان کي ”ڪاڪوس“ چوندا آهن ۽ خراب پاڻياٺيون شيون انساني بدن مان، پيشاب واري رستي ٻاهر ايندڙيون آهن تہ ان کي ”پيشاب“ چوندا آهن. اهي جملہ پنج قوتون آهن، يعني قوت جاذبه، قوت ماسکه، قوت دافعه، قوت واقعه، قوت ناميه. جيڪڏهن انهن مان ڪنهن هڪ ۾ بہ ڪا خرابي ۽ بيماري پيدا ٿي پوندي تہ پوري انساني جسم ۾ خلل واقع ٿيندو.

## انسان، عالم ڪبير آهي

ان کان سواءِ انسان عالم ڪبير آهي، يعني ڪائنات ۾ جيڪي ڪجھہ آهي اهي سڀ شيون انساني جسم ۾ موجود آهن. (جنهن کي نفس ۽ عالم صغير چوندا آهن.) مثلاً عرش جي جاءِ تي دل، ڪرسيءَ جي جاءِ تي دماغ، لوح محفوظ جي جاءِ تي روح، ملائڪن جي جاءِ تي قدرت جي قوت جاذبه ۽ آسمان جي جاءِ تي دماغ کان مٿانهون حصو آهي. آسمان جا ٿي سو سٺ درجا آهن، ساڳيءَ طرح ماٺهو جي اندر ۾ بہ ٿي سو سٺ جوڙ آهن. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

لَتَرۡكَبُنَّ طَبَقًا عَنۡ طَبَقٍ ﴿١٩﴾ [1]

[ضرور هڪ درجي کان ٻئي درجي تي چڙهندين.]

اکيون، روح لاءِ دروازا آهن، ڪَن، گردن، ٻانهون، ٻُبيون، سينو دُن، خصيا، پيٽ، پنيون ۽ پير، ستن ستارن (ڪَتي) ۽ ٽيڙوءَ جي جاءِ تي آهن. دل، سج وانگر آهي. جگر، مُشتري ستارو هٺ، چنڊ، گردو زهره، زُحل، مريخ دماغ، عُطارد، جسم جو گوشت، زمين، هڏيون، جبل، رڳون، درياءَ، وجود، وڻ، حياءُ، بهار آهي. ڪُراڙپ جي ڪُب خزان آهي. جواني گرميءَ جي موسم ۽ پيرسني، سرديءَ جي موسم آهي. ناراضگي ۽ غصو ديوانگي، جسم، نباتات، قلب، خزانو روح، ڪاڻ، حياتي، حيوانيت، مُنهن، آبادي، پُٺي، بريٽ،

---

(1) سورة الانشقاق آيت: ١٩

صدا آواز گجگوڙ اکيون، ڪِنوڻ، روئڻ، ٻوڙ، پگهر ۽ مينهن وانگر آهي. انساني جسم ۾ ست پردا آهن، جيڪي ستن زمينن جي بجاءِ آهن. مغز جي مٿئين حصي ۾ ست عضوا آهن. جيڪي ستن آسمانن جي بجاءِ آهن. عقل دماغ ۾، حياءُ اکين ۾، سمجهڻ ۽ ٻڌڻ جي سگهه ڪنن ۾، ڏسڻ جي قوت اکين جي تارن ۾، ڳالهائڻ جي قوت زبان ۾، علم سيني ۾، فڪر دل ۾ آهي. جسم جي سلطنت جو بادشاه قلب آهي، جنهن جو وزير عقل آهي. سندس عملدار شهوت، ڪينو ۽ ڪاوڙ آهن. سمورا عضوا ان جي رعيت آهن. جيئن الله تعاليٰ جي ذات حق آهي ۽ پوري ڪائنات تي ڇانيل آهي، تيئن روح پوري جسم تي ڇانيل آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو: وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ (۽ انهيءَ ۾ پنهنجو روح ڦوڪيان.)

اي عزيز! ڄاڻ تہ اهي سڀ نعمتون ۽ صفتون جيڪي توکي الله تعاليٰ عطا ڪيون آهن، سي سڀ تنهنجي لاءِ پيدا ڪيون ويون آهن. انهيءَ لحاظ سان روح ۽ نفس ۾ ڪو فرق نہ آهي. مٿي بيان تي چڪو تہ وڏو نفس، ننڍو جهان آهي ۽ ڪائنات عالم ڪبير يعني وڏو جهان آهي. پڻ ڄاڻڻ گهرجي تہ ڪامل انسان جو نفس "عالم ڪبير" آهي. سهڻي سمجهہ رکندڙ نفس ۾، مالڪ جي ماپڻ جي گنجائش آهي. جيئن فرمائي ٿو تہ آءُ نہ پنهنجي زمين ۾ ماپان ٿون ۽ نہ پنهنجن آسمانن ۾ ماپان ٿو پر مون کي مؤمن ٻانهي جي دل، پنهنجي اندر ماپائي ٿي.

شريعت طريقت، حقيقت، معرفت، ملڪ، ملڪوت، جبروت، لاهوت، سڀ انساني جسم جي اندر آهن. جسم، انساني شريعت ۽ بادشاهي آهي. ان جي دل، ملڪوت ۽ طريقت آهي. جبروت ۽ حقيقت لاهوت آهي. معرفت، راز آهي. پوءِ پڪ ڄاڻ تہ الله تعاليٰ انسان کي پنهنجي عظيم بادشاهي جي قدرت عطا ڪئي ۽ هڪ جامع نسخو سندس حوالي فرمايو آهي، جنهن کي "نفس" چئجي ٿو. جيڪو نفس کي سڃاڻندو، اهو خدا تعاليٰ کي سڃاڻندو جيئن حديث ۾ آهي تہ جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو.

اي منهنجا عزيز! ماڻهوءَ جي ظاهري جسم جي اندر جنهن کي "نفس" پڻ چيو وڃي ٿو "غليظ نطفو" يعني نوس مادو رکيل آهي. اهڙي

ڳهاتي شيءِ ۽ منجهس ايتريون اڻ ڳڻيون صفتون ۽ نعمتون آهن. جن جو تصور بہ نہ ٿو ڪري سگهجي. اهو ڪهڙي مقصد لاءِ آهي. ڪٿان آيو آهي. ان جو اصل ۽ ان جي فرع يعني شاخ ڪهڙي آهي؟ ۽ ان جي شروعات ڪٿان ٿي ۽ ان جو انجام ڪهڙو ٿيندو؟ جيڪڏهن اها شيءِ ازخود وجود ۾ آئي آهي تہ خير آهي! پر جيڪڏهن ان جو حقيقي صانع ۽ خالق آهي تہ پوءِ هر شخص تي ان جي معرفت حاصل ڪرڻ فرض آهي. ڄاڻڻ گهرجي تہ ان جو اصل هي آهي. جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

وَكُنْتُ كَنْزًا مَّخْفِيًّا (1)

[۽ مان ڳجهو خزانو هيس.]

۽ ان جي شاخ هيءَ آهي:

إِنَّ اللهَ خَلَقَ آدَمَ عَلٰى صُوْرَتِهٖ (2)

[بيشڪ الله تعاليٰ آدم کي پنهنجي صورت تي خلقيو آهي.]

انسان جي شروعات ۽ پڇاڙي انا لله و انا اليه راجعون آهي. يعني بيشڪ اسان الله جا آهيون ۽ الله ڏانهن موٽڻ وارا آهيون. (البقره آيت ١٥٦)

---

(1) ابجد العلوم ص ١٥٩ ج٢. التعريفات ص ٢١٨. التعاريف ص ٥٦٨ ج١. الاحڪام للآمدي ص ٣١ ج ١. هن جي شرح ۾ ڪتاب نالي "شرح ڪنت ڪنزا مخفيا" شيخ بالي خليفه صوفيءَ لکيو. جنهن جو سن وفات ٩٥٠ع کان پوءِ جو آهي. (ڪشف الظنون ص ١٠٤٠ ج ٢) جڏهن تہ عالمن جي بيان مطابق اها حديث باطل آهي. (تدريب الراوي ص ١٧٦ ج ٢) علامه سخاوي چوي ٿو تہ حديث باطل آهي. (المصنوع ص ١٤١ ج١) علامه ابن تيميه چوي ٿو تہ اها حديث نہ ڪنهن صحيح سند سان ثابت آهي ۽ نہ ڪنهن ضعيف سند سان. اهوئي قول زرڪشي، حافظ ابن حجر، سيوطي وغيره جو آهي. ملا علي قاري چوي ٿو تہ معنوي لحاظ سان اها صحيح آهي. ڇاڪاڻ تہ قرآن مجيد ۾ الله پاڪ فرمائي ٿو تہ مون انسانن ۽ جنن کي فقط پنهنجي بندگيءَ جي لاءِ پيدا ڪيو آهي ۽ ابن عباس رضي الله عنهما فرمائي ٿو تہ يعني جيئن منهنجي سڃاڻپ ڪن. (ڪشف الخفا ص ١٧٣ ج ٢)

(2) حديث ثابت آهي: قرطبي ص ٢٠٠، ٣٩٢ ج ٥. ١١٤ ج ٢٠. ابن ڪثير ص ١٣ ج ٣- صحيح مسلم حديث: ٢٦١١، ٢٨٤١. بخاري حديث: ٥٨٧٣. ابن حبان ص ١٨ ج ١٣. احمد ص ٢٤٤ ج ٢. فتح الباري ص ١٨٣ ج ١٠٥ ص ٣٦٦ ج ٦).

ان جو مقصد الله تعاليٰ جي ذات ۽ سندس صفتن کي ظاهر ڪرڻ آهي. انهيءَ مان معلوم ٿيو تہ نفس ۽ روح سڀ هڪ ئي وجود آهن ۽ هڪ کي ٻئي تي ڪو امتياز نہ آهي. حضرت آدم عليٰ نبينا و عليه السلام جي دعا آهي تہ:

رَبَّنَا ظَلَمْنَآ اَنْفُسَنَا وَاِنْ لَّمْ تَغْفِرْ لَنَا وَتَرْحَمْنَا لَنَكُوْنَنَّ مِنَ الْخَاسِرِيْنَ ۝٢٣ [1]

[رب اسان جا! اسان پاڻ تي ظلم ڪيو ۽ جيڪڏهن تون اسان جي مغفرت نہ ڪندين ۽ اسان تي رحم نہ ڪندين تہ ضرور اسان نقصان وارن مان ٿينداسون.]

"ظلم" مان مراد آهي گناه يا دنيا ۽ آخرت جي نعمتن جي هوس رکڻ، يا پاڻ ڏانهن ڪنهن قول، فعل، حرڪت، خيال، خطري جي نسبت ڪرڻ، يا ٻين کان ڏڄڻ ۽ خطرو رکڻ. مٿين آيت سڳوري جي معنيٰ مطابق "ظلم" ظاهري ڪفر آهي، نہ تہ بيان تي چڪو آهي تہ ظلم جا ٻيا بہ قسم آهن.

ڄاڻڻ گهرجي تہ ڪي حضرات جسم کي "نفس" چون ٿا تہ ڪي دل جي منبع ۽ سرچشمي کي "نفس" چون ٿا. ڪي نباتاتي روح کي "نفس" چون ٿا تہ ڪي حيواني روح کي "نفس" چون ٿا. ڪي رت کي "نفس" چون ٿا تہ ڪي انهن سڀني شين جي مجموعي کي نفس چون ٿا. پڻ چيو ويو آهي تہ عين جسم ئي نفس آهي ۽ ان جي باري ۾ (هڪ حديث) آهي تہ:

اَعْدٰى عَدُوِّكَ نَفْسُكَ الَّتِيْ بَيْنَ جَنْبَيْكَ (2)

[بيشڪ تنهنجو بدترين دشمن اهو نفس آهي، جيڪو تنهنجي ٻنهي پاسيرين جي وچ ۾ آهي.]

ڪيترائي نبي سڳورا ۽ اولياءَ الله آهن، جن کي سندن نفس ستايو ۽ رئاريو آهي، تانجو سلطان الانبياءِ، حضرت محمد مصطفيٰ، احمد

(1) سورة الاعراف آيت: ٢٣

(2) جامع العلوم والحكم ص ١٩٦ ج ١، الزهد الكبير ص ١٥٧ ج ٢، شرح الزرقاني ص ٣٢٧ ج ٤، شرح سنن ابن ماجه ج ٢٠ ص ١، فيض القدير ص ٣٥٨ ج ٥، حلية الاولياءِ ص ٣٢٣ ج ١٠، كشف الخفاءِ ص ١٤٨ ج ١. اها حديث امام بيهقيءَ ضعيف سند سان بيان ڪئي آهي، جنهن جا شواهد موجود آهن. كشف الخفاءِ ص ٢٢٢ ج ٢).

مجتبيٰ ﷺ جن کي فرمائڻو پيو تہ

يَا لَيْتَ رَبُّ مُحَمَّدٍ لَمْ يَخْلُقْ نَفْسِيْ(1)

[اي ڪاش! محمد ﷺ جو رب، منهنجي نفس کي پيدا نہ ڪري ها.]

رسول الله ﷺ جن پنهنجين اڻ ڪٿ فضيلتن ۽ ڪمالن جي ياوجود، پنهنجي نفس جي باري ۾ ائين ارشاد فرمايو آهي، جنهن مان سمجھ ۾ اچي ٿو تہ نفس جسم آهي، مگر نبين سڳورن، نفس جي چيره دستين جي خلاف فرياد ۽ نفرت ڪئي آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ نبين جو نفس، جسم نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ انهن جي ظاهر ۽ باطن ۾ خير ۽ ڀلائي کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نہ هوندي آهي. ان جو دليل هي آهي تہ الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفات کان سواءِ، نہ ڪنهن جون صفتون آهن ۽ نہ ڪنهن جي ذات آهي. اهو ئي سبب آهي تہ جڏهن الله تعاليٰ جي ذات هئي، تڏهن نہ ڪنهن جي ذات هئي ۽ نہ ڪنهن جو نفس هو. الله جيڪو عين مطلق آهي، انهيءَ سيني کي وجود عطا ڪري، پنهنجي قبضي جي قيدخاني ۾ آندو پوءِ ڪل، پنهنجي جزو ۾ نہ رهيو ۽ واجب الممڪن، يعني جنهن شيءِ جو وجود ۾ اچڻ ممڪن آهي، اهو حجاب ۾ محدود نہ رهيو ۽ نفس جو طعنو نہ ڏنائين.

بيت

از همان گنجم که مخفي بود در اسرار غيب
ليک از علت ظهور طعنه بهتان يافتم

[آءٌ انهيءَ خزاني مان آهيان، جيڪو غيب ۽ اسرار ۾ هو پر ظاهر ٿيڻ جي سبب ڪري، بهتان جو طعنو برداشت ڪيو اٿم.]

نفس ۽ ڪائنات ٻہ انهن شين مان آهن، جن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ پهريائين غير الله کان سواءِ ڪا شيءِ نہ هئي، تنهن ڪري نفس

---

(1) حديث جي ڪتابن ۾ اها حديث نہ ملي. بلڪ سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه موت جي تمنا ڪئي تہ ڪيس ڪيترا ڀيرا فرمايائون تہ اي سعد! ڇا منهنجي موجودگيءَ ۾ موت جي تمنا ڪرين ٿو؟ (ابن ڪثير ص ۴۹۳ ج ۲، مجمع الزوائد ص ۲۰۳ ج ۱۰، احمد ص ۲۶۶ ج ۵، المعجم الڪبير ص ۲۱۷ ج ۸)

هجي يا ڪائنات، ان جي ڪا شيءِ بہ الله کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي.

بيت

نيک ديدم که انفس و آفاق
نيست چيزي دگر بجز خلاق
واين آن گاه پرتو جلوه گر آيد
درظاهر شود نقطه ذات نهاني

[بلڪل نيڪ ڏٺم تہ نفس ۽ آفاق هڪ ٻئي کان جدا شيون نہ آهن، پر هڪ شيءِ آهي. فقط ظاهري اختلاف نظر اچي ٿو. جڏهن ڳجهہ جو اولڙو يا جلوو ظاهر ٿيندو آهي تہ لِڪل ذات جو نُڪتو يعني ان جي اصل حقيقت سامهون اچي ويندي آهي.]

بس جيڪو ذات جي نُڪتي کي لهندو تنهن جو نفس عين روح ٿي ويندو. ان وقت سندس روح فقط (الله جي) ذات آهي ۽ اهو (الله) مخلوق نہ آهي. ذات جو اهو نُڪتو محبت جي ڪمال کان سواءِ سمجهہ ۾ نہ ايندو ۽ محبت جو ڪمال محبوبيت آهي ۽ حقيقت جو حاصل ڪرڻ محبت آهي. جنهن جو دارومدار نفس جي دشمني تي آهي. نفس جي دشمني جي نشاني سندس خواهشن جي مخالفت ڪرڻ آهي ۽ نفس جي مخالفت جي تڪميل هڪدم حاصل نہ ٿيندي. بلڪ اهو درجو آهستي آهستي نصيب ٿيندو آهي. غرض تہ جيڪو شخص انهيءَ ذات جي نُڪتي کي لهندو ان جو نفس، عين ذات ٿي ويندو باوجود هن حقيقت جي تہ سندس نفس جون صفتون روح ۾ تبديل ٿين ٿيون. هن معنيٰ ۾ تہ جيتوڻيڪ سندس صورت حيوانن وانگر ۽ سندس مقصد نفسن ۽ ڪائنات جي صورت ۾ آهي، ليڪن اهو بہ الله جي ذات کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي ۽ انسان بہ انهي خالق اڪبر جي ظهور جي صورت آهي. بلڪ سموري ڪائنات، سندس مظهر آهي.

اي سمجهدارعزيز! چاڻ تہ نفس، جسم، دل ۽ روح سڀني شين جو خالق ۽ ٺاهيندڙ الله تعاليٰ جل جلاله جي ذات اقدس آهي ۽ سڀني جو تت ۽ خلاصو آهي:

إِنَّا لِلّٰهِ وَإِنَّآ إِلَيْهِ رَٰجِعُونَ[1]

[بيشڪ اسان الله لاءِ آهيون ۽ اسان کي الله ڏانهن موٽڻو آهي.]

چاڪاڻ تہ هر شيءِ کي جوڙيندڙ الله جل جلاله آهي ۽ هر هڪ شيءِ انهيءَ ڏانهن ئي موٽي ٿي، جيئن ڏٺي سگهوڙو ارشاد فرمائي ٿو:

وَأَنَّ إِلَىٰ رَبِّكَ الْمُنتَهَىٰ[2]

[۽ هر شيءِ جو تنهنجي رب ڏانهن موٽڻ آهي.]

ان جي هڪ ٻي معنيٰ بہ آهي، يعني شروعاتي مريد. آخرڪار پنهنجي آخري درجي تي پهچندو آهي، جيئن الله تعاليٰ انسان کي ماءُ جي پيٽ مان خلقي، صورت عطا ڪري ۽ منجهس روح ڦوڪي. ڪامل انسان جي صورت ۾ ٻاهر ڪڍي ٿو.

فقير جي غايت ۽ انتها هيءَ آهي تہ ٻانهو فقط الله تعاليٰ جي محتاجي ڪيڏي ۽ الله تي توڪل جي انتها. سندس هي يقيني علم آهي تہ سندس حفاظت ۽ پالنا ڪندڙ فقط الله تعاليٰ آهي. ٻانهي جي انتهائي ڪمزوري ۽ عاجزي، لاچاري، ذلت ۽ بيوسيءَ جي حالت آهي. چاڪاڻ تہ انهيءَ مقام تي پهچڻ کان اڳ انسان ۾ ساڙ حسد، خودپسندي، حرص ۽ هوس جهڙيون بڇڙيون صفتون موجود هونديون آهن، پر جيڪو شخص، عارف بالله هوندو آهي، ان جي هر وقت هيءَ حالت هوندي آهي تہ پاڻ کي رڳو الله جو محتاج سمجهندو آهي. عام ۽ خاص ماڻهن مان ڪنهن بہ شخص کي، نفس مان فائدو نہ پهچي سگهي، چاڪاڻ تہ پاڪ پيغمبرن ۽ ڪامل ولين کي بہ نفس جي شرارتن کي منهن ڏيڻو پيو آهي. (جيئن يوسف عليه السلام جو قول، قرآن مجيد بيان ڪري ٿو تہ: آءٌ پنهنجي نفس کي پاڪ نٿو چوان، بيشڪ نفس برائي جو حڪم ڪندڙ آهي. سواءِ ان جي، جنهن تي الله رحم ڪري.) پر بهرحال الله تعاليٰ هر شيءِ تي غالب آهي، جيئن فرمائي ٿو تہ:

---

(1) سورة البقرة آيت: ١٥٦

(2) سوره نجم: ۴۲

وَاللّٰهُ غَالِبٌ عَلٰٓى اَمْرِهٖ[1]

[۽ الله پنهنجي معاملي تي غالب آهي.]

جيڪي ماڻهو اسرارن ۽ رازن کان واقف آهن، اهي نفس جي شر کي دفع ڪرڻ لاءِ سدائين پاڻ پتوڙيندا رهندا آهن. چاڪاڻ تہ اها ئي دانائي جي نشاني آهي. الله تعاليٰ پنهنجي حڪمت ۽ دانائي جي ڪمال سان سچي ۽ ڪوڙي انسان کي نفس ۽ خواهشن جي ذريعي پرکيندو ۽ جدا ڪندو آهي. ارشاد فرمائي ٿو:

لِيَمِيزَ اللّٰهُ الْخَبِيثَ مِنَ الطَّيِّبِ[2]

[تہ جيئن الله تعاليٰ پاڪ شيءِ کي خراب شيءِ کان جدا ڪري.]

سچو انسان، سدائين شوق جي باه ۽ نفس جي شرارت جي حرارت ۾ سڙندو ڳرندو آهي. ڪوڙو انسان، نفس ۽ خواهش کي پنهنجو معبود ۽ مقصود سمجهندو رهندو آهي ۽ دوکي ۾ رهندو آهي. سچو انسان، هر گهڙي نفس جي شر جا زهريلا پيالا پيئندو رهندو آهي ۽ ڪوڙو انسان، هر گهڙي نفس جي غفلت ۽ خوشي جي شراب جا پيالا پيئندو آهي. سچو انسان هر گهڙيءَ نفس جي شرارت کان الله ڏانهن ڀڄندو آهي. ڪوڙو انسان نفس جي عيش عشرت ۽ لذت ۾ غرق رهندو آهي. نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

إِنَّ اللّٰهَ عَزَّوَ جَلَّ لَا يَنْظُرُ إِلٰى صُوَرِكُمْ وَلٰكِنْ يَنْظُرُ إِلٰى قُلُوْبِكُمْ وَ اَعْمَالِكُمْ[3]

[بيشڪ الله تعاليٰ توهان جي صورتن ۽ توهان جي مالن ڏانهن نٿو نهاري، پر توهان جي قلبن ۽ عملن ڏانهن نهاري ٿو.]

عالمن سڳورن، (الله تعاليٰ انهن کي وڌائي ۽ ترقي وٺائي.) هن

---

(1) سوره يوسف: آيت:٢١

(2) سورة الانفال آيت: ٣٧

(3) مسلم حديث: ٤٦٥١- احمد قرطبي ص ٣٢٦ ج ١٦- ابن ڪثير ص ٢٢٩ ج ١. ابن حبان حديث: ٢٩٤- شعب الايمان حديث: ١٠٤٧٧، فيض القدير ص ١٠٦ ج ١، حلية الاولياءِ ص ٩٨ ج ٤، نوادر الاصول ص ٩٥ ج ٤

حديث جي شرح هن طرح ڪئي آهي تہ دل، ڏينهن رات ۾ ٽي سو سٺ پيرا نفس جي ظلم ۽ تعدي کان بارگاه الـهي ۾ روئندي رڙندي رهندي آهي ۽ الله تعاليٰ ايترا ئي پيرا ان دل ڏانهن ڪرم جي نگاه ڪندو آهي، جنهن جي ڪري ان کي تسلي ۽ تشفي نصيب ٿيندي آهي،جيئن نبي سائين ﷺ جن فرمايو آهي تہ :

إِنَّ اللّٰهَ يَنْظُرُ فِيْ كُلِّ يَوْمٍ وَلَيْلَةٍ ثَلَاثَ مِائَةَ وَسِتِّيْنَ نَظْرَةً فِيْ قَلْبِ كُلِّ مُؤْمِنٍ وَ مُؤْمِنَةٍ

[بيشڪ الله تعاليٰ هر ڏينهن رات ۾، ٽي سو سٺ پيرا هر مؤمن مرد ۽ عورت جي دل ڏانهن نهاريندو آهي.]

اي منهنجا عزيز! الله تعاليٰ جون اهي ڪرم واريون سموريون نظرون نفس جي ڪري آهن، پوءِ سندس مهربانين جي ڪهڙي ڳالھ ڪجي. غرض تہ حق تعاليٰ جي طرفان جيڪا بہ شيءِ پيدا ڪئي وئي آهي، سا بلڪل برحق آهي. چاهي نفس هجي، چاهي دل هجي، چاهي روح هجي، سڀ خدا تعاليٰ جا خلقيل آهن ۽ فرمايو ويو آهي تہ داناءَ جو ڪو ڪم حڪمت کان خالي نہ هوندو آهي. تنهن ڪري اهي سڀ شيون بالڪل برحق آهن.

بيت

هرچه حق کرده آن همه حق است

کرده حق را مگو که ناحق است

[جيڪو ڪم حق تعاليٰ ڪيو آهي، سو سڀ برحق آهي، حق تعاليٰ جي ڪم کي ناحق نہ چئُا.]

اي سمجهدار عزيز! جنهن کي حقيقت جي نعمت ۽ دولت حاصل آهي، اهي سيني شين کي حق جي اک سان ڏسن ٿا. پنهنجي نفس کان گذري سمورا جهان عبور ڪندا آهن ۽ سمورن جهانن کان پڇي، پنهنجي مراد کي چڱي، دوست جي مراد کي حاصل ڪري آرام حاصل ڪندا آهن ۽ ٻنهي جهانن جي نعمتن ۽ پنهنجي دوست جي وصال جي نعمت سان ڪامياب ٿيندا آهن. ڇاڪاڻ تہ الله جي محبت حاصل ٿيڻ کان پوءِ نہ ڪا وحشت باقي رهندي آهي ۽ نڪي غير الله جي موجودگي ۾ ڪا

راحت لينديُ آهي. چيو ويو آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن شخص کي سموري ڪائنات جي خزانن جون چابيون ڏجن ۽ سندس لاءِ سڀ شيون مهيا ڪجن، پر حق تعاليٰ کان مٿس حجاب چڙهيل هجن تہ سندس حياتي رنج، مصيبت ۽ عذاب سان گذرنديُ. خواجه سري سقطي چوي ٿو تہ اي الله! مون کي هر شيءِ سان پلي عذاب ڏي، پر مون تي حجاب چاڙهي، مون کي عذاب نہ ڏي. تانجو اکيون ۽ دل هڪ ٻئي کان جدا ٿين تہ اهو بہ قبول آهي، پر تنهنجي جدائي قبول نہ آهي.

الله جي ولين جي دلين ۾ بهشت ۽ دوزخ جي ڪا اهميت نہ هونديُ آهي ۽ نڪا ٻنهي جهانن جي نعمتن لاءِ سندن سيني ۾ جاءِ هونديُ آهي. سندن هٿ، الله کان سواءِ هر شيءِ لاءِ تنگ هوندا آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي ”لا انا ولا غيري“ جي مقام تي هوندا آهن، يعني الله کان سواءِ، نہ پنهنجي خبر هونديُ اٿن ۽ نہ غير جي. الله جي ٻاجهہ ۽ فضل سان سندن دليون انهيءَ مقام تي هونديون آهن. جتان اهي پنهنجي وجود ۽ ٻين سيني شين کي هڪ ڏسندا آهن.

شعر

تا مهر رخت در دل من پرتو، تو انداخت
خسرو خاور جان و دلم نور قمر روشن تر بساخت
بانوار منور از ظلمت زلفت که جهان بود شب تار رخت
جلوه گر آمد خورشيد صفت فلک چون نور، ونو بهار است
بصد نور و انوار خورشيد جهان تاب جلالت که درخشيد
از ممکن شب غيب در دائره سايهء کون و مکان سايه انداخت
جهان کرد منور از مخزن اسرار که درپرده نهان بود بدان
هر چه ظهور است خود گنج عيان شد همه از خويشتن افراشت
چه عرض است، چه جوهر، انواع جواهر همه در بحر نهانند
وليکن عجب ست آنکه باحکمت خود قادر اين بحر نهان داشت
در اقسام جواهر گر عاشق، مشتاق، بيک ز نگاهش مي گردد مقتول
باز ازوست صد شوق جگر چون هدف انداخت
باميد نه کرد تا داغ تو در کيسه ”فقري“ در مي کرد

از غايت سامان آن دولت بسيار مرا مستغني ساخت .

[جڏهن تنهنجي رخ جي چنڊ، منهنجي دل تي عڪس ۾ اولڙو وڌو ته منهنجي دل ۾ جان جو سج، چنڊ کان وڌيڪ روشن ٿي ويو. تنهنجي زلفن جي ڪارڻ سبب جهان ۾ گهپ اونده هئي، پوءِ جڏهن غيب جي رات مان تنهنجي جلال جا جلوا ڪون ۾ مڪان تي ظاهر ٿيا ته اهي سڀ روشن ۽ نوبهار ٿي ويا. جهان کي نورانيت بخشيندڙ تنهنجي جلال جي نور سان سج جهڙيون سوين شيون منور آهن. تو، اسرارن جي ڳجهي خزاني مان جهان کي منور ڪري ڇڏيو. (اي انسان! پڪ) ڄاڻ ته جيڪي ڪجهه ظاهر آهي، سو انهيءَ (الله پاڪ) پنهنجي غيبي خزاني مان پاڻ ظاهر ڪيو آهي. پر عجب اهو آهي ته قادر ڪريم پنهنجي حڪمت سبب، انهيءَ سمنڊ کي ڳجهو رکيو آهي. جواهرن جي قسمن ۾ عاشق هجي يا مشتاق ۽ معشوق، سڀ هڪ نگاه (جي تير) سان قتل ٿين ٿا. وري ان کان پوءِ مقصد ماڻڻ لاءِ سيني ۾ سوين قسم جا شوق به پيدا ٿين ٿا. (اي سالڪ!) ڪنهن ۾ ڪا به اميد نه رک. جيئن تنهنجي فقيري جي گودڙي ۾ دنيا جو ڪو به داغ ڌبو نه لڳي. مون کي فقيري جي جيڪا بي بها دولت حاصل آهي انهيءَ مون کي، سون، چانديءَ ۽ سيني شين جي دولت کان بي پرواه ۽ بيگانو ڪري ڇڏيو آهي.]

## معرفت ۽ ان جا قسم

(اي سالڪ!) ڄاڻ ته نفس جي معرفت، دراصل الله تعاليٰ جي معرفت حاصل ڪرڻ جي لاءِ محبت جي هڪ نشاني آهي. الله تعاليٰ سيني جهانن کي پنهنجي قدرت جي ظاهر ڪرڻ ۽ انسان کي پنهنجي معرفت جي حاصل ڪرڻ جي مقصد هيٺ پيدا فرمايو آهي. ان ڏس ۾ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمائي ٿو ته:

وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْإِنسَ إِلَّا لِيَعْبُدُونِ [1]

[۽ مون جنن ۽ انسانن کي فقط پنهنجي عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي.]

---

(1) سورة الذاريات آيت:٥٦

يعني رڳو ڪين پنهنجي معرفت جي لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي، جيئن مٿي هي قول بيان ڪيو ويو تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ آءٌ ڳجهو خزانو هيس، پوءِ مون پسند ڪيو تہ مون کي سڃاتو وڃي، تنهن ڪري مون مخلوق کي پيدا ڪيو تہ جيئن آءٌ سڃاتو وڃان. ان کان سواءِ قرآن مجيد ۾ ٻئي هنڌ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَمَا خَلَقْنَا السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا لٰعِبِيْنَ ﴿٣٨﴾ (1)

[۽ اسان آسمانن، زمينن کي ۽ جيڪي ڪجهہ منجهن آهي، انهن کي راند روند لاءِ يعني بيڪار پيدا نہ ڪيو آهي.]

پڻ فرمائي ٿو:

اَفَحَسِبْتُمْ اَنَّمَا خَلَقْنٰكُمْ عَبَثًا وَّاَنَّكُمْ اِلَيْنَا لَا تُرْجَعُوْنَ ﴿١١٥﴾ (2)

[ڇا توهان گمان ڪريون ٿا تہ اسان توهان کي اجايو پيدا ڪيو آهي ۽ توهان کي اسان ڏانهن موٽايو نہ ويندؤ.]

ٻئي هنڌ پنهنجي حبيب لبيب حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کي ارشاد فرمايو ويو آهي تہ:

وَاعْبُدْ رَبَّكَ حَتّٰى يَاْتِيَكَ الْيَقِيْنُ ﴿٩٩﴾ (3)

[۽ پنهنجي رب جي عبادت ڪر، تانجو تو وٽ يقين يعني موت اچي.]

يعني جيستائين زنده آهين، انهيءَ وقت تائين الله تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول رهہ. هتي "عبادت" مان مراد حق تعاليٰ جي معرفت آهي ۽ ان ۾ گهٽيون ڳالهيون آهن، جيئن تہ الله پاڪ انسان کي پنهنجي معرفت لاءِ پيدا فرمايو آهي، تنهن ڪري انسان تي فرض عين آهي تہ پاڻ کي سڃاڻي، تان تہ کيس الله تعاليٰ جي سڃاڻپ نصيب ٿئي ۽ معرفت جي دولت. دل سان حاصل ٿيندي آهي ڇاڪاڻ تہ انساني دل اسرارن جو هڪ ڳجهو خزانو ۽ الله تعاليٰ جي معرفت جو بهترين ذريعو آهي.

---

(1) سوره الدخان آيت:٣٨

(2) سورة المؤمنون آيت ١١٥

(3) سورة الحجر: آيت٩٩

معرفت ٻن قسمن جي آهي: علمي ۽ حالي. علماءُ ۽ فقهاءُ (الله انهن کي وڏائي)، علم جي درستي کي معرفت چون ٿا ۽ الله پاڪ جي درگاه جا فقير حال جي درستي کي معرفت چون ٿا ۽ حال جي معرفت، علم جي معرفت کان افضل آهي.

شَمَّةُ الْمَعْرِفَةِ خَيْرٌ مِنْ كَثْرَةِ الْعِلْمِ

[معرفت جي بوءِ، علم جي گهڻائي کان چڱي آهي.]

پڻ چيو ويو آهي تہ:

اَلْمَعْرِفَةُ هُوَالْإِيْمَانُ وَالْإِيْقَانُ

[معرفت ئي ايمان ۽ يقين آهي.]

ڇاڪاڻ تہ حال جي درستي، علم جي درستي کان سواءِ ٿيندي آهي، مگر علم جي درستي حال جي درستي کان سواءِ نہ ٿيندي آهي. يعني جيڪو شخص الله تعاليٰ کي نٿو ڄاڻي، اهو عارف نٿو ٿي سگهي، پر جيڪو حق جو عارف نہ هجي، اهو عالم ٿي سگهي ٿو. جيڪو عارف ظاهري علم پڙهيل نہ هجي، اهو عالم آهي، پر جيڪو عالم، معرفت حق جو ڀهرو نٿو رکي سو (اصل ۾) جاهل آهي، ڇاڪاڻ تہ حق تعاليٰ جي معرفت جو دارومدار عقل ۽ علم تي نہ آهي. معرفت لاءِ اهي ٻئي علتون ۽ ٻئي سبب ضروري نہ آهن. امام اعظم رح کان مروي آهي تہ:

لَوْلَمْ يَبْعَثِ اللهُ رُسُلًا لَوَجَبَ عَلَى الْعُقَلَاءِ الْإِسْتِدْلَالُ بِالْاٰيَاتِ عَلٰى مَعْرِفَةِ عُقُوْلِهِمْ

[جيڪڏهن الله تعاليٰ رسولن کي نہ بہ موڪلي ها، تڏهن بہ علقمندن تي واجب هو تہ پنهنجن عقلن جي ذريعي الله تعاليٰ جي نشانين مان سندس معرفت حاصل ڪن.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ گهڻا مؤمن، ظاهري علمن ۽ عقلمنديءَ ۾ ڪو ڀهرو نٿا رکن، پر معرفت جي علم ۾ وڏيون وڏيون موشگافيون ۽ وڏا وڏا بحث ڪندا آهن ۽ گهڻا ڪافر ۽ مؤمن اهڙا آهن، جيڪي ٻين علمن کان محروم آهن، پر پنهنجي عقلمندي ۽ سمجهداريءَ سبب اهڙا هوشيار آهن

جو سندن بصيرت ۽ بصارت جو ڪو ڇيھ نہ ھوندو آھي. اھي ماڻھن جي سعادتمنديءَ ۽ بدبختيءَ جو حال معلوم ڪري وٺندا آھن ۽ گھڻن واقعن جي واقع ٿيڻ کان اڳ ئي، انھن جي ڄاڻ رکندا آھن. پر تڏھن بہ ڪين معرفت خدا جو ڀھرو نصيب نہ ھوندو آھي. جيئن شاعر چوي ٿو:

بيت

در معرفت خدا، براھين حکيم چون جادھا است، درچراگاه دواب
که معرفت حق، موقوف بر کرم و فضل خدا است

[خدا تعاليٰ جي معرفت ۾ فلسفين جا دليل ڄڻ تہ جانورن جي جوءِ ۽ چرڻ جي جاءِ ڏانھن رستا آھن. ڇاڪاڻ تہ حق تعاليٰ جي معرفت حاصل ڪرڻ جو دارومدار سندس فضل ۽ ٻاجھ تي آھي.]

ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ [1]

[اھو الله جو فضل آھي، جنھن کي چاھي ٿو عطا ڪري ٿو.]

يعني ان جو سبب فقط الله تعاليٰ جو فضل آھي.

بيت

مگر لطف توام دست بگيرد ورنہ ـ کور دگر گنگ واقلا در چاه تو

[اھا الله جي مھربان ذات توسان گڏ آھي، جيڪا تنھنجي دستگيري ڪري ٿي، نہ تہ انسان ڇا آھي؟ ڪو انڌو، ڪو گونگو، ڪو ٻوڙو آھي، جيڪو کوھہ ۾ ھجي.]

امير المؤمنين علي ڪرم الله وجھه کان معرفت جي باري ۾ پڇيو ويو، فرمايائين تہ:

عَرَفْتُ اللّٰهَ بِاللّٰهِ وَعَرَفْتُ مَادُوْنَ اللّٰهِ بِنُوْرِ اللّٰهِ [2]

---

(1) سورة المائدة آيت: ۵۴

(2) ان قول جو ماخذ معلوم نہ ٿي سگھيو. البتہ بايزيد بسطاميءُ رح جي حوالي سان ساڳيو قول حلية الاولياء ص ٣ ج ١٠ ۾ آھي. فيض القدير ص ١٨١ ج ٦ ۾ آھي تہ سيدنا ابوبڪر صديق رضہ کان پڇيو ويو تہ توھان پنھنجي رب کي ڪھڙي شيءِ سان سڃاتو؟ فرمايائين تہ: عرفت ربي بربي (مون پنھنجي رب کي، پنھنجي رب سان سڃاتو) علي ڪرم الله وجه کان پڇيو ويو تہ توھان پنھنجي رب کي ڪيئن سڃاتو؟ فرمايائين تہ

[مون الله کي، الله سان ۽ غير الله کي، الله جي نور سان سڃاتو.]

يعني پاڻ ائين نہ فرمايائون تہ مون الله کي پنهنجي علم جي وسيلي سڃاتو، حالانڪ سندس باري ۾ نبي ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

أَنَا مَدِيْنَةُ الْعِلْمِ وَعَلِيٌّ بَابُهَا [1]

[آءٌ علم جو شهر آهيان ۽ علي ان جو دروازو آهي.]

الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو:

وَلَوْ أَنَّنَا نَزَّلْنَا إِلَيْهِمُ الْمَلَائِكَةَ وَكَلَّمَهُمُ الْمَوْتَىٰ وَحَشَرْنَا عَلَيْهِمْ كُلَّ شَيْءٍ قُبُلًا مَّا كَانُوا لِيُؤْمِنُوا إِلَّا أَن يَشَاءَ اللَّهُ وَلَٰكِنَّ أَكْثَرَهُمْ يَجْهَلُونَ ﴿١١١﴾ [2]

[۽ جيڪڏهن اسان انهن ڏانهن فرشتا نازل ڪريون ها ۽ ساڻن مئا بہ ڳالهائين ها ۽ سندن سامهون هر شيءِ کي گڏ ڪريون ها، تڏهن بہ اهي ايمان نہ آڻين ها، مگر هي تہ الله تعاليٰ گهري ۽ پر انهن مان گهڻا جهالت جون ڳالهيون ڪن ٿا.]

معلوم ٿيو تہ الله تعاليٰ جي معرفت جو اصل سبب سندس مشيت ۽ رضامندي تي آهي، نڪي انسان جي علم تي ۽ نڪي سندس دانائي تي. هائو! اهل السنة والجماعة وٽ عقلمندي ۽ هوشمندي، معرفت جو سبب ضرور آهي، پر نہ عنايت الهي ۽ فضل حق جو سبب. (عام طرح) عقلمند انسان، انڌو ۽ پنهنجي علم ۾ حيران ۽ جاهل هوندو آهي. ڪٿي جو اهو الله تعاليٰ کي سڃاڻي. ڇاڪاڻ تہ عقلمندن مان، ڪنهن بہ الله تعاليٰ جي حقيقت نہ سڃاتي آهي، بلڪ جيستائين الله تعاليٰ دستگيري نٿو فرمائي ۽ ٻانهي جي دل جي ڳنڍ کي نٿو کولي، انهيءَ وقت تائين طالب

---

جنهن شيءِ سان مون پنهنجي نفس جي معرفت حاصل ڪئي، ان سان رب جي معرفت حاصل ڪئي. الله تعاليٰ کي حواسن يعني عقل ۽ علم وغيره جي ذريعي نٿو سڃاڻي سگهجي.

(1) مستدرڪ علي الصحيحين ص ١٣٧- ١٣٨ ج ٣- معجم الڪبير ص ٦٥ ج ١١- فيض القدير ص ٣٦ج ١- لسان الميزان ص ٤٢٢- ٤٣٢ج ١- تهذيب التهذيب ٢٨٥- ٢٨٦ ج ٦- ڪشف الخفاءِ ص ٢٣٥- ٢٣٦ ج ١.

(2) سورة الانعام آيت: ١١١

پنهنجي مطلوب کي حاصل نٿو ڪري سگهي. (گهٽو ڪري) عقليت ۽ دليلن جي موجودگي ۾ هدايت جو امڪان نہ هوندو آهي، ان جو دليل قرآن مجيد جي هي آيت آهي:

وَلَوْ رُدُّوْا لَعَادُوْا لِمَا نُهُوْا عَنْهُ [1]

يعني جڏهن ڪافر دوزخ جي سامهون بيهي پڇتائيندا ۽ چوندا تہ ڪاش! اسان کي ٻيهر دنيا ۾ موٽايو وڃي تہ پنهنجي رب جي آيتن کي مڃيون ۽ ايمان وارن مان ٿيون. الله تعاليٰ انهن جي باري ۾ فرمايو تہ (بفرض محال) جيڪڏهن کين دنيا ۾ موٽايو بہ وڃي، تڏهن بہ منع ڪيل (گناه جا ڪم) ضرور ڪندا. (ياد رکو تہ) جسم ۾، حياتي ساھ ۽ روح سان آهي ۽ دل ۾ پڻ زندگي ساھ سان آهي، مگر عقل ۽ دانش ۾ اها سگھ نہ آهي جو انساني جسم کي جياري سگهي. پوءِ ڀلا عقل دل کي ڪيئن زنده ڪندو؟ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

اَوَمَنْ كَانَ مَيْتًا فَاَحْيَيْنَاهُ [2]

[يا جيڪو مئل هجي، پوءِ اسان ان کي زنده ڪريون تہ ڇا اهو ۽ مئل، ٻئي برابر ٿي سگهن ٿا؟]

بيت

چون شود دل زنده از دست آنکه او خود مرده است

جزعنا بها لطف و فضل حي لا يموت

[ڀلا ان جي هٿان دل ڪيئن زنده ٿيندي جيڪو پاڻ مئل آهي، اسان تہ حياتي لاءِ الله کي ٻاڏايون ٿا. جيڪو سدائين زنده آهي ۽ ڪڏهن نہ مرندو.]

دراصل حياتي بخشڻ جو ڪم، الله تعاليٰ فقط پنهنجي هٿ ۾ رکيو آهي. فرمائي ٿو:

نُوْرًا يَّمْشِيْ بِهٖ فِي النَّاسِ كَمَنْ مَّثَلُهٗ فِي الظُّلُمٰتِ لَيْسَ بِخَارِجٍ مِّنْهَا [3]

(1) سورة الانعام آيت: ٢٨

(2) سورة الانعام آيت ١٢٢

(3) سورة الانعام آيت: ١٢٢

[۽ اسان انهيءَ لاءِ نور جو انتظار ڪيو جنهن سبب ماڻهن ۾ گهمي ڦري ٿو ڇا اهو انهيءَ شخص وانگر آهي، جيڪو اونداهين ۾ اٿيو پيو آهي ۽ ان کان ٻاهر نڪرندڙ نہ آهي؟.]

يعني مؤمنن جي دلين جي روشني، الله تعاليٰ جي ذات آهي، جنهن جي باري ۾ ٻئي هنڌ قرآن مجيد ۾ هن طرح ارشاد فرمايو ويو آهي:

أَفَمَنْ شَرَحَ اللَّهُ صَدْرَهُ لِلْإِسْلَامِ فَهُوَ عَلَىٰ نُورٍ مِنْ رَبِّهِ [1]

[ڇا پوءِ جنهن جي سيني کي الله تعاليٰ اسلام لاءِ کولي ڇڏيو ۽ پوءِ اهو الله جي طرفان نور تي آهي.]

هتي ايمان ۽ يقين جي روشني مراد آهي. جيڪا الله تعاليٰ پنهنجي هٿ ۾ رکي آهي. پڻ فرمائي ٿو تہ:

خَتَمَ اللَّهُ عَلَىٰ قُلُوبِهِمْ وَعَلَىٰ سَمْعِهِمْ ۖ وَعَلَىٰ أَبْصَارِهِمْ غِشَاوَةٌ [2]

[الله تعاليٰ سندن دلين تي مهر هڻي ۽ سندن اکين ۽ ڪنن تي پردا آهن.]

پڻ (نبي ﷺ جن کي) حڪم فرمايو ويو تہ:

وَلَا تُطِعْ مَنْ أَغْفَلْنَا قَلْبَهُ عَنْ ذِكْرِنَا [3]

[۽ جنهن جي دل کي، اسان پنهنجي ياد کان غافل ڪري ڇڏيو آهي، تنهن جي تابعداري نہ ڪر.]

معلوم ٿيو تہ دل جو ڪشف يا قبض، يعني ان کي کولڻ يا بند ڪرڻ، الله تعاليٰ جي ئي وس ۾ آهي. ٻيو ڪو هدايت ڏيندڙ ۽ دستگيري ڪندڙ نہ آهي. پڻ فرمائي ٿو:

وَمَنْ يُضْلِلِ اللَّهُ فَلَنْ تَجِدَ لَهُ سَبِيلًا ۝٨٨ [4]

[۽ جنهن کي الله گمراه ڪري، ان لاءِ تون ڪا واٽ نہ لهندين.]

ٻئي هنڌ آهي تہ:

---

(1) سورة الزمر آيت: ٢٢
(2) سورة البقرة آيت: ٧
(3) سورة الڪهف آيت: ٢٨
(4) سورة النساء آيت: ٨٨

يُضِلُّ مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ[5]

[الله جنهن کي چاهي ٿو گمراه ڪري ٿو ۽ جنهن کي چاهي ٿو هدايت ڏئي ٿو.]

ظاهر آهي تہ مخلوق مان، ڪو الله تعاليٰ جي مشيت هيٺ، پاڻ کي نٿو سڃاڻي سگهي تہ پوءِ ڀلا خدا تعاليٰ کي ڪيئن سڃاڻي سگهندو؟ بندي کي ايتري سگهہ، طاقت ۽ قدرت مورڳو آهي ئي ڪو نہ. سواءِ ان جي جو الله تعاليٰ سڌي واٽ وٺائي. قرآن مجيد ابراهيم عليه السلام جو قول نقل فرمائي ٿو تہ:

لَئِنْ لَّمْ يَهْدِنِيْ رَبِّيْ لَاَكُوْنَنَّ مِنَ الْقَوْمِ الضَّآلِّيْنَ ﴿۷۷﴾[1]

[جيڪڏهن الله تعاليٰ مون کي هدايت جي واٽ نہ وٺائيندو تہ ضرور مان گمراهن مان ٿيندس.]

جڏهن وڏن وڏن نبين سڳورن جو حال اهو آهي تہ پوءِ معلوم ٿيو تہ دلين جو ڪولڻ، الله تعاليٰ جي غيب جي خزانن مان هڪ خزانو آهي.

اي عزيز! معرفت اها نہ آهي تہ ڪو ماڻهو حق تعاليٰ جي هستيءَ کي (دليلن سان) ثابت ڪري. بلڪ معرفت اها آهي تہ، هر شخص پنهنجي نفي ڪري. ساڳئي طرح ڪرامت اها نہ آهي تہ ڪنهن دليل جي ذريعي خالق اڪبر جي وجود کي ثابت ڪري. بلڪ ڪرامت اها آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجي نور سان دل کي منور ڪري، جنهن لاءِ عقلي ۽ نقلي دليلن جي حيثيت قال ۽ قيل کان وڌيڪ جي نہ آهي. عقلي دليل حال کان سواءِ ڪارائتو ۽ اثرائتو نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ، عقل جيڪا بہ ڳالهہ ثابت ڪندو معرفت ان جي نفيءَ جي تقاضا ڪندي. چيو ويو آهي تہ:

اَلْعَقْلُ آلَةٌ يُعْرَفُ بِهَا حُسْنُ الْاَشْيَاءِ وَقُبْحُهُنَّ

[عقل اهڙو اوزار آهي، جنهن سان شين جي چڱائي ۽ خرابي ڄاتي، سڃاتي ويندي آهي.]

---

(5) سورة النحل آيت: ۹۳

(1) سورة الانعام آيت: ۷۷

جڏهن تہ معرفت حق، اهڙي شيءِ نہ آهي، جنهن کي عقل پنهنجي دائري ۾ آڻي سگهي. گهڻا ماڻهو علم جي وسيلي شين جي معلومات حاصل ڪندا آهن. جيئن چيو ويو آهي تہ علم، خدمت جا آداب سکڻ لاءِ حاصل ڪيو ويندو آهي. معلوم ٿيو تہ حق تعاليٰ جي معرفت، الله تعاليٰ جي مشيت ۽ مريد مطلق جي ارادي کان سواءِ ممڪن نہ آهي.

اي طالب! ڄاڻ تہ حقيقت ۾ حق تعاليٰ کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نہ آهي، جيتوڻيڪ بظاهر طالب ۽ مطلوب جي صورت جدا جدا نظر ايندي آهي، پر ٻنهي جو وجود هڪ ئي آهي. ڇاڪاڻ تہ اول ۽ آخر، ظاهر ۽ باطن سڀ ڪجهہ اهو الله تعاليٰ آهي. ملا حسين چوي ٿو.

بالله همه اوست، ثم بالله همه اوست

[الله جو قسم! سڀ ڪجهہ اهو ئي آهي، وري الله جو قسم! سڀ ڪجهہ اهو ئي آهي.]

يعني الله تعاليٰ جي مشيت ۽ ارادي کان سواءِ ڪجهہ ٿئي ٿو، نہ تہ ڪير آهي، جيڪو الله تعاليٰ جي معرفت جي لازوال ۽ بي بها دولت کي حاصل ڪرڻ نہ گهري؟ ساڳي طرح جيڪڏهن الله تعاليٰ نہ گهري تہ ڪير آهي، جيڪو ان جو طالب ٿئي ۽ سندس معرفت ۽ وصال حاصل ڪري سگهي؟ اها الله تعاليٰ جي حڪمت ۽ يا فاعل مختار جو فعل آهي ۽ بس جيئن فرمائي ٿو:

إِنَّ اللَّهَ يَفْعَلُ مَا يُرِيدُ ﴿١٤﴾[1]

ٻئي هنڌ آهي تہ:

إِنَّ اللَّهَ يَحْكُمُ مَا يُرِيدُ ﴿١﴾[2]

[يعني الله جيڪي چاهي ٿو سو ڪري ٿو ۽ جنهن ڳالهہ جو ارادو ڪري ٿو اها ئي ٿئي ٿي.]

ڇاڪاڻ تہ سندس فعل حڪمت ۽ دانائي کان خالي نہ هوندو آهي.

جيڪڏهن الله تعاليٰ سيني کي پنهنجي محبت، پنهنجي معرفت،

(1) سورة الحج آيت: ١٤
(2) سورة المائده آيت: ١

پنهنجي ڪرامت ۽ شرافت عطا فرمائي ته بيشڪ ان تي وس وارو آهي، ڇاڪاڻ ته دنيا ۽ دنيا وارن جو انتظام سندس ئي هٿ ۾ آهي. انهيءَ ڪري نبي سڳورا، اولياءَ الله، پڻ ڪي عام ۽ ڪي خاص ماڻهو پنهنجي پنهنجي جاءِ تي پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ خوش ۽ مشغول هوندا آهن ۽ جنهن ڪم لاءِ انهن کي خلقيو ويو آهي، ان جي لاءِ پاڻ پتوڙيندا آهن. حديث ۾ آهي ته:

كُلٌّ مُيَسَّرٌ لِمَا خُلِقَ(1)

[جيڪو جنهن ڪم لاءِ خلقيو ويو آهي، ان کي ان جي توفيق ڏني ويندي آهي.]

يعني جنتي آهي ته الله تعاليٰ جي توفيق سان جنتين وارا ڪم ڪندو آهي، دوزخي آهي ته دوزخين وارا ڪم ڪندو آهي. معرفت معنيٰ هدايت آهي، جيڪا الله تعاليٰ پاڻهن کي عطا فرمائيندو آهي. ان جا ٻه قسم آهن: هڪ استدلالي يعني علمي ۽ ٻيو شهودي يعني صوري يا حالي، استدلالي علم جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

سَنُرِيهِمْ اٰيَاتِنَا فِي الْاٰفَاقِ وَفِيٓ اَنْفُسِهِمْ (2)

[سگهوئي انهن کي اسان پنهنجيون نشانيون ڪائنات ۾ به ڏيکاريندا سون ۽ سندن جانين ۾ پڻ.]

اهو ئي علماءِ راسخين جو درجو آهي، اهو علم خلق ۾ غور فڪر ڪرڻ سان حاصل ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ ته علماءِ راسخين مان ڪي شين

---

(1) جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته فمنهم شقي و سعيد (پوءِ انهن مان ڪو بدبخت آهي ته ڪو نيڪ بخت) (سوره هود آيت: ١٠٥) عمر رضي الله عنه عرض ڪيو ته اي الله جا رسول ﷺ! پوءِ ڇا اسان الله تعاليٰ جي لکئي تي ڀروسو ڪري ويهي نه رهون؟ ارشاد فرمايائون ته اي عمر! هر هڪ شخص کي انهيءَ عمل جي توفيق ملندي آهي، جنهن جي لاءِ ان کي خلقيو ويو آهي: قرطبي ص ٩٨ ج ٩، ابن جرير ص ١١٧ ج١٢، ابن ڪثير ص ٤٦١ ج ٢، مسلم حديث: ٢٤٤٩، بخاري حديث: ٧١١٢ ترمذي ص ٢٨٩ ج ٦، ابن حبان ص ٤٤ ج ٢، مجمع الزوائد ص ١٨٨ ج ٧، ابوداؤد ص ٢٢٨ ج ٤).

(2) سوره فصلت آيت:٥٣

ڪي ڏسي عبرت ۽ هدايت وٺندا آهن ۽ اها معرفت تحقيقي آهي. پوءِ جيڪو شخص تحقيق ڪندو تنهن کي ڳجهه مان ڪشف ٿيندو. جنهن سان ظاهري ۽ باطني طرح الله تعاليٰ جي قدرت پڌري ٿيندي آهي ته سندس خالق الله تعاليٰ ئي آهي ۽ اها ڳالهه الله تعاليٰ جي قدرت ڪامله، سندس ربوبيت، الوهيت، حقانيت جي نشاني ثابت ٿيندي آهي، جنهن سان اخلاقن جي تهذيب ٿيندي آهي ۽ پڻ ان سان عالم مَلَڪوتيءَ جي حاصلات به ٿيندي آهي. جيئن نبي ﷺ جن فرمايو آهي ته:

لَوْلَاۤ اَنَّ الشَّيْطَانَ يَحُوْمُ عَلٰى قُلُوْبِ بَنِيْۤ آدَمَ لَنَظَرُوْۤا اِلٰى مَلَكُوْتِ السَّمٰوٰتِ

[جيڪڏهن شيطان اولاد آدم جي دلين تي قبضو ڪري نه ويهي ها ته ضرور اهي آسمان جي ملڪوتي شين کي ڏسن ها.]

۽ فرمايو ويو آهي ته جنهن جي باطن ۾ معرفت ۽ مشاهدي جو روح نٿو ڦوڪيو وڃي، اهو انڌو آهي. ان سلسلي ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَمَنْ كَانَ فِيْ هٰذِهٖۤ اَعْمٰى فَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ اَعْمٰى وَاَضَلُّ سَبِيْلًا ﴿۷۲﴾ [1]

[۽ جيڪو شخص هن دنيا ۾ انڌو آهي، سو آخرت ۾ به انڌو ۽ سڀ کان وڌيڪ گمراه هوندو.]

تنهن ڪري حق جي معرفت کي دليلن جي ذريعي معلوم ڪرڻ گهرجي، پر ويساهه رکڻ گهرجي ته انهن صفتن ۽ نشانين مان الله تعاليٰ جي توفيق کان سواءِ عبرت ۽ هدايت جو ملڻ ممڪن نه آهي، جيئن مٿي قرآن ڪريم جي حوالي سان هي مضمون گذري چڪو ته سگهوئي کين اسان پنهنجيون نشانيون ڏيکاريندا سون، ڪائنات ۾ به ۽ سندن جانين ۾ پڻ.

ڄاڻڻ گهرجي ته نفس ڏسڻ، ٻڌڻ، ڄاڻڻ، ڳالهائڻ، چکڻ ڇهڻ، سنگهڻ جي قوتن جي مجموعي جو نالو آهي. نفس ۽ روح ۽ دل وغيره سڀ الله تعاليٰ جا عطا ڪيل آهن، انهيءَ ڪري چيو ويو آهي ته:

بيت

(1) سوره بني اسرائيل آيت: ۷۲

ديده نہ داري که بخود درنگري
ورنہ سرايت قدرت ما در اوست

[توکي اکيون نہ آهن نہ تہ پنهنجي اندر ۾ ئي ليئو پائي ڏسين ها، تہ اسان جي قدرت تہ سندس وجود جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي.]

جيڪڏهن تون پنهنجي خودي يعني خودپرستيءَ ۽ نفس پرستيءَ کي ڇڏي ڏيندين تہ الله تعاليٰ تائين پهچي ويندين. جيڪو حڪم فرمائي ٿو تہ پنهنجي نفس کي ڇڏي ڏي، پوءِ مون وٽ اچ! جيڪڏهن تون پاڻ کي سڃاڻندين تہ پوءِ تنهنجو وجود، الله جو وجود ٿي ويندو.

بيت

عارف آنست که از خلق بکلي بگذشت
وز خود بخدا خويشتن از خود بگذشت

[عارف اهو آهي، جيڪو مخلوق کان مڪمل نڪري وڃي، يعني مخلوق کي ڇڏي، بلڪ پنهنجي خدا جي لاءِ پاڻ کي بہ ڇڏي ڏي، يعني پنهنجي وجود جي نفي ڪري.]

جيڪڏهن ان جي لاءِ ظاهري دليل طلب ڪندين تہ پنهنجن هٿن ۽ پنهنجن پيرن کي ڏس. جيڪي الله تعاليٰ جوڙيا آهن ۽ جيڪڏهن تنهنجي لاءِ معرفت جي دري کلي وڃي تہ تون ڇا تَنَ، بَدَن، جسم ۽ روح بلڪ هر هڪ شيءِ ۾ الله تعاليٰ عز و جل کي لهندين. پر حيف! هزار ڀيرا تو تي حيف آهي، جو اهڙي عظيم نعمت ۽ سعادت کان محروم رهجي ويو آهين ۽ عالم سُفلي جي قيد ۾ جڪڙجي پيو آهين ۽ هي جهان، جيڪو درحقيقت عدم ۽ فنا جو جهان آهي، ان کي سڀ ڪجهہ سمجهي، تو انهيءَ عالم علويءَ کي ڇڏي ڏنو جيڪو دراصل عين وجود آهي ۽ حيران ۽ پريشان ڀٽڪندو رهين ٿو.

## معرفت ۽ ان جا مرتبا

ڄاڻڻ گهرجي تہ حالات ۽ حوادث جي آئيني ۾ مجمل شين کي تفصيل سان ڄاڻڻ ۽ سڃاڻڻ معرفت آهي، يعني هن حقيقت تائين پهچڻ

تہ هر شيءِ جو حقيقي خالق ۽ هر فعل جو فاعل مطلق، يعني ان ڪم جو حقيقي ڪندڙ حق تعاليٰ آهي، تنهن ڪري تون هيڪڙائي جي اجمالي صورت کي تفصيل سان ڏس. جيئن توحيد يعني هيڪڙائي جو علم رکندڙ شخص، واقعن ۽ حالتن جي آئيني ۾ خدا تعاليٰ جي شان ربوبيت، سندس الوهيت ۽ سندس قدرت کي تفصيل سان ڏسندو آهي. يعني نفعي ۽ نقصان جو مالڪ، بخشش ڪندڙ منع ڪندڙ دل تي قبض ۽ بسط جي ڪيفيت آڻيندڙ ان کي ئي سمجهہ ۽ سندس ٻين سيني صفتن کي پنهنجي دل جي آئيني ۾ ڏس ۽ سڃاڻ. اهڙي شخص کي بغير توفيق جي "عارف" سڏيندا آهن، پر جيڪڏهن اهڙي شخص جي دل ۾ ڪنهن وقت غفلت اچي وڃي، وري هڪدم واسطي ۽ رابطي سان الله تعاليٰ کي فاعل مطلق سمجهي تہ ان کي عارف نہ پر "صوفي" چوندا آهن. جيڪڏهن سندس دل، الله تعاليٰ کان بلڪل غافل رهي، مگر پنهنجن ڪمن ۽ حالتن جي اثرات هيٺ ڪنهن نہ ڪنهن واسطي يا رابطي سان وري رب ڪريم کي ياد ڪري تہ ان کي "متعارف" چوندا آهن. اهڙي شخص کي ساهي، لاهي، يعني سست ۽ لهولعب ۾ مشغول ۽ "ڳجهو مشرڪ" بہ چوندا آهن. سندس حالت هيءَ هوندي آهي تہ مثلاً جڏهن توحيد جي معنيٰ بيان ٿيندي آهي تہ پاڻ کي ان ۾ غرق سمجهندو آهي. ڪڏهن انڪار ۽ اعتراض ڪندو آهي ۽ چوندو آهي تہ اهي حال ۽ قال جون ڳالهيون تنهنجي ذاتي سوچ ۽ فڪر جو نتيجو آهن ۽ انهيءَ موضوع تي چڙي پوندو آهي ۽ نہ ڄاڻندو آهي تہ سندس اها رنجش، سندس منڪر قول جو نتيجو آهي. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن موحد هجي ها تہ هرگز اهڙيون منڪر ڳالهيون نہ ڪري ها ۽ نہ ئي (شريعت ۽ طريقت جي ڳالهين) تي رنج ٿئي ها، مگر سندس انهيءَ انڪار کي پڻ حق جي طرفان ڄاڻجي ۽ سڃاڻجي (۽ ان تي صبر ڪجي).

معرفت جو پهريون درجو هي آهي تہ، پنهنجي اندر جيڪو بہ اثر لهي، ان کي فاعل مختار جي طرفان سمجهي. ٢- پنهنجي اندر جيڪو بہ اثر لهي، ان کي فاعل مطلق جل شانه جي طرفان سمجهي ۽ ڄاڻي تہ اهو

ڪم سندس ڪهڙي صفت جو اثر آهي؟ (مثلاً ڪنهن تي عذاب اچي ته سمجهي ته الله تعاليٰ جي شان قهاريءَ جو نتيجو آهي.) ٣- الله تعاليٰ جي هر صفت جي تجلي ڏسي، سندس مراد ۽ مقصد کي سمجهي وٺي (مثلاً نيڪ شخص تي مصيبت اچي ته سمجهي ته الله تعاليٰ ڪيس آزمائي رهيو آهي.) ۴- علم الهي جي صفت کي وري وري پنهنجي نفس جي معرفت جي صورت ۾ سچائي ۽ پنهنجي وجود کي علم ۽ معرفت جي دائري کان خارج سمجهي. شيخ جنيد رح کان پڇيو ويو ته معرفت ڇا آهي؟ فرمايائين ته جڏهن توکي علم حاصل ٿئي، تڏهن پاڻ کي اڻ ڄاڻ سمجهه. عرض ڪيو ويو ته وڌيڪ تشريح فرمايو. فرمايائين ته خدا تعاليٰ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ ڄاتل سڃاتل شين جو شعور حاصل ڪرڻ. جڏهن قرب جا درجا وڌندا ويندا ته عزت ۽ عظمت ۾ بلندي ايندي ويندي آهي، پر علم وڌندو ويندو ته جاهليت به وڌندي ويندي. الله تعاليٰ حڪم فرمائي ٿو:

وَقُل رَّبِّ زِدْنِي عِلْمًا (1)

[يعني تون دعا گهر ته اي منهنجا رب! منهنجي علم ۾ واڌارو فرماءِ.]

عارف جي اها جيڪا معنيٰ بيان ٿي، ان مان معلوم ٿيو ته معرفت به هڪ علم آهي. غرض ته جنهن کي الله تعاليٰ جي معرفت حاصل هوندي آهي، اهو سدائين الله پاڪ جي ذات ۽ صفات ۾ حيران رهندو آهي. انهيءَ حالت کي تقرير ۽ تحرير جي دائري ۾ آڻڻ ممڪن نه آهي. مختصر ائين سمجهو ته معرفت کان سواءِ علم ناممڪن آهي ۽ علم معرفت کان سواءِ وبال آهي. اها ڳالهه به معرفت جي دليلن مان آهي، ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ سدائين زنده، قائم رهندڙ، ڄاڻندڙ، ٻڌندڙ، ڏسندڙ، قدرت رکندڙ، طاقتور، ڳالهائيندڙ آهي ۽ سڀ جهان ۽ جهان وارا سندس محتاج آهن ۽ سڀ شيون سندس خلقيل آهن. انهن کي "ثبوتي صفتون" چوندا آهن. الله تعاليٰ سيني ڪمزورين ۽ ڪوتاهين کان پاڪ آهي. ان لاءِ نه ڪو مثال آهي ۽ نه ڪو نمونو. نه وري ان جي باري ۾ ڇو ۽ ڇا سان سوال ڪري سگهجي ٿو. انهن کي سلبي ۽ تنزيهي صفتون چئجي ٿو. لفظ

(1) سوره طٰه آيت:١١۴

"الله" سندس ذاتي اسم آهي، جنهن ۾ ڪمال واريون سموريون صفتون جمع آهن ۽ منجهس نقصان جي ڪا به صفت نہ آهي.

شيخ عبدالرزاق قدس الله سره چوي ٿو تہ، اي منهنجا ڀاءُ! الله توکي توفيق ڏي ۽ پنهنجي معرفت ۽ محبت عطا ڪري، ڄاڻ تہ محبت جا ٻہ قسم آهن. استدلالي ۽ وجداني. استدلالي محبت هيءَ آهي تہ آسمانن ۽ زمينن ۽ انهن ٻنهي ۾ جيڪا بہ مخلوق آهي، تن ۾ غور ۽ فڪر ڪري تہ ضرور ڪيس، الله عليم، داناءَ جي هر ڪاريگري ۾ ڪا نہ ڪا نشاني نظر ايندي. ان جي نتيجي ۾ الله تعاليٰ کي سڃاڻندو. جيتوڻيڪ اها معرفت بہ ضروري آهي ۽ مؤمن، ان کان انڪار بہ نہ ٿو ڪري سگهي. پر سندس ايمان جو دارومدار ان تي نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اها عام معرفت ۽ حقيقي معرفت نہ آهي، بلڪ ايمان جو دارومدار غيب تي آهي. ظاهري شين جي مشاهدي تي نہ آهي. (مثلاً الله تعاليٰ ۽ سندس پاڪ پيغمبرن ۽ فرشتن ۽ نبين سڀورن کي نہ ڏسڻ جي باوجود، انهن کي مڃڻ) ان ڏس ۾ چيو ويو آهي:

بيت

زهي نادان که او خورشيد تابان
به نور شمع جويد در بيابان

[اهو شخص ڪيڏو نادان آهي، جيڪو ٻرپٽ ۾ ڏيو ٻاري چمڪندڙ سج کي تلاش ڪري ٿو.]

رهي خاص معرفت، جيڪا حقيقي وحدانيت آهي، سا هيءَ آهي تہ عارف رياضتن ۽ مجاهدن جي ذريعي، پنهنجي وجود جي لباس کان جدا ٿئي، دل ۽ زبان سان سدائين الله جو ذڪر ڪري، پنهنجي شيخ جي رهنمائي هيٺ انهيءَ طريقي تي قائم دائم رهي ۽ فنا کان بقا جي منزل ڏانهن روان دوان رهي. تانجو الله تعاليٰ سندس صفتن ۽ نالن تان (ظاهري ۽ مصنوعي) لباس لاهي ڏسي. تڏهن اهو حق کي حق سان سڃاڻندو. ان حقيقت کي نبي ڪريم ﷺ جن هن طرح بيان فرمايو آهي تہ مون پنهنجي رب کي، پنهنجي رب سان سڃاتو. جيڪڏهن منهنجو رب نہ هجي ها تہ پنهنجي رب کي نہ سڃاڻان ها. اهو شهودي ۽ لازمي معرفت جو

درجو آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

اَوَلَمۡ يَكۡفِ بِرَبِّكَ اَنَّهٗ عَلٰى كُلِّ شَىۡءٍ شَهِيۡدٌ ۝٥٣ [1]

[ڇا تنهنجي رب جي ربوبيت لاءِ اها ڳالهه ڪافي نہ آهي تہ اهو هر شيءِ تي شاهد، يعني ان کي ڏسندڙ آهي.]

اهو سو فيصد بقا جو درجو آهي، ڇاڪاڻ تہ اتي پهچڻ کان پوءِ الله تعاليٰ جو مشاهدو ٿيندو آهي. جيئن بعض مشائخ رحمهم الله فرمائين ٿا تہ مون هر شيءِ کان اڳ، الله کي ڏٺو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ مون جيڪا بہ شيءِ ڏٺي، ان کان اڳ الله کي ڏٺو.

اهو عرفان، ايقان ۽ احسان جو مقام آهي. اتي پهچڻ کان پوءِ عارف هر شيءِ کي ڏسي، سڃاڻندو آهي. پر ڪيس ڪا شيءِ نہ سڃاڻندي آهي. ڇيو ويو آهي تہ عارف جي قدر قيمت سندس معرفت مطابق هوندي آهي ۽ معرفت الله تعاليٰ،حي، قيوم جي اسرارن مطابق ملندي آهي. الله تعاليٰ هڪ نبيءَ ڏانهن وحي ڪئي تہ ڇا تو کي معلوم آهي تہ منهنجي معرفت جي معنيٰ ڇا آهي؟ انهيءَ چيو تہ نہ! الله تعاليٰ فرمايو تہ سدائين پنهنجي قلب کي منهنجي مشاهدي سان زنده رک. احمد بن عاصم رح چوي ٿو تہ ڪنهن شيءِ جي رغبت نہ رک، مگر جيڪي مولا تعاليٰ کي سڃاڻي ۽ پاڻ کي مٽن ۾ شمار ڪر. تانجو عارفن واري معرفت حاصل ڪرين، پر هتي تصديق واري معرفت مراد ۽ مقصود نہ آهي. ابومحمد واسطي رح چوي ٿو تہ معرفت اها آهي، جنهن جي شاهدي علم جا حاسد ڏيندا آهن ۽ ان ۾ پلائي کان سواءِ ڪجهہ نہ هوندو آهي. سهل تستري رح چوي ٿو تہ عارف جي واٽ هيءَ آهي تہ نفس کي خراب ڪمن کان پاڪ ڪري، پوءِ مقصد حاصل ڪرڻ جي لاءِ الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪري ۽ فرضن، واجبن، سنتن ۽ شرعي آداب جو لحاظ ڪندي، ديني ڪمن تي هلي ۽ شريعت جي منع ڪيل ڪمن کان پري رهي. سهل تستري رح کان معرفت جي باري ۾ پڇيو ويو. ڇيائين تہ جيڪڏهن هر شيءِ کي وساري، الله تعاليٰ سان تعلق جوڙين ۽ پنهنجن عملن ڏانهن نہ ڏسين تہ تون

(1) سوره فصلت آيت ٥٣

ڪامل عارف آهين. عبدالله بن مبارڪ رح فرمائي ٿو ته آخرت ۾ ڏسڻ کان اڳ ڪنهن شيءِ تي تعجب نه ڪر ته جيئن توکي دنيا ۾ معرفت حاصل ٿئي، ڇاڪاڻ ته جيئن دنيا ۾ الله تعاليٰ کي ڏسڻ کان سواءِ (نور بصيرت سان) سڃاتو وڃي ٿو ساڳيءَ طرح آخرت ۾ اکين سان سندس ديدار نصيب ٿيندو. فرمايو ويو آهي ته:

لَا تُدْرِكُهُ الْأَبْصَارُ وَهُوَ يُدْرِكُ الْأَبْصَارَ وَهُوَ اللَّطِيفُ الْخَبِيرُ ﴿١٠٣﴾[1]

[ان کي (هن دنيا ۾) اکيون ڏسي نٿيون سگهن، پر اهو اکين کي ڏسي سگهي ٿو ۽ اهو الله لطيف ۽ خبير آهي.]

ٻئي هنڌ آهي:

قَدْ جَاءَكُمْ بَصَائِرُ مِنْ رَبِّكُمْ فَمَنْ أَبْصَرَ فَلِنَفْسِهِ وَمَنْ عَمِيَ فَعَلَيْهَا وَمَا أَنَا عَلَيْكُمْ بِحَفِيظٍ ﴿١٠٤﴾[1]

[توهان وٽ توهان جي رب وٽان روشن نشانيون اچي چڪيون، پوءِ جنهن بصيرت کان ڪم ورتو اُنهيءَ پنهنجي نفس لاءِ، بصيرت حاصل ڪئي ۽ جيڪو انڌو رهيو اُن جو وبال مٿس آهي ۽ آءٌ توهان تي نگران نه آهيان.]

ڪي عارف چون ٿا ته معرفت جي آخري منزل "معيت" آهي يعني هميشه الله جي ياد ۾ مشغول هجي. ذوالنون مصري رح چوي ٿو ته معرفت جي حقيقت اها آهي ته الله تعاليٰ سندس لطيف نوراني ڪيفيتن جي ذريعي پنهنجن اسرارن ۽ رازن کان واقف ڪري. شبلي رح چوي ٿو ته هميشه حيرت ۾ رهڻ معرفت آهي. بايزيد بسطامي چوي ٿو ته معرفت هيءَ آهي ته مخلوق جي چرپر کي، الله تعاليٰ جي ذريعي سڃاڻي. گهڻ ڳالهائي ۽ هميشه حيرانگيءَ ۾ رهي. پڻ شيخ شبلي رحه چوي ٿو ته معرفت هيءَ آهي ته الله جي معرفت حاصل ڪري ۽ پاڻ کي عاجز ڄاڻي. صديق اڪبر رضي الله عنه فرمائي ٿو ته: جنهن شخص الله عزوجل کي سڃاتو تنهن کي

(1) سورة الانعام آيت: ١٠٣

(1) سورة الانعام آيت ١٠٤

نہ ڪا ڳڻتي تيندي ۽ نہ ڪا وحشت تيندي. ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها جي روايت ۾ آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو:

إِنَّ دِعَامَةِ الْبَيْتِ أَسَاسُهُ وَإِنَّ دَعَامَةَ الدِّيْنِ الْمَعْرِفَةُ بِاللهِ وَالْيَقِيْنُ وَالْعَقْلُ الْقَامِعُ قَالَتْ وَمَا الْعَقْلُ الْقَامِعُ قَالَ الْكَفُّ عَنْ مَعَاصِيَ اللهِ وَالْحِرْصُ عَلَىٰ طَاعَةِ اللهِ [2]

[گهر جو ٿنڀ ان جو بنياد ۽ دين جو ٿنڀ الله جي معرفت آهي، ۽ يقين ۽ عقل قامع آهي. عرض ڪيائين تہ "عقل قامع" ڇا آهي؟ فرمايائون تہ الله جي نافرمانين کان باز رهڻ ۽ الله جي اطاعت جو حرص رکڻ.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ دين جون ڳالهيون ڪي اصولي آهن تہ ڪي فروعي آهن. ان جو اصل هي آهي تہ سيني شين جي معرفت حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ الله تعاليٰ جي معرفت حاصل ڪري ۽ الله جي معرفت، ٻين سيني شين جي معرفت کان اهم ۽ مقدم آهي. الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

فَاعْلَمْ أَنَّهُ لَآ إِلٰهَ إِلَّا اللهُ وَاسْتَغْفِرْ لِذَنْبِكَ [1]

[پوءِ پڪ ڄاڻ تہ الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي.]

استغفار جو قديمي علم حاصل ڪرڻ، فروعي معرفت آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

إِنَّنِيٓ أَنَا اللهُ لَآ إِلٰهَ إِلَّآ أَنَا فَاعْبُدْنِيْ [2]

[يعني الله تعاليٰ موسيٰ عليه السلام کي ڪوه طور تي سڏي فرمايو تہ مون کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي. پوءِ منهنجي ئي عبادت ڪر.]

قديمي عبادت جي معرفت حاصل ڪرڻ پڻ ان جي فرع آهي. جيڪڏهن پڇيو وڃي تہ لغت ۾ معرفت ڇا کي چئجي؟ ان جو جواب هي آهي تہ لغت ۾ عرف يعني عام ماڻهن جي ڄاڻ کي "معرفت" چئبو آهي.

---

(2) مختصر لفظن ۾ اها حديث "الفردوس بماثور الخطاب" ۾ آهي. ڏسو: ص ٢٢٢ ج ٢ حديث: ٣٠٧٧.

(1) سوره محمد آيت: ١٩

(2) سوره طٰه آيت: ١٤

”العرف“ اسم معرفه آهي ۽ ان جي نڪره بہ ايندي آهي. صوفين جي اصطلاح ۾ معرفت اهڙو علم آهي، جنهن ۾ ڪنهن قسم جي شڪ، شبهي جي گنجائش نہ آهي. بشرطيڪ اهڙي شخص کي الله جي ذات ۽ صفات جو علم حاصل هجي. ڪي ماڻهو پڇندا آهن تہ ڪهڙي معرفت ذاتي آهي ۽ ڪهڙي معرفت صفاتي آهي؟ ان جو جواب هي آهي تہ ذات جي معرفت هيءَ آهي تہ ماڻهو ڄاڻي تہ بيشڪ الله موجود آهي. اڪيلو آهي، فرد آهي ۽ ذات آهي ۽ هي تہ الله اهڙي شيءِ آهي، جيڪا پنهنجي نفس سان قائم آهي. ان کي ڪنهن بہ شيءِ سان مشابهت نٿي ڏئي سگهجي. ڇاڪاڻ تہ اهو بي مثل، بي چون، بي چگون، بي شبه ۽ بغير نموني جي آهي. يعني ان جي باري ۾ نہ ڇو ۽ ڇا سان سوال ڪري سگهجي ٿو. نہ ان جي ڪنهن سان مشابهت قائم ڪري سگهجي ٿي ۽ نہ ئي سندس ڪو نمونو مثال ۽ ماڊل آهي. سندس صفاتي معرفت هيءَ آهي تہ، تون ڄاڻين تہ الله رب آهي. خالق آهي، زنده، ڄاڻندڙ قدرت رکندڙ ٻڌندڙ ڏسندڙ آهي. جيڪي چاهي ٿو سو ڪري ٿو. عارف مطلق کي گهرجي تہ انهيءَ معنيٰ تي ئي يقين رکي ۽ ان تي ثابت قدم رهي.

مثنوي

قيمت انسان همه از عرفان بود
جوهر اشياءِ نگر ايقان بود
آدمي را معرفت يزدان خوش است
معرفت حق هر كه را دل زنده كرد
هركه عارف گشت از مردان بود
راه در نظر نيست چيزي ما سواه
ما سوي الله از دل شان دور گشت
از خدا دل و جان شان معمور گشت
واجب و ممكن مفيد جزو و كل
ماجد و موجود مطلق گردد حل
خلق از خالق نمي باشد جدا
نفس خود بگذار تايابي خدا

آنکه نفس اماره را بگذاشته
بي شک و بي شبه حق را يافته
هر که را حق راه نمود سوئ خود
بهر او پرده کشيدست از روئ خود
بنده نا چيز بي قدر تـوام
صاحب اميد بر قدر تُو اَم

[انسان جي قيمت سندس معرفت جي ڪري آهي. شين جو جوهر ڏسي انهن کي يقين ٿيندو آهي (تہ الله موجود آهي) ماڻهو کي الله تعاليٰ جي معرفت سان خوشي ٿيندي آهي. جنهن کي بہ حق تعاليٰ جي معرفت حاصل ٿيندي آهي، اهو زنده جاويد ٿي ويندو آهي. اُهو ڄاڻندو آهي تہ قول، فعل بندو ڪري ٿو (پر فاعل حقيقي الله جي ذات آهي). جيڪو شخص عارف ۽ مردان راه مان آهي، تنهن جي نظر ۾ الله کان سواءِ ڪا بہ شيءِ نہ آهي. الله کان سواءِ ان جي دل خالي هوندي آهي. سندن دل ۾ جان الله سان پريل هوندي آهي. الله تعاليٰ واجب الوجود آهي ۽ ممڪن، مقيد، جزو، ڪل سڀ کي پيدا ڪندڙ آهي ۽ مخلوق ۾ هيڪڙائي قائم آهي. خالق، مخلوق کان جدا نہ آهي. نفس کي ڇڏي ڏي تہ جيئن الله کي لهين. جيڪو بہ پنهنجي نفس کي ڇڏي ڏيندو يقين ڄاڻ تہ اهو الله جي ذات کي لهندو. جنهن کي حق تعاليٰ پنهنجي راه ڏيکاري ٿو، ان لاءِ پنهنجي منهن جا پردا سرڪائي ٿو. آءٌ بي مُلهہ (حقير) تنهنجو ٻانهو آهيان. تنهنجي بي انتها مهربانيءَ جي اُميد رکان ٿو.]

اي عقلمند عزيز! حق تعاليٰ هر هنڌ ۽ هر شيءِ ۾ موجود ۽ حاضر ناظر آهي. پر پنهنجي لطافت، عظمت ۽ جلال جي ڪري ڳجهو آهي، جيتوڻيڪ اهو ئي ظاهر ۽ اهو ئي باطن آهي. پر پنهنجي قدرت ڪامله ۽ بي مثال دانائي سبب پاڻ کي پنهنجن مشتاقن ۽ عاشقن کان ڳجهو رکي، کين شوق، ذوق ۽ چاهت جي انتظار ۾ رکي ٿو.

غزل

فرياد ز اغماز تو اي مايهء ظرافت
صد پرده پيش کردي باين همه لطافت

بنما رخ چون ماهئ تسکين کند
جانها که لب رسيده است از انتظارت
از حسن تو که پرده دارند قبا کرده
هر مرده شود زنده اين چنين سلامت
از رُوئ مهر درخشان هر ذره ماه گردد
آري عجب نہ باشد هست اين چنين جمالت
شهد و سکر بريزد از کام من بجانم
گر ملهم شرح شيرين[1] شود حکايت
پروانه وار تن زن "فقري" بسوز عشقش
تا گِل شوي چون شمع در انجمن جلالت

[تنهنجي چشم پوشي سبب فرياد ڪريان ٿو تہ اي حسن جا شاهڪارا انهيءَ لطافت يعني حسن ۽ جمال جي باوجود سوين پردن ۾ لڪل آهين. مڇي وانگر تڙپي رهيو آهيان. مون کي پنهنجو منهڙو ڏيکار تہ جيئن جان کي سڪون ملي، جيڪا تنهنجي انتظار ۾ نڙي تائين پهچي چڪي آهي. تنهنجي حسن جا متوالا، لاش ٿي چڪا آهن. پردو پري ڪر تہ جيئن اهي جيئرا سلامت ٿين. تنهنجي منهن جي روشن چنڊ، ذري ذري کي چنڊ ڪري ڇڏيو آهي. هائو! ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ تنهنجي حسن ۽ جمال جو اهو ئي حال آهي. جڏهن آءُ پردي ۾ وينل "شيرين" جي حڪايت ٻڌندو آهيان تہ منهنجي وات مان منهنجي اندر ماکي ۽ مٺاڻ داخل ٿيندي آهي. اي فقير! سندس عشق ۾ پرواني وانگر پنهنجي جسم کي عشق جي باہ ۾ قربان ڪري ڇڏ تہ جيئن، سياڻي سندس جلال جي انجمن ۾ سڙي رکَ ٿي پوين.]

اي منهنجا عزيزا نفس انساني، جيڪا دراصل انسان جي ذات آهي، اهو ان کي اهڙن ڪمن جو حڪم ڪندو آهي، جو عام ۽ خاص ماڻهو لاءِ ان کان منهن موڙڻ ممڪن نہ هوندو آهي. سندس مقصد هوندو آهي تہ جيئن، ان کي الله تعاليٰ جي ذات حَيّ قيوم کان پري ڪري. انسانن کي نفس جي انهيءَ غلبي جي

---

(1) مشهور ايراني بادشاه ڪسري جي ملڪه جو نالو. جنهن جو عاشق فرهاد ڪوهڪن هو.

ڪري ٿي "انفس" سڏيو ويو آهي، تانجو سلطان الانبياءِ عليه افضل الصلوات و اڪمل التحيات کي بہ چوڻو پيو تہ ڪاش! محمد جو رب ان جي نفس کي پيدا نہ ڪري ها. نفس انساني وجدان ۾ آهي. جيئن ظاهر ۽ باطن ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪا بہ شيءِ موجود نہ آهي، تيئن نفس جي ذات بہ (اڳ ۾) نہ هئي. پر اي سمجهدار عزيز! هتي هڪ عظيم نُڪتو آهي. منهنجي ۽ تنهنجي ذات کي جيڪو وجود عطا ٿيو آهي. اهو هن معنيٰ ۾ بلڪل غير حق بہ نہ آهي تہ ان تي بہ لاشيءِ ۽ غير الله جو اطلاق ٿئي. پر "لاشيءِ" جو مطلب آهي تہ ڪا بہ شيءِ، ڪو بہ وجود، ڪو بہ نفس، پنهنجي سر پاڻ پيدا نہ ٿيو آهي، ڇاڪاڻ تہ فرمايو ويو آهي تہ الله کان سواءِ نہ ڪنهن جون صفتون هيون ۽ نہ ڪنهن جي ذات هئي.

ڇاڻ گهرجي تہ "صفات" مان "انفس" يعني ساه ۽ وجود مراد آهن ۽ "ذات" روح کي چئبو آهي ۽ حق جي سڃاڻ رکندڙ يعني اهل نظر ۽ اهل دل وٽ اهي ٻئي شيون هڪ آهن.

بيت

هر دو يک چيز است بنگر اين همه ذات وصفات
گرچه در صورت صفات آمد و بي معناش ذات
دل ظهور و در بطون نبود بغير از ذات پاک
ليک چون ديدم نہ ديدم جز سکون کائنات
صورت و معنيٰ نه ديدم بجز يک ذات حق
جمله واحد وجود آمد همه ذات و صفات آمد
که بصورت در جهان ذات و صفات آمد
نيک بنگر تا به بيني جمله يک پاک ذات
همه صفات و ذات و نفس و روح را بنگر که
چون اين همه يک شيءِ آمده در نظر کامل صفات

[غور سان ڏس! اها ذات ۽ صفات هڪ ئي شيءِ آهي، جيتوڻيڪ صفتن جي صورت ۾ ظاهر ٿيون آهن. ذات جي نہ ڪا معنيٰ آهي ۽ نہ مثال. ظاهر هجي يا باطن، الله جي ذات پاڪ کان سواءِ ڪجهه بہ نہ آهي. پر جڏهن غور سان ڏسان ٿو تہ ڪائنات ۾ سڪون کان سواءِ ڪا بہ شيءِ نظر نٿي اچي. صورت هجي يا معنيٰ، الله جي ذات کان سواءِ

ڪجھ بہ نہ آهي. جيڪي بہ وجود (توکي نظر اچن ٿا) سي سڀ الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفات مان ظاهر ٿيا آهن. ڇاڪاڻ تہ ان جي ذات ۽ صفات جهان جي صورت ۾ آيون آهن. غور سان ڏسندين تہ توکي سيني شين ۾ هڪ پاڪ ذات نظر ايندي. سمورين صفتن، ذات، نفس ۽ روح کي ڏسجي تہ ڪامل صفتن واري انسان کي معلوم ٿيندو تہ ڪيئن اهي سڀ شيون هڪ شيءِ (الله) مان (وجود ۾) آيون آهن.]

نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمائڻ تہ ڪاش! محمد ﷺ جو رب منهنجي نفس کي پيدا نہ فرمائي ها، يعني منهنجي ذات جنهن کي "نفس" جي نالي سان پڪارجي ٿو ڪاش اهو باطن مان ظاهر نہ ٿئي ها. اها علت، اها ذات، اها حيرت ۽ اها ڳجهي حقيقت ظاهر نہ ٿئي ها. جيئن شاعر چوي ٿو تہ:

بيت

اي ڪاش! نہ بودي عراقي
که ز تو است جمله باقي

[اي ڪاش! عراقي پيدا ئي نہ ٿئي ها، ڇاڪاڻ تہ سڀ باقي شيون تو مان ئي آهن.]

يعني ڪاش! اسان جو هي نفس وجود ۾ نہ اچي ها، جو فقط منهنجي ذات جو نالو آهي، ورنہ آءٌ (سندس) ذات آهيان.

رباعي

اين نفس ذات ما همه ست
فرياد فرياد، صد هزار فرياد
که نفس نه بوده، ذات مطلق بودم
بامن هم عين ذات حق بودم

[هيءُ نفس اسان سيني جي ذات آهي. فرياد آهي. هزارين ڀيرا فرياد آهي! جيڪر نفس نہ هجي ها تہ آءٌ ذات مطلق هجان ها، آءٌ بہ عين ذات حق هجان ها.]

اي منهنجا عزيز! ڄاڻ تہ الله تعاليٰ پاڻ کي بہ "نفس" سڏيو آهي، سندس ارشاد آهي تہ:

وَإِذْ قَالَ اللّٰهُ يَا عِيسَى ابْنَ مَرْيَمَ ءَأَنْتَ قُلْتَ لِلنَّاسِ اتَّخِذُونِي وَأُمِّيَ إِلٰهَيْنِ

مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ قَالَ سُبْحٰنَكَ مَا يَكُوْنُ لِيْٓ اَنْ اَقُوْلَ مَا لَيْسَ لِيْ بِحَقٍّ اِنْ كُنْتُ قُلْتُهٗ فَقَدْ عَلِمْتَهٗ تَعْلَمُ مَا فِيْ نَفْسِيْ وَلَآ اَعْلَمُ مَا فِيْ نَفْسِكَ اِنَّكَ اَنْتَ عَلَّامُ الْغُيُوْبِ ﴿١١٦﴾ [1]

[ ۽ جڏهن چوندو الله, تہ اي عيسيٰ پٽ مريم جا! ڇا ماڻهن کي تو چيو هو تہ مون کي ۽ منهنجي ماءُ کي بہ معبود مقرر ڪريو؟ چوندو تہ تون پاڪ آهين. مون کي حق نہ آهي تہ اها ڳالهہ چوان جنهن جو مون کي حق نہ آهي. جيڪڏهن مون اها ڳالهہ چئي هجي ها تہ پڪ توکي ان جو علم هجي ها. بيشڪ تون ڳجهن جو ڄاڻندڙ آهين.]

- پڙ هن آيت مان معلوم ٿيو تہ نفس, ذات کي ۽ ذات جسم کي بہ چئبو آهي, تنهن ڪري نفس عين جسم آهي, والله اعلم بالصواب.

---

(1) سوره المائده آيت: ١١٦

## باب اٺوين

# فتح بابت عشق ۽ محبت

چاڻ گهرجي تہ ٻنهي جهانن جي خالق، الله تعاليٰ مخلوق کي عشق، محبت ۽ معرفت لاءِ پيدا ڪيو آهي، جيئن فرمايو ويو آهي تہ:

كُنْتُ كَنْزًا مَخْفِيًا فَاَحْبَبْتُ لِاُعْرَفَ فَخَلَقْتُ الْخَلْقَ لِاَجَلِیْ (1)

[مان ڳجهو خزانو هيس، پوءِ مون پنهنجي لاءِ مخلوق کي خلقيو تہ جيئن آءٌ سڃاتو وڃان.]

عاشق ۽ محب ان کي چوندا آهن جيڪو محبت ۽ عشق جي انتها تي هجي. هاڻي عاشق خدا تعاليٰ ۽ معشوق محمد مصطفيٰ ﷺ آهي. يا معشوق خدا تعاليٰ ۽ عاشق محمد مصطفيٰ ﷺ آهي يا معشوق مخلوق ۽ عاشق خدا تعاليٰ آهي، يا معشوق خدا تعاليٰ ۽ عاشق انسان آهي. ڇاڪاڻ تہ اها محبت ۽ عشق، الله تعاليٰ جي طرفان انسان وٽ امانت آهي ۽ انهيءَ امانت جو بار کڻندڙ انسان کان سواءِ ڪا ٻي مخلوق نہ آهي. جيئن قرآن مجيد ۾ ان مضمون کي هن طرح بيان فرمايو ويو آهي تہ:

اِنَّا عَرَضْنَا الْاَمَانَةَ عَلَى السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَالْجِبَالِ فَاَبَيْنَ اَنْ يَّحْمِلْنَهَا وَاَشْفَقْنَ مِنْهَا وَحَمَلَهَا الْاِنْسَانُ (2)

[بيشڪ اسان امانت کي آسمانن ۽ زمين تي پيش ڪيو. انهن جي کڻڻ کان انڪار ڪيو پوءِ ان کي انسان کنيو.]

---

(1) هيءَ حديث صوفي صاحبن جي ڪتابن ۾ عام ملي ٿي پر حديث جي ڪنهن ڪتاب ۾ نٿي ملي. ابن تيميه، زرڪشي ۽ سخاوي فرمائي ٿو تہ: ان حديث جو بنياد نہ آهي. (المصنوع ص ۱۴۱ ج ۱) ساڳي ڳالهہ حافظ ابن حجر "اللالي" ۾ ۽ علامه سيوطي تدريب الراوي ۾ بہ چوي ٿو. ملا علي قاري چوي ٿو تہ معنوي اعتبار سان اها ڳالهہ صحيح آهي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: وما خلقت الجن والانس الا ليعبدون. مون جنن ۽ انسانن کي رڳو پنهنجي عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي (ڪشف الخفاءِ ص ۱۷۳ ج ۲) ڪشف الظنون ص ۱۰۴۰ ج ۲ ۾ آهي تہ ان "حديث" جي تشريح ۾ شيخ بالي صوفي (جنهن جو سن وفات ۹۵۰هہ کان پوءِ آهي) هڪ ڪتاب لکيو آهي ۽ مخالفن جو رد لکيو آهي.

(2) سورة الاحزاب آيت: ۷۲

اي منهنجا عزيزا عاشق لاءِ معشوق جي گفتگو حسن ۽ جمال، ڪرشمي، ڪمال، ناز انداز جي محبت ٻنهي جي درميان رابطي ۽ وابستگي جو وسيلو ۽ ذريعو آهي. جنهن جي ڪري عاشق جي دل ۾، معشوق سان ميل جول، شوق، ذوق، عقيدتمندي ۽ نيازي مندي وڌندي آهي. تانجو عاشق ۽ معشوق ٻنهي ۾ قربت قائم ٿيندي آهي. ان ڏس ۾ مولانا جامي چوي ٿو تہ:

مثنوي

از من اگر بر سينه داغيست
نہ پنداري كزان داغم فراغيست
مرا هم دل بدام تست دربند
داغ عشق تو هستم نشانند

[جيڪڏهن منهنجي سيني تي محبت جو داغ آهي تہ توکي کهڙي ڄاڻ تہ مون کي ان داغ جي ڪري (هن قسم جي داغن کان) فراغت حاصل ٿي چڪي آهي. منهنجي دل تنهنجي ڄار ۾ ڦاٿل آهي. مون ۾ تنهنجي عشق جي داغن جا نشان موجود آهن.]

جيئن تہ عشق، عاشق ۽ معشوق جي درميان وصل ۽ اتحاد جو وسيلو وڏي رمز آهي. تنهن ڪري جيڪڏهن انسان سعادتمند هوندو تہ سندس عشق ان کي معشوق سان ملائيندو ڪيس فيض ۽ بهرو عطا ڪندو ۽ جيڪڏهن خدا تعاليٰ جي ڪرم نوازي سندس شامل حال هوندي تہ، انهيءَ واٽ تي ڪيس پنهنجي پاران نور جي لاٽ ۽ شمع عطا فرمائيندو آهي.

"بيت"

دلم با عشق تو منور است
ديدم از شوق با ديگر نيست
باش چون ماهي سمندر سان
كه آتش عشق آب حيات ست
عاشقان را نظر بران عارض
خوشتر از لاله زار رضوانست

من همين نکته کرده ام تحقيق
از ترياق به زهر جانانست
در طلب با خود گدا بودن
بهره از مملکت سليمان است
زهر معشوق عاشق را خوش تر
از صد هزار درمان است
دولت يار فيض در فيض است
گر بدارين کرم ارزان ست
پند بہ پذير اي عزيز بجان!
غير دلداري جمله خسران است
"فقري" از بهر سود خويش بجان
باش قربان گر تُرا جان ست

[منهنجي دل، تنهنجي عشق سان منور آهي. توکي شوق سان ڏنم تہ هاڻي کنهن ٻئي سان (محبت) نہ آهي. سمنڊ جي مڇيءَ وانگر ٿيءُ ، ڇاڪاڻ تہ عشق جي باه آب حيات آهي. عاشقن جي نگاه باغ جي انهيءَ مالڪ جي رُخسار تي آهي، جيڪو گلاب کان بہ سهڻو آهي. آءٌ تحقيق ڪري، انهيءَ نُڪتي تي پهتو آهيان تہ محبوب جو زهر بہ دوا دارونءَ کان وڌيڪ چڱو آهي. پنهنجي يار جي طلب ۾ گدائي اختيار ڪرڻ، سليمان عليه السلام جي مملڪت جو بهرو آهي. معشوق جو زهر بہ عاشقن لاءِ سوين، هزارين دوائن ۽ دارن کان وڌيڪ بهتر آهي. يار جي محبت جي دولت جو فيض مٿان فيض آهي. بشرطيڪ تنهنجي ٻاجھ ٻنهي جهانن ۾ سستي هجي. اي منهنجي کان جا عزيز! نصيحت کي قبول ڪر تہ دلدار کانسواءِ سڀ ڪجھ سراسر نقصان آهي.] اي فقير! جيستائين تنهنجي جيءَ ۾ ساه آهي پنهنجي ذات جي ڀلائيءَ لاءِ (متس) قربان ٿي وڃ! جيڪو بہ عشق کان مجبور ٿي دوست جي دامن کي نہ چنبڙندو ٻنهي جهانن ۾ نامراد ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ عاشق جي مراد ۽ مقصود معشوق جي وصال کان سواءِ ڪجھ بہ نہ آهي.

بيت

دامنت از دست خود بگذاشتم
بر مراد دست، دوست کي داشتم
در ضمير من نگنجد غير دوست
زانکه جز دلبر نہ دلبر داشتم

[تنهنجي دامن کي هٿ کان ڇڏي ڏيان تہ دوست جي وصال جي منزل کي ڪيئن پهچندس؟ منهنجي دل ۾ دوست کان سواءِ ڪنهن جي بہ گنجائش نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ دلبر کان سواءِ ڪو دلبر نٿو رکان.]

عشق اهڙي باه آهي، جنهن ۾ "غير" جو گاه گند سڙي ويندو آهي ۽ معشوق کانسواءِ ڪجهہ باقي نہ بچندو آهي.

"بيت"

برد از من دين جان و دل هنوز
سوخت مغز و استخوان و دل هنوز
گرچه گل گشتم سراپا همچون شمع
خليد خار گلرخان در دل هنوز
سوخته خاکسترم بر نار داد
آتش عشق بتان در دل هنوز
گفته او نغمه منصور را ز من
هست مخفي همچنان در دل هنوز
عشق همين تقاضا کرد که "انا" هستم
شيوه وحدت نهان در دل هنوز

[منهنجو محبوب، منهنجي جان ۽ دل بہ کڻي ويو هاڻي تہ (سندس عشق ۾) منهنجو مغز، هڏيون ۽ دل جان بہ سڙي پڇي رهيا آهن. جيتوڻيڪ شمع وانگر پري سڙي وسامجي ويو آهيان. پر اجا دلبر جي در جو ڪُنڊو منهنجي دل ۾ چڀي رهيو آهي. باه ۾ سڙي رک ٿي ويو آهيان پر بتن جي عشق جي باه اجا دل ۾ ٻري رهي آهي. منصور حلاج جا قول ۽ نغما منهنجي دل جا راز آهن، جيڪي ساڳي طرح دل ۾ ڳجها آهن. جنهن

کي الله سان عشق هوندو آهي. ان جي تقاضا آهي تہ منصور حلاج وانگر "انا الحق" جو نعرو هڻان.]

عشق جو شراب پيئڻ سان مستي ۽ بيهوشي، ٻئي نصيب ٿينديون آهن. عشق جي ڪري ماڻهو هِن جهان کان مست ۽ بيهوش ٿي ويندو آهي ۽ هُن جهان جي آگاهي حاصل ٿيندي آهي.

بيت

معيت و هوشياري من ازباده مستانه خويش
که بخوردم من بي خود از خمخانه خويش
چشم گريان، دل بزبان، لب خندان ديدم
مختلف حال بسي از دل ديوانه خويش
قبله همت ما گشت چو ابرو جانان
يافتم صاحب کعبه از مست خانه خويش
سر مخفي که نهان است بصد پرده راز
گشت معلوم مرا لا زوال فرزانه خويش
گرچه مطلوب شدم از طلب ليک هنوز
دارم آغاز طلب کوي جانانه خويش
غير حق نيست چو فهميدم در وادي عشق
خودشمع و گلشن و گل، بلبل، پروانه خويش
مدت گوهر مقصود برون مي جستم
خوش عاقبتم که آنرا ز دروازه خويش يافتم
آنچه مي جستم از غير خود آخر بنگر
يافتم آن همه دولت از کاشانه خويش
گنج بيحد که در دولت خانه عظمي است
يافته "فقيري" از قلب ويرانه خويش

[پنهنجي مستي واري پيالي جي ڪري ڪڏهن مون کي دلبر جو ساٿ نصيب ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن هوشياري نصيب ٿيندي آهي. پنهنجي ديواني ۽ مست دل جي حال جي ڪري اڪثر ڳوڙها ڳاڙيندڙ اکيون ۽ پنهنجي دل، چپن تائين مسڪرائيندي ڏٺم. اسان جي همت جو قبلو يار

جا ڀرون آهن. آءٌ ته پنهنجي مست خاني ۾ ڪعبي واري يعني الله کي لهان ٿو. اهو راز جيڪو سوين پردن ۾ پوشيده آهي. سو مون کي پنهنجي لازوال عالم و بزرگ (مرشد) جي وسيلي سان معلوم ٿيو. جيتوڻيڪ طلب سبب آءٌ مطلوب آهيان پر پنهنجي دلبر جي گهٽيءَ جو شروعاتي طالب آهيان. جڏهن عشق جي ماڻيءَ کي سمجهيم ته معلوم ٿيو. حق تعاليٰ کان سواءِ ڪو به نه آهي. اهو پنهنجي لاءِ پاڻ ئي شمع به آهي ته باغ بهار به، ته گل به، ته بلبل به، ته پروانو به آهي، مدت کان گوهر مقصود ٻاهر تلاش ڪري رهيو هيس. منهنجو پاڳ پلو آهي جو ان کي پنهنجي دروازي تي لڌم. جيڪا شيءِ پنهنجي غير ۾ ڳولي رهيو هيس. آخرڪار اها سموري دولت پنهنجي ئي گهر ۾ ملي وئي. اُهو بيحد خزانو. جيڪو عظيم دولت خاني ۾ آهي، سو هن فقير پنهنجي دل جي ويراني ۾ لڌو آهي.]

## عشق جي تعريف

عشق، الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ ذات آهي، جنهن جي ڪري باطل جو برپٽ يعني دل ۽ ضمير گلشن وانگر ٿي ويندو آهي. يا وري عشق ابراهيم عليه السلام جي باه وانگر آهي. جنهن کي الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي لاءِ گل گلزار ۽ جان جي سلامتي جو سبب ڪندو آهي. جنهن جي ڪري ٻانهي کي ٻنهي جهانن جي ڪاميابي ملندي آهي ۽ جڏهن اها نوراني ڪيفيت قلب ۾ روشن ٿيندي آهي ته ڪيس تروتازگي ۽ حياتي بخشيندي آهي ۽ روح کي راحت ملندي آهي يا وري عشق باه به آهي ته نور به آهي.

بيت

شعله آتش عشق در خرمن من
صد گل بجهت بگشفت در گلشن من

[جڏهن منهنجي وجود جي ڍير ۾ عشق جو شعلو ٻري ٿو ڇڻ ته منهنجي دل جي باغ ۾ سوين خوشبودار گلن ڦلن وارا وڻ هر طرف پيدا ٿين ٿا.]

يا وري عشق کي خليل الله عليه السلام وانگر ڏس. جنهن لاءِ هن ڌرتي تي نمرود جي مچايل باه جنت نظير ٿي وئي. يا سمجهو ته عشق

اهڙي باه آهي، جيڪا سمورن حجابن کي ساڙي رک ڪري ڇڏي ٿي. جنهن جي دل ۾ عشق هوندو آهي. ان جي اندر ۾ الله کان سواءِ ڪا بہ شيءِ باقي نہ رهندي آهي. پوءِ ان جي حالت سج جي روشنيءَ وانگر هوندي آهي. جنهن جا ڪرتا نڪرندا آهن تہ پوري جهان کي منور ڪندا آهن ۽ سوز ۽ گداز پيدا ڪندا آهن. چيو ويو آهي تہ نافرمانن کي قيامت جي ڏينهن دوزخ جي باه ۾ ساڙيو ويندو. پر دوزخ کي محبان خدا جي عشق جي باه جي ذريعي عذاب ڏنو ويندو. بلڪ بهشت ۾ بہ سندن ئي عشق جي ڪري گرمي ۽ سوز ۽ ساز هوندو ۽ منجهن اها تاثير، الله تعاليٰ سان محبت ۽ عشق جي سبب پيدا ٿيندي.

بيت

چه آتش است ندانم که عشق مي گويند
نار و نور جمله شعله است ازان آتش

[جنهن شيءِ کي عشق چئجي ٿو اهو ڇا آهي؟ مون کي خبر نہ آهي. دوزخ جي باه ۽ جنت جو نور بہ ان عشق جو ئي هڪ شعلو آهي.]

هڪ پيري شيخ بهاءُ الدين زڪريا رح عشق جي حالت ۾ فرمايو تہ جڏهن عاشق دل مان آهہ ڪڍندو آهي تہ جيڪا بہ باه هوندي آهي سا وسائجي ويندي آهي، ڇاڪاڻ تہ اهڙن محبن جي دل مان هر شيءِ سڙي فنا ٿي چڪي هوندي آهي. سواءِ هڪ خدا تعاليٰ جي ذات پاڪ جي محبت جي.

بيت

فرياد که فرياد در دهانم سوخت
بر داغ جگر سوز نهادم مرهم
از غايت سوزي دل درمانم سوخت
اين آتش عشق دل سوزان که مراست
بنگر که جگر و دل هم غير الم سوخت
بس آتش دلدار که در دل دارم
جز دلبر از بر من مي دانم سوخت
از غايت آتش دو جهان سوز مرا بين
هم اينم هم آنم جانم سوخت

[فرياد، فرياد ڪندي منهنجو منهن بہ سڙي چڪو آهي، جگر تي سوز جو جيڪو داغ آهي، ان تي مرهم رکان ٿو. عشق جي هيءَ جيڪا باهه منهنجي اندر ۾ آهي، ان جي سوز جي سختي سبب منهنجي دل بہ سڙي وئي آهي. پنهنجي وجدان ۾ دلبر جي محبت جي باهه رکان ٿو. ان جي ڪري منهنجي جگر ۽ منهنجي دل بغير رنج ۽ غم جي سڙي پچي رهي آهي. دلبر کان سواءِ منهنجي اندر جيڪي ڪجهہ هو سو سڀ سڙي رک ٿي ويو آهي. انهيءَ باهه جي سختي پنهي جهانن کي ساڙي ڇڏيو آهي. مون کي ڏس! آءُ سڀ ڪجهہ هي آهيان ۽ سڀ ڪجهہ اهو آهيان، ڇاڪاڻ تہ منهنجو سڀ ڪجهہ سڙي رک ٿي ويو آهي.]

يا وري عشق اهڙي باهه آهي، جنهن سان ٻئي جهان باغ بهار ٿي ويندا آهن. ڪنهن ڏاڍو سنو چيو آهي تہ:

نار چون نور الله، الله نور السماوات والارض گشته
بهرجا که بنگرم، آتش است

[جيڪا بہ باهه آهي اها الله جو نور آهي. ڇاڪاڻ تہ فرمائي ٿو تہ:

اللَّهُ نُورُ السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضِ [1]

[الله آسمانن ۽ زمينن جو نور آهي.]

تنهن ڪري جتي ڏسان ٿو مون کي باهه ئي باهه نظر اچي ٿي.

بيت

بنار عشق جهان معدن آتش افتاده است
که در زمين وزمان خرمن آتش افتاده است

[عشق جي باهه جي ڪري، جهان باهه جو سرچشمو آهي. تنهن ڪري زمين هجي يا زمانو هجي، هر هنڌ باهه جا مچ نظر اچي رهيا آهن.]

عاشقن جي آهُن ۽ دانهن سبب زمين سڙي چڪي آهي. جتي بہ نهاريان ٿو باهه ٻرڪي رهي آهي. هن دنيا جي عاشقن جي رئندڙ دلين جي سوز کي ڏس تہ ان جي ڪري بريٽ هجي يا سمنڊ، سڀ رت ۾ ٻڏا پيا آهن

(1) سورة النور آيت:٣٥

يا باه ۾ سڙي رهيا آهن.]

نظم

ز آه و ناله عشاق در اديم زمين
به هر طرف كه نظر كردم آتش افتاده است
ز سوزِ گريه دل خستگان عالم بين
كه بر و بحر همه خون و آتش افتاده است
بس كه آتش عشقش بسوخته عشاق
جهان و اهل جهان معدن آتش افتاده است
ز آه آتش باري دلم بہ هر جانب اگر
همين نگري گلخن آتش افتاده است
ز نار نور دلم محبت و دلم بصد صحبت
خليل است و گلشن آتش افتاده است
بمن دولت آتش محبت محبوب
هزار جان و دل ممكن آتش افتاده است.

[عاشقن جي آهُن ۽ دانهن جي ڪري زمين جو متاڇرو سڙي چڪو آهي. جيڏانهن بہ نهاريان ٿو باه ئي باه نظر اچي ٿي. هن دنيا جي عاشقن جي دل جي گريه زاري ۽ سوز جي ڪري ڏس تہ بريٿ هجي يا سمنڊ، سڀ رتو رت آهن يا باه ۾ سڙي رهيا آهن. سندس عشق جي انتها جي ڪري عاشق سڙي پچي رهيا آهن. پوءِ جهان هجي يا جهان وارا سڀ باه جو پيڙ تي چڪا آهن. منهنجي دل ۾ الله تعاليٰ جي محبت جي جيڪا باه آهي، ان جي آه زاري جي ڪري جيڏانهن بہ نهاريندين، متي ۽ واري جا دڙا بہ توکي باغ نظر ايندا. منهنجي دل ۾ نور جي روشني جي ڪري محبت آهي ۽ منهنجي دل کي دوست جون سوين صحبتون حاصل آهن. جنهن جي ڪري باه بہ باغ ٿي وئي آهي. مون کي محبوب جي محبت جي دولت حاصل آهي، جيڪڏهن هڪ نہ پر هزارين دليون ۽ جانيون هجن، اهي بہ باه ۾ ساڙي نثار ڪريان ها.]

يا وري عشق هڪ علم آهي، جنهن جي هڪ آيت نازل ٿي تہ

اولين ۽ آخرين جا سمورا علم، ان ۾ گم ٿي ويا. انهيءَ علم کي ڪو بہ شخص سمجهي ۽ ڄاڻي نہ سگهندو آهي. سواءِ ان شخص جي جنهن تي الله تعاليٰ جو اڻ ڪٿ فضل ۽ ڀاڄهہ هجي. ڪنهن چيو آهي تہ:

كَمَا رَفَعْتُ لَهُمْ عِلْمًا لَمْ يَخْطُرْ عَلٰى قُلُوْبِ النَّاسِ

[مون انهن کي علم جي ايڏي بلندي عطا ڪئي آهي، جو انسانن جي دلين ۾ انهن جو خيال بہ اچي نٿو سگهي.]

يعني مون پنهنجن محبن کي ايڏي بلندي ۽ عظمت ڏني آهي، جنهن جو ڪو بہ اندازو ڪري نٿو ڪري سگهي، يا انهن جي دلين ۾ ايترو علم سمائي ڇڏيو آهي، جنهن جي وسعت جو حال نہ ڪنهن داناءَ کي معلوم ٿي سگهي ٿو، نہ ئي ڪنهن عالم کي ان جو اندازو ٿي سگهي ٿو. مولانا رومي رح چوي ٿو تہ:

بيت

بو العجب[1] صورتيست روضه عشق
چار مصحف ازو يک آيه نيست
عشق را بوحنيفه درس نگفت
شافعي را درو درايت نيست
حنبل از سر عشق بيخبر است
مالک را درو روايت نيست
لايجوز و يجوز باهم مرکب است
عشق عشاق را نهايت نيست

[اي ابوالعجب! سندس صورت ئي عشق جو روضو آهي، چئني فقيهن جي ڪتابن ۾ عشق بابت هڪ بہ نشاني نہ آهي. عشق بابت امام ابوحنيفه درس نہ ڏنو امام شافعي کان بہ ان جي باري ۾ ڪا درايت يعني عقلي دليل ثابت نہ آهي. امام احمد بن حنبل بہ عشق جي راز کان بيخبر هو. ان جي باري ۾ امام مالک کان بہ ڪا روايت نہ آهي. لا يجوز ۽ يجوز

---

[1] ڏسو ڪليات شمس تبريزي: ص ١٨٩ تحقيق استاد فروز انفر- تهران،١٢٨١.

ٻئي پاڻ ۾ مرڪب آهن. عاشقن جي عشق جي ڪا انتها ئي نہ آهي.]

يا وري عشق حق ۽ حقيقت لاءِ دليل ۽ حجت آهي، جيئن هيٺين شعرن ۾ چيو ويو آهي.

مثنوي

هرکه عاشق گشت او برهان بود
قول و فعلش نعره مستان بود
عشق بازي و نظر بازي تمام
بر دل برده آن کس شد حرام
نکو نظر خود جانب ديگر کند
عشق در صورت بلا و آفت است
ليک در معني هزاران نعمت است
شيوه عشاق جان بازي بود
گرچه جان بازي است دل سازي بود
عشق اگر نکني تقاضا مي کند
بنده خود وا اگر حق خواسته
جان و دل اورا بعشق آراسته
و آن که حق اورا بعشق آراسته
در دل او عشق حق انداخته
هر کرا دل زنده گشته از عشق يار
تا به ابد هرگز نميرد ز نهار!

[عاشق، دليل ۽ برهان هوندو آهي، سندس قول ۽ سندس فعل مستانہ نعرو هوندو آهي. عشق بازي ۽ نظر بازي (جي لذت) جنهن دل کي حاصل ٿيندي، اهو شخص حرام (فنا) ٿي ويندو آهي. ماڻهو پاڻ کي سڻو سمجهي يا ڪنهن ٻي شيءِ کي سڻو سمجهي، اها ڳالهہ خيال،خواب ۽ دوکي کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي. بظاهر عشق آفت ۽ مصيبت آهي، پر درحقيقت هزارين نعمتن کان چڱو آهي. عاشقن جو طريقو جانبازي، يعني جان تان هٿ کڻڻ آهي، جيتوڻيڪ جانبازي جو کي جو ڪم آهي، پر اهو

ئي دلسازيءَ جو ڪم آهي، جيڪڏهن تون عشق نہ ڪندين تہ تنهنجي دل، ان جي تقاضا ڪندي، اها تقاضا توکي پاڻ ڪي ئي خوش ڪندي. جيڪڏهن حق تعاليٰ پنهنجي ٻانهي کي گهري تہ ان جي دل ۽ جان کي عشق سان سنواري ڇڏي. جنهن شخص کي حق تعاليٰ، حق پرستي سيکارندو آهي. ان جي دل کي عشق سان سنواري، سينگاري ڇڏيندو آهي. جنهن شخص جي دل عشق سان زنده هوندي آهي تہ پوءِ ياد رک تہ اهو شخص هميشه لاءِ ڪڏهن بہ نہ مرندو آهي.]

يا وري عاشق اهو مست شرابي آهي، جنهن کي وحدت جي ميخاني مان، عاشقن وٽ آڻيندا آهن ۽ مستي ۾ مست ٿيندا آهن.

شعر

آن را که به ميءَ وحدت مستش کردند
از غير گذشته خود پرستش کردند
از آمد و شد کويءَ ديگرماي به پست
آن کس که دلارام بدستش کرند
اين عشق مرا بنگر امروزي نيست
کان بيشتر از روز الستش کردند
بذکر جميل خويش چستش کردند

[جنهن کي وحدت جو شراب پياري مست ڪندا آهن، ان کي غير الله کان ٻاهر ڪڍي، پاڻ ان جي پوڄا ڪندا آهن. ان شخص لاءِ غير جي گهٽي ۾ اچ وڃ جي ڪا قدر قميت نہ هوندي آهي، جنهن تي ان جو دلبر پنهنجو هٿ رکندو آهي. ڏس! مون کي هيءُ جيڪو عشق آهي، سو اڄوڪو نہ آهي. اهو الست بربکم جي ڏينهن اڪان بہ اڳ جو آهي. جيڪو فقير غير جي ياد ۾ سخت ۽ سست هوندو آهي، ان کي اهل الله، حق تعاليٰ جي سهڻي يادگيري سان چست ڪري ڇڏيندو آهي.]

يا وري عشق هڪ وڏو درياءُ آهي ۽ جنهن کي اها ارادتمندي ۽ عقيدتمندي نصيب ٿيندي آهي، اهو سر جو سانگو لاهي، جان هٿ تي رکي انهيءَ درياءَ ۾ ٽپو ڏيندو آهي ۽ مصيبتن ۽ تڪليفن جي ڪُنَ (گرداب) ۾ ٽيبون هڻندو آهي تہ مَنَ مون کي گوهر مقصود نصيب ٿئي.

مثنوي

جهت دريائ اعظم عشق دوست
گوهر يکتا برد نيکو دروست
هر که اين دريائ عشقش را نورد
بيشک او دُر يگانه را ببرد

[دوست جو عشق هڪ وسيع سمنڊ آهي، جيڪو ان ۾ ٽٻيون هڻندو ان کي بي مثل جوهر هٿ ايندو. جيڪو بہ عشق جي انهيءَ سمنڊ کي طي ڪندو بيشڪ اهو بي بها موتي ماڻيندو.]

يا عشق، حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙي وانگر آهي، جيئن چيو ويو آهي تہ

اَلْعِشْقُ كَسَفِيْنَةِ النُّوحِ مَنْ رَكِبَهَا نَجَا وَمَنْ خَلَفَ عَنْهَا هَلَكَ

[عشق نوح عليه السلام جي ٻيڙي وانگر آهي، جيڪو ان ۾ چڙهندو سو نجات لهندو ۽ جيڪو اُن ۾ سوار ٿيڻ کان پوئتي رهندو هلاڪ ٿي ويندو.]

يا عشق سفر ڪندڙ ساٿي، مسافريءَ لاءِ سواري، سفر جو سامان، سفر جو گس ڏسيندڙ (رهبر) ۽ هٿ کان وٺي هلندڙ دوست آهي، جيڪو مسافر کي سندس منزل مقصود تائين پهچائيندو آهي.

بيت

عشق را اي دوست کشتي نوح دان
هم پناه و هم امان و روح دان
مي رساند مرد را در کوئ يار
راهبر اين راه گشته آشکار

[عشق کي اي دوست! نوح عليه السلام جي ٻيڙي ڄاڻ. پناه ۽ امان ڏيندڙ ۽ روح ڄاڻ، مرد کي يار جي گهٽي ۾ پهچائيندو آهي. انهيءَ واٽ جي رهبر کي آشڪار ۽ ظاهر ڪندو آهي.]

يا عشق سمورن هنرن کان وڏو هنر آهي. بلڪ الله تعاليٰ جي عشق کان سواءِ جيڪي بہ هنر آهن، اهي اجايا ۽ بيڪار آهن. جيئن شيخ سعدي رح فرمائي ٿو تہ:

سعدي هنري که ترا آن سر هنري است
جز عشق خدا، هر هنري بي هنري است.

[اي سعدي! جيڪو بہ بهترين هنر تنهنجي هٿ ۾ آهي، الله جي عشق کان سواءِ هر هنر بيڪار آهي.]

يا عشق، اهڙي شيءِ آهي، جيڪا عاشق کي پاڻ کان بيگانو ڪري ڇڏيندي آهي. ٻنهي جهانن کان پاڪ ۽ بيباڪ ڪري ڇڏيندي آهي ۽ کيس هر هنڌ خوار ۽ خراب ڪندي رهندي آهي.

بيت

از خود بيگانه و ديوانه عالم خراب هر دو جا گردد
هر آنچه مي خورد ضرب طباچه عشق دلبر خود

[پاڻ کان بيگانو دنيا جو ديوانو هر هنڌ خوار خراب ٿيندو رهندو آهي، هر اهو شخص جيڪو دلبر جي عشق جو شراب پيئندو آهي. سو پنهنجي دلبر جون چماٽون کائيندو آهي.]

يا وري عشق جذبه الـهي آهي، جنهن کي بہ ان جي ڇڪ ٿيندي آهي، اهو حق سان وڃي ملندو آهي ۽ جنهن کي الله تعاليٰ پنهنجي عشق جي جذبي سان پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي، ان جي شخصيت جي تعمير ڪندو آهي ۽ جنهن جي شخصيت جي تعمير الله پاڪ ڪري. ان کي غير الله کان سواءِ ڪا بہ شيءِ نظر نہ ايندي آهي ۽ اهو لَاأَنَا وَلَاغَيْرِيْ جي مقام ۽ مرتبي تي پهچندو آهي. يعني اهو چوندو آهي تہ نہ آءُ آهيان ۽ نہ منهنجو غير آهي. فقط الله ئي الله آهي. ان تي محويت جي ڪيفيت طاري رهندي آهي ۽ اهو چوندو آهي تہ: لَاهُوَاِلَّاهُوَ يعني جيڪي ڪجهہ نظر اچي ٿو سو الله کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. پاڻ کي بہ ۽ پوري ڪائنات جي هر شيءِ کي بہ ان جي خالق ۾ گم سمجهندو آهي ۽ اهڙي طرح عين حق تي ويندو آهي. يعني پنهنجي ذات کان محو تي ويندو آهي.

بيت

عشق جذبه مطلق است از کوئ حق
مي کشد عشاق را در سوئ حق
عشق ورز وعشق ورز اي مرد راه

تا شوي زود تر واصل الله
عشق دلبر، هرکرا محبوب ساخت
جان و دل اورا نگر، پر نور ساخت
آنکه جذبه عشق اورا در ربود
محو گرداند مر اورا در وجود
نيستي و هستي يکسان بود
کفر و ايمان نزد او کفران بود
آنکه اورا جذبه عشقش ربود
مي نمايد پيش او بود او نمود
هستي سبحان مر اورا جذب کرد
دين کفر و اسلام وي را سلب کرد

[عشق حق تعاليٰ جي طرفان اهڙو جذبو آهي، جيڪو عاشقن کي حق ڏانهن ڇڪيندو آهي. عشق ڪر ۽ راه حق جي عاشقن مان ٿيءُ ته جيئن تون جلد الله تعاليٰ سان واصل ٿئين. دلبر جو عشق، جنهن کي به پنهنجو محبوب رکندو آهي ڏس! ان جي دل ۽ جان کي منور ڪري ڇڏيندو آهي. جنهن جي اندر عشق جو جذبو پيدا ٿيندو آهي. ان جي وجود کي محو ۽ فنا ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙي شخص لاءِ نيستي ۽ هستي هڪ ئي شيءِ هوندي آهي. ان وٽ ڪفر ۽ ايمان، نعمت جي ناشڪري هوندي آهي. جنهن تي ڪو به عشق جو جذبو طاري هوندو آهي، ان جي اڳيان جيڪي ڪجهه هوندو آهي، سو ان کي ڏيکاريندو آهي. الله پاڪ جي هستي ان کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي آهي ۽ ان جي ڪفر ۽ اسلام کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي.]

يا عشق يڪرنگي ۽ هڪجهڙائي جي اهڙي دولت آهي، جو (محب کي) هر شيءِ ۾ محبوب ئي محبوب نظر ايندو آهي ۽ باقي سمورو جهان ان جي اڳيان هيچ هوندو آهي.

بيت

عشق يکرنگي و يکجهتي تقاضا مي کند
هر که عاشق مي شود او اين تماشا کند

[عشق جي تقاضا، هڪ رنگي ۽ هڪ جهتي آهي، جيڪو به

عاشق هوندو آهي، سو اهو ئي تماشمو ڪندو آهي.]

يا عشق، رباني جنون آهي، جنهن شخص جو جيتري قدر رب سان عشق هوندو، اوتري قدر مٿس انهيءَ جنون جو غلبو هوندو.

شعر

جنون عشق خدا، هر کرا ميسر شد
رسيد او بحقيقت، خدا بدان مقدار

[خدا تعاليٰ جي عشق جو جنون، جنهن کي جيترو نصيب هوندو، انهيءَ مقدار مطابق اهو خدا تعاليٰ جي حقيقت تي پهچندو.]

فرمايو ويو آهي تہ خدا تعاليٰ جي حضوري ۽ عشق جي موجود هئڻ جو دارو مدار هن ڳالهہ تي آهي تہ عاشق، پاڻ کان وڌ ۾ وڌ غائب ۽ بيحال رهي.

بيت

حضور بنده که باحق بمقدار عشق بود
اگر حضور بجوئي بعد ز عشق خدا

[الله تعاليٰ جي حضوري ۽ محبت جو دارو مدار تنهنجي عشق تي آهي. جڏهن تون غير الله جي محبت ڳوليندين تہ خدا تعاليٰ جي دوري کان سواءِ ڪجهہ نہ لهندين.]

يا عشق اهڙي شيءِ آهي، جيڪا سيني شين کان پلاري ۽ پياري آهي ۽ عاشقن وٽ ان کان وڌيڪ ڪا بہ شيءِ سهڻي ۽ پياري نہ آهي.

بيت

سايهء حور بر نتابد طرهء دستار ما
تحفهء مرهم نمي گيرد دل افگار ما
آتش دوزخ چه باشد نزد آتش عشق
هفت دوزخ کي بود نزد آه آتشفگار ما
همچو صوفي مست که نزد آه آتشفگار ما
همچو صوفي مست که ز نالها غنويتست
رقص مي ورزد فلک ز نالها مروار ما

هر کجا ديدم نديدم غير دِلبر زانکه دوست
هست در چشم و سرو جان دل بيدار ما
محو گشته همچو قطره ريزد در درياۓ عظيم
نغمهء اهل تواجد جمله در گفتار ما
گر نگرم من انا الحق ليک بنگر محو گشت
صد هزاران نغمهء منصور در اسرار ما
محو گردد جمله دفتر هاۓ در يک حرف
آن آيه که ظاهر شود از دفتر اسرار ما
بلبل و پروانه در جنگ است باهم برسرش
ز آنکه گل زمانه شرح و شمع قد آمد بعالم يار ما
بلبل و پروانه، گل، شمع عاشق، مبتلا
بر قد و رخسار مه پاره دلدار ما
نکوهش مي کرد فلک از حسرت و عبرت
ذوق تمام که دارد خسته جوۓ در طلب دلدار ما
مي کند فخري هزاران جان شيري را فدا
بر سر تار موۓ گر پذيرد يار ما.

[حور جو نور بہ، اسان جي پڳ جي ڦُندڻ تي روشن تي نہ سگهندو. اسان جي زخمي دل، مرهم جو تحفو بہ قبول نہ ڪندي. عشق جي باه جي سامهون دوزخ جي باه جي ڪهڙي حيثيت؟ اسان جي اندر جي آهہ جي ٻيٽ ۾ ست جهنم بہ ڪجهہ نہ آهن. مست صوفي وانگر تيءُ، جنهن جي مستانہ نعرن جي ڪري، آسمان بہ نچي رهيو آهي. جيڏانهن بہ نهاريان ٿو دوست کان سواءِ ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي. ڇاڪاڻ تہ دوست منهنجين اکين، منهنجي مٿي، منهنجي جان ۽ منهنجي هوشيار دل ۾ سمايل آهي. جيئن وڏي سمنڊ ۾ قطرو ڪرندو آهي، تيئن تون بہ ان ۾ گم ٿي وڃ. جيڪي وجد ۾ ايندا آهن، انهن سيني جو نغمو اسان جي گفتگو آهي، جيڪڏهن آءٌ "انا الحق" جو نعرو نہ هڻان، پر ڏس تہ منصور حلاج جي نغمن جهڙا سوين هزارين نغما اسان جي اسرارن ۽ رازن ۾ ڳجها آهن.

جيڪا آيت اسان جي اسرارن جي دفتر مان ظاهر ٿئي ٿي، ان جي هڪ حرف ۾ ئي سمورا دفترن جا دفتر گم ٿي وڃن ٿا. بلبل ۽ پروانو ٻئي ان (محبوب) جي مٺان پاڻ ۾ جنگ ڪري رهيا آهن. چاڪاڻ ته ڏاڙهون جا داڻا، اسان جي يار جي شرح آهن ۽ جهان کي روشن ڪندڙ شمع، ان جو قد آهي. بلبل، پروانو گل، شمع سڀ اسان جي دلدار جي چنڊ جهڙي چهري جا عاشق آهن. آسمان به حسرت ۽ عبرت جي ڪري اسان جي دلدار جي عاشق صادق تي ملامت ڪري رهيو آهي. اسان جي دلدار جي طلب ۾، بيحال عاشق، جيڪي گهٽي ۾ گهڻو ذوق (عشق) رکن ٿا، سي هزارين شيرين جانيون قربان ڪرڻ ۾ فخر ڪن ٿا، بشرطيڪ اسان جو يار، سر کان وٺي پيرن تائين سندن فداڪاريءَ کي قبول ڪري.]

بيت

اي بيان غمزه ات غارت گر جان من است
لطف فرما كه اين تنمائ نقش در جان من است
باد يا رب غمرت در ديده جان و دلم
زانكه ميمون مرهم داغ دل و جان من است
تير مرگان گز گمان ابروئ روئ بر من ضعيف
مانند تيري در دل و پيكان در جان من است
گر به بيني حال من مسكين ترحم مي كني
كه فراقت طرفه اي حال بر دل و جان من است
در فراق يار جاني در بند من جان نماند
شد يقين اكنون مرا جانان من جان من است
صد هزاران آه و ناله از روئ هجران مي كنم
يک نمي شنود دريغا گرچه او جان من است
جستجو جانان همي كردم در اطراف جهان
چون بدانستم كه در جان من است
بس جواهر سنگ در را ز جان خود مي ريختم
يافتم در آخر راز ايشان كه در جان من است

چشم عالم بين بپوشان، ديده حق بين کشا
تا به هنر حق بديده حق که در جان من است
که براۓ از چه تاريک يغمي گنج نفس
تا هما بي گنج مخفي گم در جان من است.

[اي منهنجا محبوب! تنهنجي ناز انداز جو بيان ئي منهنجي جان وٺندڙ آهي. لطف فرماءِ جو اها تمنا منهنجي دل تي نقش ٿيل آهي. اي منهنجا رب! منهنجي دل ۽ جان جي اکين ۾ سختي ۽ سور وڌي ويو آهي. تون ئي منهنجي دل ۽ جان جي داغ لاءِ مبارڪ مرهم آهين. (دلبر) پنهنجي ڀرون جي ڪمان سان ناز انداز جو جيڪو تير مون ضعيف جي منهن تي اڇلايو آهي اهو ائين آهي جيئن، دل ۾ تير ۽ جان ۾ نيزو لڳي ويو. جيڪڏهن منهنجي حال کي ڏسندين ته توکي به رحم اچي ويندو. ڇوته تنهنجي جدائي منهنجي دل ۽ جان لاءِ هاڃيڪار آهي. يار جي جدائي ۾ منهنجي جسم ۾ جان باقي نه رهي آهي. هاڻي مون کي يقين ٿي ويو آهي ته منهنجو دلبر ئي منهنجي جان آهي. جدائي ۽ فراق جي ڪري هزارين آهون ڀري رهيو آهيان ۽ دانهون ڪري رهيو آهيان پر (دلبر) منهنجي هڪ به نه ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهي. جيستوڻيڪ اهو ئي منهنجي جان آهي. جڏهن دلبر جي پوري دنيا ۾ تلاش ڪيم، تڏهن خبر پئي ته دلبر ته منهنجي دل جي اندر آهي. پنهنجي جان جا گهڻا ئي موتين ۽ هيرن وارا پٿر اڇلايم، آخر ۾ اهو راز معلوم ٿيو ته اهو منهنجي جان جي اندر آهي. دنيا کي ڏسندڙ اکيون، ٻوٽي ڇڏ. حق ڏسندڙ اکيون کول ته جيئن توکي حق ڏسندڙ هنر عطا ٿئي. خزانو ڇا جي ڪري اونداهون آهي؟ انهيءَ ڪري جو هُما، بغير خزاني جي منهنجي جان ۾ گم آهي، يعني ذات واحد موجود آهي ته پوءِ خزاني جي ڪهڙي ضرورت؟.]

سهڻن سيبتن ۽ حسينن جي باغ جي مقابلي ۾، ٻئي جهان ڪالعدم ۽ هيچ آهن.

بيت

اي گلزار رخت گلشن گيتي چمني
عاشق زار چو بلبل تُو ام اي گلبدني

[اي، دنيا جي باغ کي گل و گلزار ڪندڙ ۽ رونق بخشيندڙ سھڻا! آءٌ، ضعيف ۽ ناتوان، تنھنجي حُسن تي بلبل وانگر عاشق آھيان.]

فقط منھنجي دل توتي نثار ۽ تنھنجي قيدي نہ آھي، پر مون وانگر سوين ماڻھو پرواني جيئان تنھنجا مشتاق آھن. ھر خاص ۽ عام تنھنجي حسن جو عاشق آھي. تون ائين آھين جيئن محفل ۾ شمع ھوندي آھي. باوجود ھن حقيقت جي تہ اھو ڳجھو آھي. تڏھن بہ ناز ۽ انداز جي سوين پردن مان ظاھر آھي. ھر جان ۾ ۽ جاءِ تي. جتي بہ تون آھين. دنيا جي اونداھين ۾ تنھنجي وجود جي ئي روشني آھي. اي انسان! تنھنجي سلطنت ۾ تنھنجو حڪم بہ لاڳو نہ آھي. واه جو اھو سليماني تخت آھي. جنھن تي تون وينو آھين. منھنجي اندر ۾ عظيم دولت جو خزانو آھي. ھي جيڪي ڪجھہ ٻنھي جھانن ۾ ظاھر آھي. اھي انھيءَ خزاني جا ھڪ ہہ نمونا آھن. (اي الله! منھنجي دشمن جا لشڪر مون تي ڪاه ڪري آيا آھن. منھنجي مدد ڪر، ڇاڪاڻ تہ تون ئي دشمن جي لشڪر کي شڪست ڏئي سگھين ٿو. ھيءَ "فقير" جيڪو گل گلاب وانگر نرم آھي ۽ تنھنجي ٻاجھہ جي انتظار ۾ آھي، تون ان جي طرفان ڪافي آھين. يا وري عشق جام جھان نما ([1]) آھي. جيڪو بہ انھيءَ پيالي مان ڏڪ پيئندو آھي سموريون شيون ان تي ظاھر ٿي ونديون، اھي ڳجھيون ھجن يا آشڪار.

بيت

اي آن که ھمي کوشي شب و روز ثواب اندر
صدر گونه کردند آنان که ثواب اندر
جز کوي دلاويزي دلبر تو خطا بيني
برون اگر آئي دوست جناب اندر
مستي کن از دل و جان مايوس لب لعلش

---

(1) ايراني بادشاه خسرو پرويز جي پيالي جو نالو. جنھن جي باري ۾ مشھور آھي تہ ان جي ذريعي علم نجوم جي حساب سان ايندڙ واقعن جو حال معلوم ٿي ويندو ھو. پر اسلامي شريعت، انھيءَ تاريخي نظريي کي نٽي ميجي. ان کي "جام جھان بين" ۽ "جام جھان آرا" بہ چون ٿا. (حسن اللغات فارسي ص ٢٥٢)

مستي نبود جز اين مستي كه لباب اندر
ذوق تو اگر يابي از نوش لب لعلش
هر گز نہ شود لعليت اي جان مي ناب
ساغر رخ جانانه بهتر از پيمانه
ذوقي كه درين جامي آن نيست شراب اندر
صد آرزوي دارم بلب دلدارم
خوش چاشني دار كه آن نيست كباب اندر
در هر رگ صد نغمه مضراب محبت
صد گونه صداي شان خوش تركه رباب اندر
گر نسخه عشق او خواني و عمل ورزي
يابي تو زخود سر كه آن نيست كتاب اندر
با عين حقيقت بين اي يار كه صوفيست
منظور نظر ايشان گردد بجناب اندر
بكشا ز خود پرده تا در خود بيني خود
صد سر جانان كه آن هست حجاب اندر
چون پرده كشايند بكشودحجاب از خود
صد راز بدر افتد كه بود نقاب اندر
يا غير نہ پندارد يا درينجا هست
در دل نشان پنهان محبوب حجاب اندر
صد مرتبه ات گفتم بكن مرمت تن
آن نيست عمارت در لذت كه در خراب اندر
با ديده دل "فقيريا" بنگر تو درين عالم
صدر بحر نهان گشته بيني بسراب اندر

[اي اُهو شخص، جو تون رات ڏينهن ثواب هي تلاش ۾ رهين تو. انهيءَ الله تعاليٰ، تنهنجي اندر سوين قسم جا ثواب رکيا آهن. دل موهيندڙ دلبر جي گهٽي کان سواءِ ٻئي هنڌ ويندين تہ خطا ڏسندين. جيڪڏهن پنهنجي خودي کان ٻاهر نڪري ايندين تہ دوست کي پنهنجي اندر لهندين.

مايوس انسان! دل ۾ جان سان مستي ڪر جو محبوب آڌو آهي. انهيءَ مستي ۾ خوشي کان سواءِ ڪا بہ مستي ۾ خوشي نہ آهي. جيڪا دل جي اندر حاصل ٿيندي آهي. جيڪڏهن توکي ذوق حاصل آهي تہ معشوق جي مئي پيءُ، اي جان! ان کان سواءِ پاڪ شفاف شراب توکي هرگز حاصل نہ ٿيندو. محبوب جي رخ جو پيالو شراب واري پيماني کان وڌيڪ چڱو آهي. دلبر جي ملڻ سان جيڪو ذوق ۾ شوق نصيب ٿئي ٿو اهو شراب ۾ بہ نہ آهي. سوين آرزو رکان ٿو تہ دلدار جا اهي چپ چرن، جو اهڙي چاشني ۾ چسڪو ڪباب ۾ بہ نہ آهي. هر هڪ رڳ ۾ محبت جا سوين نغما آهن، ان جي رباب مان سوين قسم جا سهڻا آواز اچن ٿا. جيڪڏهن ان جي عشق جو نسخو پڙهندين ۽ ان تي عمل ڪندين تہ توکي اهڙو راز نصيب ٿيندو جيڪو ڪتاب جي اندر بہ نہ آهي. اي يار! حقيقت جي نظر سان ڏس تہ جيڪي صوفي آهن، اهي ئي الله تعاليٰ جا منظور نظر آهن. پاڻ تان پردو ڪڻ تہ جيئن پنهنجي اندر پاڻ کي ڏسين. دلبر جا سوين راز حجاب جي اندر آهن. جڏهن پردا پري ٿيندا آهن تہ پاڻ تان حجاب کلي ويندو آهي. پوءِ سوين قسم جا راز جيڪي ڳجهہ ۾ آهن ظاهر ٿيندا آهن جيستائين غير نہ ڇاڻي تہ يار هن هنڌ آهي، دل ۾ ڳجهو نشان هوندو آهي تہ محبوب حجاب اندر آهي. توکي سوين پيرا چئي چڪو آهيان تہ پنهنجي جسم جي تعمير ڪر. اها اهڙي عمارت نہ آهي، جيڪا لذت سب خراب ٿئي. اي "فقيرا" هن جهان کي دل جي نگاه سان ڏس! توکي رڻ پٽ ۾ بہ سوين ڳجها سمنڊ نظر ايندا.]

اي هوشيار عزيز! ڄاڻ تہ اشارن وارا جيڪي الله تعاليٰ جي معرفت رکندڙ آهن فرمائين ٿا تہ عام ماڻهو عارفن جي ڳالهين جي اونهائي تائين پهچڻ ۾ انهن کي سمجهڻ کان عاجز آهن. ڇاڪاڻ تہ انهن اجا ظاهري صورت جي ماڙيءَ مان، معنائن جي جهان ۾ قدم ناهي رکيو. مثلاً جن کي "جام" – "شراب" – "ساقي"– "مي"– "محبوب"– "مغبچه" – "پيرمغان" وغيره لفظن جي حقيقت معلوم نہ آهي. اهي انهن جي مجازي معنيٰ مراد وٺندا. اهڙا ئي ڪي الفاظ مجازي معنائن ۾ ماستعمال ٿين ٿا ۽

محققن انهن جون معنائون مقرر ڪيو ن آهن. هتي انهن جا ڪجهه تفصيل بيان ڪريون ٿا. پوءِ انهن جي اها ئي معنيٰ وٺڻ گهرجي. ٻي معنيٰ مراد وٺڻ نہ گهرجي.

## باب اٺويهون

# بعض لفظن جي معنيٰ، جيڪا حافظ شيرازي ۽ ٻين عارفن بيان ڪئي آهي

چاٽڻ گهرجي تہ "ميخانہ"، "بتڪده، شرابخانہ ڪامل عارف جي دل کي چوندا آهن. ڇاڪاڻ تہ ڪامل عارف جي دل، الله تعاليٰ جي محبت ۽ شوق جو خزانو ۽ سرچشمو هوندي آهي. جتي موليٰ تعاليٰ جي رحمت ۽ ٻاجھہ لهي ٿي. "ترسابچہ" غيبي ارادي کي چوندا آهن جيڪو طريقت جي سالڪ جي دل ۾ پيدا ٿيندو آهي ۽ ڳجھہ جي جهان مان ان تي واردات ٿينديون آهن. "بت" ۽ "شاهد" اهڙي فهم ۽ فرقان کي چوندا آهن جنهن سان عارف حق ۽ باطل ۾ فرق ڪندو آهي. "دير" ۽ "خرابات"، معنائن جي جهان کي چوندا آهن. "گرو" اهو ڪافر، جنهن ۾ سختي وڏيڪ هجي، پر ظاهر نہ ٿئي. "مي" ۽ "شراب" مان سالڪ جو ذوق مراد آهي. جنهن ۾ اهو خوش هوندو آهي. "ساغر" ۽ "پيمانہ" انهيءَ رات کي چوندا آهن جنهن ۾ سالڪ کي غيبي مشاهدا ۽ انوار ٿيندا آهن ۽ اهو معنائون معلوم ڪندو آهي. "زنار" مان مراد يڪرنگي ۽ يڪجهتي آهي. "دلدار"، "صنم"، "محبوب" مان روحاني صفتون مراد آهن. "غمزه"، "بوسہ"، فيض ۽ باطني جذبي کي چوندا آهن. "لب" ۽ "دهن" هميشہ واري حياتي کي چوندا آهن. "ساقي"، پير ۽ مرشد کي چوندا آهن. "چشم"، "ابرو"، "حال"، "خطره"، "جمال و ڪمال" الهام وغيره کي چوندا آهن."قلاش" قلندر کي چوندا آهن. "تواند" ترڪ ۽ تجريد وارن کي چوندا آهن. "مُطرب، ترغيب ڏيندڙ ۽ فيض رسائيندڙ کي چوندا آهن. "مست" ۽ "شيد" جذبي ۽ شوق وارن. الله تعاليٰ جي عاشقن ۽ پڻ انهن کي بہ چوندا آهن جيڪي نفساني خواهشن کان پاڪ هجن. "خمار" ۽ "باده فروش" مان مراد ڪامل مرشد آهي. "پير مغان" ۽ "دير خرابات" مان مراد مربي ۽ پير طريقت آهي. خالص محبت کي شراب چوندا آهن. "نوشندگان" ۽ "مي خواران"، مشتاقن کي چوندا آهن. حق تعاليٰ جي محبت ۽ ارادت کي "مي خانہ" ۽

”خرابات“ چوندا آهن. ”موردان“ ساقي کي چوندا آهن.[1] ”شراب“ - ”ذوق“، ”شمع“، ”عرفان“..... مان مراد خدمت آهي. ”خراباتي“ جند ڇڏائڻ ”ترسائي“، تجريد، ”بت“ ۽ ”ترسابچه“ ظاهر ٿيندڙ نور ۽ محبوب کي چوندا آهن.

ڄاڻڻ گهرجي تہ جيتوڻيڪ ظاهري علم رکندڙ علماءَ حضرات ”عشق“ لفظ جو اطلاق الله تعاليٰ لاءِ نٿا ڪن ڇو تہ ڪين باطني علمن کان آگاهي نہ آهي. يعني حقيقت جي علم کان بي بهره بي خبر آهن ۽ دنياوي نصيب ۽ حصو واپرائين ٿا. تنهن ڪري ڪري معذور بہ آهن پر جيڪي اسرارن ۽ رازن کان واقف آهن، اهي ان لفظ کي الله تعاليٰ لاءِ استعمال ڪرڻ ۾ حرج نٿا ڀانئين. ”زلف“، ”خال“، ”جمال“، ”حظ“، ”حسن“، ”دان“، ”جنب“، ”ديد“، ”قد“، ”قامت“، ”ملاحت“، جهڙا الفاظ استعمال ڪري، انهن مان ذوق وٺندا ۽ ڀاڱو واپرائيندا آهن ۽ هر هڪ جي شرعي تاويل ڪندا آهن ۽ انهن جي مجاز جي حقيقت بہ عين حقيقت ئي آهي. ۽ انهيءَ جملي کي حقيقي محبوب ۽ حقيقي مطلوب لاءِ ڳالهائيندا آهن.

بيت

چشم ابرو خال و خط و زلف و جمال و حسن همان
بر همه يکجا شدند فخريؒ! چه محضر گرديد
در بهاي يک نگاه آن نازنين ماه رو
صد هزاران جان شيرين را مقرر کردند

[اک، ڀرون خال، خط، زلف، جمال، حسن اي فقيرا ڏڃين ڇو ٿو؟ اهي سڀ شيون هڪ هنڌ گڏ آهن. انهي چنڊ جهڙي سهڻي نازنين جي حسن جي هڪ نظر پسڻ جي لاءِ، سوين هزارين قيمتي جانيون مقرر ڪيون ويون آهن.]

نقل آهي تہ رابعه عدويه رحمه الله عليها لڳاتار روئندي رهي. ڪيس ڇيائون تہ رئڻ جو ڪو سبب بظاهر نظر نہ ٿو اچي، ڇاجي ڪري روئي

---

[1] هتي بعض الفاظن جو تڪرار آهي، انهن کي جيئن جو تيئن بيان ڪيو ويو آهي. (مترجم)

رهي آهين؟ چيائين تہ سيني ۾ ان جو سبب موجود آهي. جيڪڏهن پوري دنيا جا سڀ طبيب، گڏجي ان جو علاج ڪن تہ بہ علاج ڪري نہ سگهندا. پر انهيءَ زخم جو علاج محبوب جو وصال آهي ۽ هي سڀ آهون ۽ دانهون ڪوڪون اسان جي پنهنجي وس ۾ نہ آهن. ڇاڪاڻ تہ عاشق پنهنجو هٿ، پنهنجي محبوب جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏيو آهي. تانجو سندن نڪو رنگ باقي بچيو آهي ۽ نہ ڪا بوءِ ۽ نہ خوءِ باقي آهي.

بيت

کي کار بسر خود از گِل آيد
با حرکت جنبش از شده آيد
عشق چو کوه و دمن چو گاهي گاهي
چه کند برو تلا آيد جامم شود
از خون لبا لب چون شيشه بقلقل آيد
بختي... زير آب چو تمام شد گل آيد
چون کلوخ عزم گلشن آرد فرياد ز گل چو بلبل آيد
"فقيري!" هرگز نکنم من آه و ناله گر شيوه مرا ز دل آيد

[مٽي پنهنجي سر کو ڪم ڪيئن ڪري سگهي ٿي؟ جڏهن ان کي چوريو وڃي ٿو تڏهن اُن ۾ هلچل پيدا ٿئي ٿي، عشق تہ تڏهن ٿو عشق تہ جبل ۽ ٽڪريءَ وانگر آهي، جنهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن سون پيدا ٿيندو آهي. جنهن مان منهنجو پيالو ڀرندو آهي. دل رت مان ائين ڀرجي وئي آهي، جيئن شيشي مان گلاس ۾ شراب ايندو آهي. بخت ۽ ڀاڄھ جي کهڙي تلاش؟ جڏهن زمين ۾ پاڻي آهي تہ ان ۾ گل پيدا ٿيندا آهن. جڏهن ڪو ماڻهو باغ ۾ پٿر اڇلائيندو آهي تہ گل بہ، بلبل وانگر فرياد ڪندو آهي تہ اي "فقير"! مان هرگز آه فرياد نہ ڪريان ها، جيڪڏهن منهنجي دل کي صبر جي عادت هجي ها.]

هڪ ڀيري پڇيو ويو اي رابعه! خدا تعاليٰ کي دوست رکين ٿي؟ چيائين تہ هائو! چيائون تہ شيطان سان دشمني رکين ٿي؟ چيائين تہ دوست جي موجودگيءَ ۾، شيطان دشمن جي پرواه نہ آهي.

عشق اهڙو جلال آهي، جيڪو عاشقن کي قتل ڪري سندن دلين کي رت جو درياءُ ۽ سندن اکين کي درياءُ جيحون ۾ مٽائي ڇڏي ٿو. تنهن ڪري اهي رات ڏينهن محبوب جي طلب ۾ مشغول رهن ٿا.

بيت

آري! درون عاشقان از رنگ لعلت خون شده
و از بمرون ابر چشمت، چشمها جيحون[1] شده
بهر ديدار شريفت واله و حيران شدند
دلبرا! بنگر خدا را حال آنها چون شده

[هائو، منهنجا محبوب! تنهنجي لعل ۽ ڳاڙهي رنگ جي ڪري عاشقن جو اندر رت ٿي ويو آهي ۽ تنهنجي اکين جي پلڪن جي بجلي سبب سندن اکيون جيحون درياءَ ٿي چڪيون آهن. تنهنجي ديدار شريف لاءِ حيران ۽ پريشان آهن. اي منهنجا دلبر! خدا جي واسطي انهن جو حال ڏس ته ڇا ٿي ويو آهي؟!.]

در هواي روي ليلي قيس مجنونست و بس
در محبت کوي جانان عالم مجنون شده
گر ترا ديدار ز جانم نغمه منصور وار
و از صدف جوهر در تسبيح بيرون شده
همت و دولت سعادت بخت "فقيري" را نگر
اين و آن را داده در بي چون شده

[ليلي جي چهري جي محبت ۾ قيس چريو ٿي پيو، بس ٻي ڪا ڳالهه نه آهي، دنيا جي محبوبن جي محبت واري گهٽيءَ ۾، چريو ٿي ويو. جيڪڏهن توکي پنهنجي محبوب جي ديدار جو شوق آهي ته منصور وارو نغمو يعني انا الحق ڳاءِ ۽ سپ مان تسبيح لاءِ موتي جو داڻو ٻاهر ڪڍ. "فقير" جي همت، دولت، سعادتمندي کي ڏس. انهيءَ اين و آن يعني هي ۽ هو جي بحث کي ڇڏي، بي مثل جو ٿي پيو يعني الله جي حوالي ٿيو.]

يا وري عشق هڪ اهڙي بي مثال ۽ دولت ۽ اڻ ڪٿ نعمت

[1] جيحون بلخ شهر جي نهر ۽ جيحان شام جي نهر آهي. (مختار الصحاح ص ۴۰ ج ۱)

آهـي، جـنهن سـان عاشـق عيـن معشـوق تـي وجـي تـو ۽ معشـوق عاشـق تي وجي ٿو.

بيت

من آن عاشق که صد معشوق مبتلا دارم
من آن بگفتا زاهد بامن چه ديندارې بدو گفتم
من آن مجنون که صد ليلي چون مجنون بي نوا دارم
من آن و پروانها و بلبل که شمع و گل نکرد خود
چون بلبل ها وپروانها بصد مهر و وفا دارم
مرا در انجمن خلوت، به بزم ازو عزلت
من آن رندم در علم خلوت برملا دارم
من اين دين دارم اندر دل که جز حق ناروا دارم
بغايت مرتفع آمد اگرچه کاخ عشق او رسيدم
زان بپايه او سر در زير او دارم
گدايم گر بصورت ليک در معني شهنشاهم
من آن "فقيري" که ز استغنا دو صد ملک غنا دارم

[آءُ اهو عاشق آهيان، جنهن تي سوين معشوق مري مٽي رهيا آهن. مون ائين چيو ۽ هن کي چيم تہ زاهد جي مون سان ڪهڙي ديندارې آهي؟ آءُ اهو مجنون آهيان، جنهن جون سوين بي آواز ليلي آهن. اهو پروانو ۽ بلبل آهيان. جنهن کي نہ شمع پنهنجو ڪيو ۽ نہ ئي گل. بلبلن ۽ پروانن وانگر، سوين محبتون ۽ وفا رکان ٿو من هن جي گوشۂ نشيني جي تنهائي واري مجلس ۾، آءُ اُهو رند آهيان، جيڪو خلوت ۾ بہ آشڪار آهي. منهنجي دل جي ديندارې عشق جي محلات تي پهچي وڃان تہ مون وڏي بلندي ماٺي. سندس پيرن ۾ پنهنجو مٿو رکان تہ اها منهنجي وڏي سعادت آهي. آءُ ظاهري صورت ۾ فقير آهيان. پر معنوي طور (درحقيقت) شهنشاه آهيان. مان اهو فقير آهيان جنهن کي پنهنجي بي پرواهي جي ڪري ٻن سؤ ملڪن کان بہ وڌيڪ جي بادشاهي ملي تہ ان کان بہ بي نياز آهيان.]

يا عشق هڪ هما[1] پکي آهي، جنهن جي مٿان به ويهندو آهي، ان کي ٻنهي جهانن جي بادشاهي ملندي آهي.

يا وري عشق جنون الاهي يا جذبه حق اهي يا الله تعاليٰ جو وصال ۽ انعام الاهي آهي ۽ اها شيءِ الله تعاليٰ هر ڪنهن کي عطا نه ڪندو آهي. ڇاڪاڻ ته جيڪو عشق کي حاصل ڪندو اهو ئي الله کي حاصل ڪندو ۽ جنهن کي عشق حاصل نه هوندو آهي اهو خدا تعاليٰ کي حاصل ڪري نه سگهندو آهي. جيڪي رازن اسرارن کان واقف آهن انهن کي خبر هوندي آهي عشق ڪهڙي شيءِ آهي ۽ ان جو مرتبو ۽ مقام ڪهڙو آهي؟ ۽ جيڪو اسرارن ۽ رموزن کان واقف نه هوندو آهي. ان کي ڪهڙي خبر ته عشق ڪهڙو راز آهي؟ بلڪ غير عاشق کي، عشق جي ايتري خبر هوندي آهي جيتري نامرد (کدڙي) کي مباشرت جي هوندي آهي. جيئن چيو ويو آهي.

بيت

عاقلان را شرع تکليف است و بس
عاشقان را عشق تشريف است و بس

[عقلمندن لاءِ شريعت (جي پابندي) مشڪل آهي ۽ بس، (پر) عاشقن لاءِ عشق، عزت ۽ احترام جوڳو مقام آهي ۽ بس.]

هتي هڪ عظيم نڪتو ياد رکڻ جوڳو آهي، بزرگ فرمائين ٿا ته نبوت جا چوويهه هزار نڪتا نازل ٿيا آهن. پر جيڪو شخص الله تعاليٰ جي عشق کان محروم آهي ان کي هرگز ڪا به شيءِ نصيب نه ٿيندي آهي.

اي منهنجا عزيزا! ڄاڻ ته عشق اهڙي دولت آهي، جنهن کي الله سبحانهٗ و تعاليٰ هر شيءِ کان اڳ پيدا فرمايو هر شيءِ تي غالب فرمايو ۽ سڀ شيون ان لاءِ پيدا فرمايون آهن. جيئن فرمايو ويو آهي ته مان ڳجهو خزانو هيس پوءِ مون رادو ڪيو ته مون کي ڄاتو ۽ سڃاتون وڃي. پوءِ مون

---

[1] هڪ اهڙو پکي جنهن کي نهايت مبارڪ خيال ڪيو وڃي ٿو ۽ چيو وڃي ٿو ته جنهن شخص جي مٿي تي ويهندو آهي، ان جو عروج ۽ اقبال شروع ٿي ويندو آهي، اهو ڪنهن ٻئي پکيءَ کي نه ستائيندو آهي. ان جي خوراڪ هڏي آهي. پڻ ايران جي بادشاهه بهمن جي ڌيءَ جو نالو به هو. (حسن اللغات ص ٥٦٩)

مخلوق پيدا ڪئي تہ جيئن منھنجي سڃاڻپ ٿئي. انھيءَ اعبار سان عاشق ۽ مريد مطلق، حق تعاليٰ ۽ مخلوق، معشوق آھي. خالق اڪبر جو مقصود، انھيءَ عشق جي پيدائش ۽ معرفت ئي آھي، پوءِ جنھن بہ عشق حاصل ڪيو، بيشڪ انھيءَ معرف حاصل ڪئي. چاڪاڻ تہ عشق ۽ معرفت پاڻ ۾ جاڙا يائر آهن. ۽ انھيءَ عشق ۽ محبت جي ڪا پڇاڙي ۽ انتھا نہ آھي. ھڪ ڀيري ذوالنون مصري رح ھڪ عورت کي ڏٺو جيڪا خدا پرستيءَ جي دعوي ڪري رھي ھئي. ان کان پڇيائين تہ الله تعاليٰ جي محبت جي انتھا ۽ پڇاڙي ڪھڙي آھي؟ انھيءَ جواب ڏنو تہ ان جي ڪا بہ پڇاري ۽ انتھا نہ آھي. ذوالنون مصري رح چيو تہ عورت صحيح چوي ٿي. جيئن تہ محبت، محبوب جي صفت آھي ۽ ظاھر آھي تہ محبوب جي محبت کي ڪو ڇيھ ۽ پڇاڙي نہ آھي، تنھن ڪري ناممڪن آھي جو سندس محبت جي بہ ڪا پڇاڙي يا فنا ھجي. جيتوڻيڪ محبت ڪندڙ (محب) محبوب جي محبت ۾ غرق ۽ گم ھوندو آھي ۽ مال ۽ دولت انھيءَ مقام کي نٿي پھچي سگھي ۽ جيڪي ماڻھو گمان ڪن ٿا تہ اسان پنھنجو مقصد ۽ پنھنجي مراد لڌي آھي. (اھي صحيح نہ آھن، چاڪاڻ تہ) ڪو بہ انھيءَ مقام تي پھچي نٽو سگھي.

"بيت"

اي كه بر مركب جهلي بگمان آگاهي
هوش داريد كه بر راه نه، گمراهي
بر خيال تو رسيده كه رسيدم، بمراد
چشم وا دار، به بين نيک تر، اندر چاهي
خواب خرگوش داري، زانكه رفيقان رفته
يافتند مقصد و مطلوب، تو بر سر راهي
همچو ماه فلک کي رسي، اي دون همت
گر تو در قعر طبيعت ماندي، چون ماهي
گر گدائ خود از ذلت دهر خون مَران
خود زخود بيخود بنگر، كه تو شاهنشاهي

تا تو مي باشي از احدي علو مرتبي
"فقيري!" از خود بگذار گر تو خدا مي خواهي

[اي شخص! تون، جيڪو جاهليت جو مجسم آهين ۽ علم جي دعويٰ ڪرين ٿو هوش ڪر، تون صحيح واٽ تي ناهين. تون گمراه آهين، تنهنجو خيال آهي تہ پنهنجي مراد کي پهچي ويو آهين؟ اڪيون ڪولي چڱي طرح ڏس، توکي معلوم ٿيندو تہ تون انڌي کوهہ جي اندر آهين. سيهڙ واري ننڊ ۾ آهين. تنهنجا ساٿي پنهنجي منزل تي پهچي ويا آهن ۽ تون اڃي رستي ۾ پيو آهين. اي ڪم همت انسان! جيڪڏهن طبيعت جي تري ۾ پيو هوندين، جيئن مڇي پاڻي ۾ هوندي آهي تہ پوءِ چنڊ تي ڪيئن پهچندين؟ مردن وانگر دنيا پرستي جي گدائي ڇڏ ۽ پنهنجي وجود جي باري ۾ پاڻ غور ڪر. ڇاڪاڻ تہ تون شهنشاه آهين. "فقير"! پنهنجي نفس کي ڇڏ. جيڪڏهن تون خدا تعاليٰ جو وصال چاهين ٿو.]

ملفوظات شريف ۾ آهي تہ جنهن ڏينهن الله تعاليٰ عشق کي پيدا فرمايو اتي سوين هزارين شوق، محبت ۽ ذوق جا زنجير تنگيل هئا. حڪم ٿيو تہ سڀني مؤمن جي روحن کي حاضر ڪيو وڃي. فرشتن کي امر ٿيو تہ عشق کي ڳجهي باه جي درياءَ جي صورت ۾ ايمان وارن جي روحن جي سامهون آندو وڃي. جيڪي روح، شوق ۽ محبت سان اڳي ئي پريل هئا. انهن عشق جي زنجيرن تي پنهنجا هٿ هنيا ۽ سڀ گڏجي محبت جي درياءَ ۾ ڪاهي پيا. ۽ منجهس اهڙا غرق ٿي ويا جو سندن نالو نشان بہ ظاهر نہ ٿيو. اهي روح نبين، پيغمبرن، ولين ۽ عاشقن جا هئا.

"حڪايت": چوي ٿو تہ سياڻي قيامت جي ڏينهن جڏهن عاشقن کي نور جي زنجيرن ۾ جڪڙي بهشت ڏانهن گهليو ويندو اهي زنجيرن مان هٿ ڇوڙائي فرياد ڪندي عرش الٰهي جي هيٺان حاضر ٿيندا. پوءِ حڪم ٿيندو تہ انهن جي ڳچين ۾ زنجيرون وجهي کين بهشت ڏانهن گهليو وڃي. اهي زنجيرن مان ڪنڌ ڪڍائي فرياد ڪندي عرشق الاهي جي هيٺان حاضر ٿيندا. پوءِ حڪم ٿيندو تہ انهن جي ڳچين ۾ هڪ پيرو نہ پر ستر هزار پيرا زنجيرون وجهي کين بهشت ڏانهن گهليو وڃي. اهي هر

پيري زنجيرون ڇنائي نعرا هڻندي عرش جي هيٺان اچي گڏ ٿيندا، تڏهن الله تعاليٰ جي طرفان اعلان ٿيندو تہ اسان جي ملاقات ۽ وصال جي جاءِ جنت آهي. پوءِ اهي بهشت ۾ ايندا. انهيءَ سلسلي ۾ چيو ويو آهي تہ:

بيت

مرا که روي تو باشد، بهشت را چکنم

[جيڪڏهن، مون کي تنهنجي چهري جو ديدار نصيب ٿئي تہ پوءِ بهشت کي ڇا ڪندس؟.]

ڄاڻڻ گهرجي تہ عاشق ٻنهي جهانن ۾ پنهنجي محبوب جي تلاش ۽ طلب ۾ رهندو آهي. پر جيئن تہ سندس جاه جلال جي انتها نہ آهي تنهن ڪري انهيءَ مقصد کي پهچڻ جي بہ ڪا انتها ۽ ڇيهہ نہ آهي. ۽ اها ڳالهہ بلڪل محال آهي. پوءِ جنهن شيءِ تائين پهچڻ ممڪن نہ هجي. ان جي تلاش ۽ طلب جي ڪا پڇاڙي ۽ انتها نہ ٿيندي. حقيقي عاشق، ظاهري فنا جي باوجود پنهنجي حقيقي محبوب کان باز نہ رهندو آهي.

بيت

"فقيري" عاشق است که بعد از فنا خويش

دست از طلب تو دارد تا مر ترا بقا است

[فقير، عاشق اهو آهي، جيڪو پنهنجي فنا کان پوءِ بہ پنهنجي طلب لاءِ ڪوشش ڪندو آهي. تہ ان کي بقا حاصل ٿئي.] عاشقن جي صاف شفاف سيني ۾ اهو عشق ائين آهي، جيئن فانوس ۾ چراغ يعني ڏيو.

بيت

شوق دلبر در دلم چون آتش است اندر مجمر است

در سرم سوداي همچون جان اندر دلبر است

در ضمير من نمي گنجد بجز دلدار کس

زانکه بيرون و درونم هر چه هست آن دلبراست

عشق و مهر جانان درجان و دل دائم مرا ست

چون دل اندر سينه وعقل و دماغ اندر است

فائق از سامان سلطان بي نوا عاشق است

مهر جانان در دل و جانم درخشان چون غور است
داغ دلبر در جگر خوش تر ز نقد احمر است
ذره بي قدر "فقري" زمن زهي خورشيد كشت
مهر جانان در دل و جانم درخشان چون غور است

[منهنجي دل ۾ دلبر جو شوق ائين آهي جيئن آتش دان ۾ باه آهي. منهنجي مٽي ۾ عشق جو سودا ائين آهي جيئن دلبر جي اندر جان آهي. منهنجي اندر ۾، منهنجي دلبر کان سواءِ ڪو به نٿو ماپي. ڇاڪاڻ ته منهنجي اندر ۽ ٻاهر دلبر ئي ـنبر آهي. جيئن دل، سيني ۾ ۽ عقل، دماغ ۽ مٽي ۾ آهي. تيئن محبوب جو عشق ۽ محبت سدائين منهنجي دل ۾ قائم آهي. بادشاه جي سامان کان هي بي نوا عاشق سربلند آهي . سيني ۾ دلبر جو داغ ڳاڙهن موتين کان وڌيڪ سهڻو آهي. ڇاڪاڻ ته محبوب جو چنڊ، منهنجي دل ۽ جان جي گهرائين ۾ چمڪي رهيو آهي.]

ڄاڻ ته عشق ۽ محبت جي درميان فرق آهي، ڇاڪاڻ ته محبت ڪندڙ جي محبت لاءِ محبوب گهڻا آهن. پر عاشق کي فقط هڪ ئي معشوق هوندو آهي ۽ عشق کي اهڙو مقام نصيب آهي جيڪو اتحاد جو واسطو آهي. بلڪ (عشق) عاشق کي معشوق ۾ گم ڪري ڇڏيندو آهي. ان تي (عشق) ائين غالب ٿيندو آهي.[1]

---

[1] آخري حصو قاتل آهي. (مترجم)

**ص 4 شيخ عبدالله جلالي**

شيخ فريدالدين عطار جي جڳ مشهور تصنيف ’تذڪرة الاولياء‘ ابوعبدالله بن الجلاءَ جو ذڪر ملي ٿو، اهڙيءَ طرح اهو ساڳيو نالو رسالہ قشيريہ پڻ ملي ٿو جتي مصنف ڄاڻائي ٿو تہ ذوالنون مصريءَ جو همعصر هو، سندس وفات جو سال 306هجري آهي.

[رسالن قشيريہ اردو، ص 194، تذڪرة الاوليا فارسي، ص 89]

**ص 4 ابوسعيد خراز**

هن جو احوال رسالہ قشيريہ ۾، ڪشف المحجوب تذڪرة الاولياء ۾ ملي ٿو، هتي جو حوالو سڌوسنئون رسالہ قشيريہ مان معلوم ٿئي ٿو.

[رسالہ قشيريہ اردو، ص 143، ڪشف المحجوب تذڪرة الاوليا، ص 382]

**ص 5 توحيد جا قسم**

مرصاء جي باب ٽئين جي فصل ائين ۾ توحيد جا ساڳيا اهي پنج قسم ڄاڻايل آهن، جتي انهن جي وضاحت بہ ملي ٿي.

[مرصاد، ص 203]

**ص 7 التوحيد يضمحل فيہ الرسوم ........ لم يزل**

رسالا قشيريہ ۾ جنيد ڏانهن منسوب اهي الفاظ ايستائين ملن ٿا، ليڪن ان سان واڌو الفاظ ’ڪان الله ولم يڪن معاشيءَ‘ ڪونہ آهن. صوفين جي ڪيترن معتبر ڪتابن ۾ ’ڪان الله ولم يڪن معه شيءَ‘ حديث طور آندل آهن، بلڪ جڏهن جنيد بغداديءَ جي اڳو هن حديث جي تشريح بابت ڪنهن سوال ڪيو تہ يڪدم وراڻيائين ’الآن ڪما ڪان‘ يعني هاڻي بہ ائين آهي جيئن اصل ۾ هو. دراصل اهي الفاظ الله تعاليٰ جي ذات بابت/ مطلب هو

تہ چيائين جنهن جو ان جي ذات ڪنهن تفسير ۽ تبديليءَ کان پاڪ آهي، 'ڪان الله ولم يکن معه شيء' جي معنيٰ آهي الله ئي آهي ۽ ان سان گڏ ٻي ڪا شيءِ نہ آهي.

[رسالہ قشيريہ عربي، ص 508، فرهنگ ماثورات متون عرفاني، ص 307]

### ص 9 العشق نار.........سوي الله

عين القضاة همداني جي ڪتاب تهميدات ۾ شبليءَ ڏانهن منسوب اهو قول هن ريت ملي ٿو.

'العشق نار في القلوب فاحرقت ماسيو المحبوب' يعني عشق دلين جي اها آگ آهي جيڪا محبوب کانسواءِ ٻي هر شيءِ کي ساڙي ڀسم ڪري ٿي.

[فرهنگ ماثورات متون عرفاني، ص 325]

### ص 9 اذاتم الفقر فهوالله

صوين جو مشهور قول آهي جيڪو علاالدولہ سمناني جي 'چهل مجلس' کان علاوہ باخرزيءَ جي اولاد الاصاب ۾ مشارق الدراريءَ ۾ ملي ٿو. 'الهامات غوثيہ' ۾ وري اهي الفاظ هن ريت ملن ٿا، فاذا تم الفقر فلاهم الا انا.

[فرهنگ ماثورت متون عرفاني، ص 27، منهاج المعرفت، ص 210]

### ص 11 شيخ شبلن

رسالہ قشيريہ موجب هن جو پورو نالو ابوبڪر دلف بن حجدر شبلي آهي، هو بغداد ۾ پيدا ٿيو ۽ اتي ئي سندس نشو نما ٿي، جنيد بغداديءَ جي صحبت ۾ رهيو. ستاسي سالن جي عمر ۾ 334هہ ۾ وفات ڪري ويو، هو بغداد ۾ مدفون آهي.

هن جو شمار صاحب سڪر صوفين ۾ ٿئي ٿو.

[رسالہ قشيريہ اردو، ص 218]

**ص 13 ويكون قيامک بالواجد بالتوحيد**

پورو قول هن ريت آهي جيڪو ابن عطا جو آهي، جنيد ڏانهن ان جو انتساب صحيح نہ آهي.

التوحيد سنيان التوحيد في مشاهدةً جلال التوحيد حتيٰ يکون قيامک بالواحد لا بالتوحيد.

[فرهنگ لغات واصطلاحات عرفاني، ص 269]

**ص 14 ابوعلي دقاق**

قشيري ابوعلي دقاق کي پنهنجو استاد ۽ مرشد مڃي ٿو، ان ڪري قشيري بار بار سندس ذڪر ڪري ٿو ۽ هن جا احوال نقل ڪري ٿو، ابوعلي دقاق جو ذڪر علي هجويري پنهنجي مشهور تصنيف ڪشف المحجوب ۾ پڻ ڪري ٿو، هن 406هه ۾ وفات ڪئي، ليڪن ابن جوزي ۽ ابن ڪثير سندس وفات جو سال 412هجري ڄاڻائن ٿا.

[رسالہ قشيريہ اردو، ص 74]

**ص 15 کان الله ولم يکن معہ شيءَ ۽ الآن کما کان** بابت اڳ ۾ وضاحت ڪئي وئي، وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو.

[منهاج المعرفت، ص 286]

**ص 16 شيخ عبدالله انصاري**

قشيري ۽ هجويريءَ جي همعصر عبدالله انصاري جو تعلق هرات سان آهي، هن سال 481/1088 ۾ وفات ڪئي، تصوف ۾ سندس ڪيتريون تصنيفون آهن، جن ۾ مشهور 'منازل السائرين' ۽ طبقات الصوفيہ آهن، ان کان سواءِ سندس تفسير 'ڪشف الاسرار' فارسي نثر جو اعليٰ مثال آهي.

[Sufism: A.J.Arbry P. 71]

**ص 21 الا کل شيءِ ماسوي الله باطل**

## وكُل نعيم لا محالة زائل

عرب جي مشهور شاعي سيد جو شعر آهي جيڪو پاڻ سڳورن گهڻو پسند ڪيو، اهڙو ذڪر حديث جي ڪتابن ۾ ملي ٿو، ڪن ڪتابن ۾ 'سوي' جي بجاءِ 'خلل' جو لفظ ملي ٿو.

## ص 23 العالم هوالحق

هي الفاظ ابن عربي جا معلوم ٿين ٿا جن جي بهترين تشريح مولانا جامي جي لوائح خاص طور لائحه 25 ۾ ملي ٿي، جتي هو چوي ٿو:

عالم ظاهر حق است و حق باطن عالم

يعني عالم حق جو ظهور آهي ۽ حق عالم جو باطن آهي.

انهيءَ لائحه ۾ اڳتي چوي ٿو:

عالم پيش از ظهور عين حق بود و حق بعد از ظهور عين عالم. يعني عالم يا هي جهان ظهور کان اڳ عين حق هو ۽ حق ظهور کان پوءِ يا ظهور جي صورت ۾ عين عالم آهي.

[تشريح لوائح جامي فارسي اردو، ص 104]

## ص 55 لا انا ولا غيري

هنن لفظن جو ماخذ الهامات غوثيہ جو الهام نائون آهي، جيڪو مڪمل طور هن ريت آهي:

قال عزوجل ياغوث الاعظم جسم النسان و نفسه و روحه و سمعه و بصره ولسانه ويده ورجله کل ذالک اظهرت نفساً لنفسي لاهو الاانا ولا اناغيره.

معنيٰ: الله تعاليٰ فرمايو اي غوث اعظم انسان جو جسم، ان جو نفس ۽ روح، هن جو ٻڌڻ ۽ ڏسڻ، هن جي زيارت ۽ هٿ ۽ ڄنگهون، بلڪ هن جي وجود کي مون ظاهر ڪيو پنهنجي ذات واسطي پوءِ هو ناهي مگر آءٌ آهيان ۽ آءٌ هن جو غير ناهيان.

[الهامات عوثيہ عربي- اردو، ص 11]

**ص 31 اول ماخلق الله نوري**

حديث جا هي الفاظ مرصاد ۾ ملن ٿا، بلڪ اتي ان قسم جا ٻيا الفاظ بہ ملن ٿا جن ۾ پاڻ سڳورن جي اوليت کي بيان ڪيو ويو آهي، مثلاً 'انا من الله' يعني آءٌ الله کان آهيان.

[مرصاد، ص 132]

**ص 31 انا اول من تجليٰ لہ الرّب**

هي الفاظ بہ مرصاد ۾ آيل آهن. [مرصاد، ص 134]

**ص 32 انا من الله وكل شيءٍ منيّ**

هنن الفاظن جو ماخذ بہ مرصاد آهي جيئن مٿي اچي چڪو، بهرحال اصل الفاظ هن ريت آهن:

انا من الله و المؤمنين مني

حديث جي ڪن ڪتابن ۾ هي الفاظ بہ اچن ٿا، انا من النور و ڪلم ڪم من نوري.

[مرصاد، ص 28، منهاج المعرفت، ص 268]

**ص 33 محمد عربي آبروئي هر دو سر است**
**ڪسي کہ خاکِ درش نيست خاک برسراو**

شعر جي اصل صحيح صورت اها آهي، اهو شعر مولانا نورالدين هلاليءَ جو آهي جيڪو ترڪمان چغتائي هو، سندس نشونما استرآباد ۾ ٿي ۽ جواني ۾ مير علي شير نوائي جي خدمت ۾ پهتو هنن سندس وڏي قدرداني ڪئي، ائين ڪيس سلطان حسين بايقرا جهڙي ادب پرور ۽ ادب نواز سلطان جي دربار سان وابستہ ٿيڻ جو شرف حاصل ٿيو.

[ديوان هلالي چغتائي سعيد نفيسي، ص 211]

**ص 35 لولاک يا محمد لما اظهرت ربوبيتي**

مرصاد ۾ 'لولاک لما خلقت الافلاک' ملي ٿو.

[مرصاد، ص 37]

**ص 35 عين القضاة**

هو اصل ۾ همدان جو هو، پنجين صديءَ جي آخر ۾ ڇهين هجريءَ جي اوائل ۾ ٿي گذريو، هو سال 492/1098 ۾ پيدا ٿيو ۽ 520/1126 يعني اٺاويهه سالن جي عمر ۾ ڪيس موت جي سزا ڏني وئي، سندس تصنيفات ۾ 'تمهيدات' خاص طور قابل ذڪر آهي، جنهن جي شرح دڪن جي مشهور صوفي حسيني گيسودراز اٺين صديءَ ۾ لکي.

[تمهيدات عسيران عفيف، ص 14]

**ص 36 لاموجود في الدارين الاهو ولاشيءَ موجود غيرالله**

مرصاد ۾ جنيد جي حوالي سان هيءَ قول آهي:

ما في الوجود سوي الله جي صورت ۾ ملي ٿو.

[مرصاد، ص 306]

**ص 36 الانسان سرّي وانا سرّه**

صوفين جو هيءَ قول شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي ٻن تصنيفن 'فيوضات ربانيه' ۽ الهامات غوثيه يا ڪلمات قسميه ۾ ملي ٿو.

[الهامات غوثيه فارسي، اردو، ص 7، منهاج المعرت، ص 276]

**ص 38 يا نور معدني**

تحقيق مڪمل ٿي نه سگهي.

**ص 44 رسول ڪريم ﷺ جا نالا.**

**ص 51 لايزال عبدي............ بها**

هيءَ مشهور حديث 'رسالہ قشيريه' ۾ به ملي ٿي.

صوفين وٽ قرب ٻن قسمن جو آهي، (1) قرب فرائض، (2) قرب نوافل هن جي سمجهاڻي لاءِ ڏسو [منهاج المعرفت، ص 304، رساله قشيريه اردو، ص 283]

**ص 134 لودنوت قيد اُنمله لاحرفت**

مرصاد ۾ هيءَ حديث چار دفعا ورجايل آهي.

[مرصاد، ص 120، 184، 378، 381]

**ص 138 رايت ربي في احسن صورته يا رايت ربي في ليلة المعراج باحسن صورة**

رساله قشيريه ۾ رسول الله ﷺ جو هيءُ فرمان ملي ٿو، جتي مصنف ان جي سٺي سمجهاڻي ڏني آهي.

[رساله قشيريه اردو، ص 292]

**ص 143 شيخ ابوالحسن نوري**

رساله قشيريه ۾ هن جو ذڪر ملي ٿو جتي هو چوي ٿو ته الله تعاليٰ جڏهن دلين جو مشاهدو ڪيو ته حضرت مُحَمَّد ﷺ جي دل کان وڌيڪ ٻي ڪنهن دل کان مشتاق نه ڏٺو، انهيءَ ڪري الله تعاليٰ ڪيس معراج يعني ديدار ۽ گفتگو لاءِ مٿي گهرايو.

[رساله قشيريه اردو، ص 136]

**ص 149 يامحمد فيم يختصم الملا الاعليٰ**

تحقيق مڪمل نٿي سگهي.

**ص 150 لولا العتاب ما ڪان مع امتڪ الحساب**

تحقيق مڪمل نٿي سگهي.

**ص 150 يامحمد! اناولنت ماسويٰ ذالڪ خلقت لاجلڪ**

تحقيق مڪمل نٿي سگهي.

**ص 151 وانا ماسويٰ ذالڪ برڪتها لاجلڪ**

تحقيق مڪمل نٿي سگهي.

**ص 152 التحيات لله......**

صحيح بخاريءَ ۾ عبدالله بن مسعود جي روايت سان موجود آهي.

[صحيح بخاري جلد اول اردو، ص 203]

**ص 156 السلام علينا وعليٰ**

صحيح بخاريءَ ۾ عبدالله بن مسعود جي روايت مان باب تشهد في الا آخرة ۾ آهي. ليڪن اتي اها ڳالهہ ظاهر نٿي ٿئي تہ اهو الله تعاليٰ ۽ رسول الله ﷺ جي درميان مڪالمو هو.

[صحيح بخاري جلد اول، اردو، ص 204]

**ص 165 الفقر فخري**

مرصاد ۾ آهي.

[مرصاد، ص 155، 546]

**ص 174 اعوذ برضا ڪ من سخطڪ**

تحقيق مڪمل نٿي سگهي.

**ص 178 العلماءَ ورثة الانبياءَ** [مرصاد، ص 483]

**ص 178 فتوحات مڪيہ**

اسلامي دنيا جي مشهور صوفي شيخ اڪبر محي الدين ابن عربي (1165-1240) جي ضخيم ۽ معرڪة الآرا تصنيف جيڪا 560 بابن تي ڦهليل آهي، ابن عربيءَ جي تصنيفن جو تعداد سون ۾ آهي، سندس ٻي مشهور تصنيف 'فصوص الحڪم' آهي جنهن ۾ هن پنهنجي صوفي فڪر ۽ عرفان ڪي مختصر مگر نهايت مؤثر نموني ۾ بيان ڪري ٿو، وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو.

[بيان العارفين، ص 380]

**ص 180 الشيخ في قومہ ڪالنبي في امتہ**

هي الفاظ مرصاد ۾ رسول الله ﷺ جي قول طور آندا آهن.

[مرصاد، ص 226]

**ص 182 ابراهيم ادهم** (وفات 160/777)

هو بلخ جو شهزادو هو ۽ هڪ ڏينهن جئن گهوڙي تي شڪار پويان ڊوڙي رهيو هو تہ غيبي آواز ٻڌائين، جنهن ڪان پوءِ هو بادشاهي ڇڏي صوفي ۽ عارف بنجي ويو، علي هجويري لکي ٿو تہ هن امام ابوحنيفہ ڪان گهڻو ڪجهہ پرايو هو، جيتوڻيڪ ساڻس اختلاف بہ رکندو هو.

[ڪشف المحجوب فارسي، ص 158]

**ص 182 انّ اوليائي تحت قبائي لايعرفهم غيري**

هي قول مرصاد ۾ هڪ ڪان وڌيڪ ڀيرا ملي ٿو، ليڪن اتي 'قبائي' جي بجاءِ 'قبابي' آهي جنهن جي معنيٰ قبو يا گنبذ آهي.

[مرصاد، ص 226، 242]

**ص 183_184 ابدال، اخيار وغيره**

ابدال اقطلب ۽ اختيار وغيره جو نظريو سڀ ڪان پهريائين شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي تحريرن ۾ نهايت زور شور مان ملي ٿو خاص طور 'فتح الربانس ۽ فتوح الغيب' ۾ ان جي گهڻي وضاحت آهي، ليڪن ابن عربيءَ پڻ فتوحات مڪيہ ۾ ڪيترن هنڌن تي ان تي روشني وڌي آهي. هڪ هنڌ چوي ٿو 'ماس قرية مومنة ڪانت او ڪافرة الاوفيها قطب' يعني هر وسيءَ ۾ پوءِ اها مؤمنن جي هجي يا ڪفرن جي ان ۾ هڪ قطب هوندو آهي.

[منهاج المعرفت صفحو ٻاويهون ۽ ٽيويهون]

**ص 184 خواجہ منصور**

هن مان مراد حسين بن منصور حلاج آهي جنهن کي 309/922 ۾ انڪري دارتي چاڙهيو ويو جو هن کان 'اناالحق' جو نعرو بلند ٿيو هو. ليڪن انهيءَ نعري سبب هو صوفي ادب ۾ حق ۽ سچ جي علامت بنجي ويو. سندس تصنيفات ۾ ڪجهه شاعري ۽ هڪ ننڍو رسالو 'طواسين' شامل آهن.

مرصاد ۾ سندس ڪيترا دفعا ذڪر ملي ٿو هڪ هنڌ سندس مشهور شعر هيٺ ڏنل آهي.

اقتلوني يا ثقاتي ان في قتل حياتي

و حياتي في ممتا ومماتي في حياتي

معنيٰ: مون کي قتل ڪريو، اي منهنجا دوستو، بيشڪ منهنجي قتل ۾ منهنجي حياتي آهي ۽ سندم موت ۾ حياتي آهي ۽ حياتيءَ ۾ موت آهي. حلاج جا اهي اشعار پوري صوفي فڪر ۾ حق سچ جي ثابتي ليکجن ٿا. مولانا رومي پڻ مثنويءَ ۾ اهي اشعار ٻه دفعا تضمين ڪري آندا آهن.

[مرصاد، ص 223، مثنوي رومي دفتر پهريون ۽ ٽيون صفحا 170 ۽ 461]

**ص 190 رساله قشيريه**

رساله قشيريه جو مصنف ابوالقاسم عبدالڪريم بن هوازن القشيري (ولادت 376، وفات 465) آهي، هن جا وڏا عرب کان هجرت ڪري خراسان ۾ آيا جتي هو 'استو' شهر ۾ پيدا ٿيو، هو ابوعلي و قلق جو شاگرد هو ۽ نيشاپور ۾ وٽس تحصيل علم ڪيائين. هو ڪيترن ڪتابن جو مصنف آهي، رساله قشيريه جو سال تصنيف 438/1046 آهي، هتي ڏنل حوالو رساله قشيريه جي باب 'ڪرامات الاوليا' مان ورتل آهي. ليڪن جڏهن اسان اصل عربي عبارت سان مقابلو ڪيو ته ٻنهي ۾ فرق آهي، البت شروع ۾ الفاظ ساڳيا آهن. رساله قشيريه ۾ اصل عبارت هن ريت آهي:

فان قيل: فما معني الولي؟

قيل: يحتمل امريد، احدهما: ان يكون فعيلاً مبالغة من الفاعل، كالعليم، والقدير وغيره. فيكون معناه: من توالت طاعته من غير تخلل معصيه.

و يجوزان يكون فعيلاً بمعني مفعول، كتقيل بمعني مقتول، و جريح بمعني مجروح، وهوالذي يتولي الحق- سبحانه. حفظه وحراسته علي الادامة والتوالي، فلايخلق له الخذلان الذي هو قدرة العصيان، وانما يديم توفيقه الذي هو قدرة الطاعة، قال الله تعالىٰ: وهو يتولي الصالحين. (الاعراف: 196)

[رسالہ قاسيريہ عربي تحقيق الدكتور عدد الحليم محمود، ص 587]

**ص 192 من اهان ولي فقد بارزلي بالمحاربة**

رسالہ قشيريہ ۾ اها حديث قدسي انس بن مالڪ جي روايت سان آيل آهي ۽ ان جا الفاظ هن ريت آهن:

من اهان لي ولياً فقد بارزني بالمحاربة

ان کان پوءِ بي وڌيڪ عبارت پڻ آهي جنهن ۾ قرب نوافل واري حديث جا باقي الفاظ اچن ٿا.

[رسالہ قشيريہ عربي، ص 534]

**ص 195 هٰؤلاءِ عتقاء الله من النار**

مرصاد ۾ هن کي حديث طور بيان ڪيو ويو آهي.

[مرصاد، ص 389]

**ص 196 الدينا مزرعة الآخرة**

مرصاد ۾ هيءَ حديث چار دفعا آيل آهي.

[مرصاد 64، 109، 399، 514]

**ص 197 حب الوطن من الايمان**

[مرصاد، ص 60]

**ص 200 المرُء مع من احب**

مرصاد ۾ هيءَ حديث ٽي دفعا آيل آهي ۽ ڪشف المحجوب ۾ هڪ دفعو ملي ٿي.

[مرصاد، ص 347، 368، 508، ڪشف المحجوب 457]

**ص 201 ۽ 202 الشيخ في قومہ کالبي في امتہ**

مرصاد ۾ هيءَ حديث ڪيترا دفعا آيل آهي، ڪشف المحجوب ۾ بہ ميل ٿي.

[مرصاد، ص 160، 266، ڪشف المحجوب، ص 75]

**ص 205 لولا الصالحون لهلڪ الطالحون**

تحقيق مڪمل نٿي سگهي.

**ص 4206 ربّ اشعث اغبرذي طمرين لايؤبہ لہ لواقسم علي الله لابرّہ**

هيءَ حديث مرصاد ۾ ملي ٿي تہ رسالہ قشيريہ ۾ بہ آهي، ان ڪانسواءِ ڪشف المحجوب ۾ بہ ملي ٿي.

[مرصاد، ص 224، رسالہ قشيريہ عربي، 595، ڪشف المحجوب فارسي 318]

**ص 208 لاترغب في شيءِ...... بوجهڪ**

ابراهيم ادهم جو هيءَ قول علي هجويري ڪشف المحجوب ۾ ملي ٿو.

[ڪشف المحجوب فارسي، ص 326]

**ص 208 الولي (هو) الصابر تحت الامرو النهي**

هيءَ بايزيد بسطاميءَ جو قول آهي.

[ڪشف المحجوب فارسي، ص 326]

**ص 208 الولي (هو) الفاني في حالہ....... قرار**

نوحاني جي بجاءِ جوزجاني پڙهڻ گهرجي، ۽ اهو قول كشف المحجوب ۾ آهي جتي 'خيارولارجع اليٰ غيرالله' جي بجاءِ 'اخبارولا مع غيرالله قرار' جا لفظ ملن ٿا.

[كشف المحجوب فارسي، ص 324]

**ص 208 الولي قديكون مشهوراً ولايكون مفتوناً**

[كشف المحجوب فارسي، ص 325]

**ص 209 الولي قديكون مستوراً ولايكون مشهوراً**

[كشف المحجوب فارسي، ص 325]

**ص 216 بادشاهي ۽ حكم هلائيندڙ جو بيان**

هن باب جو عنوان 'مرصاد' جي باب پنجين جي فصل اول سان بلكل موافق آهي، اهوئي سبب آهي جو اڳتي ايندڙ قرآن جون آيتون، حديثون ۽ ٻيا اقوال بہ گهڻي ڀاڱي 'مرصاد' تان ورتل آهن.

يا داؤد انا جعلناك خليفةً...... تتبع الهويٰ

اها ساڳي آيت مرصاد جي فصل اول جي شروعات ۾ آهي.

السلطان ظل الله في الارض يآوي اليه كل مظلوم

اهو ساڳيو فرمان 'مرصاد' ۾ مٿين آيت كان پوءِ اچي ٿو.

[مرصاد، ص 411]

**ص 216 بادشاهہ ٻن قسمن جا آهن**

(1) دنياوي حكمران (2) ديني حكمران

مرصاد ۾ بہ اهي ٻئي قسم ڄاڻايل آهن.

[مرصاد، ص 412]

**ص 217 من عرف نفسہ فقد عرف ربہ**

[مرصاد، ص 413]

**ص 217 والله يؤتي ملكہ من يشاءَ**

قرآن جي هيءَ آيت مرصاد ۾ بہ آيل آهي.

